# مُلفوظاتِ شريف

امام العارفين حضرت پير سائين **سيد محمد راشد روضي ڌڻي** قدس الله سره

جلد ٻيو



## سڪندريه پبلي ڪيشنز

جامعه راشديه درگاه شريف حضرت پير سائين پاڳاره
پير جو ڳوٺ شريف، ڪنگري، ضلع خيرپور ميرس سنڌ



شجره طيبہ

# سلسلہ نسب شريف

حضرت پير سائين سيد شاهہ مردان شاهہ ثاني المعروف چٽ ڌڻي (ستون پاڳارو) دامت برڪاتهم العاليہ

- حضرت سيد شاهہ مردان شاهہ (ثاني)
لقب چٽ ڌڻي دامت برڪاته العاليه
فرزند
- حضرت سيد صبغت الله شاهہ (ثاني)
لقب پڳ ڌڻي سورهيہ بادشاهہ ؒ
فرزند
- حضرت سيد شاهہ مردان شاهہ (اول)
لقب ڪوٽ ڌڻي ؒ
فرزند
- حضرت سيد حزب الله شاهہ (اول)
لقب تخت ڌڻي ؒ
فرزند
- حضرت سيد علي گوهر شاهہ (اول)
لقب بنگلي ڌڻي ؒ
فرزند
- حضرت سيد صبغت الله شاهہ (اول)
لقب تجر ڌڻي ؒ
فرزند
- امام العارفين مجدد العصر حضرت
پيرسائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي ؒ
فرزند
- شمس العارفين پيرسائين سيد محمد
بقاشاهہ شهيد ؒ
لقب پٽ ڌڻي
فرزند
- حضرت پير سائين سيد محمد امام
شاهہ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد فتح محمد
شاهہ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد شڪرالله
شاهہ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد محمد عثمان
شاهہ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد ڪنڊ
شاهہ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد سنجر
شاهہ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد بولڊ
شاهہ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد حسين
شاهہ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد ميرعلي
شاهہ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد ناصرالدين
شاهہ ؒ
فرزند

- حضرت پير سائين سيد عباس
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد فضل الله
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد شهاب الدين
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد بهاءُ الدين
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد محمود
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد محمد
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد حسين
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد چکن
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد علي شاھ
مکي 'لکياري' ؒ
(هيءُ بزرگ مکي شريف کان سنڌ ۾ آيو)
فرزند
- حضرت پير سائين سيد عباس
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد زيد
شاھ ؒ

فرزند
- حضرت پير سائين سيد اسدالله
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد عمر
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد حمزه
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد هارون
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد عبدالله
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت پير سائين سيد حسين
شاھ ؒ
فرزند
- حضرت امام علي رضا ؓ
فرزند
- حضرت امام موسىٰ ڪاظم ؓ
فرزند
- حضرت امام جعفرصادق ؓ
فرزند
- حضرت امام محمد باقر ؓ
فرزند
- حضرت امام زين العابدين ؓ
فرزند
- سيد الشهداءِ حضرت امام حسين ؓ
فرزند
- اميرالمؤمنين باب مدينة العلم سيدنا
حضرت علي ڪرم الله وجهه

═══ بتعاون ═══

جناب ڊاڪٽر عبدالڪريم مهر صاحب

جناب خليفو فقير عبدالباسط هنگورو صاحب



أُولَئِكَ هُمُ الرَّاشِدُونَ فَضْلًا مِّنَ اللّٰهِ وَنِعْمَةً

مجمع الفيوضات

يعني

# مِلفُوظَاتِ شَرِيف

## جلد ٻيو

امام العارفين حضرت پير سائين

سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس الله سره

سهيڙيندڙ

عارف بالله الودود، حضرت خليفه فقير محمود نظاماڻي رحمة الله عليه

سنڌيڪار

حضرت علامه مفتي درمحمد سڪندري رحمة الله عليه

سڪندريه پبليڪيشنز

جامعه راشديه درگاه شريف حضرت پير سائين پاڳاره

پير جو ڳوٺ شريف، ڪنگري، ضلع خيرپور ميرس

| | |
|---|---|
| ڪتاب جو نالو: | مجمع الفيوضات |
| | (يعني ملفوظات شريف حضرت پير سائين روضي ڌڻي ﷫) |
| سهيڙيندڙ: | حضرت خليفو محمود فقير نظاماڻي ﷫ |
| سنڌيڪار: | حضرت علامہ مفتي درمحمد سڪندري ﷫ |
| ڇپيرو ۽ تعداد: | ائون ۽ هڪ هزار 1000 |
| سال طباعت: | جمادي الثاني 1432ھ 2011 ع |
| هديو: | 400 رپيا |


## ملڻ جا هنڌ



- سڪندريہ پبليڪيشنز جامعہ راشديہ درگاه شريف حضرت پير سائين پاڳاره
- مدرسہ صبغة الاسلام سانگهڙ
- مدرسہ صبغة الهدىٰ شاهپورچاڪر
- مدرسہ سڪندريہ قادريہ نوشهروفيروز
- مدرسہ صبغة الفيض سومر فقيرهنگورو
- مدرسہ صبغة القرآن شاه مردان شاه سنجهورو
- مدرسہ صبغة الاسلام سونده، ننگرپارڪر
- اداره علوم اسلامي، شانتي نگر، ڪراچي
- پروفيسر عطاءُ الله سڪندري، حيدرآباد
- مولانا عبدا للهسڪندري، ڳوٺ سليمان ڀهوڙ بدين
- مولانا محمد آدم سڪندري، پنوعاقل
- مدرسہ صبغة القرآن سڪندريہ، الهڏنو ساند چوڪ، نزد ٽنڊوڄام
- فقير الله ورايو سڪندري، شهدادپور
- مولانا اميد علي سڪندري، مدرسہ صبغة النور، ڪپرو
- فقير مولابخش مهر سڪندري
- فقير محمد يونس مهر سڪندري، ڏهرڪي
- مدرسہ فاروقيہ انوار مصطفىٰ، سڪرنڊ
- حافظ محمد يوسف سڪندري، روضي ڌڻي رهبر جامع مسجد قاسم آباد

**۽ جامعہ راشديہ جون برانچون**

# فصلن جي ترتيب

# مهاڳ!

**باسمه سبحانه وتعاليٰ**

**الصلوٰة والسلام عليک يا رسول الله!**

قدسي حديث شريف ۾ واضح ٿيل آهي ته هن ڪائنات جو بنياد، عشق ۽ محبت تي رکيل آهي! (:فاحببت ان اعرف!) جيئن ته الله تعاليٰ سڀ ڪان پهريان پنهنجو باڪمال ۽بي مثال محبوب (صلي الله عليہ وسلم) پيدا فرمائي پوءِ ان جي صدقي دنيا کي وجود ۾ آندو آهي (لولاک لما خلقت الا فلاک) ۽ باري تعاليٰ هي سڀ اهتمام، پنهنجن ٻانهن کي پنهنجي ۽ پنهنجي محبوب جي محبت ۽ معرفت عطا ڪرڻ واسطي ڪيو آهي! جڏهن ته هن دولت (محبت) مان هر انسان کي، پوءِ ڪنهن کي ٿورو ذرو ته ڪنهن کي گهڻو حصو، عطا ڪيو ويو هو! ان ڪري هر انسان جي دل ۾ ان جي چڻنگ رکيل آهي، ليڪن ان جو اظهار ۽ استعمال، هر انسان پنهنجي مقدر ۽ منشا مطابق ڪندو رهي ٿو! سو ڀاڳ وارا آهن اهي انسان، جنهن مليل دولت کي اصل مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ۽ دنيا ۽ آخرت جا مرتبا ۽ اعليٰ مقام ماڻيا آهن! هن امتحان گاهه دنيا اندر، انسان کي پنهنجي اصل مقصد ۽ اعليٰ مقام جي ڄاڻ سڃاڻ ڪيئن پوي ها؟ ان لاءِ الله تعاليٰ ڪيترائي پنهنجا پيغمبر سڳورا موڪلي، انسان ذات مٿان احسان فرمايو آهي! جيئن ته اسان جا آقا ۽ مولا، حضرت حبيب خدا عليہ التحية والثناء، جن هن سلسلي جي آخري ڪڙي هئا، ۽ هيءَ ورڇ قيامت تائين هلندي هئي! پوءِ باري تعاليٰ هن خدمت لاءِ، نبوي نائبن، ولين سڳورن کي منتخب ۽ مقرر فرمايو! ۽ ڏنو ويندو ته انهن خوش نصيب ٻانهن پنهنجي پنهنجي دور ۾ سونپيل جوابداري ۽ خدمت کي، وڏي جرئت ۽ جانفشانيءَ سان نڀايو ۽ پورو ڪيو آهي! ۽ جي ڪڏهن انهن کي ڪي رڪاوٽون ۽ تڪليفون ڏسڻيون پيون ته به انهن هميشه ميدان ٻي ملهايو آهي!

ايشيا کنڊ جو محسن ۽ مرشد، دين متين جو مجدد ، ۽ قادري طريقي جو قطب، حضرت پير سائين سيد محمد راشد، روضي ڌڻي قدس سره الاقدس، جن هن ميدان ۾ گهڻن کان اڳرا ۽ اول ڏسڻ ۾ اچن ٿا! جو پاڻ جنهن جانفشاني ۽ جذبہ سان، هن خدمت کي سرانجام ڏنو اٿن، ان جو مثال دنيا اندر ڪو ورلي ملندو! هن باڪمال بزرگ، نہ صرف پنهنجي علائقي اندر، بلڪ جوڌپور جيسلمير، دهلي دکن، ريگستان رڻ ڪڇ، ڪوئٹہ قلات، ڪابل ڪنڌار ۽ بلخ بخارا تائين هلي وڃي حق جو پيغام پهچايو ۽ دين متين جي خدمت ڪئي آهي! ۽ ان طرح سان پاڻ پنهنجي نظر، فيض اثر سان هزارين ڪافرن کي ڪلمو پڙهايو ۽ لکين گمراهن کي سڌي رستي لڳايو اٿن! سندن سوانح نگارن هن حقيقت جو اظهار ڪيو آهي تہ پاڻ هميشہ، سال جا نون (9) مهينا، سفر ۾ رهندا هئا،(1) ۽ ٽي مهينا درگاهہ مبارڪ تي قيام ڪري، معمول مطابق وعظ تلقين سان گڏ ذاتي ۽ خانداني معاملات کي بہ ٽائيم ڏيندا هئا! اهو ڏسي ڪنهن بزرگ کين چورايو تہ:

**گهمڻ ڦرڻ اهو ڪم نہ اصيلن، ويٺا رب گهرن، جانب پنهنجي جاءِ تي!**

پاڻ هي پيغام ٻڌي فوري طور ان کي جواب ڏياري موڪليائون تہ:

**شير ۽ شهباز پرديس ۾ پرن، ڇپون ڪين ڇڙن، ويٺيون واهيرن تي!**

ملفوظات شريف جي مطالعي سان معلوم ٿيندو تہ پاڻ سڀني بيماري جي حالت ۾ بہ هن خدمت کي جاري رکيو آهي!، پر جي ڪٿي خليفن صاحبن ۽ صاحبزادن سڀني کين آرام ڪرڻ ۽ گهر هلڻ لاءِ عرض ڪيو ٿي تہ پاڻ انهن کي هي جواب ٿي ڏنائون تہ: جي پنڌ ڪرڻ جي طاقت نہ رهي تہ کٽ تي پاڻ کڻائي بہ حضور سائين جن جي امت جي، وڃي خدمت ڪندس! باقي جيڪو شافي، گهر ۾ بيماري کان شفا ڏيندو، اهو هت بہ شفا ڏئي سگهي ٿو! ۽ سندن اهو معمول آخر دم تائين جاري رهيو! ملفوظات شريف ۾ آهي تہ پاڻ آخري بيماري جي بستري تي هئا! تہ هڪ سوالي تلقين وٺڻ جي خيال سان آيو، خبر پوڻ تي پاڻ ان کي حويلي مبارڪ ۾ گهرائي، کيس تلقين ڪيائون! ۽ پوءِ شڪراني جو اظهار ڪندي فرمايائون تہ: الحمد لله جو مالڪ جنهن خدمت تي مقرر فرمايو، آخري لمحن ۾ بہ ان جو موقعو ڏنائون؟

1- واضع هجي تہ پاڻ اڪثر با قبيلي سفر ڪندا هئا! (ڏسو : ب13، ف6، ص38)

جيڪڏهن واسطو ۽ وسياهه مضبوط آهي تہ هڪ ڪامل ولي جي مڪتوبات مبارڪ ۽ ملفوظات شريف مان بہ، هڪ طالب پنهنجي تڙپ ۽ طلب مطابق گهڻو ڪجهہ حاصل ڪري سگهي ٿو! ديدار، گفتار ۽ ان ڪامل شخص جي نظر عنايت جي ڪمي ضرور رهندي مگر پوءِ بہ: سؤرالمؤمن شفاء! (يعني مؤمن جي اوبر ۾ شفا آهي!) فرمان مطابق هڪ حاجتمند نہ صرف اندر جي بيمارين کان شفا لهندو، پر جي ياگ پلو تہ مطلوبہ منزل بہ ضرور ماڻي وٺندو! (انشاءالله) ملفوظات شريف گڏ ڪندڙ، حضرت خليفہ صاحب رحمت الله عليہ ملفوظات شريف جي مقدمي ۾ لکيو آهي تہ: ملفوظات شريف مان جيڪو بہ طالب، جنهن بہ مقصد ۽ مطلب جو ارادو ڪندو ۽ طلب ڪري مطالعو ڪندو، تہ اهو سندس مقصد، انشاءالله تعاليٰ سندس استعداد مطابق، الله سبحانہ وتعاليٰ پورو فرمائيندو، چو تہ جيئن: لارطب ولايابس الا في ڪتب مبين، (يعني سڀ ڪنهن آلي، خواهہ سڪي شيءِ جو ذڪر، قرآن مجيد ۾ موجود آهي!) تيئن (بلا تشبيهہ) هن ڪتاب مقدس ۾ بہ اوهان سڀئي مقصد موجود ڏسندا، اوهان يقين سان ڄاڻو تہ جيڪو بہ لفظ ۽ سُخن، ڪاملن جي زبان مبارڪ مان ظاهر ٿيندو آهي، اهو پنهنجي هوا ۽ خواهش سان نہ فرمايل هوندو آهي، بلڪہ الهام ۽ القاءَ رباني سان دل ۾ وارد ۽ زبان مبارڪ تي جاري ٿيندو آهي! جيئن حضرت حبيب ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن، وحي الهي سان مخصوص آهن، ڪما قال عزمن قائل: وما ينطق عن الهويٰ ان هوالا وحي يوحيٰ! تيئن اولياءَ ڪرام بہ الهام ۽ القاءَ الهي سان مشرف ٿيل آهن!! (فرق اهو آهي تہ انبياءَ ڪرام جي، القاءَ الهي ڪي وحي سڏيو وڃي ٿو، جو محفوظ ۽ يقيني امر آهي! ۽ اولياءَ ڪرام جي القاءَ ڪي الهام ٿو چئجي، ۽ ان لاءِ وحي سان موافق هجڻ شرط آهي!) عارف رومي رحمت الله عليہ فرمايو آهي:

**گفتہ او، گفتہ الله بود، گرچہ از حلقوم عبدالله بود**

(يعني ڳالهائي ڪٿي، الله تعاليٰ جو ٻانهو ٿو، مگر ان جي گفتار الله تعاليٰ جو ئي گفتگو آهي)

عام انسان جي ذهن مطابق، کوبہ مثال بيان ڪري، ڪا ڳالهہ سمجهائڻ، عام مروج، نهايت موزون ۽ اثرائتو طريقو آهي، مثال نقل ڪري ڳالهہ سمجهائڻ تہ، قرآن مجيد مان بہ ثابت آهي! ۽ قرآن ڪريم ۾ اهڙا ڪيترائي مثال مذڪور آهن! انسان کي سمجهائڻ ۽ سڌارڻ لاءِ جيڪڏهن مک، مڇر ۽ ڪوريئڙي يا ان کان بہ گهٽ ڪنهن شيءِ جو مثال ڏيڻ ضروري ٿيو تہ اللهتعاليٰ اهڙو مثال بيان فرمائي انسان ذات تي شفقت فرمائي آهي! ۽ باري تعاليٰ ڪنهن انسان جي اعتراض جي خوف کان، اهڙي مثال کي ڪونہ ڇڏيو آهي! سالم ۽ صحيح فطرت انسان تہ هونئن بہ مثال کي، مفيد هجڻ سبب، تسليم ڪندا آهن، ۽ هي تہ خدا پاڪ جو ڪلام آهي! ليڪن جن ماڻهن جي فطرت غليظ يا مسخ ٿيل آهي، اهي اعتراض ڪرڻ شروع ڪندا آهن، تہ هي عجيب، خدا جو ڪلام ڇئبو، جنهن ۾ ڪوريئڙي، مک ۽ مڇر جو بہ ذڪر ٿيل آهي! (جيئن جو اهڙو اعتراض، قرآن پاڪ جي نزول وقت، مشرڪن ڪيو هو! ۽ انهن کي ڏنل اهڙو جواب، قرآن ڪريم ۾ موجود آهي!) سو اهڙي ٽائيپ جو انسان، اڄ جيڪڏهن ڪنهن ڪامل ولي جي، ڪلام تي اعتراض ڪري ٿو تہ اها ان جي فطري مجبوري آهي! ۽ حضوراڪرم صلي الله عليہ وسلم جن بہ فرمايو آهي تہ: ڪلموا الناس عليٰ قدر عقولهم" (انسانن سان، سندن سمجهہ آهر، ڳالهائيو؟) الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول مقبول صلي الله عليہ وسلم جن جي حڪم ۽ هدايت مطابق، الله تعاليٰ جي عارفن بہ هميشہ معرفت جا نڪتا، جيڪي سمجهڻ ۾ ڏکيا هوندا آهن سي عام ماڻهو جي مدنظر، مثال ذريعي آسان ڪري پي سمجهايا آهن! ۽ سندن هي معمول رهيو آهي تہ هو پنهنجي ڪلام کي، تمثيلي انداز ۾، ڪنهن قصي يا ڪهاڻي جي ذڪر سان، مجازي طرح شروع ڪندا آهن! پوءِ مجاز کان حقيقت ڏانهن، جيڪو اصل مقصود آهي، ٽپي وبندا آهن، بلڪ مجاز جي ذڪر ڪرڻ وقت بہ انهن جي نظر حقيقت تي ئي هوندي آهي! ۽ اهي اهڙا الفاظ استعمال ڪندا آهن جيڪي مثال ڏيڻ ۾ موزون ۽ مناسب هوندا آهن! عارف رومي رحمت الله عليہ فرمايو آهي تہ:

**هر کيش افسانہ بخواند افسانہ است، وانکہ ديدش نقد، آن مردانہ است**

(يعني جيڪو هن (ڪتاب) کي آکاڻي ڪري پڙهندو تہ ان لاءِ آکاڻي آهي! ۽ جنهن هن کي حقيقت ڪري ڏٺو، تہ اهو جوانمرد ۽ همت وارو آهي!)

ملفوظات شريف ۾ حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جن ٻه اڪثر جاين تي، مذڪوره ڇاڻايل طريقو اختيار فرمايو آهي، خاص ڪري "حقيقي عشق" جي نازڪ ۽ اهم نڪتي بابت، پاڻ مجازي عشق جا مثال بيان ڪري، حقيقي عشق جي ذوق جو احساس ڏياريو اٿن! پر ان سان گڏ سخت لفظن ۾ تنبيهه ۽ منع به فرمائي اٿن ته جيڪو مجاز ڪندو، اهو اسان جو مريد ڪونه آهي! ۽ هي واضح فرمايو اٿن ته جي مجاز ۾، فسق جي خلل جو خطرو، نظر اچي ٿو ته پوءِ مجاز، هادي نه بلڪ هلاڪ ڪندڙ آهي! تنهن ڪري هميشه ان کان احتياط ۽ پاسو ڪرڻ گهرجي؟

اي عزيز! جيئن ته هن وقت اهو اڳيون ماحول، ۽ اهي باحيا ماڻهو به ڪونه رهيا آهن، ۽ هن دور ۾ فسق ۽ فحاشي جي ڪثرت آهي، ان ڪري هن اٿاڳي ۽ خاردار ڏاکڻ بجاءِ، شريعت پاڪ جو ٻڌايل صاف ۽ سولو رستو (عبادت رياضت وارو) اختيار ڪرڻ گهرجي ته وڌيڪ موزون ۽ مناسب رهندو!

پاڻ ڪريمن هڪ اهم ۽ نازڪ نڪتي کي، مثال ذريعي، ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي اٿن، پوءِ جي ڪو انسان ان کي غلط رنگ ڏئي، يا ڪو ان کي اعتراض ڪرڻ جو دليل بنائي ته اهو ان جي ذهن جو فطور ۽ سمجهه ۾ سوچ جو قصور آهي! ورنه جيڪو الله جي پانهي فرمايو، اهو سراپا سچ ۽ سون آهي! حضرت شيخ سعدي رحمت الله عليه فرمايو آهي ته:

**چشم بداندیش برکنده باد، عیب نماید، هنرش در نظر!**

(يعني شال، دشمن جون اکيون انڌيون ٿين، جو منهنجي سائين جا ثواب، ان کي عيب، نظر اچن ٿا!) اهڙي طرح ملفوظات شريف جي مطالعي مان بخوبي معلوم ٿيندو ته حضرت پير سائين قدس سره جن شريعت پاڪ جي ازحد پابندي ۽ متابعت ڪئي آهي، ايتري قدر جو هڪ موقعي تي پاڻ فرمايائون ته: جيڪي به سنتون منهنجون ٻڌل ۽ نظر ۾ آيل آهن، سي سڀ حضرت

حبيب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي متابعت خاطر پوريون ڪيون اٿم، پر اجا ٻڪريون ڪونہ چاريون اٿم! اميد تہ هڪ ڏينهن اهي بہ چاربندس تہ جيئن ڪل متابعت حاصل ٿئي! (صحبت نامہ نڪتہ 41) ملفوظات شريف ڪبير ۾ آهي تہ پاڻ ٻڪريون چارڻ واري سنت بہ ادا ڪئي اٿن! هن سان گڏ، استاد ۽ پير مرشد جي ادب، ۽ مقدس مقامن جي احترام بابت. سندن عمل ۽ ارشاد، ترغيب ۽ تاڪيد ملفوظات شريف جي مطالعي مان معلوم ڪري سگهجي ٿو! مسجد شريف جي تقدس ۽ احترام متعلق سندن قابل توجهہ ۽ عمل جوڳو ارشاد هن طرح آهي: پاڻ قلات جي سفر ۾ هئا تہ هڪ شخص مسجد شريف اندر ڪوٺري ۾ پاڻي وڌو ٿي، تہ ڦڙا مسجد ۾ ڪري رهيا هئا! پاڻ ناراض ٿي فرمايائونس تہ: بيوقوف ادب ڪر؟ مسجد شريف ۾ پاڻي پيو هارين! جيڪو مسجد شريف ۾ پاڻي جا ڦڙا هاريندو ان کي دنيا ۽ آخرت ۾ ڪوڙهہ جو مرض ٿيندو! ٻئي ڏينهن بہ اهو ساڳي طرح وتي ۾ پاڻي وجهندي مسجد شريف ۾ ڦڙا ڪيرائي رهيو هو، اهو حال ڏسي پاڻ ان کي فرمايائون تہ اي انڌا، ڪالهہ توکي سمجهايو سون، پر تو اسان جي چوڻ کي بيڪار سمجهي عمل نہ ڪيو!

اي عزيز، پوءِ ٿوري ئي وقت ۾ اهو شخص اکين کان نابين ٿي پيو، حالانڪ اجا جوان ۽ ڪاري ڏاڙهي سان هو!! (ب 10 ف 2 ن 14) سو اهڙي ڪامل اڪمل ٻانهي متعلق شريعت جي خلاف ڪا ڳالهہ منسوب ڪرڻ، يا کو بي احتياطي ۽ بي ادبي جو الزام هڻڻ، ڇتو بهتان ۽ خدا جي قهر کي دعوت ڏيڻ وارو عمل آهي، مذڪوره واقعي مان بي لغام بدمذهبن کي سبق پرائڻ گهرجي! چوندڙ ڪهڙو نہ چڱو چيو تہ:

**چون خدا خواهد کہ پرده کس درد، ميلش اندر طعنہء پاکان کند**

(يعني خدا جنهن کي خوار ڪرڻ گهرندو آهي، تہ انهيءَ کي پنهنجي پيارن جي گلا ۾ لڳائي ڇڏيندو آهي)

جيئن تہ هن ملفوظات شريف جو پهريون جلد، گذريل سال جماعت اڳيان پيش ڪري مانائتا ٿيا هئاسون، جنهن کي نہ صرف جماعت پسند فرمايو، بلڪ هٿ و هٿ کنيو، اسان جي حوصلہ افزائي ڪئي آهي! ان لاءِ اسان جماعت سڳوري جا شڪر گذار آهيون! الله تعاليٰ جا لک احسان، جنهن اسان کي ملفوظات شريف جو هي ٻيون جلد، سنت ٿي جماعت سونهاري اڳيان پيش ڪرڻ جي توفيق ۽ سعادت عطا فرمائي آهي ۽ يقيناً هي اسان لاءِ دنيا ۽ آخرت جو اعزاز ۽ سرمايو آهي! اميد تہ اسان جي هيءَ ادنيٰ خدمت، حضرت مرشد ڪريم دامت برڪاتهم جن جي حضور قبول پوندي! ۽ يقيناً جماعت سڳوري هن سوغات کي جيءَ ۾ جايون ڏيئي، اسان مڙني ساٿين کي دعا ۾ ياد رکندي!

هي ملفوظات شريف اڳ چار ڀيرا، ڇهن حصن ۾ ڇپجي چڪي آهي ۽ هي پنجون ڀيرو، ان کي ٻن جلدن جي صورت ۾ طباعت جي زيور سان سينگاريو ويو آهي! ۽ مرتب ٿيل ملفوظات شريف جي سورهن بابن مان، ست (7) باب، پهرئين جلد ۾ آيل آهن، ۽ باقي نون (9) باب هن ٻي جلد ۾ شامل ڪيا ويا آهن! هنن بابن جو ترجمو، (اسان جي عظيم ۽ باڪردار ساٿي، جيڪو هن وقت پنهنجي خدا کي پيارو ٿي چڪو آهي) مولانا مفتي در محمد سڪندري رحمت الله عليہ پنهنجي پهرئين ۽ مصروف ترين دور ۾ ڪيو هو! شل باري تعاليٰ سندس ڪيل هن خدمت کي قبول فرمائي ۽ ان جو اجر ۽ صلو، ڪيس حبيبن جو حضور عطا فرمائي! (برڪريمان ڪارابن دشوار نيست) هن جلد ۾ ملفوظات شريف ڪبير سان گڏ، ملفوظات شريف صغير، (يعني صحبت نامون) بہ شامل ڪيو ويو آهي! هي مختصر مگر جامع ۽ جاذب ڪتاب، خليفي محمد حسين مهيسر رحمت الله عليہ جو گڏ ڪيل آهي! حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن جي، مسيحا اثر صحبت دوران، جيڪو نڪتو هن قلندر ٻڌو ٿي، سو قلمبند ڪندو ٿي ويو! ۽ زهي نصيب جو هي لکيل مسودو، پاڻ سڳورن کي پڙهي ٻڌايو هئائين! تہ پاڻ سماع ڪري گهڻو پسند فرمايو هئائون! هن فارسي ۾ لکيل سوکڙي کي، مفتي عبدالرحيم سڪندري صاحب سنڌي ترجمو ڪري، جناب فقير مير محمد وساڻ (مرحوم) جي تعاون سان بہ ڀيرا ڇپرائي جماعت ۾ مفت تقسيم ڪيو آهي! ۽ هي ٽيون ڀيرو، صحبت نامون طبع ٿي، گذيل طباعت ۾ شامل آهي!

ڪامل ٻانهن جي ڪلام ڪي، ڪلامن جو بادشاهه چيو ويو آهي! ليڪن
جڏهن ان ڪلام ڪي نوٽ ڪندڙ، نقل ڪندڙ، تحرير ڪندڙ، ترجمه ڪندڙ ۽
تصحيح ڪندڙ جي قلم ڪان گذرڻو ٿو پوي ته لازمن ان ۾ ڪجهه سقم ۽
سهو جو رهڻ قرين قياس آهي! ورنه ڪلام الملوڪ، ملوڪ الڪلام ٿي آهي!
انهيءَ ضرورت جي پيش نظر، هن ترجمه ۾ ڪاتب ۽ پريس جي غلطين جي
گهٽائي ڏسي، پنهنجي ڄاڻ ۽ اهليت آهر، ان جي تصحيح جي ڪوشش ڪئي
اٿم، جنهن جو اندازو، اڳ ۾ پڙهندڙن ڪي، هاڻي مطالع ڪرڻ سان ٿيندو!
اعتراف آهي ته: منت ازاوشناس ڪه بخدمت گذاشته است" بيشڪ مرشدن
ڪريمن (الله ڪين خضري حياتي ۽ امن، عافيت عطا ڪري) جا لک ٿورا، جن
مون جهڙي اڻ ڄاڻ ۽ عيبدار ڪي هن خدمت لاءِ منتخب فرمايو، ۽ هي عظيم
ڪم، هڪ ادنيٰ انسان ڪان ورتو اٿن: شاهان چه عجب، اگر بنوازند گدارا"
تصحيح دوران، مرحوم ڄام فقير لغاري عليائي جي لکيل ملفوظات شريف
جي نسخي، ۽ فارسي سنڌي لغت جي رهنمائي ڪان علاوه، محترم مفتي
محمد رحيم سڪندري ۽ خاص ڪري برادرم مفتي عبدالرحيم سڪندري
ڪان ڪيترين عبارتن بابت، روبرو هلي وڃي، يا فون ذريعي معلومات حاصل
ڪئي وئي آهي! جيئن ته پهرئين جلد جي طباعت جي ڪم ۾ به، قاضي شاهه
محمد سڪندري، محمد آدم چاچڙ سڪندري ۽ جناب مولا بخش شر
سڪندري جن، توڙ تائين سات نڀايو هو، اهي هن وقت به طباعت جي ڪم
۾ منهنجا شريڪ ڪار ساٿي رهيا آهن! دعا آهي ته شل باري تعاليٰ، اسان
سڀني جي ڪيل هن ٿوري گهٽي خدمت ڪي، پنهنجي بارگاهه ۾ قبول فرمائي
۽ اسان خادمن ۽ مڙني پڙهندڙن ڪي پڻ هن ڪتاب مان مستفيض ۽ معطر
فرمائي! (آمين)

دعا طلب، فقير قربان علي سڪندري
٢ رجب المرجب١٤٢٢هه

## مترجم طرفان

نحمده و نصلي ونسلم عليٰ رسول الڪريم

اما بعد: واضع هجي تہ، بزرگان دين ڪان فيض حاصل ڪرڻ جا ٻہ طريقا آهن 1 بزرگن ڪان روبرو فيض حاصل ڪجي 2 يا انهن جي مڪتوبات يا ملفوظات مبارڪ جي ذريعي، فيض حاصل ڪيو وڃي! مڪتوبات، خود بزرگ جي هٿ اکرن ڪي چيو ويندو آهي، يا بزرگ جي حڪم سان، خليفي يا ڪنهن مريد جي هٿان لکايل خطن ڪي بہ مڪتوبات چئي سگهجي ٿو، ۽ ملفوظات، بزرڳ جا اهي الفاظ مبارڪ هوندا آهن، جيڪي وقت بوقت مريدن جي تربيت واسطي ارشاد فرمايا وياهجن، ملفوظات مبارڪ واسطي ڪڏهن بزرگ جي زبان مبارڪ جي الفاظن ڪي سندس ٻولي ڪان سواء، ٻي ڪنهن ادبي زبان ۾ تحرير ڪيو ويندو آهي، نصيحت ۽ فيض تہ بهرحال هر طريقي سان حاصل ٿي سگهندو آهي، پر اينترو ضرور مجٽو پوندو تہ ملفوظات شريف، هڪ ولي الله جو ڪلام هوندو آهي، جنهن ڪي نقل ڪندڙ صحيح معنيٰ ۾ نقل ڪري سگهي ٿو يا نہ؟ جي ولي الله جي ڪلام ڪي هوبهو سندس زبان ۾ نقل ڪيو ويو هوندو، تہ پوء فائدو وٺڻ آسان ۽ جلد ٿي پوندو، ۽ ڪو صاحبدل ان جا راز سمجهي مستفيض ٿي سگهندو، پر جي ولي الله جي ڪلام ڪي ناقل پنهنجي لفظن ۾ يا ترجمو ڪري پيش ڪندو، اگرچہ مقصد ادا ڪيو هونداٺين، مگر اينترو جلد فائدو، ان مان حاصل ٿي نہ سگهندو، جيترو پهرئين قسم مان حاصل ٿيندو، چو تہ ولي الله جو ڪلام جامع الاسرار هوندو آهي، ان جي رازن ڪي ٻي ڪنهن جا الفاظ پوري طرح ادا ڪري ڪونہ ٿا سگهن، پر پوء بہ مبتدي طالب ڪي ان مان ڪافي سهارو ۽ سرمايو ملي ويندو آهي.

سنڌ جي ڪامل اڪمل ولي، تيرهين صدي هجري جي مجدد ۽ قطب،

برصغير ۾ قادري طريقي جي سرواڻ، راشدي خاندان جي مورث اعليٰ محبوب سبحاني قطب رباني، مجدد الملت، محي السنة سيدي و مرشدي حضرت پير سائين سيد محمد راشد، الملقب روضي ڌڻي قدس الله تعاليٰ سره العزيز. جن جي ملفوظات شريف، جنهن کي سندن باڪمال خليفي، ڪامل ولي، محمود فقير نظاماڻي، رحمة الله تعاليٰ عليه، ڪڙي گهڻور واري فارسي زبان ۾ جمع ڪيو، ان جي اول حصي جو ترجمو، سنڌجي مشهور بزرگ، حضرت علامه مشوري صاحب(رحمة الله عليه)جن ڪيو، ۽ باقي حصي جو ترجمو ڪرڻ جي سعادت راقم الحروف حاصل ڪئي آهي. ڪوشش ڪئي اٿم ته ڪيل ترجمه ۾ ملفوظات شريف جي اصل روح کي باقي رکندي، سولي ۽ عام فهم سنڌي زبان کي استعمال ڪيو وڃي، ۽ هي ڪم درگاهه عاليه، جامع مسجد جي پيش امام، جامعه راشديه جي مهتمم، استاد العلماء، حضرت مولانا فقير محمد صالح مهر (رحمة الله عليه) جن جي نظر شفقت، هيٺ سرانجام ڏنو اٿم، لک بار شڪر جو ڪاملن جي ڪرم نوازي ۽ استادن جي نظر عنايت، هن خدمت جي لائق بنايو. شال رب رحيم، سائين ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي صدقي هي ڪيل ڪاوش قبول فرمائي. آمين

**منت منہ کہ خدمت سلطان همے کني ا**
**منت از او شناس کہ بخدمت گذاشته است**

**فقير (مفتي) ڊرمحمد سڪندري( رحمة الله عليه )**
**خادم مدرسہ صبغة الاسلام، سانگهڙ**
**٢٧ جماد الآخر١٣٩۴ھ 18 جولاء 1974ع**



بسم الله الرحمن الرحيم

# باب اٺون

## هن باب ۾ ڇهه فصل آهن!

## فصل پهريون: جذب ۽ عشق

**1- نقل:** هيڪر پاڻ لاڙ جي سفر ۾ بهادر فقير پنهور جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا، اُتي بهادر فقير حضرت پير سائين قدس سره جن کي عورتن جي زيارت لاءِ پنهنجي گهروني ويو، جڏهن سيئي عورتون زيارت ڪرڻ لاءِ سندن اڳيان اچي ويٺيون، ان وقت بهادر فقير پاڻ ڪريمن کي عرض ڪيو ته حضرت! هيءَ عورت جنهن کي اسان سيئي عزيز قريب، پاڙي جي سيني عورتن کان وڌيڪ سمجهدار ۽ حيادار سمجهندا هئا سون، پر هاڻي جماعت ۾ داخل ٿيڻ کانپوءِ سڀ ماڻهو سندس شڪايت ڪن ٿا! اهو ٻڌي پاڻ هڪ نقل بيان فرمايائون ته: هڪ عورت ڪنهن شخص جي عشق ۾ اچي وئي هئي، جنهن ڪري مائٽن ان کي قتل ڪري ڇڏيو! پوءِ جتي اُن جو رَت هاراڻو، اتي ڪانون اچي ڪان، ڪان، ڪندي شور مچايو، اتفاقن اُتان هڪ درويش فقير اچي لنگهيو، جنهن هي سڀ ڪجهه ڏسي ماڻهن کان پڇيو ته هي رت ڪنهن جو آهي؟ ماڻهن سڄو ماجرا ڪيس ٻڌايو، تنهن تي فقير کي حال پئجي ويو ۽ چوڻ لڳو ته اي ڀيڻ! جيڪڏهن عاشق نه ٿين ها ته تنهنجي رت تي هي شور ڪونه ٿئي ها! ڪنهن چونڊڙ چيو آهي ته:

**بجرم عشق تو مارا اگر کشندچه باک، هزار بار شکر که شهید عشق تو ایم**

(جيڪڏهن تنهنجي عشق جي جرم ۾ مون کي قتل ڪن ته ڪو خوف نه آهي، هزار ڀيرا شڪرانا جو تنهنجي عشق ۾ شهيد ٿيا آهيون!)

هڪ ٻي بزرگ چيو آهي ته:

**طریق عشق جانان جزبلا نیست، زماني بي بلا بودن روا نيست**

(يعني محبوبن جي عشق ۾ مصيبت کانسواءِ ڪو چارو نه آهي، ۽ هن لاءِ هڪ گهڙي به بغير مصيبت جي هجڻ جائز ڪونه آهي)

2- نقل: حافظ فقير گهنگر جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪ پينو فقير شهر ۾ ڦرندي، هڪ دروازي تي اچي، سَين

هنيائين، گهر مان عورت جو آواز آيو ته مان پردي واري آهيان، گهر ۾ مرد ماڻهو ڪونه آهي جو توکي ڪٿي خير ڏي!

فقير اتان نااميد ٿي شهر ۾ پنندو رهيو، جڏهن سارو شهر پني وري اُن گهٽي ۾ آيو، ڏٺائين ته خلق ميڙ ڪيو بيٺي آهي پوءِ فقير به تماشو ڏسڻ لاءِ اتي ويو، ڇا ڏسي ته هڪ ڇري عورت، جيڪا هٽ پير هٽي پئي ۽ بيهوش ٿي پئي آهي، جنهن مهل عورت آواز ڪيو تڏهن سڃاتائين ته هيءَ اها عورت آهي جنهن جي در تان نااميد ٿي موٽي ويو هوس، پوءِ جڏهن مائي هوش ۾ آئي ته ان کي چيائين: اي امان هيءَ ڪهڙي حالت آهي؟ تو چيو پي ته آئون پردي واري آهيان، ۽ هاڻي هن خلق ۾ هيئن بي پردي ٿي هٽ پير هٽين پئي سو ڇو؟ ان عورت فقير کي هن سنڌي بيت سان جواب ڏنو:

**عشق اگهاڙيس جيڏيون پڌري ٿي پياس**

**ههڙي تانه هياس، ۾ ستر سڪ وڃائيو!**

(يعني اي سهيليون مون کي عشق اگهاڙو ڪيو آهي جو ظاهر ٿي پئي آهيان، اهڙي هيس ته ڪونه ۾ عشق بي حجاب ڪري ڇڏيو آهي)

**3- نقل:** هيڪر پاڻ نقل بيان فرمايائون ته: مائي هير سيال جي عادت هوندي هئي ته جڏهن گهر جا ڀاتي سڀ ننڊ پئجي ويندا هئا، تڏهن مائي گيهه ۾ پوري ڪري ميان رانجهي وٽ ڪٽي ويندي هئي، هڪڙي دفعي هير جي مائٽن، هڪ چوڪر کي سمجهائي ڇڏيو ته تون فلاڻي جاءِ تي ويهي رهه، جڏهن هير اچي لنگهي ته ان جي ٻانهن مان جهلي ساڻس گڏ وڃجانءِ، پوءِ جڏهن هير اتان لنگهي تڏهن چوڪر هن کي چنبڙي پيو، هير کي عشق جي جوش ۾ چوڪر جي ڪا به خبر نه رهي، چوڪر سميت ميان رانجهن وٽ پهتي، ڪٽيءَ جو ٿانوُ اڳيان رکيائين ۽ چوڪرو ٻنهي جي وچ ۾ ويهي رهيو، جڏهن کائڻ جو ارادو ڪيائون، تڏهن بي خوديءَ مان مائي هير گرهه ڪٽي چوڪر جي وات ۾ وڌو، سمجهيائين ته ميان رانجهن کي کارائي رهي آهيان، ۽ ميان رانجهو به اهڙي طرح چوڪر کي ڪٽي کارائيندو رهيو! اهو به سمجهي پيو ته هير کي کارائي رهيو آهيان! ان نموني سان ساري ڪٽي چوڪر کي کارائي ڇڏيائون ۽ چوڪر ڪين نظر ڪونه آيو! اي عزيز! مجازي عشق جي بي خودي جو اهو حال آهي ته حقيقي عشق جي بي خودي جو ڇا

عالم هوندو؟ مولانا جامي عليه الرحمه فرمايو آهي تہ:

**متاب از عشق روگر مجازي است، کہ آن بهري حقيقي کار سازي است**

(عشق کان منهن نہ موڙ، اگرچہ مجازي هجي، ڇو تہ مجاز، حقيقت واسطي رستو ٺاهي ٿو)

**4- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو تہ هڪ شخص اٺ سوار، مصر شهر ڏانهن روانو ٿي ٿيو، تہ مجنون ان کي ليلا ڏانهن سلام ڏيڻ لاءِ ساڻس گڏ هلندو رهيو ۽ کيس ليلا جي آڏو پيغام پهچائڻ جو طريقو سيکاريندو ٿي ويو! ۽ ان حالت ۾ رات سڄي پوري ٿي وئي! جڏهن صبح ٿيو ۽ مصر کي ويجها پهتا تہ مجنون موڪلائڻ لڳو، ان وقت اٺ سوار اشارو ڪري چيس تہ اجهو، هو تہ مصر جو شهر آهي!

اي عزيز، هيءَ بي خودي ۽ شوق مجازي عشق جو آهي، حقيقي عشق تہ عجيب منزلون رکي ٿو! ۽ ان لاءِ قال جي زبان حال جي بيان کان قاصر آهي:

**ذوق اين مئي هرگز، نشناسي، بخدا تانچشي**

(خدا جو قسم هن شراب جو مزو تيستائين هرگز نہ سڃاڻي سگهندين، جيستائين ان کي ڪونہ چکندين!)

**5- نقل:** هيڪر پاڻ هڪ نقل بيان فرمايائون تہ ڪنهن واٽهڙو شخص جي واٽ ويندي هڪ سهڻي عورت تي نظر پئجي وئي ۽ ان جي دل مجبور ٿي پئي جنهن ڪري ان عورت جي پٺيان لڳي پيو، جڏهن عورت ڏٺو تہ هي منهنجي پويان اچي ٿو تڏهن هن کان پڇيائين تہ منهنجي پٺيان ڇو ٿو اچين؟ ان شخص چيو تہ تو منهنجي دل لُٽي ورتي آهي آئون تنهن جي پويان بي اختيار اچان پيو، عورت عقل واري هئي جنهن مرد جي عياري کي کولڻ لاءِ چيو تہ جيڪڏهن منهنجي ڀيڻ جو حسن ڏسين جيڪا تنهنجي پويان اچي ٿي! جنهن جي اڳيان منهنجي حيثيت اهڙي آهي، جهڙي ذري جي سج جي اڳيان! هوند مان توکان وسري وڃان! تہ ان مرد پوئتي نهاريو! سندس پٺتي نهارڻ شرط عورت کيس منهن تي ٿپڙ هڻي چيو اي ڪوڙا مدعي! تون عاشقن جي ٽولي مان نہ آهين، پري ٿيءُ منهنجي پويان نہ اچ! ڇو تہ جڏهن مون سان عشق ڏيکاريئي پوءِ پوئتي ڇا لاءِ نهاريئي اها تنهنجي ڪوڙي عشق جي شاهدي آهي هن کان بعد منهنجي پويان هڪ قدم بہ آئين تہ ساهہ نہ هوندءِ:

**عشق آسان نيست جانان کوه بميگان کندن است**
**کشتي کاغذ درون قعر دريا بردن است**

(جاني جو عشق آسان نہ آهي ڇڻ پنبڙين سان جبل پٽڻ ۽ ڪاغذ جي ٻيڙي درياهہ جي ڪُن ۾ نيڻ آهي)

**دار رامعراج ميخوانند سرداران عشق!**
**زين سبب هربو الهوس کي سربردار آوره**

(عشق جا سردار ڦاسيءَ کي معراج سڏين ٿا، ان ڪري هر ڪو سڌڙيو شخص ڦاسي تي سر ڪيئن آڻيندو؟)

**أيي عاشقن کي سُوري سڏ ڪري،**
**جي نالو ڳڻڍ نينهن جو تہ ڪڻ مَ پير پري**
**سِسي ڏار ڏري، پڇ پوءِ پريتڙو!**

(يعني ڦاسي عاشقن کي سڏي پيئي، جيڪڏهن عشق جو نالو ورتئي نہ پوءِ پير پري نہ ڪڻ مُنڍي ڏار ڪري پوءِ محبت جي لاءِ اچ!)

**6- نقل:** هڪ ڏينهن پاڻ ڪريمن نقل ارشاد فرمايو تہ هڪ شخص ادن نالي نار جي ڳاڏي تي ويهي پوک کي پاڻي پياربو پئي! اتفاقاً هندو سونارن جي جڃ ان وڻ جي هيٺان منجهند جو اچي لٿي جتي کوهہ هو، جڏهن ڪائي پي واندا ٿيا! تڏهن سيئي ننڊ ڪرڻ لڳا، پر ڪنوار ۽ ادن جون اکيون چار ٿي پيون يعني ٻنهي طرفن کان محبت پيدا ٿي ويئي! جڏهن ٻنپهرن جو جڃ رواني ٿي تڏهن عشق جي ڪنل کي بيقراري ٿي پئي ۽ "لايموت ولا يحيٰ" جي عالم ۾ اچي ويو ۽ زمين تي ٻيهي پويان ڏسندو رهيو! جڏهن ڏسڻ کان پري ٿي ويا تڏهن کوهہ واري وڻ تي چڙهي آهستي آهستي مٿي ٿيندو ڏسندو ويو! جڏهن جڃ اکين کان غائب ٿي ويئي تڏهن محبوب جي مشاهدي کان بيخود ٿي هڪ ٽپو ڏنائين ۽ فوت ٿي ويو (ان لله وانا اليہ راجعون) وري جڏهن سونارا ڪنوار سان گڏجي پنهنجن عزيزن سان ملڻ آيا ٿي تڏهن بہ ساڳي جاءِ تي منزل ڪيائون ۽ ڪنوار ان نار جي ڳاڏي تي عشق جي ڪنل بجاءِ هڪ زال کي وينل ڏٺو، جڏهن سڀ سمهي پيا تڏهن ان زال کان پڇائين تہ هن نار تي جيڪو اڳي مرد وينل هو اُهو ڪاڏي ويو. زال ان کي سڄو قصو سربستو ڪري ٻڌايو! محبت جي ڪنل ڪنوار کي اشتياق تمام گهڻو ٿي

ويو ۽ پڇيائين ته ان جي قبر ڪٿي آهي؟ زال آڱر جي اشاري سان قبر ڏيکاري. ڪنوار ان مٽي جي ڍير تي وڃي پاڻ ڇڏيو ۽ پنهنجو ساهه پنهنجي محبوب جي حوالي ڪري ڇڏيو. (انّا لله وانا اليه راجعون) ٿوري دير ڪان پوءِ جڏهن سونارا اٿيا تڏهن ڏٺائون ته ڪنوار موجود نه آهي. ڳولي ڳولي ٿڪا پر هٿ نه آئي آخر ان زال ڪان پڇائون زال سڄي حقيقت بيان ڪري شهيد عشق جي قبر جو ڏس ڏنو! سونارا پير ڪٽي وڃي قبر تي ببيٺا، ڏٺائون ته هٿ ڪجهه به نه آهي! نيٺ قبر کي کوٽيائون جڏهن ڪجهه کوليائون تڏهن ڪنوار جي ڪنهبي پوتي نظر آئي! باقي ڪنوار وڃي پنهنجي محبوب کي ملي ۽ هنن کي نظر نه آئي! ۽ فقط هڪ آدَمُ ستل نظر آيو! هي سڀ يڪرنگي عشق مجازي جي آهي. جيڪو ٻن کي هڪ ڪري ٿو پر حقيقي عشق جو اثر قلم ۽ زبان ڪان بيان ٿي نه سگهندو:

**بسيار ديدايم ڪه يکے رادوکرده تيغ**
**شمشير عشق بين ڪه دوڪس رايکي ڪند**

(گهڻو ئي ڏٺو اٿئون جو تلوار هڪ مان ٻه ڪيا! مگر عشق جي تلوار ڏس ته ٻن ماڻهن کي هڪ ڪريو وجهي!)

۽ پاڻ هي ٻه اظهار ڪيائون ته حضرت مخدوم صاحب قدس سره جن فرمائيندا هئا ته سڀ ڪجهه ٿياسون پر ادن نه ٿياسون:

**عاقلانرا شرع تکليف آمده**
**بيدلانرا عشق تشريف آمده**

(دانائن کي شريعت جي تڪليف آئي، بي خود عاشقن وٽ عشق تشريف وٺي آيو)

**کفر کافرراو دين ديندار را**
**زره درد دل عـــطـــار را**

(ڪافر کي ڪفر ديندار کي دين مليو، عطار جي دل کي درد جو ذرڙو مليو آهي.)

**گرنـباشـددرد تو عـطار را**
**اونخواهد کافر و ديندار را**

(جيڪڏهن تنهنجو درد عطار کي نه هجي ته اهو ڪافر ۽ ديندار کي به نه گهرندو.) (توجهه نه ڪندو)

اي عزيز! اهڙو ئي نقل سيد الطائفہ حضرت جنيد بغدادي قدس سره کان بيان ٿيل آهي ته هڪڙي ڌوٻيءَ جي پٽ وٽ شهزاديءَ جا ڪپڙا ڌوپڻ لاءِ آيا! ڇوڪرو شهزادي جي لباس تي اهڙو ته عاشق ٿي پيو جو سندس سک ۽ قرار حرام ٿي ويو! هڪڙي دفعي ڌوٻيءَ جي پٽ شهزادي جو وڳو پٿر تي سٽي صفا ڪرڻ لاءِ درياھ تي ڪٽي ويو تيئن هڪ ڇولي آئي ۽ ڪپڙا لوڙهي ڪٽي وئي! جيڪي عاشق جي واسطي يوسف عليہ السلام جي قميص وانگر دل ۽ ديد جو نور هئا! ڇوڪري عشق کان بي اختيار درياھ ۾ ٽپو ڏنو ۽ ساھ، عشق جي نذر ڪيائين! حضرت جنيد سائين فرمائيندا هئا ته سڀ ڪجھ ٿيا سون پر ڌوٻي جو پٽ نه ٿيا سون!

هڪ ٻيو نقل به هن جي موافق آهي ته سيد محمد گيسودراز قدس سره جي ڏوهٽي سيديدالله عليہ الرحمة جي محبت هڪ عورت سان ٿي پيئي ڪجھ وقت ته لڪيل هئي، پر آخر ان عورت کي عقد نڪاح ۾ آندائين! صبح جي وقت انان جي دستور موافق ڪنوار کي سينگار ٿي ڪرايو ويو، جڏهن سيد يدالله جي ان جي چهري تي نظر پيئي! تڏهن حال پنجي وس ۽ بي اختيار هڪ آه پري ساه الله تعاليٰ جي حوالي ڪيائين ۽ سندس ڪنوار ڪيس پاڪر ۾ وني گهر ڏانهن ڪٽي هلي. اجا جاءِ تائين پهتي ئي ڪونه ته ان به ساه جي قرباني ڏني پوءِ ٻنهي کي گڏي قبر ۾ دفن ڪيائون. رحمتہ الله عليهما (1) (من اخبار الاخيار).

**7- نقل:** صالح فقير ابڙو نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايو ته هڪ شخص بادشاھ جي محل وٽان لنگهيو اوچتو سندس نظر ماڙيءَ جي دريچي مان شهزاديءَ تي پئجي ويئي ۽ ان جي سونهن سوڀيا تي مست ٿي ويو ۽ هر روز دريچي جي پرسان ٻيهي ديدار ڪندو هو اهڙي طرح ڪيئي سال گذاريائين آخرڪار بادشاھ پنهنجي شهزادي پرڻائي ڇڏي جڏهن ڪيس مال سامان ٻانهيون ٻانها ڏنا ٿي ويا!

---

1- جامع ملفوظ عليہ الرحمة هت ارشاد فرمايل نقل جي تائيد ۾ هي به نقل ٻين بزرگن جا نقل ڪيا آهن، جهڙي طرح چوٿين باب جي ٽين فصل ۾ مرشدن ڪرڻ جو ارشاد ته پنهنجي پير جي ڪمن تي ڪنهن به قسم جو اعتراض نه ڪجي! تنهن جي تائيد ۾ خليفي صاحب مرحوم هڪ نقل خواجه يحيٰ منري قدس سره جو شهادت طور لکيو آهي!(ف،ق،ع)

تڏهن هي ٻه ٻانهن جي صف ۾ اچي ويهي رهيو ان کي ٻه ان جي حوالي ڪيائون. جيئن ته سيٺي ٻانها حجتي ۽ گهريلو هئا تنهن ڪري سيٺي کي ڪم ۾ مشغول ڪيو ٿي ويو هن کي ٻه خدمت تي مقرر ڪيائون، ان نموني سان گهڻو وقت زندگي بسر ڪيائين! هڪ ڏينهن شهر جي قاضي وٽ ويو ۽ چيائين ته آئون جڏهن مران تڏهن تون مون کي خدا ڪارڻ غسل ڏيئي ڪفن دفن جو بندوبست ڪجانءِ ۽ منهن جي سيني ۾ هڪ بي بها موتي آهي اهو تون منهن جو سينو ڦاڙي ڪڍي پنهنجي ڪم ۾ آڻجانءِ؟ قاضي ان کان پوءِ ان جي موت جو منتظر رهيو، هڪ ڏينهن ٻڌائين ته اهو ٻانهو فوت ٿي ويو! پوءِ اچي ان کي غسل ڏنائين! ۽ ان جي سيني کي چاقو سان چاڪ ڏيئي، قيمتي موتي ڪڍي سوئي ڌاڳي سان سبي ڇڏيائين ۽ اهو موتي پنهنجي ڌيءَ کي ڏيئي ۽ چيائين ته هي بي بها موتي آهي هن کي حفاظت ۾ رکجانءِ؟ هڪ رات اتفاقاً ان شهر مان باهه گم ٿي وئي اينتري قدر جو هڪ شعلو ٻه ڪنهن جي گهر ۾ نه رهيو اگرچه رُڪ کي پٿر تي هنيائون ٿي تڏهن ٻه باهه نٿي نڪتي! ان شهر جي بادشاهه پڙهو ڏياريو ته جنهن وٽ باهه هجي ڪٿي اچي پر باهه ڪٿان ٻه ملي نه سگهي! اڌ رات کان بعد شهزاديءَ ماڙيءَ جي دريچي مان ٻاهر نظر ڪئي ته قاضيءَ جي گهر ۾ روشني نظر آئي! شهزادي اها حقيقت بادشاهه کي ٻڌائي بادشاهه قاضيءَ کي گهرائي فرمايو ته اي قاضي! عجب آهي جو توهان گهر ۾ بتي ٻاريو ويٺا آهيو ۽ شهر سڄو باهه نه هجڻ جي ڪري ٻُڪيو ستو پيو آهي حالانڪ اسان پڙهو ٻه ڏياريو هو. قاضي ان بي بها موتي جي ساري جي ساري حقيقت بادشاهه کي پيش ڪئي بادشاهه حڪم ڪيو ته وڃ اهو موتي ڪٺي اچ؟ قاضي وڃي موتي ڪٺي آيو بادشاهه معائنو ڪري ان کي حويليءَ ۾ ڏسڻ لاءِ موڪليو شهزادي ان کي ڏسي ياقوتي هار ۾ رکي ٻڳڇيءَ ۾ وڌو ته اهو بي بها موتي ٻڳڇيءَ ۾ پوڻ شرط سيني تي پائي تي ٻري جذب ٿي ويو.

**8- نقل:** (خليفو صاحب عليه الرحمة چوي ٿو ته) ٻانهي کي وڃ حالت ۾ مجاز پيدا ٿي پيو هڪ ڏينهن پاڻ ڪريمن جي حضور ۾ پوري حقيقت عرض ڪيم! فرمايائون ته مجاز هڪ پُل آهي ان کان جلدي لنگهڻ گهرجي ان تي ويهڻ نه گهرجي. ٻانهي عرض ڪيو ته حضورتا! هن پل کان لنگهايو ورنه ته

آئون پيچانس ٿو، پاڻ فرمايائون تہ پيڄڻ نہ گهرجي بلڪ ان کان لنگهڻ گهرجي! المجاز قنطرة الحقيقة يعني مجاز حقيقت جي پل آهي. پل تي ويهڻ نہ گهرجي بلڪ اتان لنگهي وڃجي مولوي جامي عليہ الرحمة فرمايو آهي تہ:

**دلي بايدڪ در صورت نماني**

**وزين پل زود خود رابگذراني**

(يعني صورت تي ويهڻ نہ گهرجي، ۽ هن پل تان پاڻ کي جلد لنگهائڻ گهرجي!)

**چو خواهي رخت از منزل نهادن، نبايد بر سرپل استادن!**

(جڏهن منزل تان سامان کڻڻ تہ پوءِ پل جي مٿان ويهڻ نہ گهرجي!)

**9- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ اسان جو هڪ عزيز سيد سيدل شاهہ نالي هڪ سوناري عورت تي عاشق ٿي پيو هو! اها عورت اسان جي شهر سائدي جي رهاڪڻ هئي، هڪ ڏينهن اهو سيد صاحب روهڙي شهر لڳ هڪ جهنگ ۾ درياهہ جي ڪپ تي چانهڪ استعمال ڪيو ٿي (چانهڪ هڪ گاهہ جو قسم آهي جيڪو تمام مٺو ٿيندو آهي) ان وقت معشوقہ ياد آيس ۽ دل ۾ خيال ڪيائين تہ هي چانهڪ منهنجي محبوبہ کي نصيب ٿئي تہ ڪهڙو نہ سٺو پوءِ چانهڪ جا ڪجهہ ٻوٽا پٽي پنهنجي لنگي جي ٽڪري سان ٻڌي امانت طور درياهہ ۾ وڌائين ۽ چيائين تہ هيءَ منهنجي محبوبہ کي رساءِ؟ الله تعاليٰ جي حڪم سان اها گاهہ جي موڙي درياهہ جي ڪناري سان سلامت شهر سائدي جي پرسان اچي پهتي. ان وقت شهر جون زالون ۽ اها سوناري زال پاڻ ۾ گڏجي درياهہ تي دلا ڀرڻ آئيون! جڏهن ان موڙيءَ تي نظر پئي ان وقت هر هڪ زال چيو تہ اها منهنجي آهي پوءِ ان سوناري زال فيصلو ڪيو تہ هر هڪ زال پنهنجي دلي جو منهن ان ڏانهن ڪري جهلي جنهن جي دلي ۾ خود بخود اچي پوي پوءِ اها ان جي ٿي! ان کان بعد هر هڪ زال پنهنجي دلي کي ان موڙيءَ جي پرسان آندو پر موڙي ڦريو وڃي! آخر سوناريءَ دلو وجهو ڪيو، دلي وجهي ٿيڻ شرط گاهہ جي موڙي خودبخود ان دلي جي اندر اچي پيئي! دلو ٻاهر ڪڍي ڏسي تہ ٻنڌڻ سيد سيدل شاهہ جي لنگي جو ٽڪر آهي پوءِ سمجهائين تہ هيءَ مون ڏانهن هديو موڪليو اٿس. پاڻ ڪريم هن جاءِ تي ارشاد فرمايو تہ جڏهن

مجازي عشق ۾ اهڙو اثر آهي ته حقيقي هن کان هزار درجا وڌيڪ آهي:

**متاب از عشق روگرچه مجازي است**

**که آن بهر حقيقت کار سازي است**

(عشق کان منهن نه موڙ اگرچه مجازي هجي، ڇو ته حقيقي لاءِ اهو ڪم ناهيندڙ آهي.)

**10- نقل:** هيڪر پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو ته علي اصغر خان افغان عليه الرحمة ٻارهن طريقن ۾ اڳيئي داخل هو ۽ مريد ۽ خليفا به ڪندو هو، تيرهون طريقو نقشبندي حضرت مخدوم سائين قدس سره جن کان اچي ورتائين! پوءِ انهيءَ هيڪر حضرت مخدوم صاحب جن کان پڇيائين ته حضرتا ڪڏهن مجازي عشق به ڪيوَ؟ فرمايائون ته هائو هڪ ڏينهن بازار کان ايندي هڪ سهڻيءَ عورت تي نظر پئجي ويئي ۽ دل ۾ ڪشش پيدا ٿي پئي جڏهن بازار جي ڇيهه تي پهتس تڏهن وري اتان موٽي بازار جي منڍ تي وڃي پهتس وري اتان واپس ٿي آيس ۽ نظارو ڪيم! ان کان بعد خبردار ٿيس ۽ حضرت سيدالمرسلين صلي الله عليه وسلم جن کان مدد گهريم؟ مدد گهرڻ شرط اهو خيال دل مان بلڪل ختم ٿي ويو ۽ وري نه آيو!

**11- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته هڪ صاحب دل شخص بازار مان لنگهي رهيو هو ته اڃتو سندس روح ڪي ڪشش پيدا ٿي! اتي ٻيهي فڪر ڪيائين ته هي ڪشش ڪٿان پيدا ٿي آهي؟ آخر هيڏي هوڏي ڏسڻ کان بعد ڏٺائين ته هڪڙا ٻه انسان (عاشق ۽ معشوق) ٻن طرفن کان پاڻ ۾ نظرون ملائي رهيا آهن پوءِ سمجهيائين ته اها ڪشش مون ۾ انهن جي ڪري پيدا ٿي آهي.

**12- نقل:** هڪ ڏينهن درگاهه مبارڪ تي ٽيپهري کان پوءِ مسجد شريف ۾ پاڻ ڪريمن اڳيان حاضر هيس ان وقت اتي جي رهندڙ هڪ ڪاشيگر حضور ۾ فرياد ڪيو ته حضرتا! گل فقير ناهيو سڄو ڏينهن اسان جي گهر جي دروازي تي تڪيو ٻيٺو هوندو آهي هن وقت به اتي ٻيٺو آهي! پير سائين قدس سره جن گل فقير ڪي گهرائي تمام گهٽي جهڙڪ ۽ تنبيهه فرمايائون هن جواب ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! ٻانهي ڪي هن کان اڳ فرمايو هيو ته فڪر نه آهي. ۽ هاڻي جهڙڪ ۽ تنبيهه ڇا جي ڪري؟ پاڻ فرمايائون ته مون "خوف نه

آهي" ايستائين چيو هو ته نقصان پيدا نه ٿئي، هن وقت خسارو گهٽو ٿي ويو آهي، تنهن ڪري توڙڻ گهرجي سو هاٿي ني توڙي ڇڏ، گل فقير عرض ڪيو ته حضرتا! هن زنجير جو توڙڻ توهان جي هٿن مبارڪن سان ته ممڪن آهي باقي پانهي جي اختيار کان ڳالهه ٻاهر آهي، گل فقير جي حالت هيءَ هئي جو عيد جي ڏينهن ٻن صاحبزادن گهوڙا پي ڊوڙايا ۽ ٻيا سڀ پري بيٺا هئا مگر گل فقير، جيڪو مجازي عشق جي شينهن جي چنبي ۾ قاتل هو ۽ زندگي کان موت کي بهتر سمجهيائين ٿي گهوڙن جي جولان جي ميدان اڳيان اچي سنو جڏهن گهوڙا هن کي به ٿي قدم اچي ويجها ٿي ٿيا! تڏهن بي اختيار هڪڙو هڪڙي پاسي پيو ٻي پاسي لنگهي ٿي ويو، اهڙي طرح هن کي ڪوبه نقصان نه رسيو، اي عزيز! مجازي عشق جو اهڙو اثر آهي جو ان کي موت به ويجهو نٿو اچي ته پوءِ حقيقي عشق جو حال ته بيان کان ٻاهر ڇئبو! ۽ انهن ٻنهي ۾ فرق فقط اصل ۽ فرع جو ڇئي سگهجي ٿو!

**13- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون ته جڏهن بي بي زليخا حضرت يوسف عليه السلام جي عشق ۾ گهر جو سڄو مال سامان لُٽي ضعيف ۽ ٻيڙي ۽ نابينا ٿي پئي! تڏهن هڪ ڏينهن حضرت يوسف عليه السلام گهوڙي تان لهي زليخا وٽ وڃي پڇيائين ته اي زليخا! هاڻي ٻيڙي ۽ ضعيف ٿي وئي آهين؟ بي بي زليخا چيو ته لڪڻ مون کي ڏي حضرت يوسف عليه السلام لڪڻ جو هڪ طرف پاڻ وٽ جهلي ٻيو طرف بي بي زليخا کي ڏنائين ته بي بي صاحبه لڪڻ تي وات رکي هڪ آهه ڪئي! جنهن ڪري لڪڻ سڙي ويو ۽ حضرت يوسف عليه السلام بي اختيار هٿ مان لڪڻ ڦٽو ڪري ان کان بعد پڇيائين ته تنهنجو مقصد ڇا آهي؟ بي بي صاحبه چيائين ته منهنجو مقصود تون ۽ تنهنجو وصال آهي! پوءِ حضرت يوسف عليه السلام چيو ته تون الله تعاليٰ کان جوانيءَ جا ڏينهن گهر؟ الله تعاليٰ پنهنجيءَ مهرباني سان ان کي نئين سر جواني بخشي ۽ ان وقت حضرت يوسف عليه السلام ان تي عاشق ٿي پيو ۽ بي بي زليخا معشوقه ٿي پيئي (پهرين جي ابتڙ)

**عشق است هزار شعله درتاب**
**عقل است هزار پنبه در آب**

(عشق تاب ۾ هزار شعلا رکي ٿو، عقل پاڻي ۾ ڪپهه جا هزار ڀڙا رکي ٿو!)

**14- نقل:** هڪ ڏينهن مجازي عشق جي بيان ۾ گفتگو هلندي حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايو ته هڪ ميهار جي زال سان ڪنهن ماڻهوءَ جو عشق لڳي ويو، ڪجهه ڏينهن وصال جا مزا ماڻيائون. اتفاقاً ميهار پنهنجن مينهن چارڻ لاءِ انان لڏي تمام پري وڃي هڪ درياهه جي ڪناري تي ويٺو. جتي ڪوبه ماڻهو اچي وڃي نٿي سگهيو پر عاشق ويچاري گهڻي جُستجو ڪان بعد ان درياهه تي پهچي هڪ گهيڙ تي ويهي رهيو! جڏهن مائي ٻاڻي ڀرڻ آئي تڏهن ان عاشق هڪ پٿر ڪٽي ان ڏانهن اڇليو! مائي پيو اي پٿر وچ ۾ نه اچ اسان جا دوست پري آهن وري هن ٻيو پٿر اڇليو جيڪو اڳيان اچي ڪريو ان وقت هڪ ٻي کي سڃاڻائون ۽ ملاقات ڪيائون ۽ وصال جي جاءِ مقرر ڪري عورت واپس گهر وئي ۽ عاشق اتي ڪکن جو آستانو ٺاهي ويهي رهيو رات جو ميهار مينهون چارڻ جهنگل ۾ هليو ويندو هو پويان مائي پنهنجي عاشق لاءِ ماني تيار ڪري کڻي ويندي هئي ۽ اتي سڄي رات پاڻ ۾ گذاريندا هئا! ته چئن راتين رهڻ بعد هڪ رات پنهنجي محبوبه کان اجازت گهريائين؟ جڏهن مائي گهر رواني ٿي ان وقت دل ۾ خيال ڪيائين ته هينئر ڏينهن پنهنجي خواهش سان رهيس اچ فقط هن جاءِ جي پاس خاطر لاءِ رهي ٿو پوان ۽ رات رهي پيو ۽ مائي به پنهنجي روزمره جي عادت مواجب طعام کڻي اچي پهتي! عاشق چيو ته توکي ڪيئن خبر پيئي جو آئون هت رهي پيو آهيان؟ عورت وراڻيو ته تنهنجي رهڻ جي خبر منهنجي دل ٻڌائي! پاڻ ڪريمن فرمايو ته جڏهن مجازي عشق ۾ اينتري قدر اتحاد آهي پوءِ جيڪڏهن مريد جو مرشد سان اينترو به اتحاد نه هجي ته پوءِ فيض جي اميد ڇا لاءِ رکي ٿو. اي عزيز! مريد کي گهرجي ته پنهنجي پير سان مضبوط رابطو رکي مرشد حقيقي مقصدن حاصل ڪرڻ ۾ وڏو وسيلو آهي ۽ مريد جي ظاهر ۽ باطن کي جذب ڪري فنا کان بقا جي اعليٰ مقام تي مرشد ٿي پهچائي ٿو هن جاءِ تي حضرت پير سائين قدس سره جن هي بيت ارشاد فرمايو:

**من تو شدم تومن شدي من تن شدم تو جان شدي**
**تاکس نگويد بعد زين من ديگرم تو ديگري!**

(مان تون ۽ تون مان ٿياسون تون ساهه مان جسم ٿي ويس!
هن کان بعد ائين ڪير به نه چوي ته مان ٻيو آهيان ۽ تون ٻيو آهين!)

**15- نقل:** مريد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن پاڻ ڪريمَ ارشاد فرمايو ته مائي سهڻي درياه تري ميهار وٽ ويندي هئي! هڪ ڏينهن ميهار کي چيائين ته اي ميهار توکي ته اک ۾ ڦلو آهي؟ ميهار چيو اي سهڻي اهو ڦلو اک ۾ اڳيئي هو پر توکي نظر اڄ آيو آهي؟ اڄ کان پوءِ مون وٽ نه اچجانءِ؟ جي ايندئين ته درياه ۾ ٻڏي ويندينءَ! اي عزيز جيڪڏهن مجازي عشق حقيقي تائين پهچي وڃي ته شهباز آهي ۽ ان جو سير ۽ شڪار گاهه لامڪان ۽ ان جو مقصود بي مثال آهي ۽ ان جي حالت "هل من مزيد" (اڃا زياده؟) آهي ورنه ته پوءِ بي بنياد ۽ فساد آهي ۽ اهڙي عاشق جي پڇاڙي سهڻي وانگر تباهي آهي.

**16- نقل:** هڪ ڏينهن حضرتپير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ استاد پنهنجي شاگرد تي عاشق ٿي پيو ان ڪري ٻين شاگردن کي جهڻڪيندو هو ۽ هن کي ڪجهه نه چوندو هو هڪ ڏينهن شاگرد پڇيس ته ٻين شاگردن کي ماريندو آهين مون کي ڇا لاءِ نٿو مارين؟ استاد چيو ته مون کي تون ۾ ڪوبه عيب نظر نٿو اچي ان ڪري توکي نٿو ماريان چوندڙ ڪهڙو نه سٺو چيو آهي:

**مجنون عشق را امروز ديگر حالتست**
**اسلام دين ليليٰ ديگر ضلالتست**

(عشق جي مجنون جي اڄ ٻي حالت آهي! جو سمجهي ٿو ته ليليٰ ئي دين اسلام آهي باقي پيو سڀ گمراهي آهي!)

**17- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جيسلمير جي سفر ۾ ڪاڪ وٽان لنگهيا، تڏهن فقيرن عرض ڪيو ته حضرتا! هيءَ ڪاڪ آهي، ويجهو ئي مائي مومل جو محل آهي منجهس جيڪي ڏيئا ٻاريندا هئا تن جي ڪاراڻ اڃا بيٺي آهي پير سائين جن ان مهل ئي پنهنجي گهوڙي کي مائي مومل جي محل ڏانهن موڙيو ۽ فرمايائون ته اچو ته ڏين جي دونهين جي ڪاراڻ ڏسون ڇو ته عاشقن جي جاءِ آهي! ان وقت ميان عاقل شاهه عرض ڪيو ته حضرتا! هي وقت سفر جو آهي سفر ڪرڻ گهرجي هڪ ته مومل جو محل جيڪو بيهوده عورت جي جاءِ آهي ان کي ڇڏيو ۽ پڻ فقير سفر ڪري ٿڪي پوندا پاڻ ڪريمَ گهڙي ڪن خاموش ٿي گهوڙي کي وري ان طرف ڏانهن

هلايو تان اچي پهتا پوء ات ڪجهہ وقت گهوڙي کي بيهاري واپس روانا ٿيا.
اي عزيز! ڪامل کي مجاز ۾ حقيقت تي نظر هوندي آهي هيءَ همت ۽ قوت فرع آهي جيڪا پنهنجي اصل کان حاصل ٿيل آهي جيڪي ظاهر ۾ ان ڏانهن منسوب آهي. حقيقت ۾ آنجناب ڏانهن آهي جو تہ پٺي صورت ۾ معنيٰ کان گهٽو حظ وٺن ٿا! حضرت پير سائين جن جيڪو لاڙو مومل جي محل ڏانهن رکيو هو اهو عشق مجازي ۾ همت جو سبب هو عاشقن جي عشق جو پڻ کي کهڙو قدر:

**قدر زر زرگرشناسد قدر جوهر جوهري**

(سون جو قدر سونارو ۽ جوهر جو قدر جوهري ئي سڃاڻندو آهي!)

**18- نقل:** سيد موليڏنو ٽنڊي باگي جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو تہ اسان جي جنهن مريد مجاز ڪيو سو اسان جو مريد نہ آهي ان ارشاد ٻڌڻ شرط حاضرين محفل ڊڄي ۽ ڏڪي ويا ان کان پوءِ ارشاد فرمايائون تہ عشق مجازي هن طرح آهي جيئن هڪ بزرگ جي مريد ڪيو جنهن کي فيض حاصل نٿي ٿيو باوجود ان جي جو گهڻي مدت خدمت ۾ هيو، ۽ فيض لاءِ عرض ڪندو رهيو! هڪ ڏينهن پير ڪيس چيو تہ وڃ ۽ وڃي مجاز ڪر، مريد پنهنجي پير جو حڪم موجب بازار ۾ وڃي هڪ خوبصورت هندو عورت (جيڪا دڪان تي وبني هئي) جي سامهون وبهي سندس ڏسڻ ۾ محو ٿيو ۽ عورت ڏٺو تہ مون ڏانهن نهاري ٿو ان ڪري ان کي پُٺ ڏيئي وبهي رهي تہ بہ مرد سڄو ڏينهن ان ڏانهن پٺي ڏٺو! جڏهن ڏينهن پورو ٿيو تڏهن پنهنجي پير وٽ اچي پوري حقيقت بيان ڪيائين جڏهن ٻيون ڏينهن ٿيو تڏهن ساڳي طرح دڪان جي سامهون ويهي نظارو ڪرڻ لڳو! مائي دڪان ڇڏي وڃي گهر وبني ۽ فقير انهيءَ جاءِ تي وبني ان ڏانهن ڏٺو! پوءِ ڪنهن ڪنهن وقت اها عورت ٻاهر آئي ٿي ۽ جڏهن ان کي ڏسي تڏهن وري واپس هلي پئي وڃي! اهڙي طرح جڏهن سج لهي ويو تڏهن مريد واپس اچي پنهنجي مرشد کي ساري حقيقت ظاهر ڪيائين پوءِ ساڳي طرح ٽئين ڏينهن بہ مجنون وانگر بيقرار ٿي عورت ڏانهن ڏسندو رهيو ان ڪري عورت گهر ڇڏي ٻي پاڙي واري جي گهر وڃي وبني! پر ڪنهن ڪنهن وقت گهر جي حفاظت لاءِ ٻاهر ايندي رهي ۽ فقير کي بہ اتي ويٺل ڏسندي رهي! اهڙي طرح ٿيون

ڏينهن پورو ٿي ويو ۽ رات جو پوري حقيقت پنهنجي پير کي ٻڌايائين! ساڳي طرح چوٿين ڏينهن به ان جاءِ تي اچي ويٺو، عورت سمجهيو ته هي مڙس سچو عاشق آهي پاڻ ان جي محبت ۾ گرفتار ٿي پئي پوءِ پنهي طرفن جا حجاب کڄي ويا ۽ هڪ ٻئي ۾ ڳالهيون ٻولهيون شروع ٿي ويون جڏهن اهو ڏينهن به ان نموني سان پوري ٿي ويو ته رات جو پنهنجي پير کي سچي حقيقت عرض ڪيائين تڏهن پير صاحب هن کي فرمايو ته صبح جو وڃي ان عورت کي رات هڪ وڻ جي هيٺان گڏ ٿيڻ جو انجام ڏيئي مون وٽ اچجانءِ؟ فقير پنجين ڏينهن به ساڳي جاءِ تي ويو جڏهن عورت آئي ۽ دوستي ۽ محبت مخلصانه ڏيکاريائين تڏهن فقير عورت کي چيو ته اڄ رات فلاڻي وڻ جي هيٺان محبت لاءِ ايندا سون! ان کان بعد فقير، پير صاحب وٽ آيو ۽ سارو قصو عرض ڪيائين پير صاحب فرمايو ته وڃ ان وڻ جي مٿان چڙهي ويهه! جڏهن عورت اچي ۽ ڳولي ڳولي هلي وڃي، پوءِ مون وٽ اچجانءِ؟ فقير کي جيئن پير صاحب چيو هو ان رات ائين ڪري واپس اچي خدمت ۾ هن سڀ احوال عرض ڪيو! پوءِ پير صاحب کيس خلوت ۾ ويهاري دروازو بند ڪرائي ڇڏيو! جڏهن چاليهه ڏينهن پورا ٿيا تڏهن نالو وٺي سڏ ڪيائونس ته فقير! جواب ڏنو ته مان اهو نه آهيان مان ته هندو عورت آهيان:

**من تو شدم تو من شدي من تن شدم تو جان شدي**
**تاکس نه گويد بعد ازين من ديگرم تو ديگري!**

(مان تون ۽ تون مان ٿيس تون ساهه مان جسم بنجي ويس، هاڻ هن کان بعد ڪوبه ائين نه چوي ته مان ٻيو ۽ تون ٻيو آهين!)

انکان بعد پير صاحب هن کي چيو ته هاڻ ان خيال کي ڇڏ ۽ منهنجي صورت جو تصور پچاءِ؟ پوءِ جڏهن چاليهه ڏينهن گذريا ۽ مرشد جي صورت تمام پڪي ٿي ويئي تڏهن پاڻ کي پنهنجو مرشد سمجهيائين، ڏنائين جو ڪجهه ڏسٺو هو! لڌائين جيڪي لهٺو هو! يعني اهو ڏنائين جيڪو لکڻ ۾ نٿو اچي ۽ اهو لڌائين جيڪو بيان ڪرڻ ۾ نٿو اچي ان جاءِ تي هڪ بزرگ چيو آهي:

**پير ره کبيرت احمر آمده ست**
**سينئہ او بحراخضر آمده است**

(يعنيٰ مرشد ڪريم ڪيميا آهي ۽ ان جو سينو تمام اونهو دريا آهي!)

**ثانيابدجان آدم آشکار**

**ره ندانستند سوئے کردگار!**

(جيستائين آدم جو روح ظاهر نہ ٿيو تيستائين الله تعالي ڏانهن واٽ ڪنهن نہ لڌي هئي!)

**ره پدید آمد چو آدم شد پدید**

**هشت جنت راکلید آمد پدید**

(جڏهن آدم پيدا ٿيو تڏهن واٽ ظاهر ٿي پئي! ۽ اٺن جنتن جي چاٻي بہ ظاهر ٿي پئي!)

**19- نقل:** مريد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ پاڻ ڪريمن نقل بيان فرمايو تہ هڪ بادشاهہ جي ڌيءَ جي ٻانهن ڀڃي پئي ٻانهن ٻڌڻ ۽ دوا لاءِ هڪ ڪنيز کي مقرر ڪيائون! جيڪو هر روز ايندو ويندو هو بادشاهہ جي ڌيءَ ڪنيز تي چڙي ٿي وبٺي جڏهن ٻانهن درست ٿي وبٺي تڏهن ڪنيز کي اچڻ کان روڪيو ويو! شهزادي دائي کان پڇيو تہ ڪنيز هاڻي ڪيئن اچي؟ دائي ٻڌيو تہ اي شهزادي هاڻي ڪنيز ان وقت ايندو جڏهن ٻانهن ڀڃي پوندي جيئن چيو اٿن: **تا محنت نکشي لذت نچشي**" جيستائين تڪليف نہ ڪندين تيستائين لذت حاصل نہ ڪري سگهندين!

**20- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن کان اجازت طلبي وقت توجهہ فرمائڻ جي درخواست ڪيم! تڏهن مون کي ويهاري توجهہ فرمايائون عشق جي باب ۾ هڪ نقل ارشاد فرمايائون تہ هڪ شخص درياهہ جي هن طرف رهندڙ هڪ عورت تي عاشق هو سجو ڏينهن ان جي ديدار ۾ هوندو هو ۽ رات جو پنهنجي گهر ۾ معشوقہ جي گهر ڏانهن ڏسندو رهندو هو گهڻي مدت کان بعد محبوبہ سان ملاقات حاصل ٿيس ان وقت پنهنجي معشوقہ کي چيائين جيڪو مزو تنهنجي فراق ۾ آيو ٿي اهو تنهنجي وصال ۾ نہ آهي! اتفاقاً انهيءَ ڳالهہ جي خبر اتي جي رهندڙ اسان جي هڪ مريد کي پيئي تنهن ڪيس ٻڌايو تہ جي تون اسان جي مرشد جو مريد ٿئين تہ توکي

عجيب مزا ۽ لطف نصيب ٿيندا آخرڪار ان ڪي اسان جي اڳيان آندائين. اسان ڪيس ذڪر جي تلقين ڪري طريقي عاليہ ۾ داخل ڪيوسون تہ هن کي وڏيڪ ذوق حاصل ٿيو ۽ ان کان پوءِ اهو درويش ۽ ان جو رفيق گڏ پنهنجي ڳوٺ ويا! جڏهن جمعہ جو ڏينهن آيو تہ ان فقير هن کي چيو تہ اڄ تيار ٿيءُ تہ درگاهہ مبارڪ تي هلي زيارت کان مشرف ٿيون! جيئن تہ هو پنهنجي ذوق ۾ محو هو جواب ڏنائين تہ جيڪي گهربہ ٿي اهو ان ڏينهن ئي پير سائين جن جي صحبت سان حاصل ٿي ويو! پوءِ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ جنهن جو مجازي عشق سچو هوندو ان کي محبت الاهي جلدي نصيب ٿي ويندي.

**21- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايو تہ بي بي رابعہ بصري رحمة الله عليها جڏهن بيمار ٿيندي هئي تڏهن چوندي هئي تہ اي خدا! ماني تہ ڏنئي پر ڀاڄي بہ ڏي؟ (بيماري تہ ڏنئي پر درد بہ ڏي) اي عزيز اهو ظاهري درد نہ هو بلڪ ذوق ۽ شوق هو جنهن کي گهري ورتائين ٿي:

**هرکہ داردراه درد و درد راه**
**سوز اوبر جاء اوباشد گواه**

(درد جي واٽهڙو جي دردجو! سندس سوز ئي ڪافي گواهہ آهي.)

**گردوائے وصـل اومـي بايـدت**
**درد خواه ودرد خواه درد خواه**

(جيڪڏهن توکي سندس وصل جي دوا گهرجي تہ ڏک ئي ڏک پيو گهر ڪر!)

**22- نقل:** پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو تہ هڪ ڏينهن وقت جا بزرگ بي بي رابعہ بصري رحمة الله عليها وٽ آيل هئا ۽ هڪ ٻئي ۾ ڳالهيون شروع ڪيائون ۽ چيائون تہ جي حق جو طالب بيمار ٿئي تہ ڇا ڪري؟ هڪڙي چيو تہ صبر ڪري، ٻئي چيو راضي رهي، ان کان پوءِ رابعہ بصري کان پڇيائون؟ بي صاحبہ فرمايو تہ اهڙي طرح لذت ۽ ذوق وٺڻ گهرجي جو صبر ۽ رضا ٻئي وسري وڃن!

**23- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو ته هڪڙي بزرگ جو مريد حال جو صاحب هو تنهن کي فقيري جو لباس ڍڪائي پاڻ سان گڏ حرمين شريفين جي زيارت لاءِ وٺي ويو! جڏهن مدينه منوره ۾ پهتا ان وقت اهو مريد مجازي عشق ۾ ڦاسي ويو ۽ درويشاڻا ڪپڙا لاهي مرشد جي اڳيان رکيائين پير فرمايو ته تنهنجو حال باقي آهي فقيراڻي لباس لاهڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ مريد عرض ڪيو ته پهريائين منهنجي دل ۾ الله تعاليٰ جي محبت هئي هن وقت مخلوق جي محبت ۾ گرفتار ٿيو آهيان، ان ڪريفقيراڻو لباس لاهي ڇڏيم ڇو ته آئون ان جو لائق نه آهيان! پوءِ جڏهن مرشد توجه سان ان جي دل مان اهو خيال ڪڍيو تڏهن اهو لباس ڍڪيائين.

**24- نقل:** هڪ دفعي آئون شوق جي غلبي ۽ محبت جي جوش سان حضرت پير سائين قدس سره جن جي قدم بوسي لاءِ درگاهه مبارڪ تي پهتس ته پاڻ سڳورا منهنجي پهچڻ کان اڳ قلات جي سفر ڏانهن تشريف فرمائي ويا هئا، پوءِ آئون ۽ ٻيا ٻه فقير (حاجي غيبي خان ۽ حاجي هيبت فقير) به قلات ڏانهن روانا ٿياسون! ۽ جڏهن منزلون هٿي، ان علائقي ۾ داخل ٿياسون. تڏهن انهن فقيرن کي ڇڏي اڳتي وڌي ٻن پهرن جو نيچاره شهر ۾ پهتس ۽ حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن به اتي موجود هئا جڏهن آئون خدمت ۾ حاضر ٿيس ان وقت پاڻ کٽ تي آرام فرما هئا ۽ مون کي ديدار ڪرڻ شرط وجد پهچي ويو ۽ دانهون آهون شروع ڪيم! پاڻ ڪريم منهنجي گوڙجي ڪري اٿي ٻيا ۽ بغلگير فرمايائون فقيرن جي جماعت مون کان پڇيو ته گهوڙي تي آيو آهين يا اٺ تي؟ مون کي وجد ۽ حال جي ڪري جواب جي طاقت نه رهي هئي ۽ ڪوبه جواب نه ڏنم پوءِ پاڻ ڪريمن جواب ۾ انهن کي فرمايائون ته گهوڙي تي آيو آهي پر عشق جي گهوڙي تي! ۽ هي بيت ارشاد فرمايائون:

پانهي ويٺي جنڊ تي سائين سڏ ڪيوس
اٽو جَنڊ رهيوس، ڇوهه ڇُلندي آئي!

(يعني پانهي جنڊ تي ويٺي هئي تڏهن ڪيس سردار سڏيو ان وقت جنڊ ۽ اٽو ڇڏي ڊڪندي آئي.)

**25- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته حضرت مولوي جامي رحمة الله عليه ڪتاب يوسف زليخاجڏهن تصنيف ڪيو ٿي، ان وقت مولوي جامي جي اڳيان قوال سرود وڄائيندا هئا ۽ مولوي

صاحب وجد ۾ اچي ويندو هو ۽ انهيءَ مستيءَ ۾ مذڪوره ڪتاب جوڙيو هئائين!

**26- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ حرم خانہ جي مٿي ڪٽڻ ۾ مشغول هئاسون، اينتري ۾ سالڪ مجذوب (حاجي ابراهيم فقير جي ماءُ) جيڪا مقربہ مريدياڻي هئي آئي! پير سائين جن ڏسڻ شرط فرمايائون تہ اي مجذوبہ! هاڻي تنهنجو عشق ۽ محبت ٿڌي ٿي ويئي آهي ڇا؟ جو عشق جون رڙيون نٿي ڪرين، اڄ ڪجهہ تہ ٻڌاءِ؟ پوءِ ان مجذوبہ محبت الهي ۾ هي سنڌي بيت جوش ۽ درد ۾ وڏي آواز سان پڙهيو:

**وسين تان وس، عالم لڳئي آسري**
**هاڻي ڪيم ترس، مندون مٿي آئيون!**

(يعني جيڪڏهن وسڻو اٿئي تہ هاڻي وس، سڄو جهان تو ۾ اميدوار آهي هاڻي دير نہ ڪر جو موسم اچي ويئي آهي) ان بيت ٻڌڻ شرط حرم خانہ ۾ جن فقيرن مٿي ڪنئي ٿي انهن ۾ گريو ۽ وجد پئجي ويو ۽ پاڻ ڪريمن مجذوبہ کي هٿ جي اشاري سان ٻئي بيت پڙهڻ کان منع فرمايائون!

**27- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن هڪ دفعي لاڙ جي سفر تي هن ٻانهي جي دعوت تي ڪڙيي گهنور ڳوٺ ۾ تشريف فرمايائون! اتي حال ۽ ڪمال جون ڳالهيون هليون! گفتگو دوران پاڻ سڳورن شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليہ جو هي سنڌي بيت پڙهيو ۽ اکين مبارڪن مان بي اختيار لڙڪن جا موتي جاري هئا:

**جهڙي آيس جيئن، تهڙي وجان تن ڏي**
**ماڙي لڳيم مهڻو، سڀ جماندر سينءَ**
**تيس ڪاٽياري ڪاندجي، هتي اچي هيئن**
**ڪنڌ ڪٽندس ڪيئن، جڏهن ڏسنديس ماڳ ملير جا.**

**28- نقل:** هڪ ڏينهن درگاهہ مبارڪ تي شام جي وقت حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن ڪي پنهنجون حالتون ٻڌايم تڏهن پاڻ ڪريمن ٿڌو ساهہ کڻي فرمايو تہ: سچي طالب جو پير (پاڻ ڏانهن اشارو ڪندي) هي اڇي ڏاڙهي وارو نہ آهي بلڪ سندس پير عشق آهي!

**29- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو تہ حضرت سليمان عليہ السلام جي زماني ۾ وڻن مچر داڻهن کڻي آيا تہ يا نبي

الله (اي الله جا نبي) اسان تي هوا ظلم ڪيو آهي اسان کي پنهنجي وطن کان دربدر ڪيو اٿس ڪيس تنبيهه فرمايو! حضرت سليمان عليه السلام فرمايو توهان جي دعويٰ جو تدارڪ مدعيٰ عليه ظالم جي موجودگي کان سواءِ نه ٿيندو ڇو ته پهريائين ٻنهي طرفن جا بيان هڪ ٻئي جي روبرو معلوم ڪجن ان کان بعد حق جو حساب ٿي سگهندو! توهان هت ويهو اسان هوا کي گهرايون ٿا؟ جڏهن هوا آئي ان وقت مڇر ويهي نه سگهيا بلڪه اڏامي اتان هليا ويا ان ڪري ڪٿي به سندن فرياد نه ورتو ويو! هن جاءِ تي حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن ارشاد فرمايو ته: مڇر جو مثال عقل آهي ۽ هوا جو مثال عشق آهي جڏهن عشق آيو عقل ويو:

**عشق آمد عقل را حيران کند**
**بلکہ از وطن خودش ويران کند**

(عشق آيو ته عقل کي حيران ڪري وجهندو، بلڪه ان کي پنهنجي وطن مان ئي لڏائي ڇڏيندو!)

**30- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حرم شريف سميت درياهه جي هُن طرف ميان سيد مرتضيٰ عليه الرحمة (حضرت جن جو ننديو ياءُ) وٽ فاتحه خواني لاءِ تشريف فرما ٿيا هئا ۽ هي فقيرُ به ان سفر ۾ ساڻن گڏ هو، ٻيپهري نماز کان بعد سندن عادت مبارڪ هوندي هئي جو مثنوي معنوي پڙهندا هئا انهيءَ ڏينهن به مثنوي گهرايائون پر نه ملي ڪنهن ماڻهوءَ عرض ڪيو ته حضرتا! گلستان ۽ بوستان موجود آهن پوءِ پاڻ بوستان گهرائي عشق جي باب مان ڪجهه بيان فرمائيندا رهيا! حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن جي ارشادن مان مون کي تمام گهڻو شوق ۽ وجد پيدا ٿيو ان وقت ٻانهي حضرت اقدس ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! جيڪي آهي اهو خلق کي ظاهر باهر ڪري ٻڌايو ڏس ڇا لاءِ ٿا ڏيو! پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو ته: مثال طور جيڪڏهن ڪو مشهور شهر جيڪو عام خاص جو مرجع هجي، ته انهيءَ شهر ڏانهن عام طور مشهور ۽ وڏي رستي ذريعي ئي پهچبو، جهنگ ۽ غير معروف رستي سان، ڪنهن کي شهر پهچائڻ تمام گهٽ رواج آهي "النادر ڪالمعدوم" مطابق گوٺ! نه جي حڪم هيٺ هوندو آهي! ان ڪري اڳوڻن بزرگن جا ڪتاب ڏيکاريون ٿا! پوءِ هڪ نقل ارشاد فرمايائون ته: پروانن گڏ

تي صلاح ڪئي تہ ڪنهن شمع تي پاڻ کي هلي جلايون، ان وقت تڏ بہ حاضر تي چيو تہ آئون بہ توهان سان گڏجي شمع ڏسڻ ۽ پاڻ ساڙڻ لاءِ هلان ٿي، پروانن ڪيس چيو تہ: اي تڏ! سڙڻ تنهنجو ڪم نہ آهي پر تڏ ڳالهہ ٿي نہ مڃي ۽ هنن سان گڏجي هلي! جڏهن شهر کي قريب پهتا ۽ سج بہ لهي ويو تڏهن پروانہ پاڻ ۾ مشورو ڪيو تہ اسان مان هڪڙو وڃي ڏسي اچي تہ شمع ڪٿي ٻرندڙ آهي؟ سيني انڪار ڪيو! پر تڏ چيو تہ آئون ڏسي اچان ٿي پوءِ شهر وڃي ڏسي موٽي آئي ۽ پروانن کي چيائين تہ هڪ سوداگر جي گهر هڪ وڏي شمع ٻري رهي آهي، ۽ روشني بہ تمام گهڻي آهيس پروانن ان کي چيو تہ اي تڏ جي تنهن جو ڪم سڙڻ هجي ها تہ واپس نہ اچين ها" ان ڳالهہ ٻڌڻ شرط مون کي وجد اچي ويو ۽ جيڪا باهہ سردي دفع ڪرڻ لاءِ پير سائين جن جي حضور ۾ ٻاري هئائون ڪپڙن سوڌو ان ۾ ڪري پيس ۽ باهہ ٻانهي تي ڪوبہ اثر نہ ڪيو ۽ نہ ڪپڙن تي، جڏهن هوش ۾ آيس، تڏهن پاڻ ڪريمن ٻانهي کي فرمايو تہ هي نقل هن باهہ لاءِ نہ آهي، هي باهہ حق جي طالبن کي هرگز نہ ساڙيندي!

وري هڪ ٻيو نقل ارشاد فرمايائون تہ: ڪافرن جو ڪو بادشاهہ پاڻ کي الله سڏائيندو هو ۽ ڪافرن جي جماعت سندس تابع هئي ان قوم ۾ هڪڙي ڇوڪري الله سبحانہ و تعالىٰ جي پوڄا ڪندي هئي مگر ڪافرن جي خوف کان لڪي عبادت ڪندي هئي هڪ رات مٿس شوق ۽ ذوق گهڻو غالب ٿي ويو ۽ مراقبي ۾ بيهوش ٿي وئي، اينتري ۾ سج اڀري پيو ان وقت ان جو پيءُ آيو ۽ ان جي اها حالت ڏٺائين ۽ سمجهيائين تہ هي ڪنهن ٻي خدا کي پوڄي ٿي! هي ماجرا ڪافرن کي وڃي ٻڌايائين، ڪافرن گڏجي اچي ڇوڪري کي الله تعالىٰ جي عبادت کان روڪيو پر ڇوڪري باز نہ آئي ان کان بعد ان جي پيءُ هڪ وڏو تنور تيل سان ڀرائي ڇوڪري کي ان جي وچ ۾ ويهاري چئني طرفن کان باهہ ڏنائين، ان وقت الله تعالىٰ باهہ کي حڪم فرمايو تہ: اي باهہ! هن سچي طالبہ کي پنهنجي گرمي سان نہ ساڙجانءِ ورنہ توکي عشق جي باهہ سان ساڙيندس! پوءِ اها باهہ ان سچي طالبہ تي حضرت ابراهيم خليل الله عليہ السلام جي باهہ وانگر برداوسلاما (ٿڌي سلامتي واري) ٿي پيئي ۽ ڪجهہ بہ اثر نہ ڪيائين.

**31- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ڪڏهن فرمائيندا هئا تہ اسان جو عيال ۽ ٻارن سان ڪهڙو ڪم؟ جيڪر جبل جي چُر ۾ ويهي باقي عمر

الله تعاليٰ جي فڪر ۾ گذاريون. اي عزيز! ذات اقدس جي هي بلند همتي ظاهراً باطناً مطابق قدم مبارڪ محمدي صلي الله عليه وآله وسلم جي آهي حافظ صاحب عليه الرحمة جي ارشاد موافق ته:

**آسمان بار امانت نتوان ست ڪشيد**

**قرعه فال بنام من ديوانه زدند**

(يعني امانت جو بار آسمان به ڪونه ڪڻي سگهيو! هن لاءِ فال وجهندڙ، ڪُڻو مون ديواني جي نالي جو ڪڍيو! (بار امانت مان مقصد آهي خلق خدا کي وات ڏيکارڻ)

**32- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين تجر ذٽي قدس سره فرمايو ته هڪ ڀيرار درگاهه مبارڪ جي پرسان رهندو هو هڪ ڏينهن اسان کي خيال ٿيو ته عجب آهي جو هي ڀيرار سخا ۽ معرفت جي درياهه جي پرسان هوندي به محروم رهي ٿو! ٿوري مدت ڪانپوءِ ان ڏنار کي طلب پيدا ٿي ۽ ذڪر جي تلقين وٺي مريد ٿيو! ۽ ايتري قدر محبت ۽ جذبو پيدا ٿيس جو ڏهن ٻارهن ڏينهن اندر آهه و فغان ڪري عشق جي باهه ۾ سڙي ويو ۽ پرواني وانگر پنهنجي محبوب حقيقي جي شمع تي ساهه قربان ڪري فاني دنيا مان بقاواري جهان ڏانهن رحلت ڪيائين (انا لله وانا اليه راجعون)
اي عزيز! هي ڪهڙو عظيم الشان موت آهي جو "موتواقبل ان تموتوا" (يعني مرڻ کان اڳي مرڻ وجو) جي اعليٰ مرتبي کي پهتو ۽ هڪ جولان سان ڪون ومڪان کان لنگهي ويو:

**خوب رويان چوپرده برگيرند**

**پيش شان عاشقان چنان ميرند**

(سهڻا جڏهن پردي کي پري ڪري ڇڏين ٿا، ته عاشق سندن آڏو ائين مرندا آهن.)

**مرگ سازد مغزرا صافي زپوست**

**ميرساند دوست رانزديک دوست**

(موت مغز کي کل کان صاف ڪندو آهي ۽ دوست کي دوست سان ملائيندو آهي.)

**33- نقل:** هڪ ڏينهن درگاهه مبارڪ تي حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس اتي عشق جي ڪنل هڪ عورت آئي ۽ هڪ بيت تمام شوق ۽ آواز سان پڙهيائين ان ڪري سڀي جماعت ۾ عشق جو

شعلو ٻري ويو ۽ هر هڪ گريو ڪرڻ لڳو! ۽ خود پير سائين جن جي اکين مبارڪن مان ڳوڙها وهي پيا ۽ فرمايائون ته عجب آهي جو ايترن مردن مان ڪنهن کي به ايتري محبت ناهي جيتري هن عورت کي، جو هڪڙي دانهن سان سڄي جماعت ۾ روح وجهي ڇڏيائين. اي عزيز جيڪا عورت طالب المولىٰ آهي ان کي عورت چوڻ نه گهرجي بلڪ اها "طالب المولىٰ مذڪر" ۾ شامل آهي!

**34- نقل:** عبدالله فقير ڪورواهي، نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ڪڇ جي سفر کان موٽيا ۽ ڀڄ جي شهر کان سوار ٿي مهر شهر ڏانهن اينديءَ پنهنجو گهوڙو تمام تکو ڪاهيائون ان ڪري پيادا فقير سڀ وات ۾ رهجي ويا! مان به پيادن سان گڏ هوس! وات ۾ ابوبڪر فقير شاعر گڏيو، جيڪو پاڻ ڪريمن جو سچو مريد هو گهوڙن جي تيز رفتاريءَ ڪري پوئتي رهجي ويو ۽ اڪيلائپ جي ڪري ڏک وچان رنو پئي پوءِ اسان سان گڏجي هليو ۽ وات ۾ هڪ ڪافي تيار ڪيائين جنهن جو منڍ آهي:

**سسئي کي نال نه نيندا، خانا خون پريندا!**

پاڻ ڪريمن وٽ حاضر ٿيڻ سان اها ڪافي پڙهيائين پاڻ ٻڌي فرمايائون ابوبڪر هي ڇا چيو اٿئي.؟

جيڪڏهن سسئي مثل لکين عاشق ساهه به قربان ڪن ته به معشوق کي ڪهڙي پرواهه! عجيب ڳالهه آهي جو معشوق کي ڏورايو ڏنو اٿئي هي عشق جي مذهب ۾ بي ادبي آهي:

**عاشقان ڪشتگانِ معشوق اند**
**برنيايد زڪشتگان آواز!**

(عاشق معشوقن جا ڪٺل آهن، ڪٺلن کان آواز ٻاهر نه نڪرندو آهي!)

**35- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو ته هڪ چوڪرو سيرت ۽ صورت جو سهڻو هو، سندس حسن تي عاشق بازار گهٽين ۽ گهرن ۾ ديدار لاءِ مشتاق بيٺا هوندا هئا! ان جي پيءُ هڪ ڏينهن کيس چيو ته اي اکين جا ٺار انهن عاشقن کان جدا جدا پڇ ته هو ڇا تي عاشق ٿيا آهن؟ جڏهن ڇوڪري سڀني عاشقن کان سندن عشق جو سبب پڇيو ته ڪنهن چيو ته تنهنجي زلفن تي عاشق آهيان ڪن چيو ته تنهنجي ڇهري تي عاشق آهيون ڪن چيو ته تنهنجي نڪ تي عاشق آهيون! ڪن

خال ته ڪن اڪ تي، ۽ ڪن رخسارن تي، عشق ظاهر ڪيو. مطلب ته جدا جدا وصف ٻڌايائون! پر انهن مان هڪ ٻيڙي ضعيف عاشق ٻڌايو ته آءٌ توتي عاشق آهيان وصف ۽ صفت جي مون کي ڪا به خبر نه آهي! ڇوڪري سموري حقيقت ٻيءُ کي ٻڌائي ٻيءُ ڇيس ته بابا ٻيا تنهنجا عاشق نه آهن محض وصف جا قيدي آهن، تنهن جو بالذات عاشق هي شخص آهي توکي گهرجي ته توُن ان سان قرب ڪر ۽ ان جي خدمت گذاري پاڻ تي فرض عين ڪري ڄاڻ:

**عشق عاشق راجواني ميدهد**
**گرچه ابروئے سيه کافور شد**

(عاشق کي عشق نئي جواني ٿو ڏئي، اگرچه هي ڪارا وار اڇا ٿي وڃن ٿا!)

**بوالعجب سورة است سورة عشق**
**چار مصحف درو يک آيت نيست**

(سورت عشق واري عجيب سورت آهي، چارئي مصحف ته موجود آهن پر انهن ۾ هڪڙي آيت به ڪونه آهي!)

**بوحنيفه عشق را درس نکرد**
**شافعي رادرو روايت نيست**

(حضرت ابو حنيفه ته عشق جو سبق ئي نه پڙهايو، ۽ حضرت شافعي کان به عشق بابت ڪا به روايت ناهي آئي!)

**حنبل از سرعشق بي خبراست**
**که مالکي رادرو روايت نيست**

(حضرت حنبل عشق جي راز کان بي خبر آهي ۽ حضرت مالڪ کان عشق بابت ڪا روايت نقل ٿيل ڪانهي!)

**عاشقان را از بلا صد راحت است**
**گر محبت همنشين گه محنت اسد**

(عاشقن لاءِ مصيبت ۾ سوراحتون آهن، ڪڏهن محبت گڏ رهندڙ ته ڪڏهن اڏو تڪليف آهي!)

**آنجا غفلتست ذوق و راحت است،**
**آنجا که عشق اوست بلا بربلا بود**

(جتي غفلت آهي، اتي ذوق ۽ راحت ظاهر آهي پر! جتي عشق آهي اتي

مصيبت ئي مصيبت هوندي آهي!)

**طريق عشق جانان جزبلا نيست**

**زمانے بے بلا بودن روا نيست**

(محبوبن جي عشق جو طريقو ئي مصيبت آهي، ڪا گهڙي بغير مصيبت جي هجڻ جائز ئي نہ آهي!)

**36- نقل:** حافظ قرار ڪنياري جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ڪنياري ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. اتي فقير هالي ماڇهن جي گوڙ ۾ منهنجو نالو وٺي ڏاڍيان سڏ ڪري چيو "تہ او حافظ قرار! اهو ٻڌي پاڻ فرمايائون تہ "جنهن جاءِ عشق هوندو اتي قرار ڪيئن رهندو" ؟

**37- نقل:** مدد خان پناڻ (جيڪو ماڇهن ۾ دلدار خان جي نالي سان مشهور هو) جي ڦرلٽ وارن ڏينهن ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن ڪهڙن تشريف وٺي ويا ٿي! رستي ۾ ڪنهن ماڇهو ڪين عرض ڪيو تہ حضرتا دلدار خان پنهنجي لشڪر سان دريا جي ڪپ تي لٽل آهي اوهان پنهنجو شهر ڪيئن ڇڏي وڃو ٿا؟ جواب ۾ فرمايائون تہ اسان جو سمورو سامان اسان جو دلبر اڳيئي لٽي ويو آهي! تنهن ڪري اسان کي ڦرلٽ جو ڪهڙو پوءُ؟!

**38- نقل:** غلام محمد نظاماڻي ٽنڊي سومر جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن سان گڏجي ديهہ ڪنگري (درگاهہ مبارڪ کان اوپر بہ ڪوه) آياسون، مان سندن چهري انور جي زيارت ۾ مست هوس پاڻ ڪريمن احقر ڏانهن نٿي ڏٺو! پوءِ خدمت اقدس ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا! عاشق، معشوق جو نظارو ڪري ٿو پر معشوق انڌانهن نظر نٿو ڪري ان جو سبب ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون عاشق جي دير سان حاضر ٿيڻ سبب! هتي چوندڙ ڪهڙو نہ سنو چيو آهي:

**در دل من رازي است تو هم داني**

**دل من ڪشتہ نازي است تو هم داني**

(منهنجي دل ۾ هڪ راز آهي جنهن کي تون بہ ڄاڻين پيو، ۽ منهنجي دل ناز سان ڪٺل آهي ان جي توکي بہ خبر آهي!)

**39- نقل:** گل فقير مونگيو نقل ڪري ٿو. هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن نلاهہ ۾ تشريف فرما ٿيا هئا! عشا نماز کان بعد فقير جان

محمد پاڻ سڳورن جي حضور ۾ ڳائڻ لڳو! ۽ ان وچ ۾ سنڌي جو هي بيت پڙهيائين:

**جت ويا جاڏي تي وات نہ سونهين ناڏي**
**هي ستي ڪرڳل ڪيچن جوتن تانگهي تاڏي**
**سچڻ منهن مانڌي، ڪر تہ ڪاهل نہ ٿيان!**

پير سائين جن اهو ٻڌي ان فقير کي فرمايائون تہ وري پڙهہ ۽ پانهي کي حڪم ڪيائون تہ قلمدان کڻي اچ؟ پانهي قلمدان پيش ڪيو! ان وقت مون کي فرمايائون تہ ڪجهہ پڙهيو آهين مون عرض ڪيو تہ حضرتا ڪجهہ بہ نہ! پوءِ محبوبانہ انداز ۾ فرمايائون تہ تون بہ ترار هٿڻ لاءِ ڪوري وٺي آيو آهين پوءِ بيت پنهنجي هٿ مبارڪ سان لکيائون.

**40- نقل:** حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن جي عادت مبارڪ هئي تہ هي بيت وري وري پڙهندا هئا:

**بيا بياڪہ مرا آرزوء تست آخر**
**نشاط من تماشاء روئے تست آخر**

(يعني اچ اچ جو مون کي تنهنجي ئي تہ سڌ آهي ۽ منهنجي خوشي تنهنجي منهن مبارڪ جي ڏسڻ ۾ آهي.)

**41- نقل:** يعقوب فقير ڏيٿي ۽ خليفي ميان عبدالرحمن سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا. الله تعاليٰ جي بي مثال ۽ منزه ذات جي زيارت ڪيئن ٿيندي؟ پاڻ فرمايائون:

**عاشق تنان ديراگهتي جتان جسم نہ جاني!**

**42- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ جڏهن مجنون ظاهري موت سان رحلت ڪئي! تڏهن بگهڙ سندس لاش تي اچي گڏ ٿيا. هڪ وڏي عمر جي بگهڙ ٻين کي چيو تہ مجنون عشق جو زهر کاڌل آهي. جيڪو کيس کائيندو تہ هلاڪ ٿيندو! اهڙي طرح سمورا بگهڙ تهي پچي ويا!

اتي پاڻ ڪريمن هي نڪتو بيان فرمايو تہ "هر انسان مجنون آهي بشرطيڪ سندس دل ۾ عشق الاهي هجي، پوءِ جيڪڏهن وٽس خيالي بگهڙ غير جا دليل وجهڻ ايندو تہ زهر جي بوءِ سونگهي پچي ويندو!

# فصل ٻيون

## محبت ۽ بيقراري

**1- نقل: هيڪر** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته طالب کي گهرجي ته پنهنجي دل هميشه محبوب حقيقت جي انتظار ۾ ائين رکي جيئن عاشق پنهنجي وڇڙيل محبوب جي ڏسڻ لاءِ هميشه پريشان ۽ بيقرار هوندو آهي:

**معلق راچه صبروچه قراراست!**

محبت ۾ قاتل دل کي ڪهڙو صبر ۽ ڪهڙو قرار هوندو؟

اتي هي سنڌي بيت به پڙهيائون:

**صائم سڪي جيئن اذان جي آواز کي**

**مون تن آهي تيئن سڪايو سڄڻين!**

يعني جيئن روزه دار مغرب جي آذان جو منتظر هوندو آهي تيئن آئون به دوست جو منتظر رهندو آهيان.

**2- نقل:** هڪ ڏينهن جهجي ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن وٽ حاضر هوس! جڏهن ته پاڻ سڳورن حافظ شيرازي جو ديوان ٿي پڙهيو! تنهن ڪري جماعت تي شوق ذوق ۽ وجد جو سخت غلبو هو! پاڻ ديوان پڙهڻ کان بس ڪيائون ته جماعت جي بيقراري خودبخود آرام ۾ مٽجي وئي.

ابوبڪر فقير (جيڪو پنهنجون جوڙيل ڪافيون ۽ شعر سندن حضور ۾ پڙهندو هو ۽ پڻ سنڌي ۾ به ڪافي جوڙڻ ۽ پڙهڻ ۾ مشهور هو) وري ديوان حافظ سندن خدمت ۾ آندو ته ڪيس فرمايائون: هن کان اڳي ديوان پڙهڻ سان شوق ۽ ذوق حاصل ٿيندو هو، پر هاڻي ذوق هٿ نه ٿو اچي! توهان کي گهرجي ته به تي غزل ياد ڪري شوق ۽ ذوق جي وقت پڙهو!

بعد ۾ پانهي ڏانهن منهن مبارڪ ڪري اشارو ڪندي فرمايائون ته: جيڪڏهن ديوان حافظ هي شخص پڙهي ته لائق آهي!

پڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان هي لفظ (سنڌي جا) به ارشاد فرمايائون: جي چنجيس ته ڏاند کي گابو جائو آهي ته وسهي، يعني ڪيس چنجي ته ڏاند گابو ڄڻيو آهي ته ان تي ويساهه ۽ يقين ڪندو.

**3- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته مخدوم نوح

رحمة الله عليہ هالا کندي جو رهندڙ کي ابتدا ۾ شوق ۽ ذوق ايڏو ته سخت هو، جو رات ڏينهن بيقرار ڳوٺ ڳوٺ ۾ ڦرندو هو! جڏهن شهر جي ماڻهن کي سنتل ڏسندو هو، چوندو هو ته "اهي خدا کي لهي آرام سان سمهي پيا آهن، اي نوح! تو ڪجھ نہ ڪيو ۽ نہ خدا مليئي! تنهن ڪري ڳوٺ ڳوٺ ڦرين پيو" انهن لفظن سان سندس عشق جي باھ تيز ٿي ويندي هئي ۽ وڌيڪ بيقرار ٿي پوندو هو! چوندڙ ڪهڙو نہ سنو چيو آهي:

**راه طلب منزل آرام نہ دارد**
**هم سفر ريگ روان قافلہ ما**

(منزل جو طالب آرام نہ ڪندو آهي! ريگستان جي واري اسان جي قافلي جو هم سفر آهي)

**4- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ حضرت مخدوم نوح سرور عليہ الرحمة جڏهن جذب جوش ۽ بيقراري جي حالت ۾ رات ڏينهن سجاڳ رهي گهمندو ڦرندو رهندو هو! تڏهن سندس دل ۾ وهم پيدا ٿيو تہ الائي ڇو آءٌ سجاڳ ۽ بيقرار پيو رهان؟ هڪ ڏينهن مراقبي ۾ ويٺو هو تہ مٿس ننڊ غلبو ڪيو ۽ خواب ۾ ڏٺائين تہ غيب جو هٿ سندس ڪنڌ ۾ آهي ۽ غيب کان آواز آيس تہ منهنجو هٿ تنهنجي ڪنڌ ۾ آهي مون توکي سجاڳ ڪيو آهي تون پاڻ سجاڳ نہ ٿيو آهين:

**اگر از جانب معشوق نباشد کشش!**
**کوشش عاشق بيچاره بجائے نہ رسد**

(جيڪڏهن معشوق جي طرف کان ڪشش نہ هوندي تہ عاشق ويچاري جي ڪوشش ڪيس جاءِ تي پهچائي نہ سگهندي!)

**5- نقل:** حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ جڏهن اصحاب ڪهف جا، دقيانوس جي شهر کان ٻاهر نڪري جهنگل ڏانهن روانا ٿيا! تڏهن کين هڪ ٻڪرار مليو ۽ پڇيائين تہ يارو ڪاڏي ٿا وڃو؟ هنن چيو تہ الله تعاليٰ جل شانہ ڏانهن ٿا وڃون! ٻڪرار چيو تہ مان بہ توهان سان الله جل شانہ ڏانهن هلندس! پوءِ انهن سان گڏجي روانو ٿيو ۽ ٻڪرار جو ڪتو بہ ساڻن روانو ٿيو! جڏهن بہ ٽي قدم اڳتي هليا تڏهن ڏٺائون تہ ڪتو بہ اسان جي پويان اچي پيو، ڪتي کان پڇيائون تہ ڪاڏي ٿو وڃين؟ ڪتي حال

جي زبان سان چيو ته مان به توهان سان هلان ٿو! هنن چيو ته تون اسان سان نه هل! تون اسان جي جنس مان نه آهين. ڪتي چيو ته يارو! جيڪڏهن الله جي طلب لاءِ جنسيت شرط آهي ته توهان به واپس ورو ڇو ته توهان به الله تعاليٰ جي جنس مان نه آهيو! اهڙي طرح ڪتو ساڻن گڏجي هليو:

**سگ اصحاب کهف روزے چند**

**پئے نیکان گرفت مردم شد**

اصحاب ڪهف جي ڪتي ڪجهه ڏينهن نيڪن جي صحبت اختيار ڪئي ماڻهو ٿي پيو! ۽ چوندڙ ڪهڙو نه چڱو چيو ته:

**یک نظر فرمائے کہ مستغني شوم از ابناء جنس**

**سگ کہ شد منظور نجم الدین سگانرا سرور است**

(هڪڙي نظر فرمايو ته هم جنس کان بي نياز ٿي وڃان جيڪو ڪتو نجم الدين بزرگ عليه الرحمة جو منظور نظر ٿيو سو سڀني ڪتن جو سردار ٿيو هو!)

**6- نقل:** هڪ ڏينهن ڪچ جي سفر ۾ پانهي کي خطاب ڪري فرمايائون ته نماز بغير محبت ۽ ذوق جي بي فائده آهي! مون عرض ڪيو ته حضرتا اسان جي به مرضي نماز نه پڙهڻ جي آهي! جيڪڏهن حڪم ٿئي ته نماز ڇڏي ڏيون پاڻ ٿوري دير ماٺ ڪري فرمايائون: ڇڏڻ ته بهرحال ڪونه آهي!

**نماز عابدان قعده وسجوداست، نماز عاشقان ترک وجود است**

(يعني عابدن جي نماز ته قعدو ۽ سجدو آهي مگر عاشقن جي نماز وجود کي ڇڏي ڏيڻ آهي.)

**7- نقل:** حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جن محبت ۽ جوش سان ڳالهه بيان فرمائيندا هئا ته هڪڙي ماڻهو اٺ گم ڪيو هو ۽ چيائين ٿي ته جيڪو مون کي اٺ لهي ڏيندو تنهن کي به اٺ ڏيندس! ڪنهن ماڻهوءَ کيس چيو ته اها ڪهڙي بيوقوفي آهي جو هڪ اٺ جي عيوض به اٺ ڏئين ٿو؟ ان ماڻهوءَ جواب ڏنو ته توکي گم ٿيل جو قدر نه آهي! جيڪڏهن گم ٿيل شيءِ واپس هٿ اچي ته ان جي عيض ٻيٽو ڏيڻ ۾ ڪهڙو حرج! پير سائين جن جي فرمودي ۾ نڪتو هي آهي ته جڏهن انهيءَ شخص هڪ اٺ جي جدائي ۾ به اٺ ڏنا ٿي ته پوءِ مرشد جيڪا هڪ وڏي نعمت آهي ان جي جدائي ۾ جي سئو ساهه هجن ته به قربان ڪجن! ڇو ته انهيءَ نعمت جو قدر طالبن کي

هوندو آهي جيئن چيو اٿن تہ: **قدر عافيت کسے داندکہ مصبتے گرفتار آيد**
(يعني تندرستي جو قدر ان کي هوندو جيڪو بيمار ٿيو هوندو:)

**مٿي منهن جي تي هُون سسُيِن لک هزار**
**هر هر وڍيم هيڪڙي تنهن جو تند تنوار**

**8- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ حضرت ميان صاحب قدس سره جن اسان کي ٻڌايو تہ هڪ ڏينهن حضرت مخدوم سائين قدس سره جن سان گڏ هئاسون! واٽ ۾ حضرت مخدوم سائين قدس سره جن تي محبت ۽ شوق وچان حال جو غلبو ٿي ويو ۽ ڊڪڻ لڳا جيئنو ٿيڪ فقيرن جي جماعت بہ سندن پويان ڊڪي پر رهجي وئي، فقط آئون سندن پر وٺي هلندو پي آيس! پاڻ هڪ جاءِ تي وبهي رهيا ۽ سجو بدن پگهر سان شل ٿي وين! مون کين ڪپڙي سان واءُ هڻڻ شروع ڪئي! ٿوري دير کان پوءِ ٻيا فقير بہ اچي ويا. پاڻ فرمايائون تہ فقيرو! هوا هڻڻ وارو ڪپڙو شاه (ميان صاحب) کان وٺي توهان هوا هڻو؟ حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ ان کان بعد اسان ميان صاحب قدس سره جن کان پڇو تہ مخدوم سائين قدس سره جن جو ڊڪڻ ڪهڙي سبب جي ڪري هو پاڻ جواب ڏنائون تہ هي بہ حال هيو!

**9- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ حضرت ميان صاحب رحمة الله عليہ جن فرمائيندا هئا تہ ڪڏهن ڪڏهن حضرت مخدوم سائين قدس سره جن تي محبت ۽ شوق ۽ بي قراري اهڙي تہ غالب ٿيندي هئي جو سڄي رات مسجد شريف ۾ ڦرندا رهندا هئا ۽ هي سنڌي بيت تڪرار سان پڙهندا رهندا هئا:

**پرِ پُونءِ مٿي پير مَن سڪي ساٿيهہ کي**
**ڪنهن سياڳي وير ماڳ ملنداءِ مارُئي**

يعني پرديس ۾ دل ۽ پير وطن جي ڪشش ڪندا آهن ۽ ڪنهن ڀلاري ساعت ۾ مارئي پنهنجي اصلي وطن پهچنديںءَ.

**10- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ڪڇ جي سفر ۾ بندر مڏئي (جيڪو ڪڇ جو شهر ۽ حاجين جي وڃڻ جي جاءِ آهي) تي لهڻ فرمايائون فقيرن عرض ڪيو تہ حضرتا! جيڪڏهن ڪرم فرمائي بندر تي هلو! جتان

جهازن تي حاجي چڙهي حرمين شريفن جي زيارت لاءِ ويندا آهن! ته انهن جو معائنو ڪريون؟ پاڻ ڪريم يارن جي سوال تي گهوڙي تي سوار ٿي جماعت سان اچي درياهه شور تي تشريف فرما ٿيا! پوءِ جڏهن سمنڊ جون ڇوليون ۽ لهرون ڏٺائون، تڏهن آنحضرت صلي الله عليه وسلم جن جي فراق ڪان هي بيت پڙهي روئي پيا:

**اشتياق ڪه بديدار تودارددل من**
**دل من داندمن دانم داند دل من**

منهن جي دل جيڪو تنهنجي ديدار جو شوق رکي ٿي، ان جي خبر منهن جي دل ڄاڻي يا مان ڄاڻا، ۽ سندن مولود جا هي لفظ: منهنجو عرض ڇوُ وڃي پيش پرين!

سندن زبان تي بي اختيار تڪرار سان جاري رهيا! ۽ اکين مبارڪن مان فراق جا قطرا موتين وانگر پئي ڪريا! پوءِ فرمايائون عجيب شوق، صداقت ۽ يقين جا مالڪ آهن حاجي سڀورا جيڪي هي سمنڊ عبور ڪن ٿا، جتي پاڻي ۽ آسمان ڪانسواءِ ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿو اچي. پڻ فرمايائون هن ڪان اڳي ساموندي سر مان ذوق ڪونه ايندو هو،

مگر هاڻي، سمنڊ جي هولناڪي ڏسي سمنڊ ۾ سدائين سفر ڪندڙن جي بلند همتي ۽ عظيم فطرت جو يقين ٿيو، سمنڊ جي طوفانن مان دل ۾ عجيب ذوق ۽ ڪيفيت پيدا ٿي آهي.

**11- نقل:** هڪ ڏينهن هڪڙي درويش (جيڪو عباسي خاندان سان تعلق رکندو هو ۽ سندس وڏا پشت به پشت بزرگ ۽ ولي ٿيندا آيا) کي ڪو ماڻهو خدا جو نالو وجهي پنهنجي ڪم سان وٺي ويو ٿي، سو هڪ رات هن فقير وٽ ڪڙيي ۾ رهيو ۽ رات جو پاڻ ۾ صحبت ڪئي سون ان درويش پڇاڙيءَ ۾ سنڌيءَ جو هي بيت پڙهيو:

**جان جان آهن جُوءِ ۾ تاڪي ساڻن اور**
**ڏهه ڏهه ڀيرا ڏينهن ۾ پاڻ مٿانئن گهور**
**وياجي هنگلور ڪرم ملندئي ڪاپري!**

هن بيت پڌڻ شرط مون تي درد ۽ شوق جو اهڙو غلبو ٿيو جو صبح سان درگاهه مبارڪ ڏانهن روانو ٿي، حضرت پير سائين قدس سره جن جي قدم

بوسيءَ کان مشرف ٿيس، جڏهن عشا جي نماز پڙهي پاڻ ڪريم حويلي مبارڪ ڏانهن تشريف فرما ٿيا تڏهن مون فقيرن کان پڇيو ته حضرت جن عشا نماز کان پوءِ واپس مسجد ۾ ايندا آهن يا نه؟ فقيرن چيو ته نه پوءِ مسجد شريف جي اترين طرفن ۾ وڃي ويهي رهيس! ان وقت حاجي جعفر هڪ پٽسي جا پڳڙا وٺي آيو اڌ مون کي ڏنائين ۽ اڌ پاڻ رکيائين، پڳڙن کائڻ دوران حاجي جعفر لاڙ ۾ نئين اناج بابت پڇيو مون ٻڌايو ته جوار جو فصل تيار ٿي ويو هو، سو آئون کائي آيو آهيان، باقي ساريون اجان تيار نه ٿيون آهن! حاجي صاحب چيو ته مون کي حمزه فقير ٽالپر (جهان خان ٽالپر جي رهندڙ) سگداسي چانورن جي دعوت ڏني آهي! اينتري ۾ پاڻ سڳورا اتي تشريف فرما ٿيا، پر اسان کي سندن تشريف آوري جي ڪابه خبر نه رهي ۽ پاڻ اسان جي پرسان بيهي آهستي فرمايائون ته اي درويشؤ! رڳو دنيا جي ڳالهين ۾ مشغول آهيو ۽ الله تعاليٰ جي يادگيري ڪنا ڪريو؟ ان وقت حاجي جعفر ۽ ٻيو هڪڙو فقير جيڪو اسان جي پرسان ويٺو هوتنهن کين چيو ته درويش! تون وعظ جي لاءِ نه آيو آهين ۽ نه وري اسان توکي وعظ لاءِ گهرايو آهي جيڪڏهن الله تعاليٰ جو طالب آهين ته مسجد ڪشادي پيئي آهي وڃي ڪنهن ڪنڊ ۾ مراقبو ڪري ويهه! ان وچ ۾ مون پڳل چٽا کٽي کين ڏنا ۽ منهن جي نظر ٻي طرف هئي پاڻ ڪريم اهي چٽا پنهنجي اچي ڪٽي جيڪا کين ڪلهن مبارڪن تي هئي ان جي پلو ۾ ورتا ۽ واپرائڻ لڳا. جڏهن چٽن کائڻ جو آواز فقيرن جي ڪن تي پيو تڏهن ڪاوڙجي چيائون ته درويش! تو اسان کي ته وعظ ٿي ڪيو ۽ هاڻ وري پاڻ چٽن کائڻ ۾ مشغول ٿي چاها ڪرين ٿو! پاڻ ڪريم فرمايو ته درويشو! مون چٽا سوال ڪري ڪونه ورتا آهن هن درويش خودبخود مون کي ڏنا آهن! انهيءَ گفتگو ۾ فقيرن حضرت پير سائين قدس سره جن کي سڃاتو ۽ روئي پيرن مبارڪن تي ڪري پيا ۽ هڪڙو فقير ته وجد ۾ اچي ويو پر آئون پنهنجي جاءِ تي ويٺو رهيس، اينتري ۾ پاڻ ڪريم خود مهرباني فرمائي آرام لاءِ منهنجي گوڏي تي مٿو مبارڪ رکي سمهي پيا ۽ زبان مبارڪ سان فرمايائون ته فلاڻا توکي هتان وٺي نه ٿورو وقت ٿيو آهي وري موٽي آئين؟ مون سڄو حال احوال عرض رکيو ۽ سنڌي بيت جيڪو درويش پڙهي ٻڌايو هو اهو به ٻيان ڪيم پاڻ ٻڌڻ شرط اتي الله تعاليٰ جو

نالو مبارڪ زبان تي آئي پنهنجي پيرن واري جاءِ تي ويهي رهيا.

**12- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايو ته مخدوم لعل شهباز قدس سره هڪ اهڙي وليءَ کي ڏٺو جيڪو حقيقي ذات جي محبت ۽ عشق ۾ بي انتها هو! ۽ الله تعاليٰ جي نالي ٻڌڻ سان سڙي ڦلهار ٿي ويو هو! جيئن آيت شريف: "اذا ذكر الله وجلت قلوبهم" جي تفسير ۾ تفسير حسيني واري لکيو آهي ته اهي ٻانها جڏهن الله تعاليٰ جو نالو وٺن، ورتو وڃي ته انوار ۽ تجلين جي هيبت کان ڏڄي وڃن! ۽ الله جي جلال ۽ عظمت کان پروانن وانگر پنهنجي هستي ساڙي ويهن ۽ سندن نظر خدا جي غير کان بند ٿيل هجي ٿي:

**ديده از غير تماشا، توبر دوخته باد**
**آتش عشق تو جان ودل ما سوخته باد**

(يعني منهنجي اک غير جي ديدار کان خدا ڪري سبيل هجي، تنهنجي عشق جي باهه اسان جي دل ۽ ساهه کي ساڙيندڙ هجي شال)

مخدوم لعل شهباز قدس سره اهڙي ولي ڪامل جي ڳولا ڪرڻ لڳو گهڻي مدت کان بعد "آخر جوينده يابنده است (يعني نيٺ ڳوليندڙ لهندڙ آهي) هڪ عشق جي سڙيل ۽ محبت جي ماريل بزرگ سان ملاقات ٿيس ۽ ان جي صحبت ۾ ويهي رهيو! جڏهن نماز جو وقت ٿيو، تڏهن لعل شهباز ان بزرگ کي چيو ته نماز جو وقت ٿي ويو آهي اٿو ته نماز ادا ڪريون بزرگ چيو ته نماز ڇا آهي؟ مخدوم لعل شهباز قدس سره وراڻيو ته نماز عبادت آهي پوءِ بزرگ کي وضو ڪرائي پاڻ امام ٿيو ۽ هن کي مقتدي ڪري بيهاريائين جڏهن لعل شهباز نماز جي تڪبير چيائين الله اڪبر! بزرگ عشق جو سڙيل الله جي اسم ٻڌڻ شرط محبوب حقيقي جي محبت ۾ سڙي خاڪ ٿي ويو! مخدوم شهباز جڏهن نماز کان فارغ ٿيو، تڏهن ڏٺائين ته بزرگ عشق کان سڙي ڦلهار ٿي ويو آهي ڏسي پريشان ٿيو! پوءِ ان خاڪ کي پنهنجي ساري بدن تي مليائين ۽ ان خاڪ ملڻ ڪري اهڙو اثر ٿيس جو جڏهن الله تعاليٰ جو نالو مبارڪ ٻڌندو هو ته ان وقت سندس هر هر وار جي پاڙ مان رت نڪري ايندو هو! ان ڪري حضرت مخدوم قدس سره جا مريد پنهنجي جسم تي ڦهلار مليندا آهن پر هن خاڪ ۽ هن ڦلهار ۾ وڏو فرق آهي ڇو ته مخدوم لعل شهباز عشق جي

سڙيل جي خاڪ مکي هئي، جنهن ڪري سندس وارن مان رت نڪرندو هو. هي جيڪو متابعت ڪري ڦلهار مکن ٿا اهو ته مينهن ۽ جانورن جو ڇيڻو مکين ٿا حافظ شيرازي عليہ الرحمة ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

**هزار نکتہ باريک تراز موئے اينجا است**

**نہ هر کہ سر بتراشد قلندري داند**

(يعني هتي وار کان بہ سنهڙا هزار نڪتا آهن، جن ڪي هر مٿي ڪوڙائيندڙ قلندر نٿو ڄاڻي سگهي.)

**13- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ ولي ڪامل اهو آهي جنهن جي حضور ۾ جڏهن مردن ۽ عورتن جي جماعت موجود هجي تہ نہ مردن کي عورتن جي خبر رهي نہ عورتن کي مردن جي خبر پوي! سڀئي الله تعالي ڏانهن رجوع هجن!

اي عزيز هي ڪمال سندن ذات مبارڪ ۾ هو جو زالون ۽ مڙس حضور ۾ حاضر هوندا هئا۽ مگر هڪ ٻئي جي حال کان بي خبر هوندا هئا پنهي جماعتن کي پاڻ ڪريمن جي حسن باڪمال تي نظر هوندي هئي.

**14- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ جنهن کي اهر جي داڻي جيترو ايمان (جنهن مان مراد محبت آهي) دل ۾ هوندو ان کي دوزخ ۾ نہ وجهندا.

اي عزيز، پيرسائين جن جي هن مقولہ کي آسان نہ سمجهہ هن ۾ هڪ نڪتو آهي جو ايمان کي اهر جي داڻي سان تشبيهہ فرمائي اٿن هي حضور صلي الله عليہ وسلم جي امت لاءِ آساني آهي ورنہ اهو انسان جي دل ۾ وار کان بہ سنهڙو هڪ لاڙو ٿيندو آهي جيڪڏهن حق ڏانهن ٿيو تہ سڄو وجود ان طرف متوجهہ ٿي پوندو، ۽ اهو ئي ايمان آهي، مولوي قدس سره فرمائي ٿو:

**هرکسي رابهر کارے ساختند**

**ميل اواندردلش انداختند**

(هر هڪ کي ڪنهن نہ ڪنهن ڪم سان لڳايو اٿن ۽ ان جي دل ۾ لاڙو انهيءَ ڪم جو وڌو اٿن) ورنہ جنهن طرف خيال متوجہ آهي ان جو اهوئي معبود آهي حديث شريف: "من شغلک فهو صنمک" يعني جيڪا تنهنجي مشغولي آهي اها ئي تنهنجو معبود آهي.

**15- نقل:** ابتدا ۾ شوق جي جوش کان چوندو هيس ته مان حضرت مرشد ڪريم جو پٽ آهيان ۽ ٻيا عزيز چوندا هئا ته تون پاڻ کي گاربون ڏئين ٿو! جڏهن درگاهه مبارڪ تي زيارت کان مشرف ٿيس تڏهن حضور ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! ڀهربون ٻيءُ پلو يا پوبون؟ پاڻ فرمايائون ته ڀهربن ٻيءُ مان آنو پيدا ٿيندو آهي ۽ پوئين ٻيءُ (آني) مان ٻچو پيدا ٿيندو. آنو ڪڏهن بادي ۽ ڪڏهن گندو ٿي ويندو آهي ۽ ان مان ٻچو نه نڪرندو آهي ٻيءُ اهو پلو جنهن مان ٻچو پيدا ٿئي جنهن ٻيءُ مان آنو پيدا ٿئي پر ان مان ٻچو پيدا نه ٿئي اهو ٻيءُ نه آهي. اي عزيز، ولادت ٻه قسم آهي، هڪ صُوري ٻي معنوي، جيڪو ٻي دفعي پيدا نه ٿيو اهو حيوان آهي انسان نه آهي چوندڙ ڪهڙو نه سنو چيو آهي:

**سَالهادر پائے پيران سجده ميڪردم ولي**

**عاقبت درچشم خود انسان ڪامل يا فتم**

(ڪيئي سال پيرن جي پيرن ۾ جهڪندو رهيس پر آخر پنهنجي اکين ۾ ڪامل انسان لڌم!)

**16- نقل:** هيڪر پاڻ ڪريمن هن فقير کي فرمايو ته: توکي الله تعاليٰ جل شانه وجد مان (جنهن جي ڪري تڪبر ٿيندو آهي ۽ تڪبر جي ڪري خلق کي تڪليف ٿيندي آهي ۽ خدا جي خلق کي تڪليف ڏيڻ ۽ خدا جي خلق کي ڏکوئڻ بي ادبي آهي بي ادبي بي نصيبي جو سبب آهي) ڪمال عاجزي رابطي ۽ محبت جي ڪري سگهوئي گمراهي جي کُن کان سلامت آندو!

**17- نقل:** ميندرو فقير پليجو نقل ڪري ٿو ته هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ هڪ فقير عشق ۽ محبت جو سڙيل، بيقرار ۽ پريشان ٿي دانهون ڪندي حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! جيڪا منهنجي اندر ۾ باهه ٻري ٿي ان مون وٽ ڪجهه نه ڇڏيو آهي ۽ بي اختياري سبب هن کان وڌيڪ ڪا به طاقت نه آهيءِ بس هاڻ جٽيون پاڻي پانيڻ جي دڪان تي ويهي ٿو رهان! پاڻ ڪريمن مرڪي هٿ سان صبر جو اشارو فرمائي هڪ نقل بيان فرمايائون ته هڪ عورت چٽا ۽ پاڻي.ديگڙي ۾ وجهي هيٺان باهه ڏنائين ۽ جڏهن چٽا باهه جي تيزيءِ کان پاڻي سان گڏ ٽپڻ لڳا تڏهن انهيءَ عورت چمچي سان انهن جي ڪچي ۽ پڪي جي خبر لهي

چيو ته توهان ۾ اجا ڪچائي باقي آهي گهڙي ساعت صبر ڪيو ۽ باهه جي تپش کان نيڪ ٿيو، پوءِ توهان کي پنهنجي جان ۾ جاءِ ڏيندس!

**18- نقل:** خليفو سيد نالي منو ڪوڏ جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن سان گڏ هيس ۽ گهٽائي جي ڪري گهوڙا پاڻ ۾ ڳنڍجي پيا اوچتو هڪ فقير جي گهوڙيءَ پاڻ ڪريمن جي گهوڙي کي مٿو لڳايو! فقير پنهنجي گهوڙي کي لغام هٽي پوئتي ڪيو پاڻ ان کي فرمايائون ته گهوڙيءَ کي واڳ نه هڻ جيئن توهان محبت ۽ وجد جي غلبي کان مون تي ڪرندا آهيو تيئن محبت جي غلبي کان تنهنجي گهوڙي منهنجي گهوڙي کي مٿو هٽي ٿي!

**19- نقل:** هيڪر پاڻ ذاتي ۽ صفاتي ۽ افعالي محبت جي بيان ۾ ارشاد فرمايائون ته هڪڙي شخص کي ڪنهن بزرگ سان سندس فعلن جهڙوڪ عبادت، زهد ۽ سهڻين عادتن سبب محبت ٿي اتفاق سان بزرگ کان ڪو اهڙو فعل ظاهر ٿيو جنهن جي ڪري انهيءَ ماڻهوءَ جي ساڻن محبت ختم ٿي وئي! ۽ ٻي هڪڙي ماڻهوءَ کي صفاتي محبت هڪ گهوڙي جي سٺي رفتار تي ٿي پيئي اتفاقاً اهو گهوڙو منڊو ٿي پيو، جنهن ڪري ان جي محبت به ختم ٿي وئي، ۽ هڪ ٽين شخص جي ذاتي محبت پنهنجي سهڻي پٽ تي ٿي پيئي جنهن کي تمام پيارو رکندو هو اوچتو قضا الاهي سان ان کي ماتا نڪري پيئي جنهن ڪري اهو ڇوڪرو نابين ۽ منڊو ٿي پيو ۽ سهڻو منهن ماتا جي داڻن سان داغدار ٿي ويس پر پيءُ جي محبت زائل نه ٿي جيئن هئي تيئن باقي رهي! اي عزيز، معلوم ٿيو ته محبت افعالي ۽ صفاتي ضد سان بدلجي ويندي آهي ۽ ذاتي محبت ۾ ڪڏهن به تغير ۽ تبديلي ڪونه آهي!

**20- نقل:** حاجي عبدالله نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي محفل مبارڪ ۾ ڪين عرض ڪيم ته حضرتا! جنتي به اوهان ڪريمن جي مريدن سان ملاقات ٿيندي آهي ان وقت پنهنجي دل ۾ سمجهندا آهيون ته اسان جي ڪا ڀرائي واقفيت آهي! پاڻ سڳورن ارشاد فرمايو ته سيئي مريدن جا روح پير ڪامل جي مُٺ ۾ هوندا آهن ان ڪري اهي اڳئي واقف آهن! هتي مولانا رومي رحمة الله عليه مثنوي معنوي ۾ ڪهڙو نه سٺو چيو آهي:

**متحد جانهائے شيران خدا**

**جان گرگان وسگان هريکجدا**

(يعني خدا جي شينهن جي جان هڪ آهي، بگهڙن ۽ ڪتن جي جان جدا جدا هوندي آهي)

اي عزيز، انهن جي محبت نہ افعالي آهي نہ صفاتي بلڪ محبت ذاتي آهي جيڪا عالم ارواح ۾ رکي اٿن پير جي مُن محيط آهي جنهن ۾ سيني مريدن جا روح موجود آهن، جيئن تہ ميثاق واري ڏينهن سيني ولين سڳورن روحن ۾ هٿ وڌايو ۽ هر هڪ پنهنجي هٿ جي ڪشادگي مطابق مٺ ڀري آندي! انهن مان بعضي محمدي المشرب (محمدي طريقي وارا) آهن جيڪي قدم بقدم نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن جي متابعت ۾ مضبوط آهن ۽ آية شريف: "يد الله فوق ايديهم" مان گهڻو حصو رکن ٿا، هتي پاڻ ڪريمن طرف اشارو فرمايو آهي!

21- نقل: خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ٿنڊي بهادر خان نظاماڻي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا اتي خدا بخش نظاماڻي جو ننڍڙو پٽ فضل نظاماڻي اچي پاڻ ڪريمن جي گوڏن مبارڪن تي ويهي رهيو پيءُ ان کي منع ڪئي ۽ چيائين تہ ادب ڪر! سائين ڪريمن فرمايو تہ عشق ۾ ڪو بہ ادب نہ آهي.

**22- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪڙي صحابياڻي جي بي بي خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها سان ڏاڍي محبت هئي بي بي خديجة الڪبريٰ جي وصال شريف کان پوءِ اها صحابياڻي ڪڏهن ڪڏهن حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيندي هئي! حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن پنهنجي ڪلهن واري چادر ان صحابياڻي لاءِ وڇائيندا هئا ۽ جيستائين اها صحابياڻي اتي ويٺي هوندي هئي تيستائين ان سان ٺي ڳالهيون ڪندا رهندا هئا. سندس اچڻ ۽ وڃڻ وقت دلجوئي لاءِ اٿي بيهندا هئا، ان ڪري حضرت عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها فرمائيندي هئي تہ جيتري ريس مون کي هن عورت جي ڪري اچي ٿي ايتري سندن ٻين گهر وارين جي ڪري نہ ٿي اچي، ڇو تہ ان جي عزت حضرت خديجة الڪبريٰ جي ڪري آهي!

**23- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي پهرين شادي حضرت بي بي خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها سان ٿي حضرت بي بي صاحبه شادي واري رات حضور جن جي قرب محبت ۽ خوشيءَ ڪان پنهنجو سڄو مال ۽ ملڪيت مٿانئن قربان ڪري ۽ گهوري ڇڏيو هو! پاڻ جڏهن بي بي صاحبه جي حويلي ۾ آيا تڏهن ڪين ان گهر ۾ رهڻ دل تي بار ٿي پيو ۽ بي بي صاحبه کي فرمايائون ته هت رهڻ مون کي ڏکيو لڳي ٿو بي بي صاحبه عرض ڪيو ته حضرتا! هي گهر ۽ هي بسترو توهان جي قدمن مبارڪن تان قربان! جيڪا توهان جي مرضي آئون ان تي راضي آهيان پوءِ حضور صلي الله عليه وسلم جن پنهنجي اصلي گهر ۾ اچي زمين تي بغير بستري جي سمهي پيا! حضرت بي بي صاحبه فرمائي ٿي ته ان رات جيڪا فرحت ۽ خوشي ان جاءِ ۾ حاصل ٿي اها اهڙي هئي جو ٻي سڄي عمر انهيءَ جي بنسبت خواب ۽ خيال جي برابر هئي!

**24- نقل:** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته مون کي حال (ڪيفيت جو القاءُ) معلوم ٿيو ۽ ارادو ڪيم ته حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪيان پر ٻه مهينا گذري ويا عرض ڪري نه سگهيس! هڪ دفعي پاڻ ڪريم روهڙيءَ ڪان موٽ تي جڏهن پنڊن وٽان لنگهيا تڏهن مون کي حڪم ڪيائون ته فيروز! تون پنهنجي گهوڙي اسان جي گهوڙي جي ويجهو ڪر ته پاڻ ۾ ڳالهيون ڪريون! ويجهو ٿيس ته سائين ڪريم جن منهنجي ڪلهي تي هٿ مبارڪ رکيو، گفتگو جي دوران مون عرض ڪيو ته حضرتا! مون کي حالت نصيبي ٿي آهي خيال ٿي ڪيم ته حقيقت عرض رکان پر ٻه مهينا گذري ويا عرض ڪري نه سگهيس! ان جو سبب ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون ته ڪمال دوستي، ڇو ته دوستيءَ ۾ هڪ هيبت پيدا ٿئي ٿي اها خوف ۽ خطري ڪان نه هوندي آهي بلڪه عاشق گهرندو آهي ته هميشه محبوب جي حضور ۽ قرب ۾ رهان پر ڳالهائڻ جي طاقت نه رهندي اٿس، ان وقت هي رباعي ارشاد فرمايائون:

همیخواهم که رازدل بتو گریم ولي جائے نمي بینم،
اگر جائے کنم پیدا ترا تنها نمي بینم

(آئون گهران ٿو تہ توکي دل جو راز عرض کريان، پر اهڙي جاءِ نٿو ڏسان جيڪڏهن جاءِ لهان ٿو تہ تو کي اڪيلو نٿو ڏسان پيو!)

**اگر تنهاترايابم وجائے هم شود پيدا،**

**زشادي دست وپا مي زنم خود راغمي بينم**

(جيڪڏهن توکي اڪيلو بہ لهان ۽ جاءِ بہ موزون هجي تہ پوءِ وري خوشيءَ کان نچان ٿو ۽ پاڻ کي بہ موجود نٿو ڏسان.)

**25**- نقل: حضرت پير سائين قدس سره جن جڏهن طالب کي طلب جي شوق سبب دردناڪ ۽ پريشان ڏسندا هئا تڏهن هيءُ بيت ارشاد فرمائيندا هئا:

**جوڳين جاڳي جُوءِ سامين ساڄهر ڇڏيو،**

**تنکي لُنگَ لانگوٽا لکمير چوري کونهين قبيلو،**

**جنجو هي هٿ حيلو سي گُرُوءِ گڏ يا کا پِرِي.**

**26- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن سيد قابل شاهہ عليہ الرحمةهن غلام کي چيو تہ واذکر ربک اذا نسيت. (يعني پنهنجي رب کي ياد ڪر جڏهن تون نہ هجين، هن آية ۾ فڪر ڪيم تہ وجود جي نفي ۽ نسيان حاصل نٿي ٿيو، هڪ دفعي درگاهہ مبارڪ تي مسجد شريف ۾ فڪر ۽ مراقبي ۾ ويٺو هيس اوچتو پاڻ سڳورا مسجد شريف ۾ آيا سيئي فقير سندن استقبال لاءِ اٿي بيٺا ۽ مان فڪر ۾ بي خبري سبب نہ اٿس پوءِ اولهہ، اوبر جي سج، حضرت پير سائين قدس سره جن منهنجي پرسان ويهي پنهنجو هٿ مبارڪ منهنجي پاسي ۾ هنيائون غلام درد ۽ الم ۾ مستغرق هو سو روئي سندن گوڏي مبارڪ تي مٿو رکيم! ۽ پاڻ شفقت ۽ مهرباني سان پنهنجو هٿ مبارڪ منهنجي سيني تي رکي الله تعاليٰ جو شڪر بجا آندائون ۽ فرمايائون تہ طالب کي اهڙي طرح فڪر ۾ هجڻ گهرجي ۽ فرمايائون تہ دلجاءِ ڪر هي حال هاڻي آڏو آهي سو انشاءالله سنت حاصل ٿيندو تون باغيچي ۾ اچي اسان سان صحبت ڪندو ڪر؟ ان کان بعد سائين ڪريم گهڻي مهرباني ۽ توجهہ سان سرفراز فرمايو، اهڙي طرح منزل مقصود هٿ آيم!

(الحمد لله عليٰ ذالک)

# فصل ٽيون

## بيخودي ۽ استغراق

**1- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ريگستان علائقہ ڪارو ۾، خليفي محمد شفيع جي دعوت تي تشريف فرماءِ ٿيا هئا، انهن ڏينهن ۾ هن ٻانهي کي ۽ سيد جمال شاهہ کي توحيد جي حالت ۽ سڪر جو غلبو هيو! زبان تي بي اختيار شريعت جي خلاف ڳالهيون صادر ٿي وينديون هيون، ان ڪري قابل شاهہ جماعت کي اسان جي صحبت کان منع ڪئي ۽ اسان جماعت کان پري هڪ پٽ وٽ سمهي پياسون! اتي حاجي ناري اچي چيو تہ اڄ رات جماعت ۾ اهڙو گوڙ اچي پيو آهي، ڇاڪاڻ عاشورن جي آخري رات آهي ۽ هڪڙي عورت حالت ۽ وجد ۾ چوي پيئي تہ: ٻارهن سال عشق جي درد کي لڪايو سون مگر جماعت ۾ ڪو مرد نظر نٿو اچي تنهن ڪري هي زالاڻان ڪپڙا مردن کي ڏڪايو ۽ مردن جا ڪپڙا مون کي ڏيو؟ هن ڳالهہ ٻڌڻ شرط طبيعت بدلجي وئي ۽ حاجي ناري کي چيم اها مستاني تہ عجيب ڳالهيون ڪري پئي! مون کي وٺي هل تہ آئون ڪيس ڏسان پوءِ حاجي ناري سان گڏجي سندن اقامت گاهہ جي طرف روانا ٿياسون، جڏهن ويجها اچي پهتاسون تڏهن مذڪوره مقولہ ٻڌڻ شرط بي خبر ٿي ويس ۽ اگهاڙي حالت ۾ ڏڪندي سائين ڪريم جي ڪڻ جي پرسان اچي بيٺس ۽ اگهاڙي هجڻ جي ڪري ان وقت سڀ عورتون ڀڳيون ۽ اها عورت بہ ڀڳي پاڻ سڳورن ڀهريائين سمجهائون تہ محمد وارث مستانو آهي! جڏهن سڄاتائون تڏهن فقيرن کي منهن جي ڍڪڻ جو حڪم فرمايائون ۽ فقير مون کي چادر سان ڍڪڻ تي ۽ مان پري ڪرڻ تي اينتري قدر جو چادر جو ڪجهہ ٽڪرو ڦاٽي پيو ان وچ ۾ غيب کان القاءُ ٿيو تہ هي لباس محمدي آهي (صلي الله عليہ وسلم) تڏهن اها چادر ڍڪيم پوءِ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن اها ڳالهہ خليفي محمد حسين ڏڏر واري سان بيان فرمايائون! پاڻ ڪريمن ان کي خليفي چيو اهو ڪم آسان آهي فرمايو تہ توکان نہ ٿيندو خليفي چيو تہ ٿيندو! پوءِ پاڻ ان کي حڪم فرمايائون تہ ڪر؟ خليفو چادر جا ٻئي پلو ڪولي هٿن ۾ جهلي بيٺو پر اگهاڙي ٿيڻ جي طاقت نہ ٿيس ۽ چيائين تہ اگهاڙو ڪيئن ٿيان

تڏهن پاڻ فرمايائون ته بس ڪر تنهنجي سچائي جي حالت معلوم ٿي! ان کان بعد مون اٿي عرض ڪيو ته حضرتا! مان اگهاڙو ٿيان ٿو پوءِ پاڻ مرڪي فرمايائون ته توکي تئو چوان!

**2- نقل:** خليفو غازي خان راقم الحروف جي سُڪر ۽ بيهوشي جي حالت جي ڳالهه ڪري ٿو (جيڪا مون کي ياد نه آهي) ته مون جوش ۾ اچي حضرت پير سائين قدس سره جن کي تڪرار سان عرض ڪيو ته حضرتا! طالبن ۽ غيرن کي هڪ ٻئي کان جدا ڪريو؟ مگر پاڻ ڪريم ماٺ ۾ رهيا ۽ مون سڄو ڏينهن اها ڳالهه چئي پئي! ايستائين جو خليفي صدوري، خليفي آدم خان ۽ ميان عاقل شاهه کي ٻه چيم ته توهان ٽيئي گڏجي پير سائين جن کي چئو ته طالبن کي غيرن کان جدا ڪن ورنه آئون پڇي وبندس! تڏهن مرشد ڪريم قدس سره جن ظهر نماز کان بعد هي نقل ارشاد فرمايو ته هڪ شخص قرآن شريف جي تلاوت گهڻي ڪندو هو ان ڪري مجذوبي جي حالت پيدا ٿي پيس جنهن کان در در رلندو رهندو هو ۽ قرآن شريف پڙهڻ جي عادت ڪري چڙيائين پر ڪنهن کان ڪا شيءِ نه گهرندو هو اتفاقاً هڪ عورت کي ڏٺائين جيڪا پنهنجي پٽ کي پينگهي ۾ لوڏي رهي هئي ۽ ان کي مخاطب ٿي چئي رهي هئي ته تنهنجو پينگهو لوڏيان يا جيڪو درويش قرآن شريف غلط پڙهي ٿو ان کان پڇان ته غلط ڇو ٿو پڙهين؟ انهيءَ درويش قاري چيو ته هن غلط پڙهڻ ئي ته مون کي رات ڏينهن در در رلايو آهي! توکي آفرين هجي جو صحيح پڙهين ٿي ۽ گهر ۾ ويٺي پٽ جو پينگهو لوڏين ٿي. اها گفتگو فقير جي جيڪا سڪر جي حالت جي هئي، جو مون پاڻ ڪريمن کي عرض ڪيم پي ته طالبن ۽ غيرن کي جدا ڪريو ان مان ايترو ياد اٿم ته پاڻ هي به فرمايائون پي ته حضور صلي الله عليه وسلم جن باوجود آيتن لهڻ جي مؤمنن ۽ منافقن ۾ جدائي نه وڌي ۽ ڪنهن کي روبرو منافق نه چيائون ۽ باوجود ان جي جو حضور صلي الله عليه وسلم جن کي هر هڪ جي ايمان ۽ نفاق جو ڪلي علم پي هو!

**3- نقل:** هڪ ڏينهن پير سائين قدس سره جن حضرت ميان صاحب قدس سره جن کان نقل ارشاد فرمايائون ته هڪ دفعي علي اصغر خان پناڻ پنهنجن فقيرن ۽ حضرت مخدوم سائين قدس سره سان گڏ درياهه جي هُن طرف کان لنگهي هِن طرف اچي رهيا هئا! وچ درياه ۾ علي اصغر خان کي حال پهچي

وبو ۽ سندس مريد روئڻ لڳا! ان وقت حضرت مخدوم سائين جن جي مريدن هُنن جي روئڻ جو سبب پڇيو؟ جواب ۾ ظاهر ڪيائون ته علي اصغر خان ڪي جڏهن به حال پوندو آهي تڏهن درياهه ۾ ڪري پوندو آهي ۽ ڀه تي ڏينهن غائب ٿي ويندو آهي هينئر به شايد اها حالت نه پيدا ٿي هجي؟ پوءِ مخدوم سائين قدس سره فرمايو هاڻ درياهه ۾ ڪرڻ کان ڇوتڪارو لڌو اٿس درياءَ ۾ ڪڏهن به نه ڪرندو!

**4- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته اڳين نبين سڳورن جي زماني ۾ شراب حرام نه هو! ان جو سبب هي هو جو سندن امت ۾ سُڪر معنوي ٿورو هو، ۽ جڏهن ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي امت سڳوريءَ ۾ سُڪر معنوي تمام گهڻو آهي ان ڪري ظاهري سُڪر (شراب) کي حرام ڪيو ويو آهي جيئن قرآن شريف، ۽ حديث شريف، جي نص مان ثابت آهي.

**5- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جيسلمير جي قلعي ڏانهن تشريف فرما ٿيا هئا ۽ فقير به سندن خدمت ۾ گڏ هو، جڏهن جيسلمير ۾ پهتاسون ته اهي مينهن جا ڏينهن هئا پاڻ اتي گڏي سر جي هڪ حرم سراءِ ۾ منزل ڪيائون ٿوري دير کان پوءِ سائين ڪريم جن جي پر واري حرم سراءِ ۾ ڳائيندڙن سازن سان ڳائڻ شروع ڪيو، جيڪو ذوق بخشيندڙ هو ۽ ٻي طرف راجا بيربسال جي سراءِ ۾ جيڪو جيسلمير جي قلع جو حاڪم هو، رقص راڳ ۽ سازوسرود برپا ڪيو ويو ۽ ٽين سراءِ ۾ جيڪا راجا جي ڪمدار جي پائتي جي هئي ان ۾ به ساڳي طرح تماشو برپا هو! جيئن ته ٻڌندڙن ۾ جوش و خروش پيدا ٿيو، تنهن ڪري حضرت پير سائين قدس سره جن به حافظ ديوان جي نسخو ڪڍي پڙهيائون درويش ان جوهوش ربابيان ٻڌي وجد ۽ حالت ۾ پئجي ويا، ۽ سڀ بيهوش ۽ بي خبر ٿي ويا، ڪنهن کي به شهر گهمڻ جو خيال پيدا نه ٿيو! اهڙي طرح پاڻ ڪريمن جي حضور ۾ شوق ۽ ذوق ۾ ٽي مستغرق رهيا! فقير کي انهن ڏينهن ۾ ٽيئڙنپ ايندو هو جنهن کي ڏهه يارنهن مهينا ٿي چڪا هئا، جنهن ڪري ضعيف تمام گهڻو ٿي ويو هوس پر سندن زبان مبارڪ مان ديوان حافظ جا بيت ٻڌڻ شرط اهڙو حال پئجي ويو جو پورا (۹) نو ڏينهن هوش سلامت نه رهيو ۽ نه ئي تپ جي خبر پئي! هيڪر ڏينهن جو ٿورو يادپيو ته مون کي

تيستائين ايندو آهي ان ذہنھن يادگيري ڪرڻ ڪري ڪجهہ لنگَ گرم ٿي پيا پر پوءِ سندن برڪت ۽ غلبي سُڪر جي ڪري تپ بلڪل وسري (ختم ٿي) ويو!

**6- نقل:** علي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ مير جام ٽالپر عرض ڪيو تہ حضرتا! سيد شاهہ محمد پاڻ کي امام چورائي ٿو سو ڪيئن آهي؟ پاڻ ڪريمن جواب ۾ فرمايو تہ جيڪڏهن پاڻيءَ جي پريل ٿانوَ ۾ سج جو پاڇو پوي تہ ان ۾ بہ سج نظر ايندو پر سج پنهنجي جاءِ تي آهي ائين ئي امام پنهنجي جاءِ تي قائم آهي ۽ هي امام جي عڪس کان پاڻ کي امام چورائي ٿو، حقيقت ۾ جيڪو امام ايندو اهو پاڻ کي امام نہ چورائيندو بلڪہ ٻيا ڪيس امام جي لقب سان سڏيندا!

**7- نقل:** موسيٰ فقير نظاماڻي چوي ٿو تہ هڪ دفعي اسان جي گهر جا سمورا ماڻهو درگاهہ مبارڪ تي هئا ۽ منهنجي ماءُ ساڻن شامل هئي، سا چوي ٿي جڏهن حضرت مرشد ڪريم جن جي حضور ۾ ويهندي هيس تڏهن مون کي ننڊ اچي ويندي هئي آخر پاڪن کي عرض ڪيم تہ حضور ۾ احوال عرض ڪريو تہ هي منهنجو ڪهڙو نصيب آهي جو گهر هيس تڏهن بہ غفلت جي ننڊ سوار هئي، جي هت امن جي جاءِ تي آئي آهيان تہ بہ ننڊو وئي ٿي وڃي؟ پاڪن منهنجو عرض خدمت اقدس ۾ پيش ڪيو! پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ هي امن جي جاءِ آهي هتي جيڪڏهن ننڊ اچي ٿي تہ اها غفلت جي نہ آهي بلڪہ سراسر راحت آهي ڇو تہ بهشت ۾ راحت ۽ امن هوندو آهي هيءَ جاءِ بہ جنت وانگر آهي!

**8- نقل:** هيڪرحضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ مخدوم عبدالرحيم گروڙي منگريو بلند همت وارو هو، پر ڪمال کي نہ پهتو ڇو تہ امانت جي بار کڻڻ جي طاقت نہ رکيائين، خوامخواهہ پاڻ کي بتڪده جي ڀڃڻ جي بهاني سان هن جهان جي قيد کان آزاد ڪيائين ۽ ٻين کي فيض پهچائڻ جي جيڪا نعمت عظميٰ هئي سا هن کان ظاهر نہ ٿي! هي محض مُلن کي هٿ ڦيرائي هليو ويو ماڻهو چوندا آهن تہ ميان عبدالرحيم ڪافرن جي بتڪده جي خلاف جهاد ۾ پاڻ کي شهيد ڪيو پر حقيقت آهي تہ محض امانت جي بار جي پاڻ ۾ طاقت نہ ڏسي بزرگ ائين ڪيو، جيڪڏهن سلامت حال هجي ها تہ فيض تمام گهڻو مخلوقات کي پهچائي ها! اي عزيز: مخدوم

موصوف کان گهڻا مريد ذڪر ۾ مشغول ٿيا پر سلامتي ڪي ٿورا پهتا.

**9- نقل:** هڪ ڏينهن ٻانهو (جامع ملفوظات) حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ ديهہ ڪرڪ (جيڪا قلات ڪوهستان جي ديهن مان هڪ ديهہ آهي) ۾ ويٺو هو ۽ پاڻ ڪريم سڪر جي غلبي ۽ استغراق ڪان مون ڏانهن ڏسي رهيا هئا ۽ ٻي طرف غازي خان ٽالپر ويٺو هيو، پاڻ ان کان پڇيائون تہ فلاڻو (يعني هي ٻانهو) نہ آيو آهي؟ وري ٻي ڀيري پڇيائون پر غازي خان غلبي شوق ۽ روئڻ سبب جواب نہ ٿي ڏنو! ٽين ڀيري وري پڇيائون غازي خان عرض ڪيو تہ حضرتا! روبرو حضور ۾ ويٺو آهي پوءِ ٻانهي ڏانهن نهاري فرمايائون تہ وڏي تڪليف سان آيو آهين؟ پوءِ ٻاجهہ ۽ شفقت جو اظهار گهڻو فرمايائون!

**10- نقل:** هڪ ڏينهن درگاهہ مبارڪ تي خدمت ۾ حاضر هوس ٻيپهري نماز کان پوءِ پاڻ فرمايائون تہ پنهنجو گهوڙو تيار ڪري اسان سان گڏجي هل جو مسماة وڏيري فقيرياڻي (جيڪا شڪارپور کان لڏي اچي ٻنڊي ۾ رهي آهي) سا بيمار آهي، ان کان طبع پرسي ڪري اچون؟ حضرت مرشد ڪريم جن جو گهوڙو خان محمد فقير ٽالپر ۽ ٻانهي جو گهوڙو خميسو فقير ميمڻ گهورار جو رهندڙ تيار ڪري آيو ۽ ٻنهي گهوڙا مسجد شريف جي دروازي تي اچي بيهاريا، پاڻ مسجد شريف جي اتر پاسي واري دروازي کان اچي ٻانهي جي گهوڙي جي رڪيب ۾ پير مبارڪ وجهي سوار ٿيڻ لڳا، تہ خميسي فقير هٿ ڊگهو ڪري ڪين سوار ڪرڻ لاءِ سندن هٿ مبارڪ ۾ هٿ ڏنو ۽ ٿورو مرڪيو بہ پاڻ بہ ان ڏانهن ڏسي مرڪيا ۽ رڪيب مان پير مبارڪ ٻاهر ڪڍي پنهنجي گهوڙي تي سوار ٿيا ۽ ان ديهہ ڏانهن روانا ٿيا! ٽيهري نماز وقت اتي پهچي بيمار فقيرياڻي کان پڇي ٽيهري جي نماز سيد موجل شاهہ جي مسجد شريف ۾ اچي ادا فرمايائون پوءِ جڏهن مسجد شريف مان ٻاهر نڪتا، تڏهن پاڻ ٻانهي جي گهوڙي جي واڳ کان وٺي پير مبارڪ رڪيب ۾ وڌائون ۽ خميسي فقير جو هٿ وٺي سوار ٿيڻ لڳا تہ فقير مذڪور وري مرڪيو پوءِ پاڻ ڪريم فقير ڪي مرڪندو ڏسي سمجهي ويا ۽ پاڻ بہ مشڪندي ٻانهي جي گهوڙي بجاءِ وري پنهنجي گهوڙي تي سوار ٿيا!

**11- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير

سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر تي ديهہ ترائي ۾ ڏاتو فقير ابڙي جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا ۽ آئون حضور ۾ حاضر وينو هوس اشراق جو وقت هو پاڻ ڪريمن کي زڪام جي ڪري نڪ مبارڪ مان پاڻي آيو ٿي پاڻ ڳاڙهي رنگ جي لنگي بسان (جيڪا سندن ڪلهن مبارڪن تي هئي) نڪ صاف فرمايائون ٿي، تڏهن ٻانهي پنهنجو هڪ ڪارو ڪپڙو نڪ صاف ڪرڻ لاءِ پيش ڪيو، پوءِ پاڻ ان سان نڪ صاف ڪندا رهيا! ۽ فقير جي عرض موجب سندن گهرن ۾ زيارت ڪرائڻ لاءِ تشريف فرما ٿيا ۽ ڪمال استغراق جي ڪري سندن لنگي مبارڪ ڪٿ تي ئي رهجي وئي ۽ مون وارو ڪپڙو ڪلهن مبارڪن تي رکيو گهر ۾ ماڻهن کي زيارت پي ڪرايائون ۽ آئون بہ اُت موجود هيس ۽ طعام ڪائڻ وقت پڻ سندن روبرو وينو هيس! پوءِ پهرن جو جڏهن آرام فرمايائون تہ هڪ فقير کين زور ڏنا پي ۽ پاڻ ساڻس ڳالهيون فرمايائون پئي! پوءِ ان وقت پنهنجي منهن مبارڪ تي مون وارو ڪپڙو وجهي مون ڏانهن نهاري ارشاد فرمايائون تہ شايد هي ڪپڙو اسان جو ناهي؟ پوءِ منهنجو ڪپڙو مون کي ڏنائون ۽ پنهنجي لنگي مٿان اوڍيائون!

**12- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن استغراق جي غلبي ڪان پنهنجي سواري جي گهوڙي هوندي شادي خان ٽالپر جي گهوڙيءَ تي سوار ٿي پيا ۽ سندن سواريءَ جو گهوڙو پويان پي آنداٿون!

**13- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن جي عادت مبارڪ هيءَ هئي جو وارن مبارڪن کي سينگارڻ وقت استغراق جي غلبي ڪان اهڙا بيخود ٿي ويندا هئا جو وارن پٽجڻ جي بہ کين خبر نہ رهندي هئي! هڪ ڏينهن ٻانهي عرض ڪيو تہ حضرتا! عجب آهي جو وارن پٽجڻ جي ايذاءَ جي باوجود طبيعت مبارڪ تي استغراق غالب رهي ٿو! پاڻ فرمايائون تہ توکي بہ انهيءَ مان حصو ملندو! شڪر الحمد لله جو هن وقت پاڻ ڪريمن جي برڪت توجهہ ۽ دعا سان مون کي بہ اهو مقام نصيب ٿيو آهي.

**14- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن حضرت ميان صاحب قدس سره جن ڪان نقل فرمايو تہ هڪ ڏينهن حضرت مخدوم سائين قدس سره فقيرن جي جماعت سان درياهہ جي هُن طرف ڪنهن فيصلي جي لاءِ ٿي ويا! جڏهن درياهہ جي ڪناري تي پهتا تہ اتفاق سان ٻيڙي ڪانہ هئي فقير

درياھ جي ڪناري زمين تي ويهي رهيا ۽ ۽ حضرت مخدوم سائين جن هڪ پاسي وجي سمهي پيا ۽ استغراق جي غلبي ۾ سندن پير مبارڪ اولهہ ڏانهن ٿي ويا هئا! ۽ اتان هڪ ميهار مينهون پاڻي پيارڻ لاءِ لنگهيو ۽ ڏسي ته هڪ شخص اولهہ ڏانهن پير ڪيو سنتو پيو آهي! سڃاڻ ڪري ان کي چيائين ته تون ڪير آهين جو ڪعبي ڏانهن پير ڪريو سنتو پيو آهين، توکي خبر نہ آهي جو مخدوم سائين جماعت سان درياھ جي ڪناري تي لٿل آهي، تون ان کان بہ نہ ٿو ڊڄين، متان تنهنجي خبر پويس ۽ توکي تعزير ڏياري! مخدوم سائين جن ان کان معذرت گهري تہ مون غلطي ڪئي آهي! مهرباني ڪري مخدوم صاحب کي نہ ٻڌائجانءِ ان کان بعد ميهار جڏهن مينهون پاڻي پياري واپس ٿيو، تڏهن دل ۾ خيال ڪيائين تہ حضرت مخدوم سائين جن جي زيارت بہ ڪيو وڃان! جتي جماعت ويٺي هئي اتي اچي مخدوم سائين جي زيارت ڪيائين ۽ عجب ڪيائين جو سڃاتائين تہ هي اهو شخص آهي، جيڪو ڪعبة الله ڏانهن پير ڪيو سنتو پيو هو!

**15- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن حضرت ميان صاحب رحمة الله تعاليٰ عليہ جن کان نقل ڪيو تہ هڪ ڏينهن حضرت مخدوم سائين قدس سره جي صحبت ۾ اچي حاضر ٿيس ۽ ظهر جي نماز جو وقت هو سلام ورائي قدم بوسي ڪيم! اگرچہ هٿ مبارڪ ملايائون پر پنهنجي زبان مبارڪ سان ڪجهہ نہ چيائون ۽ اڳي سندن عادت مبارڪ هئي جو جڏهن خدمت ۾ ايندو هوس تڏهن اٿي ويهي ياڪر پائي خيروعافيت پڇندا هئا! پر هن ڀيري ويٺائي رهيا ۽ اسان حيران ٿي ويهي رهياسون ۽ رات اتي گذاري سون پوءِ جڏهن ڏينهن ٿيو تڏهن فرمايائون شاھ صاحب آيا آهيو تہ اسان سان ملاقات بہ نہ ڪيو؟ خدمت ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا! مان تہ ڪلهہ اچي اوهان جي قدمبوسي ڪئي آهي پوءِ ان وقت اٿي ياڪر پائي خيروعافيت پڇيائون ان کان پوءِ فرمايائون تہ شاھ صاحب! ڪڏهن اسان فرزند فريد کي بہ نہ سڃاڻندا آهيون! هتي هيءَ حديث هن موافق آهي: لي مع الله وقت لايسعني فيه ملك مقرب ولا نبي مرسل (يعني مون کي هڪ وقت الله تعاليٰ سان اهڙو هوندو آهي جنهن ۾ نہ ملڪ مقرب جي گنجائش هوندي آهي نہ نبي مرسل جي!)

**16- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ

هڪ جنگ ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه کي پير ۾ تير لڳي ويو، جنهن جو ڪڍڻ پير چيرڻ کانسواءِ مشڪل ٿي پيو هو! حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اصحابين سڳورن کي فرمايو ته جڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهه نماز ۾ مشغول ٿئي ته سندس پير کي چيري تير ڪڍجو؟ پوءِ جڏهن حضرت علي ڪرم الله وجهه نماز ۾ مشغول ٿيا تڏهن پير مبارڪ کي چيري تير ڪڍيائون ۽ حضرت شير خدا کي استغراق جي غلبي ڪان ڪا خبر نه پئي!

**17- نقل:** خليفو قاضي ميان عبدالرحمان نصرپور جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته هڪڙي ڏينهن پربان لوءِ شهر جي مسجد شريف ۾ نماز پڙهيم ٿي، اچا هڪ رڪعت ادا ڪيم ته انهيءَ شهر جي رهندڙ هڪ ڪوري چار رڪعتون پڙهي ورتيون فارغ ٿيڻ کان پوءِ مون کيس چيو ته ميان خدا کان ڊڄ، جو مون اڃا هڪ رڪعت مس ادا ڪئي هئي ته تون چار رڪعتون پڙهي ورتيون آهن! ان جواب ڏنو ته مون هڪ دفعي حضرت مخدوم سائين قدس سره جي حضور ۾ نماز ادا ڪئي هئي! مان هڪ رڪعت پڙهي ٿي ته حضرت مخدوم سائين جن چار رڪعتون پڙهي ورتيون پئي! اي عزيز: حقيقت هي آهي ته مخدوم سائين کي استغراق جي غلبي جي حالت هئي ان ڪري نماز ۾ تڪڙ ڪيائون ٿي جيڪڏهن دير ڪن ها ته بشري وجود کي استغراق ڪٿي وڃي ها پوءِ نماز ڪيئن ادا ٿئي ها هتي بزرگ ڪهڙو نه چڱو چيو آهي:

**چون اينجابي خودي مي آورد جوش - عبارت را اشارة گفت خاموش**

(جتي مستي جو غلبو ٿئي ٿو ان ڪيفيت کي لفظن سان بيان ڪرڻ مشڪل آهي)

**18- نقل:** حافظ ابراهيم وينل ديهه چرائي (مريد پير سائين جن جو ۽ شاگرد دائري وارن سيدن جو هو) نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن ٻڌڻ ۾ آيو ته حضرت مخدوم سائين قدس سره جن ميان محمد مراد ڪلهوڙي جي حڪومت جي ڏينهن ۾ ڪنهن فيصلي لاءِ مراد آباد ۾ تشريف فرما ٿيا هئا پوءِ موٽڻ وقت دائري جي پر واري ڊنڊ تي لٿا ۽ سيد محمد معصوم صاحب سندن دعوت ڪئي، پاڻ طعام استعمال ڪرڻ کان بعد ٻپهري نماز ادا ڪرڻ ۾ ڪجهه تڪڙ ڪيائون اتي حاضرين کي گهڻي حيرت ٿي! آخر سيد محمد معصوم کان پڇائون ته حضرت مخدوم سائين نماز ۾ هيتري تڪڙ ڇا لاءِ ڪئي؟ سيد مذڪور چيو ته جيئن مخدوم سائين جي نماز ادا ٿئي ٿي بي

ڪنهن ڪي اهڙي نماز ادا ڪرڻ جي طاقت ئي نہ آهي!

**19- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن درگاهہ مبارڪ تان لاڙڪاڻي جي سفر لاءِ تيار ٿيا ۽ لاڙڪاڻي جي پرسان هڪ جاءِ تي لهڻ فرمايائون، اتي سيد ولايت شاهہ شڪارپوري (جيڪو نقشبندي طريقي جي بزرگن مان هو) جي بيماريءَ جي ڪنهن ماڻهو خبر ڏنائي! پاڻ ڪريم ان وقت ئي شڪارپور شهر جي طرف (جيڪو اتان تقريباً ٻاويهہ ڪوهہ هيو) موٽيا سيني فقيرن جا گهوڙا گهڻي مسافري ڪري ٿڪجي پيا هئا تاهم پاڻ سڳورن جي گهوڙي تمام تکي هلي رهي هئي ۽ ڪنهن بہ خدمت اقدس ۾ عرض نہ ڪيو آخر فقير شادي خان ٽالپر چيو تہ اهڙي مصلحت ڪجي جو سفر آهستگي سان ٿئي سو مون پنهنجي گهوڙي سندن گهوڙيءَ اڳيان آندي ۽ پاڻ ڪريمن جون اکيون مبارڪ استغراق سبب بند هيون، جو پنهنجي حال کان بي نياز هئا! منهنجي گهوڙي جي اڳيان اچڻ ڪري سندن گهوڙي آهستي هلڻ لڳي، مگر جڏهن پاڻ افاقي ۾ آيا ٿي، تڏهن وري ان کي تکو هلايائون ٿي ۽ مان بہ پنهنجي گهوڙي تکي ڪري اڳيان آندم ٿي! ۽ جڏهن پاڻ استغراق ۾ اچي ٿي ويا تہ ان وقت گهوڙي آهستي ٿيو پئي وڃي! اهڙي نموني بہ ٽي ڪوهہ مسافري ڪئي سون، ان کان بعد پاڻ اکيون مبارڪ کولي مرڪي فرمايائون تہ تو پنهنجي گهوڙي بهاني طور اڳيان آندي ٿي تہ اسان جي سواري رفتار آهستي ڪري؟ مون عرض ڪيو تہ حضرتا! سيني فقيرن جا گهوڙا ٿڪجي پيا آهن، ان مصلحت ڪري پنهنجي گهوڙي اڳيان ٿي ڪيم پوءِ پاڻ مرڪي ڪري گهوڙي آهستي هلائڻ فرمايائون!

**20- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين (تجرڏٺي) رحمة الله عليہ فرمايو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مون کي فرمايو تہ اڄ گهوڙا ڊوڙائيندا سون! مون عرض ڪيو تہ حضرتا! ٻانهو حڪم جو تابعدار آهي، پوءِ گهوڙن ڊوڙائڻ وقت منهنجي گهوڙي اڃي مون کي ماٿهن ۾ هنيو، اينتري قدر جو ڪرڻ کي ويجهو هيس تہ ماٿهن گهڻي ڪوشش سان گهوڙي کي جهلي ورتو ۽ مان لهي پيس ان کان بعد حق جي شهود جي غلبي کان فرمايائون تہ سوار ٿيءُ تہ وري بہ ڊڪايون مون عرض ڪيو تہ: حضرتا! گهوڙو ڏنگو آهي ان جي ڏنگائي ظاهر بہ ٿي پئي! وري ٻي

پيري ڪيئن ڏڪايون؟ هتي هڪ رمز آهي جيڪا ڪامل مڪمل ڪانسواءِ ٻي ڪي سمجهه ۾ نه ايندي! شاهه عبدالڪريم عليہ رحمة الله فرمايو آهي تہ: سَرَ سنداَ هنجهڙا ڪتي ٿا چُنن! (يعني هي پڪي کهڙي جاءِ جا آهن ۽ ڪٿي ٿا داڻا ڪائن)

**21- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن جي سيرب ڪرائڻ جو معمول هن طرح هو، جو پاڻ پاڪائي سان هوندا هئا ۽ ٽي چار فقير (جن مان ڪو ڳلن مبارڪن جي وارن چونڊڻ لاءِ تہ ڪو مٿي جي وارن مبارڪن جي تزئين لاءِ) سندن سيرب ڪرڻ ۾ مشغول هوندا هئا ۽ سندن اکيون مبارڪ استغراق سبب بند نظر ايندڀون هيون ۽ فقيرن کي فرمائيندا هئا تہ جلدي ڪريو!

**22- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ حاضر هيس تہ خليفي ميان الهرکيي عليہ الرحمة پاڻ ڪريمن کان سوال ڪيو تہ حضرتا علم سٺو يا جهل؟ پاڻ فرمايائون تہ جهل سٺو آهي! اي عزيز جهل مان مراد آهي پنهنجي هستي کان جاهل ٿيڻ جنهن ۾ عالم ۽ علم جو وجود نہ رهي ۽ ان کي استغراق بہ سڏيندا آهن! هن لاءِ ڪنهن شاعر کهڙو نہ سٺو چيو آهي:

**در تنور عشق هستي رابسوز- هستي تو بررخ جانان نقاب**

(يعني عشق جي تنور ۾ هستي کي ساڙي ڇڏ، ڇو تہ تنهنجي هستي محبوبن کان پردو آهي) هن لاءِ پيو بہ گهڻو بيان آهي پر ڇا ڪريان: ڪلموا الناس عليٰ قدر عقو لهم (يعني ماڻهن سان انهن جي عقل آهر ڳالهہ ڪريو) ان بيان جو اشارو قلم جي نوڪ کي پيچي وجهي ٿو! سبحان الله هي جهل بہ عجيب جهل آهي جو هجڻ ۽ نہ هجڻ جي خبر نہ رکي ۽ "هل من مزيد" جو نعرو هڻي ۽ پنهنجي اندر ۾ سؤ هزار علم رکي!

**23- نقل:** اميد علي ٽالپر نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي درگاهہ مبارڪ تي سندن حضور ۾ حاضر هيس ۽ پاڻ فجر جي نماز وقت مسجد شريف ۾ وينا هئا، جماعت گهڻي اچي وئي هئي! ۽ نماز جو وقت تنگ ٿي رهيو هيو آخر مؤذن تڪبير بہ چئي پر حضرت پير سائين قدس سره جن اتي ئي ويٺا رهيا وري ميان قابل شاهہ تڪبير چئي پر پاڻ مراقبي ۾ مستغرق رهيا ۽ افاقہ ۾ نہ آيا! تانجو سج ابري ويو ان وقت پاڻ اٿيا اٿڻ وقت سندن جسم تي ٿوري ڏڪڻي پئجي ويئي فقيرن ڪين جهلي ورتو پوءِ ميان قابل شاهہ کي فرمايائون

تہ جڏهن توهان ڏٺو تہ مان بيهوش هوس تہ نماز پڙهي ڇو نہ ڇڏيوَ؟ ان کان بعدِ پاڻ امام ٿي فقيرن کي نماز پڙهايائون!

**24- نقل:** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن سفر ۾ دهہ جهيجہ ۾ تشريف فرما ٿيا هئا تڏهن آئون بہ اچي حضور ۾ حاضر ٿيس ان وقت پڇيائون تہ فيروز فقير آيو آهي يا نہ؟ مون عرض ڪيو تہ حضرتا! غلام حاضر آهي! گهڙي رکي وري پڇيائون تہ فيروز فقير آيو آهي يا نہ؟ غلام ساڳيو جواب عرض ڪيو ۽ ٽين ڀيري پڇيائون تہ ان جي سائين مان کو آيو آهي يا نہ؟ مون هٿ ٻڌي عرض ڪيو تہ حضرتا غلام حضور ۾ حاضر آهي! تڏهن فرمايائون اسان توکي نہ سڃاتو سون، جنهن ڪري اسان جي خيال ۾ نہ آئين، ڇو تہ ڪڏهن حضرت مخدوم سائين پنهنجي صاحبزادي محمد فريد کي بہ نہ سڃاڻندو هو!

**25- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ سهو جو بيان هليو! پاڻ فرمايائون تہ ملان چوندا آهن تہ جڏهن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کي سهو پوندو هئي تہ پوءِ ٻيا سهو ڪان ڪيئن بچندا؟ نعوذ باالله منها ڇو تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي وجود انور ۾ خطرات کي مجال نہ هئي ۽ هي سڀ ڪمال استغراق جي سببان هو! جيڪڏهن سندن سهو خطرات کان هجي ها تہ حضرت ابابکر صديق رضي الله عنہ هي دعا نہ گهري ها تہ: يا ليت کنت سهو محمد (صلي الله عليہ وسلم) (ڪاش جو آئون محمدي سهو هجان ها) حقيقت ۾ ان سندن استغراق جو مشاهدو ڪيو هو جنهن ڪري اها دعا گهرايائين ٿي!

**26- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ديهہ ڪور واهہ کان ٻانهي جي دعوت قبول فرمايائون آئون انهن ڏينهن سيد پور ۾ رهندو هيس، اونهارو ۽ مينهن جي مند هئي ٿاڪ منجهند جو وقت هو جنهن ڪري ويتر گرمي گهٽي ٿي وئي هئي ۽ واٽ ۾ پاڻي گهڻو هو، واٽر ۽ ناليون پريون پيون هيون، جنهن ڪري اتان لنگهڻ تمام ڏکيو هيو، جڏهن پاڻ سيد پور ۾ تشريف فرما ٿيا تڏهن آرام فرمايائون ۽ پيهري نماز پڙهڻ لاءِ اٿيا، وضو کان اڳ ڏندڻ ڏيئي رهيا هئا تہ فقير موليڏني چيو تہ اڄوڪو ڏينهن ڪيترو نہ گرم

هو! مگر شڪر آ جو وات ۾ پاڻي تمام گهڻو هو! پاڻ فرمايائون ته پاڻي ڪٿي هو تون اسان سان گڏ نه هئين ڇا؟ فقير ماٺ ٿي ويو ۽ اسان سڀ عجب ۾ پئجي وياسون! ته سبحان الله هيترو پاڻي وات ۾ هو ۽ پاڻ ڪريمن ڪي اهو به معلوم نه ٿيو!

**27- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن درگاهه مبارڪ تي باغيچي ۾ ويٺا هئا! هڪ ڪتاب ميان قابل شاهه جي هٿ ۾ هو ۽ ٻيو ڪتاب ۽ قلم پاڻ ڪريمن جي هٿ مبارڪ ۾ هو، پاڻ ڪتاب درست ڪرڻ لاءِ پڙهي رهيا هئا ۽ ميان قابل شاهه بي ڪتاب تي ٻڌي رهيو هو! اتي ٻي جماعت به گهڻي هئي، پر هڪ درويش مجذوب الحال لٺ تي ٽيڪ ڏيو ڪنڌ هيٺ ڪيو بيٺو هو! ۽ پاڻ ڪريمن لڪڻ جي ڪري پيراهڻ جي ٻاهوڙي مٿي ڪري ڇڏي هئي ۽ نونڌ ظاهر هئي اوچتو مجذوب جوش ۾ اچي مٿو مٿي ڪنيو ۽ لٺ بي اختيار ڪري پيس، جنهن ڪري سڀ پريشان ٿي پيا، پر پاڻ جنهن حال ۾ لڪيو ٿي، انهيءَ حال ۾ ويٺا هئا! مٿو مبارڪ به مٿي نه ڪنيائون بلڪ سندن لڪڻ يا چهري مبارڪ ۾ ذري برابر تغير نه آيو!

**28- نقل:** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ فقيرن جي دعوت تي سيد پور تشريف فرما ٿيا هئا، اتي هڪ طالب العلم يارمحمد نالي، مولوي محمد قاسم جو شاگرد طريقي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ آيو! فقط ذڪر جي تلقين وٺڻ شرط سندس عقل هليو ويو ۽ دنيا جي ڪمن کان بيڪار ٿي ويو ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ کان بلڪل خاموش ٿي ويو ڪجهه مدت بعد جڏهن پاڻ لاڙ جي فقيرن جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا تڏهن ان شخص جي عزيزن سيد پور ۾ ڪيس پاڻ ڪريمن جي اڳيان اچي ويهاريو، ان شخص سائين جن جي ڳالهائڻ باوجود ڪونه ڳالهايائين! پوءِ پاڻ هيءَ رباعي پڙهي حاضر مجلس کي مطمئن ۽ مسرور ڪيائون.

**گر کسے وصف اوزمن پرسد - بیدل ا زبے نشان چگوید باز**

(جيڪڏهن ڪو ان جي وصف مون کان نه پڇي؟ ته دل لٽائڻ وارو، بي نشان بابت ڇا ٻڌائي سگهندو.)

**عاشقان کشتگان معشوقند - بر نیایدز کشتگان آواز**

(عاشق معشوقن جا ڪنل هوندا آهن، ويچارن ڪنلن کان آواز نه نڪرندو آهي! پوءِ پاڻ فرمايائون ته هن ني ڪا به ميار ڪونه آهي!)

# فصل چوٿون

## توحيد ۽ ڪفر حقيقي

**1- نقل :.** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ٻانهي (جامع ملفوظات) کي خطاب ڪري فرمايو ته اي فلاڻا! جيڪو مريد ائين سمجهي ته منهن جو پير مونکان پري آهي ۽ منهنجا اعمال ۽ احوال نٿو ڄاڻي ته اهو مريد فيض کان بي نصيب آهي:

**اين جهان صورت است معنيٰ دوست**

**وربہ معنيٰ نظر ڪني همہ اوست**

(هي جهان حقيقي دوست جي صورت (جو جلوو) آهي، جيڪڏهن حقيقت ڏانهن نظر ڪندين ته سڀ ڪجهہ اهوئي آهي.)

فقير(جامع ملفوظات) جي دل ۾ خيال آيو ته ظاهري بشري صورت پير جي پري آهي ۽ جڏهن ته پاڻ ڪريمن جو فرمودو بغير دليل جي حق ۽ يقين آهي! پر پوءِ معلوم ٿيو ته هي اها صورت نہ آهي جيڪا هڪ جاءِ تي ۽ طالب کان پري هوندي آهي! بلڪ پير اهو آهي جنهن کي حقيقت الحقائق، حقيقت محمدي (عليٰ صاحبها الصلوات والسلام) روح اعظم ۽ عقل ڪل جو مظهر ڪري رکيو اٿن! اهو طالب کان ڪنهن بہ مڪان ۽ آن ۾ جدا نہ آهي، روح عالم کي جيڪڏهن جدا سمجهيائين ته ايمان نہ هوندس:

**نہ بشر خوانمت اي دوست نہ حورو نہ پري**

**اين همہ برتوحجاب است توچيزے ديگري**

(اي دوست توکي نہ بشر ٿو سڏيان نہ حور ۽ نہ پري، هي سڀئي توتي پردا آهن تون ڪا ٻي شيءِ آهين!)

**2- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن کان پڇيا ڪيم ته حضرتا! حضرت ميان صاحب قدس سره جن هن جهان ۾ ڪهڙي روش رکندا هئا ؟پاڻ ڪريمن ٿڌو ساهہ کڻي فرمايوته: جڻ چپر ۾ اٺ لڪو پيو هو" پر هي ناقص عقل عارفن جي نڪتني کي ڪيئن سمجهي ۽ يقين ڪندو! جڏهن ته هي ڪميڻو عقل بازار جي ترازو وانگر آهي ۽ عارفن جو نڪتو جبل کان بہ ڳرو آهي سو هن ترازو سان جبل ڪيئن توري سگهبو؟

**3- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ ڏينهن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ مون الله تعاليٰ کي خواب ۾ امرد (نوجوان ڇوڪر) جي صورت ۾ ڏٺو؟ الله تعاليٰ مونکي ڏسي کليو ۽ منهنجي سيني تي هٿ رکيائين ۽ مون کي ٿڌاڻ محسوس ٿي ۽ ابتري تہ راحت آئي جو اها اڃا بہ منهنجي سيني ۾ باقي آهي!

**4-نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پيرسائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره کان ڪنهن شخص توحيد بابت سوال ڪيو؟ شيخ صاحب عليہ الرحمة ڪيس چيو تہ وڃ ڪجهہ ڳڙ ڪٺي اچ؟ اهو شخص انوقت ڳڙ وٺي آيو! شيخ صاحب ان کي حڪم ڪيو تہ ڳڙ مان حلال ۽ حرام صورتون ٺاهہ؟ انهيءَ شخص ائين ڪيو! شيخ صاحب چيو تہ حلال صورتون هڪ طرف رک ۽ حرام صورتون ٻي طرف، هن ائين ڪيو! ان کان بعد شخ صاحب ڪيس فرمايو تہ تون پنهنجو منهن ٻئي طرف ڪر، جڏهن ان شخص پنهنجو منهن ڦيرايو، ان وقت شيخ صاحب انهن سيني صورتن کي پاڻ ۾ ملائي غلولو ٺاهي، ان شخص جي هٿ ۾ ڏنو ۽ فرمايائين تہ هن مان حرام حلال صورتون جدا ڪر؟ پوءِ اهو ماٺهو مات ٿي ويو! سلطان العارفين عليہ الرحمة فرمايو تہ هذا التوحيد (يعني اهائي توحيد آهي) چوندڙ ڪهڙو نہ سنو چيو آهي:

**حق جهان است جهان جملہ بدن توحيد همين است ديگر حيلہ و فن**

(حق جهان جو ساهہ آهي ۽ جهان بدن آهي، اها توحيد آهي باقي ٻيا سڀ ڦند ۽ حيلا آهن)

**5- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس تہ اتي مونکي اڃ لڳي، سو هڪ فقير کان پاڻي گهريم؟ فقير پاڻي آڻي ڏنو، ان کان پڇيم تہ پاڻي ڪوه جو آهي يا ڍنڍجو؟ هي لفظ جڏهن پاڻ ڪريمن ٻڌا تڏهن فرمايائون اربع عناصر کان نظر مٿي ڪري پاڻي پيءُ! گهڻو ڪري سندن هي عادت مبارڪ هئي تہ جيڪو اهڙيون ڳالهيون ڪندو هو يا ڪانئن پڇندو هو تہ انکي جواب ۾ فرمائيندا هئا تہ اربع عناصر کان نظر مٿي ڪر ۽ جيڪي وٺئي سو ڪاؤ ۽ تشويش کي دل ۾ جاءِ نہ ڏي!

**6- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ٻانهي کان احوال پڇيا ؟مون عرض ڪيو تہ حضرتا! منهنجي اندر مان: لمن الملك اليوم، لله

الواحد القهار• جو آواز اچي ٿو پاڻ ڪريمن فرمايو تہ هاڻي توحيد ڪمال جي درجي کي پهچي وئي آهي !

**7- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ جيڪي نظر ۾ اچي ٿو سو سڀ خيال آهي، حقيقت ۾ سڀ ڪجهہ اهو آهي، مون بہ عرض ڪيو تہ جيڪو نظر ۾ اچي ٿو سو مڙبوئي اهو آهي! پاڻ هتي هڪ توحيد جو نقل ارشاد فرمايائون تہ هڪ عورت جو مڙس مري ويو، ان پنيان فقط هڪ پٽ ڇڏيائين! هڪ ڏينهن جڏهن عورت ڏيڳي ڌهي رهي هئي، تڏهن هڪ دفعو ڪير پنهنجي وات ۾ تہ ٻي دفعي لوٽي ۾ٽي ڏڏائين! پٽ جڏهن اها حالت ڏٺي تڏهن چيائين تہ امان! هي ڇاٽي ڪرين؟ ماءُ جواب ڏنو تہ بابا! جنهن ڏينهن کان تنهن جي پيءُ وفات ڪئي آهي، لوٽو ۽ منهن جو وات هڪ ٿي ويا آهن انهن جو فرق ختم ٿي ويو آهي. حافظ شيرازي رحمة الله عليہ چيو آهي:

**نديم و مطرب و ساقي همہ اوست - خيال آب و گل در ره نباشد**

(دوست ،ساز وارو ۽ پيار ڏيندڙ مڙئي اهو آهي، سلوڪ جي وات ۾ پاڻي ۽ مٽي جو خيال نہ هجڻ گهرجي !)

**8- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ ويٺا هئاسون تہ منافقن جو بيان هليو! پاڻ فرمايائون تہ منافق بہ قسم آهن، هڪڙا ظاهري ٻيا باطني، ظاهري اهي آهن جيڪي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن سان گڏ نماز پڙهندا هئا ۽ غنيمت جو مال وٺندا هئا ۽ ظاهر ۾ مسلمان بہ چورائيندا هئا مگر اندر ۾ ڪافر هئا! الله تعاليٰ انهن جي حق ۾ هي آيت نازل فرمائي آهي: ان المنافقين في الدرک الاسفل من النار (بيشڪ منافق دوزخ جي هيٺين تري ۾ آهن) باطني منافق اهي عارف آهن جن پاڻ کي احديت جي درياهہ ۾ ٻوڙي ڇڏيو! جنهن ڪري انهن جو نالو نشان ئي نہ رهيو ۽ عالم امر ۾ هيئن چون ٿا:

**من خدائيم من خدايم من خدا - فارغم از ڪبر و ڪينہ واز هوا!**

(مان خود خدا آهيان مان خدا مان خدا، تڪبر، ڪيني ۽ حرص کان فارغ آهيان !

وري جڏهن عالم خلق ۾ اچن ٿا تڏهن هن طرح چون ٿا: انت خالقي وانا مخلوق انت مالڪي وانا مملوڪ (تون خالق آهين آئون مخلوق! تون مالڪ آهين آئون ٻانهو)

هتي عبديت ۽ عبوديت ۾ وار جيترو بہ فرق نہ ٿا ڪن، ۽ شريعت کي نہ ٿا ڇڏين ۽ پاڻ فرمائيندا هئا تہ عارف جودن عرش عظيم آهي ۽ دن کان هيٺ عالم خلق آهي! عالم خلق جيڪو دن جي هيٺان آهي عارف ان جي مٿان هٿ ٻڌي عبادت ۾ مشغول ٿيندا آهن ۽ ڪوبہ شرعي ڪم نہ ڇڏيندا آهن!

**منم يک بنده مرد تمامي - کند باخواجگي کارے غلامي**

(مان انهيءَ ڪامل مرد جو غلام آهيان، جيڪو سرداري باوجود پانهپ جو ڪم ڪندو آهي)

**اندرون آشناؤ ازبيرون بيگان وش - با اين چنين زيباروش کمتر بود اندر جهان**

(اندران اندر واقف ۽ جيئن ڪو ٻاهران بيگانو هجي، اهڙي سهڻي روش دنيا ۾ڪا تمام گهٽ هوندي) ۽ دن کان مٿي عالم امرجو آهي جڏهن ان۾ پهچن ٿا تڏهن وري هيٺن چون ٿا:

**من خدايم من خدايم من خدا - فارغم از کبر و کينہ واز هوا!**

**9- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو جو حضرت ميان صاحب قدس سره جن جي هيءَ عادت مبارڪ هوندي هئي تہ جڏهن بہ ماڻهو پاڻ ۾ جهيڙو ڪندا هئا تہ هيئن فرمائيندا هئا! ڏسو تہ الله تعاليٰ پنهنجي نور کي پاڻ ۾ وڙهائي تماشو ڏسي ٿو. اي عزيز! حضرت ميان صاحب حقائق ڪوني (دنيا ۾ موجود حقيقت) جي نسبت نور سان فرمائي آهي نہ حق سان ڇو تہ حق تہ حقائق اعياني کان پاڪ آهي، بعضي هن زماني جا صوفي گهٽ فهم جي ڪري ان کي حق چون ٿا ،سو ائين نہ آهي ۽ حضرت ميان صاحب جو فرمودو سچو ۽ عين آهي !

**10- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جبر جو بيان ڪندي ارشاد فرمايائون تہ جبر بہ قسم آهي هڪ جبر مذموم ٻيو محمود! مذموم جبر جو مثال اهي ماڻهو آهن جيڪي پنهنجي هستيءَ تي قائم ۽ دنياجي ڪمن ۾ رات ڏينهن غرق آهن جيڪڏهن ڪين چئجي تہ نماز روز ذڪر ۽ فڪر ۽ الله تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول ٿيو تہ چوندا آهن هن ڪم جي توفيق تہ الله تعاليٰ جي اختيار ۾ آهي، جيڪڏهن الله گهري تہ هميشہ صالح ڪمن ۾ مشغول ڪري ڇڏي ۽ اسان کي ڪوبہ اختيار نہ آهي! هي جبر مذموم آهي. جبر محمود اهو آهي جو سالڪ هميشہ ذڪر فڪر ۽ نماز روزي ۽ چڱن ڪمن ۾ مشغول هجي پرجي ڪائنس خلاف شرع گفتگو ظاهر ٿئي مثلا اناالحق،

سبحاني ما اعظم شاني (مان الله آهيان منهنجو وڏو شان آهي) ته به انجو ظاهر ۽ باطن الله تعاليٰ سان هجي جيئن هڪ بزرگ چيو آهي:

**من نمي گويم ان الحق يارمي گويد بگو - چون نمي گويم مرا دلدار مي گويد بگو**

(مان نٿو چوان ته مان الله آهيان پر يار چوي ٿو ته تون چئو، پرجي مان نٿو چوان ته مونکي دلدار چوي ٿو ته چؤ) صوفي انکي جبر محمود چوندا آهن! ۽ ديني ڪمن جو خيال ڪندا آهن ۽ پنهنجي خواهش کي ختم ڪري حق جي خواهش کي اڳيان رکندا آهن!

**11- نقل :** هيڪر ڀاڻ فرمايائون ته حضرت ميان صاحب قدس سره جن فرمائيندا هئا ته هڪ ڏينهن مخدوم سائين قدس سره جن مسجد شريف ۾ ويٺا هئا هڪ هندو ٻتي اڦراتا پوتي جي پلوَ ۾ ٻڌي مسجد جي دروازي تي اچي سڏ ڪيائين ته مخدوم سائين ! هي ٻتي مانيون خدا ڪارڻ آنديون اٿم سي وٺو! سائين جن هڪ فقير کي چيو ته هندوءَ کان مانيون وٺي اچ ؟ فقير سندن حڪم سان وڃي هندو کان مانيون وٺي حضرت مخدوم سائين جن جي اڳيان اچي رکيائين، ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! هي مانيون هندو گهر ۾ پچائي پوتيءَ ۾ ٻڌي ڪٺي آيو آهي انهن جي کائڻ بابت ڪهڙو حڪم فرمايو ٿا؟ - جواب ۾ فرمايائون ته الله تعاليٰ جي نالي ڏانهن ڏسون يا هندوءَ ڏي!

**12- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي درياهه جي هن طرف سفر ۾ حضرت پيرسائين قدس سره جن جي خدمت ۾ ويٺو هيس ۽ صاحبزادا به خدمت ۾ موجود هئا، اينتري ۾ هڪ هندو چانورن جي پاٽ پري سندن خدمت ۾ ڪٺي آيو، جمعي فقير پاٽ وٺي رکي ان وقت پاڻ اوپر طرف واري ڪٽ تي ويٺا هئا ۽ طعام استعمال ڪرڻ لاءِ لهي آيا ۽ فرمايائون ته يارو! اچو ته کائون، مان اولهه پاسي واري ڪٽ تي ويٺو هيس ۽ نه اٿيس، هن ڪري ته پاڻ ڪريمن مونکي نه سڏيو ۽ ٻيا فقير اڳئي هندن جي طعام کان اعتراض ڪندا هئا! صاحبزادن مونکي چيو ته اچو کائو؟ مان ساڳي طرح ويٺو رهيس ۽ پاڻ سڳورا هڪ دفعو مون ڏانهن ڏسي طعام استعمال ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويا ان کان بعد هڪ ڪٽ جو وٽو گهرائي به دفعا هٿن مبارڪن سان انهن چانور وجهي مونکي ڏنائون ۽ چيائون ته کائو؟ پوءِ کاڌم ۽ دل مان شڪ هليو ويو!

**13- نقل :** هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حضرت پيرسائين قدس سره جن

جي حضور ۾ حاضر هيس پاڻ ڪريمن مون کان احوالن جي ڪيفيت پڇي؟ مون خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! خدا ته ٿيو پر قوت نه ٿو رکي! پاڻ فرمايائون ته خدا کي سڀ طاقت آهي پر اجا ڪا سڌ باقي آهي، جيئن مولوي معنوي مثنوي ۾ فرمايو آهي:

**چون زخود رستي همه حق گشته - رفت ظلمت نور مطلق گشته**

(جڏهن تون پاڻ کان ڇٽين سڄو حق ٿي وئين ! اونداهي پري ٿي ۽ تون مطلق نور ٿي وئين !)

**درمقام وهم باشد او و تو - چون نباشي تو نباشد غيراو**

(وهم جي جاءِ ۾ ان جو ۽ تنهن جو وجود هوندو پر جڏهن " تون" نه رهين تڏهن سندس غير نه هوندو)

**14- نقل :** ڪامل فقير ديهه حيدر فقير ٽالپر جو (جيڪا چاچڪن جي پرسان آهي) نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هر طرف جا مسلمان ڪعبة الله ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهن ٿا، مگر بيت الله جي اندرجنهن طرف به وٺي ان طرف منهن ڪري نماز پڙهي سگهجي ٿي! اي عزيز! پاڻ ڪريمن جي فرمودي مان ظاهر ٿئي ٿو ته جڏهن ظاهر ڪعبه جي داخل ٿيڻ شرط هر طرف نماز جائز آهي ته پوءِ جنهن جماعت کي حقيقي ڪعبي جو دخول نصيب آهي ته ان جي لاءِ سڄي زمين ڪيئن نه ڪعبو آهي؟ جيئن آيت شريف ۾ آهي ته فاينماتولوا فثم وجه الله (يعني جنهن طرف توهان منهن ڪندا ان طرف الله تعاليٰ موجود آهي)

**15- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن کٽ تي آرام فرما هئا! مون عرض ڪيو ته حضرتا! حديث شريف " اذا تم الفقر فهو الله" جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟ پاڻ فرمايائون ته جڏهن سالڪ کي فناءُ الفنا حاصل ٿيندو آهي، انوقت سالڪ جو وجود نه رهندو آهي مڙوئي الله هوندو آهي.

**16- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته ولي الله جو مثال ان شڪاري وانگر آهي جيڪو پکين جهڙو لباس پنهنجي مٿان رکي پکين جو شڪار ڪري! يعني الله تعاليٰ ڪيس بشريت جو لباس ڍڪائي هن جهان ۾ محبت وارن جو شڪار ڪرائي ٿو! هن جاءِ تي ڪهڙو نه چڱو فرمايو اٿن:

آن بادشاه اعظم دربسته بود محکم - پوشيد دلق آدم ناگاه برسر آمد

(ان اعظم بادشاهہ پنهنجو دروازو محڪم بند ڪري ڇڏيو هو، پرپوءِ آدمہ جو لباس پائي اوچتو ظاهر ٿي پيو!)

**17- نقل :** هڪ دفعي قاضي محفوظ ڪي هن فقير جي صحبت ۾ توحيد جو حال پئجي ويو، پوءِ فقيرن پاڻ ۾ مشورو ڪري سندس امتحان وٺڻ لاءِ فقير ابراهيم کي چيائون تہ ڪنهن هندو جي ڌوتي جٽيون ۽ سندر تلڪ ڪڍڻ لاءِ ڪٺي اچ! اهي سڀ شيون گڏ ڪري تنڊي قيصر فقير نظاماڻي ۾ هڪ فقير جي اوطاق تي! قاضي جي اڳيان اچي رکيائين ! پوءِ قاضيءَ ڌوتي هندن وانگر پنهنجي هٿن سان ٻڌي ۽ جٽيون ڪٺي ڪنڌ ۾ وڌائين ۽ ابراهيم فقير برهمڻ وانگر، سندر سان قاضيءَ جي سيني منهن ۽ پيشانيءَ تي چٽ ڪڍيا هيءَ خبر سندس پيڻ (جيڪا درگاهہ مبارڪ تي حاضر هئي) تنهن حضور ۾ بيان ڪئي تہ حضرتا! ٻڌو اٿمہ تہ خليفي جي جماعت منهنجي ڀاءُ کي اهڙي تڪليف ڏني آهي ، جو ڪنهن بہ مسلمان کي اج تائين نہ ڏني وئي آهي! پاڻ ڪريمن جواب ۾ فرمايو تہ خبر نہ آهي، پر سمجهجي پيو تہ شايد تنهنجي ڀاءُ تي سڪر جي حالت غالب ٿي آهي !

**18- نقل :** هڪ ڏينهن آئون ۽ خليفو محمد حسين ڏڏرجو رهندڙ ۽ ٻيءِ گهڻي جماعت ريگستان جي سفر ۾ حضور ۾ حاضر هئاسون! پاڻ توحيد جو بيان فرمائي رهيا هئا ، سندن بيان لکڻ، تقرير، عقل ۽ فهم جي تنگ دامن ۾ ماپڻ مشڪل هو، ان وچ ۾ فرمايائون تہ جيڪڏهن سچو طالب حاضر دل ٿي وجي تہ جيڪي بالقوه آهي، اهو بالفعل مٿس ظاهر ٿي پوي! پوءِ مون وحدت جي فڪر ۾ تمام گهڻي محنت ڪئي ايتري قدر جو ڪثرت جو تعين (مقرر ڪرڻ) ۽ محبوب جي وحدت جيئن هئي انهي طرح مشادي ۾ نظر آئي! ۽ ڪثرت وچ مان نڪري وئي ۽ حقيقت جو سج ايري پيو ۽ اهڙو جو ڪثرت جو نالو نشان ئي نہ رهيو!

**19- نقل :** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ريگستان جي سفر ۾ خليفي محمد شفيع جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا ! اتان سيد جمال شاهہ ڪڙيئي جي رهندڙ واپس وطن اچڻ جي اجازت گهري؟ پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو تہ اجازت ان کي ڏينداس جيڪو زماني جو سليمان ٿئي ۽ پکين جا آواز سمجهي يا شينهن ۽ ٻڪري کي گڏ چاري ! پوءِ شاهہ صاحب چيو تہ

آئون شينهن ۽ ٻڪري کي گڏ چاربندس ۽ مونکي به فرمايائون ته جي تون شينهن ۽ ٻڪري گڏ چارين ته توکي به اجازت ڏيون؟ مون عرض ڪيو ته حضرتا! شينهن ٻڪري کي اهڙو ته کاڌو آهي جو انجو ڪوبه نشان باقي نه رهيو آهي پوءِ شاه صاحب کي اجازت ڏنائون ۽ مونکي اجازت عنايت نه فرمايائون:

**توچہ داني زبان مرغان را - کہ نداني دم سليمان را**

(تون پکين جي زبان مان ڇا ڄاڻين؟ ڇو ته تون سليمان جي دم کي ڪونه ڄاڻين ٿو!)

**20-- نقل :** هڪ دفعي ٽنڊي جهان خان ٽالپر ۾ هڪ هندو جوڳي حضرت پيرسائين قدس سره جن جي خدمت ۾ آيو پاڻ سائس توحيد جو بيان پهر کن تائين ذڪر فرمايائون ۽ هندو کان پڇيائون ته توهان خدا کي ڪٿان ٿا ڳوليو ۽ ڪيئن ٿا سڃاڻو؟ ان عرض ڪيو ته حضرتا! پاڻ ۾ ڳوليون ٿا،جو ٻي ڪابه جاءِ نه آهي! پوءِ جڏهن هندو روانو ٿي ويو، تڏهن مونکي فرمايائون ته هي هندو جوڳي توحيد جي حالت جيئن آهي انهي طرح رکي ٿو! ڏسجي ته سندس آخرت جو معاملو ڪيئن ٿو پورو ٿئي؟

**21- نقل :** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيم ته موحد وحدت شهودي جا قائل آهن ۽ صوفي وحدت وجودي (همہ اوست مطلق) جا قائل آهن ۽ هي سڀ ان روشنيءَ جي غلبي ڪان آهي جيڪا حقيقت جي سج مان نڪري ٿي ۽ نفس جا سڀ ستارا انهن جي نظرن اڳيان گم ڪري ٿي ڇڏي؟ پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو ته انهن جو اهو چوڻ به وحدت وجودي جي تائيد آهي! مون وري عرض ڪيو ته هو چون ٿا ته اهو سڀ انهن جي عدم بصارت جي ڪري آهي! پرجيڪڏهن اهي نظر ناقد رکن ها ته چٽي ڏينهن ۾ به ستارا ڏسن ٿا. پاڻ ڪريمن فرمايو ته ائين ئي آهي !

**22- نقل :** هڪ دفعي قلات جي سفر ۾ حشرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس ۽ هڪ فقير جي دعوت تي ڪڪڙ جي ٻاجيءَ سان ماني کاڌي سون، ٿوري دير کان بعد هڪ فقيرياڻي جوار جي ڦلن جي پروٽي! هڪ ڏنيرو پڇايل ڪٽي اچي پاڻ ڪريمن جي اڳيان رکيائين! پاڻ حاضرين مجلس کي فرمايائون ته اچو توهان کي سنڌ جو ميوو کارايون فقير فيروز نظاماڻي عرض ڪيو ته حضرتا! هيئنر ڪڪڙ جو ٻوڙ کاڌو اٿئون هي مڇي آهي؟ پاڻ فرمايائون جتي مڇي ۽ ڪڪڙ نه آهن پيل اتي وڃي ڪائو! اي عزيز پاڻ هي اشارو توحيد جو فرمايو اٿئون !

**23- نقل :** هڪ دفعي پير سائين قدس سره جن فرمايو ته ڪتاب زبدة

الرشحات مطالع ڪندي نظر آيو ته ابليس خبر هوندي حضرت آدم عليہ السلام کي سجدو نہ ڪيو، پر هڪ اهڙي جماعت ملائڪن جي سجدو ڪيو جنهن کي حضرت آدم عليہ السلام جي پيدائش جي بہ خبر نہ هئي! انهن ڏينهن ۾ مون تي سڪر جي حالت غالب هئي، جنهن ڪري نماز پڙهڻ ڏاڍي ڏکي لڳندي هئي، عرض ڪيم تہ حضرتا! هيءَ ڳالهہ منهنجي حال جي موافق فرمايو ۽ نماز پڙهڻ بہ معاف ٿئي! پاڻ فرمايائون تنهنجي نماز مخلوق جي لاءِ فيض آهي توکي بغير نماز جي نہ ڇڏيندا سون، جڏهن ڪفر حقيقي جي حالت حقيقي اسلام جي حالت جيڪا: الايمان عريان ولباسه التقويٰ (ايمان اگهاڙو ۽ پرهيزگاري انجو لباس آهي) سان بدلجي وئي ۽ نماز پڙهڻ سان مشغول ٿي ويس تڏهن ڳوٺ وڃڻ جي اجازت عنايت فرمايائون !

اي عزيز! ڪفر حقيقي جي حالت ۾ نماز پڙهڻ ان ڪري ڳري لڳي پئي جو غير نظر ۾ آيو ٿي، جڏهن نماز جي حقيقت جيئن هئي اهڙي طرح معلوم ٿي، جوان ۾ ساجد ۽ مسجود عابد ۽ معبود آهي پوءِ لذت ۽ فرحت گهڻي حاصل ٿي ۽ اها دولت ملڪ ۾ اچي وئي !

**24- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ الله تعاليٰ جلشانہ آسمان کي تنبوءَ وانگر پنهنجي پير تي بيهاري ڇڏيو آهي ۽ زمين کي فرش وانگر وڇايو اٿس ۽ پاڻ منجهس تلي ٿو!

**25- نقل :** قاضي شفيع محمد نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ڪنهن سواليءَ جي سفارش لاءِ مير سهراب ٽالپر ڏانهن مونکي خط لکڻ جو حڪم فرمايو! مونکي سندن مرتبي ۽ دنيا جي حاڪم جي معمولي حيثيت سبب عبارت لکڻ ۾ ڏکيائي ٿي، تانجو قلم لکڻ کان بند ٿي ويو! پاڻ ڪريمن اشاري سان فرمايو تہ لک دير ڇو ٿو ڪرين؟ مون سچو حال پيش ڪيو پاڻ تڙبل گل وانگر مرڪي فرمايائون تہ جيڪا بہ عبارت تنهنجي دل ۾ اچي سا لکي ڇڏ مثال خداوند خدائگان (اميرن جا آقا) وغيره ڇو تہ الله تعاليٰ هرجاءِ تي آهي:

اين جهان صورتست معنيٰ دوست - ورمعني نظر ڪني هم اوست

( هي جهان حقيقي دوست جي صورت (جو جلوو) آهي، جيڪڏهن حقيقت ڏانهن نظر ڪندين تہ سڀ ڪجهہ اهو آهي.)

اي عزيز حضرت جن جو هي مقولو ڪفر حقيقي " واري جي حال جي موافق هو!

**26- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مسجد شريف ۾ قرآن شريف پڙهڻ ۾ مشغول هئا، مير جام ٽالپر جي خادم گهنور اچي قدم بوسي ڪئي. پاڻ بيهي ڪيس پاڪر سان مشرف فرمايائون ۽ مون دل ۾ خيال ڪيو ته عجيب نظر ۽ يقيني بصارت پاڻ ڪريمن جي آهي جو نظر مبارڪ خاڪ جي ذري تي به اٿن ۽ هرشي ۾ مشاهدو: اينما تولوا فثم وجہ الله، جو ڪن پيا!

27- نقل : هڪ ڏينهن سفر ۾ مون ۽ ميان قابل شاهه هڪ ٻئي ۾ بطريقي صحبت جي ڳالهيون ڪيون پئي! ان وچ ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي هن بيت جي معنيٰ ۾ اختلاف ٿيو:

**نوري جي نوازيو، ٿيو تماچي تي،**
**گاڏي چاڙهي گندري ماٿهو ڪيو مي**
**ڪينجهر چوندا ڪي، ته سچ سپائي ڳالهڙي!**

مون بيت جي معنيٰ قابل شاهه کان پڇي شاهه صاحب چيو ته هي نفس کي خطاب آهي جو حديث نبوي ۾ آيل آهي ته: خيارڪم في الجاهلة خيارڪم في الاسلام، (جيڪو جاهليت ۾ توهان مان ڀلواهو اسلام ۾ به توهان جو ڀلوآهي) ان ڪري سيني عضون جو رئيس نفس آهي جيڪڏهن انجولاڙو اسفل (هيناهين) ڏانهن آهي ته سيئي انجا تابع ٿيندا ۽ انهن کي اسفل (عالم خلق) ڏانهن آڻي ٿو جيڪڏهن انجو لاڙو اعليٰ عليين ڏانهن هوندو ته سيئي انهيءَ جا تابع ٿي پوندا، مون هن معنيٰ جو انڪار ڪيو ۽ ان جي معنيٰ هن طرح بيان ڪيم! ته پير جي واسطي خادم قائم ڪيو اٿن ! ميان قابل شاهه اها معنيٰ نه مڃي، مون هي بيت حضور انور ۾ پڙهي پنهنجي ۽ قابل شاهه جي معنيٰ پيش ڪيم پاڻ فرمايائون ته قابل شاهه البته پنهنجي ڳالهه کي رواج ڏي ٿو، باقي هن بيت ڏيندڙ جو مطلب تو واري معنيٰ آهي.

**28- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته حديث شريف ۾ آهي ته ڦٽي ڪڏهن ڪڏهن ڏجي ۽ ڏندڻ صبح شام بلڪ هر وضوءَ جي وقت ڏيڻ گهرجي! پوءِ پاڻ فرمايائون ته هن ڪنايي ۾ ڦٽي مان مراد آهي ته دنيا جي رنگا رنگ مظاهر تي ڪڏهن ڪڏهن نظر ڪرڻ گهرجي، ۽ لاجو ڏندڻ (فناءِ ذاتي) ڪڏهن به هٿ کان ڇڏڻ نه گهرجي.

**29- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ڪاڪ جي جاءِ تي

جيڪا ڪڏڙي جي پرسان آهي فقير محمد انڙ جي دعوت قبول ڪري تشريف فرما ٿيا هئا! اتي هڪ فقير پاڻ ڪريمن جي اڳيان هي سنڌي ڪافي پڙهي ته

**" ڳلي ڳلي مان ٿي ڳولي، يار سڄڻ تنهن جي ڪارڻ"**

پوءِ خليفي بخش علي کان هن ڪافي جي معنيٰ پڇيائون؟ خليفو ماٺ ٿي ويو فرمايائونس ته ماٺهن جي اڳيان ته گهڻو ڳالهائيندو آهين، هتي ماٺ ٿي ويو آهين؟ پوءِ پاڻ زبان مبارڪ سان فرمايائون ڳلي ڳلي مان مراد آهي مظهرات ۽ تعينات! جيڪي عين وحدت آهن چوندڙ کهڙو نه سنو چيو آهي:

**ڪسوت ديگر بپوشد جلوه ديگر کند - مظهر ديگر نمايد بهر اظهار ديگر**

(جدا جدا وڳو ڍڪي مختلف جلوا ڏيکاري ٿو، ٻيو ٻيو مظهر ڏيکاري ٿو مختلف صورتن جي اظهار واسطي)

**30- نقل :** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته قيصر روم جو قاصد حضرت امير المؤمنين عمر فاروق رضي الله عنه وٽ آيو ٿي، جڏهن مدينه منوره ۾ پهتو، تڏهن هڪ عورت کان پڇيائين ته خليفي جي ماڙي ڪٿي آهي؟ جو انجي ملاقات کان مشرف ٿيان؟ ان چيس ته هي بادشاهه ڪابه ماڙي نه رکندو آهي:

**قوم گفتندش که اورا قصر نيست - مرعمر راقصرجان روشني است**

(يعني انکي قوم چيو ته کيس ڪابه ماڙي نه آهي، عمر کي ساهه جي روشني جي ماڙي آهي) بلک هو پاڻ بذات خود مشک پري مسافرن ۽ ضعيفن ۽ رنڙ عورتن کي پاڻي پياريندو آهي! قاصد کي اها ڳالهه ٻڌي، سندس زيارت جو وڌيڪ شوق ٿيو! ۽ ان کي اچي هڪ کجيءَ جي هيٺان ستل ڏٺائين، ڏسڻ شرط انجي دل تي دهشت طاري ٿي وئي! جيئن مثنوي مولوي ۾ بيان ٿيل آهي:

**آمداو آنجا دور ايستاد - مر عمر راديد ولرزه برفتاد**

(قاصد اتي آيو، مگر پري بيهي رهيو جان ته حضرت عمر رضي الله عنه کي ڏسڻ سان ڏڪڻ ۾ پئجي ويو)

**هيبت زان خفته آمد بررسول - حالت خوش کرد برجانش نزول**

(ستل کان قاصد تي رعب طاري ٿي ويو، وري به پنهنجي جان تي خوشي اڻڻ جي ڪوشش ڪيائين.

**مهر هيبت هست ضد هم دگر - اين دو ضد راجمع ديد اندر جگر**

(محبت ۽ خوف هڪ ٻي جا ضد آهن، مگر هن ٻنهي کي وجود ۾ گڏ ڪري ڏٺو)

**گفت باخود من شهانرا ديده ام - پيش سلطانان نامه بگرديده ام**

(چوڻ لڳو مون بادشاهن کي ڏٺو آهي، بادشاهن جي اڳيان خط آندا نيا اٿم)

**از شهانم هيبت وترسے نبود - هيبت اين مرد هوشم رابود**
(ڪنهن به بادشاهه کان خوف ۽ رعب نه ٿيو، مگر هن مرد جي رعب ته منهن جو عقل ڪسي ڇڏيوآهي.)
**بے سلاح اين مرد خفتہ برزمين - من بهفت اندام لرزان چيست اين**
(بغير هٿيارن جي هي مڙس زمين تي سمتو پيو آهي، ته به منهنجا ست ئي عضوا ڏڪن پياهن جو سبب ڇا آهي؟)
**هيبت حق است اين از خلق نيست - هيبت اين مرد صاحب دلق نيست**
(حقيقت هي آهي ته هي حق جو رعب آهي نه ڪي خلق جو ، هي هن گودڙي واري مرد جو رعب نه آهي.)
**هرکہ ترسيد از حق و تقويٰ گزيد - ترسد ازوي جن وانس وهرکہ ديد**
(جيڪو خدا کان ڊنو ۽ پرهيز گاري اختيار ڪيائين ، ان کان جن ۽ انسان ته ڊڄندا بلڪ جيڪو انکي ڏسندو سو ڊڄندو.)
**31- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ٽنڊي جي شهر کان فقيرن جي دعوتن تي گهونيءَ جو ڪنارو وٺي امام واهه ۽ ڪير کان اڳتي هليا! ۽ مونکي تپ هوڪي فقير ٽنڊي ۾ رهيا ته ڪي ڏيهه ڪير ۾! ان ڪري مون حضور ۾ حاضر ٿي فقيرن جي خبر عرض رکي، پاڻ هي خبر ٻڌي گهوڙي تان لهي پيا ۽ پيا سوار به لهي پيا ۽ مونکي پنهنجي گهوڙي تي سوار ڪري پاڻ اڳيان پيادا هلندا رهيا ان وچ ۾ هي سنڌي بيت عرض ڪيم:

ڪن ڪر جي ڪلمو، سڀ ڪنهن سڻ لاءِ
فڪر سو فيراءِ، تهمت ڪي حق ڇوي !

جواب ۾ فرمايائون تون ڪيئن ٿو سمجهين مون چيو لا اله الاالله پاڻ فرمايائون " لا" ڪجهه به نه آهي الاالله ئي سڀ ڪجهه آهي!
**32- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ فقيرن جي دعوت تي بهادر فقير نظاماڻي جي ٽنڊي ۾ تشريف فرمائيا هئا! اتي سنڌن حضور ۾ لواري وارن بزرگن جي مريدن جي ڳالهه نڪتي! مون عرض ڪيو ته حضرتا مان مير ڪرم علي خان سان گڏ لواري ويو هيس، اتي انهن فقيرن جي عجيب عادت نظر آئي جو بزرگ جي حضور ۾ ڪين ماڻ کان سواءِ ڪوبه ڪم نه هو.
پاڻ ڪرين فرمايو ته ڪعبي ڏانهن رجوع تيستائين آهي، جيستائين ڪعبي جو

دخول نصيب نہ آهي! جڏهن داخل ٿيڻ جي دولت حاصل ٿي وئي، پوءِ جنهن طرف رجوع ڪري اختيار وارو آهيءِ مقرر طرف ڏانهن منهن ڪرڻ ڪان ڇٽي پيو!.

**33-نقل :** هڪ ڏينهن درگاهہ مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا! مونکي نہ علم نہ عقل نہ ئي ادب آهي پوءِ مونکان طلب جي پورائي ڪيئن ٿيندي؟ پاڻ ڪريمن جواب ۾ فرمايو:

**کبرون ڏيندءِ ڪپڙيون ۽ لس ليون لاٿا،**
**هتان ڪي هوت لنگهيا ڪتوري هاٿا.**

پوءِ جڏهن سڪر ۾ اچي ويم انوقت هر موجود شيءِ انا الحق (مان حق آهيان) جو نعرو هنيو ٿي ۽ ٻڌڻ ۽ سمجهڻ ۾ آيو پي، ۽ سڀني شين ۾ مطلق وجود جي ڪثرت نظر آئي ٿي، ملا عبدالرحمان جامي رحمة الله عليہ فرمايو آهي:

**همسايہ وهم نشين همره هم اوست - دردلق گدا و اطلس شہ هم اوست**

(پاڙيسري گڏ ويهندڙ ۽ ساٿي سڀ اهو آهي، پينوءَ جي گوڏڙي ۽ بادشاهہ جي بخمل ۾ سڀ ڪجهہ اهو آهي.)

**در انجمن فرق نهانخانہ جمع - بالله هم اوست ثم بالله هم اوست**

(فراق جي گهٽائي ۽ وصال جي هيڪڙائيءَ ۾، خدا جو قسم، خدا جو قسم، سڀ اهوئي آهي!) هڪ ٻي بزرگ بہ اهڙي طرح فرمايو آهي:

**يکذره نديدم ز خورشيد سوا - هر قطره آب است عين دريا**

(سج ڪان سواءِ هڪ ذرو بہ نہ ڏٺم، هر قطرو پاڻيءَ جو عين درياهہ آهي)

**حق رابچہ نام کس تواند خواندن - اسم کہ هست هست زاسما خدا**

(حق کي ڪنهن بہ شخص جي نالي سان سڏجي تہ اهو نالو الله جوئي نالوآهي)

**حق جان جهان است جهان جملہ بدن - توحيد همين است و ديگر شيوه و فن**

(حق، جهان جي جان آهي ۽ جهان، سڄو بدن آهي، توحيد اهائي آهي باقي پيو سڀ مڪر ۽ ٺڳي آهي.)

اين جهان صورتست معنيٰ دوست - گر بمعنيٰ نظر کني هم اوست

(هي جهان حقيقت ۾ دوست جي صورت (جو مظهر) آهي، جيڪڏهن حقيقت سان ڏسندين تہ سڀ ڪجهہ اهوئي آهي)

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي عليہ الرحمة بہ فرمايو آهي:

**جر ڙر تڪ تنوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي**
**سيئي شيءِ ٿيا، سوري سزا وار**
**هم منصور هزار، چاڙهي چاڙهيان ڪيترا!**

(يعني هرشيءِ مان هڪ ئي آواز پيو اچي ۽ سيئي سوري تي چاڙهڻ جا لائق ٿي ويا، سيئي منصور ٿي ويا، سوري تي ڪيترا چاڙهي چاڙهجن؟)
۽ مخدوم عبدالرحيم گروهڙي عليہ الرحمة بہ فرمايو آهي :

**ساجن جي سڪ ري ڪنهن نہ ڪاڙو ڪيڏهين**
**پڇيم پير پري تہ، چوڌس منهن منصورا**

(يعني معشوق جي ڪشش کانسواءِ ڪنهن کي بہ طلب جي جاءِ نہ آهي! پير پري وڃي پڇيم تہ چؤ طرف منصور ئي منصور نظر آيا)

**34- نقل :** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جيسلمير جي سفر کان موٽ تي ريگستان ۾ تشريف فرما ٿيا هئا، اتي خليفو محمد حسين ۽ آئون پڻ حاضر هئاسون، پاڻ ڪريم بيان فرمائي رهيا هئا تہ مرد اهو آهي جيڪو دل جي واڳ کي سڌو جهلي جيڪو دل جي واڳ مضبوط ڪري ونندو اهو آسمان کي بہ ڦاڙي سگهي ٿو! پوءِ مونکي ڪثرت يعني موجودات جون صورتون وحدت جي فڪر ۾ اچي ويون هيون اهڙي طرح چئن ڏينهن کان بعد ڪثرت بلڪل هلي ويئي ۽ وحدت باقي رهي!

**35- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪيم تہ حضرتا! مجاز جي خيال ۾ ڦاٿو آهيان پنهنجي مهرباني سان انڪان ڇڏايو؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ تنهنجي نظر مطلق وجود تي آهي مقيد توکي مانع نہ ٿيندو!

**36- نقل :** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ ويٺو هوس! پاڻ آيتہ سڳوري: حافظوا علي الصلواة والصلواة الوسطيٰ "جي معنيٰ بيان ڪندي فرمايائون تہ وسطيٰ نماز (ٽيهري نماز) مان مقصد آهي فناءِ ذاتي ۽ ان تي محڪم رهڻ !

**37- نقل :** هڪ دفعي مونکي اهڙو حال پيو جو ان حالت ۾ پنهنجي شيخ ڏانهن متوجہ ٿي نہ سگهيم، ان ۾ سجهايائون پي تہ تنهنجي شيخ کي بہ انڪري فيض آهي! پوءِ اها ڪيفيت قاضي عبدالرحمان نصرپور واري سان (جيڪو پيرسائين جن جو مريد هو) بيان ڪيم! قاضي صاحب چيو تہ ايئن ٺيڪ نہ آهي، متان غير صحيح ڪشف ٿيو هجي! مون چيو تہ حقيقت ائين ئي

آهي، جيئن مان چوان ٿو! هن انڪار ڪيو، مگر ڪجهہ مدت ڪان بعد اچي چيائين تہ ڪجهہ حقيقت تنهنجي مونکي بہ وقوع ٿي تہ جڏهن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن معراج تي وياپي ۽ عرش ڪي وجي ويجها ٿيا، تڏهن توقف فرمايائون ان جاءِ تي حضرت غوث الثقلين قدس سره جي روح اچي ڏاڪڻ جي بجاءِ پنهنجو ڪلهو پيش ڪيو! حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن پنهنجو قدم مبارڪ حضرت غوث الثقلين قدس سره جي روح جي ڪلهي تي رکي اڳتي وڌيا. مون عرض ڪيو تہ توهان جي سمجهہ ۾ بہ خلاف آيو آهي ائين نہ آهي پر ائين آهي جيئن مان چوان ٿو: ان ڪان بعد قاضي صاحب چيو تہ اها ڪيفيت پاڻ ڪريمن جي حضور ۾ بيان نہ ڪجانءِ متان غيرت ڪان توڪي ان مقام ڪان هٽائين ! مون چيو اي قاضي! تون چريو آهين هي، جو ڪجهہ آهي اها انهن جي تہ عنايت آهي پنهنجي گهران نہ آندي اٿم.

**نياوردم ازخانہ چيزے نخست - تو دادي همہ چيز من چيز تست**

(مون گهران ڪابہ شيءِ نہ آندي هئي، سڀ شيون توئي ڏنيون اهي سڀ ۽ آئون بہ تنهنجو آهيان !)

ان ڪان بعد سڄي ڪيفيت حضرت پير سائين قدس سره جن جي اڳيان اچي ظاهر ڪيم! پاڻ فرمايائون تہ حق ائين ئي آهي جيئن توڪي سمجهايو اٿن هاڻي جو ڪجهہ رجوع ڪرين پاڻ ڏانهن ڪجانءِ!

**38-نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ شروعات ۾ هن بانهي جو هي حال هو، جو جيڪڏهن ڪو دعوت يا ڪنهن ڪم لاءِ گهرائيندو هو تہ آئون ان کي حق سمجهي ان جي پنيان ويندو هوس! جيستوڻيڪ بہ ٽي دفعا ڪاڏو هجيم، تہ بہ انڪار نہ ڪندو هوس! ۽ هي حقيقت پاڻ ڪريمن کي معلوم ٿي پاڻ مونکي فرمايائون تہ تون جز نہ آهين ڪل آهين پوءِ هر فرد تنهنجو جزو آهي ۽ جزو ڪل جو تابع هوندو آهي ۽ ڪل ڪنهن جو تابع نہ هوندو آهي!

**39- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ حضرت ميان صاحب قدس سره جن فرمائيندا هئا تہ جيڪڏهن حضرت مخدوم صاحب رحمة الله عليہ جن جي حضور ۾ توحيد ۽ اسرار جو بيان هلندو هو تہ آخر ۾ ڪتاب مان شريعت جي موافق بيان فرمائي ڇڏيندا هئا! ۽ سفر ۾ اسان مان ڪوبہ مخدوم صاحب قدس سره جن کي پهچي نہ سگهندو هو! مگر جڏهن

مونکي سائڻ اڪيلائي نصيب ٿيندي هئي تڏهن پاڻ هلندي توحيد جي اسرار ۽ معارف جو بيان فرمائيندا هئا!

**40- نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته خزان جي هوا سيني وڻن جي پنن ۾ اثر ڪري ٿي پر ڪجيءَ جي پنن ۾ اثر نٿي ڪري، انجو سبب هي آهي ته: ڪجيءَ جون پاڙون هيٺين پاٽي تائين پهتل آهن!

اي عزيز! پاڻ ڪريمن جي مضمون مان معلوم ٿيو ته سالڪ پنهنجي وجود کي توحيد جي درياهه ۾ غرق ڪري، حقيقي وجود حاصل ڪندو آهي ۽ زماني جي حادثن کان جيڪي خزان جي هوا وانگر آهن امن ۾ هوندو آهي ۽ ٻيا خواه عالم هجن يا زاهد وغيره سيئي ٻين وڻن وانگر زماني جي حادثن ۾ پنهنجي دامن بچائي نٿا سگهن !

**41- نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن توحيد جو بيان فرمائيندي فرمايو ته الله تعاليٰ جل شانه هر شيء تي قادر ۽ غالب آهي پر پنهنجي ذات تي نه! جنهن مان مراد اهي وجود آهن جيڪي ذات حق ۾ گم ٿي وياآهن ۽ الله جل شانه جي وجود کان سُواءِ ڪوبه وجود نه رکندا آهن! هتي مولويءَ مثنوي ۾ فرمايو آهي:

**از خودي رستي هم حق گشته - رفت ظلمت نور مطلق گشته**

(خودي کان ڇٽين ته سڄو حق ٿي وئين، اونداهي هلي وئي هي مطلق نور ٿي پئين)

هڪ ٻئي بزرگ ڪهڙو نه سٺو چيوآهي

**چنان غرق گشتم بدريائے وحدت - ڪہ تاروز محشر ڪنارے ندارم**

(وحدت جي درياهه ۾ اهڙو غرق ٿي ويس، جو قيامت تائين ڪو ڪنارو نه لهي سگهندو!)

**42- نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته سڪر جي غلبي کان ابتدا ۾ ائين معلوم ٿيندو هو ته نماز هڪ قسم جو جزيو آهي (غير مسلمن تي هڪ ٽيڪس) جڏهن اسان جي اها حالت حضرت ميان صاحب قدس سره جن کي معلوم ٿي! تڏهن بي نمازين جي سخت مذمت ۽ شڪايت بيان فرمايائون، ان کان بعد يقين ڪيم ته اسانجو اڳيون مطلب سڪر سبب هو ۽ نماز ادا ڪرڻ جزيه وانگر نه آهي! اهڙي طرح حضرت ميان صاحب قدس سره جن جي برڪت سان الله سبحانه تعاليٰ صحيح حقيقت معلوم ڪرائي!

اي عزيز ! حضرت پير سائين قدس سره جن جي ادب جي ڪري ان راز کي

ظاهر نٿو ڪجي ڇو ته خود پاڻ ڪريمن راز کي ظاهر نه فرمايو آهي.!

**43-نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ حيوان ۽ جانور سجدو ڪندا هئا ۽ پٿر تسبيح پڙهندا هئا. ان ڪري ڪن صحابن سڳورن به سجدي جي اجازت گهري؟ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته سجدو ڪعبي جي طرف ڪان سواء ٻي طرف جائز نه آهي! ان ڪان بعد پاڻ ڪريمن فرمايو ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي طرف سجدي ڪرڻ جي منع ۽ ڪعبي مبارڪ جي طرف سجدو ڪرڻ جو حڪم هن حڪمت سبب هيو؟ جو اجازت جي صورت ۾ هر خاص ۽ عام پنهنجي تعظيم لاء سجدو ڪرائي ها، اهڙي طرح ڪامل ۽ ناقص جو فرق نه رهي ها! ورنه حقيقت ۾ ڪعبت الله شريف کي مسجوديت اليه جو شرف ذات پاڪ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي پاڙيچائي جي برڪت سبب آهي!

اي عزيز! جانورن ۽ پٿرن جو حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم کي سجدو ڪرڻ يا سائڻ ڳالهائڻ پنهنجي اصل الاصول سبب هيو ۽ سندن اصل آهي حقيقت محمّدي عليه الصلوات والسلام حيوان ۽ غير مڪلف شيون پنهنجي اصل ڪان جدا ڪونه ٿيون هيون!

پر انسان جيڪو ڪثرت جي فرق ۽ عقل معاشي سبب اصل ڪان جدا ٿي ويو هو، تنهن سجدي جي اجازت گهري ته ڪين قطعي طرح روڪيو ويو! ها ڪين ڪعبه ڏانهن سجدو ڪرڻ جو حڪم ڪيو ويو اهو حڪم فقط انسان لاء آهي ٻين حيوانن ۽ عالم امر جي ارڙهن هزار جهان وارن لاء اهو حڪم ڪونه آهي، ڇو ته اهي انسان وانگر عقل وارا نه آهن تنهن ڪري انهي حڪم جا مڪلف يا پابند به ڪونه آهن!

پر جي انسان کي به معاشي عقل جي بجاء معادي عقل ۽ تفرقه جي بجاء وحدت جي دولت ملي ته پوء مٿس ظاهري ڪعبه جي بجاء معنوي ڪعبوجلوه گرڪيو ويندو، تڏهن سندس سجدو به ٻي رنگ جو هوندو طواف صفا ۽ مروه، حج وغيره سمورا ٻي قسم جا هوندا!

حضرت مولوي رومي رحمة الله عليه مثنوي شريف ۾ اهڙي هڪ ڳالهه آندي آهي ته جڏهن حضرت بايزيد بسطامي قدس سره حج تي ويو ته، رستي ۾ ڪيس هڪ ڪامل ٻانهو مليو، جنهن ڪيس پنهنجي چوڌاري طواف جو حڪم

ڏنو! جنهن جو تفصيل مثنوي معنوي ۾ هن ربت آهي:

**گفت طوفي کن بگردم هفت بار - وان نکو تراز طواف حج شمار**

(يعني ڪامل شخص کيس فرمايو ته تون ست ڀيرا منهنجي چوڌاري چڪر ڪاٽ هي چڪر حج جي طواف ڪان بهتر سمجھ!)

**وآن درمها پيش من نه ايجواد - دانکه حج کردي و حاصل شد مراد**

(اهي پئسا منهنجي اڳيان رک، پوءِ پڪ ڄاڻ ته تو حج به ڪيو ته مراد به حاصل ڪيئي!)

**عمره کردي عمر باقي يافتي - صاف گشتي برصفا بشتا فتي**

(عمرو ڪيئي ۽ باقي به عمر لڌئي، صاف ٿي چڪين ۽ گويا صفا جبل تي به ڊڪين!)

**حق آن حقے که جانب ديده است - که مرابربيت خود بگزيد است**

حق جيڪو ڏنو اٿي ان جي طرف آهي، جو ان مونکي پنهنجي گهر کان وڌيڪ پسند ڪيو آهي!)

**کعبه هرچنديکه خانه براوست - اين دل من نيز خانه سراوست**

(ڪعبو ڪٿي سندس پاڪ جاءِ ۽ گهر آهي، مگر هي منهنجي دل ته ان جي رازن جو گهر آهي!)

**چون مراديدي خدارا ديده - گرد کعبه صدق برگرديده**

(جڏهن مون کي ڏٺئي جڻڪ خدا کي ڏٺئي، ۽ صدق جي ڪعبي جي چوطرف طواف ڪئي!)

**خدمت من طاعت حمد خداست - تانه پنداري که حق از من جداست**

(منهنجي خدمت خدا جي حمد ۽ فرمانبرداري آهي اٿين نه سمجهه ته خدا مون کان ڪو جدا آهي!)

**چشم نيکوباز کن درمن نگر - تابه بيني نورحق اندر بشر**

(نيڪي جي اک کولي مون ۾ ڏس ته بشر ۾ الله تعاليٰ جو نور نظر ۾ ايندءِ!)

**44- نقل :** سيد بچل شاهه تنبي باگي جو زهنڊڙ نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري درگاهه مبارڪ جي مسجد ۾ مون پڻ فقيرياڻين سان گڏ ويهي خدا جي طلب جون ڳالهيون ڪيم ٿي، ته پاڻ ڪريم لباس بدلائي اسانجي پوبان ويهي وظيفو پڙهڻ لڳا. اينتري ۾ هڪ عورت ڪاوڙجي کين چيو ته تون وري ڪهڙو فقير آهين جو اسانجي پوبان ويهي پڙهين ٿو؟ حضرت پير سائين قدس سره جن

ماڻ رهيا فقيرياڻي وري به ڪاوڙجي ساڳيا اکر چيا، اينتري ۾ مون پاڻ ڪريمن کي سجاڻي ورتو ۽ اٿي عرض ڪيم ته حضرتا ڪجهه متي ٿيو ته ڪپڙو وڇايان، ان تي تشريف رکو؟ ۽ مون کي دل ئي دل ۾ عورتن سان گڏ ويهڻ ۽ پاڻ ڪريمن جي ڏسي وڃڻ جو خوف پيدا ٿيو! اگرچه پاڻ ۾ خدا جي طلب جو ذڪر ڪيو سون پئي! پوءِ پاڻ اٿڻ وقت آهستگي سان فرمايائون ته توحيد جو احوال اورجي، مگر انهن (عورتون) سان نه :

**هرچه بيني دوست بين - باين و آنت کارنيست**

(جيڪي ڏسين دوست ڏس، هن ۽ هن سان تنهنجو ڪو ڪم نه آهي!

**45- نقل :** هڪ سفر ۾ حضرت پيرسائين قدس سره جن لاءِ هڪ چونري ۾ کير ۽ ٻي ۾ ٻارڻ لاءِ ڪوڙو تيل وجهي ڪٺي آيا، ۽ ٻئي چونربون پاڻ ڪريمن جي کٽ جي هيٺان رکي ڇڏيائون سمهڻ وقت پل ۾ موليڏني فقير کيرجي بجاءِ وٽي ۾ تيل وجهي پير سائين جن کي پياري ڇڏيو، مگر پاڻ ڪريمن ڪيس ڪجهه به نه فرمايو! جڏهن موليڏني فقير ساڳي چونريءَ مان ميان قابل شاهه کي پياريو تڏهن قابل شاهه چيو هي ته ڪوڙو تيل آهي، کير ته ڪونهي! موليڏني فقير چيو هي کير آهي ۽ آئون هاڻي پاڻ ڪريمن کي هن چونريءَ مان پياريو اچان پيو! ميان قابل شاهه چيو ته تو تمام خراب ڪم ڪيو آهي، جو پاڻ ڪريمن کي تيل پياري آيو آهين، هو ويچارو سخت پريشان ٿيو ۽ روئي حضرت پيرسائين قدس سره جن جي قدمن مبارڪن تي ڪري پيو، پاڻ فرمايائون ته تنهنجو ڪو به ڏوهه نه آهي تون غمگين نه ٿيءُ اسان حقيقي ڏيندڙ (الله پاڪ) جو هٿ ڏسندا آهيون اهو جو ڪجهه ڏيندو آهي سو سڀ مٺو هوندو آهي.

**46- نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته ڪنهن شهر ۾ ابو سعيد عليه الرحمة نالي هڪ بزرگ هو ۽ ٻيو به هڪ مولوي صاحب اتي هو، جيڪو هميشه ان بزرگ جي گلا ڪندو هو، هڪ ڏينهن ان بزرگ پنهنجن مريدن کي چيو ته اڄ اچو ته عالم جي دروازي تي هلون، مريدن عرض ڪيو ته هو ارادي وارو نه آهي! بزرگ چيو ته به هلڻو ضرور آهي پوءِ بزرگ مريدن جي جماعت سان ان عالم جي دروازي تي بيهي اطلاع ڏنائون! عالم اندران ڪاوڙجي چيو ته هن بي دين کي اسان علم وارن سان ڪهڙو ڪم، چئون ته گرجا ۾ وڃن؟ بزرگ هن جي ڳالهه ٻڌي مريدن کي چيو ته اسان امڙ جا تابع آهيون هلو ته بت خاني ۾ تا هلون! جڏهن عيسائين جي گرجا ۾ آيا ته

منجهس حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت بي بي مريم رضي الله تعاليٰ عنها جون پٿر مان نهيل صورتون ڏنائون! بزرگ بتن کي ڏسي چيو ته جيڪڏهن الله تعاليٰ کي حق ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي الله جو ٻانهو ۽ حضرت بي بي مريم رضي الله عنها کي الله جي ٻانهي ڪري ڄاڻو ٿا ته سجدو ڪريو؟بزرگ جي ان چوڻ شرط ٻئي بت سجدي ۾ ڪري پيا ۽ اتي جيڪي سٺ عيسائي ويٺا هئا، اهي سمورا اها ڪرامت ڏسي اسلام کان مشرف ٿيا پوءِ ان عالم جڏهن اها حقيقت ڏٺي تڏهن ان بزرگ وٽ اچي مريد ٿيو! ان کان بعد بزرگ چيو ته ڪليم (ڳالهائيندڙ) جي حڪم سان بتخاني ۾ وياسون ته هي فائدو عظيم هٿ آيو، تنهن ڪري متابعت ضرور ڪرڻ گهرجي!

**47-نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته جيڪڏهن ڪو ڪنهن کي خنزير چوي ته ان کي ڪاوڙ ڪرڻ نه گهرجي، بلڪ ڳالهہ چوندڙ جي ڳالهہ کي معتبر سمجهي سوچي ته مون ۾ ڪهڙي وصف خنزير جي آهي جو مونکي ان نسبت سان منسوب ڪيو اٿس !

**48- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن توحيد جو بيان فرمايو مونکان پڇيائون ته تون ڪيئن ٿو چوين؟ مون عرض ڪيو ته حضرتا " همہ اوست" (يعني سڀ ڪجهہ اهو آهي) پاڻ فرمايائون ته لفظ " همہ اوست " جي حقيقت تي ڳالهائين ٿو يا صورت تي؟ مون عرض ڪيو ته ٻنهي تي! پاڻ فرمايائون ته هڪ وڻ جي ڪل ٻہ ٻچي انجو عين ٿي وڃي ٿي !

**49- نقل :** فيروز فقير نقل ڪري ٿو ته هيڪر پاڻ سيد محمد شاهہ پلياهہ (جيڪا پاڇڪن جي پرسان ديهہ آهي) جي رهندڙ وٽ ڪٿ مبارڪ تي ويٺا هئا! مون عرض ڪيو ته حضرتا! ٿوري مدت ٿي آهي جو سوار ٿي آيا آهيون ته سڄ لهڻ کي وڃي ويجهو ٿيو آهي ! پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو ته هي لهڻ ۽ ايرڻ سڀ خيال آهي ! اي عزيز! پيرسائين جن جي ارشاد مان معلوم ٿئي ٿو ته طالب کي ان تي نظر نه رکڻ گهرجي جو ته هي ٻئي سبب آهن مسبب کي ڇڏي سبب تي نظر رکڻ طالبن جو ڪم نه آهي !

**50- نقل :** هڪ ڏينهن پير سائين قدس سره جن ڪنهن سوالي جي ڪم سان خيرپور ۾ تشريف فرما ٿيا هئا! اتان لقمان فقير ٽالپر جي دعوت تي تشريف آندائون ۽ رات بہ اتي رهي پيا، صبح جو ڪو درويش وڃي هڪ حقائي جو حقوداٿري ۾ پڇي آيو، سو ان حقائي ڪاوڙجي پير سائين جن جي

اڳيان اچي سخت گندو ڳالهائين! حقائي ڳالهائيندي پاڻ ڪريمن ڏانهن هٿ ڏيکاري پٽ پاراتا به ڏنا، مگر پاڻ فقط ڏانهنس ڏسندا رهيا ۽ ان کي چيائون ڪجهه به نه! آخر هو خودبخود ماٺ ڪري هليو ويو!

اي عزيز! هدايت جي سج، خاڪ جي ذري تي نظر نه آندي، بلڪ نظر وجود حقيقي (جيڪو مطلق وجود آهي) تي رکي خاڪ جي ذري کي وچ تي نه آندائون! هن جاءِ چونڊڻ ڪهڙو نه سنو چيو آهي:

**اين است ڪمال، مرد راه يقين - درهرچه نظر ڪند - خدارا بيند**

(يقين واري مرد جو هي ڪمال آهي ته جنهن ۾ نظر ڪندو اتي خدا کي ڏسندو)

**51- نقل :** هڪ دفعي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ حاضر هيس، سلطان فقير عرض ڪيو ته حضرتا! الله تعاليٰ ڪاشيءِ ڪائي ٿو يا نه؟ فقير ان وقت سڪر ۾ هو ۽ انجو سوال به ان منزل جو هو! منتهي (ڪامل) جي لاءِ ضروري آهي ته هر منزل واري طالب کي انجي سوال جو جواب به ان منزل جي مناسبت سان ڏئي! پوءِ پاڻ ڪريمن فقير جي جواب ۾ هي بيت پڙهيو:

**الله ان نه ڪائي ڳهل سچائي ڳهي،**

**سهريان جي ساءِ، ڪني ۾ ڪين ڇڏي !**

**52- نقل :** هيڪر پاڻ حديث قدسي جوذڪر ڪيل بيان فرمايائون ته الله تعاليٰ مؤمن ٻانهي کي اهڙو دوست رکي ٿو، جو ٻانهي جي ڳالهائڻ، هلڻ، ٻڌڻ، ۽ ڏسڻ کي به پاڻ ڏانهن نسبت فرمائي ٿو! اها حديث ان سالڪ جي حال سان تعلق رکي ٿي جيڪو اقوال افعال، ابصار ۽ پنهنجن سمورن صفتن کان فنا ٿي، حق سان باقي رهيو هجي!

**53- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن توحيد جو بيان ڪندي فرمايو ته هيٺ ۽ مٿي سڄي ۽ کٻي اڳيان ۽ پويان، هرجاءِ تي اهو آهي! هتي هي سنڌي ڪلام فرمايائون: تون ڪٽ، تون واڻ، تون واٽيندڙ، تون ويهه، اهو مقولو هن طالب جي حال موافق فرمايائون جيڪو انوقت " سڪر" حقيقي ۾ هو!

**54- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ درويش حضرت مخدوم صاحب قدس سره جن کان پڇيو ته سڀ ڪجهه اهو آهي ڇا؟ پاڻ فرمايائون هاهمه اوست! پوءِ وري عرض ڪيائين ته ڪتو ٻگهڙ گدڙ سڀئي؟ مخدوم صاحب جن جواب ۾ فرمايو ته جيڪو انهن کي ڏسي سو به " همه اوست" هرجاءِ تي اهو آهي ان کان سواءِ ڪوبه نه آهي:

**بہ هرجائے همہ اوست غير اونيست - غيرتش غير درجهان نگذاشت**
(سڀ اهو آهي ڪنهن جاءِ ۾ سندس غير ڪونهي، انجي غيرت جهان ۾ غير ڪي ڪونہ ڇڏيو آهي!)

**لاجرم جملہ عين اشياگشت - نام من برمن است باقي همہ اوست**
سيني شين جي اصلي حقيقت اهو آهي، مون تي منهنجو صرف نالو آهي باقي سڀ ڪجهہ اهو آهي.

**55- نقل :** عبدالله فقير ابڙو نقل ڪري ٿو، هڪ دفعي آئل فقير مستيءَ جي غلبي ڪان ٽي ڏينهن نماز نہ پڙهيائين ! جماعت مان ڪنهن ماڻهوءَ حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! آئل فقير ٽن ڏينهن ڪان وٺي نماز نہ پڙهي آهي، پاڻ ڪريمن حڪم فرمايو تہ انکي مسجد شريف مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو! جڏهن فقيرن آئل فقير کي چيو تہ مسجد شريف مان ٻاهر نڪري وڃ ! چيائين نٿو نڪران! فقيرن انکي گهلي ٻاهر ڪڍيو ۽ انوقت چادر بہ ڦاٽي پيس ۽ جسم بہ رهڙجي ويس، ۽ وري واپس اچي مسجد شريف ۾ ويهي رهيو ۽ اهو جمع جو ڏينهن هو پيرسائين جن وعظ ڪان فارغ ٿي آئل فقير جي پرسان اچي ڪيس ياڪر پاڻي آهستي مسجد شريف مان ٻاهر ڪڍي ويا، ۽ قابل شاه ڪونرو پري ڪيس وضو ڪرايو! پاڻ ڪريمن ڪيس ڪن ۾ آهستي فرمايو تہ بغير منهنجي خدا کي نہ ڏسجانءِ پوءِ مسجد شريف ۾ وٺي اچي نماز پڙهاياٿونس هن جاءِ تي هڪ بزرگ چيو آهي:

**سالها در پائے پيران سجده مي ڪردم ولي - عاقبت درچشم خود انسان ڪا مل يافتم**
(ڪيئي سال پيرن جي اڳيان مون نوڙت پي ڪئي پر آخر پنهنجو پاڻ ۾ ڪامل انسان لڌم !)

اي عزيز! هن وسيلي جي تعلق ڪانسواءِ خدا کي ڏسي نہ سگهبو! جيئن الله سبحانہ وتعاليٰ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ فرمايوآهي:

**قل انکنتم تحبون الله فاتبعوني يحبب کم الله**

پيرسائين جن آئل فقير کي جو فرمايو تہ بغير منهن جي خدا کي نہ ڏسجان؟ يعني بغير متابعت (جنهن جو اشارو فاتبعوني يحببکم الله ۾ وارد ٿيل آهي) ۽ بي توسل منهنجي خدا تعاليٰ کي ڏسي بہ نہ سگهندين !

**56-نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ جيڪو شخص " اناالحق" جي حال جو هوندو، تہ اها حالت سندس اقوال ۽ اخلاق مان ثابت ۽ ظاهر ٿيندي آهي!

۽ باقي جيڪي زبان سان مدعي آهن ۽ ڪين حال نہ هوندو آهي، اهي حيران ۽ خوار ٿين ٿا! هن جاءِ تي پيرسائين جن فرمائيندا هئا تہ مسلمانن جي انا تي ڪل نہ هوندي آهي ۽ ڪافرن جي انا تي ڪل هوندي آهي!

اي عزيز ! حضرت پير سائين قدس سره جن جي مٿين ارشاد ۾ معرفت جو نڪتو آهي " انا" مان مراد انا الحق جي آهي، جو بعضي ولي هن جاءِ تي اچي بيخوديءَ ۾ "انا" جو لفظ زَبان تي آڻيندا آهن جيئن منصور حلاج چيو! ۽ "انا" ڪافرن جي زبان مان بہ هوندي آهي، جيئن فرعون ۽ ٻيا ڪافر! جن پاڻ کي: " اناربڪم الاعليٰ "چيو ۽ انهن جي جهٽڪ لاءِ ڪلام پاڪ ۾ بيان آيل آهي تہ ". واغرقنا آل فرعون وانتم تنظرون • (يعني اسان فرعونين کي ٻوڙيو سون توهان ڏسي رهيا هئا.)

**57-نقل** : خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي مينهن جي موسم ۾ درگاه شريف تي ويٺا هئاسون، ۽ مينهن وسيو پي تہ حضرت پير سائين قدس سره جن اچي مصلي جي مٿان ويٺا، انهن ڏينهن ۾ مونکي سڪر جي حالت هئي، سو ڏينهو وٺي پاڻ ڪريمن جي هٿن مبارڪن ۾ رکيم ۽ پڇيم تہ حضرتا! هي ڇا آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ تون ڇاٿو سمجهين؟ مون عرض ڪيو تہ همہ اوست! ڇو ته هي بہ توهان جي صفت ۾ آهي ۽ اسان سان مهربان ۽ نرم !! پيرسائين جن هي ڳالهہ ٻڌي مرڪيا، ۽ فرمايائون تہ هي ڳالهہ سٺي آهي، جو اسان بہ ننڍي هوندي حضرت ميان صاحب قدس سره جن جي حضور ۾ نڪتا بيان ڪندا هئاسون، ۽ حضرت ميان صاحب جن گهڻو خوش ٿيندا هئا، پوءِ مون کي فرمايائون تہ طالب کي گهرجي تہ نڪتن جي نگهباني ڪري ۽ پنهنجي وجود ۾ بہ "همہ اوست" ڏسي، پوءِ پنهن جو هٿ اڳيان رکي فرمايائون تہ ڏس پنج آڱريون الله جو نالو آهي، يعني آڱوٺـو الف آهي ۽ وچ واريون ٽي آڱريون بہ لام آهن ۽ ننڍڙي آڱر ها آهي، ۽ فنا في الله اهو آهي! پوءِ فرمايائون تہ انسان جو سڄو وجود الله جو نالو آهي يعني ساڄو ٻازو الف آهي ۽ کٻو ٻازو ۽ ٻہ پير بہ لام آهن ۽ مٿو ها آهي! هي اسم ذاتي ۽ محمد (صلي الله عليہ وسلم ) جو نالو بہ اهو آهي يعني مٿو هڪ ميم آهي ۽ حا بہ ٻازو آهن ۽ چيلهہ ٻيو ميم ۽ ٻئي گوڏا دال آهن ! طالب کي گهرجي تہ هنن سڀني جهانن کان واقف هجي!

**اين جهان صورت است معنيٰ دوست - ور بمعنيٰ نظر کني همہ اوست**

(هي جهان حقيقت ۾ دوست جي صورت (جو مظهر) آهي! ۽ جيڪڏهن حقيقت سان نظر ڪندين ته مڙوئي اهو آهي!)

**58- نقل :** هڪ ڏينهن محمد وارث نالي فقير مجذوب سڪر جي حال ۾ هو! نماز پڙهندي ثنا ۽ قرآن شريف پڙهڻ جي بجاءِ وات سان چاپاڪيائين پي، جڏهن سجدي ۾ ويو، تڏهن پاڻ ڪريمن ڪيس فرمايو ته جهڙي طرح نماز ادا ڪرين ٿو آخرت ۾ اجورو به اهڙوئي ملندءِ! فقير سجدي جي حالت ۾ جواب ڏنو ته مونکي هن جو اجورو نه کپي نه کپي!

**59- نقل :** سيد غني شاهه نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن آئون حضور ۾ ويٺو هوس، ۽ حضرت پيرسائين قدس سره جن پنهنجي نماز ادا ڪري رهيا هئا! ۽ هن ٻانهي پاڻ ڪريمن جي اڳيان اچي ڪعبه شريف جي بجاءِ سندن منهن مبارڪ ڏانهن، منهن ڪري نماز شروع ڪئي! پيرسائين جن فرمايو هي ڇاٿو ڪرين؟ مون ڇيو نماز پڙهان ٿو! پاڻ فرمايائون ته اولهه ڏي منهن ڪري پڙهه عرض ڪيم ته حضرتا! اولهه جي طرف ته محض پاڻي ۽ مٽي جي ديوار آهي! توهان خود خدا آهيو! پاڻ فرمايائون ته هن کي مسجد شريف مان ٻاهر ڪڍي ڪپڙي سان نم جي وڻ ۾ مضبوط ٻڌي اچو!

پاڻ ڪريمن جي حڪم مطابق فقيرن ائين ڪيو، انهي وقت سندن توجه مبارڪ ۽ برڪت سان مون تي وجد طاري ٿي ويو ۽ اهو ڪپڙو ڦاڙي اچي پيرسائين جن جي پويان نماز ادا ڪيم!

**60-نقل :** ثارو فقير نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پيرسائين قدس سره جن جي حضور ۾ ڪنهن ماڻهو دعا لاءِ سوال ڪيو؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته مٽي کي ڪهڙو اختيار آهي؟ بلڪ مٽي خود ڪنير جي اختيار ۾ آهي! جنهن طرف ڦيرائي ان طرف ڦري، جيڪي وٽيس ان مان ٺاهي.

اي عزيز پاڻ ڪريمن جو هي ارشاد، اشارو آهي فنا ڏانهن جو سالڪ بي اختيار ٿيندو آهي۽ پاڻ کي بي اختيار ۽ پتر سمجهندو آهي ۽ سڀئي فعل ۽ صفتون الله تعاليٰ ڏانهن منسوب ڪندو آهي!

**61- نقل :** طيب فقير راهو نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته جڏهن اسان خليفي سارنگ کي خلافت جو اجازو عطا ڪيو! تڏهن خليفي پهرين پيري ئي ڪجهه مريد ڪيا ۽ چند مريدن سان گڏ درگاهه مبارڪ تي آيو اسان کائونس پڇيو ته خليفا! ڪيترن مريدن توهان کان

رستو پڇيو آهي؟ خليفي چيو حضرتا! گهڻن ئي پڇيو آهي، ڪجهہ حاضر آهن، ڪي پنهنجي جاين تي آهن! مون انهن سڀني کي الله تعاليٰ ۽ اوهان جي حوالي ڪيو! اسان ڪيس چيو خليفا! ٻہ نہ ڪر هڪ ڪر. (يعني دوئي کي ڇڏ هڪ ثابت ڪر)

**62-نقل :** فقيرمحمد ملاح علي پور (لڳ اوڏيچاڻي) جو رهنڙ نقل ڪري ٿو تہ درگاهہ مبارڪ تي منهن جا ڪي عزيز زيارت ڪان مشرف ٿيڻ لاء ويا ، ۽ نوئي مريدن کي بہ درگاهہ تي هلڻ جي دعوت ڪيائون جيڪي طريقي عاليہ ۾ نوان داخل ٿيا هئا. حضرت پيرسائين قدس سره جن تشريف فرما ٿي ڪين فرمايو تہ ڪيترا نوان ماڻهو آندا اٿو؟ هنن عرض ڪيو تہ حضرتا! ايترا آندا اٿئون جو هن جاء تي نہ ماپندا! پاڻ فرمايائون تہ هي جاء سڄي جهان کي ماپائي سگهي ٿي!

اي عزيز! انسان ڪامل ڪل آهي ۽ سڀئي جهان ان جو جز آهن !جز ڪي پنهنجي اصل وٽ ڪا بہ تنگي نہ هوندي آهي. ڪامل انسان جي دل بي پايان درياهہ وانگر آهي ۽ هي جهان علوي سفلي هڪ قڙي وانگر آهن ۽ هڪ قڙو بي پايان درياهہ ۾ پوڻ سان ڪهڙو وزن وڌائيندو جو درياهہ کي تنگ ڪري وجهي !

**63-نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايو تہ پاڇي وڻ کي چيو تہ تون سج جي چمڪ دمڪ ۽ چانو جو مزو ونبن ٿو! ۽ مان تنهن جو پاڙيسري آهيان ڪڏهن انهيءَ مزي ۾ مون کي بہ ڪا ڀاڱي ڀائيوار ڪر؟ وڻ چيو تہ پاڇا! هي مزو مون کي ان ڪري نصيب ٿيو آهي، جو سڄو ڏينهن پير تي بيٺو رهان ٿو ۽ تو وانگر نہ، جو ڪڏهن اوير تہ ڪڏهن اولهہ ڦرين ٿو! ٻيو تہ تون اها مسخري ان ڪري ڪرين ٿو جو آئون قائم آهيان ۽ تون منهنجي ڪري قائم آهين، جي منهن جو وجود نہ هوندو تہ تون بلڪل نہ رهندين:

باوجودم وجود تو قائم - گرنباشم نہ باشي تو دائم

(منهنجي ڪري تنهن جو وجود قائم آهي، جيڪڏهن آئون نہ رهان تو تون هميشہ ڪونہ رهندين !)

سمجهڻ گهرجي تہ هي صورتون حقيقي وجود جي ڪري موجود آهن جيڪڏهن حقيقي وجود نہ رهي تہ پوء هي ڪثرت وهمي ڪٿان سمجهہ ۾ ايندي ۽ ڪيئن قائم رهندي!

**اين جهان صورت است معنيٰ دوست- ور بمعنيٰ نظر ڪني همه اوست**
(هي جهان حقيقت ۾ دوست جي صورت ( جومظهر) آهي ، جيڪڏهن حقيقت سان نظر ڪريں سڀ ڪجهه اهو آهي.)

**64-نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن ڪڏهن ڪڏهن منهن جي سڪر واري حالت ۾ مون ڪان منهن ڦيرائي ناراض ٿي چوندا هئا:

**نماز پڙهڻ ريت رناندي - روزا صرفا روٽي**
**ولول ڪلما اهي پڙهن دل جنهاندي کوٽي،**
**مڪي سيئي وڃن، جي گهردي هوون ٽوٽي!**

اي عزيز نماز ٻه قسم آهي هڪ صورت پوڄيندڙن جي، جنهن ڪي عابد پڙهندا آهن، جيڪي بهشت حورن ماڙين جي طلب ۽ دوزخ ۽ آخرت جي عذاب ڪان ڇٽڻ لاءِ، رڳو قيام، قعدو، رڪوع ۽ سجدي ۾ مشغول آهن ۽ ڪوبه باطني ذوق نه رکن ٿا:

**نماز عابدان رکوع وسجود است - نماز عارفان ترک وجود است**
(عابدن جي نماز سجدو ۽ رڪوع آهي، عارفن جي نماز وجود کي ڇڏڻ آهي!)
۽ ٻي نماز عارفن جي آهي ۽ پاڻ انهي بابت پنجابي جا هي لفظ فرمائيندا هئا:

**ولول سجدا اٿان ڪرين ، جٿان يار پيارا"**

يعني هر هر سجدو اتي ڪر جتي يار هجي) ان مان مراد آهي پنهنجي نفس کي سڃاڻڻ " من عرف نفسه فقد عرف ربه" جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو، بيشڪ انهي الله کي سڃاتو! ۽ فرمايو اٿن ته نمازي نيت وقت هٿ پنهنجي ڪنن تي رکي، مٿو ٻن ٻانهن جي وچ ۾ آڻي ٿو ۽ رڪوع ڪرڻ وقت هٿ گوڏن تي رکي، مٿو ٻن ٻانهن جي وچ ۾ آڻي ٿو ۽ پنهنجي پيرن جي پنيءَ کي ڏسي ٿو ۽ سجدي ڪرڻ وقت نگاهه پنهنجي نڪ ڏانهن ڪري ٿو ۽ قعدي ۾ پنهنجا هٿ گوڏن تي رکي ٿو ۽ سلام ڏيڻ وقت ٻنهي طرفن سڄي ۽ کٻي ڏسي ٿو، نماز ۾ سڄي نسبت پاڻ ڏانهن آهي ٻئي طرف نه آهي:

**ڪسے گويد ڪي حق صورت نه بندد - من اينک ديده ام ذات مصور**
(جيڪڏهن ڪو ماڻهو چوي ته حق صورت ڪان پاڪ آهي، اهو ٻڌي ڇڏي ته اجهو مون صورت ناهيندڙ کي ڏٺو آهي:)

**حق جان جهان است جهان جمله بدن - توحيد همين است ديگر حيله و فن ا**
حق جهان جي جان آهي ۽ سڄو جهان بدن آهي، هي ئي توحيد آهي ٻيو سڀ ڍوڪو آهي)

۽ روزو بہ ٻہ قسم آهي هڪڙو ڪائڻ پيئڻ ۽ منع ڪيل شين کان رڪجڻ! ٻيو روزو جيڪو دل وارن وٽ راز آهي اهو حق کي ڏسڻ آهي جيئن حديث شريف ۾ آهي تہ: صوموا برؤيته وافطروابرويته (يعني ان جي ڏسڻ سان روزو رکو ۽ ان جي ڏسڻ سان روزو کوليو) ۽ ڪعبي جي وڃڻ جو حڪم بہ انهن کي آهي جيڪي ٻي همتي سبب حقيقي ڪعبي، يعني دل کي گم ڪري، صوري ڪعبي جي واٽ ورتي اٿن چونڊڻ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

**دل بدست آور کہ حج اکبراست - از هزاران کعبہ یک دل بهتراست**

دل راضي ڪر جو اڪبري حج آهي، ۽ هزار ڪعبن کان هڪ دل بهتر آهي!

**دل گذر گاه جلیل اکبراست - کعبہ بنگاه خلیل آذراست**

دل الله جي رهڻ جي جاءِ آهي، ۽ ڪعبو آذر واري خليل جو ناهيل آهي! حضرت پير سائين قدس سره جن جو هي خط مبارڪ بہ انهي حقيقت جو ئي تفصيل آهي.

## خط مبارڪ

بسم الله الرحمٰن الرحيم الحمدلله الذي هدانا لهذا وما كنا لنهتدي لولا ان هدانا الله لقد جائت رسل ربنا بالحق والصلوات والسلام علي من اسمه الذي واحلي من العسل لمشتاق زلال وصاله وعليٰ آله وصحبه. اما بعد فالسلام عليكم ورحمة وبركاته (يعني هرڪا تعريف الله جي واسطي آهي جنهن اسان کي هدايت بخشي، سندس مهرباني نہ هجي ها تہ اسان هدايت حاصل ڪري نہ سگهون ها. بلاشڪ اسان جي رب ڪريم جل شانہ جي رسولن حق آندو صلوات ۽ سلام انهي ذات پاڪ تي جنهن جو نالو سندس وصال جي مشتاق وٽ بيحد لذيذ ۽ ماکي کان مٺو آهي، ۽ سندس اولاد ۽ صحابين تي پڻ ! حمد ۽ ثنا ڪانپوءِ السلام عليكم ورحمة الله وبركاته عبدالرحيم منگريہ شهيد (رحمة الله عليہ) چيو آهي:

**هردم حج پڙهن ڪعبو نہ پسن ڪاپڙي"** ڪاپڙي مان مراد آهي عارف، جنهن دنيا کي سچائي دشمن سمجهيو ۽ خدا کي سچائي دوست ورتو. عارف خدا کان سواءِ ڪنهن سان بہ واسطو نہ ٿا رکن!

تذڪرة الاولياءِ ۾ آهي تہ شيخ بايزيد رحمة الله عليہ چيو تہ پهرين دفعي حج

تي وڃڻ تڏهن گهر ڏٺم ۽ جڏهن ٻي ڀيري ويس تڏهن گهر جو مالڪ ڏٺم! ۽ ٽين ڀيري جڏهن ويس تڏهن نه گهر ڏٺم نه گهر جو مالڪ ڏٺم يعني حق ۾ اهڙو گم ٿي ويس جو ڪجهه به نه ڏٺم، ! جيڪڏهن ڏٺم ته حق ڏٺم ٻي! التوحيد اسقاط الاضافات (توحيد اضافتن کي ختم ڪري ڇڏيندي آهي) جڏهن خداوند کي گهر سان نسبت آهي، پر توحيد ۾ نسبت نه آهي پوءِ گهر به نه رهيو ته مالڪ به ويو! ۽ حج به قسم آهي: هڪ قصد ڪوئي دوست! (يعني دوست جي گهٽيءَ جو ارادو) اهو عوام جو حج آهي! ٻيو! ميل روئي دوست (يعني مقصود دوست جو ديدار) اهو حج خاصن جو آهي! جيئن ظاهري ڪعبو خلق جو قبلو آهي، جيڪو پٿرن ۽ مٽي مان ٺهيل آهي! تيئن باطني ڪعبو، جيڪو حق جو جلوه گاه آهي اها دل آهي، جيڪڏهن ظاهري ڪعبو خلق جي طواف جي جاءِ آهي ته دل جو ڪعبو خالق جي مهربانين جو مطاف آهي، هو زيارت ڪندڙن جو مقصود آهي ۽ هي نورن جي وارد ٿيڻ جي جاءِ آهي اتي گهر ته هتي گهر جو مالڪ آهي جيئن مولويءَ رحمة الله عليه فرمايو آهي:

**اي قوم بحج رفته ڪجائيد ڪجائيد - معشوق همين جا است بيائيد بيائيد**

(اي حاجيو ڪٿي آهيو، اچو اچو معشوق ته هتي آهي!)

**صدبار خانه بر فتيد برفتيد! - يڪبار از اين راه بدين خانه بيائيد**

سو دفعا ان گهر کان توهان آيا ۽ ويا، هڪ دفعو هن واٽ کان هن گهر ۾ ته ..اچو؟

**حج زيارت ڪردن خانه بود! - حج رب البيت مردانه بود**

حج ڪعبي جي زيارت ڪرڻ آهي، گهر جي مالڪ جو حج مڙسن جو حج آهي!)

**ڪعبه راڪوهردمي عزمي فزود - آن ز اخلاصات ابراهيم بود**

(ڪعبي جي جيڪا هر وقت عزت وڌي، اها حضرت ابراهيم عليه السلام جي اخلاص جي ڪري هئي!)

**فضل آن مسجد زخاڪ وسنگ نيست - ليڪ دربناش حرص وجنگ نيست**

(ان مسجد جي فضيلت مٽي ۽ پٿر ڪري نه آهي، ليڪن انجي بڻائڻ ۾ جنگ ۽ لالچ ڪانه هئي !)

**بردر اين خانه گستاخي زچيست - گرهمي دانند ڪاندرخانه ڪيست**

(هن گهرجي دروازي تي گستاخي ڇا ڪان آهي؟ جيڪڏهن ڄاڻن ها ته هن گهر

۾ ڪيرآهي؟)

**جاهلان تعظيم مسجد مي ڪنند - در جفائے اهل دل جدمي ڪنند)**

(جاهل مسجد جي تہ عزت ڪن ٿا مگر اهل دل جي ايذائڻ ۾ ڪوشش ڪن ٿا.)

**آن مجازست اين حقيقت اي فلان - نيست مسجد جزدرون سرور ان**

(اي فلاڻا اهو مجاز ۽ هي حقيقت آهي سردار ڪانسواءِ مسجد ٻي ڪو نہ آهي!)

**مسجدے ڪو دردرون اولياست - سجده گاھ جملہ است آنجا خدا است**

(اها مسجد جيڪا ولين جي دل آهي، اها سجدي جي جاءِ تہ خدا بہ اتي ئي آهي!)

تذڪرة الاوليا ۾ آيل آهي تہ شيخ بايزيد قدس سره چيو تہ مون ڪي واٽ ۾ هڪ پير مرد گڏيو چيائين اي بايزيد! ڪاڏي ٿو وڃين؟ مون چيو حج ڪرڻ! چيائين ٿمر ڪهڙو اٿئي؟ مون چيو ٻہ سئو درهم آهن! چيائين اهي مونکي ڏي ۽ منهنجي چوڌاري ست دفعا طواف ڪر! ڄڻ تہ حج ڪيئي! مولوي رحمة الله عليہ انجي خبر ڏني ٿو:

**گفت طوفي ڪن بگردم هفت بار - وان نڪوتراز طواف حج شمار**

(منهنجي چوطرف ست چڪر طواف ڪر ۽ اهو حج جي طواف کان بهتر سمجهجانءِ!)

**اين درمهاپيش من نہ اي جواد! - دانڪہ حج ڪردي وحاصل شد مراد**

(اي سخي! هي درهم مونکي ڏيئي ڇڏ پڪ ڄاڻ هت ٿي حج ڪيئي ۽ مراد حاصل ڪري ورتئي!)

**عمره ڪردي عمر باقي يافتي - صاف گشتي برصفا بشتافتي**

(تنهن جو عمرو بہ ٿيو ۽ باقي عمر بہ ڪارآمد ڪيئي پاڪ ٿي وئين "صفا ۽ مروه" جي ڊڪڻ جو ثواب بہ حاصل ڪيئي!)

**حق آن حقي جانت ديده است - ڪہ مرابربيت خود بگزيده است**

(حق اهوئي آهي جيڪو تو پاڻ ڏٺوآهي، جو مون کي پنهنجي گهر کان وڌيڪ پسند ڪيو اٿس!)

**ڪعبہ هرچندين ڪہ خانہ بر اوست - اين دل من نيز خانہ سر اوست**

(جيتوٽيڪ ڪعبو سندس پاڪ گهر آهي، مگر منهنجي هي دل تہ سندس راز جي جاءِ آهي!)

**چون مراديدي خدارا ديده - گرد ڪعبہ صدق برگرديده**

(جڏهن مون کي ڏٺئي تہ خدا کي ڏسي ورتئي، صدق جي ڪعبي جو طواف بہ ڪري ورتئي!)

**خدمت من طاعت وحمد خدا ست - تانہ پنداري کہ حق ازمن جدا ست**

(منهنجي خدمت ئي خدا جي اطاعت ۽ حمد آهي، ائين نہ سمجھ تہ ڪو حق مون کان جدا آهي!)

**چشم نيکوبازکن درمن نگر - تابہ بيني نورحق اندر بشر!**

(نيڪ نظر سان اکيون کولي مونکي ڏس تہ توکي حق جو نور انسان ۾ نظر ايندو!)

**بس کنم کہ خود زيرکانرا اين بس است - والسلام عليکم وعليٰ من لديکم!**

(ايتري تہ ڪفايت ڪيم جو سياڻن ڪي ايترو ڪافي آهي، حاضرين سميت توهاتکي سلام پهچن !)

**65-نقل :** گل فقير مونگيو نقل ڪري ٿو تہ حضرت پيرسائين قدس سره جن لاڙڪاڻي جي سفر ۾ هڪ دعوت تي عشا نماز کان بعد کٽ تي آرام فرما هئا، ۽ صوفن فقير قوم دل پير سائين جن کي زور ڏيندي عرض ڪيو تہ حضرتا! اسان جي شهر جا ماڻهو بي نمازي ٿيندا وڃن پيا؟ پاڻ فرمايائون تہ زبان سان انهن کي نماز پڙهڻ جو تاڪيد ڪرڻ گهرجي، ۽ دل ۾ سمجهڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ هر هنڌ حاضر آهي

اي عزيز پاڻ ڪريمن جي هن فرمودي ۾ هي نڪتو آهي تہ سمع (ٻڌڻ) بصر (ڏسڻ) علم (ڄاڻڻ) ارادت (ارادو ڪرڻ) تڪلم (ڳالهائڻ) قدرت (طاقت) حيات (حياتي) هنن صفتن جو عارضي نظارو وجود ۾ آهي، ۽ اصل ۾ اهي قديم ۽ خدا جون صفتون آهن! ۽ پاڻ قائم آهن، حضرت پير سائين قدس سره جن هنن صفتن جي اضافت حق ڏانهن فرمائي آهي نہ بشري وجود ڏانهن ! ڇو تہ هي بشري وجود فقط ڏسڻ ۽ سمجهڻ ۾ اچي ٿو، باقي حقيقت ۾ ڪوبہ وجود نہ آهي، اي عزيز! هن مقولي تي اعتراض نہ ڪر ۽ انصاف ڪندڙ هج تون هن عارضي صفتن کي، جيڪي تو ۾ موجود آهن، پاڻ کان جدا ڪري حق جي حوالي ڪر، پوءِ ڏس تہ تو ۾ باقي ڇا رهيو آهي، هت مولوي رحمة الله عليہ فرمايو آهي:

**اي برادر توهمہ انديشہ - مابقي تو استخوان وريشہ**

(اي ڀاءُ تون تہ سڄو خيال آهين، ٻيو باقي تون هڏا ۽ رڳون آهين !

جيڪڏهن چڱي طرح ڏسندين تہ هي چار عناصر مٽي، هوا، پاڻي ۽ باهہ بہ اصل نور مان آهن! جيڪڏهن سڀني صفتن کي اصل سان ڳنڍيندين تہ " تون"

به باقي نه رهندين! هڪ بزرگ فرمايو آهي:

**برمن ازهستي من جز نام نيست ا - در وجودم جز تو ايخوش ڪام نيست**

(منهنجي هستي ۾ نالي کانسواءِ ڪجهه به نه آهي!
اي پيارا منهنجي وجود ۾ سواءِ تنهنجي ٻيو ڪجهه نه آهي! يعني منهنجي مٿان فقط منهنجو نالو آهي ٻيو سڀ ڪجهه اهو آهي.)

**66- نقل :** خليفو لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن عشا نماز کان بعد فقيرن جي جماعت ۾ ويٺا هئا! جماعت ۾ هڪ فقير کي ننڊ وٺي وئي، جڏهن سجاڳ ٿيو تڏهن ڪلمه طيب جو تڪرار ڪيائين، پاڻ ڪريم ارشاد فرمايو ته ڪهڙي شڪ ۾ آهين؟ هتي مولانا حڪيم ثنائي رحمة الله عليه ڪهڙو نه چڱو چيو آهي:

**ڪارنادان ڪوته انديش است - ياد ڪردن ڪسي ڪه درپيش است**

(بيوقوف ۽ بي سمجهه جو ڪم آهي ته اهڙي ذات کي ياد ڪري جيڪا سندس اڳيان موجود هجي !)

**67-نقل :** هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مسجد شريف ۾ تشريف فرما ٿيا ته مان ۽ ٻيا ٻتي فقير به اچي حاضر ٿياسون، پاڻ ڪريم پڇيو ته يارو! هن وقت اسان جي مجلس ۾ ڪو ملان ته ڪونه آهي ؟ مون عرض ڪيو ته حضرتا! ٻيو ڪوبه نه آهي! ان کان بعد فرمايائون ته ظاهر وارن کي ڇاٿيو آهي جو الله تعاليٰ جي معرفت ۽ وحدانيت کان محروم ٿيا آهن ۽ ڪلمي طيب جي معنيٰ نٿا سمجهن، جو انهيءَ ۾ صريح توحيد آهي! اي عزيز! هي ويچارا ظاهري علم ظاهري حس (جنهن کي حس حيواني چوندا آهن) ۽ ظاهري زبان سان ڪجهه سکيا آهن ۽ ان کي ڪافي سمجهي باطني ۽ لدني علم حاصل ڪرڻ کان محرم رهيا آهن، هن جاءِ تي مولانا روم رحمة الله عليه فرمايو آهي:

**حس حيوان گربديدے شاه را - پس بديدے گاؤ خر الله را**

(حيواني حس جيڪڏهن بادشاهه کي ڏسي ها ته پوءِ گڏهه ۽ ڍڳا به الله تعاليٰ کي ڏسن ها!)

**68-نقل :** الهداد فقير، حيدر فقير نظاماڻي جو پٽ نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن جمشير فقير ڇهر جي رهندڙ (ڇهرن سيدن جو ڳوٺ آهي جيڪو لاڪات جي پرسان آهي) جي دعوت تي تشريف

فرمائيائون، فقير جو گهر سيدن جي گهرن جي وچ ۾ هوا جڏهن پير سائين جن فقيرن سان گڏ فقير جي گهر ۾ طعام کائڻ لاءِ رونق افروز ٿيا، تڏهن اتي جي سخت طبيعت سيدن جمشير فقير ۽ ٻي جماعت کي گاريون ڏنيون ۽ ٻچڙو ڳالهايائون، ان وقت پاڻ ڪريمن سڀني فقيرن کي ماٺ جو حڪم فرمايو! فقير سندن ارشاد موجب ماٺ ڪري ويهي رهيا، ٿوري دير کان بعد ڪن سيدن جمشير فقير جي حمايت ڪري گاريون ڏيندڙن سيدن کي جهٽڪيو ۽ ڳالهايو ۽ فقير کان اچي معذرت گهريائون، ابتري ۾ پاڻ ڪريمن جماعت سان گڏ طعام استعمال ڪري اٿيا ۽ هي بيت ارشاد فرمايائون:

**بهر رنگے کہ خواهي جامہ مي پوش - من اندازه قدرت رامي شناسم**

(جنهن بہ رنگ ۾ وڻيئي ڪپڙا پيو ڍڪ ! آئون قدڪاٺ مان ئي توکي سڃاڻان ٿو!)

پوءِ ان شهر مان ٻاهر نڪري ٻي فقير جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا.

**69- نقل :** فتح محمد فقير نظاماڻي، نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڀيري حضرت پيرسائين قدس سره جن ٽنڊي بهادر فقير نظاماڻي جي مسجد شريف ۾ مغرب نماز کانپوءِ ذڪر پورو ڪري سورت يس تلاوت فرمائي پئي تہ اوچتو محراب مان هڪ نانگ نڪتو! جيڪو پاڻ ڪريمن جي راڻن مبارڪن تان لنگهي مقتدين جي صف ۾ آيو ان کي ڏسڻ سان هرهڪ جي زبان تي بلا، بلا جو آواز اچي ويو ڪيترا ماڻهو اٿي ويا، جن ۾ گل فقير مست بہ هو، پر پاڻ جيئن سوره يس پڙهي رهيا هئا تيئن مصروف رهيا، احمد خان فقير نظاماڻي نانگ جي مٿان ڪپڙو وجهي نانگ ماريائين، پوءِ پاڻ ڪريمن گل فقير مست کي فرمايو تہ توحيد جي دعوا تہ ڪرين ٿو، مگر ان تي محڪم نٿو رهين ڇو تہ توحيد ۾ غير تہ آهي ئي ڪونہ!

**ڪجاغير کہ غير کو نقش غير - سواء الله والله مافي الوجود**

(ڪٿي آهي غير ڪٿي آهي غير جو نشان ! خدا جو قسم الله کانسواءِ ڪاشيءِ موجود ئي ڪانهي !)

**70- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ مخدوم غلام محمد بگائي جي سند، جيڪا توحيد ۾ هئي پڙهيائون پئي مون عرض ڪيو تہ حضرتا! مخدوم غلام محمد ڪنهن جو مريد هو؟ جو هيترو علم بيان ڪيو اٿس! پاڻ ڪريمن ارشا فرمايو تہ بزرگ موصوف جو پٽ، مخدوم محمد زمان لواري واري رحمة الله عليہ کان ذڪر وٺي صاحب حال

جو ٿيو هو! ۽ مخدوم غلام محمد پنهنجي پٽ کان ذڪر وٺي هن حالت تي پهتو آهي! پاڻ ڪجهه سنڌي بيت ٺاهي ڪڏهن ڪڏهن توحيد جي رغبت لاءِ فقيرن کي ٻڌائيندا هئا! هي هڪ بيت انهن مان آهي:

**تون ڪيئن تڪليفون ڪرين ملا مٿي مستانن**
**سـرڪي ساءُ نه آيءِ جاچس چکي چرين**
**الســتي آواز تـي، ميا مست وتن!**
**حشر ۾ هوشيار سي مس مستانا ٿين**

اي ملا تون مستانن تي ڇاجي تڪليف ڪرين ٿو، توکي انهي ذوق جو ڍڪ نه مليو آهي، جيڪو ذوق مستانن چکيو آهي، الست جي آواز تي مست آهن ۽ اهي مست حشر ۾ مس هوشيار ٿيندا . هتي مولوي رحمة الله عليه مثنوي معنوي ۾ فرمايو آهي:

**گفتگوئي عاشقان بالطف رب -جوشش عشق است نے ترک ادب**

عاشقن جي گفتگو الله جي مهرباني سان، عشق جي جوش ڪان آهي نه بي ادبي سببان!

**هرکہ کرد از جام حق یک جرعہ نوش - نے ادب ماندوراند عقل وهوش**

(جنهن حق جي پيالي مان هڪ ڍڪ پيتو، تنهن کي نه ادب جو خيال رهيو ۽ نه ئي عقل هوش رهيو!)

**71-نقل** :خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي نظاماڻي فقيرن ۽ نوداڻي فقيرن ۾ جهيڙو ٿي پيو هو، جان مريد ٿيو تڏهن کان سلطان فقير نظاماڻي هٿيار ٻڌڻ ڇڏي ڏنا هئا .تنهن وري پاڻ سان گڏ هٿيار رکڻ شروع ڪيا! هڪ ڏينهن پير سائين جن سفر ۾ سوار ٿيڻ وقت سلطان فقير جا هٿيار ڏسي ورتا .ڏسڻ شرط فرمايائون ته اي سلطان،ڇا پنهنجي خدا سان شرڪ ڪيو اٿئي؟

**72- نقل** :هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ حيدرآباد شهر ۾ تشريف فرمائيا هئا ۽ آئون به سندن خدمت ۾ حاضر هوس ۽ پاڻ سڳورن کي عبدالمالک نالي هڪ شخص قوم دل زور ڏيئي رهيو هو! پوءِ پاڻ مون ڏانهن منهن مبارڪ ڪري فرمايائون ته خليفا! مونکي مالڪ زور ڏئي ٿو! مون ٿوري دير ماٺ ڪري عرض ڪيو ته حضرتا! پيو ڪير اوهان کي زور ڏيندو!

**73- نقل** :حضرت تجر ڏٺي رحمة الله عليه فرمايو ته هڪ ڏينهن حضرت پير

سائين قدس سره جن جي حضور ۾ ميان محمد صديق (جيڪو اسانجو مامون هو) ڏانهن سفارشي خط لکڻ جي اجازت گهريم؟ پاڻ اجازت ڏيڻ فرمائي، پوءِ ڪاتب کي خط لکڻ جو حڪم ڪيو سون! ڪاتب مامي جي عبارت کي لکي منهنجي طرفان خط لکيو! جڏهن سندن نظرمبارڪ کان خط گذريو، تڏهن فرمايائون ته خط اسانجي طرف کان نه لکيو اٿو، بلڪ پنهنجي طرفان لکيو اٿو، وري ان وقت ئي فرمايائون ته مهر هڻي ڏيوس.

اي عزيز! ان معرفت جي سچ خط ڏسڻ شرط فرق جي نگاهه ڪٽي ڇڏي، جتي جمع الجمع وحدانيت آهي اتي مامون ۽ صحرو نه آهي پوءِ مهر مبارڪ هڻڻ جو ارشاد فرمايائون!

**74- نقل** :هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته شيخ منصور جو انا الحق جو نعروحضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي هن فرمودي جي هيٺان هيومن راني فقدرا الحق (يعني جنهن مونکي ڏٺو بي شڪ ان حق کي ڏٺو) پر حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي فرمان ۾ حقيقت ۽ شريعت وارن لاءِ عجيب پختگيءَ معنيٰ ۽ نڪتا آهن ۽ منصور جي مقولي ۾ توحيد جي ڪچائي آهي!

**75-نقل** :حضرت پير سائين قدس سره جن جي طبيعت کي بدبوءِجي بانس نه ايندي هئي، جيڪڏهن ڪٿان گندگيءَ ۽ بدبوءِ واري جاءِ کان لنگهڻ ٿيندو هو ته سڀجي جماعت نڪ بند ڪندي هئي، پر پاڻ ڪريم پنهنجي حالت تي هوندا هئا. هڪ ڏينهن مون انهي متعلق پاڻ ڪريمن کي عرض ڪيو، پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته اسان کي بدبوءِ ايندي ئي ڪانه آهي،

اي عزيز حضرت پير سائين قدس سره جن جي عجيب خلقت، روح کي راحت رسائيندڙ هئي، جو گندگي کي اصلا ان ۾ دخل نه هو! بلڪ ان حقيقت جي سج جي تاب سان سڀ پليتيون خوشبوئن سان بدلجي ويون ٿي! اتي پليتي کي ڪٿان ٿي وات لڳي!

**76-نقل** : هڪ ڏينهن حضرت پيرسائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ هڪ تنتر جي پويان گهوڙا ڊوڙايا ۽ تنتر هڪ وڻ ۾ ڇپي ويهي رهيو! خليفو ميان سلطان جنهن کي صرف توحيد جي حالت هئي، پنهنجي گهوڙي تان لهي تنتر ڳولڻ لڳو، پاڻ ڪريمن فرمايو ته سلطان فقير جي ڳولڻ تي اعتبار نه آهي جو ته جيڪڏهن ڏسندو تڏهن به نه ٻڌائيندو ان ڪري تنتر کو ٻيو فقير وڃي ڳولي!

**77-نقل** :هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مسجد شريف ۾ مثنوي شريف پڙهي رهيا هئا، اتفاق سان، ڪبوتر سندن پهرياڻ مبارڪ تي وٺ لاهي وڌي، پاڻ فرمايائون ته هي به انهيءَ جو موڪليل آهي!

**78-نقل** :ميندرو فقير پليجو نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ هڪ فقير سوال عرض رکيو ته حضرتا! مون کان نماز ادا نٿي ٿئي، جواب ۾ ارشاد فرمايائون ته هي به محبوب جي محبت جي ڪمي آهي! جيڪڏهن محبوب جي محبت دل ۾ پيدا ٿي وڃي ته پوءِ سندس قولن ۽ فعلن جي تابعداري پوري نصيب ٿيندي ۽ نماز ۾ اها ڪوتاهي جيڪا حال جي غلبي جي ڪري ٿئي ٿي ان نماز ۾ ڪهڙي طرح ٿي سگهندي؟ جنهن ۾ خود نمازي جو وجود ئي نٿو رهي، هن وقت جو تو مونکان پڇيو آهي اهو محبوب جي محبت جي گهٽتائي جي ڪري آهي نه ڪ حالت جي ڪري جو ته ان وقت سوال پڇڻ جي ضرورت ئي نه رهندي آهي.

**79-نقل** :هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن تنڊي لقمان ٽالپر ۾ تشريف فرمائي پاڻ کٽ تي ويٺا هئا، ان وقت خليفو ميان نبي بخش لغاري ۽ لاڙ جي ٻي جماعت زيارت کان مشرف ٿي، ۽ فقيرن تي وجد پئجي ويو! هڪ فقير محبت جي جذبي کان پنهنجو مٿو پاڻ ڪريمن جي کٽ تي هنيو ٿي! ۽ پاڻ سڳورڻ سندس مٿو مٿي ڪري توحيد جو نڪتو بيان فرمايائون ته:
اي يار ڪنهن کي ايذاءَ رسائين ٿو ۽ اهو ڪير آهي، ۽ چالاءِ مٿو ڪاٺي تي هڻين ٿو؟ ان کان بعد فرمايائون اسان کي ابتدا ۾ هي عادت هئي جو پيادي هلڻ وقت پٿريا ٻي ڪا تڪليف پهچائيندڙ شيءِ، وات ويندي نظر اچي وئي ته پري ڪندا هئاسون، هن خيال سان ته متان محبوب کي تڪليف پهچائي! محبوب جي لفظ فرمائڻ وقت هٿ جو اشارو پاڻ ڏانهن ڪندا هئا. اي عزيز سندن هيءَ عادت هميشه هئي ته جي وات ۾ پٿر پٿر ڪک ڪنڊو هڏو وغيره نظر مبارڪ ۾ ايندو هو ته پاڻ پير مبارڪ سان پري ڪندا هئا! ۽ فرمائيندا هئا ته حضرت ميان صاحب قدس سره جن جي به اها عادت مبارڪ هئي !

**80-نقل** :هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن درگاهه مبارڪ تي مسجد شريف ۾ عشاءَ نماز کان بعد فقيرن جي صحبت لاءِ ويٺا ۽ حاضرين مجلس کي فرمايائون ته اي يارو توحيد جو فڪر ڪري ويهو؟ پوءِ سڀئي فقير ماٺ ڪري ويهي رهيا ۽ ڪو وقت مجلس ۾ نه ڳالهايائون! پاڻ فرمايائون ته

وحدانيت جو فڪر زبان جو مان ڪرڻ نه آهي، بلڪ اهو ٻيو قسم آهي پوءِ مونکي دل ۾ آيو ته حضرتنا! اهو توحيد جي فڪر جو قسم به اوهان جي توجه ڪانسواءِ ڪيئن هٿ ايندو؟ في الفور پاڻ منهنجي وهم جو جواب فرمايائون ته اي يارو! ماڻهو پراڻن ڪپڙن جا ٽڪرا گڏ ڪري رلي ٺاهيندا آهن، جيڪڏهن توهان به ان نموني سان وحدانيت هٿ ڪري وٺو ته گهڻن دردن کان آزاد ٿي پئو ۽ عجب ذوق حاصل ڪريو!

**81- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره لاڙ جي سفر ۾ ٽالپرن فقيرن جي دعوت تي ٺري ۾ آياهئا، اتي توحيد جو مثال بيان فرمايائون ته جيڪڏهن ڪاني جي مٿي تي ٽانڊو رکي ڦيرائبو ته گهڻي ڦيرائڻ کان گولائي جي شڪل نظر ايندي ۽ حقيقت ۾ اها هڪڙي ٽانڊي واري ڪاني آهي! ۽ فرمايائون ته هي سڄو عالم گهٽاٽوپ کان گول آهي ۽ اصل ۾ اهو هڪ ٽانڊو آهي يعني مطلق حق آهي، جيڪو وجود ظلي کان هرجاءِ تي آيو آهي:

**حق جان جهان است جهان جمله بدن - توحيد همين است ديگر حيله و فن**

(حق جهان جي جان آهي ۽ جهان سڄو بدن آهي، توحيد اها ٿي آهي ٻيو سڀ نظر جو ڌوڪو آهي!)

**82- نقل :** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن هڪ جاءِ تي تشريف فرما ٿيا، اتي هڪ ننڍو حوض هو، جنهن ۾ مينهن جو پاڻي ٿورو بڇيل هو، جيڪو سائو ۽ خراب ٿي ويو هو، ۽ مون اتان نماز لاءِ وضو ڪيو ٿي، هڪ فقير چيو ته اي محمد شفيع ! هي پليت پاڻي آهي تون ڇاٿو ڪرين؟ فقيرن هيءَ ڳالهه حضور ۾ پيش ڪيائون مون کي گهرائي فرمايائون ته هي تو ڇاڪيو، جو پليت پاڻي مان وضو ڪيئي ۽ ڪا به نظر نه ڪئي عرض ڪيم ته حضرتنا! مونکي پاڻي جي پليتي تي ڪا به نظر نه پئي ان کان بعد منهنجي پٺيءَ تي هٿ مبارڪ هڻي فرمايائون ته صوفي کي سڀ حلال آهي،

اي عزيز! هن مقام تي هڪ نڪتو آهي اهوهي ته سڪر جي حالت ۾ مريد تقوي! جي لباس کان خالي پاڪائي ۽ پليتي کان بي خبر ۽ عبادت جي تڪليف کان فارغ هوندو آهي، اهڙي موقعي تي مرشد ڪامل مڪمل جو توجه ۽ نظر ٿي هوندي آهي، جيڪا مريد کي سڪر جي ڪن مان سلامت ڪڍڻ جو

وسيلو ٿيندي آهي، جيئن مٿيون مريد تقويٰ جي لباس کان عاري سڪر جي حالت ۾ هوته مرشد ڪامل مڪمل ڪيس تقويٰ جي نوراني لباس سان سرفراز فرمايو! اي عزيز صاحب حال انهيءَ حقيقت کان بخوبي واقف آهي البت بي حال جي لاءِ انهي نڪتہ جي پروڙ مشڪل آهي!

**83- نقل :** حضرت تجر ڏٿي رحمة الله عليہ نقل ڪري ٿو تہ هڪ شخص حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! حضرت امير معاويہ رضي الله عنہ ۽ يزيد ڪي خراب چئجي يا نہ؟ جواب ۾ فرمايائون تہ معاويہ ۽ يزيد ٻئي حضرات ٻنهي امامن سڳورن جي وصال جا وسيلا هئا، جيئن ڪنهن عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ نهر وهندڙ هجي، پوءِ ڪو ماڻهو عاشق کي نهر پار ڪرائي معشوق سان ملائي تہ ان کي ٻچڙو چالاءِ ڳالهائبو؟ ساڳي طرح هي ظاهري موت بہ حق جي وصال جي نهر آهي، جيڪو ان کان لنگهائيندو اهو وسيلو وصال جو آهي. اي عزيز! هن باب جي موافق حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليہ فرمايو آهي:

سختي شهادت جي سڻ شادي جو ڏينهن
ڏرو ناهہ يزيد کي نسوروئي نيهن
محبت ولو ميڻهن، عليءَ جي اولاد تي!

**84- نقل :** خليفو لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن رمضان شريف جي مهيني ۾ منهنجي دعوت تي ديهہ ڪوڪر ۾ تشريف فرماٿياهئا ۽ مخدوم ابراهيم ڪوهر و مجذوب الحال انهن ڏينهن ۾ روزانہ رڪندو هو ۽ ان کي حافظ فقير هالائي روزي رکڻ لاءِ تڪليف ڏيندو هو ۽ مخدوم چوندو هو تہ آئون روزو نہ رکندس! ان باب ۾ گهڻا سوال جواب پاڻ ۾ ڪندا هئا، هڪ ڏينهن حافظ فقير هالائي ان کي چيو تہ تون روزو نٿو رکين تہ فقيرن جي جماعت مان نڪري وڃ ۽ اها ڳالهہ حضرت پير سائين قدس سره جن جي ڪنن مبارڪن تي بہ وڃي پيئي! پاڻ ابراهيم مجذوب کي فرمايائون تہ جي روزو نٿو رکين تہ اسان جي جماعت مان نڪري وڃ ؟ ان مجذوب فقير چيو وٽ پنهنجي جماعت ۾روانو ٿي وڃو حضرت جن فرمايو تہ وڃ وڃ، تنهنجي جماعت کي ضرورت نہ آهي ۽ ائين چوندي پاڻ مرڪي بہ رهيا هئا، پوءِ اهو مجذوب ٻاهر وڃي وري اچي مسجد ۾ ويهي رهيو!

**85-نقل :** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين

قدس سره جن حيدرآباد جي قلعہ ۾ تشريف فرما ٿيا هئا، اتي هڪڙو ماڻهو آيو ۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا! آئون فلاڻي جاءِ تي بہ آيو هيس ۽ هتي بہ حاضر ٿيو آهيان، مون ڪي سڃاتو ٿا؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ اسان توکي اتي بہ ڏٺو هو ۽ هتي بہ سڃاڻون ٿا!

اي عزيز! هي وبچارو ڪبير پياڪ معرفت کي ڇا سمجهي، مطلب هي آهي تہ پاڻ ڪريمن منئيءَ جي ذري کي نظر ۾ نہ آڻي فرمايائون تہ توکي عالم معنيٰ ۽ عالم ڪثرت ۾ بہ سڃاڻون ٿا:

**بهر رنگے کہ خواهي جامہ مي پوش - من اندازه قدت رامي شناسم**

(جنهن رنگ جا بہ گهرين ڪپڙا ڍڪي اچ، پر آئون تنهنجي قد کي ٿي سڃاڻان ٿو!)

**86-نقل** :يعقوب فقير ڏيٺو نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن مسجد شريف ۾ ڪبڙ جي هيٺان قرآن شريف جي تلاوت ۾ مشغول هئا، ۽ ان وقت خليفو ميان حسن شاهہ پاڻ ڪريمن جي حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ حضور ۾ وينل هڪ فقير کي چيائين تہ ٿورو پري ٿيءُ تہ مان بہ سندن تلاوت ٻڌان تنهن تي پاڻ جوش ۾ آيا فرمايائون تہ تون بہ گمراه ٿئين ۽ جنهن کي مريد ڪيو هئي انکي بہ گمراهہ ڪيئي ڇالاءِ پري ڪرينس ٿو؟ پوءِ خليفي تمام گهڻي معذرت ۽ عاجزي ڪئي، تڏهن پاڻ راضي ٿيا.

اي عزيز ان وقت ان يار جي نظر ڪثرت تي هئي، نہ حقيقت تي! جي سندس حقيقت تي نظر هجي ها تہ ڳالهہ ان کان ظاهر نہ ٿئي ها ۽ نہ ڪيس جهڻڪن ها! هي جهڻڪ حال جي نہ سڃاڻڻ ڪري فرمايائون!

**87- نقل** :محمد شفيع نقل ڪري ٿو تہ ڪڇ جي سفر ۾ ڪو چور حضرت پير سائين قدس سره جن جو چغو چوري ڪڻي ويو! پوءِ پاڻ جڏهن ڪڇ جو سفر پورو ڪري موٽي شيخ پرڪيہ عليہ الرحمہ وٽ تشريف فرما ٿيا! تہ ٿوري دير آرام ڪري قرآن شريف جي تلاوت ۾ مشغول ٿيا ۽ اتي پاڻ ڪريمن جي پرسان، ٻن ٽن فقيرن چور جي ڳالهہ شروع ڪئي، پاڻ قرآن شريف جي تلاوت کان فارغ ٿي انهن کي فرمايائون تہ ڇو ڳالهہ بيڪار مقال ۾ پيا آهيو؟ ۽ شڪايت ماضي جي پيا ڪريو، چوغو اسان جو هو، اهو هينئر بہ اسان وٽ آهي!

**88- نقل** : هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ راڳ ٿيو پئي ۽ راڳ جي وچ ۾ پاڻ ڪريمن جو سنڌي ۾ ناهيل مولود:

اٿو، عالم ڄام، ڪرهو ڪامل فرصت ڪام
درماندن دارون ڪريو،دارون ڪريو؟

پڙهيائون ان وقت پاڻ سڳورن ٻانهي کي آهستي فرمايو ته جنهن وقت هي مولود شريف ڳاهيو هوم، ان وقت سڪر جي ابتدائي حالت هئي، هرجاءِ تي محبوب حقيقي نظرن ۾ هو، مولود ۾ محبوب حقيقي جي آرام جو تصور آهي ۽ ڪين توجه لاءِ عرض ڪيو وڃي پيو!

**89- نقل :** فيروز فقير نقل ڪري ٿو ته جڏهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي محبت ۽ شوق جي چڻنگ دل ۾ چمڪي، تڏهن هرجاءِ هر طرف پاڻ ڪريم ئي نظر آيا ٿي، ان حالت ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! هن ڪان اڳ سائين جن کي پير سمجهيم ٿي ۽ پاڻ کي مريد؟ پر هاڻي اوهانجي اکين مبارڪن جي مشاهدي سان: اينماتولوافثم وجه الله، وانگر جيڏي به ڏسان ٿو، سمجهان ٿو ته اوهان جي ذات مبارڪ ئي آهي هاڻي توجه فرمايو ته هر وقت هر جاءِ تي هن ضعيف کان ادب بجا اچي؟ انوقت هزار شفقتن ۽ عنايت سان توجه مبذول ڪندي فرمايائون:

درو ديوار مي آئينه شد از ڪثرت شوق - هرڪجامي نگرم روئے ترامي نگرم !

(گهڻي شوق ڪان در ديون منهنجا آئينا ٿي پيا آهن! جيڏي ڏسان ٿو اتي تنهن جو چهرو مبارڪ ڏسان ٿو!)

**90- نقل :** سلطان فقير ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن محمد خان پٽ بهادر فقير ٽالپر، حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! مريد کي مرشد جي ڪيستائين ضرورت آهي؟ پاڻ ڪريمن شفقت مان هي جواب ارشاد فرمايو ته دلال جي ضرورت واپار ٿيڻ تائين آهي، ان ڪان بعد دلال جي ڪا به ضرورت نه آهي، ۽ هي حافظ شيرازي عليه الرحمة جو بيت پڙهيائون:

حافظ مريد جام مئے است اے صبابرو - وازبنده بند گي برسان شيخ جام را

(حافظ محبت جي پيالي جو مريد آهي، اي باد صبا وڃ جام جي صاحب (مرشد) کي ٻانهي جي طرفان وڃي بندگي حوالي !)

**91- نقل :** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ڪنهن فقير جي دعوت تي تشريف فرمائي رهيا هئا! ،محبت ناليءِ فقير کي فرمايائون ته اسان سان وات سڄاڻيندڙ ڪير آهي؟ ان فقير عرض ڪيو ته حضرتا! وات ڏيکاريندڙ اوهان جو وجود مبارڪ آهي، پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته اسان جهنگل

سڃاڻندڙ نہ آهيون، اينتري ۾ فقيرن دعوت واري فقير کان وات ڏيکاريندڙ ماڻهو گهريو؟ ۽ تمام گهڻي ڳالهہ ٻولهہ تي پاڻ فرمايائون تہ اي يارو! بيڪار لڙ گوڙ ڇڏيو ڇو تہ محبت اسان جي وات سڃاڻندڙ آهي!

**92- نقل** :صاحبزادو ميان محمد شاهہ نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ مون ۽ ميان محمد ياسين گلستان جو سبق پڙهيو پي، ۽ پاڻ انهن ڏينهن ۾ گهڻو ڪري ڪتاب جمع الجوامع جي مطالعي ۾ مشغول هوندا هئا، پوءِ مون ان ڪتاب جي ڪليل جاءِ تي نظر ڪئي! پاڻ اهو حال ڏسي فرمايائون تہ اي بابا مطالعو ڪرڻ چڱوڪم آهي ليڪن ڪتاب جو مطالعو حرفن جو پڙهڻ نہ بلڪ انهي جي اصطلاح کان واقف ٿيڻ آهي، ڪوبہ لفظ چئو تہ توهان کي ڪتاب مان انجي معنيٰ معلوم ڪرڻ جو طريقو سيکاريان؟ پوءِ منهنجي نظر ڪتاب ڏسڻ وقت لفظ " اتک" تي پيئي هئي جيڪو شنگرف سان لکيل هو، مون عرض ڪيو تہ حضرتا! اتک لفظ جي معنيٰ ڪهڙي؟ پوءِ پاڻ منهن مٿي ڪري فرمايائون تہ اول هيءَ معنيٰ آهي تہ الف مان مراد آئون آهي، جنهن کي فارسيءَ ۾ " من" چوندا آهن ۽ حرف "تي" مان مراد تون آهين، جنهن کي فارسي ۾ " ترا" چوندا آهن ۽ " ڪاف" مان مراد ڪوڙ آهي جنهن کي فارسي ۾ " دروغ" چوندا آهن يعني " مان" ۽ تون سڀ ڪوڙ آهي.

اي عزيز پاڻ ڪريمن لفظن جي ڳانڍاپي مان توحيد جو نڪتو ڪڍي صاحبزادي کي ان جي ترغيب ۽ شوق ڏياريائون!

**93- نقل** :طيب فقير نقل ڪري ٿو تہ هڪڙي فقير حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! نفس ۽ شيطان ڏسڻ ۾ نٿو اچي ورنہ ان سان جهيڙو ڪجي ۽ مارڪٽ ڪجيس! پاڻ زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ جيڪو ماڻهو ڪنهن جي گهر وڃي ٿو، ۽ گهرجي مالڪ جو ڪتو ان کي کائي ٿو، جڏهن تہ ڪتي کي مارڻ سان سندس مالڪ ڪاوڙجي ٿو! پوءِ بچڻ جي صورت هي آهي، جو گهر جي مالڪ کي سڏ ڪري تہ ڪتي کي جهل آئون اندر اچان؟ پوءِ جيڪڏهن اهو شفقت سان پنهنجي ڪتي کي روڪيندو تہ ان کي ڪتو اندر ٻاهر اچڻ ۾ مانع نہ ٿيندو!

**94- نقل** : غلام فقير ٻهڻ نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن ڏيهہ

سانگهڙ ۾ مراد علي نظاماڻي کان پڇيائون ته علي محمد ڪٿي آهي؟ جواب ۾ خليفي ميان سعيد خان ماباڻي عرض ڪيو ته اهو اسان جي ڳوٺ ابراهيم نظاماڻي ۾ رهندو آهي، ۽ هميشه شراب پيئندو آهي! انهي تي پاڻ خليفي کي فرمايائون ته اٿين چوڻ نه گهرجي، ڇو ته طريقت ۾ ڪافرسان به اصلاح جو طريقو اختيار ڪرڻو آهي، مولوي رومي رحمة الله عليه ڪهڙو نه سٺو چيو آهي:

**چون به بي رنگي رسي کان داشتي - موسيٰ و فرعون، دارند آشتي**

(يعني جڏهن بي رنگي جي مقام تي پهچندين، ته موسيٰ (عليه السلام) ۽ فرعون جوبه هڪ ٻي ۾ صلح ڏسندين!)

**95- نقل :** خليفو لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن سان سفرڪندي، ٽنڊي قيصرنظاماڻي کان، ديهه محمد خان پرڳڙي ڏانهن متوجه ٿياسون! واٽ ۾ مون عرض ڪيو ته حضرتا، مون کي هڪ ڪتاب مليوآهي! جنهن ۾ قرآن شريف ۽ حديث پاڪ جو هڪ لفظ به ڪونه آهي، ليڪن ان جو مضمون توحيد جوجز ۽ ڪل مذڪورآهي! پاڻ فرمايائون ته ڪنهن ڪافر جو جوڙيل هوندو! مون عرض ڪيو ته حضرتا ان جو مصنف جو نالو ڪونه آهي ۽ ان ۾ هي لکيل آهي ته: موت اصل نه آهي ۽ پاڻ ڪريمن فرمايو ته اهو اٿين ٿي آهي جو پهريان ظاهر ۽ ان کان باطن ڏانهن موٽڻ! جيئن نص ۾ وارد آهي: " هو الاول والاخر والظاهر والباطن "

**96- نقل :** ملابچو فقير مگريو، قاسم فقير واڍي کان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ديهه ڪندرن تشريف فرما ٿيا هئا، سندن حضور ۾ سيد فتح علي شاهه صوفي اعتراض ڪيو ته فقيري سان هيترو مجمع (گوڙ) ڪهڙي مناسبت رکي ٿو؟ جواب ۾ ارشاد فرمايائون ته اجا تو کي عالم (جهان) نظر اچي ٿو! ان کان بعد وري شاهه صاحب عرض ڪيو ته حضرتا واجب الوجود جي غذا ڪهڙي آهي؟ فرمايائون ته شايد مد لام جي ني تحقيقات نه ڪئي اٿو يعني حضرت صمديت جي ذات کان سواءِ ڪابه شيءِ نه آهي جو انکي غذا جڳائي!

**97-نقل :**خليفو لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ٽنڊي قيصر فقير نظاماڻيءَ ۾ تشريف فرما ٿيا هئا، شام جي نماز کان بعد مونکي فرمايائون ته قاضي محمد اڪرم کي پنهنجو حال ٻڌائڻو آهي مگر اڪيلائي جو وقت ڳولهيندو آهي، هن وقت خلاصگي آهي انکي ڳولي اچو پوءِ قاضي کي حضور ۾ حاضر ڪيم، قاضي عرض ڪيو ته حضرتا! ظاهري عبادت ذڪي لڳي ٿي، محض تڪليف پائيان ٿو ۽ تڪليف کان طبيعت بيزار

ٿي پئي آهي! مان خيال ڪريان ٿو تہ دل سان مشغول ٿيان، پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ اي يار! توهان کي عبادت ادا ڪندي ڪهڙو لطف ايندو، جو توهان تہ مورڳو عبادت کي تڪليف سمجهو ٿا شايد توهان جي عقيدت ۾ فساد پيو آهي، حالانڪ طالب ڪيُ گهرجي تہ ظاهر کي نہ ڇڏي! پوءِ پاڻ نقل ارشاد فرمايائون تہ منصور جڏهن سڪر جي حالت ۾ "انا الحق" چوندو هو، تڏهن هو هر رات ٽي سو نفل پڙهندو هو! ان ڪان ڪنهن پڇيو تہ هي ڇا آهي جو "انا الحق" بہ چوين ٿو ۽ هيتري عبادت بہ ڪرين ٿو، منصور جواب ڏنو تہ جڏهن اصلي وجود ظلي وجود ۾ نزول ڪري ڪائڻ پيئڻ ۽ ننڊ وغيره ڪان لذت وٺي ٿو تہ پوءِ عبادت ڪان ڇو نہ لذت وٺندو؟

**98- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن هن حديث جو بيان فرمايو تہ: الايمان بين الخوف والرجاءِ" (يعني ايمان خوف ۽ اميد جي وچ ۾ آهي) ۽ هي مقام موحد جو آهي جنهن ۾ نہ خوف ۽ نہ اميد آهي!

**99- نقل :** عبدالله فقير رند نقل ڪري ٿو تہ هڪ وقت حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ هيءَ ڪافي ٿي پڙهيائون:

**تيري دونينان، مستان ڪيا، ديوان ڪيا!**

محفل ۾ ويٺل هڪ مولوي صاحب عرض ڪيو تہ قبلا، دونينان مان مراد ڇا آهي؟ آئون ان وقت مجذوب الحال هيس، مون پاڻ ڪريمن ڪان اڳ۾ ان کي جوش مان چيو تہ: دونينان مان مراد، ٻنهي طرفن ڪان جوتن جي مار آهي! اهو ٻڌي پاڻ ڪريم مرڪيا ۽ فرمايائون تہ اهو مجذوب آهي ( ان کي ڇڏيو) باقي " دونينان" مان مراد، حقيقت ۽ شريعت آهي! اهي مبارڪ الفاظ ٻڌي، اهو مولوي باربار چوڻ لڳو، خوب، خوب خوب!

اي عزيز: توڙي جو اهي حرف ٿورا آهن، مگر معنيٰ گهڻي رکندا آهن، بلڪ ام المعاني، يعني مڙني معنائن جي ماءُ آهن! جيئن " صحائف الرسل( عليهم السلام) يعني رسولن جي مڙني ڪتابن جو خلاصو قرآن مجيد آهي ۽ وري ام القرآن سورت فاتحہ آهي، ۽ بسم الله الرحمن الرحيم، سورت فاتحہ جي ام آهي. ۽ جيڪي علم قرآن مجيد ۾ ذڪر ڪيا وياآهن اهي سيئي بسم

الله جي ب ۾ ڇپيل آهن، ۽ با جو نقطو، احديت جي الف جو خليفو آهي، ان ڪي ٻہ مرتبا آهن، حقيقت ۽ شريعت! ۽ ان کي ڪثرت ۽ وحدت بہ چوندا آهن، جڏهن احديث جي الف نقطي جي طرف رجوع ڪيو تہ سيئي حقيقتون ۽ صورتون، هويت (مطلق، جامع حقيقت) جي پردي ۾ غائب ۽ ڇپيل ٿيون ! ۽ پوءِ ڪون و مڪان جي ميدان ۾ جلوه گر ٿي، بيڪ وقت پنهنجو پاڻ سان راند بازي ڪندي، عابد ۽ معبود، ساجد ۽ مسجود ٿيو! ۽ پوءِ وري ڪثرت جي پوشاڪ ۾ ، احديت جي مرتبي کي ٿو چوي تہ: انت مالڪي وانا مملوڪ، انت معبودي وانا عابد، انت مسجودي وانا ساجد.

۽ سالڪن کي جنهن ديوانو ڪيوآهي، اهي ٻہ نينان يعني احديت ۽ عبديت آهن! ۽ انهن ٻنهي نيڻن پاڻ ۾ کهڙي نہ سهڻي راند ڪيڏي اٿن! جو هن جاءِ تي، بيخودي ۽ باخودي موافقت رکن ٿا، حقيقت ۽ شريعت هڪ وجود ڏيکارجن ٿا ۽ نابود بہ بود جهڙو لڳي ٿو، جيئن جو چيو اٿن:

**هرونگے کہ خواهي جامہ مي هوش - کہ من آن جلوه قدرا ميشنا سم**

(يعني جهڙي بہ رنگ جا وٽني ڪپڙا پاءِ پيو! مان تہ توکي قد ڪاٺ مان ئي سڃاڻان ٿو!)



# فصل پنجون

## سالڪ جي فنا ۽ بقا

( هيءَ بقا ۽ فنا اها نہ آهي جيڪا پوري طرح نزول ڪندي آهي بلڪ هيءَ فناسڪر ۽ صحو سان لازم آهي!)

**1- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ شاھ خيرالدين (جيئي شاھ) رحمة الله عليہ ڪامل بزرگ ۽ صاحب حال جو هو. جيڪو بکر جي ڀڳوٺ ۾ رهندو هو، سندس هڪ مريد سڪر ۾ هو، جيڪو ڀڳوٺ کان ٻاهر هڪ خلوتخانو ٺاهي ان ۾ اڪيلو رهندو هو. اتفاقاً اتان اچي درياھ لنگهيو ۽ گهڻن سالن کان بعد اهو درياھ اتي واريءَ جي دڙا ڪري ڇڏي ويو! ان کان پوءِ اهو مريد شاھ خيرالدين کي ياد آيو ۽ پڇيائين تہ فلاڻو ڪٿي آهي؟ مريدن چيائون، حضرتنا اهو شهر کان ٻاهر پنهنجو خلوتخاني ۾ رهندو هو! پوءِ اتي ڪيئي سال درياھ وهندو رهيو، هاڻي اتي درياھ واري ڪري ڇڏي ويو آهي! پوءِ بزرگ فرمايائين تہ منهنجي گهوڙي تيار ڪري ڪاهي اچو؟ گهوڙي خودبخود ان کي سڃاڻندي، جڏهن گهوڙي حاضر ڪئي وئي، تڏهن ان تي سوار ٿي انهن دڙن ڏانهن روانا ٿيا، جڏهن اتي پهتا، تڏهن هڪ جاءِ تي گهوڙي پنهنجا پير هنيا، ان وقت فرمايائون تہ اسان جو مريد هت آهي! پوءِ ڪوٽرائي گهر جو ظاهري دروازو کوليائون، ڏسن تہ درويش ڪعبي ڏانهن پير ڪيو ستو پيو آهي! شاھ خيرالدين ان جي سيراندي کان اچي هي سنڌي بيت پڙهيو:

**نہ تو ڪعبو نہ قبلو، نہ تو رهيو سجود**
**جيلانها ونجايئي وجود تيلانها سائر گڏيئن!**

(يعني توتي نہ ڪعبہ جي تڪليف ۽ نہ سجدي جي ان ڪري پاڻ کي وساري درياھ ۾ ويهي رهين) ان مريد بہ پنهنجي پير جي خدمت ۾ سڪر کان بيخودي جي حالت ۾ هي بيت پڙهيو: )

**ڪوھ ڪريندا قبلو جن سڃاتو سلطان**
**پرين اسين پاڻ سجدو ڪيون ڪنهن کي!**

(يعني جن بادشاهہ کي سجاتو اهي قبلي کي ڇا ڪندا اسان پاڻ دوست آهيون سجدو ڪنهن کي ڪريون) هي چئي اٿيو ۽ سندس پير ڪيس پاڻ سان گڏ وٺي پنهنجي جاء تي آيو!

**2- نقل:** هيڪر پاڻ فرمايائون تہ هڪ ڏينهن خليفي ميان الهرڪيي ڪان سوال ڪيم تہ صاحبا! تهجد جا نفل پڙهندا آهيو؟ چيائين تہ تهجد جي وقت اٿي وضو ڪري هڪ نفل پڙهندو آهيان، ڪڏهن ائين ئي ويٺو هوندو آهيان! چو تہ هن فقير تي فرض بہ ڪريل آهي! ان بزرگ جي چوڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ فرض فرضيت ۽ ان جو ادا ڪرڻ پانهي جي ذمہ هوندو آهي! جڏهن پانهپ فنا ٿي ويئي پوء فرض ڪنهن تي لازم ٿيندو؟ ۽ اولياء الله جيڪا نماز پڙهن ٿا، سو عبوديت ۽ خاص ذوق ڪان ادا ڪن ٿا. جيئن مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي فرمايو رحمة الله عليہ آهي:

**پين عبادت ايريو، توکي ماکي ساء،**
**سڪ منجهان سجدا ڏي محض لذت لاء**

معلوم ٿيو تہ ظاهر وارن کي عبادت ايريي وانگر لڳي ٿي! جو روز پڙهن ٿا ڪوبہ مزو نٿو اچين، چو تہ بيمار آهن ۽ اهي گناهن جي مرض ڪان شفا لاء ۽ حورن قصورن لاء (جيڪي اهل الله وٽ دنيا ۾ داخل آهن) عبادت ڪن ٿا! ۽ عارف جيڪي پاڻ کي فنا ڪري حق سان باقي آهن! اهي جيڪي ڪن ٿا اها عبادت نہ آهي، بلڪہ عبوديت آهي، جا خاص وراء الوراء (الله تعاليٰ) جي شوق ۾ ادا ڪن ٿا! ۽ هر رڪن ۾ قيام ۽ رڪوع ۾ سجدي، ۽ قعدي ۾ جدا جدا مزو حاصل ڪن ٿا! چونڊڙ ڪهڙو نہ سنو چيو آهي:

**نماز عابدان رڪوع و سجود است - نماز عارفان ترک وجود است**

(يعني عابدن جي نماز رڪوع ۽ سجدو آهي، مگر عارفن جي نماز وجود جو ڇڏي ڏيڻ آهي!) شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليہ فرمايو آهي:

**تان تان ناهہ سجود، جيسين پسين پاڻ کي**
**وڃائي وجود تهان پوء تڪبير چؤ!**

**3- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن پنهنجي هڪ مريد کان پڇيو، فلاڻي فقير جو توسان تعلق آهي يا نه؟ مريد عرض ڪيو حضرتا! اهو ته منهنجي لاءِ عزرائيل آهي! پاڻ ڪريمن ڪي هن ڳالهه ٻڌڻ شرط اکين مان پاڻي اچي ويو ۽ فرمايائون ته نعوذ بالله منها، ٻي دفعي ائين نه چوجانءِ؟ ڇو جو عزرائيل عليه السلام ته فراق کان ڇڏائي دوست سان ملائيندو آهي، ان کي دشمن سمجهڻ جهالت ۽ وڏي بي ادبي آهي:

**مرگ باشد کہ رساند دوست بدوست - مغز صافي شد چوبخراشيد پوست**

(موت دوست کي دوست سان ملائي ٿو صاف مغز ان وقت ٿيندو جڏهن ان تان کل لاهي ڇڏبي آهي!)

**4- نقل:** رمضان فقير سهتو نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مثال بيان فرمايو ته ڏنار جيڪو رڍن چارڻ لاءِ تاربونودي ٿو، ان وقت جيڪا تاري وڻ کان وڍجي جدا ٿي، اها سڪي وبندي آهي ۽ جيڪا اڌ وڍيل ٿيندي آهي ۽ وڻ کان جدا نه ٿيندي آهي، اها وري به سائي ٿي پوندي آهي!

اي عزيز! حضرت پير سائين قدس سره جن جي هن ارشاد مان معلوم ٿئي ٿو ته جيڪڏهن طالب کي جذبي وقت ماسوئ الله جون سڀ سڏون ڪپجي وبون ته پوءِ فنا حقيقي سان مشرف ٿيندو ۽ بشريت وري اصلي نه موٽندي ۽ اهو ان تاري وانگر آهي، جيڪا وڻ کان بلڪل جدا ٿي وبئي ۽ خشڪ ٿي! جيڪڏهن جذبي وقت سڀ سڏون نه ڪپجي سگهيون ته ان کي عدم چوندا آهن، انهيءَ حالت ۾ بشريت جي موٽڻ جو خوف آهي! پر جيڪڏهن الله تعاليٰ جي مهرباني سان عدم کان فنا سان مشرف ٿي وڃي ته ان جو فضل ۽ مهرباني ڪشادي آهي، جيڪڏهن نه ته پوءِ اهو ان اڌ ڪپيل تاري وانگر موٽي سگهي ٿو! هن مقام تي پاڻ ڪريم هي سنڌي مصرعو پڙهندا هئا: ڊٺيان موٽيا ڊيرڪاڪيان موٽيو ڪو نه ڪو" ڊٺ جي لفظ مان مراد عدم آهي جو گهڻا سالڪ هن مقام کان موٽي آيا ۽ اصلي بشريت ۾ اچي ويا ۽ ڪاڪ جي لفظ مان مراد فنا حقيقي آهي! هن جاءِ کان ڪوبه سالڪ نه موٽندو آهي! هو صبح ڪاذب وانگر آهي ۽ هي صبح صادق وانگر آهي ۽ پير سائين جن

فرمائيندا هئا ته سالڪ جذبي وقت جن خيالن کان جدا ٿي ويو ۽ ان جي دل مان سڀ خيال بلڪل محو ٿي ويا ته هاڻي ان انهن کان ڇوٽڪارو لڌو ۽ اهي خيال جيڪي جذبي وقت به باقي رهيا، انهن کان ڇٽي نه سگهندو ايتري قدر جو حشر جي ڏينهن جڏهن حساب کان بعد جنت ۾ داخل ٿيندو تڏهن به انهن خيالن جي ڪشش باقي رهنديس!

**5- نقل:** هڪ پيري حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايو ته ڪنهن ماڻهوءَ حضرت سيد الطائفه شيخ جنيد بغدادي رحمة الله عليه کان سوال ڪيو ته ولي کان زنا ٿي سگهي ٿي يا نه؟ شيخ صبر ۽ سڪوت سان اکيون بند ڪري فڪر ۾ ويو، ٿوري گهڙيءَ کان بعد مٿو مٿي ڪڍي فرمايائين ته جيڪڏهن الله جي ارادي ۾ آهي ته ٿي سگهي ٿو ورنه سوال ئي پيدا نٿو ٿئي! ڇو ته اولياءَ الله پنهنجي ارادي کان بلڪل خالي آهن!

**6- نقل:** صاحبزادو ميان محمد عطا نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ شخص تنو نالي مجذوب پنهنجي مرشد جي صورت ۾ اهڙو فنا ٿي ويو، جو ظاهراً سندس صورت شيخ جي صورت جهڙي ٿي وئي:

**تو من شدي من تو شدم تو جان شدي من تن شدم**
**تاڪس نگويد بعد زين من ديگرم تو ديگري**

(يعني تون مان ۽ مان تون ٿي وياسون تون ساهه ته آئون جسم ٿي ويس، هن کان بعد ڪو به ائين نه چوي ته آئون ٻيو ته تون ڪو ٻيو آهين!)

**7- نقل:** خليفو لقمان، يعقوب فقير ڏيٺي کان ۽ اهو ميان قابل شاهه کان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! فنا ڇا کي چوندا آهن؟ جواب ۾ فرمايائون ته توهان کي ڪري ٿا ڏيکاريون! پوءِ پاڻ مٿي کان وٺي پيرن مبارڪن تائين چادر ڍڪي آرام ۾ ويا ۽ جسم مبارڪ اهڙو تحليل ٿي ويو، جو رڳو ڪپڙو وڃي رهيو! ان وقت ڏاڍي پريشاني ٿي ته هي سوال ڇو ڪيم؟ ۽ ادب جي ڪري ڪپڙو ڪڍي به نه پيو سگهان! آخر وجود مبارڪ وجود ۾ آيو ۽ پاڻ ڪرڻ فرمايو ته فنا انهيءَ کي چوندا آهن!

# فصل ڇهون

## "هميشہ حاضر دل رهڻ"

**1- نقل:** غريق بحرعرفان خليفو فقير لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن سان سفر ۾ هئاسون، هڪڙي ڏينهن فقيرن هڪ ميدان ۾ گهوڙا ڊوڙايا جڏهن فارغ ٿيا، ان وقت پاڻ ڪريمن فرمايو تہ يارو! گهوڙن ڊوڙائڻ وقت توهان جون دليون حاضر هيون يا نہ؟ ڪن چيو دل حاضر هئي، ڪن چيو حاضر نہ هئي، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ گهوڙن ڊوڙائڻ وقت جن جون دليون حاضر هيون انهن کي گهوڙا ڊوڙائڻ جائز آهن ۽ جن جون دليون حاضر نہ هيون انهن کي گهوڙا ڊوڙائڻ حرام آهن:

**دل بدست آرهرچہ خواهي ڪن - حق نگهدار ڪج ڪلاهے ڪن!**

(يعني دل حاضر رک پوءِ جيڪي وڻئي سر ڪر، حق کي نگهہ رک پوءِ پيل ڪٽي ڏنگي ٽوپي پاءِ!)

**دل بدست آور ڪہ حج اڪبر است - از هراران ڪعبہ يڪدل بهتر است**

(دل هٿ (راضي) ڪر جو هي حج اڪبري آهي ۽ هزار ڪعبن کان هڪ دل بهتر آهي!)

**ڪعبہ بنگاه خليل آزر است - دل گذرگاه جليل اڪبر است**

(ڪعبو حضرت خليل عليہ السلام جو ناهيل آهي ۽ دل الله تعاليٰ جي گذر گاهہ آهي!)

**2- نقل:** هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن سان صاحبزادا بہ سفر ۾ گڏ هئا طعام استعمال ڪرڻ وقت صاحبزادن کي فرمايائون تہ بابا! طعام بہ کائو ۽ دل بہ حاضر رکو! يعني جڏهن گرهہ وات ۾ وجهو تڏهن اسم الله جو تصور ڪريو ۽ جڏهن نڙي کان هيٺ لاهيو، تڏهن اسم هُوجي کي تصور ۾ آڻيو!

**3- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ جڏهن ماڻهو بهشت ۾ داخل ٿيندو، تڏهن ڪوبہ ڏک نہ هوندس، مگر جيڪو ساهہ دنيا ۾ الله جي ياد کان سواءِ ڪنيو هوندائين، ان ڪري تمام شرمسار ۽

غمگين پريشان هوندو:

**دمے بے حق زدن محض گناہ است - بخود مشغول بودن کفر راہ است**

(بغير ياد حق جي ساهہ کڻ گناهہ آهي، پاڻ سان مشغول ٿيڻ ڪفر جي واٽ آهي!)

**4- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن گهوڙن جي سواري تي ڪنهن سوڙهي جاءِ کان لنگهيا، جنهن جاءِ تي ٻنهي طرفن کان پاڻي هو ۽ گهٽي اچ وڃ جي ڪري سڄي گپ ٿي وئي هئي، اتان هلڻ بہ تمام ڏکيو هو، جيڪڏهن لنگهندڙ اتان ڏيان ڪري لنگهيو ٿي تہ ٺيڪ ورنہ ترڪيو ٿي! ان وقت پاڻ ڪريمن فقيرن کان پڇيو تہ مٿان ڪنهن کي خدا وسريو آهي، ڪنهن بہ جواب نہ ڏنو، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ الله تعاليٰ وسرڻو ئي نہ آهي:

**يڪ چشم زدن غافل زان ماہ نباشم - ترسم کہ نگا ہے کند آگاہ نباشم**

(يعني اک ڇنڀ جيترو بہ ان محبوب کان غافل نہ ٿيندس، جو ڊڄان ٿو، متان نظر ڪٽي ڪري ۽ آئون آگاهہ نہ هجان!)

**5- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ صادق البيان فقير چيو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جنهن جاءِ کان لنگها ٿي، سا تمام تنگ ۽ ڏکي هئي ۽ هلندڙن کي اتان هلڻ تمام ڏکيو هو، ان وقت لاءِ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ اسان کي خيال آيو تہ فقيرن کان دل جي حاضري جو سوال ڪريان؟ پر وري هي خيال دل ۾ آيو تہ "ظنو ابالمؤمنين خيرا) (يعني مؤمن ۾ چڱو گمان ڪريو) مطابق ڇا لاءِ فقيرن جي جماعت ۾ بدگماني ڪريان اميد تہ سيني جي دل خدا سان مشغول هوندي!

**6- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ فتح علي ڪنڌي جي دعوت تي ساماري ڏانهن آيا پيئ، واٽ ۾ تنتر نظر آيا؟ پاڻ ڪريمن گهوڙا انهن جي پوبان لڳايا ۽ ميينهن بہ وُٺل هو، جنهن ڪري زمين سڄي گپ ۽ آلي ٿي وئي هئي ۽ گهوڙن ڊوڙائڻ ۾ ترڪڻ جو خوف هو! ان وقت گهوڙا ڊوڙائيندي فرمايائون تہ هن وقت هوشيار ٿيڻ کپي!

# باب نائون

## هن ۾ چار فصل آهن!

## فصل پهريون

### حقيقت محمدي صلي الله عليہ وسلم

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حقيقت محمدي، عليٰ صاحبها الصلواة والسلام جي فضيلت ۽ ٻين نبين سڳورن جي ظهور جي حقيقت مثال جي روشني ۾ بيان ڪئي ته: چنڊ پهرين تاريخ کان تيرهين تائين ڪمال ڏانهن وڌندو رهي ٿو، تانجو ڪامل ٿئي ٿو، ان کان پوءِ وري آهستي آهستي گهٽجي غائب ٿيو وڃي، اهڙي طرح حقيقت محمدي عليہ الصلوٰة والسلام نبين سڳورن جي مختلف لباسن ۾ مختلف جلوا ظاهر ڪندي، آخر هن مبارڪ صورت ۾ تمام ۽ ڪامل ٿي ڪري ظاهر ٿي ۽ ڪلي ۽ جزي ڪمالن ڪي جامع ٿي! اي عزيز: هن جاءِ تي هيءَ صحيح حديث موافق آهي: لولاک لما اظهرت الربوبية. لولاک لماخلقت الا فلاک. (الله تعاليٰ فرمائي ٿو اي محبوب جيڪڏهن تون نه هجين ها ته آءُ پنهنجي ربوبيت (رب هجڻ) هرگز ظاهر نه ڪيان ها، اي محبوب جيڪڏهن تون نه پيدا ڪيو وڃين ها ته آئون افلاڪ هرگز نه ناهيان ها) درحقيقت، حقيقت محمدي، عليٰ صاحبها الصلواة والسلام، سڀني نبين سڳورن جي حقيقت ۽ سڀني مخلوقات ۽ الله تعاليٰ جي وچ ۾ وسيلو آهي، ٻيون حقيقتون تاريون آهن ۽ سندن اصل، حقيقت محمدي عليہ الصلوٰة والسلام آهي ۽ هن حقيقت جي وسيلي سان سڀئي انبياء عليهم السلام پنهنجي مرتبي ۽ قرب کي پهتا، چونڊ ڪهڙو نه چڱو چيو آهي:

**هرڪہ در راه محمد ره نيافت – تا ابدبوئے ازين درگہ نيافت**

(جنهن حضرت محمد ڪريم عليہ الصلواة السلام جي واٽ کي حاصل نہ ڪيو اهو ابد تائين هن درگاهہ جي بوءِ بہ نہ لهندو!)

**2- نقل:** هڪ ڏينهن محمد خان ٽالپر جي ٽنڊي ۾ مون (خليفو محمود نظامائي) ۽ خليفي ميان لقمان جي وچ ۾ بحث ٿيو؟ خليفي لقمان چيو تہ حقيقت محمدي عليہ الصلواة السلام غير مخلوق ۽ عين ذات آهي! مون هن کي چيو تہ مون کان هن مقام جي نفي ڪرائي وئي آهي ۽ ترقي ڏياري وئي آهي! اهو بحث ڪاغذ تي لکي حضرت

پير سائين قدس سره جن جي خدمت اقدس ۾ سندن فيصلي لاءِ عرض رکيوسون، ڪيترا ڏينهن گذري ويا پر جواب نه آيو. خيال ٿيو ته شايد عريضو پاڻ ڪريمن کي نه پهتو، جڏهن پاڻ لاڙجي دعوتن تي اسريا ته آئون ۽ خليفو ميان سلطان فقير، شهدادپور ۾ اچي زيارت کان مشرف ٿياسون! قدم بوسي ڪرڻ کان پوءِ ڪجهه دير رکي مون عرض ڪيو ته حضرتا! اسان هن کان اڳ هڪ عريضو لکي موڪليو هيوسون، اهو پهتو يا نه؟ پاڻ فرمايائون: ڇا جي متعلق هيو؟ مون عرض ڪيو، حقيقت محمدي عليہ الصلواة السلام جي متعلق! پاڻ فرمايائون ته اهو ڪير آهي، جيڪو حقيقت محمدي عليہ الصلوٰة والسلام جو انڪار ڪري ٿو!؟ ٿوري دير کان پوءِ عرض ڪيم ته حضرتا! مون کان ان مقام جي نفي ڪرائي وئي آهي! پاڻ فرمايائون ته: اسان ته آخرت ۾ به الله تعاليٰ کي ان صورت ۾ ئي ڏسنداسون!

هن باب ۾ گهڻي گفتگو هلي، ان وقت مون کي ميان قابل شاهه چيو ته تون ان جي نفي نه چئو! بلڪه ذات وراءُ الورا، (وهم کان ٻاهر يعني خدا جي ذات) چئو! ۽ پير سائين جن به ايئن ئي ٿي فرمايو! پوءِ عرض ڪيم ته حضرتا! اوهان جي فرمان مبارڪ جي ادب ڪري مڃان ٿو، پر دل ان تي آهي جيڪو ڏنو اٿس! سا منهنجي تابع نه آهي، پاڻ فرمايائون ته: ڪو ڪتاب ڏسڻ گهرجي؟ مون عرض ڪيو ته: مڪتوبات حضرت خواجه احمد سرهندي (مجدد الف ثاني) قدس سره؟ وراڻيائون ته هائو! پوءِ پاڻ جڏهن درگاهه مبارڪ تي تشريف فرما ٿيا ته مون اهو مڪتوب خواجه صاحب جو، جيڪو هن جاءِ واري مقام بابت هيو، کولي پير سائين جن جي اڳيان رکيو، پاڻ سڀورا جڏهن هن عبارت تي پهتا: که محمد رسول الله صلي الله عليہ وآلہ وسلم بآن علوشان داغ حدوث وبشريت دارد"

(يعني حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن باوجود ان اعليٰ ۽ ارفع شان جي، ظاهر ۾ بشري لباس ۾ مخلوق هجڻ جو داغ رکن ٿا.)

حضرت پير سائين قدس سره جن اتي ڪجهه ترسي مڪتوب جي اڳتي عبارت پڙهيائون! جڏهن مڪتوب جي پڇاڙي ۾، حضرت مخدوم مولانا جامي قدس الله سره السامي جي انهن بيتن تي پهتا، جيڪي جامي صاحب حقيقت محمدي عليہ الصلواة السلام جي شوق ۾ چيا هئا، جن کي خواجه مجدد الف ثاني عليہ الرحمة، شهادت جي طور مڪتوب ۾ آندو هيو، ته پاڻ سڀورن گلاب جي گل وانگر ٽڙي فرمايائون ته: خواجه صاحب ته مُلن جي منهن تي هٿ ڦيري ڇڏيو آهي!

اي عزيز: ٽيهن سالن کان گهڻي مدت گذري وئي، پر هن مقام جي تحقيق جو پورو مشاهدو هاڻي نصيب ٿيو! مون کي جيڪا نفي ڪرائي وئي هئي سو اهو مقام ظل جو (پردي ۾ غير کي ذات حقيقي سمجهڻ) هو، جنهن کي مون سڪر جي غلبي کان اصل الاصل خيال ڪيو، ۽ انهيءَ مقام تي حضرت پير سائين قدس سره جن جو هي ارشاد ته: اسان آخرت ۾ به الله تعاليٰ جي زيارت صرف انهيءَ لباس (صورت) ۾ ڪنداسون، ارشارو آهي اصل الاصل حقيقت محمدي جي طرف، جنهن کي حقيقت احمدي به چئبو آهي! ڇو ته حقيقت محمدي اصل ۽ حقيقت احمدي، اصل الاصل آهي! حقيقت محمدي ۽ حقيقت احمدي جي درميان الله تعاليٰ جا باريڪ راز ۽ نڪتا آهن، جن کي ان جاءِ تي پهچڻ کان سواءِ ڪوبه سمجهي نه ٿو سگهي! حافظ شيرازي رحمة الله عليه ڪهڙو نه سٺو فرمايو آهي:

**هزار نکته باريکترز موابنجاست - نه هرکه سر بتراشد قلندرے داند**

(وار کان به وڌيڪ سنهڙا، هزارين نڪتا هن جاءِ تي آهن، هر مٿي ڪوڙبل قلندر انهن کي نه چاڻي سگهندو!)

**3- نقل:** جڏهن مون (جامع ملفوظات) کي خلافت جي چٽ سان مشرف فرمايائون، ان وقت توجه اينترو زوردار هو، جو اهو جيڪڏهن لکن تي پوي ها ته سيني کي پاڻ کان بيخبر ڪري ڇڏي ها، ۽ مجذوب ڪري ڇڏي ها، پوءِ اسان هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي پهتاسون، ان وقت پاڻ درياهه جي هن طرف لاڙڪاڻا ڏانهن سفر لاءِ روانه ٿي ويا هئا، پوءِ اسان به اتي وڃي زيارت کان مشرف ٿيا سين! حضرت پير سائين قدس سره جن فقيرن جا (جذبي وارا) حال ڏسي فرمايائون ته: شايد ماموئي جي بيت پڌڻ ڪري اهو اثر پيدا ٿيو آهي!

**لڳندي لاڙان، سونچو ٿيو سري مان!**

پوءِ فرمايائون ته ڪهڙو حال آهي؟ مون عرض ڪيو ته حضرتا حقيقت محمدي عليه الصلواة السلام جو ظهور ٿيو آهي، جنهن ڪري خلق ۾ جوش پيدا ٿيو آهي، اي عزيز! اصل حالت هن طرح هئي ته جڏهن فنا في الشيخ ڪماحقه حاصل ٿي، ان وقت هي وجود، شيخ (مرشد) جي صورت ۽ حقيقت ۾ رنگجي ويو، ان کان بعد اها صورت، حقيقت سان گڏجي هن وجود ۾ متجليٰ (روشن) ٿي، اهڙو نمونو ڏيکاريو جو خلق ۾ ولولو پئجي ويو، جنهن، ذڪر فڪر ۾ رڌل عوام کي بيخبر ڪري ڇڏيو!

# فصل ٻيون

## كعبت الله شريف جي فضيلت

1- نقل: هيكر حضرت پير سائين قدس سره جن حديث مبارڪ مان بيان فرمايو ته: هڪ ڏينهن حضرت نبي ڪريم عليه الصلواة السلام جن ارشاد فرمايو ته: بيت المقدس ۾ هڪڙي نماز ٻين مسجدن جي ست سؤ نمازن کان افضل آهي! اهو ارشاد ٻڌي صبح جو هڪ اصحابي سڳوري پاڻ سونهارن کان اجازت گهري؟ پاڻ فرمايائون ته ڪاڏي ٿو وڃين؟ اصحابي سڳوري عرض ڪيو ته حضرتا! توهان ڪالهه بيت المقدس ۾ نماز پڙهڻ جي فضيلت ٻڌائي هئي، سو اتي نماز ادا ڪرڻ وڃان ٿو! تڏهن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته بيت المقدس ۾ ست سؤ نمازن پڙهڻ کان، هڪ نماز ڪعبي شريف ۾ (جيڪو منهنجو مسجود اليه آهي) گهڻو ڀلي آهي!

2- نقل: مون (جامع ملفوظات) هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن کان، سوال ڪيو ته حضرتا حقيقت محمدي عليه الصلوات والسلام ۽ حقيت ڪعبته الله شريف مان ڪهڙي حقيقت فضيلت واري آهي؟ پاڻ ٽي ڏينهن ڪو به جواب نه ڏنائون، چوٿين ڏينهن فرمايائون ته: حقيقت محمدي عليه الصلواةوالسلام سڀني حقيقتن ۽ صفتن جي ماءُ آهي ۽ ڪعبته الله شريف جي حقيقت جو اصل به حقيقت محمدي عليه الصلواةوالسلام آهي! يعني اصل جي اعتبار سان حقيقت محمدي عليه الصلواة السلام بلند ۽ فضيلت واري آهي ۽ صفت جي اعتبار سان (جو ڪعبته الله شريف مسجود اليه آهي) ڪعبته الله شريف کي شرف ۽ بلندي حاصل آهي! جو ته حضور عليه الصلواة والسلام جن جو مسجود اليه آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي بيت المقدس کان ڀلو آهي! جيئنوٽيڪ اهو سڀني نبين سڳورن جو مسجود اليه آهي، پر جڏهن ته حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم سڀني نبين سڳورن جا سردار آهن. ان ڪري ڪعبته الله کي بيت المقدس تي فضيلت حاصل آهي!

3- نقل: هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان فرمايو ته: هڪ اصحابي سڳوري حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن کان سوال ڪيو ته حضرتا! اوهان سونهارن جي عزت وڏيڪ آهي يا قرآن شريف جي؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته: قرآن پاڪ جي عزت وڏيڪ آهي! وري ان اصحابي سڳوري عرض ڪيو ته حضرتا! ڀلا اوهان سونهارن جي عزت وڏيڪ آهي يا ڪعبي شريف جي؟ پاڻ فرمايائون ته ڪعبو شريف اسان جو قبلو ۽ سجده گاهه آهي، انهيءَ سبب ڪعبو اسان کان ڀلو آهي!

## فصل ٽيون

### ڪامل ٻانهي جو عروج ۽ نزول!

**( ۽ معراج شريف جي مسئلہ تي سندن محققانہ خط، جيڪو هڪ سائل جي جواب ۾ لکيائون)**

**1- نقل:** حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن معراج جي رات، الله تعاليٰ جل شانہ کي مٿي مبارڪ جي اکين سان ڏٺو يا نہ؟ انهيءَ بابت صحابين سڳورن کان مختلف روايتون آهن، حضرت بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنها ۽ اصحابين جي هڪ جماعت انڪار ڪري ٿي! مگر حضرت ابن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ اصحابين جي هڪ وڏي جماعت جي روايتن مطابق حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن مٿي جي اکين سان رب ڪريم جي زيارت ڪئي آهي! تابعين ۾ بہ ساڳيو اختلاف موجود آهي ۽ انهن وٽ ترجيح جو دليل واضح نہ آهي، پر جمهور مفسر ۽ محدث سڳورا، حضرت ابن عباس رضي الله عنہ جي مسلڪ مطابق ثبوت جا قائل آهن! شيخ محي الدين نووي رحمت الله عليہ چيو آهي تہ عالمن وٽ راجح تحقيق اها ٿي آهي تہ حضور سائين جن الله تعاليٰ کي ظاهري اکين سان ڏٺو آهي.

بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنها وٽ سندس دعويٰ لاءِ تہ ڪا حديث شريف آهي ٿي ڪانہ! باقي بي بي صاحبہ قرآن پاڪ جي ٻن آيتن جي روشني ۾ اجتهاد کان ڪم ورتو آهي: "ما ڪان لبشر ان يڪلمہ اللهالاوحيا اومن وراۤء حجاب" (ڪنهن بہ انسان سان الله تعاليٰ وحي ذريعي يا پرده پويان ٿي ڪلام فرمائيندو آهي) ٻي آيت: لاتدرڪہ الابصار! ڪابہ اک رب جي حقيقت کي پهچي نہ ٿي سگهي) جڏهن تہ هنن آيتن مان رؤيت جي انڪار جو ڪوبہ ثبوت ڪونہ آهي! ڇو تہ پهرين آيت ۾ ديدار جي نہ، پرديدار جي وقت ڪلام جو انڪار آهي ۽ ٻي آيت ۾ احاطو ڪرڻ (گهيري وٺڻ) جو انڪار آهي، باقي مطلق زيارت جو تہ ڪنهن بہ طرح انڪار ڪونهي!

اڪثر عالمن سڳورن، سيد المفسرين حضرت ابن عباس رضي الله عنہ جي قول تي يقين ۽ اعتماد ظاهر ڪيو آهي ڇو تہ "نقل" سان متعلق اهڙو قول اصحابي پنهنجي طرف کان چئي نہ ٿو سگهي ۽ ان وٽ ضرور ڪا روايت

هوندي!

حضرت ابن عمر رضي الله عنہ بہ انهيءَ قول ڏي رجوع ڪيو آهي! جڏهن ڪانئونس پڇيو ويو تہ "هل رآي محمد صلي الله عليہ وسلم ربہ" يعني ڇا حضرت محمد ڪريم صلي الله عليہ وسلم پنهنجي رب کي ڏٺو؟ جواب ۾ فرمايائين، راہ! (هائو پنهنجي رب کي ڏٺائين)

اهڙي طرح حضرت ابن عمر رضي الله عنہ شڪ کي قطعي طرح دفع ڪري ڇڏيو آهي ۽ عمرو بن راشد رضي الله عنہ فرمايو آهي تہ ٻي ٻي صاحبہ کان حضرت ابن عباس اعلم (وڌيڪ ڄاڻندڙ) آهي!

۽ پڻ صوفي مشائخن کان بہ اکين سان ڏسڻ جو ثبوت آيل آهي! حقيقت هي آهي تہ حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جو ڪمال، خلق جي سمجهہ کان ٻاهر ۽ گهڻو مٿي آهي، خاص طرح معراج جو مقام! جيڪو هر طرح ڪامل، اعليٰ ۽ انتهائي قرب وارو مقام آهي!

پڻ دنيا ۾ باري تعاليٰ جي زيارت ممڪن هجڻ تي تہ ڪو بہ اختلاف ڪونهي! پوءِ جي قرب جي انتهائي اعليٰ مقام جي مالڪ حضور سرورڪائنات صلي الله عليہ وسلم کي انهيءَ خاص وقت ۾ بہ زيارت نہ ٿي تہ پوءِ ڀلا زيارت ڪنهن کي ٿيندي؟ (سبحان الله..!) الله تعاليٰ جي زيارت جيڪڏهن آخرت ۾ ٿي خاص ڪئي وئي آهي تہ بہ هن دنيا ۾ هتي جي مناسبت سان زيارت ٿي سگهي ٿي ۽ جيتوڻيڪ تفصيلي حالات ۾ فرق بہ ٿي سگهي ٿو!

جيئن تہ هن مسئلي جو واسطو علم ۽ نقل سان آهي، تنهن ڪري ايتري تي ڪفايت ڪئي وئي. جڏهن تہ حقيقت ۽ معرفت وارن وٽ هتي اجا وڌيڪ گفتگو فرمايل آهي، لطائف قشيريہ ۾ آهي:

ما ڪذب الفواد عليٰ ماراي، اي ماڪذب القلب ولا انڪر ولا ارتاب فيما راي العين بالعين اعيانا و شاهدا باالبصر ربہ ڪفاه قولہ تعاليٰ: افتمارونہ عليٰ مايريٰ افتشڪون عليٰ ماراي محمد صلي الله عليہ وسلم من ذات ربہ وصفاتہ تعاليٰ فلا تشڪوافيہ، هذا روية النبي صلي الله عليہ وآلہ وسلم ربہ جل وعليٰ، بعين الراس معائنہ وڪفاه"

(يعني الله تعاليٰ جي قول! "ما ڪذب الفؤاد" جي معني آهي تہ حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جيئن اکين سان روبرو رب ڪريم جي

زيارت ڪئي، تنهن ۾ سندن دل نه انڪار ڪيو نه ئي ڪين ڪو شڪ گذريو! الله جي قول "افتمارونه عليٰ مايريٰ" جو مطلب هي آهي ته حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم پنهنجي رب جي ذات ۽ صفات کي اکين سان ڏٺو! ڇا توهان کي ڪو شڪ آهي؟ جي ائين آهي ته اوهان کي ائين نه ڪرڻ گهرجي! ڇو ته حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن پنهنجي رب کي مٿي جي اکين سان ڏٺو آهي!)

**2- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪيم ته حضرتا! جذب ۽ سڪر ۾ هڪڙي حالت پاڻهين غائب ٿي ويندي هئي ته بي حالت هٿ ٿي آئي ۽ جلدي ۾ اهڙي ترقي پئي ٿي، جو عقل سمجهي نه ٿي سگهيو! پر هاڻي ڪوشش ڪيان ٿو ته ترقي ٿئي ٿي نه ته بس! پاڻ فرمايائون سالڪ انهيءَ واپاري وانگر آهي، جيڪو سو روپيہ مان واپار ڪري ڏهوڻو ڪمائي وري موڙي ۽ نفعہ گڏائي ڏهہ هزار روپيہ ڪمائي، پر پوءِ جي واپار نہ ڪندو تہ ڇڻ پاڻ کي لک روپين جو نقصان وڏائين:

**نہ صفتش غايت دارد نہ سعدي راسخن پايان**
**بمير د تشنہ مستسقي ودر يا همچنان باقي**

(نہ انهيءَ جي حسن جي تعريف جي حد ۽ نہ سعدي جي ڳالهہ ڪتندڙ! جلندر جو بيمار اڃ مري وڃي، پر درياهہ ساڳي حال ۾ باقي هوندو!)

**3- نقل:** هڪ ڏينهن ميان قابل شاهہ کي چيم تہ عارف هن جسم سان ئي ڇهن لطيفن وانگر عروج ڪري ٿو، ميان قابل شاهہ انڪار ڪندي چيو تہ اها حالت حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم کان سواءِ ڪنهن بہ ولي خواهہ نبي کي نہ ملي آهي! شايد توهان جي ڪليہ (روح) عروج ڪيو هجي ۽ توهان جسم جو عروج سمجهندو هجين، مون چيو تہ هي جسم جو عروج آهي! ميان قابل شاهہ چيو تہ موسيٰ عليہ السلام کي تہ پاڪ وادي ۾ بہ جوتن لاهڻ جو حڪم مليو تہ پوءِ بي ڪنهن کي ڪهڙي مجال آهي؟ مگر مون سندس ڳالهہ تي يقين نہ ڪيو ۽ سچي ڪيفيت حضور پير سائين قدس سره جن کي اچي عرض ڪيم پاڻ اعتڪاف ۾ هئا، مون کي فرمايائون تہ ميان قابل شاهہ خواهہ مخواهہ پنهنجي ڳالهہ زوري مڃرائي ٿو، ۽ بي جي ڪيفيت تي يقين نٿو رکي!

جڏهن حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جسماني معراج ڪيو ۽ ظاهري اکين سان الله تعاليٰ جو مشاهدو ماڻيائون تہ ساڳي رستي سان سندن خادم، سندن برڪت ۽ معيت ۾ حاضر ٿي سگهن ٿا! جيئن بادشاهہ جي رستي سان بادشاهہ جو لشڪر بہ منزل تي پهچندو آهي:

نہ بشر خوانمت اي دوست نہ حورو نہ پري
اين همہ بر توحجاب است تو چيزي ديگري

(اي دوست! آءٌ نہ توکي بشر چئي ٿو سگهان نہ حور ۽ نہ پري! هي تہ سڀ تو تي حجاب آهن تون ڪابي شيءِ آهين!؟)

**4- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حديث مبارڪ مان بيان فرمايو تہ حشر جي ڏينهن هڪ جماعت هوندي، جيڪا هوا ۾ اڏامندي ويندي، جڏهن قيامت جي ميدان کان لنگهندي ۽ شور گوڙ ٻڌندي، تڏهن پاڻ مان هڪ رفيق کي موڪليندا تہ انهيءَ جي خبر لهي اچ، پوءِ اهو اتي پهچي سڄي ڪيفيت معلوم ڪري اچي هنن کي ٻڌائيندو تہ هي گوڙ ماڻهن جو آهي، جن کان الله تعاليٰ حشر جي ميدان ۾ حساب وٺي رهيو آهي! پوءِ پاڻ ۾ چوندا تہ اسان جو انهن سان ڪو ڪم نہ آهي، اهڙي طرح اتان بي فڪر ٿي پرواز ڪري لنگهي هليا ويندا! هي اها جماعت آهي جيڪا معنوي ملڪ ۾ عروج ڪري حشر جي ڏينهن تائين اڏامڻ ۾ هوندي ۽ نزول (لهڻ) اصل نہ ڪندي!

**5- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ڪڇ جي سفر کان موٽي خيرو فقير ٽالپر جي شهر ۾ سهتي فقير جي جاءِ تي تشريف فرما ٿيا هئا، اتي مون کي سيئي شغل عنايت فرمائي پورا ڪرايائون، ان کان بعد مون عرض ڪيو تہ حضرتا هن کان پوءِ بہ ڪو شغل آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ في الحال سڀ پورا ٿي ويا، باقي هن تي يقين باقي آهي! ان کان پوءِ گهڻن ڏينهن گذرڻ بعد سيئي شغل ۽ ذڪر ۽ جو ڪجهہ حاصل ٿيو سيئي لا جي هيٺان اچي ويا ۽ عروج جي قسم جي، هڪ بي حالت ظاهر ٿي! جيڪا جذب ۽ سلوڪ کان بعد ايندي آهي، ان ڪري يافت (لهڻ) نايافت (نہ لهڻ) جي ڪابہ خبر نہ رکيم! جڏهن درگاهہ مبارڪ تي آيس، پاڻ ڪريمن جي حضور ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا! سالڪ لا الہ کان عروج ڪري الا الله تائين پهچي ۽

اتان عروج ڪري، محمد رسول الله (صلي الله عليه وسلم) تائين پهتو! پوءِ اتان وري لا اله وٽ پهتو هيءَ ڪهڙي حالت آهي؟ پاڻ ارشاد فرمايائون ته ان ڪي اجا عروج ۾ ڪجهه حصو رهيل آهي، جنهن ڪري وري حاصل ڪرڻ لاءِ قربو آهي؟ ان وقت مون ڪي فنا جي حالت ۾ ويهه سال گهٽ وڌ گذري چڪا هئا! ۽ ان حالت ۾ اهڙو عروج هو جو هڪ گهڙي به بينو نه ٿي جو ڪجهه غيب ڪان عطا ٿيو ٿي، اهو اصلي حالت ڪان گهڻو زياده هو! ۽ سڀ لا جي هيٺان اچي وبو ٿي! ان ڪان پوءِ بقا حاصل ٿي! جيڪڏهن سؤ (100) سال ڪو ماڻهو ان جي نفي ڪري ها ته به هرگز نفي نه ٿئي ها!

**6- نقل:** هيڪر خليفي ميان صاحب ڏني مون (جامع ملفوظات) ڏانهن پنهنجي عروج جي حقيقت لکي موڪلي، مون اها حضرت پير سائين قدس سره جن جي اڳيان پيش ڪئي! خليفي لکيو هو ته مون ڪي عروج معراج جي وات سان ڪرايائون، ان معراج ۾ توهان (جامع ملفوظات) به مون سان گڏ آهيو! حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم اسان ٻنهي جي اڳيان هئا، انهن جي پويان توهان ۽ توهان جي پويان مان وبس پي، ۽ انهن منزلن ۽ مرحلن طي ڪرڻ واري حالت ۾ هڪ مقام ڪان ٻي مقام تائين رسايائون ان ڪان بعد هڪ اهڙي جاءِ تي پهتس! جنهن ڪي مقام انبياءَ ڪرام جي نالي سان سڏيائون ٿي، ان مقام ۾ حضرت موسيٰ عليه السلام بيٺو هو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن ڪان توهان جي متعلق پڇائين ته هن شخص جو نالو ڇا آهي؟ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جواب ۾ فرمايو ته هي شخص انهيءَ جماعت مان آهي، جيڪا انبيائن سڀني جي وارث آهي! ۽ اتي ٻيا به ڏهه ٻارهن بزرگ حاضر هئا، توهان انهن جي لڙهيءَ ۾ ڳنڍجي ويا ۽ مان (يعني فقير صاحب ڏنو) اجازت ڪان پوءِ انهن ۾ داخل ٿيس، اها حالت ڪجهه ڏينهن هئي، ۽ چاڻائين ٻيا ته توهان جو مشرب موسوي آهي ۽ توهان جو قدم حضرت موسيٰ عليه السلام جن جو قدم مبارڪ تي آهي ۽ وري ٻي حالت ظاهر ٿي جو فرمائن ٻيا ته هاڻي توهان ڪي موسيٰ عليه السلام ڪان فيض آهي!

حضرت موسيٰ عليه السلام جي اڳواٽي ۾ هڪ مقام ڪان ٻي مقام ڏانهن ويندي هڪ منزل تي پهتس!

مون هٿ ڊگهو ڪيو ته موسيٰ عليه السلام پنهنجو پير مبارڪ انهيءَ تي رکيو! ۽ اعليٰ مقام تي پهتس! پڻ چاڻايائون ته توهان کي ڇهن بزرگ نبين جي ڪمالن مان حصو ڏنو ويو آهي! هڪ دفعو ڪيفيت ۾ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي امت جي واسطي دعا گهرڻ جو حڪم ظاهر ٿيو! حڪم موجب دعا گهريم. هڪ دفعو مخدو بلاول سيوهڻ واري جي روح کي ڏٺم، سندس روحاني قوت جي وسيلي مٿين مقام ڏي ترقي ٿي، هيڪر فرمايائون توهان ڪائنات لاءِ وجود ۽ اصل آهيو، ۽ ڪائنات جا جزا وڻ وانگر آهن. جيڪڏهن وڻ کي پاڻي نه ملندو ته وڻ سڪي ويندو، پڻ منهنجو منهن خلق ڏانهن ڪندي دعوت جو حڪم فرمايائون؟ منهنجي انڪار تي فرمايائون: خلق کي حق جي دعوت ڏيڻ کان وڌيڪ مقبول عمل ٿي ڪونهي! ۽ مثال ڏيئي فرمايائون ته هڪ شخص رستي ۾ ڪنهن واٽ وڃايل کي منزل تي پهچائي ته انهيءَ ۾ وڏو اجر آهي! ٻين تڪليفن جو به حڪم فرمايائون پر مون انڪار ڪيو، تڏهن سلطان العارفين بايزيد قدس سره جو مثال ڏيندي سمجهايائون ته پهريائين سلطان العارفين به خلق جي رهبري کان انڪار ڪيو هو! پوءِ فيض ۾ سندس ترقي روڪي وئي، تڏهن قبول ڪيائين ۽ ترقي ڪري سلطان العارفين جي اعليٰ مقام تي پهتو! پڻ سڄي زمين کي ڪاغذ وانگر قدرت سان ويڙهي توجه جو حڪم فرمايائون! هن امر موجب توجه ڪيم ته سموري روءِ زمين کي سڪون حاصل ٿيو پڻ فرمايائون ته هن کان اڳي تنهنجو سير فنائيت وارو نه هيو، پر پوءِ به توکي مقام اثبات ۾ سير ڪرايو ويو، هاڻي توکي ترقي تڏهن ڏني ويندي. جڏهن خلق کي حق جي دعوت ڏيڻ قبول ڪندين؟ ۽ هر ولي سڳوري کي انهيءَ طرح ئي ترقي ڏني ويندي آهي! ۽ ظاهر ڪيائون ته توهان کي فقر محمدي صلي الله عليه وسلم مان وڏو حصو بخشيو ويو ۽ هن سعادت جو شرف توکي عطا ڪيو ويو! خلق جون امانتون تنهنجي حوالي ڪيون ويون ۽ توکي گهرجي ته خلق کي دعوت ڏيئي پنهنجو فرض ادا ڪر! ۽ واقف فرمايائون ته هاڻي تنهنجو سير مقام الا الله (اثبات جو مقام) کان سير، محمد رسول الله جي مرتبه ڏي پهچايو ويو ۽ فرمايائون ته توکي غير ثابت مقام کان تمڪين (ثابت) جي مقام تي ترقي ڏني وئي، ۽ پڻ حضرت سرور ڪائنات عليه الصلواة السلام جي زيارت جي نعمت ملي ته

اتان به خلق جي دعوت جو حڪم مليو! ۽ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي زيارت ڪيم ته اتان به خلق جي رهبري جو حڪم مليو! ۽ ظاهر ٿيو ته چڻ حقيقت محمدي صلي الله عليه وسلم ۾ سير ڪيان پيو! ۽ هڪ دفعي ظاهر ٿيو ته تمام گهڻي خلق منهنجي پنيان ڊڪي، پر مون پڇي جند ڇڏائي! پر وري سختي سان حڪم ٿيو ته جيڪڏهن خلق کي دعوت نه ڏيندين ته زنديق (بي دين) ٿيندين! پوءِ حضرت پير سائين قدس سره جن اهي ڪوائف پڙهي، خليفي صاحب ڏني کي خلافت جي پوشاڪ سان نوازيائون!

**7- نقل:** خليفو لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته (طالب کي) پنڌ گهڻو ڪرائيندا آهن!

اي عزيز سچي طالب کي سندس محبت، صحت ۽ صلاحيت مطابق ڪمال ۽ مقام ۾ عروج حاصل ٿيندو آهي!

**8- نقل:** هن ٻانهي (جامع ملفوظات) کي طلب جي ڏينهن ۾، شروع کان آخر تائين قرآن ڪريم جون آيتون وارد ٿي ٿيون، توحيد جي حالت جي ابتدا ۾: هو الاول والاخر والظاهر والباطن، وهو معڪم اينما ڪنتم، الم تر ان الله يعلم مافي السمٰوت وما في الارض، مايڪون من نجوٰي ثلثة الا هو رابعهم (اليٰ آخر) (يعني اهو ئي اول آخر ظاهر ۽ باطن آهي، ۽ اي انسان ڇا تو نه ڏٺو ته الله کي آسمان ۽ زمين جي هر موجود شيءِ جي خبر آهي، جٿي ٽن جي سرگوشي هوندي ته ساڻن گڏ چوٿون خدا هوندو، جٿي پنج هوندا ته ڇهون خدا هوندو، انهيءَ کان گهٽ خواه وڌ هجن! پر خدا ساڻن گڏ هوندو ڪٿي به هجن پوءِ قيامت ۾ سندن عملن جي ڪين خبر ڏيندو ۽ اهو هر شيءِ کي ڄاڻي ٿو)

توحيد جي آخري حالت ۾: لمن الملڪ اليوم لله الواحد القهار جي آيت وارد ٿي! (يعني اڄ ڪنهن جي بادشاهي آهي؟ الله واحد القهار جي) ۽ نزول جي شروع ۾ "ومن يتعد حدودالله فقد ظلم نفسه" (جنهن الله جون حدون لتاڙيون تنهن پاڻ سان زيادتي ڪئي) ان کان پوءِ: احاط بڪل شيءِ علما (يعني الله کي هر شيءِ معلوم آهي) اهڙي طرح نزول جي آخر ۾، آخري آيت شريف وارد ٿي: اليوم اڪملت لڪم دينڪم واتمت عليڪم نعمتي (اڄ مون توهان جي واسطي توهان جو دين ڪامل ڪيم ۽ پنهنجو احسان پورو فرمايو

۽ "دين اسلام" توهان جي واسطي پسند فرمايم) سو تفصيلوار ڪيفيت حضور شريف ۾ عرض رکندو ويس، حضرت پير سائين قدس سره جن انهن جي حالت سمجهائيندا هئا . ڪن آيتن جو شغل ڏسيندا هئا ۽ پاڻ ڪريم شوق ڏياريندا هئا، پانهو پيدا ٿيل حال عرض ڪندو هو، پاڻ فرمائيندا هئا ته توکي ان ڪري نٿو چوان ته تون ڪو غافل ۽ ڪاهل آهين؟ بلڪ هن لاءِ ته تون به حقيقت کان واقف ٿين ۽ ٻين کي به فائدو حاصل ٿئي!

هنن آيتن سڳورن سان عروج، نزول، فنا ۽ بقا جي حقيقت سالڪ جي لاءِ ازلي مهرباني ۽ پير ڪامل جي شفقت سان ولايت جي هر مقام تي پهچڻ ۾ مدد ملي ٿي ۽ سالڪ ويچاري کي هر وک تي پير دستگير جي ضرورت آهي! هتي هڪ بزرگ فرمايو آهي:

**پير ره ڪبريت احمر آمده است - سينہ او بحر اخضر آمده است**

(مرشد خالص ڪيميا آهي سندس سينو، حقيقت جو سمنڊ آهي) درگاهه معليٰ جي ڪاملن، حقيقت ۽ معرفت جي ڪير پياڪن لاءِ جيڪي شغل ترتيبوار رکيا آهن، تن ۾ سالڪن جي دلين لاءِ نور جو سامان آهي! پڻ هڪ جذبو پيدا ٿئي ٿو، جيڪو هر مقام کان حاصل ڪرڻ ممڪن نه آهي ۽ سلوڪ جو سير به ان جذبي ۾ ڪيچي وڃي ٿو!

**9- نقل:** مون (جامع ملفوظات) کي سڪر جي ابتدا ۾ ڪڏهن تلوين (غيرثابت) جي ڪيفيت غالب ٿيندي هئي ته ڪڏهن تمڪين (ثابت) جي ڪيفيت! ۽ غيب کان هيءَ آيت دل تي وارد ٿيندي هئي: "ومن يتعد حدود الله فقد ظلم نفسه" (جنهن الله جون حدون لتاڙيون تنهن پاڻ تي ظلم ڪيو) جڏهن مون اها ڪيفيت حضرت پير سائين قدس سره جن کي پيش ڪئي ته پاڻ فرمايائون هن آيت مان نزول (عروج جو ضد) جي ڪيفيت معلوم پئي ٿئي!

**10- نقل:** غريق بحرعرفان خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته: هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته اڇلايل تير جي پنڌ جي مفاصلو، ڪمان جي طاقت مطابق هوندو آهي، جيتري قدر ڪمان سخت ۽ مضبوط هوندي، اوتري قدر تير کي پري سٽيندي آهي! اي عزيز: طالب بلند همت کي جيترو عشق ۽ محبت جو غلبو ڪمال تي هوندو، ان موافق مڙني ڪمالن ۽ مقامن جو عروج ۽ نزول حاصل ڪندو آهي!

# فصل چوٿون

## حقيقي اسلام

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جيسلمير جي سفر کان موٽ تي ريگستان ۾ هڪ جاءِ تي ظهر نماز ادا فرمايائون. فقير قادر ڏني سندن نماز لاءِ پنهنجي اڇي چادر اڇي وڇائي، جڏهن ته منهنجي عادت هئي ته مان پنهنجي ڪلهي جو انگوشو سندن نماز لاءِ وڇائيندو هوس! مگر انهيءَ ڏينهن چادر اڳ ۾ وڇائجي وئي، تنهن ڪري چپ ڪري ويس. انهن ڏينهن ۾ سڪر جي حالت سبب هڪ انگوشو ۽ سلوار هوندي هيم! حضرت پير سائين قدس سره جن نماز کان فارغ ٿي قادر ڏني فقير کي اشارو فرمايائون ته چادر فقير (مون) کي ڏي؟ قادر ڏني فقير چادر مون کي ڏني، پر مون نه ورتي! ۽ ٻي دفعي به انڪار ڪيم، هن خيال کان ته مان ڪپڙا ڍڪڻ نه پر مولا جي طلب لاءِ آيو آهيان! بي اختيار روئڻ آيو. ٽين دفعي ساڳي طرح قادر ڏني فقير کي چادر ڏيڻ جو حڪم فرمايائون! تڏهن دل ۾ القاءُ ٿيو ته هي چادر شريعت ۽ تقويٰ جي پوشاڪ آهي، اهڙي طرح توکي سڪر کان ڇڏائي شريعت ۽ حقيقي اسلام ۾ داخل ڪندا، تڏهن چادر وٺي ڍڪيم!

**2- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته ڪتاب زبدة الرشحات جو مطالعو ڪندي نظر آيو ته حضرت آدم عليه السلام کي شيطان ته سجدو نه ڪيو، پر فرشتن جي هڪ جماعت کي به حضرت آدم جي پيدائش جي خبر ڪانه هئي (جنهن ڪري اهي سجدو نه ڪري سگهيا هئا!) مون کي انهن ڏينهن ۾ سڪر جي ڪري، نماز پڙهڻ ڏکي لڳندي هئي، جنهن ڪري عرض ڪيم ته حضرتا! هيءَ ڳالهه منهنجي حال جي تائيد ۾ فرمائي اٿو! مون کي نماز پڙهڻ معاف ڪريو! جواب ۾ ارشاد فرمايائون ته تنهنجي نماز خدا جي خلق جي واسطي فيض جو ذريعو آهي، سو تو کي نماز ضرور پڙهائيندا سون! پوءِ جڏهن سڪر جي حالت حقيقي اسلام (جنهن ڏانهن الايمان عريان ولباسه التقوي جو اشارو آهي) سان بدلي ۽ نماز پڙهڻ ۾ مشغول ٿيس، پوءِ ڳوٺ وڃڻ جي اجازت عنايت فرمايائون! (1)

1- هي نقل باب 8 جي فصل 4 ۾ به آيل آهي، مضمون جي لحاظ کان، ٻنهيجاين تي موضون پيو لڳي! (ف، ق،ع)

# باب ڏهون

هن باب ۾ ٽي فصل آهن !

## فصل پهريون

## حضور اڪرم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن جا معجزا

**1- نقل** : هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ: طائف شريف جي بدوين جي عادت هوندي هئي تہ جيڪڏهن مڪي شريف جي ماڻهن کي ڪو ٻار چمندو هو تہ انکي مزدوري تي ماءُ ۽ پيءُ کان وٺي وڃي پاليندا هئا! ان زماني ۾ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن بہ تولد ٿيا. بدوي سڀ گورا مڪي وارن جا نوان چاول ٻار کڻي روانا ٿي ويا. مگر حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن کي يتيم سمجهي ڪنهن بہ نہ ڪنيو ۽ خدمت لاءِ ڪوبہ تيار نہ ٿيو. حضرت بي بي حليما رضي الله عنها جڏهن مڪي پاڪ پهتي تہ ڪيس ڪنهن بہ دولتمند جو ٻار نہ مليو. تڏهن لاچار ٿي، حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جي خدمت کي غنيمت سمجهيائين۽ پنهنجي ضعيف، سواري واري خچر تي حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کي سوار ڪري طائف رواني ٿي، اها ضعيف خچر حضور جن جي برڪت سان ايترو تکو ٿي هلي، جو سيني عورتن جي تيز ۽ طاقتور سوارين کان اڳ۾ اچي طائف شريف پهتي! ۽ پوءِ بي بي حليما رضي الله عنهاجي مال ياڳ اندر، حضورسائين جن جي خدمت ڪرڻ سان تمام گهڻي برڪت پئي.

**2- نقل** : هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن اسلام جي شروعاتي زماني ۾ ڪڏهن ڪڏهن حضرت ابو هريره صحابي رضي الله عنہ جي گهر تشريف آڻيندا هئا. اتي مڪي شريف جي وڏن اميرن ۽ رئيسن جون عورتون لڪي اچي نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن کان دين سکنديون هيون. هڪ ڏينهن حضور صلي الله عليہ وسلم جن حضرت ابو هريره رضي الله عنہ جي گهر ۾ ويٺا هئا ۽ مڪي شريف جي رئيسن جون عورتون بہ حاضر هيون تہ پاڻ سڳورن حضرت ابوهريره کان پيئڻ لاءِ پاڻي گهريو ايتري ۾ انهن عورتون مان هڪ عورت پنهنجو زيور (ڳهہ) ڪڍي، حضرت ابو هريره کي ڏنو تہ هن کي وڪڻي، نباتون وٺي شربت ٺاهي، حضور صلي الله عليہ وسلم جن کي پيار! حضرت ابوهريره نباتن وٺڻ لاءِ بازار ويو تہ اوچتو ڪيس حضرت عمر رضي الله عنہ مليو (جيڪو ان وقت اجان

مسلمان ڪونہ ٿيو هو) پڇيائين تہ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم ڪٿي آهي؟ حضرت ابوهريره ٿوري دير سوچي چيو تہ منهنجي گهر ۾ تشريف فرما آهن! حضرت عمر جلدي جلدي ان جي گهر آيو، نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم وٽ پهچندي سندن نظرمبارڪ جوشڪار ٿي ويو! اهڙي طرح جيئنوٽيڪ بروقت ايمان نہ آندائين مگر ايمان جي چٽگ سندس دل ۾ دڪي چڪي هئي، مدت گذرڻ ڪانپوءِ اسلام جي دولت سان مالامال ٿيو، حقيقت ۾ ايمان جو ٻج انهيءَ ڏينهن ئي سندس دل ۾ پوکجي چڪو هو!

**3- نقل** : هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن، حديث شريف مان بيان فرمايائون تہ هڪ ڏينهن هڪ صحابي سڳوري، حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي دعوت ۾ هڪ گهٽو پچائي تيار ڪري، ڪپڙي سان ڍڪي رکيو، حضور صلي الله عليہ وسلم جن صحابي سڳوري کان گهٽي جو هڪ بازو گهربو؟ صحابي سڳوري پيش ڪيو پاڻ ڪريمن اهو بازو پين صحابين سڳورن سان گڏجي واپرايو! وري پاڻ ڪريمن ٻيو بازو گهربو؟ صحابي سڳوري ٻيو بہ حاضر ڪيو! انجي واپرائڻ کان بعد، وري پاڻ سڳورن بازو گهربو صحابي سڳوري عرض ڪيو تہ حضرتا! گهٽي ۾ ٻہ بازو ٿيندا آهن، حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ جي تون منهنجي چوڻ موجب ڪپڙي جي هيٺان بازو ڪڍندو وڃين ها تہ قيامت تائين نہ کٽن ها!

**4- نقل** : احمد فقير صغير ناهيو نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ، هڪ ڀيري نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن رات جي وقت صحابين سڳورن سان گڏجي ڪافرن سان جهاد ڪرڻ لاءِ روانہ ٿيا، مگر هڪ صحابي سڳورو خدمت مبارڪ ۾ حاضر ٿي نہ سگهيو، ان جڏهن اچڻ جو ارادو ڪيو، رات جي اونداهي سبب گهرجي دروازي کان ڀلجي، ديوار وٽ پهتو، تنهن تي زال چيس تہ دروازو هن طرف آهي! جڏهن دروازي جي ويجهو آيو، تڏهن حضور صلي الله عليہ وسلم جو فرمان ياد اچي ويس تہ زال جي (مشوري جي) خلاف ڪرڻ گهرجي، تنهن ڪري دروازي کي ڇڏي ديوار تان ٽپڻ لڳو، ديوار تان ٽپندي ڪري پيو ۽ سندس ڄنگهہ ڀڄي پئي ۽ سڄي رات اتيئي رهيو، جڏهن ڏينهن ٿيو، تڏهن حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي فرمان موجب جاچ ڪيائون تہ ڪهڙا صحابي سڳورا آهن ۽ ڪهڙا نہ آهن؟ ان وقت معلوم ٿيو تہ فلاڻو صحابي سڳورو ڪونہ آيو آهي، ان جي جاچ لاءِ هڪ صحابي کي موڪليائون سو اچي ڏسي تہ انهيءَ صحابي جي ٽنگ ڀڳي پئي آهي، کيس نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ڪيائون، حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن انجي ڀڳل ٽنگ واري هنڌ تي لعاب مبارڪ لڳايائون تہ صحابي

سڳورو بروقت ئي صحت ياب ٿي پيو!

**5- نقل** : احمد فقير ناهيو نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ڀيري حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڪافرن سان جنگ ڪرڻ لاءِ روانه ٿيا، ڪجھه ڏينهن گذرڻ بعد جڏهن لشڪر وارن کي اچي بک تنگ ڪيو، تڏهن حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت مبارڪ ۾ عرض ڪيائون ته حضرتا! هاڻي ته بک تمام تنگ ڪيو آهي، پاڻ فرمايائون ته گهوڙا ڪهي کائو! تنهن تي حضرت عمر فاروق رضي الله تعالىٰ عنه حضور جن جي خدمت گرامي ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! پنڌ تمام پري آهي، جيڪڏهن مجاهدن کي گهوڙن کهي کائڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏيندا ته پوءِ ڪافرن جي ملڪ ۾ ڪيئن پهچنداسون، سو اوهان پنهي جهانن جا مالڪ آهيو توجه فرمايو ته الله جلشانه غيب جي خزاني مان مجاهدن لاءِ ڪاڌي پيتي جو سامان موڪلي؟ حضور صلي الله عليه وسلم جن چمڙي جي پوستين وڇرائي ارشاد فرمايائون ته، جنهن وٽ جو ڪجھه به سمر هجي سو ڪڻي اچي حاضر ڪري؟ پوءِ ڪنهن صحابي سڳوري چٽي جي مٺ آندي، ته ڪو ڦڳل جوار جي مٺ ڪڻي آيو، ته ڪو ڪجور جي مٺ ڪڻي آيو، اهڙي طرح سڀ سمر اڏائي سيرڪن ٿيو! پوءِ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ان جي مٿان پنهنجي چادر مبارڪ ڏئي ڍڪي فرمايائون ته: هن طعام مان جنهن کي جيتري ضرورت هجي سو بسم الله پڙهندو کڻندو وڃي، سڀني صحابين سڳورن ضرورت جيترو ڪڻي پورت ڪئي پر اهي اڏائي سير جيئن جو تيئن باقي بچيا رهيا ۽ ان کانپوءِ پاڻ اڳتي روانا ٿيا!

**6- نقل** :احمد فقيرناهيو نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته: حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن هڪ ڀيري حضرت جابر رضي الله تعالىٰ عنه جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا، حضرت جابر رضي الله تعالىٰ عنه دعوت لاءِ هڪ گهٽو ڪهي، ڇري اتي ڇڏي ڏني، اتفاق سان حضرت جابر! جي پٽن گهٽي کي ڪهڻ واري صورت ڏسي، اها ڇري ڪڻي راند جي خيال سان هڪ ڀاءُ ٻئي کي ليٽائي ڪهي وڌو! حضرت جابر، جو اهو معاملو ڏٺو، تنهن ڇري وٺڻ لاءِ پٽ ڏانهن ڊڪ ڪئي ته ڇوڪر ڀيءُ کي ايندو ڏسي وٺي ڀڳو ۽ وڃي جاءِ جي ڇت تي چڙهيو، حضرت جابر رضي الله عنه سندس پويان لڳو آيو، ڇوڪر ٻيءُ جي

خوف کان چت تان پاڻ کي کٽي هيٺ اڇلايو، جيڪو ڪرڻ سبب مري پيو! حضرت جابر ۽ سندس گھر واريءَ ٻنهي لاشن کي کٽي، گھر جي ڪنڊ ۾ لڪائي مٿان ڪپڙو ڏيئي ڍڪي رکي ڇڏيو، ۽ پاڻ دعوت جي رڌ پچاءُ ۾ مشغول ٿي ويا، جڏهن طعام تيار ٿي ويو تڏهن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم ۽ ٻين صحابين سڳورن کي وٺي اچي هٿ ڌواري طعام حاضر ڪيائون، ايتري ۾ رب العزت وٽان وحي آيو ته يا رسول الله صلي الله عليہ وسلم ! توهان ڏانهن الله تعاليٰ سلام موڪلي ارشاد فرمايو آهي ته (حضرت) جابر جي پٽن سان گڏجي طعام واپرايو! تنهن تي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن حضرت جابر کي فرمايو ته پنهنجن پٽن کي وٺي اچو ته اسان انهن سان گڏجي طعام ڪائون؟ حضرت جابر حڪم کي مڃيندي ٿورو ٻاهر نڪري، واپس اچي عرض ڪيائين ته حضرتا ٻار ڪنهن طرف راند ڪرڻ لاءِ نڪري ويا آهن، هن وقت هٿ نٿا اچن پوءِ وري حضرت نبي ڪريم صلي الله علاه وسلم جن ارشاد فرمايو: اي جابر! اسان کي الله تعاليٰ جو حڪم ٿيو آهي ته اسان تنهنجو طعام، تنهن جن پٽن کانسواءِ نه کائينداسون وڃ جلدي پنهنجن پٽن کي وٺي اچ ؟ آخر لاچار ٿي، لاشن جي مٿان پيل ڪپڙو لاهي، حضور جن کي سڄو قصو ڪري ٻڌايائين. پاڻ سڳورن اهو حال ڏسي، اللهتعاليٰ جي درگاهه ۾ دعا ڪئي. الله تعاليٰ فرمايو ته: توهان انهن کي سڏ ڪيو، پوءِ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن الله تعاليٰ جي فرمان موجب ٻنهي فوت ٿيل ڇوڪرن کي سڏ ڪيو ته نبي پاڪ جي معجزي سبب ٻئي نينگر سڏ سان جيئرا ٿي پيا! ان کان بعد پاڻ سڳورن انهن سان گڏجي طعام واپرايو!

# فصل ٻيون

## (اولياءَ الله جو تصرف)

**1- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن درگاهه شريف جي مسجد شريف ۾ ويٺو هيس ته اوچتو حضرت پير سائين قدس سره جن تشريف فرما ٿيا ۽ منهنجي هٿ کان وٺي هي بيت ارشاد فرمايائون:

**هرخيال غيرحق رادزه دان - اين رياضت سالڪان را فرض دان**

(حق جي ياد ڪانسواءِ جيڪو به خيال پيدا ٿئي ان کي چور ڪري سمجهه، سالڪن جي لاءِ هيءَ عبادت فرض ڪري ڄاڻ!)

پاڻ هي بيت فرمائي واپس هلياويا، مون کي هن بيت ٻڌڻ شرط حال پئجي ويو ۽ تمام گهڻي جمعيت حاصل ٿي ۽ ڪيترائي ڏينهن انهيءَ حالت ۾ هيس؟ ان ڪانپوءِ هڪ ڏينهن خدمت شريف ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! مون کي توهان جي بيت مبارڪ جي توجه سان هي حال پيو آهي، پاڻ گهڻي خوشيءَ مان فرمايائون: **جاء الحق وزهق الباطل ان الباطل كان زهوقا** (حق آيو ۽ باطل ڀڳو، بيشڪ باطل ڀڄي ويندڙ آهي!)

**2- نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمائيندا هئا ته حضرت سلطان العارفين بايزيد بسطامي عليہ الرحمة هڪ ڀيري فرمايو ته: مون کان بعد گهڻي مدت ڪانپوءِ خرقان جي شهر ۾ هڪ نينگر پيدا ٿيندو، جيڪو ظاهري ۽ باطني ٻئي علم منهنجي قبر تان مون کان حاصل ڪندو، جڏهن حضرت ابو الحسن خرقاني رحمة الله عليہ ڄائو ته ننڍڙائپ ۾ ئي سلطان العارفين جي قبر تي اچي ظاهري ۽ باطني علم ڪائن حاصل ڪيائين ۽ حضرت ابو الحسن خرقاني جي فرزند به ظاهري ۽ باطني علم سلطان العارفين بايزيد بسطامي کان (پنهنجي پيءُ وانگر) حاصل ڪو ۽ سلسله نقشبندي جي نسبت به انهن کان حاصل ڪيائين !

**3- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ڏينهن مخدوم جمال الله عليہ الرحمة پنهنجي ٻارائپ واري زماني ۾، شڪارپور تعلقي جي ڳوٺ مزارجي ۾ آيو، ان شهر ۾ سندس پاءُ خواجه حاجي ايوب عليہ الرحمة وٽ پڙهندو هو! ان سان ملاقات ڪرڻ آيو هيو،

مخدوم جمال الله ننڍڙائپ کري ٻارن سان راند ۾ مشغول ٿي ويو! اينتري ۾ حاجي ايوب رحمة الله عليہ گهر آيو ۽ چيائين تہ : اهڙو ڪو ماڻهو آهي، جو مينهن جي وٺاڻ تي ٿانو ڪٺائي هلي، تہ مينهون ڍهي ڪير ڪٺي اچون؟ گهران پڇاياٿون تہ، جيڪو شاگرد اوهان وٽ پڙهندو آهي، ان جو پاءُ آيل آهي اهوٻاهر ٻارن سان راند پيو ڪري ان کي ٿانو ڪٺائي وڃو، ميان حاجي ايوب قدس سره جن ٻاهران مخدوم جمال الله کي پاڻ سان وني ٿانو، ڪٺائي مينهن جي وٺاڻ ڏانهن روانو ٿيا، جيئن تہ ٿانو ڳرا هئا، مخدوم جمال الله ٻارائپ ۽ گهڻي بار سبب روئندو ٿي هليو، حاجي صاحب ڪائونس ٿانو گهريا، پر نہ ڏنائين ، جڏهن مينهن جي وٺاڻ ۾ پهتا تہ مينهون اتي ڪونہ هيون ۽ حاجي ايوب عليہ الرحمة مخدوم صاحب کي فرمايو تہ منهن تي چادروجهي مراقبو ڪري اکيون بند ڪري ڏس تہ مينهون ڪٿي آهن؟ مخدوم صاحب منهن تي چادر وجهي مراقبو ڪري ڏنو تہ مينهون هڪ هنڌ تي بيٺيون آهن، حاجي صاحب کي عرض ڪيائين تہ حضرتا! مينهون فلاڻي جاءِ تي آهن، پوءِ اتان ٿانو ڪٺي مينهون ڍهي گهرآيا، ان ڏينهن مخدوم جمال الله کي محڪم ارادو حاصل ٿيو ۽ آخر حضرت حاجي ايوب عليہ الرحمة کان بيعت جو شرف حاصل ڪري، فيض وارو ٿيو!

**4- نقل** : حاجي احمد فقير نوڙهو ٽالپر، ديهہ بندهہ جو نقل ڪري ٿو تہ: هڪ ڀيري درگاهہ شريف جي مسجد شريف ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن جي اڳيان ويٺو هيس، دل ۾ خيال آيو تہ، جيڪر قرآن شريف پڙهان! ۽ سوا سيپارو اڳيئي پڙهيل هيس پر اجا اکرن جي اينتري سڃاڻ ڪانہ هئي، جو سڄو قرآن شريف پڙهي سگهان! پوءِ ان وقت وضو ڪري، مسجد شريف ۾ نفل پڙهي الله رب العزت کان دعا گهريم، ۽ وچ ۾ وسيلو حضرت مرشد ڪريم جن ۽ خليفي ميان لقمان جو آندم، ۽ پڪو ارادو ڪيم تہ جڏهن سڄو قرآن شريف پڙهي وٺس تہ پهريون ختمون حضرت پير سائين جن کي نذرانو ڪندس ۽ ٻيو خليفي صاحب کي ۽ هڪ ختم شريف پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ کي بخشيندس، ان کان بعد پنهنجي پيڻ کان قرآن شريف وني ٻئي آيتون ڦرحي تي لکي پڙهڻ شروع ڪيم، پاڻ ڪريمن جي توجہ سان استاد بغير ئي چوڏهن مهينن ۾ سڄو قرآن شريف پڙهي ورس، ان کانپوءِ لاڙ جي سفر ۾ پير سائين جن جي زيارت کان مشرف ٿيس، ۽ قرآن شريف جي پڙهڻ جو سڄو واقعوڪين

عرض ڪيم ۽ عرض گذاريم تہ حضرتا هينئر قرآن شريف پورو ڪيو اٿم! پر اڃا پڪو نہ آهي نہ وري پاڻ وٽ ڪو قرآن شريف ئي اٿم، پاڻ فرمايائون تہ قرآن ڪريم جام!! پوءِ انهيءَ سفر ۾ ئي قرآن شريف بغير گهرڻ جي حاصل ٿيا!

**5- نقل :** گل فقير مونگيو ديهہ هنگورا جو رهندڙ، خليفي ميان عباس کان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن تندي گل محمد نظاماڻي ۾ حضرت پيرسائين قدس سره جن جي حضور ۾ ويٺو هيس، عرض ڪيم تہ حضرتا! مخدوم محمد ابراهيم ٺٽئي جا مريد چوندا آهن تہ اسان مماتي وارن کي ڏسندا آهيون، ان وقت حضرت پير سائين قدس سره جن مون کي فرمايو تہ: وڃ قبرستان جي زيارت ڪري اچ ؟ فرمان موجب ويجهڙي قبرستان جي زيارت لاءِ ويس، اتي ڏسان تہ سيئي قبرن وارا، قبرن مان سيني جيترو ٻاهر نڪتابيٺا آهن، انهن کي ڏسڻ سان مونکي اچي ڏڪٽي پئي ۽ تپ اچي ويو!

**6- نقل :** حضرت پيرسائين تجرڏني رحمة الله عليہ ارشاد فرمايو تہ هڪ پيري ننڍڙائپ ۾، مون حضرت پير سائين قدس سره جن جي تصرف ۽ توجہ جو مشاهدو ڪيو، پير سائين جن هڪ سفر ۾ ڪنهن ڪافر کي مسلمان ڪري پوءِ ان کي دعوت واري هنڌ وٺي آيا، اتان جا، مغل قوم جا ماڻهو، ڪاوڙجي گهڻو لشڪر وٺي دعوت واري شهر ۾ پهتا. فجرنماز ڪانپوءِ پير سائين جن جماعت سان گڏ مراقبي ۾ مستغرق هئا، ڪين لشڪر جي اچڻ جي ڪابہ خبرنہ رهي، اسان پٺ تي چڙهي بي ڏٺو سون تہ شهر جا ماڻهو بہ گهرن کان ٻاهر نڪري آيا ۽ لشڪر بہ مسجد جي دروازي وٽ اچي پهتو، گهڻوئي گوڙ گمسان ٿي ويو! انهن مان هڪ ڊگهي قد وارو مرد، گهوڙي تان لهي تلوار هٿ ۾ ڪنيون، صفون چيربندو اچي، حضرت پير سائين جن کي ويجهو پيو، تڏهن پاڻ ڪريمن منو مبارڪ مٿي ڪٽي ان ڏانهن نظر جو فرمائي تہ اهو شخص ان ئي وقت وجد ۾ اچي ويو ۽ زمين تي ڪري پيو! ٻيا مغل اها حالت ڏسي وٺي ڀڳا، پاڻ سڳورن هڪ فقير کي فرمايو تہ: هن کان تلوار وٺ؟ فقير ان کان تلوار ورتي ۽ هو ڪيترا ڏينهن مٿي پرين اگهاڙو چرين وانگر جماعت سان گڏ ڦرندو رهيو:

**اوليا اطفال حق انداے پسر- در حضور غيب آگهہ باخبر**

(اي پٽ اولياالله، حق جو عيال آهن، ويجهو ۽ پري هجڻ باخبر هوندا آهن)

**اوليا راهست قدرت از الہ - تيرجستہ باز گرد انند ز راه**

( ولين کي الله تعاليٰ جي طرفان طاقت مليل آهي جو (ڪمان مان) ويل تير کي بہ وات مان موٽائين ٿا.)

**7- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ: هڪ مريد پنهنجي مرشد کان سوال ڪيو تہ پير کي ڇاجڳائي ۽ مريد کي ڇا ڪرڻ جڳائي؟ مرشد فرمايو تہ: ان سوال جو جواب، توکي ڪنهن وقت ٻڌائيندس! هڪ ڏينهن اهو مريد جيئن پنهنجي پير جي خدمت ۾ آيو تہ پير صاحب کيس حڪم فرمايو تہ هن طرف هليو وڃ؟ مريد حڪم تي عمل ڪيو! هلندي هڪ شهر ۾ اچي پهتو، اتي کيس هڪ پيرپائي مليو، تنهن پڇيس تہ ڪاڏي ٿو وڃين؟ هن سچو قصو ڪري ٻڌايو، تڏهن سندس پير پائي کيس گهر وٺي آيو ۽ رات گذاري صبح جو هڪ هزار روپيہ ڏئي کيس چيائين تہ توکي مرشد سائين هن نذراني وٺي اچڻ لاءِ موڪليو آهي، سوهي وٺ ۽ مرشد سائين جي خدمت ۾ وڃي پهچاءِ! موڪلائڻ وقت هڪ سو رپيہ وات خرچ لاءِ بہ کيس ڏنائين، اتفاق سان ان شهر ۾ ڪابدڪار عورت، تمام سهڻي مشهور هئي، جيڪا فقط منهن ڏسڻ جو سو رپيہ وٺندي هئي! ان شخص خيال ڪيو تہ جيڪر سو رپيہ ڏيئي، منهن ڏسيو وڃان، جڏهن بدچلن عورت کي سو روپيہ ڏئي، منهن ڏنائين تہ مٿس عاشق ٿي پيو ۽ سندس زلفن جي بند ۾ قابو ٿي ويو:

**چون نگہ بآنگاه مائل شد - جاده راه رفتن دل شد**

(جڏهن نظر اوڏانهن جهڪي تہ دل کي بہ انهيءَ رستني اختيار ڪرڻ جو شوق ٿي پيو) سو نيٺ عورت جي ملاقات جو پڪو پهہ ڪيائين، اهاعورت هڪ رات جي لاءِ هڪ هزار رپيہ وٺندي هئي، سو پير صاحب وارو هڪ هزار روپيہ ڏئي، رات عورت وٽ رهيو! رات جي وقت خلوت ۾ صحبت لاءِ وڌيو تہ اوچتو غيب کان آواز آيو تہ ان بري ڪم کان بچ؟ پرمست عاشق هن بيت جي مصداق ڪابہ پرواهہ نہ ڪئي:

**ڪافرگرسنہ درخانہ خالي پرخوان - عقل باور نڪند کز رمضان انديشد**

(بکيو ڪافر، خالي گهر ۾ پريل خونچي تي، عقل اها ڳالهہ نٿو مڃي تہ کو رمضان شريف جو خيال ڪري پري ويهي رهندو)

سو وري پٺي پيري دست درازي ڪيائين تہ وڌيڪ خوفائتو آواز ٻڌڻ ۾ آيس تہ اي بيعزت! هوشيار ٿي، پاڻ کي غضب هيٺ نہ آڻ! پر هن انجي بہ پرواهہ نہ

ڪئي وري ٽيهر بہ هٿ وڌايائين تہ اوچتو غيب کان ڪيس اهڙي چماٽ لڳي جو بيهوش ٿي زمين تي ڪري پيو! گهڻي دير ڪانپوءِ جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن عورت پڇيس تہ ڪو مرشد بہ اٿئي؟ چيائين هائو، عورت چيس تہ: تنهنجو مرشد ڪامل ۽ مڪمل آهي! جيڪو توکي بدڪاري کان روڪي ٿو، توکي گهرجي تہ هن بري ڪم کي ڇڏ، آئون بہ توسان گڏجي هلي ٿي مريدياڻي ٿيان! عورت هن کي هڪ هزار ۽ هڪ سو رپيہ واپس ڪيا، ۽ ٻئي گڏجي اچي پير صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيا، پيرصاحب، پنهنجي مريد کي فرمايو: پيراهڙو هجي ۽ مريدبہ اهڙو هجي!پوءِ اها عورت ان وقت مريدياڻي ٿي پوءِ ٻنهي جو نڪاح ڪيائون. اي عزيز! هن نقل ۾ هڪ عجيب رمز آهي، جو اهو شخص زنا کان بہ بچي ويو ۽ ظاهري مقصد ۾ ڪامياب ٿيو! ۽ پڻ فيض وارو بہ ٿيو!!

**8- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ: پاريچي ملڪ جي هڪ فقيراسان سان باغ ۾ ڳالهہ ڪئي تہ هڪ ڏينهن آئون ڏيگو وڪڻڻ لاءِ ڪاهيو ٿي ويس، دل۾ خيال ڪيم تہ ٻارهن روپين کان گهٽ نہ وڪڻندس، جڏهن بربٽ ۾ پهتس! تڏهن هڪ آواز آيو تہ ڏيگو مون کي ڏي ۽ ٻارهن روپيا فلاڻي وڻ جي پاڙ مان وڃي کڻ، مون ان کي چيو تہ تون ڪير آهين؟ ظاهر ٿيءُ تہ توکي ڏسان؟ جڏهن ظاهر ٿيو، ڏٺم تہ هڪ تمام بد صورت، ڊيڄاربندڙ ۽ خوفناڪ شڪل نظر آئي، مون کي چيائين تہ آئون وبا جو مرض آهيان، هن ملڪ ۾ آيو هيس پر مونکي توهان جي پير نہ ڇڏيو ۽ هن ملڪ مان ڪڏي ڦٽو ڪيائين، هن وقت آئون بکيو آهيان مونکي ڏيگو ڏي تہ ڪائي ملڪ مان ٻاهر ٿو وڃان!

**9- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ: محمود خان بروهي ٻڌايو تہ هڪ ڏينهن اسان ڪجهہ سوار شڪار جي خيال سان بربٽ ۾ ٿي گهمياسين تہ اسان کي هڪ ماڻهوءَ جو پير نظر آيو، جيڪو زمين کي هيٺ ڪندو ٿي ويو! هڪ ٻئي کي چيوسون تہ اچو يارو! هن ماڻهوءَ کي ڳوليو، ۽ ان جو پير ڪٿي اچي هڪ پاڻي جي تلاءَ تي پهتاسين! اتي هڪ ماڻهو نظر آيو، اسان ڪائونس پڇيو تہ ڪير آهين؟ پران کان جواب ڪونہ مليو، ان کان بعد صلاح ڪئي سون تہ هن کي پڪڙجي ، ان ڪري بندوقون تيار ڪري، انهن کي منهن کان ٻاهہ ڏيڻ جو ارادو ڪيوسون تہ اينتري ۾ ان شخص ڳالهايو تہ توهانجون بندوقون منهنجي وار کي بہ نقصان ڪونہ ڏئي سگهنديون! آئون موت جو پاءُ آهيان، منهنجو پاءُ موت، سنڌ ملڪ ۾ ويو

آهي، ۽ آئون هن ڪوهستان جي ملڪ ۾ آيو آهيان، پر مونکي توهانجي پير، هن ملڪ مان تڙي ڪڍيو آهي ۽ پيرسائين چيو آهي ته : ڪوهستان جا ماڻهو منهنجا مريد آهن، انهن کي ڪوبه ايذاءُ ۽ نقصان رسائڻ نه ڏيندس. هاڻي آئون توهان جي پير جي خوف کان هن ملڪ مان هليو وڃان ٿو، پر مون کي اڄ لڳي آهي جنهن ڪري هن تلاوتي آيو آهيان، پاڻي بي هليو ويندس!

**10- نقل :** حضرت پيرسائين قدس سره جن جو هڪ مريد، جهوڪ ۾ رهندو هو، جهوڪ لڳ ڍنڍ جي ڪناري تي صوفي فضل الله فقير ڪجهه ڏينهن اچي رهيو هو! قضا الاهي سان پاڻ سڱورن جو اهو مريد، صوفي فضل الله جي جاءِ تي آيو ۽ صوفي کي ڏسڻ شرط، ڪائنس ذڪر فڪر ۽ ٻيون سڀ عبادتون وسري ويون! ايتري قدر بيخود ٿي ويو، جو کيس اگهڙ ڍڪڻ جو به خيال نه رهيو! هڪ ڏينهن خليفو ميان بخش علي ۽ خليفو ميان سعيد خان کيس مون وٽ وٺي آيا ۽ چيائون ته هنکي پاڻ ڪريمن جي اڳيان حاضر ڪري، هن حالت کان ڇوٽڪارو ڏياربوس، دوستن جي چوڻ موجب ان فقير کي پير سائين جن جي خدمت ۾ حاضر ڪري سڄي ڳالهه ڪري ٻڌايم ۽ عرض ڪيم ته حضرتا! قرب فرمايو ته هي فقير وري اصلي ذڪر فڪر ۾ مشغول ٿئي؟ پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو ته: هي هن حال ۾ به الله تعاليٰ سان مشغول آهي، الله تعاليٰ واحد آهي پر مون گهڻي آزي نيازي ڪئي، پاڻ ان کان بعد شفقت ڪري اهڙو توجه فرمايائونس جو صوفي فقير وارو اثر ۽ اها حالت ختم ٿي ويس ۽ ساڳي اصلي حالت، ذڪر،فڪر نماز ۽ روزي ۾ مشغول ٿي ويو!

**11- نقل :** خيرو فقير تالپر نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن الهه بخش فقير تالپر (ديهه چرائي جو رهندڙ) حضرت پير سائين قدس سره جن کي، عاشوري(ڏهين محرم) جي ڏينهن دعوت ڏئي پنهنجي ڳوٺ وٺي آيو، اڳ۾ مونکي چيو هئائين ته دعوت جي ڪم ڪار ۾ مون سان مدد ڪرائجانءِ؟ مون کيس چيو ته توهي ڇا ڪيو، جو تابوتن جي شور ۽ شر واري ڏينهن ڪٿي حضرت جن کي دعوت ڪئي اٿئي! چيائين ته مون پاڻ ڪريمن سان اها حقيقت ڪري ڇڏي هئي؟ توجه فرمايائون ته اهي پنهنجي جاءِ تي ئي رهندا جڏهن پاڻ ڪريم فقير جي حويلي ۾ زيارت ڪرائڻ لاءِ تشريف فرمائيا، تڏهن گهرجي گهٽيءَ جي ٻاهران، انهن تابوتن سان گڏ جي دهل ۽ تي نغارا وڄائڻ شروع ڪيائون! اسان ۽ تابوتن ۽ دهلن وارن جي وچ ۾ صرف پيت هئي، پر سندن توجه

۽ تصرف مبارڪ سان ڪنهن به ماڻهوءَ جي ڪن تي انهن جو شور، غل نه پهتو!

**12- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن، هڪ تتر ڪي وٺڻ لاءِ ان جي پويان گهوڙو ڊوڙايو؛ اهو تتر اڏامي وڃي، هڪ جاءِ تي ويٺو، ان وقت هڪ باز آيو جيڪو ان کي چنبي ۾ ڪٽي وٺي اڏاڻو! پاڻ ڪريمن هي ماجرا ڏسي فرمايو: ڏسجي ته هاڻي باز زور تو ٿئي يا الله تعاليٰ ؟ سندن ايترو چوڻ تي هڪ شهباز آيو، جيڪو باز ۽ تتر ٻنهي کي ڪٽي هليو ويو!

**13- نقل :** هڪ ڏينهن ڪڇ جي سفر ۾ هي ٻانهو (جامع ملفوظات) حضرت پير سائين قدس سره جن سان گڏ هيو، جڏهن اڪلري شهر وٽ پهتاسون ته اتان هڪ تتر اڏاڻو، پاڻ انجي پويان گهوڙو ڊوڙايائون، اهو تتر هڪ گهاٽي ٿوهر جي وڻ ۾ وڃي لڪو، اهڙو لڪو جوان ٿوهر مان ان جو نڪرڻ مشڪل ڏسڻ ۾ ٿي آيو، پاڻ ڪريمن حڪم فرمايو ته: وڻ کي وڍي ٻاهر ڪڍوس؟ حڪم موجب موليڏني فقير، کهاڙي سان ۽ هڪ ٻئي فقير ڪاتيءَ سان وڻ کي وڍڻ شروع ڪيو، مون دل ۾ خيال ڪيو ته، جي انهي کهاڙي ۽ ڪاتي سان وڍيندا ته ٻن ڏينهن تائين به وڍي نه سگهندا، اجا ٻه ٽي ٿاريون مس وڍيائون ته ايتري ۾ سندن تصرف ۽ برڪت سان تتر ٻاهر نڪري آيو!

14- نقل : فريد ٽالپر مجيداڻي جيڪو اڄ ڏينهن (ان وقت) تائين درگاهه شريف تي رهندڙ آهي، هڪ ڏينهن قلات جي سفر ۾، ڪنهن مسجد شريف اندر ڪونئري ۾ پاڻي وڌائين ٿي ته ڦڙا مسجد شريف ۾ ڪري رهيا هئا، تنهن تي حضرت پير سائين قدس سره جن ناراض ٿي فرمايس ته : اي ڀُڳهلا! مسجد شريف ۾ پاڻي پيو هارين ڇا توکي خبر ناهي ته جيڪو مسجد شريف ۾ پاڻي جا ڦڙا هاريندو ان کي دنياءِ آخرت ۾ ڪوڙهه جو مرض ٿيندو! ٻئي ڏينهن به اهو ساڳي طرح وٽي ۾ پاڻي وجهندي مسجد شريف ۾ ڦڙا ڪيرائي رهيو هو! اهو حال ڏسي، ان کي پاڻ فرمايائون ته! اي انڌا توکي ڪالهه سمجهايو هيوسون، پر تو اسان جي چوڻ کي بيڪار سمجهي عمل نه ڪيو! ان کان بعد، ٿوري ئي وقت ۾ اهو شخص اکين کان نابين ٿي پيو، حالانڪ اجا جوان ۽ ڪاري ڏاڙهي سان هيو" نعوذ بالله من ذالڪ

" اي عزيز! الله تعاليٰ بزرگن جي صحبت نصيب ڪرڻ سان گڏ، انهن جو ادب به نصيب فرمائي! ڇو ته ادب ڪرڻ سان ئي پورو فيض حاصل ڪري سگهجي ٿو.

**15- نقل :** محمد ذاڪر، ٽنڊي قيصرنظاماڻي جو رهاڪو نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن جماعت سان گڏجي، حضرت پير سائين قدس سره جن جي حويلي شريف لاءِ مٽي ٿي ڪنئي سون! گل فقير ناهيي مونکي چيو ته، مٽي ڪڻڻ ڇڏ، ۽ تون هن گاهه جون پاڙون گهوٽي حويلي شريف ۾ موڪلي ڏي! پاڻ ڪريمن مونکي ڏسي فرمايو ته: توکي تپ آيو آهي ڇا؟ جو ان گاهه جون پاڙون پيو گهوٽين؟ عرض ڪيم ته حضرتا! تپ ته ڪونهي ليڪن حاويلي مبارڪ مان حڪم آيو آهي، ان ڪري پيو گهوٽيان! پوءِ ته ٻي ڏينهن مونکي سخت بخار اچي ويو ، جيڪو ٻٽي ڏينهن لاڳيتو رهيو!

**16- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته: هڪ شخص سودائي طبيعت جو ماليخوليا جي مرض ڪان تمام ضعيف ٿي سڪي ويو هو سندس عزيز ڪيس اسان وٽ وٺي آيا، اسان ڪانئس حال احوال پڇيو ۽ چيائين: ٻيو ڪل خير عافيت آهي، پر ماني ڪائڻ وقت ڏائڻيون منهنجي نڙي مان ماني ڪڍي ڪٽي وينديون آهن! پيٽ ۾ ماني نه ٿي پهچي، جنهن سبب اهڙو ضعيف ٿي ويو آهيان! ان وقت جماعت مان هڪ مجذوب شخص اٿيو ۽ چيائين ته : ماني مونکي ڏيو ته آئون ٿو ڪارايانس جي ڏائڻيون آيون ته انهن کي آئون پاٺهي ڏسندس؟ پوءِ ماني ڪٽي آيا، ان مجذوب گرهه ناهي سودائي جي وات ۾ وڌو ۽ ٻٽي لٺيون زمين تي زور سان هڻي چيائين، ڏائڻڻ کي هلاڪ ڪري ڇڏيم، ۽ سودائي جي نڙي تي آگر رکي چيائينس ته ! هي گرهه هيٺ تنهنجي پيٽ ۾ پيو وڃي! اهڙي نموني سڄي ماني ڪارائي ڇڏيائينس اجهو ان ڪان بعد ان جو خيال بدلجي ويو ۽ پاڻ کي تندرست ۽ صحت مند سمجهڻ لڳو، پوءِ مون پڇيومانس ته هاڻي ڪيئن آهين؟ چيائين ته جيڪي ڏائڻيون مون ڪان ماني ڪائي وينديون هيون، انهن کي مجذوب فقير لٺيون هڻي ماري ڇڏيو، هاڻي انهن جي ايذاءَ ڪان بلڪل ڇٽي پيو آهيان،

اي عزيز هن فقير جي خيال موجب ته سودائي جي بيماري جو علاج، مجذوب جي لٺين سان هو، حالانڪ هي پاڻ ڪريمن جو تصرف ۽ ڪرامت هئي!

**17- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته: حضرت غوث الثقلين رضي الله عنه جي زماني ۾ هڪ ڇوڪر کي ٻڪرڪائڻ جي عادت هئي، ٻڪڙ لاءِ ايترو پريشان هوندو هو، جو گهر جو سامان وڪڻي به ٻڪڙ وٺي ڪائيندو هو، ان سبب سندس ماءُ تمام تنگ ٿي، ان کي حضرت غوث

الثقلين قدس سره جي دربار ۾ وٺي آئي ۽ اها حقيقت عرض ڪيائين؟ حضرت غوث الثقلين قدس سره فرمايو ته: اڄ واپس وڃ، سڀاڻي وٺي اچجانس! ٻئي ڏينهن ان عورت پنهنجي پٽ کي وٺي اچي سندن خدمت ۾ حاضر ڪيو! حضرت غوث الاعظم فرمايو ته اي پٽ ! ايترو ڳڙ نه کاءُ! ڇوڪر عرض ڪيو ته حضرتا! ڳڙ نه کائيندس. ڪجهه ڏينهن کان بعد اها عورت، سيدنا غوث الاعظم جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿي ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! توهان جي برڪت سان ڇوڪر ڳڙکائڻ بڪل ڇڏي ڏنو آهي، ايتري قدر جو عيد ۽ شادي وغيره ۾ به نه ٿو کائي! پر عرض هي آهي ته توهان انڪي پهرين ڏينهن ڇو نه منع فرمائي ۽ ٻئي ڏينهن ڇالاءِ منع فرمايو؟ پاڻ فرمايائون، ته پهرين **ڏينهن مون پاڻ ڳڙ استعمال ڪيو هو!**

**18- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ڪڇ جي سفر ۾ " يارهه" جي مقام وٽ تشريف فرما ٿيا هئا، اتي غلام حسين نالي هڪ فقير، قلندري لباس ۾ هو، تنهن پاڻ ڪريمن کي دعوت لاءِ عرض ڪيو؟ پاڻ ان جي دعوت قبول فرمايائون! پر ڪن فقيرن ان جي اڏنگي گفتار جي شڪايت ڪئي! پاڻ سڳورن فرمايو ته: اها ڳالهه آهي ته اسان سندس دعوت نه وٺنداسون! غلام حسين فقير اهو حڪم ٻڌو ته ڏک وچان ڏاڍو رنو، ايتري قدر جو حاضرين مجلس به روڄ ۽ وجد ۾ اچي ويا! پوءِ پاڻ سندس اهو حال ڏسي دعوت قبول فرمائي ان جي گهر هليا، ۽ اهادعوت وٺي پاڻ سنڌ ڏانهن موٽيا! رڻ جي واقف شخص کان شام جو واٽ گم ٿي ويئي ۽ هو اوبر طرف هلڻ لڳو بنده (جامع ملفوظات) عرض ڪيو ته حضرتا! هي واقف شخص ڀلجي ويو آهي! پر ان چيو ته آئون سڌو آهيان! مون ٻئي ڀيرا عرض ڪيو ته حضرتا! هي ڀلجي ويو آهي؟ ڇو ته سنڌ واري واٽ سڌي اتر طرف آهي ۽ هي اوبر رڻ پٽ ڏانهن پيو هلي! پر پير سائين جن فرمايو ته: جيڏانهن هي ويندو، اسان انجي پويان وينداسون! جڏهن " آمراٽي" جي جاءِ تي پهتاسون، تڏهن ڏينهن ٿي ويو ۽ سڀني کي پڪ ٿي ته برابر رستو ڀلي وياآهيون ۽ هاڻي سمر نه هجڻ سبب سڀ هلاڪ ٿي وينداسون پاڻ ڪريم پنهنجو گهوڙو هڪ پانڌيڙو کي ڏئي پاڻ پيادل هلڻ لڳا، سندن متابعت جي ڪري سڀني گهوڙي سوارن، پنهنجا گهوڙا پيادن کي ڏئي سڀني ساڻن گڏ ويهه ميل ڪن پنڌ ڪيو، ان ڪان بعد ٻين جي عرض تي پاڻ گهوڙي تي سوار ٿيا ۽ ٻي ڏهاڙي وڇين جي وقت "رامڪي بازار" وٽ

لهڻ فرمايائون. اهڙي طرح سندن تصرف ۽ توجه سان سيئي (سمر نه هوندي) سلامتي سان منزل تي پهتاسون ۽ هڪڙو پيڙو فقير نٿي جو رهاڪو، جماعت کانپوءِ پوئتي رهجي ويوهو، ان کي به پير سائين جن جا ڀه مريد جيڪي مال چاري رهياهئا، هڪ ڏينهن پان وٽ رهائي، ٻي ڏينهن صبح جو ڏاند تي چاڙهي اچي جماعت ۾ پهچايائون!

**19- نقل :** هڪ پيري خليفو الهه رکيو (حضرت ميان صاحب قدس سره جن جو خليفو) ڪنهن سوالي جي ڪم سان، خيرپور جي حاڪمن ڏانهن تي ويو، حضرت پير سائين قدس سره جن سائنس ميان قابل شاهه به گڏي ڏنو ۽ خليفو صاحب اتي وڃي هڪ مسجد شريف ۾ لٿو! حاڪمن کي خليفي صاحب جي اچڻ جي خبر پئجي وئي ته به ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏيائون! هفتو ڪن گذري ويو، مگر خليفو صاحب، دلجمعي سان، محبوب حقيقي جي مشاهدي ۾ مستغرق رهيو، ڇٽڪ پنهنجي گهر وينو آهي ۽ ڪنهن ڪم سان نه آيو آهي! ائن ڏينهن گذرڻ بعد ميان قابل شاهه چيو ته هيترا ڏينهن گذري وياآهن، اڃا سائل جو ڪم نه ٿيو آهي؟ خليفي صاحب جواب ڏنو ته: اڄ پيپهري نماز کان بعد هلندا سون، اينتري ۾ حاڪمن خود بخود، بغير ڪنهن چئي چوائي جي، سوالي جي ڪم جو پروانو لکي مهر هڻي، خليفي صاحب جي خدمت ۾ موڪلي ڏنو ۽ پڻ معافي به گهري! ان کان پوءِ سوار ٿي درگاهه شريف اچي پهتا!

**20- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن "ڪرڪ" کان ٻاهر آيا (اها قلات جي هڪ ديهه آهي) پاڻ، نئين جو وچ ونيو ٿي آيا ته ڪنهن فقير چيو ته اجهو هو نئين جو پاڻي اچي پيو؟ تڏهن سيئي وچ واري دڙي تي چڙهي ويا، پاڻ ڪريم ۽ ميان قابل شاهه پنهنجا گهوڙا نيئن جي وچ ۾ ڇڏي آيا! پوءِ آئون ۽ ميان قابل شاهه ان دڙي تان لهي وڃي گهوڙا ڪاهي آياسون! پاڻ ڪريمن فرمايو ته: نيئن جي پاڻي ۾ زور نه آهي چو ته پيادا به پهچي ويا، پر پاڻي تڏهن به نه پهتو آهي؟ هاڻي هلو ته نيئن جي تري مان لنگهي هلون، پاڻي اسان کان اڳي نه پهچندو، ان کان پوءِ پير سائين جن جي تصرف ۽ توجه سان نيئن جي پاڻي ۾ زور نه رهيو ۽ سيئي فقير سائنس گڏ نئين جو وچ ونيو ٿي آيا ۽ ائين خيروعافيت سان پار پهتاسون، آئون (جامع ملفوظات) انهن ڏينهن ۾ تپ ۽ دستن سبب ڏاڍ وڏيرو ٿي ويو هوس، سو

آهستي آهستي پاڻ ڪرڻ جي پوبان هلندو رهيس، اهڙي طرح سيني ڪان پوئتي، وڃي (سج لهڻ وقت) نيڻن جي تري مان اڪيلوپاهر آيس، ۽ پوئتي جو ڏنم ته پاڻي اڃا ڪونه پهتو هو:

**اليارا هست قدرت از اله تير جسته باز گردانند زراه**

(ولين کي الله تعاليٰ جي طرفان طاقت مليل آهي جو (ڪمان مان) ڇٽل تير به واٽ مان ورايو وڃهن!)

مگر ڪجهه فقير نيڻن جي پاڻي کان ڊڄي، حضرت پير سائين قدس سره جن جي رفاقت ڇڏي مٿي چڙهيا هئا، اهي سيئي اڄ جي ڪري هلاڪ ٿي ويا ۽ واپس نه آيا.

**21- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ واپاري، واپار جي خيال سان ڪنهن شهر ۾ ويو، شهر جي ٻاهران هڪ جاءِ ڏٺائين، سو سمجهيائين ته اها جاءِ شايد مسافرخانوآهي، پر اها جاءِ حضرت نجم الدين ڪبريٰ قدس سره جي درگاهه هئي، جڏهن واپاري اندر داخل ٿيو، ان وقت شيخ صاحب مٿئين طبقي تي ويٺو هيو، اتان ڪٿي واپاري تي توجه ستيائين ته اهو ڪمال جي درجي کي پهچي ويو. ان کان بعد شيخ صاحب کيس گهرائي تلقين فرمائي ۽ سلسلو شريف لکي ڏنو ۽ پنهنجو خليفو مقرر فرمائي، کيس ملڪ ڏانهن وڃڻ جي اجازت ڏنائين:

**يک نظر فرماکه مستغني شوم زابنائے جنس!**
**سگ که شد منظور نجم الدين، سگانراسرورست**

(هڪ ئي نظر اهڙي فرماءِ جو هڪ جيڏهن کان بي پرواهه ٿي وڃان، جيڪو ڪتو حضرت نجم الدين جو نظر هيٺ آيو، اهو ٻين سيني ڪتن جو سردار آهي)

**22- نقل :** حاجي احمد ٽالپر نقل ڪري ٿو ته، هڪ رات درگاهه مبارڪ جي مسجد شريف ۾ ستا پيا هئاسون ته، ڇنو گدڙ، شهر جا چند ماڻهو ڏاڙهي اچي مسجد شريف ۾ نون 9 ڄڻن( فقيرن) کي ڏاڙهيائين، صبح جو حضرت پير سائين قدس سره جن انهن جو علاج ڪرڻ فرمايو، فقير عثمان نوح پوٽي عرض ڪيو ته حضرتا! مون کي ته ٽڪ مبارڪ مکيو ۽ دعا به فرمايو، پاڻ انجي چوڻ تي ايئن ڪيائون، باقي ٻين فقيرن کي تنديڙي ڇيلي جي سير جي رت لاتائون، ان کان بعد سيئي فقير، ان نوح پوٽي فقير سميت پاڻ ڪرڻ جي تصرف ۽ توجه سان صحيح ۽ تندرست ٿي ويا!

**23- نقل** : هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن جي ارشاد موجب، طالبن جي صحبت لاءِ ٺٽي شهر ويس، اتي هڪ فقير، ڪيمياءِ سعادت جو هڪ نسخو پير سائين جن لاءِ نذرانو ڏنو، مون جڏهن اهو ڪتاب پاڻ ڪريمن کي درگاهه مبارڪ تي پيش ڪيو، تڏهن پاڻ مهرباني فرمائي چيائون: اي خليفا! هي ڪتاب توکي مطالعي لاءِ بخشيم! تون انجو مطالعو ڪندو ڪر! ان کان بعد سندن توجهه ۽ تصرف سان سلوڪ جي هر ڪتاب مان فائدو حاصل ڪيم ۽ جڏهن ته ان کان اڳ ڪوبه ڪتاب ڪونه پڙهيو هيم!

**24- نقل** : هڪ ڀيري خليفي ميان الهه رکيي وٽ، فقيرن جي جماعت ويٺي هئي، اتي هن آيت سڳوري جو بيان هلي رهيو هو! انا عرضنا الامانة علي السموات والارض والجبال فابين ان يحملنها واشفقن منها وحملها الانسان انه كان ظلوما جهولا"

(اسان امانت جو بار آسمانن ۽ زمين ۽ جبلن کي پيش ڪيو، پر هنن انهيءَ بار کڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ ان کان ڊڄي ويا، مگر انسان اهو بار برداشت ڪيو. بيشڪ اهو (انسان) وڏو نادان ۽ ستم گار آهي) مجلس مان ڪنهن فقير عرض ڪيو ته سائين هن ٿلهي وڏي پهڙ به اهو بار نه ڪنيو؟ تنهن تي خليفي صاحب جوش ۾ اچي، ارشاد فرمائي چيو ته: جي ان بار جو ذرو به مٿس اچي ها ته چيرجي ڏارڏار ٿي وڃي ها!

خليفي صاحب جي اينتري چوڻ شرط، اهو پهڙ چيرجي ٻه اڌ ٿي پيو! هڪ اڌ هڪ طرف ۽ ٻيو اڌ ٻئي طرف وڃي ڪريا! فيروز فقير نظاماڻي چوي ٿو ته، اهو چيريل پهڙ، مون پاڻ اکين سان ڏٺو. حافظ شيرازي رحمة الله عليه ڪهڙو نه سٺو چيو آهي:

آسمان بار امانت نتوانست ڪشيد - قرعه فال بنام من ديوانه زدند

(امانت جو بار، آسمان کڻي نه سگهيو آهي پر اهو پکو مون چريي جي نالي نڪتو!)

**25- نقل** : منهنجي (جامع ملفوظات ) جي ٻيءَ سڳوري ۽ سندس عزيزن کي سرڪار کان جاگير مليل هئي، جنهن جي آبادي پاڻ ڪائيندا هئا، ٿورن ڏينهن بعد اها جاگير ڪانئن واپس ورتي وئي، جنهن ڪري سيئي، عاجز ۽ مسڪين ٿي ويا! عمدن ڪاڏن جي بجاءِ جون جي رب ڪائڻ لڳا، هڪ دفعي حضرت پيرسائين قدس سره جن، هن ٻانهي جي دعوت تي تشريف فرمائيا ته منهنجن عزيزن مان غلام محمد فقير، پاڻ ڪريمن کي زيارت لاءِ گهر وٺي ويو

۽ اها جون جي رب واري ڪُني خدمت ۾ پيش ڪيائين، پاڻ سڳورن سندس حال تي رحم فرمائي دعا گهربائون ۽ فرمايائون تہ: اڄ کان پوءِ رب ۽ جون جو پت توهان وٽان ويو! ان کانپوءِ پاڻ ڪريمن جي دعا سان سڀ آسودا ٿي ويا ۽ ڪڏهن بہ ڏکيو ڏينهن ڪونہ ڏٺائون!

**26- نقل :** هڪ پيري درگاهہ مبارڪ تي، حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ حاضر هيس، انهن ڏينهن ۾ قاضي محمد عاقل، سندن خدمت ۾ رهندو هو، هڪ ڏينهن پاڻ مون کي ارشاد فرمايائون تہ قاضي محمد عاقل هن کان اڳ اسان سان مخالفت ۾ دشمني رکندو هيو، پوءِ الله تعاليٰ کان دعا گهري سون، جنهن ڪري هاڻي قاضي صاحب اسان سان هيتري محبت ۽ الفت رکي ٿو، ان کان بعد پاڻ فرمايائون تہ: دعا، دشمن کي دشمني کان هٽائي، دوست بنائي ڇڏيندي آهي!

**27- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن جڏهن نو مسلمن (جيڪي حضرت مخدوم صاحب قدس سره جن جي هٿ تي اسلام کان مشرف ٿيا هئا) جي دعوت تي، مهچرو ۾ تشريف فرما ٿيا، تڏهن انهن کي حضرت مخدوم صاحب قدس سره جن سان نسبت مضبوط ڪرڻ جي تلقين فرمايائون ۽ اسان کي ارشاد فرمايائون تہ: جيڪي حضرت مخدوم صاحب قدس سره جن وٽ اسلام کان مشرف ٿيا آهن، اهي سڀئي صلاحيت جي زيور سان سينگاريل آهن ۽ شرڪ ۽ ڪفر کان پيگل آهن، انهن جو اندر ۽ ٻاهر برڪت سان ڀرپور ٿي چڪو آهي!

**28- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ ڀراڙي جي هڪ وليءَ کي، ڪنهن شرعي مسئلي ۾ مونجهارو ٿي پيو، پوءِ انهيءَ ڪامل جي تصرف سان، حاجين جو هڪ قافلو، جنهن ۾ هڪ وڏو عالم بہ هو، رات جو پلجي صبح جو ان ڀراڙي واري بزرگ وٽ اچي پهتو! انهيءَ الله جي وليءَ ان عالم کان مسئلو حل ڪرايو! تڏهن عالم صاحب، ان ولي سڳوري کي چيو تہ: توهان ڪنهن وڏي شهر ۾ وڃي رهو، جتي عالم سڳورا موجود هجن تہ جيئن مونجهاري وارا مسئلا انهن کان پڇي وٺو؟ بزرگ چيو: اسان جو هتي ئي رهڻ نيڪ آهي، باقي جيڪڏهن ڪا مشڪل پئي تہ پوءِ الله تعاليٰ پاڻ ئي ڪنهن توهان جهڙي عالم جي واٽ گم ڪري اسان وٽ آڻيندو، پوءِ ان کان مسئلو پڇي وٺندا سون!

**29- نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمائيندا هئا ته: جڏهن حيدرآباد جي حاڪمن،موٽو هندو جي مسلماني کي رد ڪري، ڪافرن جو پاسو ورتو هو، تڏهن آئون (پيرسائين جن) خليفو الهه رکيو، ميان مرتضيٰ علي شاهه ۽ ٻيا خليفا جماعت سميت اتي پهتاسون. جماعت چيو ته حاڪمن جي قلعي کي ڪرامت سان ڊاهي ويران ڪري موٽو کي وٺنداسون! اسان انهن کي چيو ته الله تعاليٰ جي مرضي آهي ته صبرڪيو، موٽو جي ٻانهن توهان کي خود بخود ڏيندا ، هن ڳالهه ٻڌڻ شرط دوستن جو جوش دل جمعي سان بدلجي ويو! چنانچه جلد ئي حاڪمن موٽوءَ جي ٻانهن اسان جي حوالي ڪئي!

**30- نقل :** حضرت پيرسائين قدس سره جن جي مريد، مهتو ميمڻ جو مڱڻو، راهمڪي جي ميمڻ گهراڻي مان ٿيو هو، پر هن اهو سنگ سيد مرتضيٰ شاهه کي ڏيڻ چڏيو سيٺ قادر ڏني ميمڻ (وينل لکپتي بندر) کي اها ڳالهه ڏکي لڳي، ڇو ته ڪڇي ميمڻ جي رسم مطابق، هڪ ماڻهو سان مڱڻو ڪرائي، وري ٻئي کي ڏيڻ شرم جوڳي ڳالهه هئي، سو مهتي ميمڻ کي قلعي لکپتي جي حاڪمن ، مهرديهه جي جمعدار هٿان ڏنڊ ڀرائي، برادري جي ٿالهيءَ مان ڪيرائي ڇڏيائون! مهتو ميمڻ مون وٽ مدد لاءِ آيو، سو مون پاڻ ڪريمن جي مهر سان خط، قادر ڏني ميمڻ ڏانهن ، مهتي جي سفارش بابت لکي موڪليو، مگر هن بي ادب، خط جي عزت نه ڪئي ۽ درگاهه مبارڪ ڏانهن هٿ ڪٿي ڇوڻ لڳو ته منهنجا هٿ ڏکها آهن! جومهتي ميمڻ کي ذليل ڪري هٿ آڻي قيد ڪنداسين! جڏهن اها خبر ابراهيم فقير (جيڪو خط واري سان گڏ هو) مون کي ٻڌائي ته مون کي يقين ٿي ويو ته، هن جي بربادي ٿي چڪي، چنانچه پير سائين جن جو عجيب تصرف دنيا ڏٺو، جو قادر ڏني سنڌ جي حاڪمن جي واپار ۾ کوٽ ڪيو، جنهن ڪري حاڪمن ڪيس ٻن ڀائرن سميت جيل موڪليو ۽ چيائونس ته چندو ڪري سرڪاري نقصان ڀري ڏي! پوءِ پاڻ به چندي وٺڻ پوبان رلي، وطن کان ٻري سفر ۾ ئي مري ويو! مولانا رومي عليه الرحمة ڪهڙو نه سٺو چيو آهي:

**ازخدا خواهيم توفيق ادب - بي ادب محروم گشت از فضل رب**

(الله تعاليٰ کان ادب جي توفيق گهران ٿو، جوبي ادب، الله تعاليٰ جي مهربانيءَ کان محروم آهي.)

**بے ادب تنها نه خود راداشت بد - بلکه آتش درهمه آفاق زد**

(بي ادب اڪيلو پاڻ کي بچڙو نہ ڪيو، بلڪ (بي ادبي واري) باھ سڄي جھان ۾ ٻاري ڇڏيائين.)

**31- نقل :** ھڪ ڀيري ڪڇ جي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن واره شھر، (جيڪو ابراسي جي پرسان آھي) ۾ اچي لٿا ھئا، اتي پاڻ ڪريمن جا مريد، محمد فقير ھنگوري جا مائٽ اچي حاضر ٿيا، پاڻ توجہ فرمائي ارشاد فرمايائون تہ: ھڪ ڏينھن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جو ھارين وٽان گذر ٿيو، انھن عرض ڪيو تہ حضرتا! جوار پيار پوڪيون، دعا جي عنايت ٿئي. تنھن تي نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ اي زمين جيڪو رزق تو ۾ الله تعاليٰ رکيوآھي ان کي تمام سنو ڄمائجان، ۽ اي ھار يو! توھان بہ گھڻي پوک ۾ سستي نہ ڪجو! حضرت رسول ڪريم عليہ الصلوات والسلام جن جي فرمان جي برڪت سان، ان سال صحابين سڳورن جي پوک ۾ تمام گھڻي برڪت پئي! محمد فقير چوي ٿو تہ: آئون پير سائين جن جي حضور ۾ ھارين سان گڏ، ويٺو ھيس جو مٿين ڳالھہ ڪين ٻڌائي رھيا ھئا، انھن ھارين بہ جوارجي پوک پوکي ھئي، سو مون چيو مان تہ: ياد رکو ھن سال توھان جوان بہ گھڻو ٿيندو! ان ڪان پوءِ پاڻ ڪريمن جي مبارڪ تصرف سان، ان سال ايتري آبادي ٿي جو تي سال پئي ڪاڏائون، ٻيا غريب، جيڪي لاڻي لابارو ڪري رھيا ھئا، انھن کي بہ تمام گھڻو حصو ملي ويو!

اي عزيز! حضرت پير سائين قدس سره جن جي زبان مبارڪ ۾ عجيب تاثير ۽ تصرف سمايل ھو، جنھن کي انڌي عقل وارو سمجھي نٿو سگھي!

**32- نقل :** ھڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن حيدرآباد، ھن لاءِ تشريف آندائون، جو غلام محمد انڙ تي سرڪاري قرض ھو، تہ ان کي ڇڏائي اچن! مير غلام علي ٽالپر ، چتي نالي خدمتگار ۽ سيد ذوالفقار شاھ صاحب کي، سندن خدمت ۾ موڪليو تہ توھان وڃي پير سائين جن کي عرض ڪيو تہ حضرتا! مير صاحب چوي ٿو تہ: جيڪڏھن مريدن جي دعوتن لاءِ تشريف فرما ٿياآھيو تہ توھان جو اچڻ اسان جي اکين تي آھي! پرجي ڪنھنجا پئسا ڇڏائڻ آيا آھيو تہ پئسا اسان ڪڏھن بہ نہ ڇڏيندا سون! ۽ توھان بہ شھرڪان ٻاھر لھڻ فرمايو! انھن کي جواب ۾ پاڻ ھي نقل بيان ڪري ٻڌايائون تہ: ٻن شخص جي پاڻ ۾ دوستي ھئي، انھن مان ھڪ شادي شده ھو ۽ ٻيو ڇڙو ھو، ھڪ ڀيري اھو ڇڙو گھر ٻار واري جي دعوت تي آيو، اچي مھمان ٿيو، رات جو ڪچھري ۽ ذڪر فڪر ڪري سمھي پيا، صبح جي وقت جڏھن پکي ٻولڻ لڳا، تڏھن ان گھر ٻار واري ھي مقولہ چيو: اٺي پانڌي پنڌپؤ، چيھاٽالون، تنھن تي ان ڇڙي جواب ڏنو تہ: توڙي ڏينگ رڙن، تہ بہ نيرن ريءَ نہ نڪرون! سو پاڻ سڳورن

انهن کي فرمايو تہ: مير صاحب کي وڃي چئو تہ اسان بہ پٽسن ڇڏائڻ کانسواءِ نہ وينداسون! ان کان پوءِ سندن تصرف سان ٻارهن هزارن مان، پنج هزار، مير صاحب معاف ڪيا، باقي ستن هزارن جي ضمانت پيرسائين جن کان لڪرائي ورتائين، پر آخر اهي ست هزار بہ معاف ڪري ڇڏيائين جنهن جو تفصيل ڪرامتن جي نقلن ۾ بيان ڪنداسون.

**33- نقل :** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي، درگاهہ مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ ويٺو هيس، تہ هڪ معذور شخص شهر دهلي کان آيو، جنهن حاضر ٿي اچي تلقين حاصل ڪئي! ان جي هٿ ۾ هزار داڻن واري تسبيح هئي جنهن کي ڏسي فقير ڪلياٽي! مگر عجب جوش هو معرفت جي درياهہ ۾، جو هڪ ئي چولي سان ان سڪل زمين کي سرسبز ڪري، صبح جو خلافت جو تاج سندس مٿي تي رکي، ڪيس واپس وطن وڃڻ جي اجازت ڏنائون!

**34- نقل :** فتح محمد فقير نظاماڻي چوي ٿو تہ هڪ ڀيري سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن سان گڏ هيس، هڪ ڏينهن پيشاب ڪري، بغير استنجاجي حضور ۾ حاضر ٿيس، پاڻ فرمايائون تہ: هميشہ وضوءَ سان رهندو ڪر؟ مون عرض ڪيو تہ حضرتا! پاڻي موجود ڪو نہ هيو! پاڻ فرمايائون تہ: جي پاڻي نہ هجي تہ تيمم ڪرڻ گهرجي، ان کان بعد پاڻ ڪريمن جي تصرف ۽ برڪت سان ڪڏهن بہ بنا وضو نہ رهيو آهيان!

**35- نقل:** محمدرحيم فقير لوهر، ٽنڊي بهادر نظاماڻي جو رهندڙ، نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن قيدين کي ڇڏائڻ لاءِ، خيرپور جي مير سهراب وٽ ظهر وقت لٿا هئا، پر مير صاحب ظهر کان وٺي ٻئي ڏينهن جي صبح تائين ڪابہ ورندي يا مروت جي موٽ ڪانہ ڏني! اشراق کانپوءِ، گاجي فقير پلهہ عرض ڪيو تہ حضرتا! مير سهراب خان چوي ٿو تہ، منهنجي پٽ مير غلام حيدر کي پيٽ ۾ درد ٿي پيو آهي، دعا ڪريوس تہ چڱو ڀلو ٿئي ۽ سڀني قيدين جا نالا بہ لکي ڏيو تہ انهن کي آزاد ڪيان؟ پير سائين جن جواب ۾ ارشاد فرمايو تہ: اي گاجي فقير! ميرصاحب کي چئو تہ قيدين کي خدا ڪارڻ آزاد ڪر، پوءِ اسان بہ (خدا ڪارڻ) تنهنجي پٽ لاءِ دعا گهرنداسون! ان کان بعد مير صاحب قيدين کي آزاد ڪري ڇڏيو! پوءِ پاڻ ڪريمن جي دعا تصرف سان سندس پٽ بہ چاڪ ٿي ويو.

**36- نقل :** خليفو لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪڙي ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره، منهنجي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا، عشا نماز بعد، گهڻي دير کانپوءِ سندن خدمت ۾ طعام اچي حاضر ڪيم، پاڻ فرمايائون تہ ڇا آهي؟ عرض ڪيم تہ ٻوڙ ۽ پلاءُ آهي! پاڻ فرمايائون تہ: جوارجي ماني ۽ سرنهن

جي ڀاڃي هجي ته اها کپي؟ رات گهڻي گذري وئي هئي، ۽ سرنهن جي ڀاڃي
ٻه حاضر ڪانه هئي! پر پاڻ ڪريمن جي ارشاد موجب عرض ڪيم ته حضرتا!
اڄهو اها ٻه پيش ٿو ڪيان! دل ۾ خيال ڪندو گهر ويس، وڃي پيڻ کي چيم
ته: ڀاڄي مان وڃي پچا ڪر؟ جيڪڏهن ڪنهن وٽ سرنهن جي ڀاڃي هجي ته
پير سائين جن جي واپرائڻ لاءِ وٺي اچ؟ پيڻ چيو ته هن وقت سڀ ستا پيا
هوندا، ساڳ ڪٿان ملندو؟ ان وقت اسان جي گهر ۾ هڪ صغيرسيدزادي
ستي پئي هئي! تنهن چيو ته ڪهڙي ڳالهه آهي؟ مون چيو ته: سرنهن جي
ڀاڃي، خاص پير سائين جن لاءِ هن وقت گهرجي ٿي! صاحبزاديءَ ٻڌايو ته:
اسان جي اوطاق ۾ سرنهن جي ڀاڃي ۽ جوارجي ماني ٿانون ۾ ڍڪي رکي
آهي، وڃي ڪٽي اچو! پوءِ اها مون ڪٽي اچي سندن خدمت ۾ حاضر ڪئي ۽
پاڻ استعمال فرمايائون!

**37- نقل** : حضرت پير سائين تجر ذٽي رحمة الله عليه نقل ڪري ٿو ته هڪ
دفعي، هڪ هندو عورت کي مسلمان ڪرڻ جي ارادي سان، ڪيئي پيرا
ڪلمي شريف پڙهائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي پر هوءَ پڙهي ئي ڪانه پئي!
حضرت پير سائين قدس سره جن ڪهڙي کي توجه فرمائي، نظر عنايت فرمائڻ
کان بعد فرمايائون ته: هاڻي ڪلمو شريف پڙهايوس پوءِ پاڻ ڪريمن جي تصرف
۽ ان فرمان ٻڌڻ شرط، ان عورت پاڻهي ڪلمو پڙهڻ شروع ڪيو،

اي عزيز: پوچڙائي بزرگن جو نقل هن طرح مشهور آهي ته ڪنهن هندو کي
ملن مسلمان ڪرڻ لاءِ ڏاڍا زور لڳايا، لنين سان مار ڏني ۽ آخر لوهي سيخون
تپائي بدن تي ڏنيون به ڏنائونس پر تڏهن به ڪلمو پاڪ نه پڙهيائين آخر عاجز
ٿي ان هندوءَ کي پوچڙائي بزرگ وٽ وٺي آيا! بزرگ ان دهندو تي فيض جي
نظر جو فرمائي ته خودبخود ڪلمو شريف پڙهڻ لڳو! ملن عجب مان ان کان
پڇيو ته اسان توکي هيتراايذاءَ ڏنا پر تو تڏهن به ڪلمو نه پڙهيو ۽ هينئر فقط
هن بزرگ کي ڏسڻ شرط ڪلمو پيو پڙهين، انهيءَ جو سبب ڇا آهي؟ ان شخص
ملن کي چيو ته: توهان منهنجي ڪل پي سا ڙي، پر هن بزرگ منهنجي اندر ۾
آگ لڳائي ڇڏي، جنهن ڪري مون کي ڪلمي شريف پڙهڻ کانسواءِ ٻيو ڪوبه رستو نه هيو!

---

1- پوچڙائي بزرگ، مخدوم عبدالحميد ڪاتيار جي درگاهه جا گادي نشين ڳوٺ شيخ پرڪني جا،
حيدرآباد لڳ ٻه ميل اتر طرف ويٺل آهن (ف، ق، ع)

**38-نقل :** خليفو سارنگ فقير ڪلهوڙو نقل ڪري ٿو ته، هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن ڪنهن مريض جي طبع پرسي لاءِ سندس گهر تي ويا، اتفاق سان گهرجي گهٽيءَ ڪان ڪو هندو اچي لنگهيو جنهن تي، پاڻ ڪريمن جي نظر ڪرم پئجي وئي! هندو جڏهن پير سائين جن کي ڏٺو ته اهو ڏسڻ شرط بي اختيار ٿي اچي سندن قدمن تي ڪريو ۽ ڪلمو شريف پڙهڻ لڳو! پاڻ فرمايائونس ته: اسان زور ڪونه ٿا ڪريون، وڏيڪ تنهنجي مرضي؟ مگر اهو، نظر فيض اثر جوشڪار ٿي چڪو هو، سو بنادير مسلمان ٿي ويو!

**39- نقل :** فقير غازي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته، هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن، هڪ جنازي سان گڏجي " شيخ طيب" قبرستان پهتا هئا! آئون به ساڻن گڏ هيس، قبر کوٽيندڙن ۾ هڪ شخص، سخت طبيعت جو ۽ جوشيلو هو! ميت کي دفنائڻ ڪان بعد جڏهن پير سائين جن موٽيا، تڏهن بيا فقير سڀ پوئتي رهجي ويا، مگر اهو شخص پاڻ سڳورن جي سواري سان گڏ ڊوڙندو اچي درگاهه شريف پهتو! اهو شخص درگاهه شريف تي گهڻو وقت رهيل هوندو هو، ۽ پاڻ ڪريمن جي خدمت ڪندو هو ۽ زور به ڏيندو رهندو هو! هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن منهنجي وڏي ياءُ شادي خان، کان پڇيو ته، هن کي سڃاڻين ٿو؟ ان عرض ڪيو ته حضرتا! نه، تڏهن پاڻ فرمايائون ته: هن جي نسبت اسان سان مضبوط آهي چو ته حضرت ميان صاحب قدس سره جن فرمائيندا هئا ته: جيڪو به اسان جي سلسلي ۾ داخل ٿيو، ان کي اسان هرگز نه ڇڏيندا سون! پوءِ پاڻ ڪريمن ان شخص جي سڄي ڳالهه هن طرح ٻڌائي ته: هن جي ماءُ، ڪيس ٻارائپ ۾ اسان وٽ ڪٺي آئي هئي، اسان کي چيائين ته هن جو پيءُ وفات ڪري ويو آهي ۽ مان هن جي ماءُ آهيان، حياتي تي اعتبار نه آهي، تنهن ڪري منهنجي هن پٽ کي پنهنجي سلسلي عاليه ۾ داخل فرمايو ته عنايت؟ پوءِ اسان انکي اڳيان ويهاري بيعت وٺي پنهنجي سلسلي عاليه ۾ داخل ڪيو سون، پوءِ ان جي ماءُ به گذاري وئي ۽ هي وڃي بدعتن جو صحبتي ٿي دائري ۾ ويٺو، مٿان اچي هي جواني کي پهتو، انهن بدعتن جو دائرو درگاهه مبارڪ جي پرسان هيو، هڪ ڏينهن اسان وڏي صاحبزادي ۽ فقيرن کي چيوته: وڃو بدعتن جو دائرو ڊاهي ۽ بدعت جو سامان (ڏنڊا، ڪونڊا) ڀڃي صاف ڪري اچو، صاحبزادو ۽ فقير ويا، جن دائري وارن کي سزا ڏني، بدعت جو سامان ڀڃي، هن شخص کي گرفتار ڪري

وٺي آيا، جڏهن اسان جي اڳيان آيو، تڏهن ڏسڻ شرط حال پئجي ويس ۽ لڪل زهر ظاهر ٿيڻ سان بي اختيار ٿي ڪري پيو ۽ ٽي ڏينهن بي خبر پيو هو، چوٿين ڏينهن هوش ۾ آيو ۽ ميان قابل شاهه کي چيائين ته مونکي اڄ بدعت جي سخت ٻاڙ لڳي آهي؟ ميان قابل شاهه اسان وٽ آيو ۽ حالت بيان ڪيائين. اسان انجي وات ۾ ٿڪ وڌي سون ته وري ڪيس حال پئجي ويو. هاڻي الله تعاليٰ پنهنجي ڪرم سان ڪيس بدعت ۽ بدعتين ڪان آزاد فرمايو آهي، ۽ هي سڀ، حضرت ميان صاحب قدس سره جن جو فيض ۽ برڪت آهي.

**40- نقل** : لونگ فقير لوهار، ڪارباٽي جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته، هڪ ڏينهن حضرت پيرسائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾، ديهه ڪڙٻي ۾ لٿا هئا، مونکي سرديءَ سان بخار اچي ويو، جنهن ڪري ڪپڙن ۾ ويڙهيو وينو هيس، پاڻ مهر فرمائي پڇيائون ته: ڪيئن آهين؟ مون عرض ڪيو ته حضرتا! بخار اچي ويو آهي! پاڻ فرمايائون ته: توکي وڏو جلاب ڪارائنيداسون، جيڪو مون به استعمال ڪيو هو! پوءِ پاڻ ڪرمن جي انهيءَ فرمودي سان ئي بخار ڇڏي ويو!

**41- نقل** : الهداد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن، لڏي فقير نظاماڻي جي ڳوٺ تشريف فرماٿياهئا، اتي هڪ ماڻهوءَ عرض ڪيو ته: آئون لڏي فقير جو قرضي آهيان! مگر صفا سڃو، غريب آهيان ۽ ڪي ڪجهه نه اٿم، حضرتا خدا جي واسطي هن کان منهنجي جند ڇڏايو؟ لڏو فقير به مجلس ۾ ماٺ ڪري وينو هو، ۽ سوالي به باربار، سوال ٿي ڪيا! پاڻ ڪرمن گهڙي ساعت، مٿو مبارڪ هيٺ ڪري، ان کان بعد مٿو مبارڪ مٿي ڪٽي، لڏي فقير ڏانهن نظر فرمايائون، نظر پوڻ شرط لڏي فقير عرض ڪيو ته حضرتا! اڌ قرض معاف ڪيم! سوالي وري عرض ڪيو حضرتا! مون ۾ بلڪل طاقت ڪانه آهي، جو قرض ادا ڪري سگهان؟پاڻ وري مٿو مبارڪ هيٺ فرمائي، ماٺ فرمايائون. قرضي عرض ڪندو رهيو، پاڻ مٿو مبارڪ وري مٿي فرمائي، لڏي فقير ڏانهن نظر فرمايائون ته لڏي فقير هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته: حضرتا رهيل اڌ به قرضيءَ کي بخشي ڇڏيم! پوءِ پاڻ سڳورن لڏي فقير لاءِ دعاءِ خير فرمايائون!

اي عزيز! لڏو فقير نظاماڻي، تمام سخت طبيعت جو هو، جنهن ۾ هڪ ڪوڏي معاف ڪرڻ جي به اميد نه هئي، پر سندن مبارڪ تصرف سان قرضي، قرض

ڪان ڇٽو ۽ لڏي فقير دعا حاصل ڪئي! چوندڙ ڪهڙو نه ڇگوچيو آهي:

**ڪيميا درنگاه ڪاملان حق داشتہ - ديدن ايشان جلوه اڪثير اڪبر ميڪند**

(الله تعاليٰ ڪيميا ڪي، ڪاملن جي نگاهه ۾ رکيو آهي، انهن جي نظر پارس ڪان به وڌيڪ اثر ڪري ٿي!)

**42- نقل** : رمضان فقير سهتو نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ ويٺو هيس، ان وقت نوان مريد تمام گهڻا فيض وٺي رهيا هئا، حاضرين مجلس مان هڪ غير مريد عرض ڪيو ته: حضرتا جيڪو نئون مريد ٿيندو آهي، اهو ٿانو پاڻ سان آڻيندو آهي ڇا؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته، مهمان ٿانو نه آڻيندا آهن، بلڪ مهمان نواز ان ڪي پنهنجن ٿانون ۾ طعام ڏيندو آهي.

اي عزيز! ٿانون مان مراد، طالب جي قابليت ۽ صلاحيت آهي! جنهن کانسواءِ باطني فيض حاصل ڪرڻ محال آهي ۽ مهمانن مان مراد مريد آهن ۽ مهمان نواز مان مراد، پير آهي ۽ طعام جو مطلب، معنوي فيض آهي، جيڪڏهن پيرڪامل، مڪمل، صاحب تصرف جوآهي، ته بي لياقت طالب ڪي به ايترو معنوي فيض بخشي ٿو جو، قلم جي لکڻ کان ٻاهر آهي! هڪ نقل مشهور آهي ته هڪ رات حضرت غوث الاعظم رضي الله تعاليٰ عنه جي آرام واري جاءِ ۾ هڪ چور گهڙي آيو ۽ چوري جي ارادي سان حضرت غوث الاعظم جي پهرياڻ مبارڪ جي دامن ۾ هٿ وڌائين! حضرت پيران پير ڪيس پڪڙي قابو ڪري ڇڏيو، صبح جو حضرت غوث الاعظم جي خدمت ۾ هيءَ خبر عرض رکي وئي ته، فلاڻي ولايت جو قطب، وفات ڪري ويو آهي؟ پاڻ ان چور ڪي فيض ڏئي، ان ولايت جو " قطب" بنائي روانو فرمايائون! ڪن ماڻهن ، خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا: هن چور ته بي ادبي ڪئي، جو اوهان وٽان چوري ڪرڻ آيو، پوءِ هن ڪي هيتري مرتبي تي پهچائڻ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟ حضرت غوث الاعظم رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو ته: چور جي طاقت ايتري هئي جو اسانجي دامن ۾ هٿ وڌائين ۽ اسانجي همت اها هئي جو هن ڪي قطبيت (ولايت جو بلند ۽ اڪمل درجو) ڏئي روانو ڪيوسون! اي عزيز! پيرسائين جن به اسان لاءِ وقت جا غوث هئا ۽ پنهنجي مرتبي جي خبر هن بيت سان ڏيندا رهندا هئا:

**راتي وٽان رات نٿون نياپو آئيو**
**لڏائون لطيف چوي ڏاتر وٽان ڏات**
**ڪانہ پڇي تــر ذات، جي آيــا سي اگھيا!**

۽ چونڊڙ ڪھڙو نہ چگوچيو آھي:

**آنها کہ خاک رابنظر کیمیا کنند - ایا بود کہ کاشکے چشمے بما کنند**

(جيڪي فقط نظر سان مٽيءَ کي ڪيميا ڪري ڇڏيندا آھن، (خدا ڪري) من اسان تي بہ سندن نظر جي جھلڪ پئجي وڃي!)

**یک نظر فرماکہ مستغني شوم زبنائے جنس**
**سگ کہ شد منظور نجم الدین سگانراسرورا ست**

(هڪ ئي نظر اهڙي فرماءِ جو هڪ جيڏن کان بي پرواھ ٿي جان، جيڪو ڪتو، حضرت نجم الدين عليہ الرحمة جي نظر هيٺ آيو. (ٻين سڀني) ڪتن جو سردار آھي.)

**نظرت کیمیا است گرنگري - درمر قلب ماچوزر گردد!**

(تنھنجي نظر مبارڪ ڪيميا آھي، جيڪڏھن نظر فرمائيندين تہ اسان جو ڪوٽو درم بہ سون جھڙو ٿي پوندو!)

**43-نقل :** هڪ دفعي آئون (جامع ملفوظات) درگاھ مبارڪ وبس ٿي تہ منھنجي ٻيءَ مون سان بہ ماٺھو گڏي ڏنا تہ مونکي درگاھ مبارڪ تان سنت واپس وٺي اچن! هڪ انھن مان ڪوسو فقير، رستڪ نالي ۽ ٻيو پرچيڏنو ھاليپوٽو ھيو، وات ۾ ڪوسو فقير ارادتمند ٿي ويو! پوءِ جڏھن حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت اقدس ۾ حاضر ٿياسون، تڏھن عرض ڪيائين تہ حضرتا! آئون بڪايل آھيان مون کي ڊؤ ڪرايو؟ پاڻ ڪيس طريقي عاليہ ۾ داخل فرمايائون، پوءِ هيءَ اھڙو صاحب حال بڻجي ويو، جو انجو مثال ورلي ليندو! حالانڪ ھن کان اگ، جاھل مطلق، بداخلاق، شريعت کان پاسيرو ھوندوھو۽ جڏھن تہ ھن وقت مسجد شريف نھرائي اٿس، جنھن ۾ بانگ صلوات، فڪر ڪري پنھنجي خدا سان مشغول وبنو آھي!

**44- نقل :** خليفو ميان اميد علي، خدابخش نظاماڻي کان نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي، آئون هڪ موذي مرض ۾ مبتلا ٿي پيس، اتفاق سان درگاھ مبارڪ تي روانگي ٿي، دل ۾ ارادو ڪيم تہ حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪندس تہ حضرتا! مونکي ھن موذي مرض کان ڇڏايو؟ جڏھن خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيس تہ پاڻ وضو فرمائي رھيا ھئا، مون بيماري کان،

شفا حاصل ڪرڻ جي ارادي سان پاڻ ڪريمن جي هٿن مبارڪن جو مستعمل پاڻي، پي ڇڏيو ۽ ڪنهن بيماري متعلق ڪجهه بہ عرض نہ ڪيم! بفضل الاهي ۽ ان مستعمل پاڻي جي برڪت سان! ظاهري ۽ باطني بيمارين کان، دوائن بغير جلدي شفا حاصل ٿي وئي!

**45- نقل** : جمالي قوم جي هڪ فقير، نقل بيان ڪيو تہ، هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جيسلمير جي سفر تي اسهياهئا، هي فقير بہ محبت جي جذبي کان سندن پويان اڪيلو ۽ پيادو روانو ٿيو، جڏهن رڻ پٽ ۾ پهتس، جتي نہ پاڻي هو نہ آبادي هئي، تڏهن اڃ جي سختي سبب، ٿڪجي، هڪ وڻ جي ڇانو هيٺ نااميد ٿي ڪري پيس! ۽ اکيون کٽي بند ڪيم! اينتري ۾ پير سائين جن کي ڏنم جو فرمائي رهياهئاتہ ڇوبي همت ٿيوآهين؟ اٿ پاڻي تمام ويجهو آهي! ان کان بعد اٿي هلڻ لڳس اڃا وبهارو قدم مس هليس، ڏسان تہ هڪ وڻ ۾ ٿڌي پاڻي جي ڪلي ٽنگي پئي آهي، ان مان پاڻي پي روانو ٿيس! جڏهن سندن حضور ۾ پهتس، تڏهن مون ڏانهن نهاري، مرڪي فرمايائون تہ، اهڙو بي همت ٿيڻ نہ گهرجي !

**46- نقل** :لڌو فقير ڪنير نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن منهنجي اڳڻ کي قدمن گهمائڻ جي سعادت بخشي هئي! پاڻ صاحبزاده محمد حسن سان گڏ کٽ تي رونق افروز ٿياهئا!، صاحبزادي کٽ هيٺان رکيل چلم کي ڏٺو تہ فرمايائين لڌا فقير تون بہ چلم ٺاهيندو آهين ڇا؟ مان تہ شرم وچان ڪو جواب ڪونہ ڏيئي سگهيس، پر منهنجي شرم سبب پاڻ ڪريمن اهڙي تہ نظر فرمائي جو آئنده لاءِ چلم ۽ حقن ٺاهڻ جو خيال ئي دل کان نڪري ويو، جيتوڻيڪ حڪومت جا ماڻهو وڏي قيمت ڏيڻ لاءِ بہ تيار هوندا هئا، پر مون ڪڏهن بہ وري حقو نہ ٺاهيو!

**47- نقل** : عبدالله فقير، محمد خان دڪني (جيڪو پاڻ ڪريمن جو مريد هو) کان نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي هڪ هندو عورت سان عشق ٿي پيو نتيجي ۾ حضرت جن جي ديدار جي دولت کان محروم رهجي ويس، دير سان جڏهن درگاهہ مبارڪ پهتس تہ پاڻ فرمايائون محمد! خير تہ هو، جو هيترا ڏينهن اسان وٽ ڪونہ آئين؟ پوءِ بدقسمتي جي روئداد عرض ڪيم، پير سائين جن فرمايو تہ ڪڏهن انهي عورت سان ڪچهري بہ ڪئي اٿئي؟، عرض ڪيم بس پري کان ديدار ڪيان پيو،ڳالهائڻ جي جرئت ئي نہ ٿي آهي! پاڻ

فرمايائون تون ساڻس ڳالهائي ته ڏس؟ سندن اجازت سان جڏهن ڳوٺ آيس ته عورت سان ڳالهايم، پوءِ بس دير ئي اينتري ٿي ۽ عورت جي محبت کان ڇٽي پيس!

**48- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ دفعي ڪن مهيسرن پنهنجون مينهون گم ڪيون هيون، اسان وٽ دعا لاءِ آيا هئا، اسان الله تعاليٰ جي دربار ۾ هٿ کنيا ته مهيسرن تي وجد طاري ٿي ويو ۽ سيئي شوق ۽ حال جا مالڪ ٿي، جماعت ۾ شريڪ ٿي ويا ۽ مينهون ڪين وسري ويون! اي عزيز! اهي دنيا جا طالب هئا، تنهن ڪري دنيا طلب ڪيائون! پر پيرسائين جن پنهنجي لائق ڪرم فرمايو جو الله تعاليٰ جي وات ڪين ڏيکاريائين:

**هرکس آن کند که لائق اوست**

(سڀ ڪو ماڻهو پنهنجي لائق ڪم ڪندو آهي)

**49- نقل :** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي ڏند فقير کي پيٽ ۾ سور پيو ته حضرت پير سائين قدس سره جن کي ڦيٿي لاءِ عرض ڪيائين؟ پاڻ پنهنجو ڪپڙو انجي پيٽ تي ڦيرائي دم ڪيائون، الله تعاليٰ جي مهرباني سان بروقت چاڪ ٿي ويو!

**50- نقل :** غازي فقير منگريو ڪانهرن (روپاهه لڳ هڪ ديهه) جو رهندڙ نقل ڪري ٿو، ته هڪ عورت حضرت پير سائين قدس سره جن کي الله پاڪ جو قسم وجهي عرض ڪيو ته حضرتا، منهنجي گهر هلي دعا گهرو ته منهنجن ٻچن کي ماتا جي بيماري ڇڏي وڃي؟ پاڻ مائي جي گهر هلي " هي لفظ فرمايائون" اي ماتا! مونکي الله تعاليٰ جو اسم وجهي هٿ آندو اٿن ۽ تنهنجو به آخر الله تعاليٰ سان ڪم آهي، تون هنن کي ايذاءَ نه پهچاءِ، متان عذاب ۾ گرفتار ٿئين؟ پوءِ الله جي مهرباني سان بيمار ماڻهن کي شفا حاصل ٿي! غازي فقير چوي ٿو ته پاڻ ڪريمن جي اجازت سان مان به اهي لفظ ماتا جي بيماري لاءِ چوندو هوس ته فقط لفظن جي برڪت سان بيمار چڱو ڀلو ٿي ويندو هو!

**51- نقل :** سيد موليڏنو شاه تندي باقر نظاماڻي جو نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ديهه ڪنگري ۾ لٿل هئا، اتي جو هڪ موالي زيارت لاءِ حاضر ٿيو! فقيرن ان کي چيو ته ادا سڄي عمر بدعت ۾ گذاري اٿي! ان مان ڪو فائدو به ڪونه ٿيو اٿي؟ هاڻي جڏهن ته زماني جو مرشد برحق هتي لٿل آهي! جيڪڏهن ذڪر جي تلقين وٺين ته جيڪر ڏاڍو ڀلو ٿي پوئي؟ موالي کي اها ڳالهه دل سان لڳي ۽ ذڪر جي تلقين وٺي طريقه عاليه قادريه ۾ داخل ٿيو، اٺن ڏينهن کان پوءِ موالي جي ٻاڙيچن اچي، سندس

وفات جي خبر پڌائي، ۽ پڻ اها شاهدي ڏنائون ته سڪرات ۾ به سندس زبان ذڪر ۾ مشغول هئي! وفات کانپوءِ سندس دل به هلندي رهي! اتي جي سمورن ماڻهن پاڻ ڪريمن جو اهو ڪمال تصرف اکين سان ڏٺو!

**52- نقل :** هيڪرحضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته ياگ جي شهر ۾ قاضي فاضل نالي هڪ درويش رهندو هيو، جيڪو چڱن ڪمن جي تلقين ۽ برن ڪمن کان ماڻهن کي منع ڪندو هو! هڪ دفعي انهي شهر ۾ هڪ چشتي بزرگ اچي لٿو (جيڪو سماع جو عذا جي حد تائين سخت عاشق هيو) بزرگ سماع جو خيال ڏيکاريو ته ماڻهن کيس ٻڌايو ته قبلا هتي جو قاضي صاحب نه فقط سماع کان روڪيندو آهي پر تعزير به ڏيندو آهي! آخر بزرگ رات بغير سماع جي گذاري، صبح جو قاضي صاحب بزرگ وٽ ملاقات ۽ صحبت لاءِ آيو ته کيس دلي سڪون نصيب ٿيو، جنهن ڪري بزرگ کي ٻي رات رهڻ لاءِ عرض ڪيائين؟ بزرگ صاحب فرمايو، بغير سماع جي هڪڙي رات به خدا ڄاڻي ڪيترن سورن سان گذري آهي! قاضي صاحب چيو ته اوهان کي سماع جي اجازت آهي، ڀلي اتي مسجد ۾ ئي محفل ڄمايو ته مون کي ڪو اعتراض ڪونهي! بزرگ رات رهي پيو، سماع جي محفل شروع ٿي ٻن ڇوڪرن سارنگي تي ڳائڻ شروع ڪيو ته بزرگ بي اختيار ٿي استغراق جي دنيا ۾ پهچي ويو! قاضي صاحب به محفل ۾ شريڪ هو! هن جڏهن شرعي فيصلي لاءِ چند ماڻهن کي ايندي ڏٺو ته ڪافي پريشان ٿي بزرگ کي ڪن ۾ صورت حال ٻڌايائين! بزرگ مستي ۾ ئي فرمايو: هوالستار، ستر عيوبنا، هوالغفار، غفر ذنوبنا (اهوئي ڍڪڻهار آهي جنهن اسان جا عيب ڍڪيا، اهو ئي بخشڻهار آهي، جنهن اسانجا گناهه معاف فرماياآهن) بزرگ جي تصرف سان ٻاهران آيل ماڻهن کي قاضي صاحب نظر ڪونه آيو ۽ هو اهڙي طرح موٽي ويا هليا!

**53- نقل :** محمد خان ولد بهادر خان نظاماڻي پنهنجي پاءُ غلام علي فقير کان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن اسانجي دعوت تي رونق افروز ٿيا هئا، اسان سندن استقبال لاءِ اڳتي وڌياسين، جڏهن باغ وٽ پهتا ته اسان به حاضر هئاسين، پاڻ لهي منهنجي والد کي ياڪر پاتائون مونکي وجد جي متعلق شڪ رهندو هو، پر جيئن ئي پاڻ مونڏانهن نظر فرمايائون، ڄڻ ته تير لڳي ويو، ۽ شڪ جو ڪنڊو نڪري ويو جو بي اختيار ٿي ويس، پوءِ مون کي ياڪر ۾ ورتائون.

**54- نقل :** عبدالله فقير واڊونٽي جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ڳوٺ چڪ ۾ شڪارپور لڳ تشريف فرما ٿيا هئا، عشا نماز کان پوءِ هڪ هندو عورت مسلمان ٿيڻ آئي! ميان قابل شاهه کيس شهادت جو ڪلمو پڙهائي مسلمان ڪيو، عورت جي پنيان سندس مڙس وٺڻ آيو، ميان قابل شاهه چيس ته مسلمان ٿيڻ جي شرط تي ئي توکي زال ملي سگهندي! هندو ته ڪاوڙ جي هليو ويو ۽ مائي چيو ته انهي ڪي مسلمان ٿيڻ لاءِ چئو ئي نه (چو ته دل سان اسلام قبول نه ڪندو) اينتري ۾ پير سائين جن رفع حاجت کان فارغ ٿي آيا، هندو وري حضور ۾ فريادي ٿي آيو، پاڻ کيس جواب ڏيڻ جي بجاءِ اهڙي ته نظر فرمايائون جو هندو بي اختيار ٿي ڪلمو شريف پڙهي مسلمان ٿيو!

**55- نقل :** سوڀو فقير نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪيم ته قبلا! دنيا وارن وٽ ڪمين ڪارين وڃڻ ٿيندو آهي، تنهن لاءِ ڪو وظيفو عنايت ٿئي؟ پاڻ فرمايائون، جڏهن انهن جي ويجهو وڃين ته ست پيرا سورة فاتحه آهستي پڙهي پنهنجي جسم تي ڦيٿو وجهي ڇڏ! مون عرض ڪيو ته حضرتا! سورة فاتحه جا ٻيا به گهڻا فائدا آهن، پر اوهان جي زبان مبارڪ سان ئي، اهي برڪتون حاصل ٿينديون! پاڻ فرمايائون ته عقل ۽ ڪرامت متفق آهن، بلڪ عقل ڪرامت کان مٿاهون آهي! پوءِ پاڻ وزير ۽ بادشاهه جو واقعو مثال طور بيان فرمايائون ته: ٻئي ڄڻا جبل ۾ رهندڙهڪ بزرگ وٽ ويا بزرگ وٽ ڪرامت جو بيان هليو ته بزرگ هٿن جي چوڻ تي لٺ پٿر تي هنئي، پوءِ انهيءَ مان چشمو جاري ٿي پيو! وزير چيو ته مان به لٺ هڻي پٿر مان پاڻي جاري ڪريان؟ بزرگ لٺ هڻڻ جي کيس اجازت ڏني ته پاڻي نڪري پيو ۽ بزرگ عجب ڪرڻ لڳو! تڏهن وزير عرض ڪيو ته سائين هي به توهانجو ئي تصرف آهي! اي عزيز ! هي خاص سندن تصرف هوءِ سائل ڪي فقط تسلي لاءِ وظيفو عنايت فرمايائون جيئن ته آخر ۾ پاڻ فرمايائون، ته اي يار تون به اسانجي چوڻ تي عمل ڪندو ڪر؟ سندن حڪم مطابق ڪندو هوس ته في الفور مقصد پورو ٿيندو هو!

**56- نقل :** حمل فقير نقل ڪري ٿو ته حضرت پيرسائين قدس سره جن فرمائيندا هئا ته اسان پاڻ ۾ چار يائر هئاسون، گڏجي هڪ چرخي تي آبادي ڪندا هئاسون ۽ هرهڪ جي ذمي پوک جي هڪ ڪنڊ جي حفاظت مقرر هئي! جيئن خنزير وغيره ڪو نقصان نه ڪري وڃن! مان پنهنجي پاسي آيت الڪرسي شريف پڙهي اشارو ڪري ڇڏيندو هوس ۽ سڄي رات الله تعاليٰ جي

عبادت ۾ مشغول ٿي ويندو هوس! پوءِ صبح جو ٻي پاسي کان کو نقصان ٿيندو هو ته نهيو باقي منهنجي طرف کان کوبه نقصان ڪونه ٿيندو هو، ڏينهن جو پڪين هڪڙ لاءِ به ساڳي طرح آيت الڪرسي پڙهي پوءِ ڪتابن جي مطالعي ۾ مشغول ٿي ويندو هوس ۽ پڪي هڪ ڏاڻو به نه کائيندا هئا!

**57- نقل :** هڪ دفعي اونهاري ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر تي تشريف وٺي هلياهوا اينتري قدر سخت هئي، جو هڪ ٻي جو منهن به ڏسڻ ۾ نه ٿي آيو، مونکي خوف ٿيو ته ڪڙيو اگي ٿي گردغبار جو علائقو آهي، وبتر هوا جو اهو حال رهيو ته پوءِ رب رحم فرمائي! خدا جي قدرت ٻي ڏينهن پير سائين جن، فقير(جامع ملفوظات) وٽ ڪڙئي جي ڳوٺ جي مسجد ۾ رونق افروز اچي ٿيا ته رب سائين جي فضل ۽ پاڻ ڪريمن جي توجه سان هوا بلڪل بند ٿي وئي، مون پنهنجي انديشي جو ذڪر ۽ سندن توجه جو ذڪر ڪيو، ته پاڻ مرڪي فرمايائون بزرگ اها ته توهانجي ڪرامت آهي! مون عرض ڪيو حضرتا منهنجي ڪرامت نه پر اوهان جو احسان آهي! پوءِ فرمايائون ته اسانجي ملڪ کي گرم شايد هوا نه لڳڻ ڪري چوندا آهن ۽ توهانجي ملڪ کي ٿڌو هوا لڳڻ ڪري چوندا، اڄ هوا ڪانهي ته گرمي پئي لڳي !

**58- نقل :** سيد مرتضيٰ شاهه نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي ڪڇ جي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن ديهه نربو ۾ رونق افروز ٿيا، اتي برسات نه وسڻ سبب ماڻهو سخت پريشان هئا ۽ اتي جي رهاڪن ۽ آس پاس وارن حضور ۾ نهايت عاجزي سان بارش لاءِ دعا جي درخواست ڪئي؟ پاڻ شفقت فرمائي دعا گهريائون سندن دعا جي برڪت سان بروقت زوردار برسات پئي.

**59- نقل :** ميڊنو فقير پليجو نقل ڪري ٿو ته هڪ پيري درگاهه مبارڪ تي حضور ۾ حاضر هوس ته هڪ ماڻهوءَ کي جهولي (ڪپڙي جي) ۾ وجهي مسجد ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن وٽ ڦيڻي لاءِ کڻي آيا، ڪافي سڏائڻ باوجود پير سائين جن ان تي نظر نه فرمائي، بيمار ۽ ان جي عزيزن خليفه محمد حسن شاهه کي منٿ ڪئي، خليفه صاحب عرض ڪيو ته پاڻ فرمايائون هن شخص کي ڦيڻو نه رڪندس چو ته هي پنهنجي زبان سان جن جو اثر ٻڌائي پيو، حالانڪ ڪنهن به جن کي اسانجي مريد ڏڪائڻ جي طاقت نه آهي! پر خليفي جي گهڻي عرض سبب پاڻ بيمار جي مٿان پير مبارڪ جو آگوٺو رکي هليا ويا، بيمار بروقت اٿي بيٺو، پر گهڻي ڦوڪاري (پيٽ جي

آڻري) جي شڪايت ڪرڻ لڳو! پوءِ جڏهن پيپهري پاڻ ڪريمن سان گڏ پڙهيائين ته پوري طرح چڱو ڀلو ٿي ويو!

**60- نقل :** علي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته مان پنهنجي ڀاءُ بلوچ خان سميت حضرت پير سائين قدس سره جن سان سفر ۾ گڏ هوس، شهر راڄي ٽالپر ۾ ديهه وڏيجي وچان، هڪ واهه ڪان جڏهن پاڻ ڪريمن پنهنجو گهوڙو لنگهايو ته منهنجي ڀاءُ به پٺيان گهوڙو لنگهايو، لنگهڻ سان ان جو گهوڙو ترڪي زمين تي ڪري پيو ۽ بلوچ خان به گهوڙي هيٺان اچي ويو، سندس حالت نازڪ نظر ٿي آئي ۽ حياتي جو آسرو ڪونه رهيو هو. پر پاڻ سڳورن جي نظر عنايت، سندس ڪم آئي جو ٿوري ڪوشش سان صحيح سلامت گهوڙي هيٺان نڪري آيو! منهنجي پڇڻ تي ٻڌايائين ته خدا جو قسم مونکي ته ڪا به تڪليف ڪانه پهتي آهي! اي عزيز هي سمورو پير سائين جن جو تصرف هو.

**61- نقل :** فضل فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن بهادر فقير ڪوڪر جي دعوت تان اڳتي سفر لاءِ اسريا، ۽ مان به سندن خدمت ۾ ساڻ هوس، رستي ۾ مونکي دستن جي سخت تڪليف ٿي پئي ته فقيرن مون کي بهادر فقير جي اوطاق تي رهي پوڻ جي صلاح ڏني چو ته اتي خدمت سٺي ٿيندي! مون به خيال ڪيو ته سفر ٿي ڪونه سگهندو، تنهن ڪري تڪي ٿو پوان! پر جڏهن پاڻ ڪريمن کي اها حقيقت معلوم ٿي ته فرمايائون: اتي اسانجي سواري اڳيان ڊڪندو هل! انشاءَ الله چاڪ ٿي ويندين فقير دير نه ڪئي ۽ گهوڙي آڏو ڊڪڻ لڳس، چٽڪ مون کي دستن جي تڪليف ئي ڪانه ٿي هئي!

**62- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير صاحب تجر ڏٺي رحمة الله عليه فرمائيندا هئا ته هيڪر صاحبزادن جي شادي تي رڌ پچاءَ جو ڪم مون تي رکيو ويو هو، مون کي سيڌو سامان ٿورو نظر آيو! ادب سبب سڌي طرح ته عرض نه ڪري سگهيس، پر فيروز فقير نظاماڻي معرفت صورت حال عرض رکيم! پاڻ فرمايائون سيڌو ڪافي آهي، مونکي وري به دل ۾ خيال رهيو ته جيڪر پاڻ ڪريمن جي نظر کان هڪ دفعو سيڌو نڪري ها! چنانچه منهنجي دل جي (جهڙوڪ) پٺي پڙهي پاڻ ظهر نماز کانپوءِ اچي سيڌو ڏٺائون، فرمايائون سيڌو ته ڪافي آهي، پر احتياط خاطر اسان دڪاندار کي چٺي چڙيو آهي.
پوءِ سندن تصرف سان سيڌو نه فقط پورو ٿيو، پر بچي پيو! حالانڪ انهيءَ وقت جي دستور مطابق ائن ڏينهن تائين پوڙ ۽ پلاءَ پچندو ٿي رهيو!

**نظرت كيميااست گرنگري - درم قلب ماچوزر گردد**

(تنهنجي نظر كيميا آهي جي مهرباني ڪرين ته اسانجو ڪوٽو سڪو به سون ٿي پوي)

**63- نقل :** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري آئون درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هوس! پاڻ جماعت کي مثنوي شريف جو درس ٿي ڏنائون، درس دوران حاجي نارو فقير آيو، عرض ڪرڻ لڳو حضرتا ڪوهه جو پاڻي گهٽ ٿي ويو آهي، ڪجهه فقير عنايت ڪيو ته هلي ڪوهه ڪوٽين؟ پاڻ جوش ۾ اچي فرمايائون ته توهانکي الله تعاليٰ تي ڪوبه ڀروسو نه آهي! عجب آهي جو چند فقير ته ڪوهه ڪوٽي پاڻي گهٽو ڪري سگهن ٿا ۽ الله تعاليٰ جلشانه نٿو ڪري سگهي؟ توهان فقط صحبت ۾ اچي خلل وجهندا آهيو؟ بس عجب تصرف مرشد ڪامل جو ان وقت ئي سندن تصرف سان ڪوهه ۾ پاڻي گهڻو ٿي ويو ۽ اج تائين ڪاٽي جي ضرورت ڪانه پئي آهي!

**64-نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ ويٺو هوس ۽ فقيرن ڪافيون ٿي پڙهيون! پاڻ مون ڏانهن متوجه ٿي فرمايائون ته قلات ۾ هڪ لنگهو اسانجو مريد ٿيو، فارسي شعرن ڳائڻ ۾ بي مثال هو!هڪ ڏينهن بيپهري تي اهو ذڪر فرمايائون، ٻي ڏينهن اهو لنگهو اچي حاضر ٿيو! ۽ فرمايائون ته هي آهي اهو يار، جنهن جي ڪالهه ڳالهه ٿي ڪئي سون!

**65-نقل :** خليفو غازي خان نقل ڪري ٿو، ڪوهستان جي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن هڪ جاءِ تي پهتا! اج سبب فقيرن عرض ڪيو ته حضرتا هنان جي ماڻهن کان پاڻي وٺڻ گهرجي؟ پاڻ فرمايائون هتي جا ماڻهو سخت ۽ پڪا آهن! پر پاڻي گهري ٿا ڏسون، پاڻ جماعت سان جڏهن هڪ گهر وٽ پاڻي لاءِ پهتا ته اتي فقط عورت ئي نظر آئي! عورت تي جيئن ئي نظر پئي تڏهن بي اختيار مٿس عشق الاهي جو غلبو ٿيو ۽ پاڻ ڪريمن جي قدمن تي اچي ڪري، اينتري ۾ گهر جو مالڪ به اچي ويو،اهو به ساڳي طرح محبت جي تير جوشڪار ٿي ويو، ان وقت رڍون ذبح ڪري جماعت کي کارايائون ۽ ٻي ملڪيت به قربان ڪيائون ۽ سفر ۾ جماعت سان گڏ شوق وچان ڊڪندا ٿي هليا.

**66- نقل :** خليفو ميان لقمان بيان ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ هتا ته سندن وڏي پاءُ ميان عبدالرسول شاهه جو ڪين خط مليو، جنهن ۾ لکيل هو ته سرڪار لکيو آهي، جيئن ته پير سائين جن

جي زمينن تي اڳي ڍل وغيره معاف هو، سو هاڻي بہ معاف آهي! پر جيڪي ماڻهو پوءِ لڏي آيا آهن، انهن کان سمورا فنڊ ورتا ويندا (ڍل وغيره) تنهن تي پاڻ ڪريمن فرمايو تہ ماڻهو الله جي ذڪر کان غافل ٿيا تہ مٿن حاڪم بہ ظالم مقرر ٿيا آهن، پوءِ پاڻ جواب ۾ لکي موڪليائون تہ ماڻهو نماز ۽ الله جي ذڪر ۾ مشغول رهن! جيئن تہ ان بعد سندن هدايت تي عمل جي برڪت سان سمورين تڪليفون معاف ٿي ويون!

**67- نقل** : سلطان فقير ٽالپر، مسو فقير کوکر کان نقل ڪري ٿو تہ روهڙي شريف جي سيد سڳورن تي سرڪار جي چار سو روپيہ ڍل نڪتي، ۽ سادات تي سرڪاري نوڪرن سختي ڪئي ٿي، ادائيگي جي بہ ڪا صورت نظر نٿي آئي، سيد سڳورا حضرت مرشد مربي رضي الله عنہ وٽ آيا ۽ سفارش لاءِ هلڻ جو عرض ڪيائون، پاڻ فرمايائون تہ مير سهراب کان پئسا ڇڏائڻ ۽ ٿورو ڪڻڻ ڪافي مشڪل آهي! تنهن ڪري ڪجهہ صبر ڪريو، هن مطابق تہ الصبر مفتاح الفرج، (صبر سک جي ڪنجي آهي) اميد تہ ڪم آسان ٿي ويندو! حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جي ارشاد موجب! جيڪڏهن اسان ڏي رب سائين ڪا شيءِ موڪلي تہ توهانکي ڏينداسين! سادات سڳورا بدستور پريشان رهيا ۽ خيال ڪيائون تہ پيرسائين جن درويش ۽ فقير آهن، هاڻ وٽن چار سو ڪٿان ايندا؟ آخر تنگ ٿي اجازت وٺڻ لاءِ آيا تہ پاڻ ڪين ٿوجڻ جي منٿ ڪيائون، سيدن سڳورن وڃڻ تي زور ڏنو! اينتري ۾ پاڻ ڪريمن جي تصرف ۽ برڪت سان هڪ ماڻهو چارسو روپيہ خدمت ۾ ڪٺي آيو! پاڻ اهي سمورا سادات سڳورن کي ڏيئي خوش ڪري ڪين اجازت ڏنائون.

**68- نقل** : غلام محمد نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن سان سفر ۾ گڏ هوس، اوچتو پاسي ۾ سخت سور اپريو! پاڻ ڪريمن جي خدمت اقدس ۾ شڪايت عرض ڪيم! پاڻ فرمايائون بابو نہ (هڪ جڙي ٻوٽي) کاڌ! مون وري بہ دعا لاءِ عرض ڪيو، تڏهن ڦيڻو رکيائون ۽ بروقت فائدو نہ ٿيو (شايد تہ امر نہ مڃڻ سبب) پوءِ صبح جو شفقت وچان فرمايائون غلام محمد درد دفع ٿي ويو يا نہ؟ بس پوءِ انوقت ئي سندن نظر عنايت سان سور ختم ٿي ويو!

**69- نقل** : سلطان فقير ٽالپر "وڪڙي" (روپاهہ جي پرسان هڪ ديهہ) جو رهندڙ چوي ٿو تہ مونکي حقي جي ڇڪڻ جي عادت پيبل هئي! فقيرن جي

منع ڪرڻ تي بہ عادت نٿي وئي، هڪ دفعي هن بدعت کان نجات لاءِ حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪيم؟ پاڻ فرمايائون تہ هڪ دفعي تهجد نماز لاءِ اٿي وضو ڪيم تہ گوڏن ۾ اوچتو سور ٿي پيو! نفس خيال ڏياريو تہ تهجد ويهي پڙهڻ گهرجي تڏهن نفس کي چيم ڪمينا! پنهنجي خواهش لاءِ تہ بهادر، باقي چڱي ڪم ۾ اهڙو بزدل؟ آخر ڪار نفس جي مخالفت ڪندي نماز بيهي پڙهيم، تڪبير هڻڻ سان گوڏن جو سور ختم ٿي ويو! انهيءَ نصيحت جي برڪت سان مون بہ نفس جي مخالفت ڪئي تہ حقي جي بدعت کان ڇٽي پيس!

**70- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ ڏينهن حضرت ميان سائين قدس الله تعالىٰ سره باغيچي ۾ رونق افروز هئا، اهو باغيچو اسان سندن آرام لاءِ ٺاهيو هو! گلن جي ڪناري سان مڪئي بہ ٿوري پوکي وئي هئي! اسان سندن خدمت اقدس ۾ حاضر هئاسي! مڪئي ڏسي فرمايائون تہ باباڇا هي مڪئي ڪاڙهي آهي؟ اسان عرض ڪيو تہ حضرتابج تہ اڇو هو! جڏهن مڪئي سنگ ڪڍيا، تڏهن حضرت ميان سائين جن جي فرمان مطابق واقعي مڪئي ڳاڙهي هئي!

**71- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ، هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن ڪنهن فقير جي دعوت تي شهدادپور ۾ رونق افروز ٿيا هئا، ظهر نماز کانپوءِ مسجد شريف ۾ ويٺي مولود شريف ٿي ٻڌائون! محفل ختم ٿيڻ تي اوچتو ڪي فقير ڪليا! اصل ۾ ڳالهہ اها هئي تہ هڪ فقير، ڪي ماڻهو بلوچ ايندي ڏٺا، تن کي حضرت مرشد مربي قدس سره جن وٽ هلڻ ۽ ذڪر جي تلقين وٺڻ لاءِ ٿي چيائين! پر اهي بلوچ جهڙوڪ ڪاوڙجي پيا هئا پوءِ اينتري ۾ حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن جي مٿن نظر فيض اثر پئجي وئي! پوءِ تہ بلوچ بي اختيار اچي قدمن تي ڪري پيا ۽ ٻيو تہ ٻروچن جون مڇون ايڏيون هيون، جو سندن وات بہ نظر نہ ٿي آيو، ۽ وارڊگها، جيڪي وڏي توبي هيٺان هٿي ڇڏيا هئائون! بي ديني ۽ گمراهي سبب وحشت ۽ شدت سندن طبيعت ۾ سمايل هئي! مگر ذڪر جي تلقين وٺڻ کانپوءِ هڪ فقير سندن مڇون ۽ مٿي جا وار ڪٽي شرعي حد تي بيهاريا تہ سندن بلوچي شدت گهٽ ٿي وئي، تنهن ڪري ڪاوڙيا تہ ڪونہ، پر سندن ڪچڻ جي زبان بند ٿي وئي! ٽيهري ٿي تہ نماز لاءِ کين چيو ويو چيائون تہ اسان سڄي حياتي پلجي بہ نماز ڪانہ پڙهي آهي ۽ نہ نماز جي ڪا خبر آهي، تڏهن فقيرن ڪوئنرا ڪٽي کين وضو جي ترتيب سيکاري ۽ وضو ڪرايو، پڻ نماز جي بہ باقاعده

سکيا ڏني! پوءِ انهن نماز پڙهيائون! نماز کانپوءِ وبتر سندن دل جي دنيا بدلجي وئي، هاڻي جڻ ته اهي نقشبندي مشائخ معلوم پي ٿيا!

**72- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن فقير جي دعوت تي جمع جي ڏينهن ديهه ڪوڪر ۾ تشريف فرما ٿياهئا، اتي هڪ وڏو حوض پاڻي سان ڀربل هيو. پاڻ سنت طريقه مطابق انهيءَ ۾ غسل فرمايائون! پوءِ پاڻ ڪريمن جي برڪت سان حوض جو پاڻي ڪڏهن به بدبودار نه ٿيو. جڏهن ته عام طور ڪجهه وقت کانپوءِ ٿورو پاڻي به بدبودار ٿي ويندو آهي، پڻ شهر جي کوهن جو پاڻي کارو هوندو هو، جڏهن حوض جي ڀرسان کوه کوٽيو ويو ته مٺو پاڻي نڪتو. انهيءَ ڏينهن پاڻ ڪريم وضو فرمائي رهياهئا ته ماڻهو وضوجو پاڻي پيئڻ لاءِ ڳڌ ٿيا! مون کين چيو هتي ڇوگوڙ ڪيو اٿو؟ حضرت مرشد ڪريم جن ته فلاڻي حوض مان غسل فرمايو آهي، وڃو اتان " حوض ڪوثر" جهڙو پاڻي پيئو!

**73- نقل :** صديق فقيرحجام تلهار جو رهندڙ حاجي عمر کان نقل ڪري ٿو ته منهنجو ڀاءُ حاجي قاسم ڀهريان حضرت پير سائين قدس سره جن جو مريد هو، بعد ۾ مخدوم ابراهيم جو وعظ ٻڌي مخدوم صاحب جو مريد ٿيو هو! اوچتو بيمار ٿيو ته پيٽ سڄي ويس، آخر انهيءَ بيماري ۾ گذاري ويو! حاجي عمر جو بيان آهي ته هڪ رات مون خواب ڏٺو، حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن حاجيقاسم جي قبر تي آيا ۽ قبر مان ڪيس ڪڍي تلوار سان ٻه اڌ ڪري، هڪ اڌ (مٿيون) کڻي فرمايائون ته اسان تنهنجو اڌ کنيو باقي اڌ بزرگ لاءِ ڇڏيون ٿا.

**74- نقل :**فقير احمد خان نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي ڪڇ جي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن سان گڏ هوس! سفر ۾ مونکي بادي جو سخت سور ٿي پيو، تنهن تي مون کي فرمايائون ته سورنجاڻ (هڪ جڙي ٻوٽي) جو جلاب استعمال ڪر ته درد دفع ٿي ويندو! ۽ ٻي ڪا به دوا استعمال نه ڪجانءِ؟ جڏهن پنهنجي ڳوٺ پهتس ته مائٽن کي ٻيون دوائون استعمال ڪرايون؟ سنگي سان رت به ڪڍايائون ۽ ڪنهن ٻي بزرگ کان ڦيٿو به رکايائون، پر فائدي جي بجاءِ وبتر سڄورن سنڌن ۾ سور وڌي ويو! عضوا جهڙو سڪندا ٿي ويا، جنهن ڪري پيشاب ۽ ڪاڪوس به کٽ تي ڪندو هوس! هڪ رات سمهڻ وقت حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن کي مدد لاءِ

التجائون ڪيم، سڏ ڪندي ننڍ اچي وئي ڏسان ته پاڻ ڪريم منهنجي ڪٽ وٽ بيٺا آهن، ٽي دفعا فرمايائون اٿ؟ سندن حڪم تي اٿي بيٺس، ڏسان ته بلڪل چڱو ڀلو آهيان! يقين نه ٿي آيو پهريان ڊڄندي پانهن چوري ڏٺم، پوءِ ٻيءِ پانهن چوريم پوءِ پڪ ٿي ته پير سائين جن جي غائبانه مدد ۽ نظر سان بلڪل خوش آهيان، ان بعد اٿي قضاءِ حاجت وغيره کان فارغ ٿيس!

**75- نقل** :اميد علي ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هڪ پيري درگاهه مبارڪ جي ويجهو، مير سهراب جي شڪار گاهه مان پير سائين تجر ڏٺي رحمة الله عليه جن به ڦاڙها شڪار ڪري آيا، ٻي ڏينهن مير سهراب ڪي شڪار گاهه جي نگران شڪايت ڪئي ته حضرت پير سائين قدس سره جن جو وڏو صاحبزادو شڪار ڪري به ڦاڙا ماري ويو آهي! مير صاحب ڪاوڙ جي پيرسائين جن ڏي پيغام موڪليو ته قبلا پاڙي جو شرم ٿو ٿئي ورنه شڪار جي سزا ڏيان ها! ميرصاحب جي پيغام پهچڻ وقت مان به حاضر هوس، پاڻ پيغام ٻڌي انتهائي بي نيازي سان فرمايائون ! مير کي چئو ته اسان تنهنجي پاڙي ۾ نه، پر تون اسانجي پاڙي ۾ ويٺو آهين! توکي موڪل آهي، جيڪي ڪري سگهين سو ڀلي ڪر؟ مير صاحب اهو پيغام ٻڌي ڊنو، شرمسار به ٿيو ۽ عرض ڪري موڪليائين ته معاف ڪجو واقعي پانهو اوهانجي پاڙي ۾ ويٺو آهي!

**76- نقل** :ملان بچو فقير منگريو نقل ڪري ٿو ته مولوي اسماعيل (منهنجو پٽ) کي پڙهڻ لاءِ استاد وٽ چڏيم، پر پڙهڻ تي سندس دل ڪانه وري ۽ پڙهڻ کان انڪار ڪيائين، مان کيس وٺي حضرت پيرسائين قدس سره جن جي خدمت ۾ آيس ۽ عرض ڪيم ته حضرتا هن غلام زاده لاءِ دعا فرمايو ته مقصد حاصل ڪري سگهي؟ پاڻ سندس مٿي تي هٿ مبارڪ ڦيرائي فرمايائون ته: الله تعالىٰ جي مهرباني سان بزرگ ٿيندو، پوءِ پاڻ ڪريمن جي تصرف سان پنڙو فضيلت ۽ ڪمال جو مالڪ ٿيو!

**77- نقل** :ساڳيو ملا بچو نقل ڪري ٿو ته منهنجو فرزند محمد طاهر ننڍي هوندي تمام ڏبرو ۽ ضعيف هو، هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن باغيچي ۾ رونق افروز هئا، فقير جو نينگر به خدمت ۾ حاضر هو، پاڻ منهن

مبارڪ مون ڏانهن ڪري فرمايائون ته ملان بچا! نينگر کي سنو ۽ قوت بخشيندڙ طعام ڪاراءِ ته جوانمرد ۽ طاقت وارو ٿئي! سندن فرمان موجب نينگر طاقت ۽ قوت وارو ٿيو!

**78- نقل :** غلام نبي فقير بروهي نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن صاحبزاده ميان عبدالقادرشاهه ننڍڙائپ ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن کان ليمون گهريو، پاڻ فرمايائون هن وقت ليمون ڪٿان ايندو؟ وڃي باغ ۾ ڳول ايتري ۾ هڪ شخص نذرانه ۾ ليمان اچي پيش ڪيا، پوءِ پاڻ صاحبزادي کي ليمون ڏنائون!

**79-نقل :** ملان بچو منگريو عثمان دائي کان نقل ڪري ٿو ته مونکي دم ڪشي جي بيماري هئي حضرت پير سائين قدس سره جن کي علاج لاءِ عرض ڪيم پاڻ خوش طبعي ۾ فرمايائون ته ليمون ڪاءُ، مون سندن فرمان موجب ليمون کائڻ شروع ڪيو، خدا پاڪ جي مهرباني سان بروقت خوش ٿي ويس پاڻ ڪريمن جي وصال کانپوءِ وري اها بيماري لاحق ٿي، ڏاڍو پريشان هوس، هڪ ڏينهن روضي انور کي ٻهاري ڏيندي غيب مان ليمو نظر آيو، سمجهيم ته منهنجي بيماري جو علاج آهي، ليمون کٽي کاڌم ته ڪامل شفا ملي وئي !

**80- نقل :** حرمن مان هڪ بي بي صاحب بيان فرمايو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين جن ٽنڊي ڄام ٽالپر ۾ مير بودي جي دعوت تي تشريف فرماٿياهئا جڏهن ٽالپرن جي حاويلي ۾ زيارت ڪرايائون ته مير صاحب جي پٽ مير ولي محمد سميت، سمورن حاضرين تي بي اختيار روئڻ جي حالت طاري ٿي وئي! هوش ۾ اچڻ کانپوءِ مير ولي محمد منهنجي معرفت پاڻ ڪريمن کان بي اختيار روئڻ جو سبب پڇايو؟ پانهيءَ جي عرض تي فرمايائون ته ڪامل جو وجود نور آهي، جڏهن نور جي پرت حاضر ين مجلس تي پوي ٿي، تڏهن انهن ۾ بي اختيار روئڻ جي ڪيفيت پيدا ٿئي ٿي!

# فصل ٽيون

## اولياء ڪرام جون ڪرامتون

**1- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته: هڪ ڏينهن حضرت بي بي رابعه بصري رحمة الله عليها قافلي سان گڏجي هڪ گڏهه تي سوار ٿي، حجاز شريف رواني ٿي، اتفاق سان وات ۾ سندس گڏهه مري پيو ۽ بي بي صاحبه اتي ويهي رهي، قافلي وارن کيس هلڻ لاءِ چيو، مگر بي بي بصري چيو ته، جنهن منهنجو گڏهه ماريو آهي، اهو جيئرو ڪري ڏئي ته پوءِ توهان سان گڏجي هلنديس، نه ته هتي ئي ويٺي آهيان! قافلو روانو ٿي ويو ۽ بي بي صاحبه اتيئي رهي پئي! پوءِ ان وقت الله تعاليٰ پنهنجي ڪامل قدرت سان مئل گڏهه کي جيئرو ڪيو، پوءِ بي بي صاحبه گڏهه تي سوار ٿي اچي قافل کي پهتي ۽ مڪي شريف پهچي گڏهه وڪٽي ڇڏيائين!

**2- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته : خليفي ميان الهه رکيه عليه الرحمة چيو ته هڪ دفعي سفر ۾ سج لهڻ وقت، کير جو هڪ پريل پيالو نذراني ۾ مليو، ان وقت مونکي حديث شريف ياد اچي وئي ته هڪ ڏينهن ڪنهن صحابي سڳوري، حضور صلي الله عليه وسلم جن جي خدمت ۾ کير جو پيالو پيش ڪيو ته پاڻ ڪريمن پهريائين ان مان پيتائون بعد ۾ صحابين سڳورن کي ڊوَ تي پيارياٺون، تڏهن به کير جو پيالو ساڳي طرح پريل رهيو! خليفي صاحب چيو ته: منهنجي دل ۾ به خيال آيو ته حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي متابعت خاطر هي کير به سڀني جماعت کي پيارڻ گهرجي، سو پهريائين مون پيتو، ان ڪان بعد جماعت کي پيئڻ لاءِ چيم، الله تعاليٰ جي مهرباني سان سڀني فقيرن کير پيتو، تڏهن به اهو پيالو ساڳي طرح پريل رهيو!

**3- نقل :** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ حاضر هيس ! پاڻ ارشاد فرمايائون ته: خليفو محمد حسين مهيسر عليه الرحمة هن دنيا مان رحلت ڪرڻ ڪانپوءِ به هر رات پنهنجي گهر واري وٽ جسماني حالت ۾ اچي ڪچهري ڪندو هو! هڪ دفعي پنهنجي زال کي چيائين ته جيڪڏهن تو هن راز کي ظاهر نه ڪيو ته تو وٽ هميشه ايندو رهندس. بعد ۾ سندس زال،

خليفي جي ماءُ (پنهنجي سس) کي جو حقيقت ٻڌائي ته ان جو اچڻ بند ٿي ويو: الا ان اولياء الله لايموتون ولاکن ينتقلون من دار الي دار (يعني خبردار الله تعاليٰ جا دوست نٿا مرن، بلڪ هڪ گهر کان ٻي گهر ڏانهن نقل مڪاني ڪري ويندا آهن)

**4- نقل** :هڪ دفعي قلات جي سفر مان موٽ تي، حضرت پير سائين قدس سره جن درياهه تان ٻيڙي ذريعي لنگهيا ٿي، ملاحن جڏهن ٻيڙي هلائي، تڏهن ٻيڙي وچي اوچتو گپ ۾ ڦاسي پيئي، پوءِ سڄي جماعت ۽ سادات ڪرام هيٺ لهي پيا ۽ پير سائين جن ٻيڙي جي مهري تي ويٺا رهيا، مان (جامع ملفوظات) تپ ۽ دستن جي ڪري سندن اڳيان ويٺو رهيس! ڪن فقيرن ٻيڙي جي رسن مان وٺي ڇڪيو ته ڪن فقيرن ٻيڙي کي پاسن کان زور ڏئي ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي! پر ٻيڙي ان گپ مان نڪرڻ جو نالو ئي ڪونه پئي! آخر ڪار جڏهن سڀئي عاجز ٿي بيهي رهيا، تڏهن پير سائين جن وٺي ٿي وٺي، ٻيڙي جي ڪلي ۾ هٿ وجهي پاڻ ڏانهن ڇڪيائون ته ٻيڙ گپ مان نڪري ٻاهر آئي ۽ پاڻي ۾ هلڻ لڳي، انهيءَ حالت جي ٻي ڪنهن کي به خبر ڪانه هئي، فقط مونکي خبر هئي جو سندن خدمت ۾ حاضر ويٺو هيس!

**5- نقل** :حيدرفقيرنظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي " الرابند" (پرپان لوءِ شريف کان الهندي ديهه آهي) کي درياهه اچي پائڻ لڳو، اتان جي زميندارن مون کان صلاح پڇي؟ آئون انهن ڏينهن ۾ مير غلام حيدر جو ڪمدار هيس! مون کين چيو ته: اها حقيقت حضرت پير سائين قدس سره جن کي وڃي پيش ڪيو! ان کانسواءِ ٻي ڪا به واهه ڪانه آهي! پوءِ اهي سائين ڪريمن جي حضور ۾ آيا ۽ عرض ڪيائون ته حضرتا! خدا واسطي اسان سان گڏجي درياهه جي ڪناري تائين هلو! پاڻ سندن عرض قبول فرمائي، درياهه جي ڪناري تي آيا، جتان زمين کي پائي رهيو هيو! پاڻ درياهه جي چيربل زمين جي ٽڪري تي ٻه رڪعتون نفل پڙهي، دعا گهريائون، پوءِ ان ڏينهن ئي درياءُ اها زمين ڇڏي ست ڪوهه پري ٻي طرف وڃي وهڻ لڳو! جيڪو اڄ تائين وري ان جاءِ تي واپس نه آيو ۽ پاتل زمين اڃا تائين ساڳي حال ۾ پئي آهي!

**6- نقل** :هڪ دفعي (پراڻي) درگاهه مبارڪ کي درياءُ اچي پنج سو 500 وکن کان به ويجهو پهتو! حضرت پير سائين قدس سره جن درياءَ جي ڪناري تي اچي ٻه رڪعتون نفل پڙهيائون ته ان ئي ڏينهن درياهه منهن ڦيرائي پنج

ڇهه ڪوهه پري، ٻي طرف وڃي وهڻ لڳو!

**7- نقل** :احمد خان پٽ مسو فقير نظاماڻي جو نقل ڪري ٿو ته، هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ڪڇ جي سفر ۾ گهوڙي تي سوار هئا، اوچتو هڪ جاءِ تان تنتر اڏاڻو، پاڻ ان جي پويان گهوڙو ڇڏيائون، آئون به پنهنجو گهوڙو ڊوڙائيندو پويان لڳو وبس، اوچتو ڏسان ته پير سائين جن ٻئي پير رڪيبن مان ڪڍي، گهوڙي جي مٿان اڏامي تنتر کي وڃي ورتائون!

**8- نقل** :خليفو حاجي آدم خان بروهي زهري (واقع قلات) جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن گندا واهه ۾ تشريف فرماتيا هئا، مان ۽ خليفو قاضي غلام محمد بروهي بخارا جو رهندڙ به خدمت ۾ حاضر هئاسون، اتي هڪ هندو عورت، ماڻهو موڪلي پاڻ ڪريمن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته اسان وٽ به سائين جن تشريف آڻين؟ پاڻ ابلق گهوڙي تي سوار ٿي اوڏانهن روانا ٿيا، ۽ اسان به ساڻن گڏ هئاسون، رستي ۾ گهوڙي اهڙي شوخي ڪئي جو، نرا ڪٽي فقط ٻن پيرن تي بيهي رهيو! اسان ڊڄي وياسون ته متان پير سائين جن کي ڪا تڪليف نه اچي وڃي، انهيءَ فڪر ۾ هئاسون، اوچتو ڏٺو سون ته پاڻ هيٺ زمين تي بيٺا آهن!

**9- نقل** :هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن، بودي فقير ٽالپر سان ڳالهه ڪئي ته، اسانجو هڪ مريد، تڳيو نالي، سنياري جو رهندڙ هو، اتان جي سيدن سڳورن جي ساڻس دشمني هئي ۽ مٿس اجايا اعتراض ڪندا رهندا هئا، جڏهن اهو فقير وفات ڪري ويو، تڏهن انهن سيدن مان هڪ سيد صاحب ان جي جنازي سان گڏ قبرستان ۾ ويو! جڏهن ڪاندين ان کي قبر ۾ لاهي، لحد (سامي) سرن سان بند ڪري، پيرن طرف ڇڏيل دري مان ڪفن جي مٿان رکيل ڪپڙو ڪڍيائون، ڏسن ته اهو فقير لحد ۾ سيرانڊي طرف اٿيو ويٺو آهي ۽ انهن ڏانهن نهاري رهيو آهي! اهو واقعو ان سيد صاحب به ڏٺو، جنهن اچي پنهنجي عزيزن کي ٻڌايو، اها خبر ٻڌي اهي سيئي سيد سڳورا دشمني ڇڏي اچي مريد ٿيا.

**10- نقل** :هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جيسلمير جي قلعي ۾ تشريف فرما ٿياهئا، اتي (سنڌ جي اڳوڻي حاڪم) عبدالنبي ڪلهوڙي جا به ماڻهو،هڪ سنڌس خادم پيو سندس وڪيل جوٽيجو، پاڻ ڪريمن جي

خدمت ۾ آيا، ۽ عبدالنبي ڪلهوڙي جي عاجزي ۽ پريشاني جو احوال پيش ڪري دعا جو سوال ڪيائون ته ڪيس ساڳئي طرح وري سنڌ جي بادشاهي ملي؟ پير سائين جن ان جي پريشان حالي تي رحم فرمائي فرمايو ته: جيڪڏهن ڪلهوڙو شرعي ممنوعات, مثال طور ڪافرن کي مسلمانن مٿان حاڪم بنائڻ, مسلمانن کان ناجائز ٽيڪس وغيره وٺڻ کان توبه ڪري ۽ سنڌجي سيدن سڳورن لاءِ روزينو مقرر ڪري، ۽ اسان کي اهو واعدو لکي مهر ڪري ڏي ۽ سچي دل سان هائو ڪري ته(انشاءَ الله تعاليٰ) سنڌ جي حڪومت وري عبدالنبي ڪلهوڙي کي ملي ويندي! وڪيل عرض ڪيو ته حضرتا! اهو ڪيئن ٿيندو؟ پاڻ فرمايائون ته ائين ٿيندو, جيئن ڪلهوڙن کان ميرن کي حڪومت ملي! پاڻ مٿيان شرط ڪاغذ تي لکي انهن کي ڏنائون، اهي پٺي چٽا ته سچي دل سان ذڪر وٺي مريد ٿي ويا ۽ اهو شرطن وارو ڪاغذ کڻي عبدالنبي ڪلهوڙي وٽ ويا، پر ان مهر ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ پير سائين جن جي توجه ۽ دعا کان محروم رهيو ۽ هو پڇاڙي تائين عاجز ۽ پريشان رهي مري ويو، اهڙي طرح سندس پويان به اتي ئي رهجي ويا ۽ پنهنجي وطن سنڌ ۾ واپس نه آيا! انهن نوئي مريدن جڏهن ڪلهوڙي جي بد بختي ڏٺي، تڏهن اهي اتان لڏي اچي مٽياري شهر ۾ وسنا هئا!

**11- نقل** :محمد ذاڪر، ٽنڊي قيصر جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته مون هڪ پهرياڻ سبي حضرت پير سائين قدس سره جن کي پيش ڪيو، مگر ڪين ڪجهه سوڙهو ٿي پيو! پاڻ ان جي ڪشادي ڪرڻ جو حڪم فرمايائون، مونکي خبر هئي ته هڪ آڱر جيترو به ڪپڙو پهرياڻ ۾ وڌيل ڪونه آهي، جو ان کي کولي ڪجهه ڪشادو ڪجي؟ بهرحال حڪم موجب پهرياڻ کي جو ادڙيم ته حيران رهجي ويس جو ضرورت جيترو ڪپڙو نڪري آيو.

**12- نقل** : جعفر فقير ملاح، جنهن حج نه ڪيو هو، پاڻ ڪريم ان کي حاجي جعفر ڪري سڏيندا هئا، پوءِ آخر حضرت پير سائين قدس سره جن جي ڪلام مبارڪ جي برڪت سان، سندن وصال شريف کان پوءِ ان کي حج ڪرڻ نصيب ٿيو.

**13- نقل :** هڪ ڀيري غلام محمد انڙ تي سرڪاري ٽيڪس جو قرض ٿي پيو هو، جنهن کي معاف ڪرائڻ جي ارادي سان هو، حضرت پيرسائين قدس سره جن کي ، حيدرآباد جي حاڪم مير غلام علي ٽالپر وٽ مبڙ طور وٺي ويو. مير صاحب پير سائين جن جو پڌي، شڪار جي بهاني سان ٻاهر هليو ويو ۽ پاڻ ان دوران لاڙ جي فقيرن جون دعوتون ورتائون! پاڻ جڏهن ٽنڊي بهادر نظاماڻي پهتا، تڏهن بهادر فقير عرض ڪيو ته حضرتا! مير غلام علي واپس نه آيو آهي، پر توهان جو پڌي وري شڪار تي وڃي ٿو! تنهن تي پاڻ فرمايائون ته: چنگهان يارن جي هٿ ۾ گمبٽ ڪيئن ويندي؟ پاڻ انوقت سوار ٿي، حيدرآباد ۾ سيد قاضي مقبول شاهه جي مسجد ۾ اچي لٿا. اها رمضان شريف جي پهرين تاريخ هئي، اتي جلال خان مري قدمبوسي لاءِ آيو. انهي پٺيان فضل محمد ٽالپر به ٻگل چٽا پري کن آڻي، نذرانو پيش ڪيو! حضرت پير سائين قدس سره جن انهن جي اچڻ مان نيڪ فال وٺندي فرمايو ته: پهريائين جلال ظاهر ٿيو، ان جي پٺيان فضل آهي! قدرت خدا جي جو.ان ئي ڏينهن مير غلام علي کي هڪ ڦرڙي نڪري پئي، جنهن ڪري هو شڪار تي وڃي نه سگهيو! غلام محمد انڙ عرض ڪيو ته حضرتا! حڪومت جو خزانچي، قرض وصول ڪرڻ جي لاءِ منهنجي اهل عيال کي گرفتار ڪرڻ وڃي ٿو؟ پاڻ فرمايائون ته الله تعاليٰ وٽ تپ ۽ ٻيون به گهڻيون ئي بيماريون آهن! اهو خزانچي جڏهن سيوڻ ۾ پهتو، تڏهن اچي تپ ورتس ۽ ڪيترا ڏينهن اتي پيو رهيو، مير غلام علي به ڦرڙي سبب پنج ڇهه ڏينهن ڏاڍو پريشان ٿيو، تڪليف جي سبب پيرسائين جن ڏانهن دعا ڪرائڻ لاءِ خادم موڪليائين ۽ چورائي موڪليائين ته اچي دعا ڪرڻ فرمايو ته قرض معاف ڪيو ويندو! ميرصاحب جا خادم رات جو هڪ بي جي پوڻان ايندا رهيا ۽ پاڻ انهن کي فرمايائون ته: سومهڻي کان بعد قرآن شريف جي منزل پڙهي پوءِ ايندا سون! پاڻ سومهڻي پڙهي، منزل پوري ڪري، بعد ۾ مير صاحب وٽ تشريف آندائون، مير ڏاڍي عاجزي ڏيکاري ۽ غلام محمد انڙ ڪانسواءِ ديوان پارومل جو به قرض پنج سو رپيا هو، خود بخود لکت ۾ معاف ڪري ڇڏيائين! هي مڙيوئي پاڻ ڪريمن جي برڪت هئي! ان کان بعد پير سائين جن شفقت فرمائي مير جي ڦرڙي تي جيئن جو آگر مبارڪ رکي ته ڦرڙي ڦاٽي پئي! جنهن مان رت ۽ پونءِ وهڻ لڳي ۽ سور دفع ٿي ويو! مير غلام علي ٽالپر چيو ته ڦرڙي

جو ڦاٽڻ فقط قرض جي معاف ڪرڻ ڪري آهي، ڇو ته اڳ۾ اگر رکڻ سان ڪجهه به نه ٿي پيو، قرض معاف ٿيو ته ڦرڙي ڦاٽي پئي! اها ڪرامت عاليه هر ننڍي وڏي ڏٺي ۽ ٻڌي، صبح جو حضرت پير سائين قدس سره جن مريدن جي دعوتن وٺڻ لاءِ، حيدرآباد مان روانا ٿي ويا!

**14- نقل :** حاجي احمد فقير ٽالپر نقل ڪري ٿو ته محمد فقير وساڻ ڪي، قضا الاهي سان پرهوڻ شهر ۾ (شاهه پور چاڪر کان ڏکڻ طرف) ڪيري (ساٽو)ٿيڻ جي بيماري ٿي پئي، فقير کيس جهولي ۾ وجهي، حضرت پير سائين قدس سره جن وٽ کڻي آيا، پاڻ فرمايائون ته، محمد فقير کي ڇٿو نه توڪافيون ڇوڻ ڇڏي ڏنيون آهن، تنهن ڪري اها بيماري ٿي آهي! ان ويچاري پاسي پر سمهي ڪري ڪافي جاپٽي مصرعا پڙهيا، پڙهڻ شرط تندرست ٿي ويو ۽ جماعت سان گڏ طعام کائي روانو ٿي ويو!

**15- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جيسلمير جي سفر ۾ خير ڳڙهه (ابوالخير ڏاهري جو قلعو) کان روانا ٿي، ٽٿوٽ قلعي کان ٿيندي، ريگستان ۾ منزل انداز ٿيا! اهو مفاصلو اٺن پهرن جو هو،انهيءَ سڄي سفر ۾ پاڻي ۽ آباديءَ جو نالو نشان نه هو، فقط ريگستان ئي ريگستان هو! اتي فقيرن کي ڪجهه طعام هٿ آيو، اتان روانا ٿي بلڪل غير آباد ۽ ريگستان جي هڪ منزل رامڳڙهه (جيڪا اٺن پهرن جي منزل هئي) ۾ لهي پيا، جتي طعام جو بظاهر ڪو انتظام ڪونه هو، آئل فقير حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! جماعت سخت بکايل آهي، هن غير آباد برپٽ ۾ بني قائم فرمايو؟ پاڻ جواب ۾ هي لفظ فرمايائون: **برپه بازار آهي، جتي ديرو دوست جو**"

ان کان بعد اتان سوار ٿي هڪ ويران برپٽ ۾، پاڻي جي چشمي تي لهڻ فرمايائون اتي پاڻ ڪرمن جي برڪت سان قسمين قسمين طعام، کير ۽ ڏونرا اچي ويا، جو سڄي جماعت کائي ڍوڪيو ۽ طعام بچي پيو، جيڪو رواني ٿيڻ وقت اتي ڇڏي روانا ٿياسون!

**16- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته: حضرت مخدوم صاحب رحمة الله عليه جن جي هڪ ڪرامت هيءَ به هئي ته پيادل هلندي سندن پيرن مبارڪن تي ڪڏهن به مٽي يا غبار ڪونه لڳندو هو! پوءِ پلي رستو ڏوڙ وارو ڇونه هجي!

**17- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته

حضرت مخدوم صاحب قدس سره (پريالوئي) جو فرزند محمد فريد، شڪاري ڪتا رکندو هو، هڪ ڏينهن ڪنهن طرف شڪار ڪرڻ لاءِ ويو ٿي، اتفاق سان شهر جي هڪ ماڻهوءَ جي گڏهه جو ڦر، نينگر جي ڪتن ماري وڌو، گڏهه جو مالڪ حضرت مخدوم صاحب وٽ دانهين آيو، مخدوم صاحب جوش ۾ جلال ۾ اچي فرمايو ته اهڙو اولاد هن زماني ۾ ڪنهن ڪي به شال نه هجي! پوءِ ٿورن ڏينهن اندر صاحبزادي رحلت فرمائي! انا لله وانا اليه راجعون.

**18- نقل** :حضرت پيرسائين قدس سره جن قلات جي سفر کان موٽ تي ديهه شادي (گندا واهه جي پرسان هڪ ڳوٺ) ۾ لٿا هئا، اتان جا ماڻهو، ٽي سال مينهن نه وسڻ ڪري سخت پريشان هئا ۽ بکن ۾ وقت ٿي گذاريائون! حضرت پير سائين قدس سره جن کي ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا، پوءِ فقيرن لاءِ حال آهر طعام آندائون ۽ گهوڙن لاءِ گاهه، داڻو به ڪٺي آيا! اچي پاڻ ڪريمن کي عرض ڪيائون ته حضرتا! اسان توهان جي آمد مبارڪ جا مشتاق هئاسون، هاڻي اهڙو توجه فرمايو جو تنگي ختم ٿئي ۽ سڪرڪائي ٿئي؟ پاڻ سڳورن رحم فرمائي، دربار خداوندي ۾ دعا لاءِ هٿ مبارڪ کڻي فقط هن طرح فرمايو ته: اسان کي رڻ پٽ لنگهڻ جي مهلت ملي؟ ان ڪانپوءِ پاڻ سوار ٿي رڻ پٽ کان لنگهي، جڏهن مقام " وڏهه" وٽ پهتا، تڏهن مينهن وسڻ شروع ٿي ويو، اينتري قدر وسيو جو، اسان جيستائين درگاهه مبارڪ تي پهتاسون، تيستائين بارش هلندي رهي!

**19-نقل** :هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته ڪو بزرگ هو جنهن جي هڪ معتقد وفات ڪئي، وفات وقت ان پنهنجي پٽ کي وصيت ڪيائين ته سئو روپين جون جيڪي به همياڻيون آهن، انهن مان هڪ فلاڻي بزرگ (جنهن جو هو معتقد هيو) کي نذرانو ڏجانءِ، ۽ ٻي پنهنجي ڪم آڻجانءِ، پٽ وصيت جي ابتڙ ٻنهي همياڻين کي پاڻ خرچڻ جو ارادو ڪيو! اتفاق سان ان شهرجو ڪوتوار جيڪو نه صرف انهي بزرگ جون شڪايتون ڪندو هو، بلڪ هو هر صوفي کان بي اعتقاد هو، سو انهيءَ ڇوڪري تي ڪنهن سبب ڪري ڪاوڙيو، ۽ کيس قيد ڪيائين ۽ هڪ همياڻي به انهي کان کسيائين! ان ڏينهن بزرگ جو بورچي، بزرگ وٽ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! اڄ بورچي خاني ۾ ڪجهه به ڪونهي تنهن تي بزرگ فرمايس ته وڃ فلاڻي ڪوتوار کان ڪجهه وٺي اچ؟ بورچي ويچارو عجب ۾ پئجي ويو ته

ڪوتوار تہ بي اعتقاد ۽ ظالم آهي! پر بزرگ جي حڪم موجب ڪوتوار ڪان وڃي اهڙي گهر ڪيائين؟ ڪوتوار چيو تہ: فقير ماڻهو تہ حلال ڪائيندا آهن، مون اڄ ظلم ڪري هڪ ماڻهو ڪان سو رپين جي همياڻي ڦري آهي سا ڪٽي وڃ! بورچي سو رپيا بزرگ وٽ ڪٽي آيو! بزرگ فرمايس تہ وڃي ڪم ۾ لڳاءِ! جڏهن اهو چوڪرو ڪوتوار جي قيد مان ڇٽو، تڏهن خيال آيس تہ اها بزرگ جي ڪرامت ۾ پٽ هئي، سو ٻي همياڻي جيڪا وٽس هئي اها ڪٽي اچي بزرگ کي پيش ڪيائين ۽ عرض ڪيائين تہ حضرتا! هڪ سو رپين جي همياڻي توهان جي ملڪ هئي اها تہ ڪوتوار ڪسي ويو ۽ هي ٻي همياڻي منهنجي آهي اها حاضر آهي، قبول فرمايو؟ بزرگ فرمايس تہ اها تون واپس ڪٽي وڃ، اسان واري همياڻي، اسان کي ملي ويئي آهي!

**20- نقل** :حسن فقير نظاماڻي، ٽنڊي بهادر جو رهندڙ، نقل ڪري ٿو تہ حضرتا پير سائين قدس سره جن کان، سنڌن سفر ۾ هڪ عورت ذڪر وٺڻ لاءِ پنهنجي گهران نڪتي، واٽ ۾ هڪ هنڌ نہ آبادي هئي ۽ نہ پاڻي، اتي ڪيس ڏاڍي اڄ لڳي، جنهن سبب بي وس ٿي، ڪري پئي ۽ ساهہ تان آسرو ڪٽي ويني! ڏسي تہ هڪ شخص پاڻي جي مشڪ سان ظاهر ٿيو، جنهن اچي ان کي پاڻي پياريو ۽ عورت ڪانئس نالو پڇيو، چيائين تہ ڊول نالو اٿم! جڏهن اها عورت حضور ۾ اچي پهتي، تڏهن ماڻهن جي گهڻائي ڪري پري ويٺي رني، پير سائين جن فقيرن کي فرمايو تہ ان کي جاءِ ڏيو، پاڻ سنڌس نالو وٺي فرمايائونس تہ امان! اڃتي اڄ! جڏهن اڳيان اچي حاضر ٿي، تڏهن پاڻ فرمايائونس تہ، ڊول ڪٽي ڇڏيئي؟ بس ايتري پڇڻ سان وجد اچي ويس ۽ جذبي ۾ بيهوش ٿي وئي!

**21-نقل** :هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن پيتارو ڪان دعوتون وٺي، ڪڇ ڀڄ ڏانهن روانا ٿيا، رات جو " ڀرشهر" ۾ لٿا، مون کان شهر جو نالو پڇيائون؟ مون عرض ڪيو تہ ، ڀرا! نالي ٻڌڻ سان ، پاڻ حيران ٿي ويا ، عرض ڪيم تہ حضرتا! ڪهڙو سبب آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ فال ڪندا ٿي وٺي! ان ڪان بعد پاڻ ڀڄ شهر ۾ فتح محمد جي جاءِ تي آيا ، اتي فرمايائون تہ " عاقبت فتح محمدي است" يعني آخر فتح محمدي آهي! ڀڄ ۾ سومهڻي جي وقت پهتا هئا ، اتي دعوت جو انتظام عبدالله فقير لوهار ڪيوهو! هسراج هندو جيڪو اتان جوحاڪم هو، تنهن فتح محمد واري جاءِ، جنهن ۾ پير سائين جن لٿل هئا ، تنهن کي گهيرو ڪرائي چيو تہ، جاءِ مان نڪري وڃو؟ جو

اسان کي ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته راءِ راڌڻ سنڌ مان مسلمانن جي فوج گهرائي آهي جيڪو پاڻ به مسلمان ٿيڻ ٿو ۽ ٻج جو قلعو انهن جي حوالي ڪندو ۽ راءِ راڌڻ جي سپاهين هٿان قلعي جا پهريدار مارجي به پيا هئا!

پاڻ ڪريمن اها ڳالهه ٻڌي پنهنجي رب جي رضا سمجهي، بنا ٽال مٽول جي فقيرن جي جماعت وٺي ٻج کان ٻاهر نڪتا ۽ اور پرو شهر (پائور لڳ) جي هڪ بزرگ ٺاري عليه الرحمة (جيڪو حضرت شاهه عبدالڪريم بلڙي واري جي سلسلي جو مريد هو) پاڻ ڪريمن جي دعوت ڪئي. اتي هسراج هندوءَ ڪجهن جمعدار جي ذريعي، پير سائين جن سان معذرت ڪندي، پنج سو ڪوريون (ڪڇ ٻج جو هڪ سڪو) موڪليون مگر پاڻ هندوءَ جي هديه کي رد ڪندي، بزرگ ٺاري عليه الرحمة کي فرمايائون ته: اهي پنج سؤ ڪوريون هسراج هندوءَ کي واپس ڏيو ته، ضرورت وقت ڪم اچنس ۽ چورائي موڪليوس ته يقين سمجهه ته توفقيرن کي قلعي مان ٻاهر ڪڍايو آهي، تون به ان قلعي ۾ نه رهندين، پير سائين جن جي ڪامل ڪرامت سان، هسراج ٻج ۾ وري نه آيو ۽ ٻج جي حسرت ۾ مري ويو ۽ فتح محمد وري پاڻ ڪريمن جي نيڪ فال وٺڻ سان ٻج جو قلعو فتح ڪري ورتو ۽ آخر تائين ٻج جو حاڪم رهيو ۽ سڄو ڪڇ ان جي هٿ ۾ هيو فقط " مڏئي بندر" هسراج هندوءَ جي هٿ ۾ هو،پوءِ ان ڏينهن ڪجهن جمعدار پير سائين جن کان ارشاد جي دولت حاصل ڪري روانو ٿي ويو!

**22- نقل** :قاضي سلام الله نصرپورجو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته مان پنهنجي ٻيءُ سان گڏجي خليفي ميان الهه رکيي عليه الرحمة ڏانهن ويس ٿي ،رسنني ۾ درياهه جي ڪناري تي، خليفي صاحب جا ٻارنهن ڄڻا مريد مليا، جيڪي خليفي صاحب جي زيارت لاءِ درياهه پار ڪري رهيا هئا، مون ۽ ٻين گهڻن ماڻهن ڏٺو ته انهن کي پاڻي سيني کان مٿي نه چڙهيو ٿي!

**23- نقل** :موسيٰ فقير نظامائي، ٽنڊي بهادر جورهندڙ نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري منهنجي ڏاڙهي ۾ ڏاڍو سور پيو، مون حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو ته! حضرتنا ڏاڙهيءَ ۾ سور اٿم دعا فرمايو؟ پاڻ شفقت فرمائي درد جي جاءِ تي هٿ رکي مهٽيائون! مون عرض ڪيو ته حضرتنا! ماڻهو چون ٿا ته تون ٻچي ٿيندين؟ پاڻ وري هٿ مبارڪ سان ڏاڙهي جي جاءِ تي مهٽي، ارشاد فرمايائون ته تنهنجي ڏاڙهي، تنهنجي ٻيءُ جي

ڏاڙهي جهڙي ڳهاٽي ٿيندي! پوءِ سنڌن دعا سان تڙي جو سور بہ ڇڏي ويو ۽ ڏاڙهي بہ ڳهاٽي ٿي ڇائي!

**24- نقل** :يوسف فقير ناهيو، ياڏ جو (ڇڇ جي پرسان) رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ، هڪ ڀيري درگاهہ مبارڪ تي، حضرت پير سائين قدس سره جن وٽ، حاضري جي سعادت حاصل ٿي، پاڻ پڇيائون تہ: خليفو (جامع ملفوظات) ڪٿي هو؟ مون عرض ڪيو تہ خليفوڪيبراٽي ۾ مائي ڪپوري وٽ ترسيل هو! حالانڪ خليفو نصرپور ۾ رهيل هو! پاڻ ڪريمن آڏو ڪوڙ ڳالهائڻ سبب وات ۾ ڦرڙي نڪري پئي، ۽ تڪليف وڌندي وئي، ٻي صحبت ۾ دوبارو، جڏهن خليفي صاحب بابت پڇيائون تہ مون نهايت نيازيءَ سان عرض ڪيو تہ حضرتا خليفي کي نصرپور ڇڏي آيو آهيان، پاڻ مرڪي ماٺ فرمايائون ۽ ٿوري دير گذرڻ بعد وات واري ڦرڙي ختم ٿي وئي! مون يقين ڪيو تہ وات ۾ ڦرڙي نڪرڻ ۽ وري يڪدم تندرست ٿيڻ پير سائين جن جي ڪرامتن مان هڪ ڪرامت آهي!

**25- نقل** :فضل فقير نظاماڻي، بهادر فقير ڪوڪر کان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن اسان جي دعوت وٺي اڳتي هليا تہ وات ۾ نيڪ سواري جي اڳيان هڪ فقير کي نانگ ڏنگي وڌو، جيڪو هلڻ کان بس ٿي ويو! پاڻ ڪريمن اخلاق محمدي عليٰ صاحبها الصلوات والسلام مطابق ان مسڪين تي رحم فرمائي پڇائونس؟ فقير عرض ڪيو تہ حضرتا نانگ ڏنگيو آهي! ان وقت رحمت جو درياءُ جوش ۾ اچي ويو، پاڻ گهوڙي تان لهي لب مبارڪ ڏنگ واري جاءِ تي مڪيائونس تہ فقير ان وقت ئي صحت مند ٿي، گهوڙي جي اڳيان، فقيرن سان گڏ ڊڪڻ لڳو!

**26- نقل** :فضل فقير تندي بهادر جو رهندڙ پنهنجي ٻيءُ خدابخش نظاماڻي کان نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن اسان جي ديهہ ۾ دعوتن تي رونق افروز ٿياهئا، منهنجو وڏو ياءُ بودو فقير، ڪين، گهر ۾ زيارت ڪرائڻ لاءِ وٺي آيو! طعام بہ حاضر ڪيائين، پاڻ ڪريم طعام استعمال ڪري رهياهئا تہ اسانجي ٻانهي مائي بختي مونکي حضور ۾ ڪٺي آئي، جو ان وقت آئون ننڍڙو هيس! تنهن تي منهنجي ٻيءُ ٻانهي کي چيو تہ هن کي هٿ ڇو ڪٺي آئين؟ پاڻ فرمايائون تہ فڪر نہ آهي، ڀلي ويٺو هجي! ننڍڙائپ ۾ مون کي کير ۽ مکڻ نہ وڻندا هئا، زور سان کارائيندا هئا، مگر ان ڏينهن

ڪانپوءِ پير سائين جن جي برڪت سان مڪڻ وٺي تو، باقي کير جو ساڳيو حال آهي!

**27- نقل** :سائين ڏنو فقير لاڪو نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن سيدپور (چاڪر هالاجي ايرنديءَ طرف) ۾ شڪار فرمايو، اتفاق سان هڪ وڻ ۾ تتر ڏسڻ ۾ آيو، پاڻ گهوڙو ڊوڙائي ان وڻ وٽ آيا ۽ فرمايائون ته تتر ڪٿي آهي؟ عرض ڪيم ته حضرتا! هن وڻ ۾، پاڻ فرمايائون ته: ڏسجانءِ متان نڪري وڃي! پوءِ پاڻ آڱر مبارڪ سان اشارو ڪري فرمايائون ته: جهرڪي نڪري اچ؟ ان فرمان تي تتر نڪري آيو ۽ اڳيئر صاحبزادي ميان محمد حسن تتر پڪڙيو ۽ پوءِ ٻين صاحبزادن به هٿ ڳنڍيا، پاڻ فرمايائون ته: ڀيربائين ڪنهن هٿ وڌو هو؟ صاحبزادي ميان محمد حسن عرض ڪيو ته مون! اي عزيز عجب آهي جو پکي ماڻهن کان ڀڄن ۽ لڪن مگر حضرت پير سائين قدس سره جن کان تهڻ جي بجاءِ سندن حڪم تي حاضر ٿيو وڃن پيا!

**28- نقل** :فتح محمد نظاماڻي چوي ٿو ته هڪ ڀيري درگاهه مبارڪ تي حاضر ٿيس ۽ ان وقت آئون مريد ڪونه ٿيو هوس، منهنجي سوٽ محمد حسين مونکي مريد ٿيڻ لاءِ چيو، پر مون انڪار ڪري ڇڏيو، رات جي وقت حضرت پير سائين قدس سره جن کي زور ڏئي رهيو هيس ته مونکي سندن بدن مبارڪ مان مشڪ جي خوشبوءِ اچي رهي هئي! مون عرض ڪيو ته حضرتا! مون کي مريد ڪيو؟ پاڻ ڪرم فرمائي سلسلي ۾ داخل فرمايائون! پوءِ جيترا ڏينهن درگاهه مبارڪ تي هيس ته اها خوشبوءِ منهنجي بدن مان نه وئي !

**29- نقل** :.ابراهيم فقير نظاماڻي جهالار جو رهندڙ سيد قاضي مقبول شاهه حيدرآباد واري کان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن جي مريدن مان اتفاقا هڪ شخص، باده قوم جو مارجي پيو! اها خبر مير فتح علي خان سنڌ جي حاڪم کي به پهچي وئي ، مقتول جا مائٽ بدلي وٺڻ لاءِ تيار ٿي ويا! مير فتح علي خان شرعي فيصلي ڪرڻ ۽ قصاص وٺرائي ڏيڻ لاءِ مون کي چيو! انهن ڏينهن ۾ پير سائين جن به حيدرآباد تشريف فرما ٿيا هئا، سندن خدمت ۾ مريدن عرض ڪيو ته حضرتا! ماڻهو اتفاق سان مري پيو آهي ۽ معاملو، ميرصاحب تائين پهچي ويو آهي! جيڪو قصاص وٺڻ کان ڪونه مڙندو! تنهن لاءِ دعا فرمايو ته مقتول جا وارث جيڪي عيوضو (ڏنڊ وغيره) وٺڻ لاءِ تيار آهن، اهي پنهنجي راءِ تي قائم رهن ۽ قصاص کان به

آزادگي ملي ۽ مير صاحب بہ ڪنهن طرح ان تي راضي ٿي وڃي. پاڻ ڪريمن جي عجيب ڪرامت جو، مير فتح علي خان ازخود مون کي (سيد قاضي مقبول شاهہ کي) گهرائي چيو تہ: قصاص نہ وٺايو، بلڪ پنهي ڌرين کي پاڻ ۾ راضي ڪرائي ڇڏيو، پوءِ انهن کي پاڻ ۾ راضي ڪري قصاص کان بغير صلح ڪرائي ڇڏيم!

**30- نقل** :خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن هن فقير جي دعوت تي تشريف فرمائيا هئا، اتان سيد قبول محمد شاهہ جي دعوت قبول فرمائيونس ويا، جيئن تہ سيد صاحب ۾ تڪلف طعام تيار ڪرايا هئا، پير سائين جن مون کي حڪم فرمايو تہ: اسان کي زڪام آهي، سيد سڳورا طعام ۾ گهہ گهڻو وجهندا آهن، توهان منهنجي لاءِ ۽ وڏي صاحبزادي ميان خليفہ الله لاءِ ڪجهہ منگَن جي دال تيار ڪرائي اچو؛فقير حڪم موجب چوٿائي منگَن جي دال ۽ ٻن پاتين اٽي جون مانيون تيار ڪرايون. ۽ پير سائين جن کي سومهڻي نماز کان بعد، نون مريدياڻين کي تلقين ڪرڻ ۽ طعام واپرائڻ لاءِ گهر هلڻ واسطي عرض ڪيم؟ پاڻ ڪريم پنهنجي بزرگوار ڀائرن، صاحبزادن سڳورن ۽ جماعت جي معزز فقيرن سان گڏجي گهر آيا! مون جو ڏٺو تہ جماعت تمام گهڻي آهي ۽ طعام پورو پنو،سو، سوچڻ لڳس تہ هي طعام ڪيئن پورو ٿيندو؟ ۽ گهر ۾ وڏيڪ هڪ داڻو بہ موجود ڪونہ هيو جو ڪٺي پيو طعام تيار ڪرائي وٺجي ها! پرپوءِ سيني کي گهر ۾ وٺي، طعام ٻن ٿانون ۾ وجهي پير سائين جن جي خدمت ۾ آڏو اچي رکيم! پاڻ سيني کي گڏجي کائڻ جو حڪم فرمائي، پاڻ بہ ساڻن واپرائڻ ۾ مشغول ٿي ويا کائڻ جي دوران، هن فقير کي فرمايائون تہ خليفا! اسان کي لاڙ جي زبان نہ ٿي اچي، تون اسان کي سيکار؟ پوءِ پڇيائون تہ: اوهان لاڙيچا سٻيري ڇاکي چوندا آهيو؟ عرض ڪيم تہ حضرتا! "سٻيري" ٻن وقتن جي دعوت چوندا آهن! اهڙي طرح خوش طبعي فرمائيندا رهيا ۽ دال ماني واپرائيندا رهيا، پاڻ ڪريمن ۽ جملہ حاضرين جماعت، ڍئو ڪري کاڌو ۽ سندن برڪت سان طعام بچي پيو، جيڪو سمورين عورتن کي ورهائي ڏنو سون پر اجا بہ بچي پيو، پوءِ آئون ۽ ميرڻ فقير، جيڪي جماعت جي خدمت ۾ مشغول هئا سون، تن بچيل ماني مان ڍئو ڪري کاڌو سون!

**31- نقل** :رمضان فقير سهتو نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي درگاهہ مبارڪ

تي حاضر هيس تي چار ڏينهن لڳاتار مينهن وسي پيو! هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن اشراق کان بعد چند فقيرن سان گڏ مسجد شريف ۾ ويٺا هئا ۽ مينهن وسي رهيو هيو! پاڻ فرمايائون ته : اڄ هتان جي ڪورين مان ڪوبه نه آيو آهي! الائي ڪهڙي ڪم ۾ مشغول آهن؟ بس هاڻ اسان هٿ ڪونه ٿا رهون ۽ مدينه منور وڃون ٿا! اينتري ۾ هڪ ڪوري فرياد ڪٽي آيو ته حضرتا! گهڻي مينهن وسڻ ڪري اسانجا گهر ڊهي ويا ، ۽ ٻچا ٻڪ ٿا مرن؟ پاڻ فرمايائون ته: هي ماڻهو پهريائين مينهن گهرن ٿا ، پربوءِ بيزار ٿيون پون، اهو ارشاد فرمائي، مسجد شريف جي صحن ۾ اچي، آنگر مبارڪ سان آسمان ڏانهن اشارو ڪري ڪجهه لکيائون ۽ ڪجهه پڙهيائون ته بروقت مينهن بيهي ويو ۽ جهڙ به لهي ويو!

**32- نقل** :فتح محمد نظاماڻي چوي ٿو ته، الهه داد نظاماڻي هڪ پيري مونکي چيو ته مرداني طاقت کان، شادي کانپوءِ وبهي ويو آهيان، ڪنهن طبيب کان ڪا دوا وٺي ڏي ته استعمال ڪيان؟ مون ڪيس چيو ته آزمايل دوا کابه ڪانه آهي، مگر حضرت پير سائين قدس سره جن جي لب مبارڪ جيڪڏهن چٽين ته پوءِ تنهنجو ڪم ٿي ويندو، سو ان ايئن ڪيائين، پوءِ پير سائين جن جي مبارڪ لب سان سندس طاقت بحال ٿي وئي، جو ڪيترن ٻارن جو پيءُ ٿي پيو ۽ اڃا تائين سگهو متارو آهي!

**33-نقل** : خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي نظاماڻين ۽ لاشارين ۾ جهڳڙو ٿي پيو، انهن ڏينهن ۾ آئون گهڻي جذبي ۽ حضرت پير سائين قدس سره جن جي محبت جي غلبي ڪري، پيادل درگاهه مبارڪ تي ايندو ويندو هيس، بهادر خان لاشاري هڪ ڀيرو دفعو، درگاهه شريف ڏانهن ويندي، خون جي عيوض (پلاند) وٺڻ لاءِ منهنجي پٺيان پيو هو، پر مون سان ملاقاتي ٿي نه سگهيو! اهو سڄو معاملو پير سائين جن کي پيش ڪيم! پاڻ گهڙي کن ماٺ فرمائي، ارشاد فرمايائون ته: اي يار! هن کان پوءِ اهو خيال دل تان لاهي ڇڏجانءِ؟ قدرت خدا جي ٿورن ڏينهن کانپوءِ، بهادر لاشاري، پنهنجي سهري سان ڪنهن ڳالهه تي وڙهي پيو ۽ سهري جي هٿان قتل ٿي ويو:

دشمن چه کند چون مهربان باشد دوست- در ظل خود خوش نگاهدار اوست

(دشمن ڇاڪندو، جڏهن جو دوست مهربان هجي! پنهنجي پاڇي ۾ پلو حفاظت ڪرڻ وارو اهوئي آهي)

**34- نقل** :يعقوب فقير ناهيو، نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن درياھ پار روانا ٿيا ۽ هي ٻانهو بہ ساڻن گڏ هيو. ٺهڙي شهر ۾ ڪن فقيرن جي دعوت وٺي پتڻ تي اچي ٻيڙي ۾ سوار ٿيا ۽ ٻيڙي رواني ٿي! جڏهن وچ درياھ ۾ پهتي، تڏهن ونجهہ هڻڻ سان ٻيڙي ڪي هيٺان سوراخ ٿي پيو ۽ ٻيڙي پاڻي سان ڀرجي ٻڏڻ لڳي! هرهڪ ماڻهوءَ پنهنجا ڪپڙا مٿي تي رکي ترڻ جي تياري ڪئي! مگر پاڻ قرآن شريف جي تلاوت ۾ مشغول هئا ۽ تلوار سندن چيلهہ مبارڪ سان ٻڌي پئي هئي! گل فقير ناهيي ۽ ٻين ماڻهن ملاحن کي ٻي ٻيڙي ڪاهي آڻڻ لاءِ سڏ ڪيا؟ حاجي مهر ڪونري برادر حاضر ٿي جنني مبارڪ لاهڻ جو ارادو ڪيو ۽ ٻيڙي جي ٻڏڻ جي حقيقت بيان ڪيائين! پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو تہ: پنهنجي خواهش جي ڪري ڪاڏي وڃون؟ جيڪا رب جي رضا، اها اسان لاءِ راحت جان آهي! ان کان بعد فرمايائون تہ: هڪ ماڻهو درياھ ۾ لهي ڏسي تہ پاڻي ڪيترو آهي؟ سندن فرمان موجب، هڪ ماڻهو لٿو جنهن کي پاڻي گوڏي تي مس آيو، پوءِ سيئي ماڻهو ٻيڙي مان هيٺ لهي بيٺا ۽ گهوڙن کي بہ هيٺ لاٿائون ۽ درياھ جي هن طرف آندائون ٻيڙي جي سوراخ کي اجرڪن ۽ پٽڪن سان مضبوط بند ڪري، هٿن ۽ وٽن سان پاڻي ٻاهر ڪڍيائون، پوءِ ٻيڙي هلڪي ٿي پئي ۽ پاڻي ۾ هلڻ لڳي! ان وقت پير سائين جن ۽ ٻيا ٻيڙي ۾ سوار ٿيا! مون کان پڇيائون تہ، تو ڪيترين رڙيون ڪيون؟ مون عرض ڪيو تہ بہ ڀيرا پاڻ فرمايائون تہ رات جيڪي ڪارڪون ورهائجي رهيون هيون، تو انهن مان بہ دفعا ورتيون هيون، تڏهن تو بہ ڀيرا رڙيون ڪيون پوءِ سندن برڪت سان ٻيڙي هلي ڪناري سان لڳي.

**35- نقل** :سيد ڪمال شاھ، نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن جي دعوت جهليم، جنهن لاءِ مون وٽ ٻارهن ٿوبا چانور ۽ ڏهہ سير گيهہ موجود هو! موسيٰ فقير نظاماڻي چيو تہ جماعت تمام گهڻي آهي ۽ سامان تمام ٿورو آهي! پاڻ ڪريمن فرمايو تہ: جو ڪجهہ موجود آهي، وجي پچراءِ انشاءَ الله العزيز گهڻو ٿي پوندو! سومون وجي طعام تيار ڪرايو، پاڻ تشريف وٺي آيا ۽ اچي فرمايائون تہ فقيرن کي کارايو پوءِ سندن برڪت سان، فقيرن جي جماعت ۽ ٻين ماڻهن ڍئو ڪري کاڌو ۽ ڪيترائي ماڻهو گهرن لاءِ بہ کڻي ويا تہ بہ پڪل طعام ساڳي طرح بچيو رهيو! اي عزيز **سندن** هي مهربانيون ۽ برڪتون ۽ بي انتها تصرفات، لکڻ کان ٻاهر آهن:

**قلم در تحرير آن لنگ، وزبان تقرير آن گنگ!**

(قلم ان جي لکڻ کان قاصر ۽ زبان بيان ڪرڻ کان گونگي آهي!)

**36- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ويو ته حضرتا! حضرت شاه شمس الدين تبريزي رحمة الله عليه جڏهن بادشاه جي پٽ جياڻ لاءِ به پيرا قم باذن الله (الله جي حڪم سان اٿ) چيو ته بادشاه جو پٽ جيئرو ڪونه ٿيو! پوءِ ٽئين پيري جڏهن بزرگ جوش سان : قم باذني (منهنجي حڪم سان اٿ) فرمايو، تڏهن جيئرو ٿي پيو ته ان جو سبب ڇاهو؟ جواب ۾ ارشاد فرمايائون: قم باذن الله ، چوڻ وقت حضرت تبريزي قدس سره جي نظر پنهنجي هستي تي هئي ! مگر قم باذني، چوڻ وقت موهوم هستي حق ۾ گم هئي، تڏهن بادشاه جو پٽ جيئرو ٿي پيو! اي عزيزا هن جي مطابق ڪنهن بزرگ ڪهڙو نه سنو فرمايو آهي:

**من نمي گويم انا الحق يار ميگو يد بگو- چون نمي گويم، مرا دلدار مي گويد بگو**

(مان ان الحق (آءُ حق آهيان) نٿو چوان، پريار چوي ٿو ته چؤا پر جي نٿو چوان ته يار، وري به چوي ٿو ته (ضرور) چؤ)

**از خودي رستي همه حق گشته - رفت ظلمت نور مطلق گشته**

(جڏهن خودي کان ڇٽندين، تڏهن سڄو حق ٿي ويندين، اونداهي هلي ويندي ۽ مطلق نور ٿي ويندين.)

**37- نقل :** حضرت پير سائين نجر ڏٿي رحمة الله عليه فرمائيندا هئا ته محمد حسين فقير ڏاريجو حضرت پير سائين قدس سره جن کي پنهنجي ڳوٺ (ديهه ڪنگري جيڪا موجوده درگاهه مبارڪ کان ڏکڻ طرف بلڪل متصل اجان تائين موجود آهي) دعوت ڪري وٺي آيو، انهن ڏينهن ۾ مينهن نه وسڻ ڪري، گهڻي تڪليف هئي! دعوتيءَ پاڻ ڪريمن کي عرض ڪيو ته حضرتا! مينهن نه وسڻ سبب تمام گهڻي تنگي آهي! دعا فرمايو؟ پاڻ هٿ مٿي ڪئي دعا فرمايائون! پوءِ سندن توجه مبارڪ سان بروقت هڪ ڪڪر ظاهر ٿيو، جيڪو سڄي آسمان تي پکڙجي ويو ۽ گوڙيون ۽ ڪنوڻيون ٿيڻ لڳيون! پاڻ واپس درگاهه مبارڪ ڏانهن موٽياتي ڪونه ته مينهن ايتري قدر وٺو، جو پاڻي گوڏي، ڇيلهه جيترو ٿي ويو!

**38- نقل :** حضرت پير سائين نجر ڏٿي رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته، شهمير فقير لاڙڪ چيو ته هڪ دفعي مون عرض ڪيو ته حضرتا حڪومت جا

ماڻھو زور پيا ڀرين تہ آبادي گھٽي پوڪيو! حالانڪ مينھن اجان تائين نہ وسيو آهي ۽ درياھ جو پاڻي بہ گھٽ ٿي ويو آهي ۽ پاڙي جا جاگيردار، پنھنجي زمين کي آباد ڪرائڻ لاءِ پاڻي مٿي روڪيو ويٺا آهن، دعا فرمايو تہ حاڪمن جي حڪم کان آزاد ٿيون ۽ فصل بہ سنو ٿئي؟ پاڻ ان وقت ئي دعا فرمايائون ! الله تعاليٰ جي فضل سان بروقت مينھن وسي پيو ۽ تمام گھڻو پاڻي جاري ٿي ويو، ايتري قدر جو ٻوڏ جو خطرو ٿي پيو! وري حضرت پير سائين قدس سره جن کي ٻوڏ کان بچاءَ جو عرض ڪيم، پاڻ دعا فرمايائون سندن دعا جي برڪت سان ٻوڏ کان بہ بچي وياسون ۽ آبادي لاءِ پاڻي بہ ڪافي ٿي ويو!

**39- نقل :**حمل فقير گھمرو نقل ڪري ٿو، حضرت پير سائين تجر ذٿي رحمة الله عليہ جي خدمت ۾ ھڪ شخص ڳالھ ڪئي تہ منھنجا وار تمام ڏکيا ھئا سو فقيرن مون کي وٺي حضرت پير سائين قدس سره جن جي آڏو آڻي وار ڪترڻ گھريا! پاڻ ڪريمن فرمايو تہ: ڇڏيوس انجا وار شرعي حد تي ڪتيل آهن! پوءِ سندن فرمان موجب ٿوري وقت ڪانپوءِ منھنجي مٿي جا وار پاڙان کسي ويا ۽ جيڪي وار شرعي حد تي بيٺل ھئا اھي ئي باقي رھيا، سي وري ڏکيا نہ ٿيا!

**40- نقل :**ھيڪر حضرت پيرسائين قدس سره جن شھدادڪوٽ ۾ ڪنھن فقير جي دعوت قبول فرمائي تشريف فرما ٿياھئا! اتي ڪي بي دين ماڻھو، جيڪي اصل ۾ شيخ ھئا، سي پاڻ کي سيد سڏائيندا ھئا، انھن ھڪ آنگاس ڪوڙي ڇڏيو ھو، تن سان ڪي چند شرارتي ماڻھو گڏجي مسجدشريف جي اوپرطرف کان اچي نغارو وڄائيندي! ۽ علي ، علي ڪندي اچي دعوت جي جاءِ کان لنگھيا، ۽ انھن حملو ڪري، دعوتي فقير ۽ گلاب شاھ کي تلوار سان زخمي ڪري وڌائون، ان وقت نماز پڙھيو، خليفي عبدالرحمان ڪوھره وٽ ويٺوھوس، گوڙجو ٿيو تہ آئون اٿيس ۽ سمجھيم تہ اھي بي دين آهن! فقير عبدالرحمان (جنھن کي انھن ڏينھن ۾ جوش ۽ وجد گھڻو ھو) سو لانديءِ مان پنجر ڪيي انھن بي دينن تي ڪاھي پيو! پر ميان قابل شاھ وچ ۾ اچي ان کي ھٽائي ڇڏيو! پوءِ اسان سڀ پاڻ ڪريمن جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿياسون ۽ عرض ڪيوسون تہ، حضرتنا! انھن خواه مخواه اچي گوڙ ڪيوآهي، توھان شھر جي حاڪم کي لکو تہ انھن کي تنبيھ ڪري ۽ سيکت ڏئي! پاڻ ڪجھ بہ نہ فرمايائون ۽ صبح جو لاڙ جي سفر جي تياري فرمايائون! پوءِ سندن ڪرامت

سان انهن ٻي ڏينهن ڪي شهر جي حاڪم گهرائي بيعزتو ڪري لڪڻ هٿاياهئا!

**41- نقل** :هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن هڪ هندوءَ جي ڇڏائڻ لاءِ (جيڪو مسلمان ٿي رهيو، ۽ ان کي هندن مير صاحب وٽ قيد ڪرايو هو) خيرپور تشريف فرماٿيا هئا، مير سهراب پنهنجي نوڪر مني خان سان چوائي موڪليو ته حضرتا! هندن ٻڌي ڪئي آهي، جيڪڏهن هيءَ ڀانهن ڇڏيندس ته پوءِ ٻيا به ڪيترا ڇڏئا پوندا، پاڻ فرمايائون ته: مير سهراب هندن جي ٻرهداري ڪئي آهي، پر اها خبر نه اٿس ته بازارسڙي وڃي چبوتري سان لڳي آهي! پاڻ سڳورن جي ان ارشاد شرط، بازار کي باهه وڪوڙي وئي،۽ هر هندوءَ جو گهر باهه جي لپيٽ ۾ هو، هندن پنهنجون شيون بازار مان ڪڍي ٻاهرڪيون ته انهي به باهه لڳي ٿي وين، اگر ڪوهن ۾ شيون اڇلايائون ٿي ته اتي به سڙي ٿي ويون، اها ڳالهه ڪيترن ماڻهن ڏسي مير سهراب کي اچي ٻڌايو! ميرصاحب پنهنجي پٽ مير غلام حيدر کي ان مسلمان ٿيندڙ هندوءَ جي ڀانهن ڏئي، پيرسائين جن ڏانهن موڪليو ۽ معافي طلب ڪيائين ۽ دعا لاءِ عرض ڪيائين! پوءِ پاڻ ان هندوءَ کي ڪلمو شريف پڙهائي وچ بازار مان وٺي،درگاهه مبارڪ روانا ٿي ويا!

**42- نقل** :فضل محمد ٽالپر ڏڪڙي جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته اميد علي ٽالپر ڀهرين پيري تڪبر ۽ غرور سبب، دادپوٽن سان جنگ ۾ شڪست کائي آيو، ٻي دفعي مير غلام علي، مير چاڪر کي لشڪر جو سپهه سالار مقرر ڪري، دادپوٽن تي چڙهائي ڪرائي، ميرچاڪر جڏهن درگاهه مبارڪ کي ويجهو پهتو، تڏهن مون کي حضرت پير سائين قدس سره جن وٽ دعا طلبي لاءِ موڪليائين ۽ چيائين ته پاڻ ڪريمن کي عرض ڪر ته مير ٽاري جي خلاف، مير غلام عليءَ ميرمحمود کي لڙڻ لاءِ سپهه سالار ڪري موڪليو هيو! ته ميرمحمود پنهنجي پير لواري واري بزرگ کان دعا ڪرائي هئي!پوءِ ڪيس فتح نصيب ٿي هئي! هاڻي مون کي (ميرچاڪر کي) دادپوٽن سان لڙڻ لاءِ موڪليو ويو آهي، آئون اوهان جو مريد آهيان مون لاءِ دعا فرمايو، جو داد پوٽا لڙائي کان اڳئي ڀيا فخر ڪن، دعا ڪيو ته جيئن انهن تي فتح حاصل ٿئي؟ مون (فضل محمد ٽالپر) اها حقيقت پيرسائين جن کي اچي پيش ڪئي! تنهن تي پاڻ فرمايائون ته اي فضل محمد! ميرچاڪر کي چئو ته ميرمحمود کي مير ٽاري تي ڪاميابي جنگ سان ٿي هئي ۽ توکي داد پوٽن تي ڪاميابي، انشاءالله

بغير لڙائي جي ٿيندي! پاڻ ڪريمن جي ارشاد مطابق ميرجام ڪي بغير خون خرابي جي دادپوٽن تي ڪاميابي حاصل ٿي ۽ نتيجي ۾ دادپوٽا دربدر ٿي ويا!

**43- نقل :** صاحبزادو ميان محمد شاهه نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن جڏهن قلات جي سفر ۾ نيچاره شهر ڪان اڳيرو ٿيا تہ نماز جو ٽائيم ٿي ويو! پاڻي طلب فرمايائون! اتان جي رهاڪن عرض ڪيو تہ، پاڻي نئين جي پاسي ۾ آهي! پوءِ جڏهن نئين وٽ پهتا، تڏهن فرمايائون تہ پاڻي هتي آهي؟ عرض ڪيو ويو تہ قبلا اڄا اڳتي آهي! جنهن جاءِ تي ارشاد فرمائي، فرمايو هيائون تہ، پاڻي هتي آهي، ان جاءِ تي هڪ فقير ڪجهہ وقت ڪان پوءِ ڪافي خرچ ڪري چشمون کوٽايو تہ پاڻ سڳورن جي برڪت سان ان جاءِ تي، مٺي پاڻي جو هڪ اڻ کٽ چشمون پيدا ٿي پيو!

**44- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن سفر دوران ٽنڊي شهر ۾ ڪٿ تي آرام فرما ٿيا، فقير چوڌاري وينا هئا، سندن هڪ مجذوب مريد خدمت ۾ چار پئسا نذرانو پيش ڪيو! پاڻ ڪڏهن بہ نذرانو پنهنجي هٿ ۾ نہ وٺندا هئا، خاص طرح پئسن کي ! مگر اهي چار پئسا معمول جي خلاف پنهنجن مبارڪ هٿن سان وٺي مونکي عنايت فرمايائون! مون اهي ڳنڍ ۾ ٻڌي ڇڏيا بعد ۾ ٽنڊي شهر مان ڪي شيون انهن پئسن ۾ ورتيم! جڏهن منزل تي آيس، تڏهن ڏسان تہ ساڳيا پئسا ڳنڍ ۾ ٻڌاپيا آهن! اهڙي طرح ڪئي دفعا خرچ ڪرڻ باوجود اهي پئسا بدستور سندن برڪت سان موجود رهيا.

**45- نقل :** خليفو سيد ولي محمد شاهه نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ عالم ڳوٺ ۾ فقيرن جي دعوت تي روانا ٿيا، اهو ڳوٺ درياهہ جي هن طرف هو! پاڻ پنڄ تان جنهن ٻيڙي ۾ سوار ٿيا، سا بلڪل ننڍڙي هئي، فقيرن سان پرجي وئي ۽ پاڻ آرام سان سمهي رهيا! ٻيڙي جا رسا کولي جڏهن ڳوٺ عالم جي سامهون آندائون، تڏهن ملاحن خيال ڪيو تہ هوا تيز ۽ ناموافق آهي، هيتري وزن هوندي هن پرهلي ڪانہ سگهندي، تنهن ڪري ڏڄي ويا، ۽ پير سائين جن کي عرض ڪيائون تہ حضرتا! ڪجهہ فقيرن کي لاهيو تہ پوءِ آساني سان ٻيڙي هلي سگهندي نہ تہ سيني جي ٻڏڻ جو خطرو آهي، پاڻ ڪريمن پنهنجو هٿ مبارڪ، پنهنجي سيني مبارڪ تي رکيو! ميان قابل شاهہ ملاحن کي چيو تہ پير سائين جن ڏمون

ڪٽڻ پيا! اوهان ٻيڙي هڪليو، پوءِ ٻيڙي هن طرف هڪليائون، پاڻي جو اهڙو زور هيو، جو ان جون لهرون ٻيڙي مٿان ٿي آيون، ۽ ٻيڙي ۾ ڪافي پاڻي اچي ويو ٿي! پر پاڻ ڪريمن جي برڪت سان خبرئي نہ پئي جو ٿوري دير ۾ ٻيڙي سلامت اچي ڪناري سان لڳي!

**46- نقل :** حضرت پير سائين قدس سرہ جن ارشاد فرمائيندا هئا تہ هڪ بي لنگ نالي مجذوب هوندو هو! جنهن جي هميشہ عادت هوندي هئي جو پنهنجي ڏاڙهي ۾ ڏاڳو ٻڌي ڇڏيندو هو. جيستائين اهو ڏاڳو ٻڌل هوندو هوس تہ ملڪ ۾ امن امان هوندو هو، جڏهن اهو ڏاڳو کولي ڇڏيندو هو تہ ملڪ ۾ ڦر ڦوٽ پئجي ويندي هئي! جيئن جو انهن ڏينهن ۾ ٽالپرن ۽ ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي وچ ۾ جنگ جاري هئي!سو جڏهن مجذوب ڏاڙهي ۾ ڏاڳو ٻڌندو هو تہ انوقت ملڪ ۾ امن ٿيو وڃي، ۽ سڀ ماڻهو آرام ۾ هوندا هئا، جڏهن ڏاڳو کوليند هو تہ انهن جي لڙائي شروع ٿي ويندي هئي ۽ ماڻهو لڏ پلاڻ ۾ مشغول ٿي ويندا هئا!

**47- نقل :** هڪ ڏينهن آئون (جامع ملفوظات) پنهنجي مادي گهوڙيءَ تي سوار ٿي، حضرت پير سائين قدس سره جن سان همرڪاب هيس! پاڻ فرمايائون تہ گهوڙي کي گهوڙو ڏنو اٿئي؟ عرض ڪيم تہ هائو! وري فرمايائون تہ ڇا ان جوبيءَ ڏنو اٿئيس؟ ٻانهي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ هائو! پاڻ خاموش ٿي ويا. ٿوري دير ڪانپوءِ مون عرض ڪري پڇيو تہ، حضرنا! ائين ڪرڻ جائز آهي يانہ؟ پاڻ فرمايائون تہ جي خودبخود هو ميلاپ ڪري وڃهن تہ ڪو حرج ڪونہ آهي! پرڇاڻي واٽي ائين ڪرائڻ سٺو نہ آهي!

اي عزيزا جڏهن جانورن جا حال پيرسائين جن کي معلوم آهن تہ پوءِ ماڻهن جا حال ڪائنٽ ڪين ڳجها رهندا؟

**جام جهان نماست ضمير منير دوست - اظهار احتياج خود آنجاچہ حاجت است**

(دوست جي روشن دلي، جهان نما پيالو آهي، اتي پنهنجي حاجت اظهار ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪانہ آهي)

**48-نقل :** خليفو غازي خان ٽالپر، ثري جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي سفر ۾ ميان قابل شاهہ حضرت پير سائين قدس سره جن کان اجازت گهري تہ اوهان جو گهوڙو، پنهنجي گهوڙي کي ڏياربان؟ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ سفر کان بعد اجازت ڏيندا سون! جڏهن پاڻ ٻي شهر ۾ لٿا. تڏهن قابل شاهہ

وري اجازت گهري؟ پاڻ فرمايائونس ته: ڏس متان گهوڙي ڍڪي هجي ۽ ڦرسيني ۾ لڪايو هجيس؟ ميان قابل شاهه عرض ڪيو ته يقين آهي ته ڍڪي ڪانه آهي! پوءِ نيٺ گهوڙي کي گهوڙو ڏنائين! جڏهن رات ٿي تڏهن گهوڙي ڦر چڙي ڏنو ۽ ٻي ڏينهن پاڻ ميان قابل شاهه کي فرمايائون ته گهوڙي ڦر چڙي ڏنو آهي ڇا؟ شاهه صاحب عرض ڪيو ته هائو! پر حضرتا! هيستائين گهوڙي جي ڍڪي هجڻ بابت ڪنهن به نه ٻڌايو هو!

پاڻ ڪريمن فرمايو ته! اسان ته چيو هو ته گهوڙي ڍڪي آهي! شاهه صاحب عرض ڪيو ته حضرتا! مون سمجهيو ته خوش طبعي فرمايوٿا! پاڻ فرمايائون ته اسان ڪوڙ سان هرگز خوش طبعي نه ڪندا آهيون.

**49- نقل :** هڪ ڀيري مير غلام علي جي لشڪر، ميان ميرمحمود ۽ فقير طاهر جي ڪمان هيٺ، ٽاري ٽالپر سان . گهوني جي ڪناري تي قائم پور جي پرسان جنگ جوٽي! ڪيترا ماڻهو ٻنهي طرفن کان مارجي ويا ۽ ڦٽجي پيا هئا! ڪجهه ڏينهن کان بعد اها خبر حضرت پيرسائين قدس سره جن جي محفل ۾ پهتي، اتي حاضرين محفل چوڻ لڳا ته فلاڻا مارجي ويا ۽ جهان خان فقير لغاري به مارجي ويو، پاڻ ڪريمن فرمايو ته جهان خان، شهيد ٿيو آهي! ڪنهن عرض ڪيو ته حضرتا! ڪيئن شهيد چئبو؟ ڇو ته ڪافرن جي لڙائي ۾ ته ڪونه مارجي ويو آهي؟ نه ڪي اسلام جي لاءِ مئو آهي! پاڻ وري به فرمايائون ته شهيد ٿيو آهي ۽ يقينن شهيد ٿيو آهي، بعد ۾ معلوم ٿيو ته جهان خان جنگ ۾ ڦٽجي پيو هو پوءِ پنهنجي غلام کان پاڻي گهريائين، پر غلام سندس سوني تلوار هٿ ڪرڻ لاءِ ڪيس گهوني واهه ۾ غوطا ڏئي ٻوڙي ماري ڇڏيو هو!

**50- نقل :** شروع ۾ هن(جامع ملفوظات) بانهي کي سيَّن ۽ قبرن جو ڪشف گهڻو ٿيندو هو! حضرت پيرسائين قدس سره جن کي اها حقيقت عرض ڪيم ته پاڻ فرمايائون ميان ناصر علي شاهه کي به ڪشف گهڻو ٿيندوهو، پوءِ ان حقيقت کي فخر سان ميان قابل شاهه جي اڳيان بيان ڪيائين. ڪيس ميان قابل شاهه جواب ڏنو! اهڙو ڪشف ته گڏهه کي به ٿيندو آهي، جڏهن ڇوڪرن کي ڏسندي آهي ته تڏهن ڀڄندي آهي ۽ جڏهن عام ماڻهن کي ڏسندي آهي، تڏهن ڪونه ڀڄندي آهي! پوءِ پاڻ فرمايائون ته طالب کي انهن ڪمن ۾ محو ٿيڻ نه گهرجي! جو اهڙن کان عجب ۾ پئجي وڃي ۽ اهي طالب کي رڪاوٽون آهن.

**51- نقل :** هڪ ڏينهن ديھ ڪڙئي ۾ (جيڪو منهنجو وطن آهي) مسجد شريف مان ٻاهر نڪري اوڀر طرف ڪبڙن ڏانهن روانو ٿيس، اها موسم مينهن وسڻ جي هئي مون اتي وضو ڪري ٻه رڪعتون نفل پڙهيم ! نفل پڙهڻ بعد يڪدم دل ۾ مقبري جي زيارت جي ڪشش پيدا ٿي جڏهن مقبره ۾ آيس تڏهن انهن ماڻهن جي زيارت جو شوق پيدا ٿيو، جيڪي منهنجي ڀيءُ جي خدمت ڪندا هئا ۽ ننڍڙائپ ۾ منهنجي خدمت به تمام گهڻي ڪئي هيائون! پوءِ قبرن تي مراقبو ڪري ويٺس ! معلوم ٿيو ته انهن جي مٿان جلال جي صفت جاري آهي! الله تعاليٰ جي دربار ۾ صفت بدلائڻ جو عرض ڪيو ويو! تنهن ۾ الهام جي ذريعي حڪم ٿيو ته دعوا رضا جي ۽ وري اهڙو سوال ڪري رهيو آهين انهيءَ بيخودي ۾ عرض رکيو ويو ته اي ٻاري تعاليٰ تنهنجي مٿان انهن جي حال ڪي مظهر جمال قادري سان مٽائڻ آهي ۽ اهو عرض ٻانهي ڪان آهي؟ انهي سوال جي جواب ۾ اڌ پهر لنگهي ويو جو ته دربار خداوندي ۾ انهن جي حال ڪي بدلائڻ ۾ دير ٿي ٿئي ۽ هن ٻانهي طرفان زاري سان سوال ڪيو ويو ٿي؟ ان ڪان بعد الله تعاليٰ پنهنجي وڏي مهربانيءَ سان جمال جو دريچو انهن جي مٿان کوليو پوءِ ٻانهي مسجد شريف ۾ اچي انهي وڏي نعمت جو شڪرانو بجا آندو!

**52- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ سيد مجذوب، علوي لقب اسانجو عزيز هو، جيڪو ڪڏهن ڪڏهن حضرت ميان صاحب وٽ اسان جي حويلي مبارڪ ۾ ايندو هو، ۽ انکي ڪاشيءِ نذراني طور ڏني ويندي هئي ! هڪ ڏينهن اسان جي گهر اچي پردي وارن ڪان هڪ پئسو گهريائين؟ گهرجي ماڻهن ان وقت موجود نه هئڻ ڪري معذرت ڪئي، پوءِ ان مجذوب سيد چيو ته هن مٽيءَ جي ٻاري ۾ (جيڪو ان جو پربل آهي) هڪ پئسو پيو آهي اهو مونکي آڻي ڏيو؟ ۽ پردي وارن کي ياد آيو ته يقينن ان ۾ پيل آهي! پوءِ جلدي سيد مجذوب کي آڻي ڏنائون!

**53- نقل :** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايو ته هڪ دفعي خواجه محمد بابا سماسي رحمة الله عليه بخارا ۾ آيو ۽ فرمايائين ته بخارا جي فلاڻي محلي مان اسان کي هڪ مرد جي پيدا ٿيڻ جي خوشبوءِ اچي ٿي، جنهن کان سڄي دنيا فيض حاصل ڪندي! ڪجهه وقت ڪان پوءِ بخارا ۾ خواجه بهاءُ الدين نقشبندي قدس سره ڄائو! پوءِ سيد اميرڪلال رحمة الله عليه (جيڪو خواجه بابا سماسي جو مريد ۽ خليفو هو) چيو ته اهو

مرد پيدا ٿيو آهي! هڪ دفعي خواجه بهاءُ الدين نقشبندي کي ٻارائپ ۾، ڪنهن بيماري کان سندس والد سڳورو خواجه محمد بابا سماسي رحمة الله عليه وٽ دعا ڪرائڻ لاءِ وٺي آيو. خواجه سماسي فرمايو ته هي ڇوڪرو اهو مرد آهي جنهن جي خوشبوءِ اسان کي ايندي هئي! اي دوستو! هن جو ديدار ڪريو ۽ سعادت حاصل ڪيو!

**54- نقل** :بهادر فقير نظاماڻي (فيروز نظاماڻي جو وڏو ڀاءُ تنڊي قيصر نظاماڻي جو رهندڙ) نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن تنڊي مير ڄام ٽالپر ۾ تشريف فرماٿيا هئا، ۽ اسان به زيارت ڪرڻ لاءِ حضور ۾ حاضر ٿياسون! پاڻ اُن وقت مثنوي شريف پڙهي رهيا هئا مون کي دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته پيرسائين جن جا مريد تمام گهڻا آهن، ڪي ملڪ قلات ۾ ته ڪي ملڪ ڪڇ ۽ هالار ۾ ۽ پڻ ڪيترائي عجم ۽ عرب ۾ موجود آهن ۽ پاڻ درگاهه مبارڪ تي رهائش فرمائين ٿا، اهي وري ڪيئن مڙني جي مدد ڪري سگهندا؟ حالانڪ اسان مريد نه روزا رکون نه نماز پڙهون! ۽ نه ڪو خاص ذڪر ۽ فڪر ئي ڪريون ٿا، انهن سڀني تي پاڻ ڪيئن رحم فرمائيندا؟ پاڻ ڪريمن مرڪي مون ڏانهن چهرو انور ڪري فرمايائون ته جڏهن ظاهري سج سڄو ايرندو آهي ته ان وقت ڪوبه زمين جو اهڙو ذرڙو نه آهي، جنهن تي ان جي روشني نه پوندي هجي! ته پوءِ ڪامل بزرگ جي فيض واري معنوي سج جي روشنائي کان ٻه، ڪو حصو ڪيئن خالي رهندو؟

**55- نقل** :هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن تنڊي قيصر نظاماڻي ۾ فيروز نظاماڻيءَ جي دعوت تي تشريف فرماٿيا هئا، فقير صاحب پير سائين جن کي حويلي ۾ زيارت ڪرائڻ لاءِ وٺي ويو! پاڻ ڪريمن اتي وضو ڪري مصلي جي مٿان نفل پڙهيائون! ان کان بعد کٽ تي تشريف فرما ٿيا ته غلام محمد نظاماڻي (فيروز فقير جو چاچو) زيارت ڪرڻ لاءِ خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو! پاڻ فرمايائون ته اي غلام محمد اچي ويهه؟ غلام محمد فقير چوي ٿو ته مون مصلي تي ويهڻ جو ارادو ڪيو، پر وري يڪدم دل ۾ خيال آيو ته هڪ مريد پنهنجي مرشد جي مصلي تي پير ڏنو هو! جنهن ڪري پنهنجي پير جي فيض ۽ برڪت کان محروم ٿي ويو هو! منهنجي انهيءَ خيال کي پاڻ ڪريمن معلوم فرمائي، ارشاد فرمايو ته اسان انهن مشائخن مان نه آهيون، بلڪ اسان وٽ دل جو ادب ضروري آهي!

**56- نقل :** هڪ دفعي هي فقير (جامع ملفوظات) ۽ عنايت فقير اوڏيجائي ڪاليپور جو رهندڙ (روپاهه جي پرسان) ۽ منهنجو ڀائيجو علي محمد ٽيٽي ڳڏجي درگاهه مبارڪ ڏانهن روانا ٿياسين. علي محمد فقير ظاهري عالمن جو صحبتي هو جنهن ڪري ڳالهيون ڪندو هليو! ته طلب مشڪل آهي ڏسون اها وڏي دولت ڪنهن کي نصيب ٿئي ٿي؟ ۽ لڳي ٿو ته سڀ تڪليفون بيڪار آهن، فقير کي انجون ڳالهيون پسند نه ٿي آيون انجو جواب مون وٽ فقط هي هو:

**گرنشايد بدوست ره بردن - شرط عشق است در طلب مردن**

(جيڪڏهن دوست تائين پهچڻ جي واٽ ملي نه سگهي ته به عشق جو شرط آهي ته انجي طلب ۾ مرڻ گهرجي)

۽ ٻيو مون چيس ته پلي، مڇيءَ جو چوڻ اسان جي موافق آهي، جو پلو چوندو آهي ته: جيڪڏهن سکر وجي زنده پير رحمة الله عليه جي زيارت ڪريان ته پنهنجي وجود سان تلاءَ پري چڙيان ! (1)

آخر جڏهن درگاهه مبارڪ تي پهتاسون، ته پير سائين جن باغيچي ۾ موجود هئا، اتي سندن زيارت ڪئي سون، پاڻ خيرعافيت بعد علي محمد فقير کي فرمايائون ته اڳين مشائخن مان ڪن بزرگن فرمايو ته چار اڇلايو سڀن ۾ خالي نڪتو! ڪن بزرگن چيو ته اسان جي چار ۾ فقط ننڍڙيون مڇيون ڦاٿيون آهن، ۽ ڪن چيو ته اسان جي چار ۾ هڪ وڏي مڇي ڦاٿي آهي! باقي ائين ڪنهن گهٽ چيو آهي ته منهنجي چار ۾ به وڏيون مڇيون ڦاٿيون آهن: النادر ڪالمعدوم! (گهٽ نه هجڻ جي مثال هوندو آهي!)

**57- نقل :** خليفو محمد صالح نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس، پاڻ ٻپهري نماز کانپوءِ جماعت کي فرمايائون ته اتر طرف کان هڪ مصيبت پيدا ٿي، جيڪا اسانجي مسجد شريف جي پويان لنگهي وجي ڪڇ ۽ هالار ۾

---

1- پلومڇي، سمنڊ ۽ کاري واهڙ، جي پيداوار آهي! پلو آبڪلائي جي موسم ۾ ، يا ڪنهن درياهه جي سمنڊ ۾ چوڙ سبب ان پاڻي ذريعي ڪنهن تلاءَ يا درياهه ۾ ايندو آهي! پلو اوپارو وڃڻ ۾ خوشي محسوس ڪندو آهي ۽ ان طرح خوراڪ کان وڌيڪ متارو ۽ ماس وارو ٿيندوآهي! اترسنڌ ۾ مشهور آهي ته: پلو سمنڊ مان اوپارو نڪري، سکر ڏانهن حضرت " زنده پير" رحمة الله عليه جي زيارت لاءِ ايندو هو! مگر بيراجون ٺهڻ بعد ان جو اچڻ بند ٿي ويو! جناب محمد بخش ميراڻي (وينل بچل شاهه مياڻي عمرانداز نوي سال)هن ڳالهه جي تصديق ڪئي ته واقعي پلو حضرت زنده پير رحمة الله عليه جي زيارت لاءِ ايندو هو! سکر بيراج کان اڳ هتان درياهه مان تمام گهڻا پلا مرندا هئا. (ف، ق، ع)

دهشتناڪ آواز سان لٿي! ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ ڪڇ ۾ هالار ۾ ڏاڍو سخت ڏڪر پيو جنهن ڪري انان جا ماڻهو بڪ وگهي مرڻ لڳا. ۽ پيا اچي سنڌ ۾ ملڪ ۾ وڪامڻ لڳا! سنڌ ۾ اهي ماڻهو جن جي ابن ڏاڏن وٽ به غلام نه هئا. اهي به غلامن جا مالڪ ٿي ويا!

**58- نقل** :مولوي ڏنو فقير پليجو نصرپورجي پرسان رهندڙ نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس! پاڻ بورچي خانه جي خدمتگار واحد ڏني کي ڪنهن ڪم جو ارشاد فرمايائون! واحد ڏني عرض ڪيو ته حضرتا! بيمار آهيان. پاڻ فرمايائون ته ويجهو ٿيءُ؟ ۽ جڏهن ويجهو ٿيو، تڏهن پاڻ ڪريم ڪيس ڦيٿو وجهي فرمايو ته هاڻي طبيعت ڪيئن آهي؟ عرض ڪيائين ته حضرتا! هاڻ اوهان جي مبارڪ ڦيٿي ڪري چاڪ ٿي ويو آهيان! پوءِ پاڻ فرمايائون ته هاڻي وڃي مهمانن جي ڪم ۾ مشغول ٿئي! مون کي به انهن ڏينهن ۾ بيماري هئي، جنهن ڪري دل ۾ خيال ڪيم ته انجي ڇوٽڪاري جو عرض ڪريان؟ پاڻ ان وقت ئي فرمايائون ته مريد مرشد جي حضور ۾ حق جو طالب هوندو آهي، ۽ جي ڪنهن دنيا وي ڪم جي پوري ٿيڻ لاءِ يا ڪنهن مرض جي ڇوٽڪاري لاءِ عرض ڪندو ته ڇوٽڪارو ضرور ٿيندس، پر باطني فيض ڪان محروم رهندو!

**59- نقل** :خليفو ميان اميد علي، محمد خان نظاماڻي ڪان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته جيڪو مسجد شريف ۾ ويهي، مسجد جي ڪکن سان دست اندازي (راند) ڪندو اهو ڄڻڪ شيطان جي تسبيح هٿ ۾ رکي ٿو! ان ڪان پوءِ اتفاقا هڪ ڏينهن درگاهه مبارڪ تي پير سائين جن مسجد شريف جي پٽرمان، هڪ ڪک هٿ ۾ ڪنيو ته مونکي دل ۾ سندن ارشاد ياد اچي ويو! پاڻ بروقت ڪک کي هٿان ڦٽو ڪري فرمايائون ته مريد کي گهرجي ته دل جي دامن کي غلط خيالن جي پليتي ڪان پاڪ رکي!

**60- نقل** :هڪ ڏينهن آئون حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ درگاهه مبارڪ تي حاضر هيس! ابتري ۾ هڪ شخص ذات جو ڪيريو ماڻي سڄڻ جو سوٽ ڪنهن دولت مند ڏانهن سفارشي خط وٺڻ لاءِ اچي حضور ۾ ويٺو! غيب ۽ ظاهر جي واقف حضرت مرشد ڪريم، بروقت ئي فرمايو ته غير خدا جي بند ٿيل دروازي تي، جيڪي خود محتاج آهن چالاءِ ڪرو ۽ اچو

ٿا؟ قادر ڪريم مهربان ڏيندڙ جو دروزاو هميشہ کليو پيو آهي ان دروازي تي چو نٿا اچو؟

**61- نقل :** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن درگاهہ مبارڪ جي مسجد شريف ۾ جلوه افروز هئا ۽ مثنوي شريف مان هڪ نقل ارشاد فرمايائون تہ حضرت سليمان عليہ السلام هڪ ڏينهن مسجد اقصيٰ ۾ هڪ ٻوٽو ڏٺو. جنهن کي اڳي ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هئائين! ان کان پڇيائين تہ تنهنجو نالو ڇا آهي ۽ ڪهڙو اثر رکين ٿو ۽ ان ٻوٽي چيو تہ منهنجو نالو " الحروب " آهي ۽ منهنجو اثر هي آهي تہ جتي مونکي اپاربندا آهن تہ اها جاءِ ويران برباد ٿيندي آهي! حضرت سليمان عليہ السلام اها ڳالهہ ٻڌي حيران ٿي ويو، ايتري ۾ الله تعاليٰ جو حڪم آيو تہ اها تنهنجي عمر جي پوراڻي آهي! پوءِ پير سائين جن ارشاد فرمايو تہ اهو " الحروب" اسانجي مسجد شريف ۾ بہ ڦٽو آهي، ان کان پوءِ ڪجهہ ساعت ماٺ ڪري، مثنوي شريف کي بند ڪري پاڻ اٿيا ۽ انهيءَ بيماريءَ ۾ وصال کي اختيار فرمايائون!

**62- نقل :** محمد خان نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن هڪ قبرستان (جيڪو ڪوٽ شاهہ جي ڀرسان هو) کان لنگهيا، پاڻ سواري مبارڪ کي گهڙي ساعت بيهاري، قبرن وارن کي ختمو بخشيائون ۽ روانا ٿيا. فقيرن مان هڪڙي عرض ڪيو تہ حضرتا! هتي بيهڻ ۽ ختمي شريف جي بخشڻ جو ڪهڙو سبب هو؟ پاڻ فرمايائون تہ هن قبرستان ۾ هڪ نظاماڻي اسانجو مريد خدائي ڏوراپي هيٺ اچي ويو هو! جنهن کي ڇڏايو سون! محمد خان چوي ٿو تہ جڏهن اتان ڀڄا ڪئي سون، تڏهن معلوم ٿيو واقعي تہ هن مقام ۾ هڪ نظاماڻي فقير دفن ڪيل آهي!

**63- نقل :** پريوفقير رنگريز پلياه جو رهندڙ (ديهه چاچڪن جي پرسان) نقل ڪري ٿو ته آئون هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حضرت پيرسائين قدس سره جن جي حضور ۾ اچي حاضر ٿيس! دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته مريد جو پير جي خدمت ۾حاضر ٿيڻ پنهنجي ڪوشش سان آهي يا پير جي ڪشش سان؟ اينتري ۾ غيب جي واقف حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته مريد مڇيءَ وانگر آهي ۽ پير مڇي ڦاسائيندڙ وانگي آهي، مڇي ڦاسائيندڙ جڏهن لوهه جي ڪنڍيءَ ۾ ڪاڏو رکي پاڻيءَ ۾ وجهي ٿو تڏهن مڇي اچي ان ڪاڏي کي کائي ٿي! ان وقت ڏنگي ڪنڍي مڇيءَ جي وات ۾ ڦاسي پوي ٿي! پوءِ مڇيءَ جو پاڻي کان ٻاهر اچڻ مڇي ڦاسائيندڙ جي اختيار سان آهي ڇو ته ڪنڍي جي رسي انجي هٿ ۾ آهي! مريد جو پيرجي خدمت ۾ اچڻ، انهي مثال وانگر آهي ڇو ته رابطي جي رسي ان جي دل ۾ مضبوط پيل آهي، پوءِ جڏهن پير پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو ته بي اختيار پير جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿئي ٿو! پوءِ هي سنڌي بيت زبان مبارڪ سان پڙهيائون:

**ساهڙ ٻڌي سهڻي کي ڏور اندر ڏاهي - جي ساريلو ساهي ته ڪاهيو ڪن ۾ پوي!**

**64- نقل :** هڪ دفعي هڪ شخص کي فقيرن زبردستي تلقين وٺڻ ۽ مريد ٿيڻ لاءِ حضرت پير سائين قدس سره جن جي اڳيان حاضر ڪيو، اگرچه انجي دل ٻڌل نه هئي، پر خوامخواه مجٿو پيس، جڏهن پير سائين جن کي ويجهو اچي ويٺو تڏهن انجي دل ۾: يا حيدرشاهه رس ! جو جملو گذريو! پوءِ پاڻ ڪريمن انجي هٿ کي پنهنجي هٿ مبارڪ ۾ وٺي فرمايو ته اي يار منهنجو هٿ وٺ هڪ حيدرشاهه مان به آهيان !پوءِ اهو شخص سچي دل سان مريد ۽ معتقد ٿي پيو!

**65- نقل :** ڪنگهار فقير نهڙيو ڪليان مڪان جو رهندڙ (اهو مڪان ريگستان ۾ آهي) محرم فقير سيال کان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي قلات جي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪيم ته حضرتا! سنڌا تورو نالي ڪوري ترڪ ڪيو اٿس! پاڻ ڪريم ان وقت وضو فرمائي رهياهئا ان ڪري ڪوبه جواب ڪونه ڏيڻ فرمايائون! وضوءَ کانپوءِ فرمايائون ته ڪميٽي ماڻهوکي خدا حاصل نٿو ٿئي، ڪنگهار فقير خود چوي ٿو ته هڪ ڏينهن اسان جو انهيءَ اٺندڙ شخص جي ڳوٺ کان گذر ٿيو! اسان هن کي درگاهه مبارڪ جي وات ڏسڻ لاءِ گهرايو! پرهو نه آيو ۽ پنهنجي اٺڻ جي ڪم ۾ مشغول رهيو، ٻي همراهه اچي اسان کي وات ڏيکاري ٻين ڪيترن فقيرن به چيو ته اهو

ڪوري، درگاھ مبارڪ جي ڪنهن بہ مريد جي ڪابہ مدد نہ ڪندو آهي!

**66- نقل :** رمضان فقير سهتو نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ٿر جي سفر دوران، مڪان اوجهري ۾ لهڻ فرمايو! هي فقير بہ همرڪاب هو اتفاقا هڪ سيد سگوري (جيڪو حضرت جن جو مريد هو ۽ ننڍي ميرچام جو رهندڙ هو) جي تلوار گم ٿي ويئي! فقيرن ان کي چيو تہ جي مناني ڪارائين تہ تلوار لڀي پوي ٿي، ان سيد چيو تہ بہ پئسا ڏيان ٿو. فقيرن چيو اجا زياده ڏي پير سائين جن ارشاد فرمايو تہ: ڳاڙهو ٽڪو ڏيندو، ان ڪان پوء سيد کي فرمايائون تہ پنهنجي دل جي محراب ۾ ڏس تہ شايد تنهنجي تلوار پيدا ٿي پوي (يعني لڀي پوندي) حالانڪ فقيرن بہ مسجد شريف جي محراب ۾ تلوار لڪائي هئي پر پير سائين جن جو ڪلام ڪنهن کي بہ سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو! آخر ڪار فقيرن تلوار مسجد شريف جي محراب مان ڪڍي اچي سيد صاحب کي ڏني !

**67- نقل :** فقير غازي خان ٽالپر ٽري جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن ملڪ قلات ۾ نيچاره جي جاء ڪان وات ونيو، حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ بي هلياسين، اها وات تمام تنگ هئي ۽ پنهي طرفن ڪان جبل هئا، جنهن ڪري سڄي جماعت گڏ ٿي هلي! مون خيال ڪيو تہ فقيرن ڪان اڳيرِ نڪري هلان، ان ڪري فقيرن کي پاسا هڻندو تمام تڪڙو هلندو وبس ٿي! گهٽي تڪڙ ڪان منهنجو گوڏو پٿرن ڪان ڦٽجي پيو ۽ ڏاڍو ڏکويو، پر اها ڳالهہ ڪنهن سان بہ نہ ڪيم! هرحال ڪان واقف پاڻ ڪريم مونکي فرمايو بي پيري تڪڙ اصل نہ ڪجاء ۽ ان ڪم ڪان توبہ ڪر؟ پوء عرض ڪيم تہ حضرتا! توبہ ڪيم:

جام جهان نماست ضمير منير دوست - اظهار احتياج خود آنجاچہ حاجت است

(يارجي روشن دل دنيا ڏيکاريندڙ پيالوآهي! پلا اتي حقيقت حال ظاهر ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي!)

**68- نقل :** خدابخش فقير ٽالپر، نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي فقيرن جون دعوتون قبول فرمايائون! ۽ پاڻ لاڙ ڏانهن روانا ٿيا، سندن تشريف آڻڻ جو آواز نصرپور جي پرسان پڌڻ ۾ آيو، انهن ڏينهن ۾ اوچتي موت واري بيماري، سنڌ ملڪ ۾ تمام گهٽي اچي وئي هئي! جنهن ڪري منهنجو والد مونکي ۽ منهنجي ڀاء کي ساڻ ڪري حضور

شريف ڏانهن روانو ٿيو! نصرپور ۾ اسان تيئي زيارت کان مشرف ٿيا سين ۽ پاڻ ڪريمن مرڪي منهنجي پيءُ کي فرمايو ته متان اوچتي موت کان ڊڄي آيا آهيو؟ منهنجي والد عرض ڪيو ته حضرتا! ڏاڍو ڊڄان ٿو! اوهان جي مبارڪ توجه کانسواءِ ڪو به سهارو اسان ضعيفن جو نه آهي، ايتري ۾ شيخ محمود تندي مير الهيار جو (جيڪو پير سائين جن جي پڪن مريدن مان هو) حضور ۾ حاضر ٿيو! پاڻ شيخ سان مزاح ڪندي فرمايائون ته اڄ لڏ پلاڻ وارن ۾ به تي گڏ هيون ڏٺيون سون، اسان سمجهيو ته شيخ محمود آهي، جيڪو اوچتي موت کان ڊڄي شهر کان ٻاهر وڃي رهيو آهي! هن ويچاري عرض ڪيو ته آئون اڃا پنهنجي جاءِ تي ويٺو آهيان، پاڻ ڪريمن جي مبارڪ ڪلام جي عجيب سچائي جو شيخ مذڪور ٿورن ڏينهن بعد اوچتي موت جي خوف کان شهر مان لڏي به تي ڪوهه ٻاهر وڃي سڪونت ڪيائين!

**69- نقل :** غلام محمد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي خليفو ميان صاحبڏنو حضرت پير سائين قدس سره جن سان سفر ۾ همرڪاب هو، آئون خليفي صاحب کي دعوت ڪري، پنهنجي ڳوٺ ۾ وٺي آيس ۽ اتي پنهنجي عزيزن جي مقام ۾ دعا ڪرائڻ لاءِ ان کي وٺي ويس! خليفي صاحب اتي پهچي مراقبو ڪيو ۽ چيائين ته هن قبرستان ۾ سڀ مخدوم ميان ابراهيم نتوي جا مريد آهن! فقط هڪ قبر وارو جناب ميان صفي الله نقشبندي عليه الرحمة جو مريد آهي جنهن جي قبر جي نشان ڏهي به ڪيائين ۽ چيائين ته آهي سڀ فرحت ۽ آرام ۾ آهن ان کان پوءِ اتي چيائين ته اڄ فقير سليمان نظاماڻي جي قبر جي زيارت ڪريون؟ پوءِ ان قبر و ٽ پهچي ويهڻ شرط عبرت ۽ حيرت جي آواز سان ٿڌو ساهه کڻي چيائين ته سليمان اڃا مولا پاڪ جي طلب ۾ نامرادي سان وڃي رهيو آهي.

**70- نقل :** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته قلات جي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن قلات شهر ۾ تشريف فرمائيا هئا ، سياري جي موسم جي ڪري، پاڻ ڪريمن جي لاءِ آرام واسطي ٻن ڪوٺين جي اندر، هڪ ڪوٺي ۾ مقرر ڪيائون! پاڻ سڳورن جي عادت مبارڪ هوندي هئي ته سياري جي موسم ۾ باهه تي نه ويهندا هئا ، ۽ نه وري حضور ۾ باهه ٻارائيندا هئا فقط رات جو ڏيئو ٻارائيندا هئا ، جنهن کي تهجد کانپوءِ وسارائي ڇڏيندا هئا ، ان رات فقير ابوبڪر قوال جيڪو پيرسائين جن جو خاص مريد هو، سخت بيمار ٿي پيو ۽ حياتي کان نااميد ٿي تهجد جي وقت مونکي گهرائي

ڇيائين ته پاڻ ڪريمن کي عرض ڪر ته حضرتا! جيڪڏهن صبح سان اوهان جي روانگي کان اڳي وفات ڪري وڃان ته رحم فرمائي ڪجهه وقت رهي، مونکي دفن ڪرائي ابدي حياتي بخشي پوءِ روانگي فرمائجو؟ ۽ پوين سان اهڙي عنايت فرمائجو جهڙي هن مسڪين ضعيف تي فرمائيندا هئا, جيڪڏهن قسمت سان هتان ڪڏهن لنگهڻ ٿئي ته هن مسڪين جي قبر تي تشريف آڻي ممنون فرمائيندا, انهي پيغام ٻڌڻ ڪانپوءِ آئون پيرسائين جن وٽ حاضر ٿيس، پاڻ سڳورن ڏيئو وسائي ڇڏيو هو، جنهن ڪري ڪابه خبر ڪانه ٿي پئي ته ڪهڙي جاءِ تي ذڪر ۾ مشغول آهن پوءِ ڪوٺي جي دروازي تي وبهي سندن آواز ٻڌڻ جو انتظار ڪيم! پر ڪوبه آواز ٻڌڻ ۾ نه آيو ڪجهه دير بعد پاڻ ازخود مونکي ارشاد فرمايائون ته اي فلاڻا جيڪڏهن ڪو پيغام آندو اٿئي ته ٻڌاءِ؟ پوءِ مون سڄو عرض ڪري ٻڌايو پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون ته ابوبڪر کي تسلي ڏي ته تون ڇڱو ڀلو ٿيندين ۽ اسان سان گڏجي پنهنجي وطن ۾ پنهنجي عزيزن سان ملاقي ٿيندين ۽ ٻي زال به نڪاح ۾ آڻيندين! صبح جو ابوبڪر فقير جماعت سان گڏيو هليو ۽ پاڻ ڪريمن جي مبارڪ ڪلام مطابق ڳوٺ موٽي اچي ٻي شادي به ڪيائين.

**71- نقل :** فقير فتح محمد نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي پويان جمع نماز ٿي پڙهيم، منهنجي گهوڙي کي هڪ زخم هو، جنهن کي هر روز ڌوئيندو هيس، ان ڏينهن ڌوئڻ وسري ويو، جنهن ڪري نماز پڙهڻ وقت دل ۾ اچي خيال پيو ته اڄ زخم کي نه ڌوتو اٿم، پاڻ ڪريم جڏهن نصيحت ۽ وعظ لاءِ ميمبر تي تشريف فرما ٿيا ۽ اها سندن اڳٿي عادت مبارڪ هئي، جو جمعه نماز کان پوءِ نصيحت فرمائيندا هئا، وعظ وقت فرمايائون ته نماز خيال واري جي، خيال پر ستي آهي، جيڪڏهن ڪنهن کي گهوڙو هجي ۽ انجو خيال نماز ۾ اچي وڃي ته اهو پنهنجي گهوڙي جي خيال کي پوڄي ٿو! نه نماز پڙهي ٿو! جيئن ڪافر بت پوڄيندا هئا، هي به اوئين آهي ۽ الله تعاليٰ کي پوڄيندڙ ڪو نه آهي! پير سائين جن جي هن ڪلام ٻڌڻ بعد جيڪو هن فقير جي متعلق هو، طبيعت ۾ خيال آيو ته نماز ڪجهه نه آهي فقط خيال آهي، هاڻي هن ڪانپوءِ ادا نه ڪندس! هن وهم پوڻ شرط فرمايائون ته اگرچه اسانجي نماز خيال آهي ۽ بت پرستي آهي، پر حضور صلي الله عليه وسلم جن جي مشابهت ۽ متابعت نه ڇڏئي آهي جيئن حضرت موسيٰ عليه السلام جي زماني ۾ ، هڪ مخرو شخص، مسخري طور، حضرت موسيٰ عليه السلام سان مشابهت ڪندو هو، ان کي الله تعاليٰ فرعون ۽ انجي لشڪر جي غرق ٿيڻ وقت، امان ڏيئي بچائي ڇڏيو هو!

# باب يارهون

## هن باب ۾ چار فصل آهن!

# فصل پهريون

## الله تعاليٰ جو ديدار!

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ديدار الاهي جي متعلق ارشاد فرمايائون ته مؤمن مسلمان، ڪافر ۽ منافق کي به ديدار خدائي ٿيندو! هن طرح سان ته مؤمن هن جهان ۾ الله تعاليٰ کي محبوب ۽ مطلوب سمجهي ان جا حڪم بجا آڻن ٿا ۽ اهو فقط الله تعاليٰ جي ديدار لاءِ ڪن ٿا! ۽ ڪافر منافق نفس جو حڪم مڃي الله تعاليٰ جي حڪم ڪان منهن موڙين ٿا ۽ پاڻ کي گمراهي ۾ سٽين ٿا! پوءِ جڏهن قيامت جو ڏينهن ٿيندو، مؤمن ۽ ڪافر اچي ميدان محشر ۾ حاضر ٿيندا، مؤمن الله تعاليٰ جي ديدار لاءِ اهڙا مشتاق هوندا! ڇٽڪ اجو پاڻي تي اچي پهتو آهي، ۽ ڪافر حيراني ۽ پريشاني ۾ پڌل هوندا ۽ الله تعاليٰ جي ديدار ڪان اهڙا ڊڄندا جيئن مجرم بادشاهه جي اڳيان حاضر ٿيڻ ڪان ڊڄندو آهي! ۽ بادشاهه جي حضوري جيڪا هڪ وڏي نعمت آهي ان کي به مصيبت سمجهندو آهي، اهڙي نموني سان ڪافرن ۽ منافقن کي ديدار ٿيندو! ۽ مسلمانن مؤمنن کي مٿين نموني سان ديدار نصيب ٿيندو، ٻنهي ٽولن جي ديدار ڪرڻ جو اهو طريقو آهي.

**2- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته الله تعاليٰ قيامت جي ڏينهن پهرين دفعي مؤمن جي مٿان تجلي فرمائيندو ان وقت جن دنيا ۾ حقيقت جو مشاهدو ڪيو هوندو، اهي سجدي ۾ ڪري پوندا ۽ اتي سجائيندا، هي عارف جو حال آهي:

**بهررنگے ڪہ خواهي جامہ مي پوش - ڪہ من آن جلوه قدرامي شناسم**

(جنهن به رنگ جا ڪپڙا ڍڪيدين پيو پاءِ، آئون ان قد جو جلوو ئي سڃاڻندو آهيان) جيئن ته عالم، صالح، عابد، زاهد ۽ ٻيا مسلمان ان تجلي سان سجدو نه ڪندا، اگرچه الله تعاليٰ بار بار تجلي فرمائيندو! ان ڪان پوءِ پاڻ

ڪريمن ارشاد فرمايو تہ مون ڪتابن ۾ ڏٺو آهي ۽ پڻ ٻڌو آهي تہ پوءِ الله تعاليٰ انهن جي طاقت موافق تجلي فرمائيندو تہ ان ڪان پوءِ سجدي ۾ ڪري پوندا! ۽ پير سائين جن حديث شريف مان هي بہ بيان فرمايائون تہ هن جهان ۾ هڪ جماعت نيڪ ٻانهن جي اهڙي آهي، جو ڪڏهن بہ پنهنجي سڄي عمر ۾ دنيا سان مشغول نہ ٿي آهي! ۽ نہ الله تعاليٰ ڪان آخرت جون مرادون گهريون اٿس! جڏهن آخرت ۾ الله تعاليٰ ان جماعت کي بهشت ۾ داخل ٿيڻ جو حڪم فرمائيندو تہ ان وقت هو سواءِ ديدار خداوندي جي انڪار ڪندا! ان ڪان پوءِ الله تعاليٰ فرشتن کي فرمائيندو تہ هنن کي زنجير وجهي زور سان جنت ۾ وجهو! پوءِ فرشتا بنا دير الله تعاليٰ جي حڪم سان زنجيرن ۾ جڪڙي زبردستي کين جنت ۾ داخل ڪندا:

**جنت نروم تارخ زيبا تو نہ بينم - فردوس چہ کار آيد گر يار نباشد**

(جيستائين سهڻو منهن تنهنجو نہ ڏسندس جنت ۾ نہ ويندس، فردوس ڪهڙي ڪم جو جڏهن يار ان ۾ نہ هجي.)



# فصل ٻيون

## الله تعاليٰ جي معرفت!

**1- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته جيڪڏهن حال جو صاحب، ڪنهن واٽ تان وڃندي، واٽ تي وڃڻ ڪتي کي اتاري پاڻ اتان لنگهيو ته ان جي حالت قبض (بند) ٿي ويندي ۽ جيڪڏهن قبض نه ٿي ته اها حالت نه آهي بلڪ استدراج آهي!

**2- نقل:** هڪ ڏينهن مون (جامع ملفوظات) حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! اچ مون ڪي هي ٻه لفظ غيب کان القا ٿيا آهن! هڪ هي ته "خدارابخود ديده ام" يعني خدا کي پاڻ سان ڏٺو اٿم! ٻيو هي ته "خدارا بخدا خود ديده ام" يعني پاڻ کي پنهنجي خدا سان ڏٺو اٿم! پاڻ ڪرمن جواب ارشاد فرمايو ته هي ٻئي لفظ حديث شريف جي موافق آهن: عرفت ربي بربي يعني پنهنجي رب کي پنهنجي رب سان سڃاتم! پير سائين جن ارشاد فرمايو ته طالب کي گهرجي ته غير جي ڪثرت کان بلڪل نظر ڪٽي وحدت تي سٽي جيئن هڪ بزرگ فرمايو آهي.

**بهررنگے ڪه خواهي جامہ مي پوش - ڪه من آن جلوه قدرامي شناسم**

(جنهن به رنگ جا ڪپڙا ڍڪين ٿو، مان ان قد جي جلوي کي ٿي سڃاڻان ٿو!)

**3- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن هي آيت: "احسن ڪما احسن الله اليک" تلاوت ڪري فرمايو ظاهر وارا هن آيت سڳوري جي معنيٰ ڪن ٿا ته: پنهنجي خدا تعاليٰ سان اهڙو احسان ڪر، جهڙو تو تي الله تعاليٰ احسان ڪيو آهي! يعني توکي الله تعاليٰ علم عقل تندرستي عضون جي سلامتي ۽ اهڙيون ٻيون حد کان ٻاهر نعمتون عطا فرمايون آهن، اهڙي طرح تون به ان جون سڀئي عبادتون ۽ فرمانبرداريون بجا آڻ؟ ۽ باطن وارن هيئن فرمايو آهي ته: الله تعاليٰ جو اهو احسان آهي جو توکي عدم مان ظاهر ڪيائين ۽ پاڻ کي لڪايائين! ۽ تنهنجو احسان اهو آهي ته پاڻ کي نفي ڪري، حق کي ثابت ڪر ۽ حق ڪامل جو اثبات عرفان کان سواءِ نه ٿيندو يعني عرفان حاصل ڪر!

**4- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن کي شڪارپور جي

سفر ۾ عرض ڪيم ته حضرتنا ڇا عارف جي هڪ رڪعت سان، سيني جهانن وارن جي سڄي عبادت برابر آهي؟ جواب ارشاد فرمايائون ته ائين نه آهي، بلڪ عارف جو هڪ دم (ساهه) سڄي جهان وارن جي سيني عبادتن کان بهتر آهي! ۽ فرمايائون ته عارف جو دم هن ڪري شرف وارو آهي جو هو، هر وقت حق تعاليٰ جو مشاهدو ڪندو رهندو آهي!

**5- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايو ته هڪ ڌنار رڍن ۾ هڪ شينهن جي ٻچي کي پاليو هو! جڏهن اهو ٻچو وڏو ٿيو، ۽ رڍن جي ڌڻ سان گڏ رهيو ته ان وقت هڪ ٻيو نر شينهن رڍن ۾ آيو ۽ رڍن واري شينهن کي چيائين ته تون شينهن ٿي رڍن ۾ ڇا لاءِ رهين ٿو؟ هن ان کي جواب ڏنو ته آئون شينهن نه بلڪ گهٽو آهيان! جهنگلي شينهن چيو ته آئون پنهنجي پڇ سان نڪاءُ ڪيان ٿو، تون به پنهنجي پڇ سان نڪاءُ ڪر؟ جيڪڏهن مون جهڙو نڪاءُ ڪئين ته تون شينهن آهين! جي نه ته پوءِ گهٽو آهين! ان کان پوءِ ڦيريائين جهنگلي شينهن پڇ سان نڪاءُ ڪيبو! پوءِ رڍن واري شينهن به پڇ سان نڪاءُ ڪيبو! ۽ ٻئي آواز ۾ برابر ٿيا! ان وقت جهنگلي شينهن چيو ته ڏس تون شينهن آهين! مگر هن جواب ڏنو ته آئون شينهن نه بلڪ گهٽو آهيان! وري ٻيهر جهنگلي شينهن چيو اچ ته ٽپا ڏيون ٿا، پوءِ پاڻ ۾ ٽپا ڏنائون، جڏهن ٽپن ۾ هڪ جهڙا ٿيا، تنهن تي جهنگلي شينهن چيس ڏس تون مون جهڙو شينهن آهين! پر هن وري به جواب ڏنو ته نه آئون گهٽو آهيان! آخر جهنگلي شينهن چيو ته آئون گروڙ ڪيان ٿو، تون به ڪر! جي تنهنجي گروڙ مون جهڙي هوندي ته تون شينهن آهين جي نه ته گهٽو آهين! پوءِ ڦيريائين جهنگلي شينهن گروڙ ڪئي، ان کان بعد رڍن واري شينهن به ان جهڙي گروڙ ڪيائين، جنهن ڪري رڍون ڀڄڻ لڳيون! تڏهن يقين ٿيس ته آئون شينهن آهيان! ان کان پوءِ ٻئي شينهن، انهن رڍن مان هڪ رڍ ڪٺي جهنگل ۾ هليا ويا.

اي عزيز: هي مثال منتهي ڪامل ۽ مبتدي ناقص (طالب) جو آهي، ناقص پاڻ کي پنهنجي نقص کان رڍن واري شينهن وانگر سمجهي، حرص ۽ هوا جي گپ ۾ چوپاين وانگر ٻيل آهي! جيئن "اولئک کالانعام" (يعني اهي چوپاين وانگر آهن!) واري آيت ڄڻ ته انهن جي شان ۾ لٿي آهي! پوءِ ڪامل سان

رابطي ملائڻ بعد ڪامل ان کي درجي بدرجي جهنگلي شينهن وانگر نفس جي سڃاڻ ڪرائي ٿو! پوءِ "من عرف نفسه فقد عرف ربه" (جنهن نفس کي سڃاتو، ڄڻڪ ان پنهنجي رب کي سڃاتو) مطابق پاڻ کي پاڻ سڃاڻي ٿو!

**6- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ (جو اجا حالت سڪر جو بار مون مٿان موجود هو) عرض ڪيم ته حضرتا! ڇا سالڪ جي مٿان جيڪي نماز جا وقت، حالت غفلت ۾ فوت ٿي ويا، انهن جي قضا آهي يا نه؟ پاڻ جواب ۾ ارشاد فرمايائون ته قضا آهي! پوءِ مون عرض ڪيو ته حضرتا! غفلت جي حالت ۾ هو پاڻ کان به غافل هوندو آهي، ۽ پنهنجي معرفت ۾ پاڻ عارف آهي، پوءِ ان تي قضا ڪيئن لازم ٿيندي؟ انهيءَ تي تمام گهڻي گفتگو هلي، آخر پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو ته مرد پنهنجو بار به پنهنجي مٿي تي کڻندا آهن، اهي پنهنجي بار کي ڪيئن ڇڏيندا؟

**7- نقل:** هڪ ڏينهن درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪيم ته حضرتا! جڏهن قبض ٿيندو آهي، ان وقت پٿر يا جهان مان ڪا ٻي صورت، هڪ ڏيکاريل نٿي ٿئي؟ ۽ ان گهڙي اصل حال ۾ پهچجي ٿو! پير سائين جن ارشاد فرمايو ته حضرت نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام جن هي مرتبو الله تعاليٰ کان گهريو آهي، جيئن حديث شريف ۾ آهي ته "اللهم ارنا الاشياء ڪما هي" اي الله تعاليٰ مون کي شين جي اصل صورت ۽ حقيقت جو مشاهدو ڪراءِ:

**اين است ڪمال مرد راه يقين - در هرچه نظر ڪند خدارا بيند**

(يقين واري مرد جو هي ڪمال آهي جو جنهن ۾ هو نظر ڪري ته الله تعاليٰ کي ڏسي!)

**8- نقل:** رمضان فقير نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن ڪنهن سفر ۾ هئا، ۽ هڪ شخص واٽ جي واقف کي پاڻ سان گڏ ڪنيائون، پوءِ واٽ ۾ ان کان پڇائون ته تون واٽ سڃاڻندڙ آهين؟ هن عرض ڪيو ته حضرتا! واٽ سڃاڻندڙ ته توهان آهيو! پاڻ ڪريمن فرمايو ته ٻرپٽ جي واٽ تون سڃاڻندڙ آهين ۽ الله تعاليٰ جي واٽ آئون سڃاڻندڙ آهيان!

**9- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس! پاڻ ارشاد فرمايائون ته هن کان اڳ سمجهيو ويندو هو ته ٻجڙي ڪم جي ٻجڙائي نظر

اچڻ، شايد حالت جي نقص کان آهي، پر هن وقت الله تعاليٰ ڄاڻايو ته هي حال جي نقص کان نه آهي، ڇو ته بڇڙي ڪم جو پيدا ٿيڻ گناهه آهي ۽ گناهه بالفعل واقع ٿيڻ کان اڳ به بڇڙو آهي ۽ بالقوة چڱو ڪم ۽ بڇڙو ڪم ٻئي الله تعاليٰ جي قديم علم ۾ برابر آهن! ۽ سالڪ جي نظر ۾ به ٻئي انهيءَ طريقي سان آهن! سو بڇڙو ڪم ظاهر ٿيڻ کان پوءِ ظاهر گناهه آهي ۽ گناهه کي بڇڙو سمجهڻ حال جو نقص نه آهي!

**10- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ شخص کي پٽ ڄمندو هو ۽ ٿورن ڏينهن بعد وفات ڪري ويندو هو، پر هن شخص کي ڪڏهن به غم يا جدائي محسوس نه ٿيندي هئي! هڪ ڏينهن سندس زال اعتراض ڪري طعنو هڻي چيس ته اي سخت دل! اسان ڀاتين جي اميد ختم ڪري ڇڏي اٿئي، جو هيترا پيارا پٽ وفات ڪري ويئي، پر توکي ڪڏهن به انهن جي جدائي تي هڪ لڙڪ به نه آيو ۽ تنهنجي سخت طبيعت تي عجب آهي! پوءِ تون قيامت ۾ اسان کي ڪيئن ياد ڪندين؟ هن خوش ٿي جواب ڏنو ته غم ۽ ڏک ان کي ٿيندو، جنهن جا پٽ مري وڃن منهنجا پٽ ته هر وقت جيئرن وانگر منهنجي پرسان وينا آهن ۽ انهن جو اٿڻ ويهڻ منهنجي نظر ۾ جيئرن وانگي آهي!

**11- نقل:** سيد مولي‌ڏنو شاهه نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن مڪان ڏنبڪ ۾ (نوشهره جي پرسان) ڪٽ تي جلوه افروز ٿيا هئا، آئون به جماعت سان گڏ حضور ۾ حاضر هيس ته عرضي فقير ڪنيان، جيڪو پاڻ ڪريمن جو مريد هو، سو آيو جماعت گهٽي هجڻ ڪري بي جاءِ نه مليس آخر منهنجي گوڏي تي ويهي رهيو! فقير تمام ٿلهو هو، جنهن ڪري مون تي تمام ڳرو بار اچي ويو، اها حقيقت پاڻ سڳورن کي معلوم ٿي ويئي! ۽ فرمايائون ته خدا جي طالب مٿان جيڪڏهن آسمان به ڪري پوي تڏهن به اهو آهه نه ڪڍي:

**اگر زکوه فروافتد آسيا سنگے - نہ عارفست کہ از راه سنگ بر خيزد**

(جيڪڏهن جبل مان جنڊ جيترو ٽڪر ڪري پوي ته، عارف اهو نه آهي جيڪو پٿر جي وات کان اٿي وڃي!)

پير سائين جن ارشاد فرمايو ته عارف اهو آهي، جو مٿس مصيبت اچي ته اها حق کان سمجهي لطف اندوز ٿئي! ۽ معترف اهو آهي جيڪڏهن هن دنيا ۾ ڪنهن کان ايذاءَ پهچيس ته پهريائين ڏکوئجي! ڇو ته نظر خلق تي اٿس ان کان

پوءِ جڏهن نظر خلق کان خالق تي پهچيس، تڏهن تڪليف کان صاف ٿئي، ان ڪري هن کي آب تنگ چيو اٿن! ۽ عارف درياهه وانگر آهي ۽ هن وبران جهان جا حادثا ڪکن ڪندن وانگر آهن، اچن ۽ وڃن ٿا بيهي نٿا سگهن! حضرت شيخ سعدي رحمت الله عليه ڪهڙو نه سنو فرمايو آهي:

**دريا فراوان نشود تيره بسنگ - عارف که رنجيد تنگ آب ست هنوز**

(ڀرپور درياهه جو پاڻي پٿر، پتر اڇلائڻ سان ميرو نه ٿيندو، ۽ جيڪو عارف ڪاوڙجي، اهو اجا ٿوري پاڻي وانگر آهي!)

**بچه بط اگر آدينه بود - آب درياش تابسينه بود**

(بدڪ جو ٻچو جيڪڏهن ڪٿي هفتي جو چاول هجي ته به درياءَ جو پاڻي سندس سيني تي پهچي سگهندو)

**بچه بط اگرچه چوزه بود - آب درياش تا بموزه بود**

(بدڪ جو ٻچو جيتوٽيڪ ڪٿي چوزو هجي! پر درياءَ جو پاڻي سندس پيرن کي پهچندو!)

**12- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته معرفت جي خزاني مان جنهن کي حصو پورو نصيب ٿيو! ان جي دل ۾ فرنگي ڪافر لاءِ به اعتراض نه هوندو!

**13- نقل:** يعقوب فقير دل نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حضور نبي ڪريم عليه الصلواةوالسلام جن جي وار مبارڪ جي زيارت ڪرڻ لاءِ روهڙي شريف ۾ تشريف فرما ٿيا هئا، بازار مان لنگهڻ وقت جيڪي به دڪانن تي هندو ويٺا هئا. اٿي بيهي تعظيم بجا آندائون ۽ جڏهن ڪجهه اڳيرو آيا، تڏهن پوبان سيد سڳورا ايندي ڏٺائون! جن کي پاڻ ڪريمن ڏانهن ڪوبه لاڙو نه هو! ۽ هو پنهنجي خيال سان وڃا ٿي! پاڻ اتي بيهي انهن جو معائنو فرمايائون، اهي جڏهن لنگهي ويا، تڏهن انهن جي پوبان ڏسڻ لڳا! ايتري قدر جو سندن اکين مبارڪن مان ڳوڙها وهي هليا! مون عرض ڪيو ته حضرتا هن جو ڪهڙو سبب آهي؟ پاڻ فرمايائون ته هينئر محبوب سائين جي بي نيازي ڏسو ته ڪيئن بي پرواهه وڃي پيو:

**بهر رنگے که خواهي جامه مي پوش - که من آن جلوه قدرامي شناسم!**

(ڪٿي ڪهڙي به رنگ جا ڪپڙا ڍڪيندين؟ آئون ته ان قد جي ئي جلوي کي

سجاڳندو آهيان!)

**14- نقل:** خليفي ميان لقمان نقل بيان ڪيو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس جن ارشاد فرمايو ته هڪ بادشاهه زادو ننڍڙائپ جي ڏينهن ۾ حرام ڪائيندڙن جي صحبت ۾ اچي ويو هو! ۽ انهن جي حرام ڪائڻ پيئڻ ۾ ساڻن گڏ رهي پليو! جڏهن بالغ ٿيو ۽ سمجهه ۽ عقل وارو ٿيو ته پنهنجي اصل ۽ نسل کي سڃاتائين ۽ موروثي تخت تي ويٺو! ان وقت ڪانپوءِ ڪڏهن ڪڏهن انهن حرام خورن جي صحبت دل تي ياد اچي ويندي هيس! جنهن ڪري طبيعت ملول ۽ شرمسار ٿي ويندي هيس! اهڙي طرح هيءَ دنيا به حرام خورن جو گهر آهي ۽ نمائشي عبادتون خواهه رسمي علم ظاهر، حرام خورن جي طعام ۽ شراب وانگر آهي، جيئن هڪ بزرگ فرمايو آهي:

**علم رسمي سربسر قيل ست وقال – نه ازوڪيفيتي حاصل، نحال**

(رسمي علم فقط ڳالهيون آهن، ان مان نه ڪا ڪيفيت حاصل ٿئي نه حال!)

**علم نبود غير علم عاشقي – مابقي تلبليس ابليس شقي**

(عشق جي علم کانسواءِ ٻيو علم ٿي ڪونه آهي ۽ ٻيو سڀ ڪجهه شيطان بدبخت جو مڪر آهي!)

عارف جڏهن اصل وحدانيت جي مقام کان واقف ٿيندو ته ان وقت دنيا جو هي سڀ ڪجهه، حرام خورن جي طعام ۽ شراب وانگر معلوم ٿيندس ۽ حرام خورن مان مراد نفس ۽ شيطان آهي!

**15- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عنايت فقير (مقبره نوح هوتياڻي جي پرسان ديهه ڪبر ۾ آهي، جيڪا اڄ تائين ديرو عنايت فقير جي نالي سان مشهور آهي) جو بيان آيو ته ان جي هيءَ عادت هئي ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو ٻه ڏينهن لاڳيتا طعام يا ماني ان جي اڳيان آڻيندو هو، ته ان کي گاريون ڏيندو هو! ۽ چوندو هو ته تون منهنجو خدا ته نه آهين؟ جو هر روز طعام آڻين ٿو! پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو ته مبتدي طالب کي ائين ڪرڻ گهرجي جو خلق کان نفعو وٺڻ انهي جي طبيعت تي قرار نه وٺي ۽ عارف ڪامل کي ٻيو ڪوبه خوف نه آهي، ڇو ته ان کي هر وقت ۽ هر جاءِ معرفت تي نظر آهي!

# فصل ٽيون

## علم لدني عطا ٿيڻ!

**1- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته مثنوي شريف جي پڙهڻ وقت علم لدنيءَ جون اينتريون ته حقيقتون ظاهر ٿينديون آهن جو چڻ آسمان تان مينهن وسي رهيو آهي! پر ان مان ٿورو بيان ٿي سگهندو آهي!

**2- نقل:** هڪ ڏينهن ٺٽي شهر ۾، مڪتوبات خواجه احمد سرهندي مجدد الف ثاني رحمة الله عليه جو نسخو، حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ پيش ڪري عرض رکيم ته حضرتا! جيڪڏهن حڪم ٿئي ته مڪتوبات خريد ڪريان؟ پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو ته اي خليفا، هي تعليمي علم آهي! جيڪو پڙهڻ ۽ سکڻ سان حاصل ٿيندو آهي، مگر هن علم جو حصول الله تبارڪ وتعاليٰ جي فيض ۽ مهرباني سان ٿيندو آهي! حضرت پيغمبر صلي الله عليه وسلم جن پهريان اُمي هئا، بعد ۾ الله سبحانه و تعاليٰ بغير پڙهڻ جي سمورا علم ڪين معلوم ڪرائي ڇڏيا:

**يتيمي ڪه ناڪرده قرآن درست - ڪتب خانه چند ملت بشست**

(جنهن يتيم قرآن به ڪونه پڙهيو هو، انهيءَ ڪيترائي ڪتب خانا پين ڏينن جا ڌوئي ڇڏيا) پاڻ ڪريمن فرمايائون ته: "اقراٴ ڪتابڪ ڪفيٰ بنفسڪ" نون پنهنجو عمل نامو، پڙهه تنهنجي نفس ڪي اهو ڪافي آهي! ۽ فرمايائون ته: پڙهيو سڀ وسار، وسرئو الف ياد ڪر!

**3- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن جي گهڻو ڪري عادت مبارڪ هوندي هئي جو پيهري نماز ڪان پوءِ مثنوي شريف پڙهندا هئا، ۽ انهن بيتن جو مطلب ٽيهري نماز تائين بلڪ ڪڏهن ته سج لهڻ تائين بيان ڪندا هئا! تڏهن به پورو نه ٿيندو هو! بيتن جي بيان ۾ قرآن شريف جون آيتون، حديثون ۽ بزرگن جا قول ۽ فارسي، سنڌي، هندي، بيت به ارشاد فرمائيندا هئا!

**4- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته حضرت ميان صاحب رحمة الله عليه جن بيان فرمايو ته هڪ ڏينهن اسان حضرت مخدوم سائين قدس سره جن سان گڏ وات ونيو ٿي وياسين، ۽ هڪ شهر ڪي اڇي ويجها ٿياسين ته اني ننڍيون ڇوڪريون راند ڪري رهيون هيون ۽ هٿ هٺن

تي رکي ڇپائون ٻي ته: "ڇئو سو ڇگو پرين اتي" حضرت مخدوم سائين جن اهو جملو ٻڌي عـشق جي جوش ۾ اچي، بسم الله جو لفظ ڇپـائون! ۽ اتي جيڪا نهر وهندڙ هئي! ان جي هڪ طرف کان ٻي طرف ٽپيا ۽ اسان به انهن جي موافقت ڪري پويان ٽپياسين، ان کان پوءِ مون کي فرمايائون ته اي شاهه صاحب سمجهئي، هي ڇوڪريون ڇا ٿيون چون؟ پوءِ پاڻ ئي فرمايائون! چون ٿيون ته: ڇئو بهترين ڪلمو! محمد ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي مثان! هن جاءِ تي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته "الحكمة ضالة المؤمن" (حڪمت مؤمن جي گم ڪيل شيءِ آهي) پوءِ مؤمن جتي به حق جو نڪتو، مسلمان يا ڪافر کان ٻڌي ته اهو ان کان وٺي! يعني اها ان جي ملڪيت آهي! ان تي عمل ڪري:

**عاقل آنکس کہ گیرد اندر گوش – وربنشت است پند بردیوار!**

(دانا اهو ماڻهو آهي جيڪو نصيحت وٺي (عمل ڪري)، اگر ڇه اها نصيحت ديوار تي لکيل هجي!

**5- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ڪڏهن حديث شريف جي معنيٰ يا مثنوي جو نقل بيان فرمائي پوءِ جيڪي نڪتا ۽ گفتا مبارڪ ظاهر ڪندا هئا، سي حضرت ميان صاحب قدس سره جن ڏانهن منسوب ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته هيئن سندن زبان مبارڪ کان ٻڌڻ ۾ آيو آهي!

**6- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته حضور اڪرم نور مجسم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته آئون ٻن ذبيحن (ڪنلن) جي اولاد آهيان! (هڪ حضرت اسماعيل عليه السلام، ۽ ٻيو سندن والد بزرگوار، حضرت عبدالله بن عبدالمطلب رضي الله عنه) ۽ اسـان کي فـخر آهي ته اسـان ٻن امن (ظاهر ۾ پڙهڻ بجاءِ لدني علم جي صاحبن) جي اولاد آهيون! (هڪ حضرت رسول خدا، عليه التحية والثناء ۽ ٻيو سندن والد بزرگوار حضرت ميان صاحب قدس سره) (1)

**7- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته

---

1 - اي عزيز: حضرت اسماعيل عليه السلام جي ذبح جو واقعو، قرآن ڪريم ۾ تفصيل سان ذڪر ٿيل آهي! جڏهن ته سندن والد بزرگوار متعلق سيرت جي ڪتابن ۾ هيءَ حقيقت لکيل آهي ته مختلف باقي صفحه نمبر 189

مرڻ بعد مرد کي ٽي ڪپڙا ڪفن ۽ عورت کي پنج ڪپڙا ڏيندا آهن، ان مان ڪنايو آهي تہ: طالب المولىٰ مذڪر" يعني الله جا طالب مرد آهن انهن لاءِ ڪفن ٽي ڪپڙا آهي، ۽ ٽن ڪپڙن مان مراد، ڪلمہ شهادت، نماز ۽ روزو آهي! ڇو تہ اهي تارڪ الدنيا هوندا آهن، انهن تي (دنيا نہ هجڻ ڪري) حج ۽ زڪوات، فرض ڪونہ آهي! ۽ طالب العقبىٰ مؤنث" يعني آخر جا طالب، عورتون آهن! انهن لاءِ ڪفن پنج ڪپڙا آهي ۽ پنجن ڪپڙن مان مراد، ڪلمہ شهادت، نماز، روزو، حج ۽ زڪوات آهي ڇو تہ اهي دنيا سان بہ مشغول هوندا آهن، تنهن ڪري انهن تي اسلام جا پنجئي فرض، لازم آهن! ۽ فرمايائون تہ مرد کي گوڏي کان ڌُن تائين ۽ عورت کي مٿي کان پيرن تائين ڍڪڻ فرض آهي ان مان اشارو آهي تہ مرد طالب المولىٰ آهن، جو انهن جو ڌُن عرش عظيم آهي ۽ ان جي مٿان عالم امر آهي، ۽ اني موهوم هستيءَ جي لباس کان عرياني آهي، يعني الايمان عريان" انهن جو لباس آهي ۽ ڌُن جي هيٺان عالم خلق آهي، جو پاڻ کي ڍڪن ٿا ۽ لباس التقوي" جو ڪنايو انهن ڏانهن آهي ان ڪري مرد کي ڌُن جي هيٺان هٿ ٻڌڻ مقرر آهن! ڇو تہ عالم

---

آندل صفحو نمبر 188
قبيلن جي مخالفت ۽ مخاصمت جو ماحول ڏسي، ڪعبة الله شريف جي خدمت ۽ آب زمزم جي سار سنڀال جو اعزاز ملڻ جي صورت ۾، قريش سردار حضرت عبدالمطلب، نذر مڃيو هو تہ ڏهن پٽن مان هڪ پٽ، الله تعاليٰ جي خوشنودي لاءِ ڪعبة الله جي صحن ۾ ذبح ڪندس! اها ڪاميابي حاصل ڪرڻ بعد هڪ ڏينهن ڏهن جوان سال پٽن آڏو هن خوش نصيب انسان پنهنجو نذر پورو ڪرڻ جو اظهار ڪيو! تہ مڙني پٽن يڪ زبان ٿي هاڪار ۾ جواب ڏنو! پوءِ هن لاءِ ان وقت جي دستور موجب ڪٺا وڌا ويا تہ سڀني مان نئين پاءِ يعني حضور انور صلي الله عليہ وسلم جن جي والد بزرگوار حضرت عبدالله رضي الله عنہ جي نالي جو ڪٺو نڪتو!
پوءِ جڏهن حضرت عبدالمطلب ڪعبت الله آڏو، ڇري ڪڍي پنهنجي نور نظر کي ذبح ڪرڻ جو ارادو ڪيو تہ: سڀني پٽن ۽ قريش برادري وارا آڏو آيا، تہ اسان ائين ڪرڻ ڪونہ ڏينداسون! پوءِ طئي ٿيو تہ ڪنهن اهل علم کان ان جو حل پڇيو وڃي؟ پڇا ڪرڻ تي ان وقت جي هڪ ڄاڻو انسان وراڻيو تہ هن وقت جي خون بها ۾ ايندڙ اٺن جي تعداد (ڏهہ عدد) سان گڏ هن نامزد نوجوان جو ڪٺو ڪڍيو وڃي؟ ۽ جيستائين ڪٺو اٺن جي نالي نہ ٿو نڪري، تيستائين هر ڀيري اوترو اٺن جو تعداد وڌائڻو آهي! پوءِ ائين ڪرڻ سان هر ڀيري حضرت عبدالله جوئي نالو پي نڪتو! ۽ جڏهن هڪ سؤ اٺ ٿيا، تہ پوءِ اٺن جي نالي تي ڪٺو نڪتو! ۽ پوءِ هن عمل کي ٽي ڀيرا دهرايو ويو تہ هر ڀيري اٺن جي نالي جوئي ڪٺو نڪرندو رهيو! آخر اهي هڪ سؤ اٺ حضرت عبدالله رضي الله عنہ جو فديو مقرر ڪري ذبح ڪيا ويا هئا!!! (ف،ق،ع)

امر ڪان عالم خلق ڏي اچي عبادت ۾ مشغول ٿين ٿا! ۽ عورتون جيڪي طالب العقبيٰ مؤنث" آهن سي مٽي ڪان وٺي پيرن تائين عالم خلق آهن؟ ان ڪري سجو وجود انهن جو ڍڪڻ فرض آهي ۽ عورتن کي نماز ۾ سيني تي هٿ ٻڌڻ ان ڪري لازم آهن، جو سندن سارو بدن عالم خلق آهي!

**8- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ هي ٻانهو (جامع ملفوظات) ويٺو هو، ان وقت حضرت سيد المرسلين صلي الله عليہ وسلم جن جي معراج مبارڪ جو ذڪر آيو! پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جڏهن معراج تي ويا تہ اتان موٽي نہ آيا. مون عرض ڪيو تہ حضرتا! معراج بعد هڪ شخص حضور صلي الله عليہ وسلم جن کي خدا جو واسطو ڏيئي ڪنهن ڪم لاءِ ابوجهل جي دروازي تي وٺي ويو هو، اهو ٻڌي پير سائين جن جوش ۾ اچي فرمايو تہ ماٺ ڪر! ان ڪان پوءِ گهڻي زماني گذرڻ بعد پاڻ شفقت فرمائي جيئن حقيقت هئي معلوم ڪرايائون!

اي عزيز: پاڻ جيڪو ارشاد فرمايائون تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن معراج تي تشريف وٺي ويا تہ وري واپس نہ آيا. اهو هيئن آهي تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن معراج تي وڃڻ وقت صورت ۽ حقيقت ٻنهي سان تشريف وٺي ويا هئا. پوءِ حقيقت پنهنجي اصل سان اهڙي ملي ويئي، جو هرگز جدا نہ ٿي ۽ صورت موٽي آئي! پير سائين جيڪو نہ اچڻ جو فرمايو هو، اهو باعتبار حقيقت جي هو! ۽ جنهن خلق کي دعوت ڏني ٿي، اها حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي صورت هئي ۽ سندن حقيقت پنهنجي جاءِ تي رهي! عشق جي شهيد مخدوم عبدالرحيم عليہ الرحمة هن مقام ڏانهن اشارو ڪيو آهي:

**جيڪر دنيا دار ۾ پرين هئا پڌرا**
**هوند نہ رهيو هيڪڙو ڪو ڪافر مجهہ ڪفرا**
**ينظرون اليک وهم لا يبصرون، هوت نہ هٿ هئا**
**لالڻ لقا پور ٿي رهيا، هٿ پڌر پاڇويا!**

حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن صورت ۽ حقيقت سان گڏ معراج تي تشريف وٺي ويا هئا ۽ وري هن جهان ۾ جڏهن آيا تڏهن عشق جو نعرو هڻي ارشاد ڪيائون تہ "ياليت رب محمدلم يخلق محمدا" (ڪاش

محمد جو رب محمد کي پيدا نہ ڪري ها (صلي الله عليہ وسلم) پنهنجي حقيقت جي جدائي ۽ فراق ڪان، ساڻ پنهنجي ٿي فرمايائون ۽ وري ڪڏهن هن مقام ڪان اصلي مقام ڏانهن رجوع ڪندي فرمايائون تہ: "ابيت عند ربي وهو يطعمني ويسقيني" (مان پنهنجي رب وٽ رهان ٿو اهوئي مون کي کارائيندو پيارينديو آهي) پاڻ هي اشارو پنهنجي اصل حقيقت ڏانهن ڪيو اٿن!

اي عزيز: اهو علم بي پايان ۽ اونهو آهي، جنهن لاءِ مون هتي چند حرفن تي لکڻ تي اڪتفا ڪئي آهي! پوءِ ڪافر صورت ۾ منجهيل هئا، جن جي نظر محض حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي صورت تي پئي ۽ حقيقت کي نہ ڏٺائون! ان ڪري هو ڪافر رهيا! مولانا روم رحمة الله عليہ فرمايو آهي تہ:

**ڪافران ديد ند احمد رابشر - چون نديدندازوي آن شق القمر**

(ڪافرن حضور سرور ڪائنات کي بشر ڪري ڏٺو ۽ سندن چنڊ چيرڻ جي معجزي ڏانهن نہ ڏٺائون!)

**زانک او گف ديد دريا رانديد - زانک حالے ديد فرداراندید**

(انهن گج کي تہ ڏٺو پر دريا کي نہ ڏٺائون، حال کي ڏٺائون ۽ سياڻي کي نہ ڏٺائون!)

۽ جنهن دل جي اکين سان حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي حقيقت کي ڏٺو، اهو حقيقي مسلمان ٿي ويو: "من رآني فقد رأالحق" ۾ ان ڏانهن اشارو آهي!

**9- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن خليفي ميان الهرکيہ عليہ الرحمة جي ديهہ ۾ پيهري نماز جي جماعت مسجد شريف ۾ ڪرايائون! نماز ادا ڪرڻ ڪان پوءِ جماعت ڏانهن منهن ڪري فرمايائون تہ نماز جي وچ ۾ خيال آيو تہ مضل حق جو نالو آهي، گناهہ جو ظاهر ٿيڻ ان ڪري ٿيندو آهي! ۽ نبي سڳورا معصوم آهن، جيڪڏهن هن نالي مان حصيدار نہ ٿيا تہ ڪمال نبوت ۾ نقصان ٿيندو؟ جيڪڏهن نبين سڳورن کي گهنگار چئبو تہ ڪفر لازم ايندو، اهو سوال فقيرن جي جماعت ڪان ڪرڻ گهرجي تہ ڪهڙو جواب ڏني ٿي؟ اينري ۾ الله تعاليٰ معلوم ڪرايو تہ حضرت آدم عليہ السلام ڪان باوجود گناهہ ظاهر ٿيڻ جي (جيڪو مضل نالي جي وصف آهي) اهو معصوم آهي!

**10- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ ننڍي مير باگي ٽالپر ۾ تشريف فرما ٿيا هئا، ۽ سندن مبارڪ هٿن ۾ مثنوي معنوي جو هڪ نسخو هو، ان مان هڪ مصرعو پڙهي فرمايائون تہ مثنوي

پڙهڻ وقت اينتريون معنائون اڳيان اچن ٿيون جيئن ڪولين جي سوراخ ۾ پاڻي وجهجي! پوءِ گهاٽيون ٿي سوراخ مان نڪرن! اي عزيز: اهو علم هي نه هو جيڪو پنن ۾ لکيل ۽ پڙهيل ٿيندو آهي، جنهن علم جي پاڻ ڪريم نشاني ڏني، اهو علم حق جو علم هو! مولانا روم عليہ الرحمة ڪهڙو نه سنو چيو آهي:

**علم حق در علم صوفي گم شود - اين سخن کے باور مردم شود**

(حق جو علم صوفي جي علم ۾ گم ٿي وڃي ٿو! هي ڳالهہ ماڻهن کي ڪيئن ميڄڻ ۾ ايندي؟)

**11- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته بعضي بزرگ چوندا آهن ته سيئي موجود ۽ محسوس شيون حادث آهن ۽ ذات پاڪ سان ڪابہ نسبت ۽ اضافت نہ اٿن! پاڻ ڪريمن فرمايو ته حادث آهن، پر ظاهر ۾ نہ حقيقت ۾! ڇو ته ذات پاڪ جي قديم علم ۾ سيئي شيون موجود هيون! جيڪڏهن موجود نہ هجن ها ته دنيا ۾ هرگز ظاهر نہ ٿين ها!

**12- نقل:** عبدالله فقير شاعر نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! فکر ڇا آهي؟ جواب ۾ ارشاد فرمايائون ته الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته: "واذکر ربک اذا نسيت" پنهنجي رب کي ياد ڪر، جڏهن تون ان کي وساريو! هي ذڪر آهي ۽ هن ۾ ٻيهڻ فکر آهي ۽ هن ۾ مستغرق ٿيڻ حيراني آهي!

**13- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن هن قدسي حديث شريف جي معنيٰ بيان فرمايائون ته: "کنت کنزا مخفيا فاحببت ان اعرف فخلقت الخلق" (يعني الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته مان مخفي خزانو هوس! تڏهن مون کي پنهنجي سڃاڻپ جي مرضي ٿي ته پوءِ مون مخلوق کي خلقيو) انهيءَ ارشاد مطابق الله تعاليٰ پهريائين آسمان ۽ زمين کي پيدا فرمايائين پر قدسي حديث آهي ته: "لايسعني ارض ولا سماءٌ" (مون کي زمين ماپائي سگهي نه آسمان) مطابق رب پاڪ جي ذات ۽ صفتن لاءِ زمين ۽ آسمان جو آئينو لائق نه ٿي سگهيو! تڏهن ملائڪ ۽ ٻيا ارڙهن هزار (گهٽ وڌ) جهان پيدا فرمائي نظر ڪيائين ته بہ ڪيس پنهنجو پاڻ نظر نه آيو! پوءِ حضرت آدم عليہ السلام جي صورت ۾ جيڪا "خلق الله آدم عليٰ صورته" هئي، سا پيدا فرمايائين! ۽ پنهنجي ذات کي سيني صفتن

سان ان ۾ ڏسي گهڻو خوش ٿيو! پوءِ فرشتن کي فرمايائين ته ان کي سجدو ڪريو؟ "فقلنا للملائڪته اسجدوالادم فسجدو" سيئي سجدي ۾ ڪري پيا! ۽ ذات ۽ صفتن کي ملائڪن حضرت آدم عليه السلام جي وجود ۾ معائنو ڪيو ٿي:

**گرنبودے ذات حق اندر وجود - آب گل راڪے ڪند ملڪے سجود**

(جيڪڏهن ذات حق، حضرت آدم جي وجود ۾ نه هجي ها ته پاڻي ۽ مٽي کي ملائڪ ڪيئن سجدو ڪن ها؟!)

**نه مسجود ملائڪ بود آدم - ڪه نورے پاڪ دروي بودمدغم**

(فقط آدم عليه السلام فرشتن جو مسجود نه هو! بلڪه ان ۾ ته هڪ نور پاڪ رکيل هو!)

**اگر اين نڪته دانستي عزازيل - هزاران سجده آوردے دران دم**

(جيڪڏهن عزازيل هن نڪتي کي سمجهي ها ته ان وقت هزارها سجدا ڪري ها!) ليڪن: "الا ابليس ابىٰ" مگر شيطان سجدي کان انڪار ڪيو! ان کان پوءِ ان جي دل موهيندڙ حسن، جنهن ۾ هو پاڻ سيني حق جي صفتن سان موجود هو، تنهن ملائڪن حورن، غلمانن ۽ بهشت وارن کي عاشق ڪري وڌو! پوءِ جڏهن سڀي مخلوقات ان جي حسن تي عاشق ٿي پئي ته: "انا احمد غيور والله اغير مني" (يعني آئون احمد گهڻو غيرتي ۽ الله تعاليٰ مون کان به وڌيڪ غيرت وارو آهي) مطابق ذات پاڪ کي غيرت اچي وئي ۽ اهو عاشقن جو طريقو آهي! پوءِ: "عصي آدم ربه فغوىٰ!" جي ڪٽ سان ان کي داغدار ڪيائين ۽ معصيت جي زنگ (ڪٽُ) جي ڪري سيئي ان کان بيزار ٿي ويا! ۽ هو اڪيلو ٿي پيو! جيئن ته انهن جو عشق صفاتي هيو، ان ڪري سندن محبت زائل ٿي وئي، ان کان بعد وري گهربائين ته پاڻ کي ان ۾ ڏسي پوءِ ان کي پاڻ لاءِ خاص پسند ڪري "لا اله الا الله" جي روات تيار ڪيائين! ۽ ان سان سندس زنگ (ڪٽ) کي صاف ڪري اصلي طريقي سان ان ۾ جلوو فرمايائين، ۽ ڪيس خاص پاڻ لاءِ پسند ڪيائين! حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته هر انسان بالقوة الله تعاليٰ جي ذات ۽ صفتن سان موصوف آهي، پر هن جهان جي خرابين سبب ان کان پري ٿيو آهي! انسان کي گهرجي ته هو پنهنجي قلب کي "لا اله الا الله" جي روات سان صاف ڪري جيئن جيڪو بالقوة آهي، اهو بالفعل ان ۾ ظاهر ظهور نروار ٿئي!

# فصل چوٿون

## اونهي ڳالهہ اسرار

**1- نقل: هيڪر** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي رحمة الله تعاليٰ عليہ کي هڪ ڏينهن الله تعاليٰ جي دربار ۾ حضوري نصيب ٿي تہ هن کي اتي ڪوبہ نظر نہ آيو ۽ سڄي دربار خالي ڏٺائين! ۽ الله تعاليٰ کي عرض ڪيائين تہ يا الله! هيڏي وڏي درگاهہ ڇا جي ڪري خالي آهي؟ رب العزة جي درگاهہ کان فرمان آيو تہ اي بايزيد ويران هن ڪري آهي، جو هن درگاهہ جو لائق ڪوبہ ڪونہ آهي! ان ڪري خالي آهي!

**2- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو تہ هڪ سچي ماڻهو پنهنجي زال سان صلاح ڪري هڪ ساندارو واريءَ جو پري زال جي بغل ۾ ڏنائين! ۽ ٻئي ڄڻا ڪنهن شهر ڏانهن روانا ٿيا، جڏهن شهر کي ويجها پهتا، تڏهن پاڻ ۾ جهڳڙو ڪرڻ شروع ڪيائيون، اينتري قدر جو زال پڳي ۽ مڙس ان جي پوبان لٺ کڻي پڇڻ لڳو! زال ڀڄي وڃي هڪ مالدار واپاريءَ جي گهر ۾ داخل ٿي ۽ دروازو بند ڪري، واپاري کي چيائين تہ منهنجو مڙس مون تي ڪاوڙيو آهي ۽ مون کي مارڻ لاءِ پنيان پيو اچي ٿو، ان ڪري تنهنجي گهر ۾ آئي آهيان! خدا جي واسطي مون کي هن ظالم مڙس کان ڇڏاءِ؟ جڏهن زال گهڻيون رڙيون ڪيون، تڏهن واپاري کي ان تي رحم اچي ويو ۽ ان جي مڙس کي چيائين تہ تنهنجي زال منهنجي گهر ۾ آئي آهي هاڻي گناهہ بخشينس ۽ ان سان صلح ڪر! جنهن وقت واپاري زال جي مڙس سان ٻاهر گفتگو ۾ مشغول ٿيو، تہ ان وقت ان عورت مشڪ مان واري هاري ڪري سون ۽ چانديءَ سان مشڪ ڀري تہ منهن ٻڌڻ لاءِ رسي هٿ نہ آيس! پوءِ زال عجيب مڪر ۽ فريب سان مڙس سان جهيڙو ڪندي گهر جي اندران هي لفظ چيائين تہ اي مڙس تون بي مهابو آهين! حقيقت ۾ انهن لفظن سان مڙس کان مشڪ جو ٻنڌڻ ٿي گهربائين؟ مڙس بہ گاريون ڏيندي ٻنڌڻ جو ڏس ڏنو تہ اي زال بي سڳي (يعني چري) مات ڪر! زال مڙس جو اشارو سمجهي، وارن جو ٻنڌڻ (سڳي) کولي ان سان مشڪ جو منهن ٻڌي، بغل ۾ رکي تيار ٿي

ٻيھي رهي! مڙس پنهنجي قياس سان سمجھيو تہ زال پنهنجو ڪم پورو ڪري ڇڏيو هوندو! ان وقت گھڻي گفتگو ڪان پوءِ واپاريءَ کي چيائين توهان جي ڪري زال کي گناھ بخشيم ۽ مارڻ ڪان معاف ڪيم! هاڻي وڃ پنهنجي گھر مان جلدي ڪڍي، مون سان صلح ڪرائي رواني ڪر؟ ۽ واپاري ائين ڪيو! پوءِ زال ۽ مڙس گڏجي غنيمت ڪئي پنهنجي گھر خوش ٿي اچي پھتا! ۽ هن فن ۽ حيلي سان واپاري جو گھر لٽيائون! پاڻ ڪريمن هي مثال هن ڳالھ تي آندو تہ جيڪي سختيون ۽ ڏوراپا، الله تعاليٰ جي طرف ڪان الله تعاليٰ جي برگزيده نبين ۽ ولين سڳورن کي ملن ٿا، اهي بي رحمي ۽ گھٽ دوستيءَ جي ڪري نہ آهن! بلڪ ان مڙس ۽ زال وانگر ڪمال اتحاد ۽ يڪجھتي جي ڪري هوندا آهن! پوءِ پاڻ ان جي مٿان سنڌي بيت ارشاد فرمايائون:

**ڪره ڪرهيون اچ، ڪر وهاريو وچ ۾**
**هوڏانهن اوهين ڪرهو، هيڏانهن اسين ڪرهون**
**ماٺهو پانڻ سچ، ڳالهين ڪريون ڳچ، ڪرھ جون قادو چوي!**

**3- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ٻيپهري نماز ڪان بعد مثنوي شريف پڙهائون پي ۽ مٿن شوق ايترو غالب هو، جو سڄي جماعت کي مست ڪري ڇڏيو هئائون! ان ڪان پوءِ جماعت ڏانهن منهن مبارڪ ڪري فرمايائون تہ اڄ مثنوي ايترا تہ اسرار ڏيکاريا آهن! جو جيڪڏهن اسان اهي ڪولي چئون تہ بعضي طالب بدن تان ڪپڙا لاهي ڇڏين! افسوس جو ڪي ماڻهو اسان جون ڳالهيون پنهنجي غرض سان بيان ڪن ٿا! ۽ چوندا رهن ٿا تہ اسان پنهنجي پير ڪان ٻڌو آهي ۽ ٻڌندڙن کي گمراهي ۽ هلاڪت ۾ وجهن ٿا، حالانڪ اسان جو علم انهن جي سمجھ ۾ ئي نہ آيو آهي! هيءُ ارشاد فرمائي مثنوي کي ڪپڙي ۾ وبڙهي اٿيا، ۽ عشاء نماز کانپوءِ اتر اوير واري ڪنڊ ۾ ويهي وظيفي ۾ مشغول ٿيا، ٿوري دير ڪان پوءِ سيني مبارڪ مان ٿڌو ساھ ڪڍي پڇائون تہ خليفو لقمان ڪٿي آهي؟ مون عرض ڪيو حضرتا! ٻانهو حاضر آهي! فرمايائون تہ اڄ مون کي مثنوي شريف تمام گھڻا علم معلوم ڪرايا، پر ڇا ڪريان جو بعضي ماڻهو اسان جي ڳالهين کي پنهنجن دنياوي مطلبن ۾ استعمال ڪن ٿا، ان ڪري مثنوي پڙهڻ ڪان بس ڪئي سون! وري خدمت شريف ۾ عرض ڪيم تہ

حضرتا! اهل غرض ته اسان آهيون، جو پين کي به فيض کان روڪيوسون! پاڻ فرمايائون ته توهان طالب آهيو، ليڪن جماعت ۾ طالب ۽ اهل غرض به آهن، پوءِ فرمايائون ته جمعو فقير ڪٿي آهي؟ جمعه فقير عرض ڪيو حضرتا! غلام حاضر آهي! فرمايائون ته: ڳالهيون سڄڻ تنهنجون ڪنهن سان اوريان! اها ڪافي پڙهه؟ پوءِ فقير اها ڪافي پڙهي ٻڌائي.

**4- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ڏينهن شيخ ابوالحسن خرقاني رحمة الله عليه مٿي تان، اُن جي ٽوپي لاهي مٿي مبارڪ کي کنهيائين ٿي، ته هاتفي آواز آيو ته اي شيخ هن ٽوپي کي ٻوڪٽندين؟ شيخ وراڻيو ته ياخدا! تو وٽ هن جي قيمت آهي؟ هاتفي آواز آيو ته اي شيخ مسخري ڪرين ٿو! جيڪڏهن آئون تنهنجا عيب جهان ۾ ظاهر ڪريان ته سيئي ماڻهو توکان پڇي وجن ۽ ڪوبه توکي ويجهو نه ايندو! بلڪ خود توکي پنهنجي دروازي تي اچڻ نه ڏيندا! شيخ چيو ته اي خداوند جيڪڏهن تون ائين ڪندين ته پوءِ مان به تنهنجا اسرار جهان ۾ ائين پکيڙيندس، جو ڪوبه ماڻهو پنهنجو منهن ڏوئي ماني نه کائيندو:

**ميان عاشق و معشوق رمزيست - كراماً كاتبين راهم خبر نيست**

(عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ راز آهن، جو ڪراماً ڪاتبين کي به خبر نه هوندي آهي!) پوءِ الهام ٿيو ته اي شيخ! هاڻي پاڻ ۾ صلح ڪريون ٿا، نه مان تنهنجا عيب ظاهر ڪندس نه تون منهنجا راز ظاهر ڪجانءِ؟

**5- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ ويٺا هئاسون، پاڻ خليفي ميان الهرکيي رحمة الله عليه جي ڳالهه بيان فرمايائون ته خليفي صاحب چيو ته هڪ دفعي ڏاڍو بيمار هيس! انهيءَ بيماري ۾ ملڪ الموت کي ڏٺم، جو اچي چيائين ته مون کي الله تعاليٰ تنهنجي روح ڪڍڻ جو حڪم ڪيو آهي! مون چيو ته اسان کي اهو حڪم نه مليو آهي، جيڪڏهن توکي حڪم ٿيو آهي ته ٻانهو حاضر آهي! ملڪ الموت منهنجي بدن کي ڏاڍو ڳولهيو پر روح بدن ۾ نه لڌائين! حيران پريشان ٿي چيائين ته اولوالعزم رسولن عليهم السلام ۽ اوليائن ڪرامن جا روح، الله تعاليٰ جي حڪم سان مون قبض ڪيا آهن! پر توهان جي روح جي خبر نٿي پوي ته ڪٿي آهي؟ مون ان کي چيو ته هي روح اتي آهي، جتان تون اهو حڪم کڻي آيو آهين! ان کان

پوءِ هو مزيد ٿي هليو ويو! مون ان کان بعد فقيرن ڏانهن منهن ڪري چيو اي فقيرؤ! ملڪ الموت کان توهان ڪوبہ خوف نہ ڪريو ڇو تہ هاتي اهو توهان جو ديني ڀاءُ ٿي ويو آهي! ۽ توهان سان دوستي رکي ٿو!
اي عزيزا ٻن سڄڻ (هڪ حضرت پير سائين قدس سره جن پاڻ ۽ ٻيو الهرکيو خليفو صاحب) کان هيءَ ڳالهہ ٻڌي دل کي يقين ٿي ويو! ۽ تورن ڏينهن کان پوءِ هڪ ڪتاب جي حاشيہ تي لکيل ڏٺم تہ حضرت مخدوم شاهہ رڪن عالم قدس سره جي زماني ۾، ڪنهن ماڻهو کي ست ڏينهن سڪرات هلي! جو ان جو روح قبض نہ ٿئي پيو! آخر اها خبر مخدوم صاحب کي پهچايائون تہ هڪ شخص کي ست ڏينهن ٿيا آهن جو سڪرات ۾ پيو آهي ۽ اکيون آسمان ڏانهن اٿس! ۽ پاڻ بيخبري جي عالم ۾ آهي! مخدوم صاحب جن هيءَ ڳالهہ ٻڌي هڪ خادم کي پاڻ سان وٺي انهيءَ ماڻهوءَ وٽ تشريف فرما ٿيا، ۽ ڏٺائون تہ اکيون کوليو آسمان ڏانهن ڏسي رهيو آهي ۽ بيخود پيو آهي! مخدوم صاحب ڪيس پنهنجي هٿ سان پاسي کان وٺي لوڏيو ۽ سڏ ڪيائونس! جڏهن مخدوم صاحب جو آواز ٻڌائين، تڏهن ان پنهنجون اکيون مخدوم صاحب ڏانهن ڦيرايون، ان وچ ۾ ملڪ الموت ان جي روح کي قبض ڪري ورتو ۽ مخدوم صاحب جن اهو منظر ڏسي روئڻ لڳا! پوءِ جڏهن اتان واپس ٿيا تہ وات ۾ خادم عرض ڪيو تہ سائين! ان ۾ ڪهڙي حڪمت هئي، جو هو ست ڏينهن سڪرات ۾ رهيو، ۽ جڏهن توهان ان کي ڇوري سڏ ڪيو، تڏهن هن پنهنجيون اکيون توهان ڏانهن ڦيرايون، ان وقت ملڪ الموت هن جي روح کي قبض ڪيو ۽ توهان گريہ (روئڻ) ۾ اچي ويا؟ مخدوم صاحب فرمايو تہ ان جو روح ذات پاڪ جل شانہ وٽ ويل هو! ۽ ملڪ الموت ان جي واپس اچڻ جو منتظر هو! مون جڏهن ان جي پاسي کان وٺي ڇوريو ۽ سڏ ڪيو! ان وقت اتان ٿئي مون ڏانهن اکيون ڦيرايائين تہ ملڪ الموت ان وچ ۾ ان جو روح قبض ڪري ورتو! (هن نقل کي شاهدي طور هت لکيو ويو!) هن موقعي تي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ شڪاري شڪار کي ايستائين شڪار نٿو ڪري سگهي، جيستائين هو غافل نہ ٿئي! ۽ جيستائين هو آگاهہ آهي، تيستائين شڪاري هن تي هرگز قادر ٿي نٿو سگهي!

**6- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ

جمعہ جي ڏينهن سيد الطائفہ شيخ جنيد بغدادي قدس سره منبر تي چڙهي وعظ فرمايو ہي تہ اوچتو بي اختيار سندس زبان تي توحيد جا اسرار جاري ٿيا! شيخ صاحب ٿوري دير ماٺ ڪري هڪ ماڻهوءَ کي فرمايو تہ ڏس هن مجلس ۾ ڪير آيو آهي، جنهن جي ڪري هي اسرار توحيد جا زبان تي جاري ٿيا آهن؟ ان ماڻهو حڪم ڪي مڃي ڏٺو تہ شيخ منصور حلاج قدس سره مسجد شريف جي ڪنڊ ۾ ويٺو آهي!

**7- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ ويٺو هيس! پاڻ فرمايائون تہ عارف ان ڪري حقيقي اسرارن کي لڪائن ٿا، تہ ڪوبہ ماڻهو انهن کان واقف نہ ٿئي! جيئن حديث شريف ۾ آهي تہ: "اظهار الاسرار ڪفر" يعني اسرارن کي ظاهر ڪرڻ ڪفر آهي، ۽ هو پنهنجي ظاهر کي ظاهر شريعت سان سينگارين ٿا، ۽ شريعت جي حقيقت کي حقيقت وارن سان ظاهرڪن ٿا. جيئن هڪ بزرگ فرمايو:

**ڪند هم جنس باهم جنس پرواز - ڪبوتر باڪبوتر باز با باز**

(هر جنس پنهنجي جنس سان پرواز ڪري ٿي، ڪبوتر ڪتوبر سان ۽ باز باز سان!)

**اهل حق بااهل حق خوش مي شوند - اهل باطل باطلا نرامي ڪشند**

(حق وارا حق وارن کان خوش ٿين ٿا، باطل وارا باطل وارن کي ڇڪيندا آهن!)

**ناريان مرناريان راجاذب اند - نوريان مرنوريان را طالب اند**

(ناري (باهہ وارا) نارين کي ڪشش ڪندا آهن، نوري (نور وارا) خاص نورين کي گهرندڙ آهن!)

**8- نقل:** خليفو ميان غازي خان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ خليفو ميان الهرکيو عليہ الرحمة فقيرن جي جماعت سان، حضرت ميان صاحب قدس سره جن جي مقبري جي زيارت لاءِ وڃي رهيو هو، ۽ ٻي جماعت تنيہ قوم جي شاهہ جاڙيل عليہ الرحمة جي مقبره جي زيارت لاءِ آئي پئي! ٻئي جماعتون واٽ تي اچي ملاقي ٿيون، ان جماعت مان ڪنهن پڇو تہ توهان بہ تنيا آهيو؟ خليفي موصوف فرمايو تہ اسان اجا ڦاٽا نہ آهيون! تنيا ڪيئن ٿينداسون! خليفي صاحب جي فرمان مان هي نڪتو پيدا ٿيو تہ جيڪو حق کان اصلاً جدا نہ ٿيو آهي، ان کي پيوند جي ڪهڙي ضرورت:

**چون نہ از اصل خودفگار آید - کردن وصل اوچہ کار آید**

(جيڪو پنهنجي اصل کان جدائي نہ ٿيو، ان کي تاکي هٿڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟)

**9- نقل:** ساڳيو راوي نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ خليفو ميان الهرکيو ڪنڍياري شهر ۾ ويو هو! اتي وبا جي بيماري تمام گهڻي هئي، ان شهر جا سڀ ماڻهو مسجد شريف ۾ ويٺا هئا، ۽ مغرب نماز پڙهڻ کان پوءِ سيني بانگون ڏنيون! خليفو صاحب جماعت سان گڏ ماٺ ڪري ويٺو هو! شهر جي ماڻهن فقيرن کي چيو تہ توهان کي موت ياد نہ آهي، جو بانگون نٿا ڏيو؟ فقيرن چيو تہ اسان خدا جا دوست آهيون جيستائين دنيا ۾ ڪابہ مخلوقات هوندي تيستائين اسان کي موت نہ ايندو! سيني کي موت ڏيٺي، پوءِ اسان جو ساهہ قبض ڪيو ويندو! ملڪ الموت اسان جو دوست آهي! اڃا هن شهر ۾ ماڻهو گهڻا آهن، پهريائين انهن جو ساهہ ڪڍندو، ان کان پوءِ اسان فقيرن جو ساهہ قبض ڪندو!

**10- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن هڪ ڏينهن فرمايو تہ بعضي واپاري، سڪل چيڙن سان جهاز ڀري ڪري، جنهن پيٽ ۾ گهڻا باندر ناريلن جي وڻن تي ويٺل هوندا هئا، اوڏانهن ڪاهي ويندا هئا! ۽ اهي اتي هڪ چيڙو باندرن کي هڻندا هئا تہ باندر ان جي عيوض انهن کي ناريل هڻندا هئا! پوءِ جڏهن جهاز چيڙن کان خالي ٿي ناريلن سان ڀرجي ويندو هو، ان وقت موٽندا هئا اهو عارفن جو مثال آهي، جو سوالي انهن کان سوال ڪري، اهو سوال جڻ چيڙو آهي ۽ جيڪو هو عطا ڪن ٿا، سا معرفت ۽ اسرار آهن، اهي مثل ناريل جي بلڪہ موتين وانگر آهن جو دل جو جهاز مالا مال ڪري اچن ٿا:

**هر ڪسي آن ڪند ڪہ لائق اوست - جرم از مابود عطا از دوست**

(هر هڪ پنهنجي لائق ڪم ڪندو آهي، اسان کان گناهہ ٿيڻ باوجود، دوست بخشش فرمائيندو آهي!)

**11- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ حضرت يوسف عليہ السلام خواب ڏٺو تہ يارهن ستارا ۽ سج، چنڊ مون کي سجد وڪري رهيا آهن! اهو خواب جڏهن پنهنجي پيءُ حضرت يعقوب عليہ

السلام جي اڳيان بيان فرمايائين ته پيءُ کيس چيو ته هي خواب پنهنجي ڀائرن کي نه ٻڌائجانءِ؟ متان هو تو سان حسد ڪن! تقدير الهي جو حضرت يوسف عليه السلام اهو خواب ڀائرن جي اڳيان ظاهرڪري وڌو! ۽ پوءِ هنن ساڻس حسد شروع ڪيو. هڪ ڏينهن پنهنجي پيءُ جي خدمت ۾ عرض ڪيائون ته اسان صبحاڻي سير شڪار تي وڃون ٿا! جيڪر حضرت يوسف عليه السلام کي اجازت ڏيو ته هو اسان سان گڏجي هلي ۽ سير شڪار کان خوش ٿئي! ڇو ته ننڍڙي عمر جو آهي، هڪ جاءِ تي اڪيلي ويهڻ سان ملول ۽ غمگين ٿيندو هوندو! حضرت يعقوب عليه السلام فرمايو ته توهان جو يوسف عليه السلام کي شڪار تي وٺي وڃڻ منهنجي دل کي ڏکيو لڳي ٿو، ڇو ته متان توهان شڪار پٺيان وڃو ۽ هن ننڍڙي کي بگهڙ کائي وڃن! پاڻ ڪريمن هن جاءِ تي ارشاد فرمايو ته الله تعاليٰ پهريائين ڀلارن نبين ۽ ولين سڳورن جي دل ۾ القاءُ ڪري ٿو ته هي ڪم هيئن ٿيندو؟ ان کان پوءِ جيڪو ارادو مقدر آهي، اهو بالقوه کان بالفعل تي پوندو آهي!

**12- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ڏينهن حضرت ميان صاحب قدس سره جن سائي پوک ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. ۽ اسان به ساڻن گڏ پوک ۾ ڦرياسون پي! حضرت ميان صاحب جن فرمايو ته هن پوک کي هميشه پاڻي ڏين ٿا، جيڪڏهن ٻه ٽي ڏينهن پاڻي نه مليس ته سڪي ويندي آهي، ان جو سبب ڇا آهي؟ ۽ ڪيڙن وغيره جا وڻ برپٽ ۾ بيٺا هوندا آهن، جن کي ڪوبه پاڻي ڪونه ڏيندو آهي، سي هميشه ساوا ۽ تازا رهندا آهن (سو ڇو؟) حضرت ميان صاحب قدس سره جن هميشه جيڪي به نڪتا پڇيا ٿي ته اسان باوجود جوابن اچڻ جي ادب کان ڪوبه جواب نٿي ڏنو سون! ۽ ان وقت به ماٺ ڪئي سون! ۽ چيم ته حضرتا! توهان بيان فرمايو؟ پوءِ پاڻ بيان فرمايو؟ ته هن سائي پوک جي نظر سبب جي مٿان آهي، جيڪڏهن اهو حاصل ٿئس ٿو ته نرو تازه رهي ٿي، ورنه ته سڪي ويندي آهي! ۽ جيڪي وڻ برپٽ ۾ بيٺا هوندا آهن انهن جي نظر مسبب تي هوندي آهي، ان ڪري هميشه ساوا ۽ تازه رهن ٿا!

**13- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن سان خليفي

شهداد فقير قوم هرياه جي دعوت تي ديهه نواڙه ۾ حاضر هيس، اتي پير سائين جن جي بدن مبارڪ ۾ شوق ڪان ياڪر پايو وياسون پي، ۽ پاڻ ڪرين حقيقتون بيان فرمايون پئي! ان وقت هن ٻانهي کي اها حالت اچي وئي جو، هڪ اسرار کي ظاهر ڪيان پيو! اجا ڪاف جو حرف زبان تي آندو ئي مس هيم ته پاڻ سڳورن پنهنجو هٿ مبارڪ منهنجي وات تي رکيو ۽ اسرار ظاهر ڪرڻ ڪان باز رهيس.

**14- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ڏينهن ميان سيد عاقل محمد عليه الرحمة سان هالائي شهر ۾ ملاقات لاءِ ويل هيس! جماعت ۾ هڪ مجذوب درويش هو، جنهن صحبت جي مجلس ۾ ڪاف جو آواز ڪڍيو، اسان بروقت ان جي وات تي هٿ ڏنو ۽ هو ان اسرار ظاهر ڪرڻ ڪان رڪجي ويو!

**15- نقل:** هڪ دفعي ٻانهي (جامع ملفوظات) حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ هڪ ڳالهه، جيڪا مون ابراهيم فقير کان ٻڌي هئي ۽ ان وري هدايت الله فقير کان ٻڌي، اهي ٻئي مخدوم محمد زمان ڪلان لنواري واري قدس سره جا مريد هئا عرض ڪيم ته حضرتا! فقير هدايت الله، مخدوم محمد زمان ڪلان لنواري واري ڪان ٽي سوال پڇيا، پر بزرگ صاحب انهن جو جواب ٽن سالن تائين ڪونه ڏنو، هڪ ڏينهن ان فقير بي حجاب ٿي پنهنجي شيخ کي چيو ته تون ماڻهو آهين، يا ملائڪ يا ديو! جو اسان کي تنهنجي صحبت ۾ جمعيت اچي وئي آهي! جنهن ڪري خدمت ۾ وينا آهيون ۽ تون "صم بكم" (ٻوڙو گونگو) به نه آهين. جو هيتري قدر سوالن هوندي به جواب نٿو ڏئين؟ جيڪڏهن ڪنهن اهل الله جي قبر تي ويهجي ته اهو به پن ٽن ڏينهن ۾ جواب ڏيئي ڇڏيندو آهي، ۽ توهان آهيو جو ٽن سالن کان ٻڌل، اڻ ٻڌل ڪري ڇڏيندا آهيو؟ ان کان پوءِ بزرگ مٺو مٺي ڪٿي فرمايو ته ڇا ٿو چوين؟ فقير چيو ته مون کي ٽي مشڪلاتون آهن، اهي حل ڪرڻ فرمايو؟ بزرگ فرمايو ته اهي ڪهڙيون آهن؟ فقير عرض ڪيو ته هڪ جيڪو قران شريف حضرت شافع محشر ﷺ صلي الله عليه وسلم جي مٿان نازل ٿيو آهي، اهو ڪنهن اهل معرفت تي نازل ٿي سگهي ٿو يا نه؟ ٻيو جيڪي ماڻهو صورتي موت سان مرن ٿا، اهي ڪاڏي وڃن ٿا؟ ٽيون هڪ رات تهجد جي

وقت سيد محمد معصوم قدس سره وٽ جهجهہ شهر ۾ حاضر هيس! سيد صاحب تهجد جا نفل پڙهيا پي، مون بہ انهيءَ جي پرسان تهجد جا نفل ادا ٿي ڪيا تہ ان وقت سيد محمد معصوم جي جسم جهڙا چوڏهن جسم نفلن جي ادا ڪرڻ ۾ مشغول نظر آيا؟ پوءِ مخدوم صاحب لنواري واري قدس سره هن ڪي هن نموني سان جواب ڏنو تہ: سيد محمد معصوم ڪي چوڏهن جسم هئا. اسان چاهيون ٿا تہ هي هڪ جسم بہ فنا ٿي وڃي! ۽ ذرا ذرا ٿي تحليل ٿي وڃي! ۽ جيڪي ماٺهو صورتي موت سان مرن ٿا، اهي انسان ڪامل جي دل ۾ غائب (جذب) ٿي وڃن ٿا! ۽ قرآن مجيد تمام اصلي سند سان گڏ ان ٻانهي تي نازل ٿي سگهي ٿو، جيڪو حضرت محمد مصطفي صلي الله عليہ وسلم جهڙو عبد ڪامل ٿئي! پاڻ ڪريمن ڪي پوبون جواب پسند آيو! ۽ فرمايائون تہ ڪوبہ ماٺهو حضرت سيد المرسلين صلي الله عليہ وسلم جهڙو عبد ڪامل نہ ٿيندو ۽ نہ ٿيٺو آهي، ان ڪري قرآن ڪريم بہ ٻي ڪنهن جي مٿان ڪونہ لهندو! ڪامل ڪي جيتري قدر خلق، خلق الله سان پيدا ٿيندو، اوتري قدر ئي قرآن شريف جي اسناد، ان جي حال تي شاهد آهي ۽ ان جو نازل ٿيڻ بہ ان جي حق ۾ ٿئي ٿو!

**16- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ حضرت ميان صاحب قدس سره جن هڪ ڏينهن اسان کي وصيت فرمائي تہ معنوي راز بغير ڪتاب جي ظاهر نہ ڪجانءِ، بلڪ هٿ ۾ ڪتاب جهلي ان کان بعد حقيقتون ظاهر ڪجانءِ؟ ڪتاب هجڻ ڪري هر ماٺهوءَ کي يقين اچي ويندو، ان کان پوءِ جيڪي راز وڻئي بيان پيو ڪر!

**17- نقل:** فيروز فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايائون تہ جڏهن منصور حلاج قدس سره کي سوليءَ تي چاڙهڻ لاءِ وٺيو ويا ٿي، تہ واٽ ۾ لٺين ۽ چابڪن سان ماريندا ٿي ويس! هڪ شخص ماٺهن جي ميڙ مان وڏي آواز سان چيو الله (جل جلالہ) منصور چيو منهنجي پير جي هيٺان آهي! ان ڪري وينتر گهٽو مريائونس! هڪ سالڪ منصور جي پير جي جاءِ مٿان نشان ڪري ڇڏيو. ۽ جنهن شخص الله جو نالو چيو هو! ان کان پڇائين تہ الله جي نالي چوڻ وقت تنهنجي دل ۾ ڪهڙو خيال هو؟ هن چيو تہ پنهنجي مسڪيني ۽ ناداريءَ جو خيال هو، جو مون وٽ بہ ٿي

وڏيون چوڪريون بنا پرٹائڻ جي وينديون آهن! دل ۾ خيال آيو تہ جي رزق جي ڪشادگي ٿئي تہ چوڪرين جي پرٹائڻ جي ذمي ڪان ڇوٽڪارو لهان! پوءِ منصور جي پيپر واري جاءِ ڪوٺيائون تہ خزانو گهڻو تن کي هٿ آيو! هن آيت جي موافق: (افرايت من اتخذ الهه هواه ! (ڇا تو ان کي ڏٺو جنهن پنهنجي خواهش کي پنهنجو معبود بنايو!)اها دولت گويا هن جو الہ هئي ۽ هٿ آئي! پير سائين جن هن نقل کي هن حقيقت تي مثال فرمائيندا هئا تہ بعضي ماڻهو ذڪر کي جذبي سان نٿا ڪن ۽ فيض ڪان مايوس رهن ٿا، انهن جو سبب هي آهي جو ذڪر ڪرڻ وقت دل کي حاضر نٿا رکن، بلڪ پنهنجي حرص جي فڪر ۾ آهن!

**18- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ دفعي جمعي جي ڏينهن شيخ شبلي قدس سره خطبي پڙهڻ لاءِ ممبر تي چڙهيو ۽ توحيد جو وعظ فرمايائين ٿي تہ اهو قصو شيخ جنيد کي پهتو! شيخ جنيد روئي ان کي فرمايو تہ خواجہ منصور قدس سره کي ڪالهہ غدارن هٿان شهادت ملي آهي ۽ جيڪي اسرار اسان خلوت ۾ بيان ڪندا آهيون، سبي تون مسجد ۾ ممبر تي وعظ ڪرين ٿو:

**چون قلم در دست غدارے بود - لاجرم منصور بردارے بود**

(قلم جڏهن غدارن جي هٿ ۾ هوندو تہ منصور ضرور سوليءَ تي ئي هوندو!)

**چون قلم در دست غدارے اوفتاد - زين سبب ذوالنون در زندان اوفتاد**

(قلم جڏهن غدار جي هٿ ۾ آيو، تڏهن ذوالنون اچي قيد ۾ پيو هو!)

**19- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ شيخ حلاج منصور قدس سره کي جڏهن سولي ڏانهن وٺيو وڃا پيا! ان وقت هڪ شخص منصور جي بدن مبارڪ تي لنبون هنيون پي، ۽ غيب ڪان منصور کي خطاب آيو تہ لاتخف لاتخف (نہ ڊڄ) اهو آواز هن ماڻهوءَ جي ڪن تي پيو، تڏهن بہ مارڻ ڪان بس نٿي ڪيائين! پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو تہ ان جي حالت منصور جي حالت ڪان مٿي هئي! جنهن ڪري باوجود هاتف جي آواز ٻڌڻ جي لنبين هڻڻ ڪان نہ ٿي ڊنو!

**20- نقل:** هڪ ڏينهن ٻانهو (جامع ملفوظات) حضرت پير سائين قدس سره جن کي زور پي ڏنا، پهريائين لڱن کي زور ڏيئي پوءِ چيلهہ کي زور ڏنم، ان ڪان بعد پاڻ ڪريمن جي قلب مبارڪ تي هٿ رکيم، جڏهن درياهہ

هوجون هٿي رهيو آهي، پڇيم ته حضرتا! هي ڇا ٿيئي ٿو؟ پاڻ اکيون مبارڪ بند ڪري گهڙي ڪن ماٺ ڪري اکيون کولي فرمايائون ته مون کي خبر نه آهي، وري ٻي ڀيري اکيون بند ڪري گهڙي ڪن آرام ڪري! هڪ ٿڌي آه ڪڍي فرمايائون ته اسان جي هن لنگهي کي ڪجهه به آرام ڪونه آهي رات ڏينهن پيو ڳائي ٿو:

**راه طلب منزل، آرام ندارد!**

(يعني منزل جو طالب، آرام نه ڪندو آهي!)

**21- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته حضرت مخدوم صاحب قدس سره جن جي هيءَ عادت هوندي هئي، جو ٻارن کي قرآن ڪريم جي تعليم ڏيندا هئا! هڪ دفعي حضرت مخدوم صاحب جن جي غير حاضري ۾ ڇوڪرن پاڻ ۾ جهيڙو ڪيو، هڪ ڇوڪري ٻئي ڇوڪري کي تڪيا جي لفظ سان پڪاريو، هي لفظ ان طرف ڏاڍو گهڻو استعمال ٿيندو آهي! اهو ڇوڪرو غمگين ٿيو ۽ حضرت مخدوم صاحب جن کي دانهن ڏنائين ۽ روئي چيائين ته حضرتا! فلاڻي ڇوڪري مون کي تڪيا جو پاراتو ڏنو آهي؟ پاڻ رحم ڪري فرمايائون ته بابا! اهو پٽ جو لفظ نه آهي بلڪه عين دعا آهي! ڇو ته ڪڏڻ جيستائين آنو نه ٽڪيندي تيستائين ٻچو نه نڪرندو!

**22- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته مرشد عالم امر ۽ عالم خلق جو جامع آهي! غيب جي خزاني مان راز حاصل ڪري، وري عالم خلق ۾ طالبن اڳيان ظاهر ڪرڻ فرمائي ٿو، ۽ عشق ۽ شوق جي باه سندن ساه جي رڳن ۾ وجهي عالم امر ڏانهن ڪين وٺي وڃي ٿو! پوءِ هي سنڌي بيت فرمايائون:

**ڏاهي ويهي ڏار تي ڪا جالات لتي، آنڊ ۾ اور ٿي، سگهي ڪانه ڪتي**

**ويڙهي منجهه وتي، ڪيجو ڪانگ ڪمائيو!**

(يعني دانا مان مراد ڪامل مرد، جنهن اصل ڪان فرع وٽ اچي ڳالهه ڪيائين، جنهن ڪري طالبن جي جماعت ۾ ولولو پئجي ويو ۽ دنيا جي ڪمن کان رڪجي ويا ان ڪامل مرد ڪهڙو نه عجيب ڪم طالبن جي دلين جي اڱڻ ۾ ڪيو!)

جتي وڃيس جاءِ، ڪري ڳالهيون ڪيچ جون
ٿيا پاڻ قرار، مون من ڳڏي ڳوندرين!

(يعني حقيقي ملڪ جا سرڏار ان ملڪ جون ڳالهيون طالبن کي ٻڌائي درد ۽ شور ۾ وجهي، پاڻ پنهنجي اصلي وطن ڏانهن موٽي ويا، ۽ اسان کي درد ۽ الم ۾ ڇڏي ويا.)

**23- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ مرشد ڪامل ڪڪرن وانگر آهي، جيئن ڪڪر درياه مان پاڻي ٻي وسندا آهن، تيئن مرشد ڪامل بہ غيب الغيب درياهہ ڏانهن موٽي وحدت جا اسرار حاصل ڪري، ٻين کي فيض بخشي ٿو هتي هي سنڌي بيت ارشاد فرمايائون:

آگم ڪيو اچن سجڻ، سانوڻ ميڙهن جان
پاسي تن وسن جي، سي ڇماندر سڪيون!

**24- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ مثلا هڪ کوهہ آهي، جنهن ۾ چار چشما پليت پاڻي جا جاري آهن! ان جي پاڪائي ڪيئن ٿيندي؟ خود جواب، فرمايائون تہ ان جي پاڪائي هيئن ڪرڻ گهرجي، جو پهريائين سيني پليت چشمن کي بند ڪري، پوءِ پليت پاڻي کوهہ مان ڪڍي سگهائجي ان کان پوءِ جيڪو پاڻي کوهہ مان ايندو، اهو صاف ۽ پاڪ آهي!

**25- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ ڏينهن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن اصحابن سڳورن کي حڪم فرمايو تہ حديث جي لفظن کي حرف بہ حرف محفوظ رکو، ۽ ڪا بہ زيادتي يا گهٽتائي جائز نہ رکجو! ڇو تہ توهان کان پوءِ منهنجي امت مان اهڙا ماڻهو پيدا ٿيندا، جيڪي حديثن جي حرفن مان قسمين قسمين معنائون ۽ حقيقتون چڱي طرح سمجهندا ۽ سمجهائيندا.

**26- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ سلطان العارفين بايزيد بسطامي قدس سره جڏهن آيت شريف "الرحمٰن علي العرش استوىٰ" ٻڌي تڏهن عشق ۽ محبت جي جولان مان، افلاڪن کان لنگهي وڃي عرش تي پهتو! ۽ عرش کان پڇا ڪيائين تہ الله تعاليٰ جو ڏس توتي آهي، تون مون کي ڏيکار نہ دلبر جو ديدار ڪيان؟ عرش جواب ڏنو تہ

مون ٻڌو آهي: "قلب المؤمن حرم الله" (مؤمن جي دل الله جو حرم آهي) ان کان بعد ڪمال شوق کان پاڻ ڪريمن فرمايو تہ سبحان اللهوبحمده، جو فرش وارا عرش تي ۽ عرش وارا فرش تي، الله تعاليٰ کي ڳولين ٿا ؟ ۽ اکين مان ڳوڙها هاري هي سنڌي بيت ارشاد فرمايائون:

**پورب پورب تب ڪرون جب هينئڙي آون پورَ،**

**نهاري ڏانهن سڄڻين لڱون پيڙم نور،**

**ماريس انهيءَ مذڪور سورجيءَ سڄي ساجن نہ ملي.**

**27- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ الله تعاليٰ پنهنجي ذات کي پنهنجي صفتن سان گڏ ڏسڻ لاءِ ڪئي آئينا پيدا فرمايا، پر ڪوبہ ڏسڻ جو لائق نہ ٿيو، ان کان پوءِ عالم قديم پنهنجي علم سان آئينو صورت انسان جو (جيڪو جامع آهي باعتبار: خلق الله آدم علىٰ صورته جي) ظهرو ۾ آندائين جنهن ۾ رب کي پنهنجي ذات ۽ صفات نظر آئي.

**28- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن پنهنجي نندي پاءُ سيد ميان مرتضيٰ علي شاهہ کان بيان فرمايو، ان چيو تہ آئون شهر احمدپور ويس پئي، وات ۾ ٻہ ڪتا پونڪڻ لڳا ۽ منهنجي هٿ ۾ لٺ هئي، اها ڪتن کي ڏيکاريم ۽ انهن کي چيم تہ مون توهان کي سڃاتو آهي؟ پوءِ پري ٿي ويا ۽ آئون باسلامت احمدپور پهچي ويس! ان کان بعد پاڻ فرمايائون تہ احمدپور مان مراد وحدت آهي ۽ اهي ٻہ ڪتا نفس ۽ شيطان آهن! ۽ لٺ "لا" آهي، جنهن سان هو، انهن ٻن ڪتن کي پري ڪري سلامتيءَ سان وحدت ۾ پهتا آهن.

**نفس چون نيست در درون باقي، چہ غم از دشمنان آفاقي.**

(جڏهن منهنجو نفس، مون ۾ باقي نہ هوندو، تہ پوءِ جهان جي دشمنن مان کهڙو غم ؟) عربيءَ ۾ چوڻي آهي تہ: السلامة في الوحدة والافات بين الاثنين" (سلامتي اڪيلائي ۾ آهي ۽ ٻن ۾ مصيبت آهي!)

**29- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان فرمايو تہ فتح مڪي واري ڏينهن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن اٺ جي پوئين چوڪ ۾ سوار هئا ۽ فتح مڪي جي ڪري سيني صحابين کي خوشين مٿان خوشيون هيون! ۽ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جو

وجود مبارڪ واردات غيبي جي غالب اچڻ ڪري ڪومايل هو، جڏهن انهن جي چونڪ ۾ نظر ئي نٿي آيا!

**30- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن پانهو حضرت پير سائين قدس سره جن سان سفر ۾ گڏ هو، ۽ گفتگو توحيد جي هلي! فقير عرض ڪيو تہ حضرتا! موت ڇا آهي؟ جواب ۾ فرمايائون ظاهر ۽ باطن بااعتبار آية ڪريمہ "هو الاول والاخر والظاهر والباطن" ان جي شان جي لائق آهي! پوءِ موت ان جي باطني حالت آهي، حيات ان جي ظاهري حالت آهي!

**31- نقل:** هڪ دفعي صاحبزادي ميان محمد حسن شاهہ مثنوي شريف جي چند بيتن جي معني مون (جامع ملفوظات) کان پڇي؟ مون عرض ڪيو تہ اهي بيت حضرت پير سائين قدس سره جن کي ڏيکارجن، پوءِ صاحبزاده ائين ڪيو، ۽ پانهي اهو ڪاغذ سندن خدمت ۾ پيش ڪيو، پاڻ ڪريمن بيتن جي مطالعي کان پوءِ فرمايائون تہ بيتن جي معنيٰ ٻڌندڙ جي سمجهہ ۽ حال موافق بيان ڪرڻ گهرجي! اي عزيز! هي مقولو پاڻ ڪريمن جو حديث نبوي جي موافق آهي: ڪلموا الناس عليٰ قدر عقولهم " (ماڻهن سان انهن جي عقل جي آڌار تي ڳالهائيو)

**32- نقل:** سيد اول شاهہ نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حيدرآباد جي قلعي ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن کي قاضي محفوظ عرض ڪيو تہ حضرتا! هڪ ڏينهن هڪ عورت مون کان سوال ڪيو تہ اي قاضي قرآن مجيد ڏسي منهنجي پٽ لاءِ تعويذ لکي ڏي؟ جڏهن مون هن کي تعويذ لکي ڏنو، تڏهن چيائين تہ قرآن مجيد ۾ ڏٺئي تہ منهنجو پٽ شفاياب ٿيندو يا نہ؟ مون چيو تہ قرآن شريف ۾ تنهنجي پٽ جو ذڪر نہ آهي! پاڻ ڪريمن فرمايو تہ ائين ڇو چئي؟ حالانڪہ الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ هر شيءِ جو ذڪر آندو آهي، هي آيت شريف ان ڏانهن اشارو ڪري ٿي "ولا رطب ولايابس الا في ڪتاب مبين" (يعني ڪابہ آلي سڪي شيءِ نہ آهي، مگر چٽي ڪتاب ۾ (ان جو ذڪر) موجود آهي!)

**33- نقل:** فيروز فقير ٽنڊي قيصر فقير نظاماڻيءَ جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن نصير خان مري ديهہ پاندو ٽالپر (سانگره واهہ جي ڪناري تي اها ديهہ روپاهہ جي پرسان آهي) ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن کي

عرض ڪيو تہ حضرتنا! دل، روح ۽ نفس ۾ ڪو فرق بہ آهي يا سڀئي هڪ آهن؟ پاڻ ڪريمن جواب ۾ ارشاد فرمايو تہ جيڪو حال جو صاحب آهي، ان کي تہ سڀ خبر آهي! ۽ جيڪو بي درد ۽ بي حال آهي! ان لاءِ فرق سمجھڻ مشڪل ۽ محال آهي! پر توهان جي سوال جي ڪري توهان جي سمجھہ آهر، ڪجھہ بيان ڪجي ٿو! تمثيلي بيان فرمايائون تہ آئينو ٻہ طرف رکي ٿو! هڪ طرف بلڪل صاف ۽ شفاف، ۽ ٻيو طرف قلعي لڳل آهي! ان ۾ ڪجھہ بہ نظر نٿو اچي ۽ ٻيو طرف جيڪو صاف آهي، ان ۾ ڪيئي رنگ نظر اچن ٿا! پوءِ جنهن جو منهن دنيا ڏانهن آهي اهو قلعي کان سواءِ ڪجھہ بہ ڏسي نہ سگھندو، ان جو نالو نفس رکن ٿا! ۽ جنهن جو منهن آخرت ڏانهن آهي ۽ سڀ همت ۽ طاقت سان ان جي طرف متوجہ آهي، پوءِ ان طرف آخرت جنت جا مقام، حوران قصوران ۽ غلمان وغيره جيڪي ان سان تعلق رکڻ ٿا، اهي نظر اچن ٿا، پر درجي وار، ان کي ڪنهن حال جي ڪري دل چوندا آهن، ۽ ڪنهن جاءِ قلب ۽ روح نالو رکن ٿا! پر سمجھہ ٻي نموني جي آهي ۽ اهو حال تي ٻڌل آهي!

**34- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ دوزخ تنگ آهي ۽ دنيا وارن جي دل بہ تنگ آهي! ۽ بهشت ڪشادو آهي تہ اهل حقيقت جي دل بہ ڪشادي آهي.

**35- نقل:** ٻچو فقير منگريو درگاهہ مبارڪ جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ دفعي خليفي ميان الهرکيو عليہ الرحمة ڪنهن مجذوب کان پڇيو تہ جيڪا گهوڙي فرعون جي ٻڏڻ وقت، حضرت جبرئيل عليہ السلام جي هيٺان هئي، اها گهوڙي نموني جي هئي؟ ان مجذوب چيو تہ ان جو منهن ڪارو هو! پوءِ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ مجذوب عجيب نڪتو ٻڌايو، جو فرعون جو گهوڙو جبرئيل عليہ السلام جي گهوڙيءَ پويان لڳي نيل نديءَ ۾ غرق ٿيو، سو جيڪو دنيا ڪميٽي ڪارمهين جي پويان پنهنجي اختيار جو گهوڙو لنگهائيندو اهو يقيناً غرق ٿيندو!

**36- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو تہ سيد آدم بنوري قدس سره جڏهن حضرت نبي

ڪريم صلي لله عليہ وسلم جن جي روضہ اطهر جي زيارت کان مشرف ٿيو، تہ ڪجهہ مدت رهڻ بعد مريدن عرض ڪيو تہ حضرتا! هاڻ وطن ڏانهن ورڻ جو ارادو ڪرڻ گهرجي؟ سيد آدم قدس سره فرمايو تہ وڃو مدينہ شريف جي چوڪرن کان نيڪ فال وٺو؟ ان کان پوءِ ڪي مريد ٻاهر نڪري چوڪرن کي ڏسڻ ويا تہ اهي راند پيا ڪن ۽ چون پيا تہ: "يا آدم اسڪن انت وزوجک الجنة" (يعني اي آدم تون ۽ تنهنجي گهر واري جنت ۾ رهو) اها حقيقت واپس اچي خدمت ۾ پيش ڪيائون! پوءِ پاڻ فرمايائون تہ اسان کي رهڻ جو حڪم ٿيو آهي! توهان وڃو توهان کي اجازت آهي، ان کانپوءِ مديني شريف ۾ وفات لڌائين ۽ جنت البقيع ۾ آرام فرما ٿيو، جيئن تہ حضرت امير عثمان غني رضي الله عنہ جي روضي مبارڪ جو ڏاکڻيو نيسارو سندس مزار تي پاڻي وسائي ٿو! ۽ ٻہ ٻيا ولي سڳورا بہ ان قبر ويجهو آرام فرما آهن!

**37- نقل:** هڪ ڏينهن پاڻهي (جامع ملفوظات) حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! قبر وارن جو سمجهڻ ڪيئن آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ هي ڪم آسان آهي! حاضري بعد جنهن جي دل، جمعيت خاطر آهي، قبر وارن جي جمعيت بہ ان ڪري آهي ۽ ان جي نفرت قبر وارن جي نفرت تي دلالت ڪندڙ آهي!

**38- نقل:** رمضان فقير سهتو نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ مرشد کوهہ وانگر آهي، ۽ جيڪو کوهہ ۾ پاڻي آهي اهو خدا جي نور وانگر آهي ۽ مريد دلي وانگر آهي! ۽ ان جو ارادو رسي مثال آهي! جيڪڏهن هن دلي کي رسي سان کوهہ ۾ وجهبو تہ پاڻيءَ سان ڀرجي ايندو! هتي خواجہ حافظ شيرازي عليہ الرحمة کهڙو نہ سٺو چيو آهي:

**درخرابات مغان نورخدامي بنيم - واين عجب بين کہ چہ نورے ازکجامي بنيم**

(مرشد جي شراب خاني ۾ خدا جو نور ڏسان ٿو، هي عجيب ڏس جو کهڙو نور ڪٿان ڏسان ٿو!)

**39- نقل:** فقير عبدالخالق (ٻمبئي) جو رهندڙ مخدوم نورنگ زاده جي اولاد مان هو، اهو نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن درگاهہ مبارڪ تيهري نماز کان پوءِ مجلس شريف ۾ مير سهراب ٽالپر جي خاص ماڻهن مان ڪو ماڻهو آيو

هو، ڳالهين نڪرڻ بعد چپائين نه مير صاحب جو فلاڻو ياءُ، رات ڏينهن مثنوي شريف پڙهندو آهي! ان وقت پاڻ ڪريمن هي بيت ارشاد فرمايو:

**سرمن از نالہ من دور نيست - ليک چشم گوش را آن نورنيست**

(منهنجو راز منجهين آهون کان پري نه آهي، پر ڪن جي اکين کي اهو نور نه آهي!)

**40- نقل:** هڪ ڏينهن بانهي (جامع ملفوظات) حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪيو ته حضرتا! مثلن جي روحن کي ختمو ڪيئن بخشجي؟ جواب ۾ ارشاد فرمايائون ته تفصيلوار ختمي بخشڻ وقت سيئي روح نيت ۾ هجن، ۽ ناليوار چوڻ گهرجن، يا مجموعي طرح ختمي بخشڻ وقت حقيقت محمدي صلي الله عليہ وسلم، اکين ۾ حاضر سمجهي ختمو بخشڻ گهرجي! ڇو ته اها حقيقت الحقائق آهي! پوءِ اهو ختمو خودبخود هر هڪ جي روح کي پهچندو!

اي عزيز! هن حقيقت کي، هن وقت سان سمجهڻ نه گهرجي، ڇو ته هي مقام اجمال (مختصر) جو آهي ۽ هن اجمال ۾ هي سڀ جهان جي خلق، جسمن ۽ روحن سان موجود آهي، جيڪڏهن وڻ جي پاڙ ۾ پاڻي وجهبو ته وڻ جي هر جزي کي تاري ۽ قربن، سيني کي ان جي طراوت (تازگي) خود بخود پهچي ٿي! ۽ هي مقام اعليٰ آهي، ولايت جي سيني مقامن کان، هن مقام کي روح اعظم جي جاءِ، ۽ عقل ڪل جي جاءِ حقيقت محمدي صلي الله عليہ وسلم ۽ وحدت جي نالي سان بہ سڏيندا آهن، هن حقيقت جو سمجهڻ چوڻ ۽ ٻڌڻ سان معلوم ٿي نه سگهندو: ذوق اين مي نشاسي بخدا تانچشي!

(خدا جو قسم هن شراب جو مزو تيستائين نہ سڃاڻيندين! جيستائين ان کي ڪين چکندين!)

**41- نقل:** عبدالخالق فقير ٻمبئي جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن نوشهره شهر ۾ دعوتون وٺڻ لاءِ آيا هئا! ان شهر جو شيخ، مخدوم عبدالحي رحمة الله عليه، پير سائين جن سان محبت جو رابطو رکندو هو، ان جي عادت هوندي هئي، جو ڏينهن جو منهن ٻاهر نه ڪڍندو هو! اتفاقاً بازار ۾ پير سائين جن سان پنهنجي عادت موافق هلي رهيو هو ۽ پاڻ ڪريم بغير پهراڻ جي لونگي ڪلهن مبارڪن تي ڪري هليا ٿي! مخدوم عرض ڪيو ته حضرتا! توهان ماڻهن جا اڳواڻ ۽ خاص عام جا امام آهيو، توهان ڪي بازار ۾ منهن کولڻ نه گهرجي؟ پاڻ ڪريمن مرڪي فرمايو ته اي بزرگ! هر ننڍي وڏي کي معلوم آهي ته جيڪا ڇوڪري ڪنواري هوندي آهي، اها منهن لڪائيندي آهي، ۽ جنهن کي ماءُ پيءُ پرڻائي ڇڏيو، ان لاءِ مشهور آهي ته فلاڻي پنهنجي ڏيءَ جو منهن اگهاڙو ڪري ڇڏيو! اهڙي طرح اسان جي محبوب به اسان جو منهن کولي ڇڏيو آهي! اي عزيزا سندن هي فرمودو هيئن ٿو معلوم ٿئي ته ان بزرگ کي پردي جي عادت حق ڪان هئي، ان ڪري هن عالم ڪان منهن ڍڪيائين ٿي ۽ پنهنجي هستيءَ جو پردو ۽ سڄي خلق ان جي نظرن ڪان ان لاءِ بلند نه ٿي، بلڪ مستقل هئي ورنه هي سبب، مظاهر حق (حق جا نشان) آهن ڇوندڙ کهڙو نه چڱو چيو آهي:

**چشم بکشاکہ جلوہ دلدار - متجليٰ است از در و ديوار**

(رڳو پنهنجي اک کول، جو دلدار جو جلوو، در ۽ ديوار مان چمڪندڙ ظاهر آهي)

پير سائين جن جواب ۾ ڪنواري ڇوڪري چيو ان مان مراد طالب آهي، جيڪو پنهنجي هستي ڪان حجاب ۾ آهي ان کي ان يار مان جيڪو هر هنڌ هن جهان ۾ ظاهر آهي ان جي ديدار جي لذت ڪهڙي ايندي! بزرگ کهڙو نه چڱو چيو آهي:

**دروديوار من آئينہ شد از کثرت شوق - هرکجامي نگرم روئے ترامي بينم!**

(گهڻي شوق ڪان منهنجي لاءِ در دريون آئينا ٿي ويون آهن، جٿي ڏسان ٿو تنهنجو چهرو ڏسان ٿو)

۽ جيڪا پرڻيل آهي ۽ گهٽائي سان متفق آهي ان کي سيئي ظاهر ۽ باطني لذتون مڙس سان حاصل آهن، ان مان مراد عارف ڪامل مڪمل آهي! جيڪو

ياڻ کان فاني ۽ حق کان باقي ٿيو آهي، اهو ڪل آهي ۽ جهان سڄو ان جو جز آهي، ڪل جز کان ڪهڙو حجاب ڪندو، بلڪ جز ڪل ۾ موجود آهي ۽ هر حال ۾ جز ڪل جو تابع آهي! جڏهن ڪل جز تي غالب ٿي ان جي جزبت ڪي وٺي ويو، تڏهن سڀ ڪل ٿي ويو! آيت ڪريمه "وهو بكل شيء محيط" (اهو هر شيء کي محيط آهي) جڏهن جز جو سڄو حال ڪل ۾ گهيرو ڪيل آهي! تڏهن ڪل جي جز کان نظر ڪٽڻ جز لاءِ بي فيض رهڻ جو سبب آهي!

**42- نقل:** هڪ ڏينهن لاڙ جي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن جو گذر شيخ هوتي رحمة الله عليه جي مقبره کان ٿيو! فقير عرض ڪيو ته حضرتا! هن بزرگ جي زيارت ڪرڻ گهرجي؟ پاڻ ڪريمن مون (جامع ملفوظات) ڏانهن نهاري پنهنجي گهوڙي کي اڳتي هلايو! سندن پانهي ڏانهن ڏسڻ مان هيءَ حقيقت ظاهر ٿي ته پاڻ ڪريمن جو وجود مبارڪ ڪل آهي ۽ بيا سڀئي جهان جا جزا ان جون جزيون آهن، جز کي ضرور ڪل ڏانهن موٽڻو آهي! هتي مخدوم محمد زمان ڪلان لنواري واري قدس سره جو فرمودو، جيڪو ان جي مريد ابراهيم کان ٻڌڻ ۾ آيو ۽ اهو انهيءَ ڳالهه جو دليل ۽ شاهد آهي! جو هڪ ڏينهن حافظ هدايت الله ڪين عرض ڪيو ته حضرتا! جيڪي ماڻهو فوت ٿين ٿا، اهي ڪاڏي ٿا وڃن؟ جواب ۾ ان بزرگ فرمايو ته جيڪي مرن ٿا اهي ڪامل انسان جي قلب ۾ محو ٿي وڃن ٿا! ۽ حقيقت ۾ موت ڪجهه به نه آهي!

اي عزيز! انسان ڪامل جي دل درياهه محيط وانگر آهي ۽ بيا جهانن جا جزا ڦڙن وانگي آهن، جو انهيءَ درياه کان ظاهر ٿيا آهن، وري ان جي پيٽ ۾ وڃن ٿا، هتي هيءَ حديث چيل آهي: انا من نور الله وعالم كل من نوري" (يعني مان خدا جو نور آهيان ۽ بيا سڀ جهان منهنجي نور مان آهن) مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي عليه الرحمة پنهنجي سنڌي تصنيف ۾ چيو آهي ته: "اصل مڙن ماهيتن ماهية محبوبا" (يعني اصل سڀني حقيقتن جو حقيقت محمدي صلي الله عليه وآله وسلم آهي!)

**43- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حياتي مبارڪ ۾، سندس وفات جو افواهه سڄي لاڙ ملڪ ۾ پکڙجي ويو! هي خبر ٻڌڻ شرط مان ۽ ٻيا فقير درگاهه مبارڪ

ڏانهن روانا ٿياسين! جڏهن خدمت ۾ حاضر ٿي زيارت کان مشرف ٿيا سين، تڏهن سڀ ماٺهو ادب کان ماٺ رهيا. فقط هڪ شخص سڀ قصو عرض ڪيو! پاڻ ڪريمن مرڪي فرمايائون ته موت هڪ هو، اهو لنگهي ويو، جيڪڏهن بيو هوندو ته هوندو!

اي عزيز! پاڻ ڪريمن فرمايائون ته موت هڪ هو، اهو لنگهي ويو: "موتوا قبل ان تموتوا" (مرڻ کان اڳئي مري وڃو) ڏانهن اشارو فرمايو آهي! جنهن کان بعد ابدي حياتي ڳنڍجي ٿي! وري فرمايائون ته جيڪڏهن بيو هجي ته هوندو؟ هي مقام رضا ڏانهن اشارو آهي، جيڪو اصلأنه هوندو، اهو ڪٿان ايندو؟ يعني جيڪو ويو سو ويو: الموت جسر يوصل الحبيب الي الحبيب (يعني موت پل آهي دوست کي دوست تائين پهچائڻ لاءِ) جيڪو هن پل کان لنگهيو، اهو پنهنجي محبوب سان گڏيو، وري ان کي هن پل تي اچڻ جي ضرورت نه آهي ۽ جيڪو عارف، "موتواقبل ان تموتوا" سان موصوف هوندو، اهو هن جهان مان ڪلي طرح لڏي عالم الاهي ۾ پهتو آهي ۽ عالم خلق سان ڪوبه ڪم نه رکي ٿو ۽ موت عالم خلق ۾ هوندو آهي! پاڻ ڪريمن به يارن کي ان حقيقت سان جواب عنايت ڪيو!

**44- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته ڪتي سيڪاربل جو طريقو آهي ته ان کي حرام شڪار جي پويان هرگز نه ڇڏيندا آهن، ۽ جڏهن حلال شڪار جي پويان لڳائيندا آهن، ته پهريائين بسم الله پڙهي پوءِ روانو ڪندا آهن؟ پوءِ اهو ڪتو جڏهن شڪار کي وٺندو ته مالڪ جو انتظار ڪندو ته اهو اچي شڪار کي ذبح ڪري، جيڪڏهن شڪار سختي ڪئي ته ڪتو ان کي هلاڪ ڪري ڇڏيندو ۽ پوءِ شرعي حڪم ۾ اهو شڪار حلال آهي، ڇو ته ان جو حڪم ڪيل هو، اهڙي طرح عارف ڪامل جنهن جو نفس مطمئن آهي ۽ انساني بڇڙن اخلاقن کان صاف آهي اهو بغير حق جي ڪنهن تي به ڪاوڙ نه ڪندو، جيڪڏهن ڪنهن تي ڪاوڙ ڪيائين ته اها ڪاوڙ عين خدا جي ڪاوڙ آهي ۽ اهو ضرور حق تي آهي ۽ ان تي اعتراض ڪندڙ عذاب جو مستحق آهي!

**45- نقل:** حسن علي فقير نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ڏينهن اسان مينهن سان هئاسون، اتي ڏاڍي اڄ

لڳي ۽ وري زائل ٿي ويئي، ان وچ ۾ ڏئمر ته واريءَ تي هلي رهيو آهيان، ۽ پاڻ کي درياهہ جي ٻي طرف لڌم، حيران ٿيس ته هي ڇا ٿيو؟ پوءِ گمان ڪيم ته شايد درياهہ ۾ ڪري پيو هوندس، ان اسان کي هن طرف آندو آهي، وري ڪپڙن ڏانهن نظر ڪيم ته اهي بہ سڪل هئا، ڪابہ آلاڻ نہ هئي! پوءِ سمجهيم ته ساڳي طرف آهيان، پر مٿو ڦري ويو آهي! اينتري ۾ درياهہ جي ڪناري تي ٻيڙي لنگهي، پوءِ ٻيڙيءَ جي ملاحن کي سڃاڻي سڏ ڪري پڇيم ته اي ملاحؤ اسان جي مينهن جا پاڻا ڪٿي آهن؟ چيائون ته حضرتا! درياهہ جي هُن طرف جيڪي هو وڻ آهن، اهي توهان جي مينهن جا پاڻا آهن! چيائون ته جي ٻيڙي تي چڙهي هلو نہ اچو؟ پوءِ ٻيڙي تي سوار ٿي درياهہ جي هن طرف مينهن جي پاڻي وٽ پهتاسون! پوءِ فرمايائون ته هي ظاهري درياهہ جڏهن بيخوديءَ کان هوش ۾ آياسون، تڏهن ٻيڙي کانسواءِ پار ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو اهڙي طرح الله تعاليٰ جي واٽ بيخودي سان آسان ۽ خودي سان ڏکي آهي! بزرگ ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

**باخودي ڪفر بيخودي دين است - هرچہ گفتيم معزاواين است**

(خودي ڪفر ۽ بيخودي دين آهي، جيڪي چيو سون، ان جو هي مغز آهي!)

**46- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ڪرسي تي ويهي وعظ ٿي فرمايو ته هڪ دفعي امير المؤمنين حضرت علي ڪرم الله وجہ ڪرسيءَ تي ويهي وعظ ۾ ارشاد فرمايو ته مون کي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم جن کان ٻہ علم حاصل ٿيا آهن. هڪ اهو جيڪو ظاهر بيان ڪريون ٿا، ۽ ٻيو اهو آهي، جيڪڏهن ان مان ڪجهہ ظاهر ٿي پوي ته ٻيا بجاءِ خود، پر منهنجو پٽ حسن (رضي الله عنہ) بہ مون کي رت سان گڏي ڇڏي!

**47- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته ياجوج ۽ ماجوج هر ڏينهن سڪندر واري ديوار کي چٽي ڪاغذ جهڙي سنهڙي ڪري ڇڏيندا آهن، ۽ پاڻ ۾ چوندا آهن ته سڀاڻي پيجي ڇڏينداسون ۽ الله تعاليٰ جو نالو وچ ۾ نٿا آڻن، ان ڪري فرشتا الله تعاليٰ جي حڪم سان وري ساڳي طرح ان ديوار کي ٺاهي ڇڏيندا آهن! ۽ جڏهن انشاءالله تعاليٰ

چوندا اها ديوار ڀڃي پوندي پوءِ ياجوج ۽ ماجوج هن طرف اچي نڪرندا.
اهڙي طرح جيڪڏهن شريعت جي ديوار ڪي امام جو لشڪر ڀڄندو! جنهن جو
تعلق هستي سان آهي ته پوءِ ٻنهي طرفن کان خدا آهي، جو ته اها حقيقت ۽
شريعت آهي! مُلان انهن ڪي ملحد چون ٿا ۽ ملحد حد ڀڄندڙ ڪي چوندا آهن!
يعني شريعت جي حد ڪي ڀڳو اٿن! ۽ امام جو نالو حارث آهي ۽ حارث
پوک ڪندڙ ڪي چوندا آهن، جو ته اهو سائي پوک پوکڻ جو حريص آهي! ۽
هي حريص هدايت جو آهي! ۽ ان امام ڪي هڪ خليفو به آهي ۽ ان جو نالو
منصور آهي. منصور حلاج جهڙو قتل ٿيڻ ۽ مارڪٽ ۽ ٻين ڪمن کان نه
ڏڄندو آهي!

**48- نقل:** جڏهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي اکين ٺار صاحبزاده
ميان محمد صالح عليہ الرحمة وصال ڪيو، تڏهن پاڻ فرمايائون ته "الحمد لله
رب العالمين عليٰ ڪل حال ماڪان" (سڀ تعريفون الله تعاليٰ جي لاءِ جيڪو
جهانن جو پالڻهار آهي، هر حال ۾ جيڪو ٿيو) ان کان پوءِ حاضرين مجلس
کان پڇائون ته حضرت غوث الثقلين قدس سره العزيز جن جي عادت مبارڪ
هئي ته جڏهن ڪو سندن اولاد مان وصال ڪندو هو ته غسل ۽ ڪفن جو
حڪم فرمائي، پاڻ بذات خود طالبن جي صحبت ۾ مشغول هوندا هئا! ۽
حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن حضرت ابراهيم رضي الله عنه جي
وصال وقت اکين مان هنجهون ٿي هاريائون! هن ٻن مختلف حالتن مان اوهان
ڪماليت ڪنهن ڏانهن منسوب ڪندؤ؟ جواب ۾ عرض ڪيوسون ته حضرتا!
ڪماليت ته ضرور حضرت سرور عالم صلي الله عليہ وسلم جي ذات مبارڪ
ڏانهن ٿيندي! پر تفصيل سمجهايو؟ پاڻ ڪرمن جواب ۾ فرمايو ته حضرت
غوث الثقلين رضي الله عنه جي بي پرواهي، گهٽي قوت حال جي ڪري هئي!
۽ حضور انور صلي لله عليہ وسلم جن جو اکين مان پاڻي آڻڻ، ذات پاڪ
والاصفات جو رحمة اللعالمين هجڻ ڪري هو!.

# باب ٻارهون

## هن باب ۾ ٽي فصل آهن

## فصل پهريون : فقر ۽ قناعت

**1- نقل:** معتبر راوي کان نقل آهي ته هڪ دفعي حاويلي مبارڪ ۽ فقيرن جي جماعت ۾ ٽي ڏينهن فاقو رهيو! چوٿين ڏينهن حضرت پير صاحب تجر ذٽي رحمة الله عليه جي والده ماجده مصلي جي هينان پنج روپيا ڏسي، اهي کنيا! جڏهن حضرت پير سائين قدس سره جن مسجد شريف کان حويلي مبارڪ ڏانهن تشريف آندائون ته ان وقت بي بي صاحبه اهي پئسا پاڻ ڪريمن کي پيش ڪيا! پير سائين جن فرمايو ته هي پئسا ڪهڙا آهن؟ عرض ڪيائون ته مصلي جي هينان لڌا اٿم! فرمايائون ته ڪنهن جن ڪنهن جي گهر مان چوري ڪري آندا هوندا، سو حلال نه آهن! پوءِ بي بي صاحبه اهي پئسا ساڳي جاءِ تي رکي ڇڏيا ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ ڏٺائون ته نظر نه آيا، پوءِ يقين سان سمجهيائون ته پاڻ ڪريمن جو فرمان برحق آهي! انْ کان بعد انهيءَ ڏينهن هڪ ماڻهوءَ هڪ ڏاند ۽ ڳاڙهي جوئر جي ٻوري، پير سائين جن جي خدمت ۾ اچي نذرانو رکيائين! فقيرن ان ڏاند کي ذبح ڪري گوشت جو اڌ ۽ اناج جو اڌ حويلي شريف ۾ موڪليائون ۽ باقي اڌ جماعت جي فقيرن لاءِ پچايائون!

**2- نقل:** هيڪر آئون (جامع ملفوظات) حضرت پير سائين قدس سره جن سان لاڙ جي سفر ۾ گڏ هيس! پاڻ هڪ شهر ۾ نظاماڻين جلواڻين (جيڪي منهنجا مائٽ هئا) جي رهائشگاهه تي زيارت ڪرائڻ واسطي تشريف فرما ٿي، پوءِ اتان سوار ٿي مقرر دعوتن لاءِ روانا ٿيا، ۽ مون پاڻ ڪريمن کان اجازت وني پنهنجي ماسي وٽ وڃي ويٺس! اتي منهنجي هڪ مائٽ ڀاڻ پيش ڪري چيو ته هن مان اڌ پير سائين جن جو آهي، هن جي امانت ڪريو؟ ٻانهي حاجي فقير نظاماڻي کي چيو ته تون انصاف ڪري ڀاڻ جي قيمت ٻڌاءِ؟ ان پير مرد فقير جي چوڻ تي سورهن روپيه قيمت جو فيصلو ڪيوسون پوءِ اڌ قيمت مون کي ڏنائون! ان کان پوءِ انهن مان هڪ چيو ته هي گهوڙي تکي آهي، مون چيو ته هن کي هلندي لکڻ هئو؟ پوءِ سوار ماڻهو لکڻ هنيو ته ان وقت گهوڙي جي رفتار معلوم ٿي! مون انهن کي چيو ته جيڪا اڌ

قيمت مون کي ڏني اٿو، ان کان پيڻ قيمت مون کان ورتو ۽ گھوڙي مون کي ڏيو؟ انهن چيو ته اسان تنهنجي چوڻ تي فيصلو ڪيو آهي، ان فيصلي تي عمل ڪرڻ گهرجي؟ ان کان پوءِ پير سائين جن جي خدمت ۾ سڄو قصو عرض رکيم! پاڻ فرمايائون جيڪو ماڻهو ڏيئي اها اسان جي ملڪيت آهي پوءِ گهٽو هجي يا ٿورو هجي!

**3- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ رات درگاهه مبارڪ تي مسجد شريف ۾ ويٺو هيس، ۽ سيد پليڏنو شاهه به مون سان گڏ ويٺو هو! حضرت پير سائين قدس سره، جو ڪوئري بردار موليڏنو فقير، تنهن مسجد شريف ۾ اچي سيد صاحب کي چيائين ته توکي حضرت پير سائين قدس سره جن باغيچي ۾ گهرايو آهي؟ پوءِ اسان ٻئي موليڏي سان گڏجي هلياسين! جڏهن باغيچي جي دروازي تي پهتاسين، تڏهن سيد صاحب باغ اندر ويو ۽ آئون دروازي تي ويهي رهيس ۽ سيد صاحب کي چيم، پير سائين جن کي عرض ڪجانءِ ته فلاڻو فقير دروازي تي بيٺو آهي؟ جڏهن سيد اندر ويو ته ان وقت منهنجو نياپو وسري ويس! باغ مان ڪوبه آواز نه آيو ۽ هي فقير پنهنجا سوال جواب دل ۾ حاضر رکي انتظار ۾ ويٺو رهيو، گهڙي کن کان پوءِ سيد پليڏنو کي ياد اچي ويو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! فلاڻو دروازي جي ٻاهران ويٺو آهي؟ پاڻ ڪريمن خود باغيچي مان سڏ ڪري، فرمايائون ته اي فلاڻا! اندر اچ؟ آئون آواز سڃاڻي اندر ويس! ۽ خدمت ۾ ادب سان ويهي رهيس ۽ مون قناعت عنايت ڪرڻ جو سوال ڪيو؟ پاڻ جواب ۾ حديث شريف بيان فرمايائون ته هڪ جماعت غائبانه اسلام قبولي حضور صلي الله عليه وسلم جن جي اڳيان حاضر ٿي، هن غائبانه پاڻ تي اسلام جون حدون قائم ڪري مال جي زڪوات پاڻ سان گڏ ڪٺي آيا هئا! ڪجهه ڏينهن صحبت حاصل ڪري فيض وارا ٿيا! جڏهن وڃڻ جي موڪل ورتائون ته ان وقت ڪين حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته توهان سڀ جماعت مون وٽ گڏجي اچو ته توهان کي تحفا ڏيان! جڏهن اهي حاضر ٿيا، تڏهن سڀني کي تحفا عنايت فرمايائون! پوءِ پڇائون ته توهان جي جماعت مان اڃا ڪو باقي آهي؟ عرض ڪيائون ته هڪ رفيق سامان وٽ ويهاري آيا آهيون! فرمايائون ته توهان وڃو ۽ ان کي موڪليو؟ پوءِ هي ويا ۽ هو آيو، اهو قد ۾ ننڍو هو ان کي به تحفو

عنايت فرمايائون! هن عرض ڪيو ته يا رسول الله صلي الله عليہ وسلم مون کي قناعت عنايت فرمايو؟ پيغمبر خدا صلي الله عليہ وسلم ان تي ڏاڍا راضي ٿيا، ان جي حق ۾ خير جي دعا فرمايائون! پوءِ اهي سڀ هليا ويا، ان کان پوءِ جڏهن ان جماعت مان ڪو ماڻهو ايندو هو ته حضور صلي الله عليہ وسلم جن پڇندا هئا ته قناعت گهرندڙ جي ڇا ڪندا هئا؟ سڀ ڪو ماڻهو ان جي توڪل ۽ قناعت جو گهڻو بيان ڪندو هو! مون هن بيان ٻڌڻ کان پوءِ وري عرض ڪيو ته وجود مبارڪ اوهان جو مظهرذات حضور سرور عالم (صلي الله عليہ وسلم) جن جو آهي ۽ هي مسڪين به بندري قد جو آهي، هن ضعيف جي حق ۾ توجهہ فرمايو ته الله تعاليٰ قناعت جي خزاني مان پورو حصيدار بنائي؟ پاڻ مُرڪي فرمايائون ته توهان به رڳو وتو ٿا گهرندا! فقير عرض ڪيو ته توهان جي ورثي مان اميدوار آهيان پوءِ هٿ کڻي دعا فرمايائون ۽ گهڻو راضي ٿيا! ۽ سيد صاحب عرض ڪيو ته حضرتا! آئون قدر جو ڏکهو آهيان مون کي به دعا فرمايو ان کي به دعا فرمايائون: "القناعت كنز لايفنىٰ" (قناعت غير فنا ٿيندڙ خزانو آهي)

**هرکہ در راهے قناعت مرد شد - ملک دنيا بر دل اوسرد شد**

(جيڪو ماڻهو قناعت جي واٽ ۾ مرد ٿيو، دنيا جي بادشاهي ان جي دل تي ٿڌي ٿي)

**مرد قانع گر گدائے ميکند - در حقيقت بادشاهي ميکند**

(قناعت وارو بالفرض سوال به ڪري ته به حقيقت ۾ بادشاهي ٿو ڪري!)

**4- نقل:** قناعت جي خصوصيتن مان فقير عثمان جيڪو سيد عبدالڪريم سنڌي رحمة الله عليہ جي طريقي تي هو، ان بزرگ کان نقل ڪيو ته بزرگ پنهنجن يارن مان هڪڙي کي فرمايائين ته مون کي ٻه يار آهن هڪ اڌ يار ۽ ٻيو مسڪين، پر سچو يار آهي! توکي ٻنهي ڏيکاريندس؟ ان کان پوءِ پهريائين شاهوڪار وٽ ويا، ان ملاقات ۽ مهماني ۾ حد کان وڌيڪ تڪلف ڪيائين، جو مختلف طعام تيار ڪرايائين ۽ مهمانداري جون سڀئي رسمون بجا آندائين! پوءِ بزرگ فرمايو ته هي منهنجو اڌ يار آهي، ڇو ته هن کان هي تڪليفون هميشہ نہ هلنديون؟ ۽ هو اهي زياده ۾ زياده ڏهہ پندرهن ڏينهن ڪندو! ان کان پوءِ ٻي وٽ آيا، جيڪو سچو يار هو ان ملاقات ڪري ادب جا

سڀ طريقا بجا آڻي، گهر ۾ وڃي آئي وبهاريائين ۽ پنهنجي گهر واري کي چيائين ته اڄ رب ۾ به پيالا پاڻيءَ جا زياده وجهجانءِ؟ پوءِ ان بزرگ پنهنجي ساٿيءَ کي چيو ته هي سڄو بار آهي! ڇو ته هن کي اسان جي هميشه رهڻ مان ڪڏهن به ڪا تڪليف نه ٿيندي! جو هن جو خرچ پاڻي جا به پيالا آهي، اهي ان تي بار نه آهن!

اي عزيز! مسڪيني عجيب شيءِ آهي ان جي قيمت ٻنهي جهانن کان مٿي آهي! مسڪين ڪانسواءِ هن جو قدر ڪنهن به نه سڃاتو آهي! مگر حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي به هن وڏي نعمت سان سرفراز فرمايائون جو دعا ۾ چيو اٿن: "اللهم احيني مسڪينا وامتني مسڪينا و احشرني في زمرة المساڪين" (اي الله مون کي مسڪين ڪري جيار ۽ مون کي مسڪين ڪري مار ۽ مون کي مسڪينن جي جماعت ۾ اٿارجانءِ) ۽ هي بي انتها خزانو آهي، جنهن ۾ ڪوبه ڏک نه آهي جيئن ته پير سائين جن حضور صلي الله عليه وسلم جن جي تابعداري ڪندي پيروي ڪندڙن کي، انهن جي طاقت موجب ان مان گهڻو ڪجهه عنايت فرمايائون ٿي:

**جان آدم راچو سرفقر سوخت - هشت جنت رابيک گندم فروخت**

(حضرت آدم عليه السلام کي جڏهن فقيري جو راز معلوم ٿيو ته اٺئي بهشت، ڪڻڪ جي هڪ داڻي جي عيوض وڪڻي ڇڏيائين!)

**چونکہ چنداني سليمان ڪار داشت - کز زمين تا عرش گيرودار داشت**

(جيستائين حضرت سليمان عليه السلام مختلف ڪمن ۾ مصروف هيو، تيستائين زمين کان عرش تائين حڪومت ٿي ڪيائين!)

**مسڪنت را قدر چون بشناخت او، قوة از زنبيل باني ساخت او**

(ان جڏهن مسڪيني جو قدر سڃاتائين ته نوڪرين ناهڻ کي گذر بسر جو ذريعو ناهي ان تي ڪفايت ڪيائين ٿي!)

**5- نقل:** حاجي احمد فقير ٽالپر ٽوڙهو، الهه بخش فقير ٽالپر ڇڇه (اها ديهه چرائي جي پرسان آهي) جي رهندڙ کان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايائون ته هڪ بادشاهه هو جنهن پنهنجي قلعي جي دروازي تي رهندڙ نوڪرن کي چيو ته اهڙن ٻن ماڻهن کي قلعي جي اندر اچڻ هرگز نه ڏجو؟ 1- جيڪو فقيري جي دعويٰ ڪري ۽

2- جيڪو ڪيميا جي دعوا ڪري! وزيرن اميرن بادشاهه جي حضور ۾ عرض ڪيو ته بادشاهن جي بادشاهي ڪي هن ٻن تولن جي ڪري طاقت گهٽي ٿيندي آهي، انهن کي روڪڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ بادشاهه فرمايو ته هن ٻن تولن مان جيڪي پنهنجي دعويٰ ۾ سچا آهن، اهي بادشاهن جي پرواهه نه رکندا آهن ۽ جيڪي ڪوڙا آهن، اهي بادشاهه جي دروازي تي ايندا رهندا آهن! ان ڪري منع ڪئي سون ڇو ته ڪوڙن جي اسان کي به ضرورت نه آهي!

**6- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايائون ته ڪنهن بادشاهه جو وزير هو، ان کي اچي الله تعاليٰ جي طلب، هدايت ڪئي! جنهن ڪري وچي اڪيلائپ پسند ڪيائين ۽ الله تعاليٰ جي ياد ۾ وڃي مشغول ٿيو، هڪ ڏينهن بادشاهه کي ان جي ملاقات جو شوق ٿيو، جنهن ڪري هڪ ماڻهوءَ کي موڪليائين ته وٺي اچيس؟ پر وزير خدا جي بادشاهيءَ ۾ پاڻ بادشاهه بي پرواهه هو! جنهن ڪري ان ڏانهن ڪوبه لاڙو نه فرمايائين پوءِ بادشاهه بيحد شوق جي ڪري ان بزرگ اڳيان آيو ۽ چيائينس ته توهان ۽ اسان ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ فقير جواب ڏنو ته فرق هي آهي ته تون اسان جي ٻانهي جو ٻانهو آهين! بادشاهه پڇو اهو ڪيئن؟ چيائين ته تون ڪاوڙ ۽ نفس جي حرص جو ٻانهو آهين ۽ اهي (ڪاوڙ ۽ حرص) منهنجا ٻانها آهن، مان انهن جو حاڪم آهيان:

**گدا بادشاه است نامش گدا - خشم برشاهان شه، مارا غلام**

(پينو بادشاهه آهي فقط سندس نالو پينو آهي ۽ ڪاوڙ جيڪا بادشاهه جو حاڪم آهي، سا اسان جو غلام آهي!)

**7- نقل:** رحيم ڏنو فقير ڪاڇي نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايائون ته هڪ دفعي ڏهه روپيا سرڪاري ڍل جا، جيڪي گهوڙن لاءِ جوَ پوکيا هئا سون، انهن جا الڳ ڪري رکيا سون! ست، اٺ ڏينهن گذري ويا جو الله تعاليٰ ڪجهه به نه موڪليو ۽ بک (جيڪا طالبن جو ڪاڏو آهي) فقيرن جو ڪاڏو ٿيو! پوءِ آخر معلوم ٿيو ته هي جزا انهن ڏهن روپين رکڻ جي آهي! ان ڪان پوءِ اهي ڏهه روپيا خيراب ڪري ڇڏياسين ته انهي ڏينهن ئي الله تعاليٰ بند ڪيل کلف کي احسان جي چاٻي سان کولي ڇڏيو:

**هرچہ داري صرف کن درراه او - لن تنالو البر حتيٰ تنفقوا**
(جيڪي هجشي الله جي راهہ ۾ خرچ ڪري ڇڏ. نيڪي کي تڏهن پهچندين جڏهن (پياري شيءِ) خرچ ڪندين!)

**8- نقل:** هڪ ڏينهن ٻانهو (جامع ملفوظات) درگاهہ مبارڪ تي حضور ۾ ويٺو هو، حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ خليفا! هڪ ڳالهہ ٻڌڻ جهڙي آهي؟ ٻانهي عرض ڪيو تہ حضرتنا! جيءُ فرمايو! پوءِ پاڻ بيان فرمايائون تہ فقير واحد ڏنو بورچيخانہ جي خدمتگار هئي اچي چيو تہ اڇي جوارمُلا خيالي وٺ آهي، اهو ڇوي ٿو تہ جوار وٺي وجو! جڏهن الله تعاليٰ ڪا شيءِ موڪلي، تڏهن پئسا ڏجو؟ اسان ان کي اُن وٺڻ کان روڪيو سون ۽ هُن ہ ٽي ڏينهن روزانہ اچي ستايو، ان ڪري سندس مرضي تي ڇڏيو سون! فقير جوار جو اُن ارڙهن ڪاسا گهٽ وڌ وٺي آيو ۽ اچي رکيائين پوءِ جيستائين اهو اُن رکيل هو، تيستائين الله تبارڪ تعاليٰ اسان ڏانهن ڪجهہ بہ نہ موڪليو! جڏهن اهي داڻا سڀ ختم ٿي ويا، ان کان پوءِ مطلق رزاق فتوحات غيبي مان تمام گهڻي روزي موڪلي آهي! ان ڏينهن (اناج ختم ٿي وڃڻ) کان پوءِ الله تعاليٰ جي دربار کليل ڏٺي سون:

**هرکہ در راه قناعت مرد شد - ملک دنيا بردل او سرد شد**
(جيڪو قناعت جي واٽ ۾ مرد ٿيو، دنيا جي بادشاهي ان جي دل تي ٿڌي ٿي وئي!)

**دلاگر قناعت بدست آوري - در اقليم دولت کني سروري**
(اي دل جيڪڏهن قناعت کي هٿ ۾ آڻيندين، تہ دولت جي ولايت ۾ سرداري ڪندين!)

**9- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي وصال مبارڪ کان پوءِ، جيڪا پهرين بدعت **مسلمانن** ۾ پيدا ٿي اها ڍئو ڪري کائڻ جي هئي! حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي زماني ۾ هڪ ماڻهوءَ بہ پيٽ ڀري نہ کاڌو هو ان حقيقت بابت حديث شريف آهي تہ: الکافر ياکل في سبعة امعاءِ والمؤمن ياکل في امعاءِ واحد (يعني ڪافر ستن آنڊن ۾ کائي ٿو ۽ مؤمن هڪ آنڊي ۾ کائيندو آهي!

**10- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ طالب کي گهرجي تہ جيڪا شيءِ نہ ان جي اک ڏٺي، نہ ڪن ٻڌي ۽ نہ دل ۾ ان جو خيال آيو، جيڪڏهن اها شيءِ بغير طلب جي الله تعاليٰ ڪيس موڪلي تہ اها

قبول ڪري ۽ ان کي موٽائي نہ ڏي ورنہ الله تعاليٰ ان شيء جو سائل ڪندو!

## خط مبارڪ

(حضرت پير سائين قدس سره جن جو خط مبارڪ بزرگ محمد صالح جي سوال بابت جيڪو قناعت جي باري ۾ هو)

سوال: جيڪي الله وارا طالبن فقيرن جي جماعت سان هڪ جاء ۾ ويٺا هوندا آهن ۽ صبح شام الله تعاليٰ جي ياد کان سواء ڪوبہ ڪم نہ ڪندا آهن! ۽ انهن وٽ سڄو ڏينهن تفسير حديث ۽ ديني علم جو چرچو هلندو آهي ۽ انهن جي مجلس ۾ ٻي ڪابہ ڳالهہ نہ هلندي آهي ۽ اهي ڪيڏانهن اچ وڃ بہ نہ ڪندا آهن، ان صورت ۾ شاهوڪار ماڻهو ڪين ڪجهہ خيرات بغير طلب ۽ سوال ڪرڻ جي ڏين ٿا تہ هڪ ماڻهو تن لاء فقط گمان سان چوي ٿو تہ انهن جو ويهڻ عين طمع لاء آهي! جيڪو بغير ڪمائڻ جي انهن کي ملي ٿو اهو حرام آهي؟ هن صورت ۾ شرعاً اهڙو گمان ڪرڻ ۽ اهڙي جماعت جي حق ۾ ائين چوڻ جائز آهي يا نہ؟ (بينواوتوجروا)

جواب: ظاهر آهي تہ ان پاڻ کي ائين چوڻ نہ گهرجي، ڇو تہ طمع ۽ توڪل عادتون آهن، جن جو تعلق دل سان آهي ۽ نہ فعل سان! پوء اهو بزرگ جيڪڏهن "جواسيس القلوب" آهي (يعني دلين جو جاچيندڙ) ۽ ڪشف سان معلوم ڪيو اٿس، تڏهن بہ ان کي زبان تي آڻڻ نہ گهرجي! ڇو تہ اصحاب قلوب کي الله پاڪ جي عادتن سان موصوف ٿيڻ نهايت لازم آهي، ۽ پوء ان کي گهرجي تہ ستاري (ڍڪڻ) عادت اختيار ڪري! جيئن اسان جي پيغمبر صلي الله عليہ وسلم جن جي عادت مبارڪ هئي! پوء جيڪڏهن اهو گفتگو پريٺ آهي تہ گلا آهي ۽ الله تعاليٰ فرمايو: "ولا يغتب بعضكم بعضا ايحب احدكم ان ياكل لحم اخيه ميتا فكر هتموه" (يعني توهان هڪ ٻي جي گلا نہ ڪريو ڇا توهان مان ڪو اها ڳالهہ پسند ڪندو جو پنهنجي مئل ڀاءُ جو گوشت کائي؟ پوء توهان ان کي برو سمجهيو ٿا) ۽ جيڪڏهن روبرو چوي ٿو تہ، جي جماعت ۾ ڏاڍيان چيائين برائي کان روڪڻ جي خيال سان تہ اهو مؤمن جو عيب پکيڙڻ آهي ۽ ان جو گناهہ نفعي کان بہ وڌو آهي ۽ ڇڱائي جو حڪم لڪل کي لڪائي چوڻ گهرجي ۽ ظاهر واري کي ظاهر ڪري

چئجي! پر جي هو جواسيس القلوب نہ آهي تہ ڪنهن مؤمن ڪي طمعدار سمجهڻ برو گمان آهي ۽ اسان ڪي حڪم آهي: ظنوا بالمؤمنين خيرا" (يعني مؤمن سان چڱو گمان ڪريو) الله تعاليٰ جو فرمان آهي تہ "ان بعض الظن اثم" (بيشڪ بعض گمان گناهہ آهن) ۽ ان ڪي زبان تي آڻڻ افتريٰ (بهتان) آهي، ۽ الله تعاليٰ جو فرمان آهي "انما يفتري الڪذب الذين لا يؤمنون بآيات" (يعني ڪوڙ ڪي اهي ٺا ٺاهين، جيڪي آيتن تي ايمان نٿا آڻين) پيو تہ جي ڪو بزرگ اڪمل ۽ تارڪ الاسباب آهي، اهو جيڪڏهن ڏٺي يا وٺي ٿو تہ الله تعاليٰ جي وات ۾ ڏٺي ٿو ۽ پاڻ ڪي ان ڪان آزاد رکي ٿو ۽ اهو قناعت ڪندڙن مان آهي: "القناعت ترڪ الطمع والمنع والجمع" (يعني قناعت هي آهي تہ طمع نہ ڪري! جي اچي تہ منع نہ ڪري ۽ ان ڪي جمع نہ ڪري) چو تہ اها اسان جي پيغمبر صلي الله عليہ وسلم جن جي صفت آهي ۽ مهاجرن فقيرن جي تابعداري آهي، جيڪي اصحاب صُفہ جا هئا! پوءِ جيڪڏهن حقوق الله جي ادا ڪرڻ ڪان پوءِ اهي جمع ڪن ٿا تہ اهو الهام سان هوندو چو تہ اولياءَ الله الهام جا تابع هوندا آهن، ۽ مباح ڪمن ۾ (جيئن امير المؤمنين حضرت عثمان رضي الله عنہ ۽ خواجہ عبيدالله احرار رحمة الله عليہ جن مال خرچ ڪيو!) اهو مال خرچ ڪندا آهن! ۽ پڻ حاڪمن، شاهوڪارن ڪان بہ ڏنل خير وٺي سگهجي ٿو! چو تہ سندن سڄو مال حرام نہ هوندو آهي، ضرور ان ۾ حلال بہ ڪجهہ هوندو! جيڪو انهن الله وارن ڪي پهچي ٿو: "الطيبات للطيبين" (پاڪ شيون پاڪن لاءِ آهن) ۽ اسان ڪي لائق نہ آهي جو اولياءَ الله ڪي پاڻ تي قياس ڪريون! هڪ بزرگ فرمايو آهي تہ:

**موسے اندر درخت وآتش ديد - سبز ترميشد آن درخت ازنار**

(حضرت موسيٰ عليہ السلام وڻ ۾ باهہ ڏٺي! پوءِ انهيءَ باهہ سان وڻ وڌيڪ سائو ۽ تازو ٿي ٿيو!)

**شهوت و حرص مرد صاحب دل - هچمنان دان وهچنان انگار**

(الله واري جي خواهش ۽ حرص ڪي بہ، اهڙي طرح ئي سمجهہ ۽ ان وانگر ڪري ڇاڻ!)

**ڪار پاڪانرا قياس ازخود مگير - گرچہ باشد درنوشتن شير وشير**

(پاڪن جي ڪم ڪي پاڻ تي قياس نہ ڪر، جيتوڻيڪ لکڻ ۾ شير (شينهن) ۽ شير (کير)

هڪ جهڙا آهن!)

**جملہ عالم زين سبب گمراه شد - کمر کس از ابدال حق آگاهہ شد**

(اڪثر جهان وارا انهيءَ ڪري گمراهہ ٿيا، جو اهي ابدالن (الله وارن) ڪان ڪونہ واقف ٿيا!)

**کافران راديده بينا نبود - نيک بد درچشمر ايشان يک نمود**

(ڪافرن کي ڏسڻ واري اک نہ هئي، جو چڱا ۽ برا، انهن کي هڪ جهڙا ڏسڻ ۾ آيا!)

**همسري باانبياء برداشتند - اوليا راهچو خود پنداشتند**

(انهن نبين سان برابري جي دعويٰ ڪئي ۽ ولين سڳورن کي پاڻ جهڙو سمجهيائون!)

**گفت اينک مابشر ايشان بشر - ماوايشان بستہ خوابيمر و خورا**

(چوڻ لڳا هي بشر آهن ۽ اسان بہ بشر آهيون، اسان ۽ هي مڙئي ننڊ ۽ کائڻ جي عادت رکون ٿا.)

**اين ندانستند ايشان از عميٰ - هست فرق درميان بے انتها**

(انهن انڌن کي اها خبر نہ پئي تہ ٻنهي جي وچ ۾ بي انتها فرق آهي!)

**هر دو گون آهوگياه خوردندوآب - زين يکے سرگين شدز آن مشکناب**

(ٻنهي قسمن جي هرڻن، هڪ ئي جوءِ مان گاهہ کاڌو ۽ پاڻي پيتو، پر هڪ مان ڦولڙهيون ۽ ٻئي مان مشڪ نهيو!)

**اين خورد زايد همہ بخل وحسد - وآن خوردزايدهمہ نور احد**

(هن جي کائڻ سان بخيلي ۽ ساڙ پيدا ٿيندو آهي، مگر نبي سڳوري جي کائڻ سان خدا جو نور ظاهر ٿيندو آهي) ٻي جاءِ تي فرمائي ٿو تہ:

**صاحب دل رانداردآن زيان - گر خورد اوزهر قاتل راعيان**

(ولي جيڪڏهن قاتل زهر کائيندو، تہ بہ ڪيس ڪو نقصان ڪونہ رسندو!)

اي ياءُ! جڏهن اولياءَ الله ڍڪيل آهن! جيئن حديث قدسي ۾ آهي: "اوليائي تحت قبائي لايعرفهمر غيبري" (يعني منهنجا اولياءَ منهنجي قباءَ جي هيٺان ڍڪيل آهن انهن کي ڪوبہ مون کانسواءِ سڃاڻي نٿو سگهي) پوءِ هر ماڻهو جو خيال ۽ ان کان خوف ڪرڻ گهرجي! جيئن حضرت شيخ سعدي رحمة الله عليہ فرمايو آهي:

**هر بيشہ گمان مبر کہ خاليست - شايد کہ پلنگ خفتہ باشد**
(اهو گمان نہ ڪر تہ هر جهنگ خالي آهي؛ شايد ان ۾ ڪو چيتو شينهن ستل هجي!)

**شنيدي کہ چون راه بردم بدوست - هر آنکس کہ پيش آمدم گفتم اوست**
(تو ٻڌو تہ ڪيئن دوست ڏانهن وڃي پهتس؟ جيڪو بہ منهنجي اڳيان آيو تي مون چيو اهو، اهو آهي!)

۽ حديث شريف ۾ آيو آهي، جنهن جو ترجمو آهي تہ: الله تعاليٰ جا ولي جهان ۾ اهڙو گم ۽ لڪل آهن، جو جيڪڏهن اهي مجلس ۾ حاضر نہ ٿين تہ انهن کي ڪوبہ نہ طلبيندو! جيڪو الله تعاليٰ جي ولي جي دل ڏکوئيندو، ان جڻڪ الله تعاليٰ سان جنگ جوتي" ۽ محمد صالح کي گهرجي تہ جيڪڏهن ڪو غيبت ۽ گلا ڪري تہ توهان پاڻ کي ان جي گلا کان بچايو! (يعني ان کان پاسو ڪريو) چو تہ:

**بدي رابدي سهل باشد جزا - اگر مردي احسن اليٰ من عصيٰ**
(بڇڙائي جي بڇڙائي سان جزا ڏيڻ آسان آهي، جيڪڏهن مرد آهين تہ برائي ڪندڙ سان چڱائي ڪر!)

**11- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان ارشاد فرمايائون تہ: هڪ ڏينهن نماز ادا ڪرڻ لاءِ نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن اٿيا ۽ سندن جسم اطهر، بي اختيار لرزش ۾ اچي ويو! ايتري قدر جو سندن گوڏا مبارڪ زمين تي اچي پيا ۽ حضرت ام المؤمنين بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنها کين اٿاري عرض ڪيو تہ ٻنهي جهانن جا مقصود ۽ محبوب ڪهڙو سبب آهي؟ پاڻ فرمايائون تہ جسم جي لرزش گهٽي بک جي ڪري آهي! ۽ مرشد ڪريمن هي بہ فرمايائون تہ ڪنهن صحابي سڳوري کان حديث شريف روايت ٿيل آهي تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي حرم مبارڪ ۾ ڪيترائي ڏينهن باهہ ڪانہ ٻرندي هئي!

**12- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ دفعي ميان مخدوم احمدي رحمة الله عليہ کهڙن شهر جو رهندڙ، جيڪو ظاهري عالمن ۾ وڏي پايہ جو عالم هو! اهو ۽ ٻيا عالم: الفقر سواد الوجہ في الدارين" حديث جي معنيٰ ۾

منجهي پيا . آخر پاڻ ۾ انجام ڪيائون تہ حضرت ميان صاحب قدس سره جن کان پڇنداسون! هڪ ڏينهن حضرت ميان صاحب جن بہ ان ديهہ ۾ تشريف فرما ٿيا! ۽ بزرگن پنهنجي دل جو مضمون اچي بيان ڪيو! حضرت ميان صاحب جن فرمايو تہ پهريائين ظاهري معنيٰ ڪريو تہ توهان کي سمجهائينداسون! عالمن چيو تہ: فقر منهن جي ڪاراڻ آهي، ٻنهي جهانن ۾" پوءِ ميان صاحب جن فرمايو تہ حديث شريف جو مفهوم ٺيڪ ۽ برحق آهي! يعني اک جي روشنائي ڪاري ماڻڪي ۾ آهي، جيڪا اک ۾ موجود آهي! مطلب تہ فقر منهن جي روشنائي آهي ٻنهي جهانن ۾، ۽ فقر وارو ابدي نور جو حامل آهي!

**13- نقل:** شاهو فقير تندو سبراني جورهندڙ (اها ديهہ ماند جي پرڳڻان آهي) نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن درگاهہ مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ ويٺو هيس! ۽ پاڻ قرآن شريف جي تلاوت ۾ مشغول هئا ، ان وقت حاجي عبدالله فقير رند، جيڪو پير سائين جن جو مريد هو، ڪين پاڪر پائي عرض ڪيائين تہ اي قبلہ عالم مون کي خدا حاصل نہ ٿيو، هاڻي دنيا جي سامان ۽ گناهہ ۾ مشغول ٿيان ٿو! پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو تہ اي ٻاڻ! نعمت جو شڪر بجا آڻ؟ ڇو تہ شاهي ڇٽ جنهن کي نصيب آهي ان جي مٿي تي رکن ٿا ۽ بادشاهہ جي ملازمن کي جيڪي شاهي فرمانبرداري سان ممتاز ۽ مشرف آهن، سي سڀئي نعمت جو شڪر بجا ٿا آڻن، ڇو تہ نعمت جو شڪر عزت کي وڌائيندڙ آهي!

**14- نقل:** سائينڏنو فقير لاکو نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن خليفي ميان سعيد خان (ماڻائي) حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! طعام کائڻ مان ڪهڙا ماڻهو لذت حاصل ڪندا آهن؟ جواب ۾ ارشاد فرمايائون طعام کائڻ مان فقير لذت وٺن ٿا! جيڪي اڳيان اچين سو کائن ۽ طعام مان عيب نہ ٿا ڪڍن. ۽ شاهوڪار اگرچہ طعام کائن ٿا، پر انهن جي زبان عيب ڪڍڻ کان پاڪ ڪونہ آهي، ان ڪري هو شڪر ۽ لذت کان محروم آهن!

**15- نقل:** يعقوب فقير نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي درگاهہ مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس، ٻانهي کي فرمايائون تہ جيڪو طعام جو حصو فقيرن جي ديڳ مان توکي ملي اهو اسان کي ڏيکارجانءِ؟ ان وچ ۾ ڇهہ وقت متصل فاقو هو! "الجوع قوة

العاشقين" (بک عاشقن جي خوراک آهي) ۽ سنتين وقت کان پوءِ اڌ روپيہ جي ڪٽڪ ديگ ۾ فقيرن لاءِ پچايائون ۽ مون کي بہ ان مان اڌ چمچو حصي ۾ آيو، ان کي پنهنجي پراڻي ڪپڙي ۾ وجهي پاڻ ڪريمن جي خدمت ۾ حاضر ڪيم! پاڻ ان جو معائنو ڪري اکين ۾ پاڻي آڻي فرمايائون تہ اي منهنجا يارؤ! مان خدا جي طالبن کان تمام گهڻو شرمندو آهيان، ڇو تہ انهن جي پوري خدمت بجا نہ ٿي ٿئي، پر پڪ ڄاڻو هنن بکن جو عيوض الله سبحانہ تعاليٰ وٽ وڏيون وڏيون نعمتون، آخرت ۾ موجود آهن.

**16- نقل:** حامد فقير منگريو نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايائون تہ هڪ دفعي شيخ طيب رحمة الله تعاليٰ عليہ جي مقبره تي فقيرن جي جماعت سان اٺ راتيون رهيا هئا سون، انهن سڀني راتين ۾ طعام العاشقين جنهن مان مراد بک آهي، اهو اسان جي روح جو کاڌو هو! اٺين رات الله تعاليٰ هڪ پيالو کير جو اسان مڙني جي قوت لاءِ موڪليو! پوءِ ان پيالي مان اسان ۽ سڄي جماعت فقيرن جي کير پيتو!

**17- نقل:** حضرت پير صاحب بنگلي ڌڻي رحمة الله عليہ،حضرت پير صاحب تجر ڌڻي رحمة الله عليہ جن کان نقل بيان فرمايو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ اي بابا ماني جيڪا حاضر هجي، اسان لاءِ حويلي ۾ وجي ڪٺي اچ؟ مون هڪ ماني جوار جي ۽ ٻي ماني ڪٽڪ جي جيڪا ٻن يا ٽن ڏينهن جي پڪل هئي، فرمان موجب ڪٺي اچي حاضر ڪيم! پاڻ ان مان ڪجهہ واپرايائون تہ اينتري ۾ ٻي تازي ماني پاڻ ڪريمن لاءِ تيار ڪرائي حاضر ڪئي وئي! عرض ڪيم تہ حضرتا! تازي ماني حاضر آهي، جواب ۾ فرمايائون تہ جيڪي ڪاڻو هو کاڌو سين ۽ تازي ماني ڪجهہ بہ استعمال نہ ڪيائون! شيخ سعدي رحمة الله عليہ ڪهڙو نہ سنو چيو آهي:

**دلاگر قناعت بدست آوري – دراقليم راحت ڪني سروري**

(اي دل جيڪڏهن قناعت هٿ ۾ آڻين تہ جيڪر آرام جي ولايت ۾ سرداري (بادشاهي) ڪرين!)

**18- نقل:** ميڏنو فقير پليجو نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ شخص خدا جي طالب سرهن، آباد ڪئي هئي، انهيءَ پوک جي حفاظت لاءِ پاڻ اتي رهندو هو! هڪ ڏينهن

ان جي ڏيءُ سرهن جي پنن جو ٻوڙ ان جي ڪاڻ لاءِ آڻي چيو تہ بابا! اسان جي گهر ۾ جيڪو آٽ ڪڻڪ جو هو سو پچي پيو، ان ڳالهہ ٻڌڻ شرط هن تي وجد طاري ٿي ويو ۽ ليٽندو ڪرندو، سرهن کي پچندو پاڙان پٽيندو رهيو! جڏهن هوش ۾ آيو، تڏهن سندس ڌيءُ پڇو تہ بابا! وجد جو ڪهڙو سبب هو؟ چيائين تہ اي ڌيءُ جيڪا تو ڳالهہ چئي تہ اسان جي گهر وارو آٽ ڪڻڪ جو پچي پيو، انهيءَ جي خوشي! ڪان الحمد لله جو فرعوني سامان جيڪو اسان جي گهر ۾ هو پچي پيو!

**19- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ دفعي عارف حاتم اصم رحمة الله عليہ پڇو تہ جيڪڏهن توهان ڪان ڪو ماڻهو پڇي تہ حاتم اصم جي مريدي مان توهان کي ڇا حاصل ٿيو آهي؟ ۽ توهان کي ڪهڙي تلقين ڪئي اٿس تہ ان کي ڪهڙو جواب ڏيندءُ؟ چيائون تہ اسان جواب ڏينداسون تہ اسان کي علم سکيارو اٿس! حاتم جواب ۾ فرمايائين تہ مون کي علم ڪجهہ بہ نہ آهي توهان کي ڪيئن حاصل ٿيو؟ چيائون تہ اسان چونداسون تہ اسان کي حڪمت سيکاري اٿس! فرمايائين تہ حڪمت بہ مون کي ڪونہ ايندي آهي، بعد ۾ مريدن عرض ڪيو تہ حضرتا! ڪهڙو جواب ڏيون؟ جيڪو حڪم هجي! فرمايائين تہ سوالين کي هن طرح جواب ڏيو تہ حاتم اصم اسان کي هي نڪتو تلقين ڪيو آهي تہ جيڪي توهان جي هٿ ۾ هجي، ان تي راضي رهو پين جي هٿن ڏانهن نہ ڏسو!

**20- نقل:** خليفي ميان الهرکيہ رحمة الله عليہ فرمايو تہ فقر اضطراري کي فقر اختياري سان، صورت ظاهر ۾ مناسبت آهي ليڪن باطن ۾ وڏو فرق آهي! جيئن ظاهري نشي واري کي معنوي سڪر جي صاحب سان فقط نشي جي صورت ۾ مناسبت آهي! ۽ بس.

# فصل ٻيون

## فتوحات جو اچڻ!

1 - نقل: ميان غازي خان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته حضرت مخدوم صاحب قدس سره جن جي گهر وارن پاس باسيائون ته جيڪڏهن ڍڳيءَ کي ڳابي ڄائي ته پنج پئسا، حضرت پيران پير قدس سره جن جو نذرانو ڏينديس! جڏهن ڳابي ڄائي ته جنهن وقت حضرت ميان صاحب قدس سره جن حضرت مخدوم صاحب قدس سره وٽ صحبت لاءِ ويا، ان وقت اهي پنج پئسا نذر وارا مخدوم صاحب جن ڪٽي حضرت ميان صاحب جن جي چادر جي پلو ۾ ٻڌا، ۽ خبر ٻڌايائون ته هي پئسا حضرت پير دستگير رضي الله عنه جو نذر آهن، جو اسان جي گهر ۾ نذر ڪيو هئائون ته جي ڳابي ڄائي ته پنج پئسا پيران پير جا نذر ڏينداسون. اهي پنج پئسا توهان جي ڪپڙي ۾ ٻڌا ويا آهن! حضرت ميان صاحب قدس سره جن اگرچه اڳ ۾ ڪنهن ڪان به نذرانو ڪونه وٺندا هئا، ليڪن ان ڪان پوءِ ڪوبه نذرانو آئيندو هو ته ان جو قبول ڪندا هئا!

2- نقل: حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته طالب کي گهرجي، جيڪي ان جي اک ڏٺو نه ڪن ٻڌو نه دل ۾ ان جو ۾ خيال آيو! اهو الله تعاليٰ سندس پلاڻي لاءِ ان ڏانهن موڪلي ته ان کي قبول ڪري ۽ واپس نه ڪري! جيڪڏهن نه ته الله تعاليٰ ان کي ان شيءِ جو سوالي بڻائيندو!

اي عزيزا پير سائين جن جي هن فرمان جي حقيقت هن ٻانهي جي تجربي ۾ آيل آهي! جو هڪ دفعي ڪڇ ملڪ ۾ ڀڄ جي شهر ۾ ڏوسل فقير ميمڻ گهوڙن جو تنگ خريد ڪري، ٻانهي جي اڳيان نذرانو ڪيو! مون ان جي مسڪيني ۽ غريبي جي ڪري قبول نه ڪيو! فقير ويچاري گهڻو گريو ۽ زاري ڪئي پر مون ان جي مسڪيني ۽ عاجزي کي مدنظر رکندي قبول نه ڪيو ۽ فقير واپس ڪٽي وڃي وڪٽي ڇڏيو! ان ڪان پوءِ فقيرن جي جماعت، جيڪا هن فقير جي گهوڙن جي خدمت ۾ هوندي هئي! اچي چيائون ته گهوڙن جا تنگ تمام پراڻا ٿي، ٽٽي ويا آهن، سي نوان گهرايا وڃن؟ بعد ۾ سڄو شهر ڦوليو ويو، پر هڪ تنگ به سڄي شهر مان قيمت سان هٿ ڪونه آيو! ان وقت مون کي پاڻ ڪريم جو فرمان: "ڪالوحي من السماءِ" دل ۾ ياد آيو!

3- نقل: حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته طالب کي گهرجي ته ڪنهن ۾ طمع نه ڪري ۽ جيڪڏهن بغير طمع جي ڪا شيءِ اچي وڃي ته ان کي منع نه ڪري ۽ جڏهن هٿ اچي ته وري ان کي جمع نه ڪري! جيئن "ترڪ الطمع والمنع والجمع" آيل آهي ۽ ان ۾ ئي حضرت رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي پيروي آهي!

# فصل ٽيون

## قضا جي مٿان راضي رهڻ!

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته انبياءَ ۽ اولياءَ ۽ عوام الناس (عام ماڻهو) موت جي تقدير نازل ٿيڻ ۽ بيمارين ۽ ٻين حادثن ۾ برابر آهن! پر نبين ۽ ولين ۽ عام ماڻهن ۾ فرق هي آهي! نبي ۽ ولي مصيبتن تي صبر ڪن ٿا ۽ يقين اٿن ته "لاردللتقدير" (يعني تقدير کي موت نه آهي) جيڪو ٿيڻو هوندو اهو ضرور ٿيندو پوءِ رضا ۽ تسليم سان ڪنڌ جهڪائن ٿا ۽ چا لاءِ ۽ ڇو نٿا ڪن! پير سائين جن هني هي سنڌي بيت ارشاد فرمايائون:

**سيو ئي سهه جندڙا جيڪي ڏنائون**
**مچوءِ ڇنائون! اي پڻ ڳنڍيو آهي سڄڻين!**

(يعني سڀ قبول ڪر اي جان جيڪي ڏنو اٿن نه ڇنو ته ڇنو اٿن بلڪ هي سڀ دوستن جو ڳانڍاپو آهي) ۽ عام ماڻهن جو هي حال آهي جو جيڪڏهن الله جي حڪم موجب مقدر حادثو پهچين ٿو ته پهريائين ان جي روڪڻ جو بيهوديون تدبيرون ڪندا آهن، آخر هاءِ گهوڙا به ڪندا آهن ۽ صبر ۽ شڪر کي ڇڏي شرڪ جا لفظ زبان تي هلائيندا آهن ۽ چوندا ته جيڪڏهن هيئن نه ڪريون ها ته هي تڪليف اسان کي ڪونه پهچي ها، جيڪڏهن هيئن ڪريون ها ته هيئن ٿئي ها! ۽ حقيقي سبب کان منهن موڙي بيڪار سببن ۾ حيران ۽ پريشان ٿين ٿا! هن بابت ۾ مولوي رومي رحمة الله عليه فرمايو آهي:

**چون قضا آيد طبيب ابله شود، آن دوا در نفع خود گمره شود**

(جڏهن قضا اچي ته طبيب بيوقوف ٿي وڃي ٿو، ۽ پوءِ اها دوا به نفعو نٿي ڏئي!) ۽ هني هي سنڌي بيت به ارشاد فرمايائون ته: )

**سڄڻ سنيون ڪن لوڪان ليکي ڏنگيون - سنڌي سپيرين ۾ پروڙڻ ڏاکڙي!**

(يعني دوست سڌي ڪن ٿا ۽ خلق ڏنگو سمجهي ٿي ۽ دوستن جو طريقو سمجهڻ مشڪل آهي!)

**2- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي اڳيان وينو هيس پاڻ منهن مبارڪ ٻانهي ڏانهن ڪري فرمايائون ته گهڻن ماڻهن کي گفتگو ۾

هي لفظ تڪيو ڪلام هوندا آهن ته "جا وٽي، سا واهه، ڪلثون قربن ڪي!" مون کي دل ۾ خيال آيو ته انهن سان ٻيا لفظ ملايا وڃن ۽ اهي هي آهن:

لاهوتي لاهوت ڏي رڙهن سنجهه صباح
ڏک سک برابر ان کي اورن ساڻ الله!
سکن ۾ سالک سي سرهو کن نه ساهه
مانداڻي ۾ مرشد چوي چلڻ منجهارئون چاهه
چون، جا وٽي سا واهه ڪلثون قربن ڪي!

(يعني لاهوت وڃڻ وارا رات ڏينهن لاهوت وڃن ٿا ۽ غم، خوشي انهن کي خدا جي طلب ۾ برابر آهي! اهي سالڪ پنهنجي روح کي خوش نه ٿا ڪن! مرشد چوي ٿو ته ۽ هو مانداڻي سبب خوشي ۾ وڃن ٿا ۽ چون ٿا ته جيڪي قربن کي پسند اچي سو سٺو آهي!)

**3- نقل:** جيڪڏهن حويلي اندر ڪو ٻار وفات ڪري ويندو هو ته ان ڪري ڪن گهر وارين بيبين جي به عادت قضا تي راضي رهڻ جي هئي! جيڪي هڪ ڦڙو به اکين مان نه هاربنديون هيون! ۽ ڪن حرمن کي بشري عادت جي ڪري اکين مان پاڻي اچي ويندو هو! حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايائو ته جنهن کي پاڻي روئڻ بغير اکين مان اچي! ان کي به رضا ۽ تسليم نه آهي! صاحب رضا اهو شخص آهي، جيڪو هرگز ڪنهن به قضيي وقت اکين مان پاڻي نه هاري!

**4- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن رضا جي باب ۾ نقل ارشاد فرمايو ته هڪ عورت لسي وڪڻڻ جهنگل کان شهر اچي رهي هئي! اتفاقاً هڪ ميهار شخص واٽ ۾ ملاقي ٿيس! ۽ اهو هن کي ٻانهن مان وٺي جهنگل ڏانهن هليو ويو! پوءِ جڏهن اها عورت پنهنجي سرتين سان واپس اچي ملاقي ٿي، تڏهن هن انهن کي سچو قصو ڪري ٻڌايو! ۽ بيان ڪيائين ته آئون جهنگل مان واٽ وٺيو آيس پي ته هڪ جوان اچي مون کي ٻانهن مان جهلي جهنگل ڏانهن وٺي ويو، مون دل ۾ چيو ته ڪجهه به نه چئو ڏسان ته ماريو چا ٿو ڪري؟ پير سائين جن اهي لفظ جيڪي ان عورت پنهنجن رفيقياڻين کي چيا هئا زبان مبارڪ تي آندا: وٺنائين ٻانهه، موڙيائين ڪانهه، مان به چيو

ڇڏڻ ماريو ڇا ٿو ڪري؟ (يعني ٻانهن ورتائين ۽ ڪانهن ۾ وني ويو، مون دل ۾ چيو ڇڏ ته هي مڙس ڇا ٿو ڪري!)

**5- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ شخص حضرت خواجه نقشبندي رحمة الله عليه وٽ مريد ٿيڻ آيو! خواجه صاحب ان کي چيو ته آئون توکي مريد نه ڪندس جو تون هن دولت جو لائق نه آهين؟ پوءِ جڏهن ان تمام گهڻي زاري ۽ عرض ڪيو، تڏهن فرمايائون ته هڪ شرط آهي ته بخارا شهر ۾ قلعه جي فلاڻي دروازي تي وڃي ويهه، جڏهن اتان منجهند جو ٻڍڙو ضعيف شخص ڪاٺين جي ڀري ڪڇي لنگهي، تڏهن ان کي منهن تي اهڙي مڪ هڻجانءِ جو زمين تي ڪري پوي! ان کان پوءِ جيڪي توکي چوي اهو اسان کي اچي ٻڌائجانءِ ته پوءِ توکي مريد ڪنداسون! اهو شخص خواجه جي فرمان موجب قلعي جي دورازي تي اچي ويٺو، ان واٽ تان ڪيترائي ماڻهو ڪاٺيون مٿي تي کنيو پي آيا! اينتري ۾ جڏهن سج مٿي آيو ته هڪ ٻڍڙو، ٿڪل شخص به مٿي تي ڪاٺين جي ڀري رکيل ۽ پگهر پيشاني کان پيرن تائين تمائيندو اچي اتان لنگهيو! ان کي ڏسڻ شرط رحم اچي ويس، اگرچه سندس دل ان کي مڪ هڻڻ لاءِ ارادو نٿي ڪيو! پر خواجه صاحب جي فرمان موجب ان کي منهن تي اهڙي مڪ هنيائين جو بيهوش ٿي زمين تي ڪري پيو، ۽ مڪ ماريندڙ وني پيگو ۽ ٻڍڙي به ان جي پوبان ڍڪي اچي ان جي هٿ مان ورتائين ۽ پنهنجي هٿ کي صاف ڪري ان جو هٿ وني چيائين ته تنهنجي هن هٿ کي ايذاءُ رسيو هوندو! خدا وٽ هي گناهه آهي! مون کي بخش ڪر؟ اهو موڪليل شخص هن ضعيف ٻڍڙي جي احوال کان عجب ڪري، سڄو احوال حضرت خواجه صاحب جن جي ڳيان اچي بيان ڪيائين! خواجه صاحب فرمايو ته هي پير مرد ضعيف اسان جي مريدن مان آهي، جيڪڏهن تون به اهڙي بردباري ڪرين ته توکي به مريد ڪريون جي نه ته پوءِ تنهنجو اختيار آهي؟ ان شخص چيو ته اهڙي بردباري مون کان ڪونه ٿيندي اهو چئي هليو ويو!

**6- نقل:** هڪ ڏينهن لاڙڪاڻي جي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن وڏي صاحبزادي سان سوار ٿيو آيا پي ۽ آئون (جامع ملفوظات) به ساڻن گڏ هيس! به هٿيارٻند ماڻهو شهر ۾ تابوت جي انگاس وٽ بيٺا هئا، جڏهن پير سائين جن انهن وٽ پهتا، تڏهن انهن ماڻهن تمام خراب لفظ زبان تي

آندا، جيڪي بيان ڪرڻ جي لائق نہ آهن ۽ اهي جهيڙي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا! پير سائين جن جيئن تہ ڪمال بردباري وارا هئا، تن اهي لفظ ٻڌا اڻ ٻڌا ڪري ڇڏيا! ۽ اتان واپس سواري کي ورايائون ۽ فقيرن مان ڪنهن کي بہ اها خبر نہ پئي! پر هن فقير کي وبجهي هجڻ سبب خبر هئي!

اي عزيز! پاڪ ڪريمن "عبادالرحمن الذين يمشون علي الارض هونا فاذا خاطبهم الجاهلون قالوا سلاما" هن آيت سڳوري تي عمل ڪندي ان طرح ڪيو. ۽ پوءِ ڪڏهن بہ اها ڳالهہ بيان ڪونہ ڪيائون ۽ نہ وري ڪو ان مان ڪجهہ حصو بيان فرمايائون: توڙي مون تارن، لڪين لنئون ڏين، تہ بہ هنئان حبين ڪڏهن ڪونہ ڏڪوئيو!

**7- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ درويش ڪفني ڊڪيندڙ پاڻ کان بيهوش، الله تعاليٰ سان هوش رکڻ وارو هو، اهو اچي هڪ مدرسي کان لنگهيو! مدرسي جي استاد شاگردن کي حڪم ڪيو تہ هن جي راز ۽ بناوٽي قلب کي پٿرن سان پرکيو؟ پوءِ ڇوڪرن پٿر درويش کي هڻڻ شروع ڪيا ۽ درويش انهن ڏانهن ڪوبہ توجهہ نہ ڏنو ۽ نہ وات کان منهن ڦيرايائين ۽ هلندو بہ وبو ۽ ان جو خلوص امتحان ۾ صاف ڪامياب ٿيو! پوءِ استاد وڏي ڇوڪري کي حڪم ڪيو تہ هن کي زور سان وڏو پٿر ڪٺي هڻ؟ شاگرد استاد جي چوڻ تي ان کي ڏاڍي زور سان پٿر هنيائين تہ درويش محبوب حقيقي جي حسن ۾ محو هو! جنهن ڪجهہ بہ نہ چيو، مگر پوئتي ڏسي هليو ويو! شاگرد سڀ ڳالهہ استاد کي اچي ٻڌائي، استاد درويش کي گهرائي پڇو تہ وڏي پٿر لڳڻ وقت پوئتي ڇا لاءِ ڏٺئي؟ درويش چيو تہ اڄ محبوب جڏهن قهاري تجلي فرمائي جيڪو هن ٻانهي کي پٿر هڻي هلاڪ ڪرڻ لاءِ مؤڪل (فرشتو) مقرر ڪيو آهي ان کي ڏنم تي تہ ڪهڙو آهي؟

**8- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ تقدير جيڪڏهن ڪنهن جي طبيعت جي موافق نہ ٿئي تہ پوءِ بہ ان کي صبر ۽ تحمل ڪرڻ گهرجي ۽ الله تعاليٰ جي مهربانين جو منتظر ٿئي ۽ بہ مثال بيان فرمايائون: پهريون جيڪڏهن درزي وٽ ڪپڙو سبڻ لاءِ ڪٺي وجبو تہ ظاهر ۾ ان کي قاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندو آهي، جڏهن ڪپڙو نقصان تي وبو ۽ ڪپڙي تيار ٿيڻ کان پوءِ سڀ ڪنهن جي طبيعت کي وڻندو آهي! ٻيون جڏهن ڊڳيءَ

کي ڏهندا آهن تڏهن ان جي ڦر کي ڏيڄي جي پرسان پڏندا آهن، جو کير ڏهي ڦر جو حصو ڇڏي ڦر کي کولين تا، پر ڦر جي بي صبري ۽ تکڙ کرڻ کري، بنڌڻ جون ڳنڍيون مضبوط ٿي وڃن ٿيون ۽ کولڻ ۾ دير ٿئي ٿي! پوءِ طالب کي گهرجي تہ پنهنجي سڀني تدبيرن کي الله تعاليٰ جي تقدير جي حوالي کري ڇڏي ۽ هن بيت تي جيکو هڪ بزرگ چيو آهي ان تي عمل کري:

**سپردم بتو مايہ خويش را - تو داني حساب کم وبيش را**

(پنهنجي موڙي کي تنهنجي حوالي ڪيم، گهٽ وڌ جو حساب تون ٿي ڄاڻين ٿو!) ۽ الله تعاليٰ جو فرمان آهي تہ: (وافوض امري الي الله ان الله بصير بالعباد" (يعني مون پنهنجو ڪم الله تعاليٰ جي حوالي ڪيو! بيشڪ الله تعاليٰ ٻانهن کي ڏسندڙ آهي)

**9- نقل:** لعل خان نظاماڻي ديهہ بهادر فقير نظاماڻيءَ جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن ديهہ خليفي احمد نظاماڻي، جيڪو مخدوم ابراهيم نئوي نقشبندي عليہ الرحمۃ جو مريد هو، اتي وبس ۽ اتي مخدوم صاحب بہ پنهنجن مريدن ۾ آيل هو، ان جي مريدن ۾ پير سائين جي جماعت جي تمام گهڻي گلا هئي، فقير ناپسندي جي ڪري اتان اٿي ٻاهر هليو ويو! ۽ پوءِ حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ اچي عرض ڪيم تہ حضرتا! جنهن محفل ۾ مرشد جا گلا خور هجن اتي مريد کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ پاڻ فرمايائون تہ مريد کي ماٺ ڪرڻ گهرجي ۽ ان محفل مان اٿڻ لازم آهي، جيڪڏهن انهن سان بحث ڪيائين جٽڪ پاڻ مرشد جي شڪايت ڪيائين! الله تعاليٰ فرمايو: واصبر علىٰ ما يقولون وسبح بحمد ربک" (انهي صبر ڪر، جيڪي هو چون ٿا ۽ پنهنجي رب جي حمد جي تسبيح پڙهہ)

**10- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن باگڙجي تعلقہ شڪارپور کان سوار ٿيا، فرمايائون تہ اسان جي يارن مان هڪ ڏنار درياهہ جي ڪناري سان جهنگل ۾ رهي ٿو، اڄ ان جي ملاقات ڪرڻ گهرجي ۽ ان ڏانهن روانا ٿيا، جڏهن ڏنار جي جاءِ وٽ تشريف آندائون، ان وقت ڏنار زيارت کان مشرف ٿي هڪ ڪمبل رڍن جي واڙ ۾ وڇائي پير سائين جن کي ان تي وهاريائين، ان کان پوءِ کير جو پيالو پيري آيو، پاڻ ڪرمن کير پيئڻ فرمايو ۽ ان کان پڇيائون تہ هاڻي تنهنجون رڍون ڪيئن آهن؟ عرض ڪيائين

تہ حضرتنا! هر روزانهن سان وجان ٿو ۽ چاري اچان ٿو پر جمعي جي ڏينهن جمع نماز ادا ڪرڻ وبندو آهيان! ان ڏينهن رڊون خودبخود سجو ڏينهن چري رات جو واپس جاءِ تي اينديون آهن!

**11- نقل:** حضرت پير صاحب تجر ذڻي رحمة الله عليہ فرمايو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن جي وصال واري بيماريءَ ۾ بيماري جي دفع لاءِ دوائون ناهي حاضر ڪندا هئاسون، سندن طبيعت دوائن جي استعمال ڪي نہ گهرندي هئي، پر اسان ڪي راضي ڪرڻ لاءِ استعمال فرمائيندا هئا ۽ چوندا هئا تہ ڏسون، توهان ٿا زور ڏيو يا الله تعاليٰ جل شانہ!

**12- نقل:** عبدالرحمٰن ميمڻ ٽنڊي مير باگي تالپر جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن فرمائيندا هئا تہ فقير ڪي گهرجي تہ مٽيءَ وانگر هجي نہ تہ گپ وانگر ۽ نہ اهڙي مٽي جيڪا بلڪل سڪل هجي بلڪ وچٿري، جو تہ سڪل مٽي ڪان پير مٽي واراڻي پوندا ۽ گپ ڪان آلا ٿي پوندا! پير سائين جن جي ارشادمان معلوم ٿيو تہ فقير اهو آهي، جنهن مان ڪو فائدو ۽ آرام حاصل ڪري ۽ ان جي نقصان ۽ خرابي ڪان هر هڪ بي خوف ۽ محفوظ هجي مثل مٽيءَ جي! مولوي رحمة الله عليہ چوي ٿو تہ:

**دربهاران ڪے شود سرسبز سنگ - خاڪ شوتا گل بروئدرنگ رنگ**

(بهارن ۾ پٿر تي ساوڪ ڪيئن ڄمندي؟ مٽيءَ ٿيءُ تہ رنگا رنگي گل اپري نڪرن!)

**سالهاتو سنگ بودي دلخراش - آزمودن رايک زمانہ خاڪ باش**

(ڪيترا سال دل ڪرڙبندڙ پٿر هئين، آزمودي لاءِ هاڻي هڪ دفعو مٽي ٿيءُ!)

**13- نقل:** محمد خان ولد بهادر فقير نظاماڻي، نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ٽنڊي بهادر فقير نظاماڻي ۾ اسان جي اوطاق تي تشريف فرما ٿيا هئا ۽ انان جا نظاماڻي فقير ۽ منهنجو پيءُ پنهنجن پاڻرن پٽن سيني سان اچي گڏ ٿيا، ڪنهن دنياوي ڪم لاءِ پير سائين جن ڪان مصلحت پڇائون؟ جواب ۾ فرمايائون تہ اسان دنيا جي ڪمن ۾ ڪنهن ڪي بہ مصلحت نہ ڏينداسون، پر الله تعاليٰ ڪان سوال ڪريون ٿا تہ جيڪا چڱائي واري ڳالهہ هجي، اها توهان جي دلين ۾ وجهي ۽ ان تي عمل ڪريو تہ انشاءالله تعاليٰ چڱو ۽ سٺو ٿيندو!

**14- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي ريگستان جي

سفر ۾، قاضي عبدالرحمان سيد پور جي رهندڙ جو ڪيل عرض، حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ پيش ڪيم ته حضرتا! قاضي عبدالرحمان چوي ٿو ته منهنجو پٽ تمام سهڻو ۽ سٺين عادتن وارو هو! قضا الاهي سان فوت ٿي ويو، جنهن جي جدائي ۽ فراق دل جي جمعيت ڪسي ورتي آهي، دعا جو توجهه ٿئي؟ پير سائين جن فرمايو ته اسان جو صاحبزادو ميان محمد ياسين نهايت سهڻو ۽ سٺن اخلاقن وارو هو! ننڍڙائپ ۾ ئي حقيقي علم ان جي دل تي روشن هو! ۽ ڪشف ۽ رات جاڳڻ ڪيس نصيب هو، ايتري قدر جو صبح جي وقت اسان کي به سجاڳ ڪندو هو! ۽ گهڻو منظور نظر هو! هڪ ڏينهن شفقت پدري جي قرب ڪان ان کي بغل ۾ ورتم! ان وقت فڪرمند ٿيس ته ڪهڙو وڏو ڪم ڪري وڌم، جو پٽ سان هيتري قدر قرب ڪيم! ۽ الله تعاليٰ غيور آهي، پوءِ گهريم ته استغفار ڪري گناهه کان ڇوٽڪارو حاصل ڪريان! وري خيال ڪيم ته توبهه ڪرڻ مغنيٰ پاڻ کي گناهه جي جزا کان ڇڏائڻ آهي ۽ گناهه جي جزا نفس کي تمام گهڻو ڏکي لڳندي آهي! سو گناهه ڪرڻ ۽ استغفار ڪرڻ ۾ نفس جي مراد باقي رهي ٿي، پوءِ توبه نه ڪيم ۽ گناهه جي جزا جو انتظار ڪيم! ڇيم ته جيڪڏهن الله تعاليٰ جو اسان سان قرب هوندو ته صاحبزادي جي دوستيءَ تي غيرت ڪندو! پوءِ ٻي ڏينهن هڪ نيڪ بخت مربدياڻي الله تعاليٰ جي غيرت جو خواب بيان ڪيو ۽ صاحبزادي موصوف کي تپ ۽ بيماري ٿي پئي، ۽ انهيءَ بيماري ۾ محبوب حقيقي سان وڃي ملاقي ٿيو "انا لله وانا اليه راجعون" پوءِ شڪرانو ۽ حمد گهڻو بجا آندم جو هن جزا جو ظاهر ٿيڻ الله تعاليٰ جي قرب تي دلالت ڪري ٿو!

**15- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حديث مان ارشاد فرمايائون ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اصحابين سڳورن کي ارشاد فرمايائون ته ڪنهن به عزيز قريب جي فوت ٿيڻ تي نه روئو! پوءِ جڏهن حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو جگر گوشهءِ صاحبزادو حضرت ابراهيم رضي الله عنه وفات ڪري ويو! ان وقت حضور عليه الصلوٰة والسلام جن کي اکين مبارڪن مان پاڻي جاري ٿي پيو! تڏهن صحابين سڳورن عرض ڪيو ته حضرتا! اڳي توهان روئڻ کان منع فرمائي هئي، هن وقت اکين مان پاڻي جاري ٿيڻ جو ڇا سبب آهي؟ پاڻ جواب ۾

فرمايائون ته منع رڙبن ڪرڻ ڪان هئي نه پاڻي جاري ٿيڻ ڪان!

**16- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس، اينتري ۾ ڪنهن ماڻهو هڪ سؤ روپيه نذراني طور خدمت ۾ حاضر آندا. موليڏنه فقير انهن پئسن کي رومال ۾ ٻڌي ڪٽ جي وهاڻي هيٺان رکي ڇڏيو. جڏهن ته پير سائين جن اهڙن سفلي معاملن ڪان بلند ۽ بالا هئا. ڪين انهن پئسن جي ڪا خبر ڪانه هئي! ڪو ماڻهو لڪ ۾ ان مان اڌ پئسا ڪڍي ويو ۽ باقي اڌ رومال ۾ ڇڏي ويو! جڏهن موليڏني فقير کي خبر پئي، تڏهن چيائين ته اڌ پئسا کڻڻ هي ڪم ڪنهن حاضرين صحبت وارن ڪان ٿيو آهي ڇو ته جي چور هجي ها ته سيئي کڻي وڃي ها! پاڻ ڪريمن ڪجهه به نه فرمايائون! پوءِ موليڏني فقير ۽ ٻين فقيرن پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ته فلاڻي شخص ڊارائي ڪان، جيڪو اتي حاضر هو ڪٿو وجهائي نالو ڪڍايون؟ اينتري ۾ پير سائين جن جوش ۾ اچي فرمايائون ته توهان جو عجيب دين آهي جو نالا ڪڍايو ٿا. اهي پئسا اسان جا اصلاً نه هئا. جيڪي اسان جي ملڪيت هئا باقي رهيا! جيڪڏهن توهان جي دل کي جمعيت نه ٿئي ته پنهنجي دل ۾ ائين سمجهو ته اصلاڻي اهو نذرانو آيو هيو!

**17- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايائون ته هڪ دفعي حضرت ميان صاحب قدس سره جن ڪنهن سيد سان گڏ واٽ وٺيو آيا ٿي! سيد صاحب هڪ جاءِ تي ويهي چيو ته منهنجي سلوار ڪنهن جاءِ تي وسري وئي آهي، جاچ ڪرڻ لاءِ واپس وڃان ٿو! حضرت ميان صاحب قدس سره جن سيد صاحب کي چيو ته واپس ورڻ ۾ ٻه نقصان ٿيندا. هڪ مصيبت ۾ صبر کي ڇڏڻ، ٻيو مفاصلي جي تڪليف. ڳولڻ ۽ سلوار جو ليڻ شڪي ڳالهه آهي! شڪي رنج جي ڪري ٻن يقيني نقصانن ۾ پوڻ نه گهرجي!

**18- نقل:** الهڏنو فقير حجام ڪڙيه جي پرسان رهندڙ، نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ ڪڙيي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا! صحبت جي وقت مسجد شريف ۾ جلوه افروز ٿيا. اتفاقاً هڪ فقير جي ڳنڍ مان هڪ روپيو ڪو چوري ڪري ويو! ۽ ان فقير جماعت ۾ پڙهو ڏنو ته هي هڪ روپيه ملڪيت پير سائين جن جي آهي! پاڻ فرمايائون ته

اسان جي ملڪيت اسان کي ملي تون بي صبري ۾ ڇا لاءِ پيو آهين!

**19- نقل:** سيد محمد شاهه پلياهه جو رهندڙ، حضرت پير سائين قدس سره جن جو پڪو مريد هو! جنهن ڪجهه زمين ۾ پوک پوکي هئي! اها زمين لواري وارن بزرگن جي مريدن جي پرسان هئي! بزرگن جا ماڻهو ان مان گاهه پنهنجن ڍڳين ۽ مينهن لاءِ ڪپي وٺندا هئا. مذڪوره سيد صاحب انهن کي روڪيو! جنهن ڪري بزرگن جي ماڻهن سيد صاحب جي بيحرمتي ڪئي ۽ سيد صاحب بزرگ مخدوم محمد زمان ڪلان قدس سره جو ڏوهٽو جيڪو ان وقت سجاده نشين هو قلعي جي برج ۾ جيڪو ان وقت نئون ٺهيو هو، ويٺو هو، ان وٽ اچي سندس ۽ اهو ماڻهن جي ايذاءُ رسائڻ ۽ بي عزتي ڪرڻ جي ڳالهه پيش ڪئي ته اينتري ۾ ان بزرگ به جوش ۾ اچي، سيد صاحب کي نالائق ڳالهايائين ۽ ٻيا ماڻهو جيڪي مٿيءَ جي ڪم ۾ لڳل هئا، انهن به اچي مٿيءَ پريل هٿن سان سيد کي بي رحمي سان ماري قلعي جي برج مان ٻاهر ڪڍيو! بعد ۾ جڏهن پير سائين جن لاڙ جي سفر تي چڙهيا ۽ ان ديهه ۾ تشريف فرما ٿيا، تڏهن سيد صاحب سڄي ڳالهه بيان ڪري فرياد ڪيائين ته حضرتا! هي سڀ ان ڪري ڪيائون جو آئون اوهان جو مريد ٿيو آهيان ۽ پڻ دعوت ڪندو آهيان! تنهن ڪري هيترو ايذاءُ پهچايائون، جيستائين مريد نه ٿيو هيس، منهنجي ڏاڍي عزت ۽ ادب ڪندا هئا! پوءِ پاڻ فرمايائون ته اي شاهه! پاڻ کي خوامخواهه ٻن نقصانن ۾ نه وجهه! هڪ مارٽو هئين سو ماريائون ۽ ٻيو بي صبري؟ جو اهو به نقصان آهي! تون انهن جي حق ۾ دعا ڪر، الله تعاليٰ خودبخود تنهنجو بدلو انهن کان وٺندو! پوءِ هڪ نقل مثال ۾ بيان فرمايائون ته هڪ شخص کي ٻه ٻانها هجن ٻئي پنهنجي سردار جي اڳيان جهڳڙو ڪن ۽ مالڪ ڏسي پيو ته هڪ ٻي کي مارين پيا پوءِ ٻيو ماڻهو اچي اتي حاضر ٿي، جيڪڏهن اهو عقل وارو هوندو ته پنهنجي دل ۾ خيال ڪندو ته هي ٻانها پنهنجي سردار هوندي جنگ ڪن پيا، ۽ هڪ ٻئي کي ماري هلاڪ ڪن پيا ته ان کي به گهرجي ته ماٺ ڪري ويهي رهي! جڏهن مالڪ ڏسي پيو ۽ ڪجهه نٿو چوي ته پوءِ هن جو ڇا ٿو وڃي! جيڪڏهن مالڪ هوندي انهن جي وچ ۾ پوندو ته اهو بي عقل آهي! پير سائين جن جي حاضرين جماعت مان ڪن چيو ته حضرتا! ظاهري عيوضو وٺڻ گهرجي، ۽

ڪن عرض ڪيو تہ حضرتا! انهن جو عيوضو باطني ڪرامت سان ونڻ گهرجي! انهن کان پوءِ پاڻ فرمايائون تہ: الصبر مفتاح الفرح" (صبر خوشيءَ جي چابي آهي) فقير اهو آهي جيڪو بدلي ۽ ڪرامت جو دم نہ هڻي ۽ الله تعاليٰ جي رضا تي راضي رهي، ۽ هن معاملي جو عيوضو، ان ڪافي المهمات (مشڪلات کي ڪافي ٿيندڙ) جي اختيار ۾ آهي!

**20- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي صادق فقير نظاماڻي ۽ ٻيا فقير درگاهہ مبارڪ ڏانهن آيا ٿي، اتفاقا ڇانهي جي جاءِ تي فقيرن مان ڪنهن فقير ڇيلو ورتو، ڇيلو وڪڻندڙن ڳالهيون ڪندي صادق فقير کي ڏاڙهي مان وٺي مار ڏني، جڏهن درگاهہ مبارڪ تي آيا، تڏهن صادق فقير ناحق ظلم جيڪو ان تي ٿيو ان جي ڪابہ ڳالهہ، حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ نہ ڪئي ۽ اها ڳالهہ ٻين فقيرن رفيقن حضور ۾ عرض ڪئي، ان ڪري پاڻ تمام خوش خورم ٿيا ۽ فرمايائون تہ فقير کي ائين ڪرڻ گهرجي:

**ڏڌو ڪجي، ڏيڪر ڪجي - هو نہ پڇن تہ پاڻ اتي پڇجي!**

**21- نقل:** هڪ دفعي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن سان خدمت ۾ حاضر هيس! پاڻ ارشاد فرمايائون تہ هن ڪان اڳ دل ۾ خيال هي هو تہ الله تعاليٰ جي فيض جي خزانن جا دروازا هر خاص ۽ عام لاءِ کولي ڇڏيون، جو هن وڏي نعمت کان هر هڪ نعمت وارو ٿئي، هاڻي الله تعاليٰ جي ڄاڻائڻ سان ڄاڻو ۽ سمجهوسون تہ اسان تي فقط تبليغ ڪرڻ آهي! هدايت جو تعلق ان جي رضا سان آهي!

**22- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن مخدوم نوح سرور قدس سره جو نقل بيان فرمايائون تہ انهيءَ جي مريدن مان هڪ مريد خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو تہ حضرتا! توهان جي هڪ هزار روپين جي ٿيلهي گم ٿي وئي آهي! مخدوم صاحب جن ڳالهہ ٻڌي گهڙي کن ماٺ ڪري الحمد لله فرمايائون! ٻي ڏينهن ساڳئي ماڻهو اچي عرض ڪيو تہ حضرتا! ڪالهوڪي گم ٿيل ٿيلهي وري واپس ملي آهي! مخدوم صاحب جن هڪ ساعت فڪر ڪري پوءِ الحمد لله جو لفظ زبان تي آندائون!ان مريد عرض ڪيو تہ حضرتا! ٿيلهي گم ٿيڻ ۽ ظاهر ٿيڻ وقت الحمد لله چوڻ جو ڪهڙو سبب هو؟ جواب ۾ فرمايائون

ته الحمد لله چوڻ جو سبب هي هيو، جو اسان جي دل دنيا جي ڪمن مان ڪنهن ڏانهن به لاڙو نه ڪيائين! هن خوشي ۽ ناخوشي ان ۾ ڪوبه اثر نه ڪيو! دل هر حال ۾ الله تعاليٰ سان مشغول هئي، ان حالت ۾ مضبوط رهي! الله تعاليٰ فرمايو: "لاتاسو اعليٰ مافاتڪم ولا تفرحوابما آتٰڪم "
(جيڪو توهان کان فوت ٿي وڃو ان تي افسوس نه ڪيو ۽ جيڪي توهان کي ملي ان تي خوشي نه ڪريو)

**23- نقل:** حاجي هاشم فقير ميمڻ ڪورواه جو رهندڙ، نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي درگاه مبارڪ تي حاضر هوس! هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جو فرزند، ميان خياليءَ جو ڏوهٽو، قضا الاهي سان هن دنيا مان آخرت ڏانهن راهي ٿيو، غسل ۽ ڪفن کان پوءِ نماز لاءِ جڏهن آندائون تڏهن ميان خيالي درد ۽ محبت کان گريو ۽ رڙيون تمام گهڻيون ڪيون! پاڻ ان کي فرمايائون ته هي منهنجو فرزند، مون کي توکان وڌيڪ پيارو هو، پر الله تعاليٰ جي رضا تي راضي رهڻ گهرجي، جيئن هڪ سنڌي بزرگ فرمايو آهي:

**سيوڻي سهه جندڙا جيڪي ڏنائون، م چؤ چنائون اي پڻ ڳنڍيو سڄڻين!**

(اي ساهه! سڀ پاڻ تي قبول ڪر، جيڪي ڏنو اٿن، ائين نه چئو ته چنو اٿن بلڪ هي سڀ دوستن ڳنڍيو آهي!)

**24- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايائون ته حضرت غوث الثقلين رضي الله عنه کي اولاد سڳورو تمام گهڻو هو، پنهنجي متعلقين کي حڪم ڪري ڇڏيو هئائين ته جيڪو به اسان جي اولاد مان وفات ڪري ان کي غسل ۽ ڪفن کان پوءِ جناز نمازي وقت اسان کي خبر ڏجو؟ پاڻ ڪريمن جڏهن هي نقل ارشاد فرمايائون ان کان بعد فرمايائون ته هن کان پوءِ اسان به ائين ڪنداسون!

**25- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته لاڙ جي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن سان گڏ هيس! جڏهن سالار جي ديهه ۾ تشريف آندائون، تڏهن صحبت جي وقت خليفي (جامع ملفوظات) کي فرمايائون ته اي خليفا! ڪهڙو ثواب گهرندين؟ فقير جواب ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! مان ثواب کي وبجهو نه آهيان! پاڻ گهڙي کن ماٺ ڪري فرمايائون ته اي خليفا! ثواب مان حورون قصورون مراد آهي؟ پانهي عرض ڪيو ته حضرتا! پانهي

جي به ثواب مان مراد اها هئي! وري فرمايائون ته اي خليفا! خدا جي رضا ڳولين ٿو؟ عرض ڪيم ته هائو قبلا! پوءِ فرمايائون ته فقط اهو ثواب جامع آهي! جيڪا به معنيٰ مراد ونجي اها ئي مقصد آهي ۽ اسان جي ثواب مان هتي مراد رضاءِ خدا جل شانه آهي!

**26- نقل:** مٿيون راوي چوي ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير صاحب تجر ڏٺي رحمة الله عليه وٽ حاضر هيس! پاڻ فرمايائون ته جن ڏينهن ۾ ماتا جو مرض سڄي ملڪ ۾ پکڙجي ويو هو، انهن ڏينهن ۾ اسان جي پٽن مان به هڪ کي ماتا ٿي پئي! ۽ حضرت پير سائين قدس سره جن جي صاحبزادي ميان علي اڪبر ۽ حضرت شاه جيئو (حضرت ميان صاحب قدس سره) جي صاحبزادي ميان علي اصغر کي به ماتا نڪري پئي! هڪ رات الله تعاليٰ جي قضا سان منهنجي فرزند وفات ڪئي ان وقت حضرت پير سائين قدس سره جن اسان جي حويلي ۾ اچي دروازي تي ويهي رهيا! هن فقير اٿي پڇيو ته تون ڪير آهين؟ بعد ۾ پاڻ ڪريمن کي سڃاڻي عرض ڪيم ته حضرتا! رات جو بي وقت اچڻ جي تڪليف فرمائي اٿو؟ جواب ۾ فرمايائون ته توهان جي فرزند جي خبر وٺڻ ۽ احوال پڇڻ لاءِ؟ مون عرض ڪيو حضرتا! اهو ته الله تعاليٰ جي رضا سان ڳنڍجي ويو آهي! پوءِ پاڻ فرمايائون ته اسان جي حويليءَ ۾ به صاحبزدو علي اڪبر وفات ڪري ويو! اتي به حويلي وارن کي صبر جي تلقين ڪري آيا آهيون ۽ هتي به صبر ڪجو! پوءِ اسان جي حويلي ۾ اچي صبر جو وعظ فرمايائون! فقير عرض ڪيو ته حضرتا! رات گهڻي آهي آرام فرمايو؟ پاڻ فرمايائون ته هاڻي غسل جو بندوبست ڪجي توهان منهنجي فرزند علي اڪبر کي غسل ڏيو، آئون توهان جي پٽ کي غسل ڏيان ٿو پوءِ مون عرض ڪيو ته حضرتا! اجا رات گهڻي پيل آهي، غسل ۾ تڪڙ جي ضرورت نه آهي، سائين جن آرام فرمائن! فقير پنهي نينگرن جو انتظام ڪري ڇڏيندو! پاڻ فقير جي عرض کي قبول ڪيائون ۽ فرمايائون ته فقيرن دعوتن وٺڻ لاءِ عرض ڪيو هو ۽ فرزندن جي بيماري جي انتظار ۾ دير ٿي وئي! هي قضيا دعوتن کي رد ڪرڻ ۽ ظاهري طالبن کي ناخوش ڪرڻ ڪري

ٿيا آهن. پوءِ پاڻ آرام فرمايائون ۽ فقير صاحبزادن جي غسل ۽ ڪفن جي تياري ڪئي، صبح جو دفن ڪرڻ کان بعد پاڻ فقيرن جي دعوتن ڏانهن متوجهه ٿيا!

**27- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن جي هيءَ عادت مبارڪ هئي جو جڏهن به ڪو صاحبزادو وصال ڪندو هو ته پاڻ هنن لفظن کي دهرائيندا هئا "الحمد لله رب العالمين عليٰ ڪل حال ماڪان" ان کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي حضور ۾ سلام پيش ڪرڻ لاءِ انهن ميتن کي سلام ڏيندا هئا. ۽ ان کان بعد هي لفظ سنڌي ۾ فرمائيندا هئا:

**سمن ساٿيئڙن جو ميڙو منڊيءِ چار!**

(يعني قافلي وارن جي هڪ ٻي ۾ ملاقات منڊي (ڪٻڙن جي ننڊي) چار جي هيٺان آهي!)

**28- نقل:** سهتو فقير هنگورو نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن درگاهه مبارڪ تي فقيرن مسجد شريف جي ڇت سرن جي تيلن سان ٺاهيائون ٿي، ۽ هيٺان کان مٿي فقيرن کي ڏنائون ٿي ۽ هڪ سر جي تيلي ڇپيائون ٿي! نياز مند انهن کي چيو ته تيليون نه ڇٽو! ڪانيون ڇٽو، جيڪو سنڌي لفظ آهي اها ڳالهه حضرت پير سائين قدس سره جن ٻڌي ورتي ۽ فرمايائون ته اي لاڙائي فقير ائين نه ڇٽو، هينئر ڪائين (پٽ پاراتي) جو استعمال ڪري وبو آهي اڳئين زماني ۾ هو ۽ اسان جي زماني ۾ ڪريل آهي!

**29- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته مان هيڪر سخت بيمار ٿي پيس! اها خبر درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن کي معلوم ٿي ويئي، پاڻ ڪريمن فرمايو ته خليفي لاءِ دوا موڪليندا سون! ۽ فقير هن ٻانهي جا واقف هئا، انهن عرض ڪيو ته حضرتا! خليفو ڪابه دوا استعمال نه ڪندو آهي! پاڻ فرمايائون اهو وبچارو صابر آهي! ۽ هرمرو (دوا جو نالو) تجويز رکيائون! وري فرمايائون ته اسان جي دوا موڪيل ضرور استعمال ڪندو! جيڪڏهن ڪولاڙ جو فقير هجي ته ان کي ڏيون؟ ان وقت لاڙ جو ڪوبہ فقير حاضر نه هو! پوءِ ان بيماري کان چاڪ ٿي درگاهه مبارڪ ڏانهن روانو ٿيس! ۽ پير سائين جن خليفي ميان الهرکيہ عليہ الرحمة جي دعوت تي

تشريف فرما ٿيل هئا! پيهري نماز جي وقت فقير به اچي زيارت کان مشرف ٿيو! ۽ پاڻ شهر کان ٻاهر ڏنڊڻ استعمال ڪري رهيا هئا، ۽ سندن چهرو انور اولهہ ڏي متوجهہ هو! آئون ادب جي ڪري پويان ويهي رهيس! ۽ حاضرين مجلس غلام کي مرحبا ۽ خوش، خير عافيت ڪيائون! پاڻ ڪريمن اهو ٻڌي احقر ڏانهن منهن مبارڪ ڦيرايائون ۽ اٿي پاڪر پاتائون ۽ پڇائون ته هاڻي چاڪ ٿيو آهين؟ عرض ڪيم ته حضرتا! توهان جي توجهہ سان بيماري بدلجي ويئي! پوءِ مرڪي فرمايائون ته چو دوا ڪابہ ڪانہ ڪيئي؟ عرض ڪيم ته حضرتا! اسان ڪوڙا آهيون! پاڻ ڪريم هن حقيقت کان ڏاڍا خوش ٿيا ۽ پوءِ حال احوال ٿيا ۽ احوال پڇائون؟ مون عرض ڪيو ته حضرتا! سيد پور شهر ۾ بزرگ عبدالرحمن عليہ الرحمة نالي طالب علم آهي! جيڪو منهنجي طبع پرسي لاءِ آيو ۽ بيماري جي دفع لاءِ دوائون ٻڌايائين، فقيرن ان کي ٻڌايو ته خليفو دوائون نہ ڪندو آهي، تنهن تي بزرگ جوش ۾ اچي چيو ته صحيح بخاري ۾ هڪ باب پورو دوائن لاءِ ٻڌل آهي، توهان چو نٿا دوا ڪرايو؟ پوءِ ڏنس ته متان حديث جو نہ منڪر ٿي وڃان؟ پاڻ ڪريمن جوش ۾ اچي فرمايائون ته توهان جواب نٿي ڏنو ته اهي حديثون انهن لاءِ آهن، جن جا ايمان ناقص آهن! ۽ جن جو ايمان ڪامل آهي تن لاءِ توڪل جي حديث آيل آهي، ڇا اها حديث نہ ڏٺي اٿن، جيڪا مشڪواة شريف ۾ آهي ته: جيڪو شخص دوا نہ ڪرائيندو، قيامت جي ڏهاڙي الله تعالىٰ ان جي ڪري ستر هزار گهنگار دوزخي بخشي ڇڏيندو! ۽ قدسي حديث ۾ آهي ته "من لم يرض بقضائي ولم يصبر عليٰ بلائي ولم يشڪر عليٰ نعمائي فليخرج من تحت سمائي واليطلب ربا سوائي " (جيڪو منهنجي قضا تي راضي نہ ٿيو، ۽ منهنجي مصيبت تي صابر نہ رهيو ۽ منهنجي نعمت جو شڪر نہ ڪيائين! اهو منهنجي آسمان جي هيٺان نڪري وڃي ۽ مون کان سواءِ ٻيو رب وڃي ڳولي؟)

# باب تيرهون

## هن باب ۾ ست فصل آهن

## فصل پهريون: مخلوق جي خدمت

**1- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته خواجه عبيدالله احرار قدس سره جهان وارن جي خدمت ڪرڻ ڪري، الله تعاليٰ سان ڳنڍيو ۽ پنهنجي مريدن کي به خدمت ڪرڻ جو حڪم فرمائيندو هو ۽ چوندو هو ته:

**هرڪه خدمت ڪرد او مخدوم شد - آنڪه خود راديداو محروم شد**

(جنهن خدمت ڪئي اهو مخدوم ٿيو، جنهن پاڻ کي ڏٺو (پاڻيو) اهو محروم ٿيو!)

**2- نقل:** هڪ ڏينهن پانهي (جامع ملفوظات) حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت اقدس عرض ڪيو ته حضرتا! مون کي ماڻهن دعوتون ڏنيون هيون، انهن تي وڃي نه سگهيس ۽ انهن دعوتن جو حق پانهي کان ادا ٿي نه سگهيو ۽ هن وقت مدت به گهڻي گذري ويئي آهي! ان لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي. پير سائين جن جواب ۾ فرمايو ته انهن جو حق ادا ڪرڻ گهرجي؟ پانهي عرض ڪيو ته حضرتا! معلوم نه آهي دعوت ڏيندڙ ساڳي محبت ۾ آهن يا نه؟ ۽ ظاهري رزق جا سبب ساڳيا رکن ٿا يا نه؟ ڪهڙي تدبير ڪرڻ گهرجي؟ ٿوري دير ماٺ ڪري فرمايائون ته انهن ڏانهن ڪنهن ماڻهوءَ کي موڪلجي ۽ چئجي ته جيڪڏهن اڳين دعوتن جو حق معاف ڪريو ته بهتر ورنه ته اسان اچون ٿا! اهڙي طرح انهن جا حالات معلوم ڪرڻ گهرجن!

**3- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته انبياءَ عليهم السلام ۽ اولياءَ ڪرام ساري مخلوقات کان خاص ۽ نرالا آهن، ۽ انهن جو رزق يقيناً بي سبب آهي پر الله تعالي پنهنجي حڪمة بليغ سان انهن جو رزق سڄي مخلوق ۾ گڏي ڇڏيو آهي! ان ۾ حڪمة هيءَ آهي ته جيڪو انهن جي خدمت ڪندو، ان کي ثواب جو درجو حاصل ٿيندو ۽ پنهي جهانن جي حساب کان ڇوٽڪارو حاصل ٿيندس ۽ انهن جي برڪت سان بخشيل ٿيندو!

**4- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن جي گهڻو ڪري عادت مبارڪ هوندي هئي ته الله تعاليٰ جي دربار ۾ عاجزيءَ جا هٿ مٿي ڪئي وڏي نياز

سان نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي امت لاءِ دعا ڪندا هئا، ۽ چوندا هئا تہ اي رب العالمين! اڳين امتن مان گهڻا ماڻهو ڪفر ۾ وڌل آهن ۽ تنهنجي محبوب جي امت ۾ جيڪي ڪافر آهن، انهن کي بہ اسلام جي دولت نصيب ڪر؟ ۽ مسلمانن کي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي تابعداري، محبت ۽ معرفت پنهنجيءَ سان سرفراز ۽ سربلند فرماءِ؟

**5- نقل:** هڪ دفعي هي فقير (جامع ملفوظات) لاڙ جي فقيرن جي دعوتن تي ويل هو! اتي ماڻهن تپ ۽ ٻين بيمارين لاءِ تعويذ گهريا؟ مون انهن کي چيو تہ هي ڪم اسان کان نٿو ٿئي، ٻيا مُلان گهڻا آهن انهن کان لکايو! ان کان پوءِ حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر ٿيس ۽ مٿيون ماجرا پيش ڪيم؟ جواب ۾ فرمايائون تہ ائين ڪرڻ نہ گهرجي، ڇو تہ الله جي ولين کي ڪير جا پريل بہ ٻُبا عطا ٿيل آهن، هڪ معنوي فيض سان ڀريل آهي ۽ ٻيو ظاهري نفعن کان ڀريل آهي، پوءِ جيڪو ماڻهو هن جهان جي مراد لاءِ انهن جي حضور ۾ اچي ٿو، ان کي ان ظاهري ٻبي مان حصو ڏين ٿا ۽ جيڪو مولىٰ جو طالب آهي، ان کي معنوي ٻُبي مان حقيقت ۽ معرفت جو ڪير پيارين ٿا!

**6- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن جي وصال واري وقت ۾ هڪ شخص مسجد شريف ۾ اچي ظاهر ڪيائين تہ مولىٰ جي طلب ۾ مريد ٿيڻ لاءِ آيو آهيان! خادمن ان جي غرض کي پاڻ ڪريمن جي حضور ۾ بيان ڪيو! پوءِ پاڻ ان کي پنهنجي آرام واري جاءِ تي گهرائي تلقين فرمايائون ۽ ان وقت الله تعالىٰ جو شڪر بجا آڻي چيائون تہ الحمد لله جيڪو ڪم فقير تي رکيو هئائون وصال جي وقت ۾ بہ ان ڪم سان مشغول رکيائون!

**7- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ اسان جيڪو، خلق کي تلقين ۽ الله ڏانهن سڏڻ جو ڪم پنهنجي مٿان کنيو آهي! اهو ائين آهي جو سردار پنهنجي غلام جي اڳيان ڪوڏر ۽ ڪهاڙي رکي، پوءِ غلام سمجهندو تہ منهنجي مٿان پوک جو ڪم آهي، ۽ ان ۾ مشغول ٿي وڃي! اهڙي طرح خلق جو منهن اسان ڏانهن ڦيرايو اٿس، ان مان يقين آهي تہ اسان کي انهن جي خدمت جو حڪم آهي شال حياتي تائين ان ڪم ۾ ڪوبہ قصور نہ ٿئي!

**8- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن لکپت بندر (اهو ملڪ ڪڇ ۾ هڪ قلعو آهي) ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. ان شهر ۾ ميمڻ قوم جا ٿي پاٽر هئا. ۽ حضرت پير سائين قدس سره جن جا مريد هئا ۽ هڪ وبڏل شاھ جو مريد هو! جنهن کي حال جو غلبو گهڻو ٿي ويو هو، جنهن ڪري بيخودي جي عالم ۾ محبت ۽ شوق کان رڙيون ڪندو هو ۽ ڳوڙها ڳاڙيندو هو! مون ان کي پانهن مان وٺي پير سائين جن جي حضور ۾ حاضر ڪيو! پير سائين جن بيان فرمايو ته وبڏل شاھ پنهنجي مڪان ۾ اسان سان ملاقاتي ٿيو هو! مون ان کان پڇيو ته توهان جو مرشد ڪير آهي؟ جواب ۾ چيائين ته هڪ ڏينهن پوڙهي ۽ بيمار عورت ڏٺم، ان جي وارن ۾ تيل لڳائي ڦڻي ڏنئي، جونئون ڪڍي ان جي خدمت ڪيم! هيءَ بخشش ۽ مهرباني الله تعاليٰ انهيءَ جي ڪري فرمائي آهي!

**9- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته ڪو حاڪم اڪيلو سوار ٿي ڪنهن نهر تي پهتو، اتي هڪ پوڙهي مرد کي ڏٺائين جو پنهنجا ڪپڙا ڌوئي رهيو هو، حاڪم گهوڙي تان لهي ان پوڙهي وٽ آيو، ۽ ان کان ڪپڙا وٺي ڌوئڻ لڳو ۽ چيائين ته اي پير مرد! جيڪڏهن جوانيءَ ۾ ڪنهن جي خدمت ڪري ها ته هن وقت پيريءَ ۾ توهان کي ڪپڙا ڌوئي ڏي ها؟ اهو پوڙهو شخص حال ۽ ڪمال جو صاحب هو، ان کي چيائين ته اينتري قدر خدمت ڪئي اٿم، جو تو جهڙا حاڪم به مون کان ڪپڙا وٺي ڌوئي ڏين ٿا! جيئن هڪ بزرگ فرمايو آهي:

**هرڪه خدمت کرد او مخدوم شد - هرڪه خود راديد او محروم شد**

(جنهن خدمت ڪئي اهو مخدوم ٿيو، جنهن پاڻ کي (ڏٺو) پاتبو اهو محروم ٿيو!)

**10- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن جي عادت مبارڪ هوندي هئي، جو دعوت ان مريد جي قبول ڪندا هئا، جنهن لاءِ ماٺهو شاهدي ڏين ته هي ذڪر پڙهندو آهي! جيڪڏهن مريدن مان ڪو ذاڪر نه هوندو هو ته ان جي دعوت نه قبوليندا هئا، پوءِ جڏهن اهو مريد توبه ڪري وسيلا وجهندو هو ۽ تمام گهڻي عاجزي ۽ زاري ڪندو هو، پوءِ ان کان ذڪر ڪرڻ جو پڪو واعدو وٺي، خوشي ۽ ناخوشي سان ان جي دعوت قبول ڪندا هئا!

**11- نقل:** خليفو ميان غازي خان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير

سائين قدس سره جن قلات جي سفر کان موٽي، ناري ڏانهن ڪن مريدن جون دعوتون ورتڻ، قبول فرمايائون ته ڪجهه مريد بيماري ۽ سفر جي تڪليف ڪري اجازت وٺي روانا ٿي ويا، ۽ پير سائين جن ناري ڏانهن تشريف فرما ٿيا، ان وچ ۾ سيد ميان قابل شاهه حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! ناري جا ماڻهو ذڪر نه ڪندا آهن، ۽ وري ڪڏهن اوڏانهن تشريف فرما ٿجو، هن وقت سفر گهڻو ٿي ٿيو آهي، ۽ فقير به سفر جي سختي کان تنگ ٿيا آهن، مهرباني فرمائي هتان سنڌ ڏانهن موٽڻ فرمايو! جواب ۾ فرمايائون ته اسان ڪنهن کي نه مزدوري ڏيڻي آندو آهي، ۽ نه احسان سان! هر هڪ اختيار وارو آهي، اسان حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن جي امت جا خدمتگار آهيون، انهن جون دعوتون رد نه ڪندا سون!

**12- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن جهنگل فقير ڪنير (جيڪو ميان نور محمد عباسي رحمة الله عليه جي قبن جو رهندڙ هو) جي فضيلت بيان فرمايائون، اهو سچن مريدن مان ۽ صاحب حال طالبن مان هو! ۽ فقيرن جي اچڻ واري وات تي ويٺل هو ۽ اهو فقيرن جي خدمت بي انتها ڪندو هو! پير سائين جن فرمائيندا هئا ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهو حضرت اويس قرني رضي الله عنه نه ڏٺو هجي ته اهو مذڪوره فقير جي زيارت کان مشرف ٿئي! مذڪوره ڪنير جي عادت هئي ته اهو درگاهه مبارڪ تي حضور ۾ نئي آيو ۽ پنهن فقيرن سان سلام موڪلي ڏيندو هو! ۽ فقيرن جي اينتري خدمت ڪندو هو، رات ڏينهن ان ۾ مشغول هوندو هو! موڪلائڻ وقت هر هڪ فقير کان روئي موڪلائيندو هو!

**13- نقل:** هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس! انهن ڏينهن ۾ مظفرخان ملتان جو حاڪم حرمين شريفين کان پيڙين جي وات سان موٽي رهيو رهيو! ۽ سرڪاري ماڻهن درگاهه مبارڪ جي پاڙي ۾ ويٺل هندن تي سامان رسد جي تياري جو حڪم ڪيو هو! هندو سيٺئي گڏجي پاڻ ڪرين جي حضور ۾ اچي دانهين ٿيا! پير سائين جن انهن کي صلاح ڏني ته توهان هڪ، هڪ ٿي لڪي هليا وڃو! انهن ائين ڪيو سرڪاري ماڻهن پير سائين جن وٽ اچي عرض ڪيو ته حضرتا! سرڪاري ڪم ضروري آهي، شهر جا هندو حاضر نه آهن ان جو تدارڪ

ٿئي؟ پاڻ فرمايائون ته وڏي صاحبزادي حضرت پير صاحب (تجر ڏٺي) رحمة الله عليه کي چئو! جيڪڏهن تدارڪ ٿيو ته ان کان ٿيندو! ماڻهن عرض ڪيو ته حضرتا! صاحبزادو به حاضر نه آهي، ڪنهن طرف سوار ٿي ويا آهن! پوءِ پاڻ فرمايائون ته اسان فقير ماڻهو آهيون، اسان کي هنن ڪمن سان ڪهڙي مناسبت جيڪڏهن شهر ۾ ماڻهو نه آهن ته پوءِ ٻي جاءِ تي وڃي تدارڪ ڪريو؟ پوءِ جڏهن اهي هليا ويا، تڏهن خليفي ميان سلطان فقير نظاماڻي عرض ڪيو ته حضرتا قيامت جي ڏهاڙي اسان ضعيفن تي به اهڙو رحم فرمائجو جو آزاد ٿيون، جيئن پنهنجي ديهه جي هندن کي دنيا جي قرض ۽ حاڪمن جي بيگارن ۽ شڪارن کان آزاد ڪيو اٿو؟ پاڻ ڪريم ان تي مرڪيا!

**14- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان فرمايو ته حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته جيڪو ماڻهو ڪنهن نابين کي چاليهه قدم اڳتي وٺي ويندو، ان کي الله تعاليٰ بغير حساب جنت ڏيندو!

اي عزيز! جڏهن ظاهري نابين جي مدد ۾ ايترو ثواب ملي ٿو ته پوءِ جنهن جون اندر واريون اکيون نفس جي حرص ۽ جسماني خطرن سان انڌيون ٿي ويون آهن، ان جي دوا هدايت جي نور ۽ نوراني رهنمائي سان ڪجي ته پوءِ ڪيڏو بي حساب ثواب ۽ مرتبو حاصل ٿيندو؟ ظاهري انڌي کي مدد سان کڏن ۽ کوهن ۾ ڪرڻ ۽ ڪکن ڪنڊن ۾ پوڻ کان بچائي سگهجي ٿو، ۽ دل جي انڌي کي گمراهي ۽ ڪفر کان بچائي سگهجي ٿو! ۽ مٿيون ڪم هر هڪ ڪري سگهي ٿو! ۽ هي الله واري ڪانسواءِ ڪنهن ٻي لاءِ ڏکيو آهي!

**15- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن خدا جي خلق جي مٿان احسان ڪرڻ جا فائدا بيان فرمائيندي مثال ڏنو ته لقمان ٽالپر اگرچه ديندار ۽ پرهيزگار، لنواري وارن بزرگن جو مريد آهي، پر غريبن تي ظلم سبب ان جي جاگير ويران ۽ غير آباد ٿي وئي آهي ۽ مستي خان مري اگرچه ڪنهن طريقي ۾ داخل نه آهي ۽ ايترو ديندار به نه آهي پر صاحب احسان ۽ مروت جو آهي ۽ غريبن ۽ رعيت سان همدرد آهي، تنهن ڪي ان جي سڄي جاگير آباد ٿئي ٿي!

**16- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس! ۽ شهر جي ڇوڪرن راند ڪئي پئي، ۽ ها، هو جو آواز پاڻ ڪريمن جي ڪن مبارڪ تي پيو! پاڻ فرمايائون ته راند ڪندڙ ڇوڪرن کي وٺي ڪوٺي ۾ بند ڪريو، پير سائين جن جي حڪم موجب ڇوڪرن کي وٺي ڪوٺي ۾ بند تي ڪيائون ته هڪ ڇوڪري ٻاهر اچي پاڻ ڪريمن جي حضور ۾ حاضر ٿي، هن طرح عرض ڪيائين ته حضرت پير سائين اسان راند ڪرڻ کان توبهه ڪئي سون! پير سائين جن رحم ۽ مهرباني فرمائي انهن کي آزاد ڪيو ۽ فرمايائون ته اي بابا! اسان توهان جي چڱائي لاءِ ڪريون ٿا، عجب اخلاق سندن جا، جن جو مثال اڻلڀ آهي!

**17- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي لاڙ جي سفر ۾ جماعت سڳوري ۾ تپ اچي پيو ۽ حضرت پير سائين قدس سره جن کي به پنونره جي جاءِ تي (اها ديهه چاچڪن جي پرسان آهي) تپ لاحق ٿيو ۽ مٿي ۽ بدن ۾ سور ۽ دست به ٿي پيا هئا، سواري جي وقت هڪ ڪپڙو سڄي سيني تي ۽ ٻيو لڱن تي ۽ ٽيون مٿي تي مضبوط ٻڌي سوار ٿي ٿيا ۽ واٽ ۾ ڪيترا ڀيرا قضاءِ حاجت لاءِ لهڻو ٿي پيو! ۽ ميان احمد خان نظاماڻي جيڪو پير سائين جن جو سچو معتقد هو، ان پاڻ سان هڪ ٿوڪ دان کنيو هو! جڏهن به واٽ ۾ ڪنگهه يا ٿڪ ايندي هئي، ته ان ٿوڪ دان کي سندن اڳيان پيش ڪندو هو! الغرض هيتري تڪليف هوندي به پاڻ فقيرن جون دعوتون قبول ڪري تشريف آڻيندا هئا! جڏهن فتح علي ڪتياڻ پراڻ جي رهندڙ جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا ته ان وقت ناچاڪي حد کان لنگهي ويئي ۽ ڪين رفع حاجت لاءِ وڃڻ به ڏکيو ٿي لڳو! انهيءَ ڪري جماعت سڳوري فڪر ۾ پئجي وئي ۽ پاڻ سڳورا باوجود هيتري تڪليف جي ريگستاني فقيرن جي دعوتن تي محڪم تيار ٿيا! پير سائين جن جي ڀاءُ ميان محمد سليم ۽ ميان قابل شاهه ۽ طريقه جا مشائخ سڳورا جيڪي سڀئي خدمت ۾ حاضر هئا، انهن سڀني پاڻ ۾ صلاح ڪري ٻانهي کي چيائون ته توهان پير سائين جن

ڪي عرض ڪريو ته حضرتا! طبيعت مبارڪ جي بي مزگي، سڄي جماعت ۾ ۽ درگاهه مبارڪ تي پردي وارن کي، فڪر ۽ درد بي انتها پيدا ٿيو آهي، اگرچه ذات مبارڪ کي هن حقيقت کان طبيعت تي ڪوبه غم، وهم نه آهي، پر اسان مسڪينن ۽ درگاهه مبارڪ جي باشندن تي رحم فرمائي، درگاهه مبارڪ ڏانهن هلو! جو ست اٺ ڏينهن سفر ڪري درگاهه مبارڪ تي پهچنداسون، جڏهن صحت ڪلي حاصل ٿئي، ان کان پوءِ ريگستان جو سفر ڪرڻ اختيار فرمائجو. انهن ڏينهن ۾ نازو خليفو ميان اسماعيل ٿوڙي جو رهندڙ آيو هو! جنهن چيو ته درگاهه مبارڪ جي وات پاڻي ۽ سيلاب کان بچيل آهي، ۽ درگاهه مبارڪ تي پهچڻ آسان آهي! پوءِ پانهي سيني جي طرفان سڄي ڳالهه عرض رکي، پاڻ ڳالهه ٻڌي جوش ۾ اچي فرمايائون ته چڱو سمجهيو اٿو، اسان ريگستان جي مسڪين فقيرن سان دعوتن وٺڻ جو انجام ڪيو آهي ۽ هنن دعوتن جي تياري قرض وغيره ڪڍي ڪري ڇڏي آهي، انهن جي سامان کي ضايع ڪرڻ جائز نه آهي، اسان کي الله تعاليٰ جي طرفان خلق جي خدمت جو حڪم ٿيل آهي، هن وقت ته سوار ٿيڻ جي طاقت رکون ٿا ۽ وڃون ٿا، پر جي سواري جي طاقت نه رهي ته به پاڻ کي کٽ تي کڻائي خدا جي خلق جي خدمت کان پاڻ کي فارغ ڪنداسون! ۽ جيڪو توهان خيال ڪيو آهي ته درگاهه مبارڪ تي صحتمند ٿي پوءِ سفر ڪريو! الله تعاليٰ مطلق شافي آهي ۽ هتي هُتي هڪ ئي آهي! اي عزيز! سيد القوم خادم الفقراء (قوم جو سردار فقيرن جو خادم آهي) ۽ اها ئي حضور صلي الله عليه وسلم جن جي عادت مبارڪ هئي!

# فصل ٻيون

## مسڪينن تي رحم ڪرڻ

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن وٽ حاضر هيس! ايتري ۾ محمد وارث مجذوب مٺرن جا ڪوهر ڪٽي آيو ۽ تمام گهڻي عاجزي سان عرض ڪيائين ته حضرتا! شهر مان داڻا پني انهن جا ڪوهر مٺرن وارا دعوت لاءِ آندا اٿم! مهرباني فرمائي هن مسڪين جي دعوت قبول فرمايو؟ پير سائين جن ان کي فرمايو ته دعوت قبول آهي! فقير مجذوب مٺرن جا ڪوهر پير سائين جن کي پيش ڪيا! ۽ پاڻ انهن کي واپرايائون ۽ وري مجذوب عرض ڪيو ته حضرتا! خليفي کي فرمايو ته اهو به کائي بعد ۾ مون کي به گڏ کارايائون! اي عزيز! ڏس جو حضرت جن جا سچا پچا خلق محمد ڪريم صلي الله عليه وسلم وارا هئا جو ان ڪري محبت ۽ شفقت فقيرن مسڪين سان رکندا هئا!

**2- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن مير فتح علي جي فاتحه خواني لاءِ حيدرآباد قلع ۾ مير غلام علي ٽالپر وٽ تشريف فرما ٿيا هئا! ملاقات وقت مير غلام علي ٽالپر عرض ڪيو ته حضرتا! اڳي ديني معاملا گهڻا فرمائيندا هئا، هاڻي هڪ ڪافر کي به مسلمان ڪرڻ جو معاملو ڪونه آيو آهي اهو ڇا جي ڪري؟ پير سائين جن فرمايو ته مسلمان هندن جي پاسداري ڪن ٿا، تنهن ڪري هٿ ڪوتاهه ڪيو اٿئون! بعد ۾ مير غلام علي عرض ڪيو ته حضرتا جيڪا سرحد اسان جي حڪم هيٺان آهي، ان جو پروانو لکي ڏيون ٿا ته ڪو به سرڪاري ماڻهو جيڪو ماڻهو مسلمان ٿيو يا مسلمان ٿئي ٿو، ان کي روڪ نه ڪري! پاڻ ڪريمن جواب ۾ ڪجهه به نه فرمايو! پوءِ جڏهن پاڻ مجلس مان ٻاهر اٿي آيا ته ان وقت فقير عرض ڪيو ته حضرتا! مير غلام علي خود پروانو لکي ڏنو ٿي؟ پوءِ ڇا لاءِ قبول نه فرمايو؟ جواب عنايت فرمايائون ته اڳ ۾ اهو ڪم ان ڪري ڪندا هئاسون جو الله تعاليٰ دل ۾ الهام فرمائيندو هو! ته فلاڻو ڪافر، سو مسلمان يقيني آهي! ۽ هاڻي ٻيا مسلمان انهن جي پاسداري ڪن ٿا، تنهن ڪري سيئي ڪافر ٿين ٿا ۽ ٻين

مسلمانن کي ڪافر ڪرڻ ديني ڪم نہ آهي! ان ڪان پوءِ بلڪل انهن معاملن ڪان هٿ ڪوتاهہ ڪيوسون!

**3- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ ڏينهن بي بي رابعہ بصري رحمة الله عليها ڪنهن ويران ڪوه جنهن تي رسو ۽ دلو ڪونہ هو، ان ڪان لنگهي پيا ڏسي تہ ڪتي جا ٻچا آهن، جيڪي اڃ پيا مرن! پوءِ ان وقت پنهنجن ڪپڙن کي ڦاڙي رسو ناهيائين، پر ننڊو ٿي پيو ۽ آخر پنهنجا وار ڪٽي ان مان رسو ناهي، ڪوهہ مان پاڻي ڪڍي ڪتي جي ٻچن کي پياريائين! جنهن ڪري الله تعاليٰ مٿس رحم فرمائي ان کي اعليٰ درجي تي پهچايو ۽ روحاني ترقي مان حصو مليس!

**4- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ مسڪين ماڻهو هر روز شاهوڪارن جي مجلس ۾ اچي ويهندو هو، ۽ گهٽي جي چرٻي جي ٽڪري گهر ۾ رکي ڇڏي هئائين اها هر روز صبح جو ٻاهہ تي تپائي، ٻئي هٿ ۽ منهن مڇون مکي شاهوڪارن جي مجلس ۾ اچي، ٻڌاڪن سڻاڪن ۾ همسري ڪندو هو ۽ ان جي پيٽ جا آنڊا زبان حال سان هٿن ۽ چپن ۽ منهن کي پٽيندا هئا! جو توهان جي شامت ڪري اسان بکيا رهون ٿا جو ڪنهن کي اسان جي حالت تي رحم نٿو اچي! هڪ ڏينهن اهو ماڻهو شاهوڪارن جي مجلس ۾ ڳالهيون ڪري رهيو هو تہ اينري ۾ سندس ننڍي پٽ اچي چيو تہ بابا! گهٽي جي چرٻي جو ٽڪرو، جنهن سان توهان هٿ، منهن، مڇون سٽيبون ڪندا هئا، اها ٻلو ڪٽي ويو! حاضرين کي سندس حال تي رحم آيو ۽ هر هڪ پنهنجي موجود طعام مان، ان ڏانهن حصو موڪليو! جڏهن انهيءَ رنگا رنگي کاڌا چکيا، تڏهن پنهنجي تنگ رزق جي حقيقت نعمت وارن جي اڳيان ظاهر ڪيائين! ۽ تنگدستي ڪان ڇوٽڪارو لڌائين!

اي عزيز: جيڪو شخص چرٻي سان مڇون ۽ هٿ مکيندو هو، ان مان مراد خشڪ مشائخ ۽ رسمي عالم آهن، جن کي حقيقي علم جي ڪابہ خبر نہ اٿن، ۽ چرٻي مان مراد پاڻياڻنڻ آهي! جو پاڻ کي ڪاملن وانگر ياڻنين ٿا، ۽ انهن سان همسري ڪري هميشہ جي دولت (جيڪا عاجزي ۽ نياز ۽ حال

ظاهر ڪرڻ سان نصيب ٿيندي آهي) ڪان محروم آهن! ۽ پاڻ پاڻئڻ واري ٽڪري کي جيڪڏهن ڀلو ڪٽي وجي ته پوءِ بجاءِ ڀٽاڪن جي الله وارن وٽ گريو ۽ زاري ڪن ته آخر اهي سخي ڪامل انهن تي شفقت آڻي حقيقت جو رنگ برنگ طعام: "لم يتغير طعمہ" انهن جي شان ۾ آيل آهي، اهو عطا ڪن! پوءِ جيڪو پنهنجي گذريل ڏک کي ظاهر ڪندو، ان تي رحم ٿيندو ۽ ان تي قسمين قسمين انهن ڪاملن جي طرف کان احسان ظاهر ٿيندا:

**برڪريمان ڪارها دشوار نيست!**

(سخين وٽ ڪوبہ ڪم ڏکيو نہ آهي.)

**5- نقل:** خليفو سيد ميان جان محمد نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن نصيرواهہ تان ٻيڙين ذريعي لنگهيا ٿي، ۽ هڪ فقير خليفي ميان سعيد خان ماباتي جي گهوڙي کي لٺيون هڻي ٻيڙي ۾ وڌو ٿي پير سائين جن گهوڙي جو حال ڏسي ڏکويل ٿيا ۽ فرمايائون تہ گهوڙي کي ڪهڙي فقير لٺيون ٿي هيون؟ جڏهن اهو فقير حضور ۾ اچي حاضر ٿي بيٺو! ۽ گهوڙي کي مارڻ واري لٺ ان جي هٿ ۾ هئي! پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو خوامخواهہ وهٽ کي ايذاءَ ڏيڻ نہ گهرجي! جيڪڏهن ڪو ماڻهو ائين پنهنجي بدن تي بہ لٺيون هڻي ڏسي تہ ٻي جي حال کان خبردار ٿئي! مذڪوره فقير اها لٺ ٻہ ٽي ڀيرا پنهنجي بدن تي وهائي ڪڍي! پاڻ فرمايائون تہ اهڙي مستي اسان کي پسند نہ آهي! اسان سڀ ڪنهن کي سڃاڻون ٿا! پوءِ نقل بيان فرمايائون تہ هڪ دفعي حضرت علي ڪرم الله وجهہ ڪنهن واٽ کان لنگهيو، اوچتو سندس پير مبارڪ هڪ ڪول تي اچي ويو، جنهن ڪري ڪول چڪر ۾ اچي وئي! ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهہ ان جي حال کي ڏسي پريشان ٿي ويهي رهيو! جيستائين اها ڪول سڌي ٿي رواني ٿي! پوءِ رات جو خواب ۾ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي زيارت کان مشرف ٿيو، ۽ حضور جن فرمايس تہ اي علي (ڪرم الله وجهہ) اڄ ڪهڙو وڏو ڪم ڪري وڌئي، جو ڪول کي پير هڻي پنهنجي پروردگار کي پاڻ تي ناراض ڪيئي؟ ڇو تہ هيءَ ڪول پنهنجي جماعت جي اڳواڻ آهي ۽ صديقن مان آهي!

الله تعاليٰ جڏهن ڪان وٺي ان کي پيدا فرمايو آهي ته هڪ دم به ان جو بغير يادگيري الله تعاليٰ جي ضايع نه ٿيو آهي! مگر جنهن وقت تنهنجو پيرو، ان جي مٿان آيو! حضرت علي ڪرم الله وجهه هن حقيقت کي معلوم ڪري ڏاڍو فڪرمند ٿيو! ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ عرض پيش ڪيائين ته ڪنهن نموني سان هن گناهه جي معافي ملي سگهندي؟ حضور صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو ته دل جاءِ ڪر! وري اها ڪول توهان جي گناهه جي بخشش لاءِ به سفارشي ٿي آهي!

**6- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن جي هيءَ عادت مبارڪ هئي، جو جيڪڏهن ڪو به ماڻهو ٻانهي يا ٻانهو نذرانو ڪندو هو، ته پاڻ ان کي قبول فرمائي، ان وقت ئي آزاد ڪري ڇڏيندا هئا! هڪ ڏينهن آئون حضور ۾ حاضر هيس، ايتري ۾ هڪ ماڻهو ٻانهي وٺي اچي نذراني طور پيش ڪئي! پير سائين جن ان کي قبولي، زنانا نوان ڪپڙا ۽ ڪجهه زيور پنڙا وغيره ان کي ڏيئي فرمايائون ته اي امان! تون هاڻ آزاد آهين! جيڪڏهن اسان وٽ رهندينءَ ته پين مريدياڻين وانگر آهين! جيڪڏهن ٻي جاءِ تي وڃين ته تنهنجي اختيار جي واڳ، تنهنجي رضا جي هٿ ۾ آهي!

**7- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو هڪ سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن جي سواري اڳيان آئون ۽ ٻيا فقير ڊڪندا ٿي وياسون! ٻي گهڻي جماعت جي ڪري واٽ جي دز به گهڻي پئي ٿي! ۽ پير سائين جن جي بدن مبارڪ کي ٿي لڳي، ان ڪري اسان واٽ ڇڏي سخت زمين (بغير لٽ واري) تان آياسون ٻي پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو، واٽ جو وچ وٺي هلو! جو الله تعاليٰ جي طالبن جي پيرن جي دز اسان جي طبيعت کي پسند آهي!

اي عزيز: سبحان الله عجب ذات مبارڪ، محب الفقراءِ ۽ مسڪينن تي رحم ڪندڙ جي هئي!

**8- نقل:** هڪ عورت حضرت پير سائين قدس سره جن جي حويلي مبارڪ مان ڪا شيءِ چورائي ڪڻي وئي هئي، اندر جي پاڪن پير سائين جن کي عرض ڪيو حضرتا! هيءَ عورت شيون چوري ڪري ڪڻي ويئي آهي؟ پاڻ

ڪريمن ان کي گهرائي جوش مان فرمايائون ته اي امان! تون سچ چئو؟ پوءِ ان عورت چوري جو اقرار ڪيو ۽ سچي ڪيائين! پير سائين جن ان جي سچي ڪرڻ ڪان پوءِ، رحم ۽ مهرباني فرمائي هڪ جوڙو ڪپڙن جو عنايت ڪري، ان کي دعا به ڪيائون! ۽ فرمايائون ته اي امان! هيءَ جوش تنهنجي چڱائي لاءِ ڪيوسون:

**(ڏمريو تان ڏي پرچي تان پل پري،**

**جُنگ جکري کي هٿي چڱيون آهن چت ٻرا)**

**9- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي هڪ ماڻهوءَ حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ ڏهه روپيه نذرانو رکيو! جيڪي ڪنهن ٻي ماڻهو ڪٿي خرچ ڪري ڇڏيا، اتفاقاً اها خبر پير سائين جن جي خادمن کي پئي ته ان کان پڇسا گهربائون؟ ان جواب ۾ چيو ته مون کي پاڻ ڪريمن بخشي ڏنا آهن! ان وقت ئي هڪ خادم پير سائين جن وٽ آيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! ڏهه روپيه فلاڻي کي بخشا اٿو؟ پاڻ ڪريمن گهڙي کن ماٺ ڪري ان تي ڪاوڙجي جوش سان فرمايائون ته توکي هن ڪم ۾ ڪنهن وڏو آهي؟ پوءِ هو ويچارو ماٺ ٿي ويو!

**10- نقل:** مائي ڪپوري جيڪا، حضرت پير سائين قدس سره جن جي سچي مريدياڻي هئي، ان جي صغير ڌيءَ ان جي پٽ (پنهنجي عزيزن ۾ جن کي ڪوبه ادب نه هو ۽ نه وري پير سائين جن جي سلسلي ۾ داخل هئا) نڪاح ڪرائي ڇڏيائين ته اهو ڪم مائي ڪپوري کي ناپسند آيو! جڏهن ڌيءَ بالغ ٿي، يعني بلوغت جا نشان ظاهر ٿيس، تڏهن ان نينگريءَ ٻين معتبر عورتن کي چيائين ته منهنجي پاءُ جو نڪاح ڪرايل مون کي قبول نه آهي؟ هاڻي اختيار منهنجي هٿ ۾ آهي جڏهن ان جي عزيزن اها خبر ٻڌي تڏهن قاضي محمد صادق ڪوڙن واري وٽ فرياد ڪيائون! قاضي صاحب چيو ته هن وقت مصلحت هي آهي ته هڪ پيرو حاڪمن جي زور سان نڪاح واري عورت کي پنهنجي هٿ ۾ آڻيو! پوءِ شرعي مسئلي سان فيصلو ٿيندو! ان ڪانپوءِ اهي مير ٻڌي ٽالپر جيڪو پير سائين جن جو مريد هو، ان وٽ ويا ۽ ان جا ماڻهو گڏ وٺي وجي، انهيءَ عورت کي زوري ان جي ماءُ جي گهر مان ڪٺي

پنهنجي هٿ ڪيائون! ۽ مائي ڪپوري هن ٻانهي (جامع ملفوظات) وٽ دانهن آندي، پوءِ فقير ڪي ته اڳ ۾ ئي درگاهه مبارڪ ڏانهن اچڻ جو ارادو هو! سو ان سان گڏجي ديهه ڪپرائي، جيڪا ٻي طرف وارن جي رهڻ جي جاءِ هئي، پهچي حال احوال معلوم ڪري ڏٺم ته ڳالهه صحيح نه آهي. (1) فقط فتني ۽ فساد جي باهه ڀڪيڙي اٿن لاچار انان درگاهه مبارڪ ڏانهن روانو ٿيس! جڏهن پير سائين جن جي حضور ۾ حاضر ٿيس ۽ حقيقت حال پيش ڪيم، ته پاڻ ڪريمن کي هن نامشروع ڪم کان تمام گهڻي تڪليف ٿي! اينتري ۾ مير ٻدي ٽالپر پنجاهه روپيا ۽ هڪ ريشمي لونگي پنهنجي ماڻهوءَ سان پير سائين جن جي خدمت ۾ نذراني طور موڪلي هئي، سا امانت اچي پهتي، پر پاڻ مذڪوره واقعي جي ڪري قبول نه فرمايائون! ۽ واپس ڪري ڏنائون! پوءِ جڏهن پير سائين جن لاڙ جي سفر ۾ ديهه ڪنياڻ ۾ تشريف فرما ٿيا، تڏهن مير ڄام ٽالپر (مير ٻدي جو وڏو ڀاءُ) پير سائين جن جي زيارت ڪرڻ آيو، پاڻ ڪريمن ملاقات کان پوءِ ان کان پڇائون ته مير ٻدو ڇونه آيو؟ هن عرض ڪيو ته حضرتا! حجاب جي ڪري! ڇو ته هن خدمت اقدس ۾ نذرانو موڪليو هو ۽ اوهان ان کي قبوليت جو شرف نه بخشيو هو، ان ڪري سائين جن جي ناراضگي کان ڊڄي حاضر نه ٿيو! پوءِ پاڻ ڪريمن هن ٻانهي کي فرمايائون ته دولت وارن ماڻهن جي مريدي ۽ ارادتمندي اها ئي آهي! حضرت ميان صاحب قدس سره جن فرمائيندا هئا ته جيڪڏهن دولت وارو ماڻهو ارادتمنديءَ ۾ پنهنجي پٽ کي ذبح ڪري، ته ائين نه سمجهجو ته هي ڪو الله ڪارڻ ڪيو اٿس! بلڪ يقيناً ان ۾ ڪو نفساني غرض رکيو هوندائين! واقعي اهو ارشاد سچو آهي! هاڻي ان کي گهرائڻ واجب آهي، متان حجاب کان ڪنهن گمراهي ۾ نه پوي؟ پوءِ ڄام ٽالپر کي فرمايائون ته ٻدي کي اسان جي طرفان چئجانءِ ته اسان کان ڇو حجاب ڪيو اٿئي؟ صبح جو ٻدو ٽالپر خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو! ۽ روئي رڙي پير سائين جن کي دعوت ڏيئي پنهنجي شهر ۾ وٺي ويو ۽ اتي مائي ڪپوري به پاڻ ڪريمن وٽ فرياد ڪري مدد گهري؟ پوءِ ان

1- ڇو ته ماءُ ٻي ڌڻيءَ جي هوندي، صغيرٻار جو نڪاح پاڻ نه ٿو ڪرائي سگهي، پر جي ائين ڪندو ته اهو نڪاح ڪوڙ ٿيندو! (ف،ق،ع)

وقت ميرپڌيتالپر، مائي ڪپوري جي ڏيءُ ۽ ان جي مڙس ۽ ان جي پنهنجي عزيزن کي گهرائي پير سائين جن جي حضور ۾ حاضر ڪيائين ۽ پڻ عرض ڪيائين ته حضرتا! جيڪو شرعي حڪم هجي، ان جو اظهار فرمايو؟ پاڻ ڪريمن ميان قابل شاهه کي فرمايو ته مائي ڪپوري جي ڏيءُ جي رضامندي هن مڙس جي متعلق، پڇا ڪرڻ توهان جي مٿان آهي؟ پر مڙس جي اڳيان پڇا نه ڪندا، ان کان پوءِ ميان قابل شاهه زال مڙس کي هڪ جاءِ تي گهرائي، هڪ ٻي جي روبرو زال کان پڇائين ته زال ڪابه ناراضگي پنهنجي مڙس جي متعلق ڪونه ڏيکاري! پوءِ ميان قابل شاهه وري نئين سر ايجاب قبول ڪرائي نڪاح پڙهي ڇڏي ڏنو! مائي ڪپوري وري پير سائين جن وٽ فرياد ڪئي آئي ته حضرتا! ميان قابل شاهه حڪم جي خلاف ڪم ڪيو آهي، جو زال کان پڇا مڙس جي اڳيان ڪئي اٿس! پير سائين جن جوش ۾ اچي ميان قابل شاهه کي فرمايو ته توهان جي عجيب ديانتداري آهي؟ پوءِ پڌي تالپر هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته حضرتا! هاڻ اهو ڏوهه هن ٻانهي تي نه آهي، ٻانهي سڀئي بازو حضور ۾ حاضر ڪيا. آئنده اختيار جا ملڪ توهان آهيو؟ پوءِ پڌي تالپر مائي ڪپوري کي مدد طور، پوک ڪرڻ لاءِ زمين جو ٽڪرو هر سال ڏيڻو ڪيو! ۽ مائي کي چيائين ته تون پير سائين جن کي عرض ڪر ته حضرتا! جيڪڏهن منهنجي ڏيءُ راضي ٿي ويئي آهي ته آئون به راضي آهيان ته جيئن پير سائين جن ڪابه گراني نه سمجهن! پوءِ مائي ائين ئي ڪيو!

**11- نقل:** مومن فقير دل نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن جمعي جي ڏينهن وعظ ڪان پوءِ ڪرسي تي ويٺا هئا، ۽ ڪتاب هٿن مبارڪن ۾ هو، اينتري ۾ هڪ شخص مسئلو پڇو ته حضرتا! بي نمازي ۽ بدعت واري کي ڪارائڻ يا ڪا شيءِ ڏيڻ جائز آهي يا نه؟ جواب ۾ فرمايائون ته صلاحيت واري ۽ مرد صالح کي ڏيڻ گهرجي! پوءِ بلوچ قوم جو هڪ شخص اٿيو ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! توهان جا مريد چون ٿا ته بي نمازي کي ماني کارائڻ بلڪل جائز نه آهي؟ پير سائين جن هيءُ ڳالهه ٻڌي فقيرن جي جماعت ڏانهن نظر مبارڪ ڪيائون ۽ ڪتاب گوڏن تي رکي فرمايائون ته اي يار! جيڪڏهن

اسان کان پڇين ٿو ته تون پنهنجي هٿ کان ڪٻي ڇڏي، پوءِ جنهن کي ڏٺين ٿو، ان کي ڏي!

**12- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن شڪارپور ۾ تشريف فرما ٿيا هئا. ۽ ٻانهو (جامع ملفوظات) بہ خدمت ۾ حاضر هو، اتفاقاً پيشين نماز کان پوءِ جنهن جماعت ۾ ويٺل هئا، هي فقير (هن ارادي سان تہ خلق کي تلقين ڪرڻ جي تڪليف ٻانهي کان معاف ٿئي؟) روئڻ لڳو ۽ انهيءَ مسجد شريف ۾ هڪ ماڻهو هو، جنهن کي پنيءَ ۾ ڦٽ هو ۽ ان ۾ ڪيڙا پئجي ويا هيس انهن ڪيڙن جي درد ڪري رڙين مٿان رڙيون ٿي ڪيائين! پير سائين جن انهيءَ ڏينهن ان جي پنيءَ تي ڦيٿو وجهي ڪيڙي سان ٻڌرائي ڇڏيو! شام جو درد جي گهٽ ٿيڻ ۽ ڪيڙن جي مرڻ ڪري جميعت ٿيس ۽ هزارين دعائون ۽ تعريفون ڪرڻ لڳو! پاڻ ڪريمن منهن مبارڪ ٻانهي ڏانهن ڦيرائي فرمايائون تہ هن شخص جو ڳالهائڻ ٻڌين ٿو ڇا ٿو چوي؟ مون عرض ڪيو تہ حضرتا! اوهان ڪريمن کي دعائون ڪريٿو! پوءِ پاڻ فرمايائون تہ هن کي پنيءَ جي ڦٽ ۾ ڪيڙا ۽ درد هو، پوءِ جڏهن ان جي ڦٽ تي ڦيٿو وجهي ڪيڙي سان ٻڌرايوسون، تہ ان ڪري آرام ٿيو اٿس، ۽ درد هلڪو ٿيو آهيس ۽ ڪيڙا مري ويا اٿس! جنهن ڪري دعائون ڏي ۽ تعريفون ڪري ٿو! پوءِ عجب آهي جو ظاهري ڪيڙن جي مرڻ سان هيترين دعائون ٿين ٿيون تہ پوءِ اصل صورت جي دل جي اندر وارن ڪيڙن کي دفع ڪرڻ، ۽ انهن کي جمعيت حاصل ڪرائڻ سان، ڪيترن دعائن ۽ الله تعاليٰ جي رضامندي ۾ حقدار ٿيندو؟ پوءِ ٻانهي صبر ڪيو ۽ دل جي تسڪين ٿي!

**13- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو تہ حافظ عبدالمجيد نابين درگاهه مبارڪ جي ڏاکڻي طرف رهندو هو، هڪ رات قضاءِ حاجت لاءِ گهر کان ٻاهر نڪتو ويٺو هو، تہ بلوچ قوم جا ڪي سوار آيا ۽ پڇيائون تہ اي فلاڻا! اسان کي حضرت پير سائين قدس سره جن جي مسجد شريف ڏيکار؟ ان چيو تہ مان حافظ آهيان (انهيءَ طرف جي ماڻهن جي اصطلاح ۾ حافظ انڌي کي چوندا آهن) مسجد ڪيئن ڏيکاريان؟ هنن چيو تہ جيڪڏهن حافظ

مسجد ڏيکاربندو ته گنهگار نه ٿيندو! انهيءَ معذور شخص ڪاوڙ مان انهن کي چيو ته عجيب بيوقوف آهيو، جو مون حافظ ماڻهو کي توهان مسجد ڏيکارڻ جو چئو ٿا؟ ان ڳالهه چوڻ سان انهن مان هڪڙو شخص سواريءَ تان لهي آيو ۽ ہٿي لکڻ ان نابين کي وهائي ڪڍيائين! پوءِ حافظ صبح جو پير سائين جن وٽ اچي، لڪڻ جا ڌڪ ڏيکاريائين ۽ رات واري شڪايت عرض ڪيائين! پاڻ ڪريمن ان کي آهستي فرمايو ته اي حافظ! اهي لاڙ جا رهندڙ هئا ۽ ڪين معذور کي حافظ چوڻ جي اصطلاح جي خبر ڪانه هئي! توکي چوڻ ڪپيندو هو ته آءٌ انڌو آهيان ته توکي ڪوبه ايذاءُ نه پهچائين ها! پوءِ پاڻ حافظ جي گهڻي دلجوئي فرمائيندي پاڪر ۾ ورتائون ۽ ڪيس مهربانين سان نوازيائون!

**14- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي فقيرن جون دعوتون ورتيون! پاڻ جڏهن ٺٽي شهر ۾ تشريف فرما ٿيا، تڏهن هڪ مجذوب (ٺٽي جي شهر جو رهندڙ) اچي جماعت سان گڏ ٿيو ۽ لاڙ ۽ ڪڇ جي دعوتن ۾ فقيرن سان گڏ ٻوڙ پلاءُ خوب ڪاڌائين! پاڻ جڏهن خيريت سان واپس درگاهه مبارڪ تي پهتا ته ان وقت فقيرن کي فقر فاقو (مسڪيني جي ڪري بک جو حال هو) اهو مجذوب بک کان تمام عاجز ٿي پيو! هڪ ڏينهن پاڻ ڪريم درگاهه مبارڪ جي مسجد شريف ۾ فجر نماز کان پوءِ مراقبي ۾ ويٺا هئا ته اهو مجذوب پير سائين جن کي ويجهو اچي، مٺان ٻيهي چوڻ لڳو ته حضرتا! مراقبي ۾ ڪا شيءِ يا ڪو ٻوڙ پلاءُ ڏسو ٿا؟ پير سائين جن هن ڳالهه تي مرڪي ويٺا ۽ ڪيس دلاسا ڏنائون.

**15- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر دوران ديهه ولاس ۾ تشريف فرما ٿيا هئا! اتي ميرڻ فقير ٽالپر هڪ غلام نذراني طور حضور ۾ آندو! پاڻ ان کي قبول فرمايائون ته ان وقت ان ڇوڪري روئڻ شروع ڪيو! پير سائين جن ان وقت ئي دلبري ۽ دلجوئي فرمائي، ان جي مٿي تي هٿ ڦيريائون ۽ هڪ ڪپڙو ان کي عنايت ڪري آزاد ڪيائون!

**16- نقل:** اميد علي ٽالپر نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن سفر ۾، مينهن

فقير حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! ڪي فقير نذرانو، جيڪو خدمت ۾ حاضر ڪرڻو هوندو اٿن اهو اسان کي آڻي ڏيندا آهن ۽ ڪي فقير اسان کي نٿا ڏين! ۽ پرپٺ پنهنجي خرچ ۾ آڻي ڇڏيندا آهن! جواب ۾ فرمايائون ته اي ميانهان! اسان توکي نذراني جي نگراني لاءِ فقيرن ڏانهن نه موڪليو آهي! اسان کي تنهنجي نذراني جي ڪا به ضرورت نه آهي، جيڪڏهن فقيرن مان ڪنهن کي ضرورت هجي ته ڀل اهو خرچ ڪري!

**17- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾، قليلي ڍنڍ جي ڪناري تي تشريف فرما ٿيا هئا! جماعت سڄوري اتان پار ٿيندي رهي، اتفاقاً هڪ ڏينڀو پير سائين جن جي پيراهڻ جي دامن ۾ اچي چنبڙيو! حاجي جعفر هٿ ڊگهو ڪري خيال ڪيو ته ڏينڀو پري ڪريان! پاڻ ڪريمن فرمايو ته اي يار! ڏينڀو کي پري نه ڪر! ڇو جو فقيرن جي دامن ۾ اچي پيو آهي!

**18- نقل:** مريد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن درگاهه مبارڪ تي ناچاڪ ٿي پيا هئا، جڏهن ٽيپهري نماز لاءِ مسجد شريف ۾ تشريف فرما ٿيا، تڏهن امامت ۽ قراة لاءِ قاضي عبدالرحمان کي حڪم فرمايائون! قاضي قراة ۾ تمام ڊيگهه ڪئي! جڏهن نماز کان فارغ ٿيا، تڏهن فرمايائون اڄ ڊگهي قراة ۽ گهڻي ويهڻ جي ڪري ڪيترا بيمار ڪري ڇڏيا آهن، ڇو ته بيمار کي ڊگهي قراة ڏکي لڳندي آهي! هن کان اڳي اسان به قراة گهٽ ڪندا هئاسون!

**19- نقل:** سلطان فقير ٽالپر هڪ معتبر راوي کان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن، هڪ شخص حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! مون ضعيف جي پوک ۾ پکي تمام گهڻا آهن؟ اينتري ۾ پير سائين جن جي جواب کان اڳ ۾ هڪ ٻي فقير جواب ڏنو ته ڪو خوف نه ڪر! پاڻ ڪريمن هن حقيقت کي ٻڌي ان ٻي شخص کي چيائون ته تون ڪا به خبر نٿو رکين! پوءِ سواليءَ تي رحم ڪري فرمايائون ته جيڪو تنهنجي سائي پوک جي وچ ۾ (هستي جو) وڻ بيٺل آهي، ان کي وڍي ڇڏ ته پکين کان ڇٽي پوين!

# فصل ٽيون

## دوا ۽ درمل!

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته جڏهن استاد سائين مخدوم ميان يارمحمد قدس سره جن وٽ ڪوٽڙي شهر ۾ ظاهري علم حاصل ٿي ڪيم! ان وقت ۾ سيني طالبن کي سبقن جا پيرا ڏياريندو هيس! انهن طالبن ۾ بوبڪ ڳوٺ جو هڪ طالب علم به هو! جنهن جو بيءُ علم طب جو وڏو ماهر هو! ۽ سنڌ جي حاڪم غلام شاهه ڪلهوڙي وٽ حڪيم مقرر هوندو هو! اهو ڇوڪرو منهنجو هم سبقي هو. هڪ ڏينهن مون کي مٿي ۾ سور ٿي پيو ۽ اهو ڇوڪرو سبق جي پيري وٺڻ لاءِ انتظار ۾ هو! مون هن کي صفا جواب ڏيئي ڇڏيو ۽ مٿي جي سور جو ٻڌايو! متعلم مذڪور چيو ته جيڪڏهن مٿي جو سور ڇڏي وڃي ته پوءِ سبق جو پيرڙو ڏياربندين؟ مون چيو هائو! پوءِ ويو سو ڪجهه ناس ڪٽي آيو، ان وقت مون ناس نڪ ۾ سنگهي ته سنگهڻ سان نڪ مان ٻه ٽي ڦڙا پاڻيءَ جا ڪري پيا ۽ ٻه ٽي ڇڪون به آيون ۽ سور بلڪل ڇڏي ويو! پوءِ سبق جا پيرا ڏياريامانس! ۽ ناس ناهڻ جو طريقو پڇيو مانس؟ چيائين سنڍ ۽ مصري هموزن ڪٽي، پاڻ ۾ ملائي، ڇاڻي ناس تيار ڪريو! ۽ هن ترتيب کي لڪائي ڇڏجو، ڇو ته هڪ ڏينهن ميان غلام شاهه مٿي جي سور کان اچي تنگ ۽ عاجز ٿيو هو، منهنجي والد صاحب ان کان ضرورت واربن شين وٺڻ لاءِ هڪ سؤ روپيه وٺي، هن ناس مان ڪجهه ڏنائينس ته استعمال ڪرڻ سان ٺنا دير خوش ٿي ويو، هيءَ ناس مٿي جي سور لاءِ تمام مجرب آهي! پوءِ عام کان تمام گهڻو لڪائيندو هيس؟ جڏهن حق جي طلب ۾ مشغول ٿيس ته اهو خيال دل مان ڪڍي هر خاص عام کي ترتيب ٻڌائيندو هوس، ڇو ته انسانن کي فائدو پهچائڻ تمام سٺو ڪم آهي: "خير الناس من ينفع الناس" (بهتر ماڻهو اهو آهي جيڪو ماڻهن کي نفعو پهچائي ٿو.)

**2- نقل:** هڪ دفعي ٻانهي (جامع ملفوظات) کي هٿ جي ترِيءَ تي ڪارو داغ پيدا ٿي پيو، ان ۾ خارش ۽ ساڙو تمام گهڻو هو. انهيءَ جي حقيقت حضرت پير سائين قدس سره جن جي اڳيان عرض ڪيم ۽ اهو داغ به

ڏيکاريم! پاڻ فرمايائون ته اسان کي به اهڙو داغ گوڏي تي نڪتو هو، ان ۾ خارش ۽ ساڙو تمام گهڻو هو، سو اسان صبر ڪيو. نيٺ ان داغ مان ڦرڙي ٿي پئي ۽ اها ڦرڙي وڏي ٿي ڦاٽي پئي ۽ پونءِ نڪرڻ کانپوءِ شفا ٿي وئي! ۽ هي داغ توهان جي هٿ جي تري تي آهي ۽چمڙو سخت آهي، ان مان ڦرڙي نه نڪرندي انهيءَ داغ جي پاسن تي هڪ مهيني ۾ ٽي دفعا جورون هڻايو؟ پوءِ حڪم موجب جورون هڻايم، سو پهرين دفعي جورون سڀ مري ويون، ٻي دفعي ڪجهه مري ويون ۽ ڪي زنده رهيون، آخرڪار ٽين دفعي جورن ڪڍائڻ کان بعد پير سائين جن جي دعا سان صحت ڪُلي حاصل ٿي وئي!

**3- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته جنهن کي اک ۾ موتئي جي بيماري هجي ان کي گهرجي ته سهيل تارو جنهن کي سنڌيءَ ۾ ايٽ چوندا آهن! انهيءَ ڏانهن گهڻو ڏسندو رهي، انشاءالله تعاليٰ مذڪوره بيماري کان شفاياب ٿي ويندو!

**4- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ ڪنهن ماڻهو عرض ڪيو ته حضرتا! مون کي پاسرين ۾ سور آهي، ڪا دوا ارشاد فرمايو ته استعمال ڪري چڱو ڀلو ٿيان؟ پاڻ فرمايائون چٽن جا ڪوهر استعمال ڪر! پوءِ حاضرين مجلس ڏانهن نظر عنايت ڪري فرمايائون ته هڪ ڏينهن اسان کي پاسي ۾ سورهو، ۽ هڪ مائي فقيرياڻي اسان کي دعوت ڪري گهر وٺي وئي، جڏهن وياسون تڏهن چٽا اوپاربل جنهن کي سنڌيءَ ۾ ڪوهر چوندا آهن، آڻي اڳيان رکيائين، سي کائڻ شرط پاسي مان سور هليو ويو، انهيءَ ڏينهن کان وٺي، هي اسان جي دوا آهي ۽ هر هڪ سائل کي ٻڌائيندا آهيون!

**5- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ چاچڪن جي پرسان هڪ ديهه.... ۾ تشريف فرما ٿيا هئا، اتي پير سائين جن ۽ هن ٻانهي کي تپ اچي ويو! خليفي ميان سلطان هن ٻانهي جي تپ جي حقيقت، پير سائين جن جي اڳيان پيش ڪئي! پاڻ ڪريمن جواب ۾ ارشاد فرمايو ته جيڪي اصل ۾ ظاهر ٿيندو آهي، فرع ۾ به ان جو اثر ظاهر ٿيندو آهي به ٽي ڪڪڙ جا آنا، عنايت فرمايائون کائڻ شرط شفا ڪُلي حاصل ٿي وئي!

# فصل چوٿون

## سخاوت ۽ مروت

**1- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو هڪ ڏينهن بزرگن جي جماعت بي بي رابعہ بصري رحمة الله عليها وٽ صحبت لاءِ آئي، بي بي رابعہ بصري پڇيو توهان جو روزينو ڪيئن آهي؟ چيائون تہ جيڪڏهن الله تعالىٰ موڪلي ٿو تہ کائون ٿا، جيڪڏهن نہ تہ صبر ڪريون ٿا! بي بي صاحبہ فرمايو تہ بصري جي ڪتن جو بہ اهو طريقو آهي! ان کان پوءِ ان جماعت سوال ڪيو تہ توهان جو گذران ڪيئن آهي؟ فرمايائين تہ مزدوري ڪندي آهيان، پوءِ جيڪي هٿ ايندو آهي ان کي چار حصا ڪري ان مان ٽي حصا کائيندي آهيان! ۽ هڪ حصو ساڙي ڇڏيندي آهيان! وري پڇائون تہ ڇا جي ڪري؟ ٽي حصا کائين ٿي ۽ هڪ حصو ساڙين ٿي؟ بي بي صاحبہ فرمايو تہ ٽي حصا خدا ڪارڻ ڏيان ٿي ۽ هڪ حصو پيٽ ۾ کانوان ٿي! جو تہ حقيقت ۾ اهي ٽي حصا جيڪي خدا ڪارڻ ڏنم اهي کانوان ٿي! ۽ جيڪو پنهنجي پيٽ ۾ کاڌم اهو چڻ تہ ساڙيان ٿي:

**سخاوت بود کار صاحب دلان - سخاوت بود پيشہ مقبلان**

(سخاوت ولين جو ڪم آهي، سخاوت مقبول ٻانهن جو ڌنڌو آهي.)

**سخاوت مس عيب راکيميااست - سخاوت همہ دردهارا دو است**

(سخاوت عيبن جي ٽامي لاءِ ڪيميا آهي، سخاوت سيني ڏکن جي دوا آهي!)

**2- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايائون تہ فتح مڪي واري ڏينهن حضور صلي الله عليہ وسلم جن پنج سؤنر اُٺ ابو سفيان کي بخشا هئا! ۽ ٻين مڪي وارن کي بہ ڪجهہ مدد فرمائي هئائون، ان تي هڪ صحابي، جيڪو شعرن ۾ مشهور هو! ان چيو تہ هجرت کان پوءِ حضور صلي الله عليہ وسلم جن پنهنجن مائٽن سان ايتري قدر ڳنڍجي ويا آهن، جو هيتري انهن تي بخشش فرمائي اٿن! حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن صحابيءَ جي زبان مان، هن ڳالهہ ٻڌڻ شرط، حضرت علي ڪرم الله وجهہ کي فرمايائون تہ وڃ هن جي زبان وڍ! حضرت علي ڪرم الله وجهہ ان کي هٿ مان وٺي هڪ طرف روانو ٿي ويو! جڏهن گهڻو پنڌ ڪري ويا، تڏهن ان

اصحابي چيو ته هيترو پنڌ ڇا لاءِ ٿا ڪريو؟ حضور صلي الله عليه وسلم جن توهان کي منهنجي زبان وڍڻ جو حڪم فرمايو اٿن! توهان منهنجي زبان کي وڍيو؟ حضرت علي ڪرم الله وجهه ان کي جواب ۾ ڪجهه به نه فرمايائون، اتي ته بيٺا ۽ هلندا ويا. وجي هڪ جاءِ تي پهتا. جتي بيت المال جا اٺ بيٺل هئا! انهن اٺن مان پنجاهه اٺ ونيءَ ان اصحابي کي ڏنائين ۽ وري ٻئي ڇٽا حضور صلي الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ حاضر ٿيا! جڏهن حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي اڳيان آيا. تڏهن حضرت علي شير خدا سڄو قصو بيان ڪري ٻڌايو! تڏهن نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته اي علي! تو هن جي زبان کي احسان سان بند ڪري ڇڏيو!

**3- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾، ٺنڊي ٻهادر نظاماڻي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا! جڏهن سج متي آيو. تڏهن پاڻ آرام فرمائي اٿيا، پوءِ پنهنجي عادت موافق وضو فرمايائون. ان وقت سعد الله فقير سنڌي چانورن جا به طباخ ڳائي گوشت سان رڌل عام ماڻهن جي طعام مان ڀري ڪٺي اچي پاڻ ڪريمن جي اڳيان حاضر ڪيا! پاڻ ان مان ڪجهه استعمال فرمايائون! اتي محمد حسين فقير نظاماڻي به اٺ نذراني طور پيش ڪيا. پير سائين جن اهي ٻئي اٺ هڪ سوالي کي جيڪو ساڻن گڏ هو گهرائي ڏيئي ڇڏيا! ان نظاماڻي فقير عرض ڪيو ته حضرتا! هنن مان هڪڙو مڏي جي بار ڪڻڻ جهڙو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته سائل کي ڏيو! وري فقير عرض ڪيو ته هڪڙو انهن ۾ تمام سهڻو ۽ طاقت وارو آهي، پاڻ فرمايائون ته اڳي به ائين ئي ٿيندو آهي:

**سخاوت بود ڪار صاحب دلان – سخاوت بود پيشه مقبلان**

(سخاوت ولين جو ڪم آهي، سخاوت قبول پلن جو ڌنڌو آهي!)

**سخاوت مس عيب راڪيميا است – سخاوت هم درد هارا دوا است**

(سخاوت عيبن جي ٽامي لاءِ ڪيميا آهي، سخاوت سڀني دردن جي دوا آهي!)

**4- نقل:** گل فقير، چاڪر هالا جو رهندڙ خليفي ميان لقمان کان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مڏيءَ جي خادمن کي فرمايو ته مڏيءَ ۾ ڪا شيءِ آهي؟ انهن چيو ته گهڻي موجود آهي! پاڻ فرمايائون ته جيڪي آهي، سڀئي ڪٺي اچو؟ هنن پير سائين جي حڪم سان

سيپني سامان ڪڍي اچي اڳيان حاضر ڪيائون! پاڻ ڪريمن ان مان هڪ سؤ روپيہ ڪڍي ڪنهن فقير وٽ امانت رکيا ۽ باقي سڀ سائلن ۾ ورهائي ڇڏيائون! پوءِ فرمايائون: اي خليفا (يعني هي ٻانهو) جماعت ۾ ڪو ماڻهو آهي جو هي پئسا مريد فقير جوڳا ڪري، جيڪو اڃا سوالي هو، ان کي پهچائي اچي! قاضي محفوظ اتي حاضر هو، پئسا انهيءَ کي ڏنائون تہ مريد فقير جوڳا ڪري ڏيئي اچي، ان کان پوءِ پاڻ درگاهہ مبارڪ تي تشريف فرما ٿيا! هن کان اڳي سندن عادت مبارڪ هيءَ هئي، جو جڏهن بہ سفر کان موٽندا هئا، تڏهن پهريائين قرضدارن کي قرض ادا ڪندا هئا ۽ پوءِ حويلين مبارڪن ۾ ويندا هئا، جيڪو انهن قرض ڪنيو هوندو هو، انهيءَ کي ادا فرمائيندا هئا! انهيءَ کان پوءِ جيڪي بچيو، اهو ان شهر جي مسڪينن ۽ صاحبزادن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا! ان دفعي شيخ گلاب جنهن جي دڪان تان پير سائين جن قرض کڻندا هئا، اهو حاجي ٺاري کي ملاقي ٿيو، حاجي ٺاري ان کي چيو تون اسان سان ملاقات نہ ڪر، ڇو تہ توکي اسان جي ملاقات مان ڪوبہ فائدو نہ آهي! ان اهو سمجهي چيو تہ شايد هن سفر ۾ فتوحات نہ ٿي آهي؟ حاجي ٺاري چيو تہ نذرانو تمام گهڻو آيو هو، پر پير سائين جن سڄو سائلن ۽ مسڪينن کي عطا فرمائي ڇڏيو! شيخ ٺاٺو تي سندن حضور ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! اسان بہ سائل آهيون؟ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ الله تعاليٰ توهان جي سوال کي بہ قبول فرمائيندو! وري ان شيخ عرض ڪيو تہ حضرتا! پاڙي وارن سائلن جا حق ٻين سائلن کان وڌيڪ گهڻو اڳي آهن! پير سائين جن مٿس ڪاوڙ فرمائي ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنو، ۽ ان جي وڃڻ کان پوءِ فرمايائون تہ هنن قرضين کي الله تعاليٰ تي اعتبار نہ آهي، هن کان پوءِ مان انهن کان قرض نہ کڻندس! ۽ ان وقت خدمت گارن بہ عرض ڪيو تہ حضرتا! آئنده ان کان اوڌر هرگز نہ کڻنداسون! پوءِ پاڻ ڪريمن جي توجهہ مبارڪ سان الله سبحانه و تعاليٰ پنهنجي وڏي مهرباني سان ايتري قدر نعمت عنايت فرمائي، جو ان مان قرضين جا قرض ادا ڪرڻ ۽ ڏيڻ وٺڻ جا معاملا ۽ شهر جي مسڪينن ۽ سائيلن کي ڏيڻ ۽ خدمت گارن ۽ حضرات صاحبزادن کي ۽ حاويلين کي بہ گهربل شيون ساڳي طرح ملنديون رهيون ۽ ان کان بہ وڌيڪ سهڻي نموني سان ڪم هلڻ لڳو! پوءِ گلاب شيخ کي معلوم

ٿيو ته پاڻ سڀڪورا مطلق غنيءَ جي خزانن جا عام مختيار آهن! تڏهن ان حضور ۾ا چيو روئي ڪري عرض ڪيائين ته حضرتا! هن غلام جي دڪان ڪي اوهان جي ڪشٽ ڪان جيڪا نعمت عظميٰ آهي، محروم نه ڪريو! پير سائين جن ارشاد فرمايو ته توڪان دنياوي قرض اڄ ڪان پوءِ هن ڪري نه ڪٽنداسين، جو توهان جي نيت ۽ خيال آهي ته پير جڏهن به سفر ڪان ايندو ته قرض جي ادائگي ڪندو! ۽ اسان جي سفر ڪي توهان محض دنيا جي حاصل ڪرڻ لاءِ خيال ڪيو آهي؟ ائين نه آهي بلڪ اسان جو سفر مان ارادو حضرت رسول خدا صلي الله عليه وسلم جن جي سڄي امت جي خدمت ڪرڻ آهي! جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ڪي هدايت فرمائي! پوءِ شيخ چيو ته حضرتا! بيشڪ اوهان حق ٿا فرمايو اسان بي سمجهن جو خيال اهو ئي هو، پر هاڻي هن ڪان توبهه ڪئي سون، پوءِ گهڻي آزي نيازي ڪان بعد شيخ تي راضي ٿيا ۽ ساڳي طرح ان ڪان ڪشٽ ڪٺايائون! ۽ ان وقت فرمايائون ته الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي: "يومنون بالغيب" (اهي جيڪي غيب تي ايمان آڻن ٿا) سو ظاهري سببن تي طالب ڪي ڀروسو ڪرڻ بلڪل نه گهرجي!

**5- نقل:** حاجي احمد ٽالپر نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ڏينهن حضرت موسيٰ عليه السلام الله تعاليٰ جي دربار ۾ جبل طور تي ٿي ويو! ان کي واٽ تي هڪ ماڻهو ملاقي ٿيو! جنهن عرض ڪيو ته مون کي تنگدستي ۽ مسڪيني تمام گهڻي آهي ۽ بک کان مريو ٿو وڃان سو الله تعاليٰ جي دربار ۾ هن مسڪين جو حال عرض رکجانءِ ته رزق جي ڪشادگي عطا ٿئي ۽ بک جي هلاڪت ڪان ڇوٽڪارو لهان؟ حضرت موسيٰ عليه السلام جڏهن جبل طور تي الله تعاليٰ سان هم ڪلامي ٿيو، تڏهن ان ويچاري جو عرض پيش ڪيائين! جواب ۾ فرمان ٿيو ته اي موسيٰ (عليه السلام) ان شخص جي عمر ڊگهي، ۽ رزق ٿورو مقدر ڪيل آهي! ان ڪري ان کي روزي عمر جي ڏينهن جي اعتبار سان ڏيون ٿا! حضرت موسيٰ عليه السلام واپسيءَ ۾، ملاقات جي وقت ان شخص کي اهو جواب ٻڌايو! ان شخص عرض ڪيو ته اي موسيٰ عليه السلام ٻي ڀيري جڏهن جبل طور تي وڃو، تڏهن هن مسڪين طرفان دربارخداونديءَ ۾ عرض ڪجانءِ ته جيڪا به منهنجي سڄي عمر جي روزي آهي، اها هڪ ئي ڀيري مون کي ڏني

وجي؟ تہ بہ تي ڏينهن پيٽ پري ڪانوان؟ ۽ پوءِ آخر مرڻو آهي، جيڪڏهن بک ۾ مري ويس تہ ڪوبہ خوف نہ آهي، پوءِ جڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام جبل طور تي ويو، تڏهن انهيءَ شخص جي گذارش الله تعاليٰ جي دربار ۾ عرض ڪيائين؟ الله تعاليٰ ان کي قبول فرمائي، ان شخص جي باقي عمر جو روزينو، هڪ ئي دفعي ڪيس عنايت فرمائي ڇڏيو! اهو شخص بکيي هاٿي وانگر بکيو هو! تنهن سڄي روزيني کي هڪ ئي ڏينهن ۾ پچرائي، پهربائين خدا ڪارڻ مسڪينن ۽ محتاجن کي کارايائين، پوءِ پاڻ پنهنجن ٻچن ٻارن سان گڏ ڍئو ڪري کائي آئنده حياتي تان آسرو لاهي سمهي پيو!

جڏهن ٻيو ڏينهن ٿيو، تڏهن الله تعاليٰ پنهنجي احسان عظيم سان اوتري ئي روزي وري موڪلي ڏني! ان شخص وري بہ ساڳي طرح ڪيو! ان ڪانپوءِ هر روز، ايترو روزينو ان کي ملندو هو ۽ هو بہ هر روز مسڪين ۽ محتاجن کي کارائيندو هو، ۽ پاڻ بہ پنهنجي عيال سميت کائيندو هو! جڏهن ڪجهہ وقت ان نموني سان گذريو، تڏهن هڪ ڏينهن وري حضرت موسيٰ عليہ السلام ان سان ملاقي ٿيو، ان کي آسودو ۽ خوشحال ڏسي، حيران ٿيو ۽ عجب ڪيائين! پوءِ جڏهن جبل طور تي ويو، تڏهن عرض ڪيائين تہ اي خداوند، تون اسرارن کي ڄاڻندڙ آهين؟ تو ڇيو هو تہ هيءَ روزي ان جي سڄي عمر جي آهي! ان کي ڪائڻ کان پوءِ مري ويندو! هو تہ اڃا جيئرو آهي! بلڪ آسودو ۽ رزق ڪشادو اٿس! الله تعاليٰ جواب ۾ فرمايو تہ اي موسيٰ آئون ان جي قرض کان ڇٽي نٿو سگهان! ڇو تہ اهو هر روز منهنجي نالي تي کارائي ٿو، ۽ آئون وري ان کي ڏيان ٿو تہ اهو وري منهنجي نالي ڏئي ٿو! جڏهن هو منهنجي نالي تي ڏيڻ کان عاجز نٿو ٿئي تہ پوءِ مان جو رب العالمين آهيان عطا ڪرڻ کان ڪيئن عاجز ٿيان؟ الله تعاليٰ فرمايو آهي: ما عند کم ينفدوما عندالله باق" (يعني جيڪو توهان وٽ آهي، اهو کُٽي ويندو ۽ جو ڪجهہ الله وٽ آهي اهو هميشہ آهي.)

**6- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ۽ ٻين فقيرن پاڻ ۾ ڳالهيون ٿي ڪيون، يعني هڪڙي فقير ڇيو تہ مستي خان مري خلق کي ماني گهڻي ٿو کارائي! جو پنهنجي شهر ۾ بہ مهمان خانا نهرايا اٿس ۽ ٻنهي ۾

فقيرن ۽ مسڪينن ۽ دنيا دارن کي ماني کارائي ٿو! ٻي چيو ته دنيا دار جيڪو مسڪينن ۽ مسافرن کي ماني کارائن ٿا، اهو فقط ناموس ۽ نالي جي مشهوري لاءِ ڪن ٿا! خدا ڪارڻ نٿا ڪن! پير سائين جن اها ڳالهه ٻڌي ارشاد فرمايو ته هي عبادت جيڪا اسان فقير ڪريون ٿا، ۽ پاڻ کي وڏا مشائخ سمجهون ٿا، انهيءَ کان انهن جي سخا جيڪا ناموس لاءِ ڪن ٿا، ڀلي ۽ بهتر آهي! اي عزيز: پاڻ ڪريمن جو فرمودو حديث شريف جي موافق آهي: السخي حبيب الله ولو كان فاسقا والبخيل عدوالله ولو كان زاهداً" (سخي الله جو پيارو آهي، اگرچه گنهگار هجي! بخيل خدا جو دشمن آهي اگرچه عبادت ڪندڙ هجي!)

**7- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ڏينهن اسلام جي لشڪر مشهور سخي حاتم طائي جي، ڪافر قوم تي حملو ڪيو! ۽ آخر انهن مان هڪڙي ٽولي کي گرفتار ڪيائون! جنهن ۾ حاتم طائي جي ڌيءَ به هئي، جنهن سفارش ڪئي ته يا رسول الله صلي الله عليه وسلم مان حاتم جي ڌيءَ آهيان! منهنجو پيءُ سخي ۽ مروت ڪندڙ هو! حضور صلي الله عليه وسلم جن حڪم فرمايو ته هن حاتم جي ڌيءَ کي آزاد ڪري ڇڏيو! باقي ٻي قوم کي قتل ڪريو؟ جڏهن مسلمان انهن کي ڪهڻ لاءِ تيار ٿيا! تڏهن حاتم جي ڌيءَ وري فرياد ڪيو ته مون کي هن قوم کان اڳ ۾ قتل ڪيو ۽ چيائين ته:

**مروت نه بينم رهائي زبند - به تنهاو يارانم اندر کمند**

(اڪيلي آزاد ٿيڻ ۾ مروت نٿي ڏسان، جو ٻيا دوست ڦاسي جي منهن ۾ قيد هجن.)

**همين گفت گريان براحوال طي - بسمع رسول آمد آواز وي**

(جڏهن روئي طي قبيلي وارن جو اهو احوال چيائين ٿي ته اهو آواز رسول خدا جي ڪن مبارڪ تي پيو!) پوءِ جڏهن حضرت پيغمبر خدا صلي الله عليه وسلم جن نياڻي جو گريو ۽ زاري ٻڌو، تڏهن سڄي قوم کي ان جي ڪري بخشي ۽ آزاد ڪري ڇڏيائون! ۽ فرمايائون ته: "ازاصل ذي عطا هرگز خطا

بناشد" (يعني بخشيندڙ اصل کان خطا هرگز نہ ٿيندي!)

**8- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن درگاهہ مبارڪ تي مسجد شريف ۾ تشريف فرما ٿيا تہ اتي هڪ شخص هڪ روپيو اچي نذرانو پيش ڪيو، پاڻ اهو سائل کي ڏيئي ڇڏيائون! وري ٻيو شخص ٻہ روپيا نذرانو ڪٺي آيو، پاڻ اهي بہ ٻي سائل کي بخشي ڇڏيائون! وري ٽي روپيا نذرانو آيا، اهي بہ هڪ ٻي سائل جي مدد ڪندي ان کي عنايت فرمايائون، ۽ ان وقت اتي پاڻ حويلي مبارڪ ڏانهن متوجهہ ٿيا، تہ واٽ ۾ هڪ فقير چار روپيہ نذرانو آندا تہ پاڻ اهي فقيرن جي فاقي (بک) ڪولڻ لاءِ واحد ڏني فقير جي حوالي ڪيائون! پوءِ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ اسان نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي تابعداري جي خيال سان سائل کي پي ڏناسون، تہ الله تعاليٰ فقيرن جي لاءِ بہ عطا فرمائي ڇڏيا.

**9- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مير چاڪر ٽالپر جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا، اهي ڏينهن ذڪر جا هئا ۽ موسم اونهاري جي هئي مير چاڪر ٽالپر ڪجهہ اناج خيرات طور مسڪينن کي هر روز ڏيندو هو، ۽ مير جا مقرر ماڻهو جيڪي خيرات ڏيندا هئا، اهي اتي سيئي صحبت ۽ زيارت لاءِ پير سائين جن جي حضور ۾ آيا، جڏهن تہ مسڪين ۽ پينو خيرات لاءِ جيئن روزيدار الله اڪبر جي آواز کي ڪن ڏيئي انتظار ڪندو آهي ائين انتظار ۾ بيٺا هئا! پاڻ سڳورا وجڻ وقت اتان لنگهيا ۽ نظر مبارڪ انهن پينن ۽ مسڪينن مٿان پين! ان وقت پنهنجي گهوڙي جي واڳ جهلي ٻانهي کي فرمايائون تہ جيڪڏهن شاهوڪار مسڪينن ۽ غريبن کي خيرات ڏيڻ ڪري، فقيرن کان گوءِ ڪٺي ويا تہ ڪهڙو عجب آهي؟ ۽ ائين فرمائي روانا ٿي ويا:

**سخاوت مس عيب راڪيميا است - سخاوت همہ درد هارا دوا است**

(سخاوت عيبن جي ٽامي لاءِ ڪيميا آهي، سخاوت سڀني دردن جي دوا آهي)

10- نقل: هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ شخص نئون ڪنو بادشاهہ جي حضور ۾ حاضر ڪيو، بادشاهہ ان کي

شڪار تي وني ويو! ڪتي شڪار جهلي ورتو! جنهن ڪري بادشاهه کي پسند اچي ويو! پوءِ بادشاهه ريشمي جهل ان کي پارائي ڇڏي، پوءِ پيري جڏهن بادشاهه ڪتي کي شڪار تي نيو، ته هي جهل جي سونهن ۾ مشغول ٿي ويو ۽ شڪار کي نه ورتائين! حاضرين مان هڪ بادشاهه کي خبر ٻڌائي ته هي ڪتو پنهنجي سينگار جي ڪري فخر ۾ اچي ويو آهي، ۽ پيٽ ڀريل هجڻ ڪري بادشاهه جي حڪم ۾ يعني شڪار وٺڻ ڏانهن لاڙو نه ٿو ڪري! هاڻي گهرجي ته ان کي روزمره جو ڪاڏو گهٽ ڪجيس ۽ ريشمي جهل به لاهي ونجيس؟ بادشاهه فرمايو ته بادشاهه پنهنجي بخشش ڪنهن کان به واپس نه وٺندا آهن:

**ابر جوديم بر نشيب وفراز - به داده مابانگرددباز**

( اسان سخا جا ڪڪر آهيون جتي ڪٿي وسون ٿا، اسان جو ڏنل اسان وٽ نه موٽندو آهي. )

**11- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ٻانهي کان مشوره طور پڇيو ته اسان وٽ هڪ ٻيڙي آهي ۽ ملاحن سان معاملو تمام خطرناڪ آهي، اسان فقيرن کي اسبابن سان ڪهڙو ڪم؟ هاڻي اسان جو خيال آهي ته بغير عيوض ڪنهن کي ڏيئي ڇڏيون، ۽ ڏيڻ جون جايون هڪ ٻڍو ٽالپر ۽ ٻيو نظاماڻي فقير، ٽنڊي بهادر فقير نظاماڻي جا رهندڙ آهن، جنهن سان پنهنجي مصلحت هجي ان کي ڏيئي ڇڏيو؟ ٻانهي عرض ڪيو ته حضرتا! جيڪا اوهان ڪريمن جي مبارڪ مرضي؟ پر ٻڍو ٽالپر دنيا دار آهي، ان کي بغير عيوض وٺڻ ڏکي لڳندي ۽ نظاماڻي فقير غريب تڪلف وارا آهن! پوءِ احمد خان نظاماڻي کي گهرائي فرمايائون ته توکي هڪ ٻيڙي ڏيان، پر ان جو عيوضو وغيره نه ڪندين؟ جواب ۾ عرض ڪيائين ته حضرتا! اسان ٻارن ٻچن سميت درگاهه مبارڪ جا غلام آهيون! غلامن کي سردارن سان عيوضي جي ڪهڙي طاقت؟ جيڪي حڪم فرمائيندا اسان انهيءَ جا تابعدار آهيون! پوءِ اها ٻيڙي جنهن ۾ ڀائيتاليهه خرار ( ساڍا ڏهه سؤ من) گهٽ وڌ ان جا پيا ٿي، بغير عيوض ان فقير کي عنايت فرمايائون!

**12- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته جنهن جو
ڪنهن تي قرض هجي ۽ هو حجاب ڪري قرضيءَ کان نه گهري، ته ان کي الله
تعاليٰ هر روز ان قرض جيترو اجر عطا فرمائيندو، تنهن ڪري ان کي گهرجي
ته قرضدار کان قرض گهرڻ ۾ نرمي ڪري! هن حقيقت تي هڪ حديث شريف
بيان فرمايائون ته: قيامت جي ڏهاڙي ڪنهن شخص جو حساب ٿيندو ۽ چڱا
ڪم ان جا ظاهر نه ٿيندا، پوءِ عذاب جو حقدار ٿي پوندو! مگر ان ۾ هڪ
عادت هئي ته پنهنجي قرضدار کان حياءَ جي ڪري قرض نه گهرندو هو! پوءِ
الله تعاليٰ جي دربار مان حڪم ايندو ته هي شخص دنيا ۾ حيادار هو! ۽
هي الله تعاليٰ جي حياءَ جو وقت آهي، تنهن ڪري ان شخص کي ڇوٽڪارو ڏيو!

**13- نقل:** خليفو ميان لقمان، ميان قابل شاهه کان نقل ڪري ٿو ته هڪ
ڀيري درگاهه مبارڪ تي ست ڏينهن لاڳيتا بڪ (جيڪا عاشقن جي خوراڪ
آهي) اچي ويئي! انهن ڏينهن فقير نهال ٽالپر جيڪو پير سائين جن جو مريد
هو تنهن ساڍا ٽي هزار روپيه پير سائين جن جي گهوڙن جي قيمت جيڪا
انهيءَ وٽ رکيل هئي، ڪٽي اچي حاضر ڪيائين! پاڻ ڪريمن ان وقت ئي پنج
سؤ روپيه قرضين کي ڏنا، باقي ٽي هزار روپيه مسڪينن ۽ محتاجن درگاهه
شريف جي رهندڙن ۾ ورهائي ڇڏيائون! پئسا تقسيم ٿيڻ کان پوءِ هڪ مائي
مريدياڻي اندران آئي ۽ عرض ڪيائين ته حضرتا! ننڍڙا ٻار سڳورا بڪ جي
تڪليف سهي نٿا سگهن! جيڪڏهن هڪ پائلي عنايت ٿئي ته ڪهڙو نه چڱو؟
پاڻ ڪريمن مرڪي فرمايائون ته اي امان! جيڪڏهن هن کان اڳ اچين ها ته
هڪ پائلي جي بجاءِ پنج پائليون ڏيون ها! هن وقت ته سڀ ورهائي ڇڏيوسون
۽ ڪا به شيءِ موجود نه آهي! اي عزيز هي بيت سندن تصنيف ڪيل هنتي
موافق آهي:

**مال و جان توبرويڪجا بباز - راه نزديڪ است چراڪردي دراز**

(مال ۽ جان ان مثان هڪ جاءِ تي قربان ڪر، وبجهڙي وات کي ڇا لاءِ پري
ڪيو اٿئي!)

بي ڪنهن چوندڙ ڪهڙو نه سنو چيو آهي:

**هرچہ داري صرف ڪن در راه هو - لن تنالوا البر حتي تنفقوا**

(جيڪي هجئي ان جي واٽ ۾ حرچ ڪر، اهي نيڪيءَ کي هرگز نہ پهچندا جيستائين خرچ نہ ڪندا) ۽ پڻ ڪنهن چونڊ چيو تہ:

**قرار درڪف آزادگان نگيرد مال - نہ صبر در دل عاشق نہ آب در غربال**

(سخين جي هٿ ۾ مال قرار نہ وٺندو، جيئن صبر عاشق جي دل ۾ نہ رهندو ۽ پاڻي پروڻ ۾!)

**14- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ سخاوت اها آهي جيڪا بي گهري ڪجي ۽ جيڪا گهرڻ کان پوءِ ڪجي ٿي، اها سخا نہ آهي! اي عزيز هن ۾ هڪ نڪتو آهي، جيڪو عارفن کي معلوم آهي، يعني هي صفت خاص الله تعاليٰ جي آهي، جو سڀني جهان کي، جهان وارن جي گهر کان سواءِ، نہ هجڻ مان موجود ڪيائين! حياتي ۽ رزق جا سبب ۽ ٻيون صفتون جهان وارن لاءِ تيار فرمايائين ۽ انهن کي حفظ ۾ رکيائين! جنهن ۾ ڪابہ خرابي نٿي پوي ۽ هر ٻانهي کي ان مان پورو حصو ۽ فائدو آهي! الله تعاليٰ مخلوق جو خالق ۽ مالڪ آهي ۽ هر ٻانهي کي مالڪ جي ملڪيت ۾ سندس مهرباني سان تصوف جو حق آهي! پوءِ پاڻ ڪريم هنئي هي بيت ارشاد فرمايو:

**منم آن بنده مرد تمامي - کند باخواجگي ڪار غلامي**

(آئون انهيءَ ڪامل مرد جو غلام آهيان جيڪو سردار هوندي غلام وارو ڪم ڪري ٿو!)

**15- نقل:** خليفو لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيم تہ حضرتا! مهمانن ۽ سائلن لاءِ اسان کي قرض ڪڻڻو پوي ٿو اهو قرض ڪڻڻ ڪيئن آهي؟ جواب ۾ فرمايائون تہ ڇا توهان بہ قرض ڪڻندا آهيو؟ عرض ڪيم تہ حضرتا! خوامخواه ضرورت پوي ٿي! پاڻ فرمايائون تہ هي مسئلو سوال جواب جي ضرورت نٿو رکي بعد ۾ حديث شريف مان بيان فرمايائون تہ: هڪ ڏينهن حضور صلي الله عليہ وسلم جن وٽ هڪ سوالي آيو، پاڻ ان کي فرمايائون تہ هن وقت ڪجهہ بہ نہ آهي! سوالي وري عرض ڪيو تہ حضرتا! مان مسڪين عيال دار آهيان، عيال

ڪي بکيو ڇڏي، حضور ۾ آيو آهيان ۽ انهن ڪي توهان جو دلاسو ڏيئي آيو آهيان ته حضور صلي الله عليه وسلم جن ڪان ڪا شيءِ وٺي، توهان جي بک ڪي اڄي دفع ڪريان ٿو؟ پوءِ حضور صلي الله عليه وسلم جن ان ڪي فرمايو ته وڃ ۽ وڃي قرض ڪڻ ان جو ادا ڪرڻ اسان جي ذمي آهي! حضرت عمر فاروق رضي الله عنه عرض ڪيو ته حضرتا! سوالين کي ڏيڻ لاءِ قرض ڪڻڻ جي ضرور توهان تي ڪانه آهي! اها ڳالهه حضور صلي الله عليه وسلم جن ڪي ڏکي لڳي اينتري ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمايو ته، اي عمر! الله تعاليٰ جا خزانا پربا پيا آهن، تون حضرت صلي الله عليه وسلم جن ڪي ڇا لاءِ منع ڪرين ٿو؟ اها ڳالهه حضور صلي الله عليه وسلم جن ڪي ڏاڍي پسند آئي ۽ پاڻ مرڪيا! پوءِ پير سائين جن ارشاد فرمايو ته هن مان معلوم ٿئي ٿو ته جنهن جي دل وڏي آهي ته اهو قرض ڪڻڻ وقت ادا ڪرڻ لاءِ وسوسو نه ٿو ڪري ۽ ان ڪي ڪوبه فڪر نه آهي ۽ جيڪو پهربائين قرض ڪڻي ان ڪان پوءِ پين ۾ طمع رکي ۽ دل ۾ وسوسا ڪري ان ڪي قرض ڪڻڻ جائز نه آهي!

**16- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو ته هڪ دفعي چور ڪنهن ولي سڳوري جي گهر ۾ ڪات هٽي ڪري گهڙي آيو، ۽ ڏاڍي ڳولا ڪيائين، پر ڪجهه به هٿ نه آيس، ان گهر واري ڪي جڏهن خبر پئي ته چور نااميد ٿيو آهي، تڏهن جنهن رلي‌ءَ تي پاڻ ستل هو ۽ سندس ملڪ هئي به اها هڪڙي رلي، سا ڪڻي وڃي ڪات واري جاءِ تي ڇڏيائين، پوءِ چور اها رلي ڪڻي هليو ويو! ۽ پاڻ هي بيت ارشاد فرمايائون ته:

**شنيدم ڪه مردان راه خدا - دل دشمنان هم نه ڪردند تنگ**

(مون ٻڌو آ ته خدا وارا مرد، دشمن جي به دل نه ڏکوئيندا آهن)

**17- نقل:** عبدالله فقير ابڙو نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن دائود فقير مجذوب، سيد پور جي رهندڙ سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن ڪان ڪپڙي جو سوال ڪيو؟ پير سائين جن پنهنجي ڍڪڻ جو ڪپڙو ان ڪي عنايت فرمايو، ۽ ان ڪان پوءِ پاڻ فرمايائون ته مجذوب فقير ڪي ڪپڙي جي ضرورت نه هئي پر امتحان ٿي ورتائين!

# فصل پنجون

## سٺن اخلاقن جي تعليم!

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته اڳيان بزرگ مريدن کي پهريان تهذيب ۽ اخلاق سيکارڻ ۾ گهڻي ڪوشش ڪندا هئا! ۽ تجريد (ڪنڌ ۾ وبهڻ) ۽ تفريد (اڪيلائي) توڪل، ترڪ تسليم وغيره ۾ رهي ڪري، طالب پنهنجي عمر جا تقريبن ويهه پنجويهه سال، تهذيب ۽ اخلاق سڌارڻ ۾ خرچ ڪندا هئا! ان کان پوءِ ڪين بزرگ توحيد متعلق حڪم فرمائيندا هئا! ايتري قدر جو توحيد عيني انهن جي اڳيان جلدي ڪلي پوندي هئي، پوءِ ڪي طالب تهذيب ۽ اخلاقن جي تعليم ۾ فوت ٿي ويندا هئا ته ڪي مقصد کي پهچي ويندا هئا! ۽ پوين بزرگن وري ٻيو قسم هٿ ۾ آندو اٿن، جو مريد کي پهريان توحيد ۽ وحدت جي درياهه ۾ ٽٻي هڻائن ٿا، پوءِ انهيءَ وچ ۾ سيئي اخلاق خودبخود درست ٿي وڃن ٿا ليڪن آخري عمر ۾ پير سائين جن ارشاد فرمايو ته پهرين بزرگن جو توحيد کان اڳ ۾ اخلاقن جو سيکارڻ حق هو! ۽ اهو طريقو چڱو هو ڇو ته سالڪ کي توحيد ۾ بغير تهذيب جي هميشه رهڻ مشڪل آهي!

**2- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن علي پور ۾ اها ديهه چاچڪن جي پرسان آهي، اتي گهوٽي واهه جي ڪناري تي تشريف آندائون! سعدالله فقير جيڪو مخدوم ابراهيم نئوي رحمة الله عليه جو مريد هو، ان حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! حرف ميم ۽ لام جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟ پاڻ فرمايائون ته ميم ۽ لام جون معنائون گهڻيون آهن، تنهنجو مقصد الائي ڪهڙو آهي؟ هن چيو ته ان مان لفظ ملا مراد آهي! پير سائين جن فرمايو ته لفظ کي وٺڻ نه گهرجي بلڪ اخلاقن کي وٺڻ گهرجي! جيڪڏهن اخلاق ۽ عادتون سٺيون آهن ته ملا هجي يا ٻيو هجي سٺو آهي! پوءِ جي اخلاق سٺا نه اٿس ته ملا هجي يا ٻيو ڪو، خوار ۽ ذليل آهي! ۽ مثال بيان فرمايائون ته شاعر جڏهن ڪانو کي قاصد بنائيندا آهن، تڏهن سٺو آهي! ۽ جڏهن ڪانوءُ ڍوند جو طالب ٿيندو آهي ته ڍوند طلبيندو آهي ته پوءِ ان کي بڇڙو سڏيندا آهن.

**3- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته طالب اهو آهي، جنهن جون عادتون الله پاڪ جي عادتن جي موافق هجن! جيئن "تخلقوا باخلاق الله" (يعنيٰ الله پاڪ جون عادتون پاڻ ۾ پيدا ڪيو) جو حڪم آهي! ۽ اها دولت هر ڪنهن کي نصيب نه ٿي ٿي سگهي! ۽ ولي الله کي جنهن لاءِ قلب المؤمن حرم الله، يعني مؤمن جي دل الله جو حرم آهي) جو اعزاز آهي! سو الله تعاليٰ جي حرم (دل) ۾ غير کي اچڻ نه ڏيندو آهي! ۽ ها انهن الله وارن جي دل ۾ ظاهر باطن جي پليتن کان پاڪ شخص ئي داخل ٿي سگهندو آهي! هي نڪتا ڪن جا ٻڌل نه آهن، بلڪ جوش محبت جو نتيجو آهن.

**4- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته بزرگ حاتم کي اصم (ٻوڙو) رحمة الله عليه هن ڪري چوندا هئا، جو هڪ عورت ان جي دڪان تي ڪا شيءِ وٺڻ آئي ۽ ڏيڻ وٺڻ وقت ان کان اوچتو پيٽ جو واءُ نڪاء سان نڪري پيو، جنهن ڪري ڏاڍي شرمندي ٿي! حاتم سمجهيو ته مائي واءُ کان شرمندي ٿي آهي، سو يڪدم ٻي ڳالهه ۾ مشغول ٿي ويو ۽ چيائين ته آئون ٻوڙو آهيان؟ وڏي سڏ ڳالهاءِ عورت ڏاڍيان ڳالهايو، حاتم چيو ته اجا ڏاڍيان ڳالهه ڪر! آئون تنهنجي ڳالهه نٿو ٻڌان؟ عورت ان وقت خوش ٿي، سمجهيائين ته منهنجي پيٽ واري هوا جو آواز هن نه ٻڌو آهي! ان کان پوءِ جيستائين اها عورت زنده هئي، حاتم پاڻ کي ٻوڙو سڏايو! الله تعاليٰ عيب ڍڪڻ جي ڪري ڪيس غيبي دولت سان نوازيو ۽ حاتم جو اصم لقب ان ڪري جهان ۾ مشهور آهي!

**5- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته اسان جي خوشين ۾ وڏي ۽ بهترين خوشي نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جن جي جمڻ جو عرس مبارڪ ڪرڻ آهي! پير سائين جن جي هيءَ عادت مبارڪ هئي، جو عرس مبارڪ جي خوشي جڏهن فرمائيندا هئا، تڏهن فقيرن جي جماعت کي حويلي مبارڪ ۾ دعوت ڪري ونني طعام کارائيندا هئا ۽ فقيرن جا هٿ پنهنجن هٿن مبارڪن سان ڌئاربندا هئا ۽ هر هڪ کي مرحبا ۽ خوش آمديد چوندا هئا، ۽ گلاب جي پاڻي جا ڇنڊا هر هڪ کي هڻندا هئا. ۽ بي انتها خوش ۽ باغ بهار ٿيندا هئا، طعام کائڻ کان پوءِ پنهنجن هٿن مبارڪن سان

فقيرن کي هٿ ڏوئاري، انهيءَ خوشي ۽ بهاري سان نياز مندي ڪري اجازت ڏيندا هئا ۽ اها ٿي مرحبا ۽ خوش آمديد چوندا رهندا هئا. ايستائين جو فارغ ٿيندا هئا. ۽ قسمين قسمين طعام ۽ شادين ڪان به وڌيڪ سٺو ۽ سهڻو طعام تيار ڪرائيندا هئا!

**6- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته صحيح بخاري شريف جي مصنف رضي الله عنه ٻڌو ته فلاڻي ماڻهوءَ وٽ نبي پاڪ صاحب لولاڪ صلي الله عليه وسلم جن جي هڪ حديث آهي، پوءِ پنهنجي شهر مان روانو ٿي مفاصلو طئي ڪري اچي ان شهر ۾ پهتو، ۽ اتي پڇا ڪيائين ته اهو بزرگ شخص ڪٿي آهي؟ جنهن کي هڪ حديث نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جن جي ياد آهي؟ ان کي ٻڌايائون ته ان جو گهوڙو چرڻ ويو آهي، ان کي وٺڻ ويو آهي! بخاري شريف جو مصنف ان جي پويان ويو ۽ ڏٺائين ته خالي توبري سان ڏوڪو ڏيئي گهوڙو وٺي پيو! پوءِ ان وقت ٿي واپس پنهنجي شهر ڏانهن موٽيو ۽ حديث جي ان ڪان پڇا نه ڪيائين! ۽ چيائين ته جيڪو ماڻهو خالي توبري سان گهوڙي کي ڏوڪو ڏيئي وٺي ٿو، ان جي روايت ڪيل حديث پنهنجي ڪتاب ۾ داخل نه ڪندس!

**7- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان نقل ارشاد فرمايائون! حضرت رسول خدا صلي الله عليه وسلم فرمايو ته جنهن زماني ۾ عالم عمل وارو ۽ فقير صبر وارو ۽ شاهوڪار سخاوت وارو ۽ بادشاهه انصاف وارو هجي، ان زماني ۾ زمين جي پٺي ڀلي آهي! جيڪڏهن ان جي ابتڙ عالم بيعمل ۽ فقير بي صبر ۽ شاهوڪار بخيل ۽ بادشاهه ظالم هجي ته ان وقت زمين جو پيٽ ڀلو آهي!

**8- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ بزرگ پنهنجي جواني جي ڏينهن ۾ پاڻيءَ جو ڪونرو کڻي هڪ باغ ۾ ويو، اوچتو هڪ جنياڻي عورت بي حد سهڻي ان جي پويان لڳي پئي، بزرگ الله تعالىٰ جي خوف کان ڏسڻ شرط باغ جي ديوار تان ٽپي ٻاهر هليو ويو! جڏهن اهو بزرگ ٻڍڙو ٿيو، ان وقت ان جي دل ۾ خيال آيو ته ڪهڙو نه سٺو ٿئي ها جيڪڏهن ان عورت سان همبستري ڪريان ها! ان کان پوءِ الله تعالىٰ جي مدد سان دربار خداوندي ۾ مناجات ڪري عرض ڪيائين ته يا الاهي جواني جي

ڏينهن ۾ پنهنجيءَ مهرباني سان هنن ڪمن کان امن ۾ رکيو هيئي! هاڻي جو پيري ۽ ضعيفي تي وٺي آهي، تڏهن جواني جي گذريل ڏينهن جا برا خيال ڇا لاءِ آيا آهن؟ اوچتو غيبي الهام ان کي پهتو ته اي درويش! تون هن وقت ساڳيو نيڪ بخت ۽ پاڪ دامن آهين، پر هي جيڪو برو خيال توکي دل ۾ آيو آهي اهو ڪنهن ٻي جي اثر جي ڪري آهي.

**9- نقل:** الهداد فقير نظاماڻي ٽنڊي قيصر نظاماڻي جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته مومن جي نرم دل ميڻ وانگر ٿيندي آهي، جيڪڏهن هڪ ڏينهن ۾ سو دفعا جنهن طرف به ڦيرائيندين ته مڙندي پئي! ۽ ڪافر جي سخت دل پٿر کان به سخت آهي، پٿر کي جيڪڏهن سؤ سال پاڻيءَ ۾ رکندين تڏهن به ساڳي حال ۾ رهندو، هڪ ذرو به نرم نه ٿيندو!

**10- نقل:** غلام فقير ابڙو جيهيجي جو رهندڙ، نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت اقدس ۾ پيرن چمڻ جو شرف حاصل ڪيم، ۽ مون ٻي انتها محبت ۽ بيخبريءَ ۾ پنهنجو مٿو پير سائين جن جي قدمن مبارڪن تي رکيم! پاڻ پنهنجن هٿن مبارڪن سان منهنجو مٿو پيرن کان مٿي ڪٽي فرمايائون ته ڪافرن وارو طريقو نه ڪرڻ گهرجي، ۽ ڪاوڙ کان هٿ به نه ڏنائون! ان ڪري غمگين ٿي پيس! ٻيهري جي وقت مثنوي شريف پڙهندي بيان فرمايائون ته مريد کي پنهنجي مرشد جي طرف سجدو ڪرڻ جائز آهي! جيئن ڪعبي ڏانهن ڪجي ٿو! پر سنڌي زبان ۾ فرمايائون ته: لوجهه لجهه جي، ڪلوجهه نه لجهه جي! هنن سنڌي لفظن تي نقل بيان فرمايائون ته هڪ هندو عورت هڪ مسلمان عورت سان جهڳڙو ڪرڻ لڳي ۽ مسلمان عورت گهڻو ۽ ڏاڍيان ڳالهائيو ٿي ۽ هندو عورت ان سان آهستي سوال جواب ڪيا پئي! ڇو ته ان هندياڻي عورت، مسلمان عورت وٽ ڏيگيءَ جو گوشت کاڌو هو! ۽ مشهوري کان ڊني ٿي! پوءِ مسلمان عورت ان جي اڳيان اچي چيو ته مون سان ڳالهائڻ ۾ برابر هج ۽ آهستي ۽ سست نه ٿيءُ؟ ۽ مسلمان عورت هن کي چيو ته لوجهه لوجهنديس، ڪلوجهه نه لوجهنديس! يعني جيڪو سٺو هوندو، اهو چونديس ۽ جيڪو خراب هوندو، سو نه چونديس! پوءِ پاڻ فرمايائون ته دل سان سجدو حقيقت جي ڪعبيڪي،

جيڪو مرشد آهي، ڪرڻ گهرجي پر ظاهر ۾ ائين ڪرڻ نه گهرجي!

**11- نقل:** خليفو ميان غازي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ ڏينهن حضرت ميان صاحب قدس سره جن اسان کي ۽ ٻي هڪ ڪلهوڙي فقير کي فرمايو ته پوک واري زمين ۾ ڪل جو گاهه ٿي ويو آهي ان کي لٽي اچو ته زمين کي ڪيڙايون؟ پوءِ مان ۽ ڪلهوڙو فقير گڏجي ڪلُ لٽڻ وياسون، اسان پهريائين بسم الله پڙهي لاباري جي ڪم ۾ مشغول ٿياسون، ان تي ڪلهوڙي فقير چيو ته بسم الله چا لاءِ پڙهئي؟ هاڻي گاهه گهڻو ٿي پوندو! پوءِ پير سائين جن فرمايو ته بسم الله جي ڪري سڄو گاهه جلدي لبي ويو، باقي ڪجهه به نه بچيو!

**12- نقل:** طيب فقير راهو نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن جي مريدن مان هڪڙو فقير پاڻ ڪريم وٽ سبق پڙهندو هو! ٿوري وقت کان پوءِ درگاهه مبارڪ تان هليو ويو ۽ وڃي پوک جي ڪم ۾ مشغول ٿيو، گهڻي مدت کان پوءِ اچي پير سائين جن جي زيارت کان مشرف ٿيو! پاڻ ڪريم ان کان پڇيو ته هيترا ڏينهن ڪٿي هئين؟ عرض ڪيائين ته حضرتا! پوک ڪرڻ ۾ مشغول هيس! پوءِ پير سائين جن ان کي نصيحت طور فرمايو ته ٻه ڪم نه ڪجانءِ؟ هڪ ته حرصي ماڻهو کي پوک ۾ شريڪ نه ڪجانءِ ۽ ٻيو ته حاسد جي پوک جي پرسان پوک نه ڪجانءِ اي عزيزا جيڪو هن ٻن مقولن تي عمل ڪندو، اهو جسماني ضرورتن ۽ نفسياتي شيطاني سازشن کان به ڇوٽڪارو لهندو! ڇو ته هي حقيقت الله تعاليٰ کانسواءِ جنهن جي دل خالي ۽ صاف هوندي ان کي نصيب ٿيندي! جيئن بزرگ فرمايو آهي:

**دل بدست آرهرچه خواهي کن – حق نگهدار کج کلاهي کن**

(دل راضي ڪر پوءِ جيڪي وڻئي سوڪر، حق کي نگهه رک پوءِ ڪٽي ڏنگي ٽوپي پاءِ)

**13- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حاضر هيس، اينتري ۾ هڪ هندو حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ فرياد ڪيائين ته حضرتا! پنج ڇهه ڏينهن ٿيندا، جو ملا واحد ڏنو مون کان هڪ روپيه جو اُن وٺي ويو هو ۽ جيڪو روپيو هن مون کي ڏنو هو، اهو روپيو ڪوڙو ۽ کوٽو

آهي؟ هاڻي متائي نٿو ڏي ۽ چوي ٿو ته مون توکي سچو ۽ هلندڙ روپيو ڏنو هو! پير سائين جن فقير واحد ڏني کي گهرائي فرمايائون ته هن مهتي کي هڪ روپيو متائي ڏي؟ فقير چيو ته حضرتا! هي هندو ڪوڙو آهي ۽ مون هن کي هڪ روپيو صرافن کي ڏيکاري پوءِ ڏنو هو! هاڻي خوامخواهه هي گوڙ ڪيو اٿس! هندو عاجزي ۽ نياز سان چيو ته حضرتا! آئون ڪوڙ نٿو چوان؟ پير سائين جن غصي ۾ ان کي فرمايو ته توکي الله سائين ڪوڙ کان رکي، تون برابر سچ ٿو چوين! پوءِ پاڻ واحد ڏني فقير کي ڪاوڙجي فرمايائون ته توهان جي عجيب سمجهه آهي جو هڪ روپيه لاءِ معاملو ڪٿي اٿاربو اٿو؟ هاڻي جلدي وڃ، ۽ هن کي جلدي روپيو ڏي ۽ پوءِ هندوءَ کي دلداري گهڻي ڏنائون!

**14- نقل:** طبيب فقير نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي آخوند رحمت الله هالا ڪنڊي جو رهندڙ، حيدرآباد جي حاڪمن جي ڪم سان مير سهراب ٽالپر وٽ خيرپور ۾ آيو هو، ۽ اتان درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر ٿيو! پاڻ ڪريمن انهيءَ کان تمام گهڻا احوال پڇيا! مهمانن جي خدمتگار فقير کي فرمايائون ته آخوند لاءِ ماني پاڻيءَ جو بندوبست ڪر؟ آخوند عرض ڪيو ته حضرتا! ٻانهو خاڪي ڪهڙي لياقت وارو آهي، جو هيتري تڪليف فرمايو ٿا؟ جواب ۾ فرمايائون ته اسان وٽ تڪلف ۽ تڪليف نه آهي، جيڪي آهي سو بنا تڪليف الله تعاليٰ ڏنو آهي! وري آخوند صاحب عرض ڪيو ته حضرتا! هن وقت فقير ٿورا نظر اچن ٿا ڇا جي ڪري؟ پاڻ فرمايائون ته اسان وٽ الله تعاليٰ جو هميشه فضل آهي! فقير گهڻا ئي آهن پر هاڻ هڪ ماڻهوءَ جي دعوت تي ويا آهن! جنهن جي ٻيڙي اڄ اهي درياهه ۾ وجهندا!

**15- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ اصحابي سگوري ڪنهن يهوديءَ کان عجيب نڪتو ٻڌو، پوءِ انهيءَ ان وقت ئي ان نڪتي کي لکي ورتائين، يهودي ڏسي فخر ڪرڻ لڳو! ۽ پاڻ کي ڪجهه سمجهڻ لڳو، پوءِ ان کي صحابي سگوري فرمايو ته جيڪڏهن ڪتي جي وات ۾ موتي پيو هجي ۽

جوهري کي ان جي قيمت جي خبر ٻ آهي ته جوهري جي مٽان لازم آهي ته موتي کي ڪٽي جي وات مان ڪڍي پنهنجي هٿ ۾ آڻي! ڇو ته "الحكمة ضالة المؤمن" (حڪمت مؤمن جي وڃايل شيءِ آهي) ارشاد فرمايل آهي!

**16- نقل:** خليفو اميد علي نقل ڪريٿو ته هڪ ڏينهن ديهه موندرلاڪا ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن جي اڳيان حاضر هيس، ۽ پاڻ شام جي نماز جو فرض جماعت کي ادا ڪرائي رهيا هئا، جڏهن ٽين رڪعت تي پهتا، تڏهن قاضي محمد عاقل کهڙن جي شهر جو رهندڙ ٻ ان مسجد ۾ آيو، ۽ پير سائين جن جي پٺيان نماز پڙهڻ کان منهن ڦيرائي، جدا پنهنجي نماز ۾ مشغول ٿيو ۽ پير سائين جن فرض کان پوءِ سنتن ۽ نفلن ۾ مشغول ٿي ويا، ۽ قاضي صاحب ملاقات ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي اوطاق تي هليو ويو! پاڻ ڪريم جڏهن نماز کان فارغ ٿيا، تڏهن پنهنجن عظيم اخلاقن ڪري جيڪا سندن عادت مبارڪ "تخلقوا باخلاق الله" هئي، قاضي جي اوطاق تي، ان سان ملڻ لاءِ آيا ۽ ان سان ملاقات فرمايائون ۽ گهڻو وقت صحبت ۽ ويهڻ فرمايائون، ايتري قدر جو هن پاڻ اٿي اجازت ڏني! پوءِ پاڻ جڏهن پنهنجي جاءِ تي تشريف آندائون تڏهن پير سائين جن جي تمام گهڻي ڪسر نفسي کان فقيرن دل جي جوش مان عرض ڪيو ته حضرتا! قاضي جي منهن ڦيرائڻ باوجود ايتري رضامندي ڇا لاءِ فرمايو؟ جواب ۾ فرمايائون ته هر هڪ سان چڱائي ڪرڻ گهرجي:

**بدي را بدي سهل باشد جزا - اگر مردي احسن الیٰ من عصیٰ**

(برائي جي بڇڙي جزا ڏيڻ آسان آهي - جيڪڏهن مرد آهين ته بري سان چڱائي ڪر!)

**کسا نيک معنے پئے برده اند - بدي ديده نيکوئي کرده اند**

(جيڪي حقيقت جي ڄاڻ پٺيان ويل آهن، بڇڙائي ڏسيو ٻ اهي چڱائي ڪن ٿا)

**17- نقل:** هڪ ڏينهن فقيرن مان ڪنهن فقير حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ ڳالهيون ڪندي وچ ۾ مخدوم محمد هاشم قدس سره جو نالو فقط هاشم ڪري ورتو! پاڻ اهو ٻڌي جوش ۾ اچي فرمايائون ته جيڪو

پنهنجي ديني ڀاءُ جو تعظيم سان نالو نہ وٺندو، اهو الله تعاليٰ کان عزت جي ڪهڙي اميد رکندو؟ وري پاڻ زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ مخدوم محمد هاشم چوڻ گهرجي!

**18- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ اڪيلو طعام نہ کائڻ گهرجي! بلڪ گهڻن سان گڏجي کائڻ گهرجي! حديث شريف ۾ آيل آهي تہ: الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ جيڪڏهن ٻہ ماڻهو گڏجي کائيندا تہ ٽيون انهن سان قدرت جو هٿ گڏ هوندو! جيڪڏهن ٽي گڏجي کائيندا تہ چوٿون انهن سان قدرت جو هٿ هوندو:

**حيف بآن خورده کہ تنها خوري - خورده همان بہ کہ با تن ها خوري**

(اڪيلي کاڌي کائڻ تي گهڻو افسوس آهي، کاڌو اهو ڀلو جيڪو گهڻن سان گڏ کائجي!)

**19- نقل:** هڪ دفعي ٻانهي (جامع ملفوظات) سنڌ جي حاڪمن لاءِ حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت اقدس ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! اهي بي دين ۽ ظالم آهن انهن کي ڪيئن گهرجي؟ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ پائخاني جي صفائي لاءِ ضرور ڪو شڪاري ڪيپي؟ جيڪڏهن اهي ويندا تہ وري ٻيا ايندا، جيڪي غير واقف هوندا انهن کان واقف ڀلا آهن.

**20- نقل:** حضرت بنگلي ڏٽي رحمة الله عليہ حضرت تجر ڏٽي رحمة الله عليہ کان حضرت ميان صاحب قدس سره جن جي شان ۾ نقل بيان فرمايو تہ حضرت ميان صاحب جن جي عادت مبارڪ هئي تہ هو سفر ۾ پنڌ هلندا هئا، هڪ دفعي ڪنهن هاريءَ جي پوک کان لنگهيا، ان وقت هاري پوک مان پکي پيو اڏايا، ۽ سڏ ڪري چيائين تہ اي ويندڙ! تون بہ آواز ڪندو پکي هڪليندو وڃ؟ حضرت ميان صاحب قدس سره جن فڪر ڪري خيال ڪيو تہ پکين هڪلڻ ۾ خوامخواه بيهودو آواز ٿيندو! ان ڪري ان وقت "والشمس وضحٰها" سورت ڏاڍيان پڙهيائون تہ ايتري ۾ سڀ پکي پوک مان اڏامي هليا ويا!

**21- نقل:** هڪ دفعي قاضي عاقل محمد کهڙن جو رهندڙ درگاهہ شريف کان اوير پاسي، رحيم ڏني ڪلهوڙي وٽ اچي مهمان ٿيو! حضرت پير سائين

قدس سره جن قاضي صاحب جو ٻڌي حال احوال پڇڻ ۽ مرحبا چوڻ لاءِ باوجود گهڻي مفاصلي جي ان ڏانهن ويا، اگرچه فقيرن کي اها ڳالهه نه ٿي وڻي! پر پاڻ ڪريمن جي ادب کان ماٺ هئا، پوءِ پاڻ قاضي وٽ وڃي حال احوال ورتائون؟ ۽ ڪجهه وقت ويهي واپس آيا. قاضي ائين موڪلايو جو ان بسترې تان هڪ پير به ٻاهر نه ڪنيو، پير سائين جن فرمايو ته اسان وري اچي رخصت ڪندا سون! ليڪن قاضي وڃڻ وقت بغير اطلاع ڪرڻ جي روانو ٿي ويو! خبر پوڻ تي پير سائين جن ارشاد فرمايو فقيرن مان ڪو جلدي ڊڪي وڃي قاضي کي اطلاع ڏيئي ويهاري ته ملاقات ۽ رخصت ڪريون چو ته ائين نه ٿئي جو واعدي خلافي ٿئي! نه ته واعدي جي وفائي لاءِ قاضي وٽ کهڙن جي شهر ۾ به وڃڻو پوندو! پوءِ پاڻهو ڊڪي وڃي شهر جي ٻاهران هڪ ڪوهه کن بودلي مهيسر جي ديهه وٽ قاضي کي پهتو ۽ ان کي ٻڌايو ويو ته حضرت پير سائين جن توهان جي موڪلائڻ لاءِ واعدي جي مطابق اچي رهيا اهن، جيڪڏهن توهان نه ويهندا ته کهڙن جي شهر ۾ به توهان جي پويان ايندا! پوءِ قاضي شرمندو ٿي، اتي ويهي رهيو ۽ گهوڙي تان هيٺ نه لٿو! پير سائين جن ويٺي ويٺي سواري جي حالت ۾ ان سان ڪجهه ڳالهائي موڪلائي فرمائي، واپس درگاهه مبارڪ تي تشريف آندائون! سبحان الله . احسن اخلاق جا عجيب عڪس اخلاق محمدي صلي الله عليه وسلم هئا! حديث قدسي ۾ آهي ته: صل من قطعک واعط من حرمک واعف عن من ظلمک" (يعني جيڪو توسان قطع تعلقات ڪري ان سان ڳنڍ، جيڪو توکي نه ڏي، ان کي ڏي جيڪو توتي ظلم ڪري ان کي معاف ڪر) هي الله تعاليٰ جي طرف کان حضور صلي الله عليه وسلم جن کي خطاب آيو آهي!

**22- نقل:** سيد حسن شاهه نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن ڪنهن ماڻهو حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! هر روز قرآن شريف مان ڪيترو قرآن پڙهڻ گهرجي؟ فرمايائون ته پنج سيپارا پڙهي! جيڪڏهن نه ته چار سيپارا نه ته ٽي سيپارا اڃا به نه ته به سيپارا پڙهي، آخر سوا سيپاري کان گهٽ نه پڙهي! فقير وري عرض ڪيو ته حضرتا!

جيڪڏهن ڪو ماڻهو قرآن شريف پڙهيل نہ هجي تہ پوءِ ڇا ڪري؟ ان ڪي پاڻ ڪريمن فرمايو تہ سوا سيپاري جيتريون پنهنجي مرشد ۽ پين ولين سڳورن جون ڳالهيون ڪري ۽ الله تعاليٰ جي ياد ۾ محو ٿي پاڻ کي وساري ڇڏي!

**23- نقل:** عبدالله فقير ابڙو جهيجي جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن درگاهہ مبارڪ تي، مسجد جي ٻاهرين صحن ۾ امين فقير ۽ آيل فقير هڪ ٻئي ۾ ڳالهيون ٿي ڪيون! امين فقير آيل فقير کي چيو تہ توکي تنهنجي استاد خليفي ميان علي محمد جنتي ڏني آهي، ۽ توکي اتي بہ نصيب ۾ جنتي آهي! آيل فقير، امين فقير (جيڪو مير سهراب ٽالپر جو ڪارڪن هو) کي چيو تہ تڏهن بہ مريدن جي لڙهي گهٽ ڪونہ ٿيندي؟ انهن جي اها ڳالهہ ٻولهہ پير سائين جن جي ڪن مبارڪ تي پيئي ۽ پاڻ مسجد شريف جي صحن ۾ بدن تان ڪپڙا لاهيو، مينهن ۾ بيٺا هئا! ڪجهہ وقت ماٺ ڪري آهستي مٺي زبان سان آئل فقير کي فرمايائون تہ طالب کي گهرجي تہ ڪنهن جي بہ مراد جو دروازو بند نہ ڪري! ۽ جوش ۾ ، اچي ۽ هوش ڪري! ڪڏهن خطا نظر اچي وڃي تہ طعنو نہ هڻي.

**24- نقل:** خليفو ميان لقمان فقير نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن جي عادت مبارڪ هيءَ هئي جو مسجد شريف ۾ داخل ٿيڻ وقت جيڪي ٻاهر ڪيڻ جهڙيون شيون مثلاً وار ڪنڍا ۽ ڪاٺين جا ٽڪرا، جيڪي نظر آيا ٿي، سيئي چونڊي هٿ مبارڪ ۾ جهلي، ٻاهر اڇلڻ جو حڪم فرمائيندا هئا!

**25- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مسجد شريف ۾ اچڻ وقت ٻاهريون شيون هٿن مبارڪن سان چونڊي، پوءِ فرمايائون جيڪو ماڻهو ٻاهريون شيون مسجد شريف مان ٻاهر اڇلائيندو تہ قيامت جي ڏهاڙي ان شيءِ کي جبل احد جيترو ڪري، ان جي نيڪين سان ميزان ۾ تورائيندا!

# فصل ڇھون

## كسر نفسي كرڻ!

**1- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن جي ھيءَ عادت مبارڪ ھئي، جو پنھنجن پٽن يا فقيرن جي جماعت مان، جنھي ڪٽڻ جو حڪم ڪنھن ڪي بہ نہ ڪندا ھئا! جيڪڏھن ڪنھن ماڻھو خودبخود ڪنئي ٿي تہ ان ڪي منع بہ نہ ڪندا ھئا، ۽ وري جڏھن جتي مبارڪ ڪي ڪٽي پنھنجن ھٿن ۾ ڪندا ھئا تہ ان وقت جيڪڏھن ڪو ڪٽڻ جو ارادو ڪندو ھو تہ ان ڪي ھرگز نہ ڏيندا ھئا!

**2- نقل:** ھيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايائون تہ جيڪڏھن ڪو پير سمجھي ٿو تہ مريدن کي فقط مون مان ئي فائدو آھي تہ اھو پير ڪافر ٿيندو ۽ ان جا مريد بي فيض ۽ بي نصيب رھندا.

**3- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ ھڪ ڏينھن فقيرن جي جماعت سان ڪنھن جاءِ تي ويو ھيس، ان وقت جماعت ڪي وجد ۽ حال حاصل ٿيو ۽ فائدو بہ ظاھر ٿيو، تہ اوچتو ھڪ مجذوبہ ۽ ڪامل عورت پيدا ٿي جيڪا تاڙيون ھڻندي ھي لفظ چوندي رھي: پير مَيانئج پاڻ، مٺان خادم ڏسي خوش ٿئين" ان وقت ئي اھو خيال دل مان نڪري ويو!

**4- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ ھڪ ڏينھن سلطان العافين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره ڪان ڪا خطا ٿي پيئي! تہ گريوزاري ڪيائين، الله تعاليٰ جي طرف ڪان ان ڪي حڪم آيو تہ اي بايزيد! پاڻ ڪان ڪا شيءِ گھٽ منھنجي حضور ۾ آڻ؟ تہ توڪي گناھ معاف ڪريان؟ بزرگ بسطامي رحمة الله عليہ ان حڪم جي ڪري ڪنھن جاءِ تان سڪل پليت شيءِ (ڪرفتي) ڪنئي تہ پليتي زبان حال سان شيخ ڪان پڇيو تہ تو مون ڪي ڇا لاءِ ڪنيو اٿئي؟ چيائين تہ مون ڪان گناھ ٿيو آھي ۽ الله تعاليٰ حڪم فرمايو آھي تہ پاڻ ڪان گھٽ شيءِ ڪٽي اچ تہ توڪي گناھ بخشيان؟ ان ڪري توڪي ڪنيو اٿم! پليتيءَ وري زبان حال سان چيو تہ ڪالھہ اوھان مون ڪي پنھنجي خوراڪ سمجھي قيمت سان وٺڻ لاءِ بازار ۾ ڦربا پي، پر آئون اوھان ڪي نٽي مليس! توھان سان چار پھر رھڻ ڪري پليت ٿي آھيان! ڇا جي ڪري مون ڪي پاڻ ڪان گھٽ سمجھيو اٿئي؟ شيخ موصوف جڏھن ان ڪان اھا ڳالھہ

ٻڌي، تڏهن پريشان ٿي ان کي ڦٽي ڪيائين ۽ وري ٻي جاءِ تي ويو، جتي هڪ ڍونڊي ٿيل مثل گڏهه جنهن ۾ ڪينئان پيپل هئا ڏٺائين! شيخ صاحب ان کي ڪنهن طرح ڪٽي روانو ٿيو ته مثل گڏهه جي لاشي زبان حال سان چيو ته اي شيخ! مون کي ڇا لاءِ ڪنيو اٿئي؟ شيخ وراڻيو ته مون کان خطا ٿي پيئي آهي ۽ الله تعاليٰ حڪم فرمايو آهي ته ڪا به شيءِ پاڻ کان گهٽ منهنجي دربار ۾ آڻ، ته توکي گناهه بخشيان؟ ته اتي مثل گڏهه زبان حال سان چيو ته اي شيخ! مان پنهنجي مالڪ جو بار ڪٽي ڪٽي ڦٽجي، ان جي خدمت ۾ ساهه ڏنو اٿم ۽ تو پنهنجي مالڪ کي ڏمرايو آهي! پوءِ به تو مون کي گهٽ سمجهيو اٿئي؟ ۽ پاڻ کي مون کان ڀلو ڇا جي ڪري سمجهين ٿو؟ شيخ ان کي به اتي ڇڏي ڪري! ٻي جاءِ تي ويو، ان جاءِ تي ڪتي جو ننڍو ٻچو ڏٺائين ته ان کي ڳچيءَ ۾ رسو وجهي روانو ٿيو! ڪتيءَ جي ڦر به زبان حال سان چيو ته اي شيخ! منهنجي ڪنڌ ۾ رسو ڇا لاءِ وڌو اٿئي؟ شيخ چيو ته مون کان گناهه ٿي پيو آهي، جنهن لاءِ الله تعاليٰ فرمايو آهي ته پاڻ کان گهٽ شيءِ ڪٺي اچ ته پوءِ توکي گناهه بخشيندس! ڪتيءَ جي ٻچڙي زبان حال سان چيو ته تو پنهنجي مالڪ کي ڏکوئي ناحق رسو منهنجي ڪنڌ ۾ وڌو آهي لائق اٿين آهي ته تون پنهنجي ڪنڌ ۾ ڳارو وجهي، هن نموني سان مالڪ جي حضور ۾ حاضر ٿيءُ ۽ راضي ڪر ته شايد هن ڪري گناهه توکي معاف ٿي وڃي ۽ اهو ان سخيءَ کان پري نه آهي؟ شيخ کي ڪتي جي ٻچڙي جي سچ چوڻ سان ڪيفيت ڪلي پئي ۽ سمجهيائين ته سڀ شيون ۽ ماڻهو مخلوقات ۾ مون کان ڀلا آهن پوءِ سر سجدي ۾ رکي الله تعاليٰ جي دربار ۾ دعا گهريائين ۽ پنهنجي دل سان سمجهيائين ته سڀ مون کان ڀلا آهن ۽ پنهنجين ڪوتاهين جو عذر گهريائين؟ ان کان پوءِ غيب کان شيخ جي دل ۾ الهام ٿيو ته اي بايزيد اهي سڀ معائنا جيڪي توکي ڪرايم، ان لاءِ هئا ته تون پاڻ کي سڀني کان گهٽ، ۽ ٻين سڀني کان پاڻ کان وڌيڪ سمجهين!

**5- نقل:** هڪ ڏينهن سفر ۾ سواري تي، حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ويو ته حضرتا! اوهان کي پهريائين سير سلوڪ حاصل ٿيو هو، يا جذب؟ پير سائين جن اکين ۾ پاڻي آڻي، فرمايائون ته اسان کي نه سلوڪ ٿيو نه جذب! مگر هن وات جا مشتاق هوندا هئاسون! اي

عزيز! هن جاءِ تي هڪ بزرگ فرمايو آهي:

**اشتياق ڪہ بديدار تودارد دل من - دل من داندمن دانم داند دل من**

(جيڪو شوق تنهنجي ديدار جو منهنجي دل کي آهي، اهو مان ڄاڻان ۽ منهنجي دل ڄاڻي ٿي)

ڪامل جي ڪمال حاصل ڪرڻ کان پوءِ بہ سيني مقصدن کي اڻ ڳڻيو (وساري) ڪري، فقط شوق کي باقي رکڻ، ان کي نهايت النهايات (آخري) مرتبو چئبو آهي! جيئن سلطان العارفين بايزيد بسطامي قدس سره فرمايو آهي تہ ڪي طالب هڪ ڦڙي سان بيهوش ٿي وڃن ۽ ڪي اهي مرد آهن، جيڪي درياهہ پيئڻ کان پوءِ بہ "هل من مزيد" (اڃان زياده هجي) جو نعرو هڻندا وتن ٿا، ان کان پوءِ فقير عرض ڪيو تہ حضرتا! تو مربيءَ جي ديگ مان تہ سڄي جهان کاڌو بلڪہ سيني جهانن جي طالبن ڪائي ڏنو ڪيو آهي، تڏهن پير سائين جن هي الفاظ شوق ۽ پوري عجز سان فرمايا! اسان لاءِ تہ ديگ جو ترو بہ نہ رهيو آهي:

**جز عجز جز بيچارگي - نقدے ندارد خواجگي**

(اصل سرداري ۾ عاجزي ۽ بيچارگي، ڪانسواءِ ڪابہ نقد ڪونہ آهي!)

**6- نقل:** خليفو ميان غازي خان نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن فرمائيندا هئا، تہ ڪنهن شهر ۾ هڪ ٻڍڙي عورت رهندي هئي، ان جي گهر ڪڏهن ڪڏهن هڪ فقير مهمان اچي ٿيندو هو، اتفاقاً اهو فقير هڪ رات ان عورت جي گهر ۾ ٽڪي پيو ۽ عورت کان پڇيائين تہ ڪو ڪپڙو آهي تہ سرديءَ کان مٿان وجهي سمهان؟ ان عورت چيو تہ مون وٽ بہ ٻڙا آهن! هڪ پراڻو ۽ ٻيو نئون! پراڻو آئون ٿي مٿان پائيان! ۽ نئون تون مٿان وجهہ! فقير چيو تہ نئون ٻڙو تون پاڻ وٽ رک، ۽ مون کي پراڻو ٻڙو ڏي؟ آخرڪار پراڻو ٻڙو سرديءَ ۾ پنهنجي مٿان وجهي فقير سمهي پيو! صبح جي وقت فجر نماز کان پوءِ، ان ٻڙي جو اڳڻ کولي پنهنجي مٿي جي مٿان وجهي مراقبي ۾ ويهي رهيو! اينتري ۾ ان عورت جي پاڙيسرين مان هڪ ماڻهوءَ اچي چيو تہ اي فقير! هن ٻڙي کي پاڻ کان جدا ڪر! جو هن شهر جو نواب تنهنجي زيارت لاءِ اچي ٿو! فقير چيو تہ الله تعاليٰ جي حضور ۾ هن ڪپڙي سان حاضر ٿيس نواب وري ڪير ٿيندو آ، جو ان لاءِ هن ٻڙي کي پاڻ کان پري ڪريان!

**7- نقل:** خليفو ميان غازي خان نقل كري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ شاهه پوٽن سيدن جي ديهه كان اچي لنگهيا، اتان جا سيد سگورا پير سائين جن سان جهيڙي كرڻ لاءِ گهوڙن تي سوار ٿيو پٺي آيا، ۽ وڏي آواز سان چيائون ته اي گهوڙي سوار بيهه؟ پير سائين جن انهن جي چوڻ سان بيهي رهيا! سيدن پڇيو ته پير توهان كي چوندا آهن؟ پاڻ كريمن فرمايو ته مان پير مرد، اچي ڏاڙهي وارو آهيان، ان كري ماڻهو مون كي پير چوندا آهن! ان كان پوءِ انهن كي كو به جواب نه آيو ۽ ماٺ كري شرمندا ٿي واپس هليا ويا!

**8- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ ڏينهن خواجه محمد پارسا رحمة الله عليه، حضرت خواجه نقشبند قدس سره جن جي گهر ٺاهڻ لاءِ، كوڌر سان گارو ٺاهي فقيرن كي ڏنو ٿي، ۽ انهن تغارين ۾ وجهي كنيو ٿي! هڪ وقت فقيرن كجهه ساهي پٽي، ته ان وقت خواجه محمد پارسا رحمة الله عليه فرصت سمجهي كڏ مان ٻاهر اچي، كڏ ۾ پيرلڙكائي كوڌر پيشاني هيٺيان ركي مراقبي ۾ مشغول ٿي ويو! اتفاقاً ايتري ۾ خواجه نقشبند قدس سره اتي آيو ۽ خواجه محمد پارسا جي حالت كي ڏسي كڏ ۾ لهي وجي ويٺو ۽ ان جي پيرن كي مٽي تي ركي، دربار خداوندي ۾ عرض كيائين ته يا الله هن پيرن جي بركت سان بهاءُالدين تي رحمت ۽ مغفرت فرماءِ؟ ٻيو دفعو به خواجه محمد پارسا رحمة الله عليه خواجه نقشبند قدس سره جن جي گهر ٺاهڻ لاءِ كوڌر سان مٽي ٺاهي، درويشن كي ڏني پئي ۽ درويشن تغاري ۾ وجهي كڻئي پي، سج جي سخت گرمي كري سڀ درويش نمر جي ڇانو ۾ وڃي ويٺا! جيكو وڻ ان حوض جي كناري تي بيٺل هو! وڻ جي ڇانو پوري ٿيڻ جي كري خواجه محمد پارسا مٽيءَ وارن پيرن سان كوڌر مٿي هيٺيان ركي، سج جي گرمي ۾ سمهي پيو! ۽ استغراق ۾ هليو ويو! ان وقت خواجه نقشبند قدس سره اتان لنگهيو ۽ جڏهن خواجه محمد پارسا كي اُس ۾ ستل ڏٺائين، تڏهن هن ان جي پيرن تي هٿ ركي، درگاهه خداونديءَ ۾ عرض كيائين ته يا موليٰ پاڪ، بهاءُالدين كي هنن پيرن جي بركت سان بخش كر؟

**9- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي فقيرن جون

دعوتون قبوليون، فتح علي ۽ ابراهيم فقير ڪتياڻ سنره جي رهندڙن جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا! گرمي ۽ دستن جي اثر ڪان بدن تي ضعف غالب هو! رات جي وقت پائخانه ڏانهن وڃڻ جي ضرورت محسوس ڪيائون! مولڏنو فقير جيڪو خاص خدمت لاءِ مقرر هيو، ان کي هڪ دفعو سڏ ڪيائون پر فقير ننڊ جي ڪري جواب نه ڏنو! پوءِ پاڻ ڪونرو کنيائون، ايتري ۾ ٻانهي کي خبر پئجي ويئي، پوءِ هٿن مبارڪن مان ڪونرو ورتي، پير سائين جن کي پاڪر ۾ ڪٽي پائخانه تائين آندم ۽ ٻاهران انتظار ۾ ويهي رهيس! جڏهن ٻاهر آيا تڏهن ساڳي طرح سان پاڪر ۾ کڻي وضوءَ جي جاءِ تي آندم ۽ پنهنجي ڪپڙي تي ويهاريم! حاجي فقير ٻاهه کي وڏيڪ روشن ڪيو، ان وقت نيازيءَ سان دعا گهريائون يا الله مان ٻه دفعا نابين ٿيو آهيان، مون تي رحم ٻه ٻه دفعا فرماءِ؟ ايترو چوندي اکين مبارڪن مان پاڻي نڪري ڳلن تان جاري ٿي ويو ۽ هي بيت گهڻو وقت پڙهندا رهيا:

**گريه زاري عجب سرمايه است - تا بشهر دل قوي ترمايه است**

(گريو ۽ زاري عجيب سرمايو آهي، دل جي شهر جي لاءِ طاقت واري موڙي آهي)

**10- نقل:** سيد سچل شاهه نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن هڪ ماڻهو حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! مون کي فلاڻو شخص شڪاري چوي ٿو، پاڻ فرمايائون ته اي پياءُ! مان به وڏو شڪاري آهيان ڇو ته شڪاري ان کي چوندا آهن، جيڪو ماڻهن جي پائخانن مان گندگي ڪڍي، سو اسان به طالبن جي دلين مان گندگي صاف ڪريون ٿا!

**11- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته سلطان محمود رحمة الله عليه کي، اياز عليه الرحمة نالي هڪ ٻانهو هو، ۽ بادشاهه وٽ قرب ۽ عزت ۾ ڪنهن وزير ۽ امير کي ان سان همسري ڪانه هئي! اياز جو هڪ حجرو هو جنهن جو دروازو ڪلف سان بند ڪري ۽ ان جي چاٻي پاڻ سان گڏ رکندو هو! هر صبح شام پهرئان ان ڪمري مان ٿي، پوءِ بادشاهه جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيندو هو! ۽ ان ڪمري ۾ ڪنهن کي اچڻ نه ڏيندو هو! وزيرن ۽ اميرن، اياز جي انهيءَ عادت مان حسد جي ڪري سمجهيو ته ان ڪمري ۾ ڪو خزانو پيل آهي، ۽ انهيءَ سان اياز جي دل ٻڌل آهي! سڀني متفق ٿي بادشاهه جي خدمت ۾ بيان ڏنو ته حضرتا! اياز فقط شاهي نوازش

جي ڪري ممتاز آهي! باقي شاهاڻي خدمت ادا ڪرڻ سان ڪا بہ قربت ڪونہ ٿو رکي، ان جي دل سندس ڪمري ۾ رکيل خزاني سان ٻڌل آهي، جنهن جي چاٻي هو ڪنهن کي بہ نہ ڏيندو آهي! بادشاهہ انهن حاسدن جي ڳالهہ تي ڪوبہ اعتبار نہ ڪيو ۽ نہ وري اياز سان ڪا ڳالهہ ڪڍيائين، پر جڏهن شڪايت ڪندڙن ڪان بار بار شڪايت آئي، تڏهن بادشاهہ ڪاوڙ ۾ اچي فرمايو تہ توهان کي اجازت آهي، ان جي ڪمري جي دروازي کي ڪَهاڙي سان ڪپي خزانو لٽ ڪريو! پر جيڪڏهن خزانو نہ هوندو تہ پوءِ توهان سڀني کي تلوار سان قتل ڪرائي ڇڏيندس؟ هنن کي مال جو يقين هو، سو دروازي کي ڀڃي اندر ويا تہ اتي ڪجهہ بہ ڪونہ ڏٺائون! فقط هڪ پوستين ۽ ڀيو ڦاٽل چولو جيڪو ڪنهن بہ ڪم ۾ اچڻ جهڙو نہ هو، ڀيل ڏٺائون! گهٽي ڳولا کان پوءِ حاسد پشيمان ۽ پريشان، هٿين خالي حيانيءَ تان هٿ ڌوئي، بادشاهہ جي خدمت ۾ آيا بادشاهہ پنهنجي محبوب جي متعلق بڇڙي گمان رکڻ وارن کي کهڻ جو اعلان فرمايو تہ ان وقت اياز بادشاهي تخت جي اڳيان هٿ ٻڌي سفارش ڪري سڀني کي ساهہ بخشيو، ۽ جيئندان ڏياريو! ان کان پوءِ بادشاهہ اياز کان پڇيو تہ صبح شام تنهنجو حجري ۾ وڃڻ ڪهڙي سبب ڪري هو؟ عرض ڪيائين تہ حضرتا! پراڻي چادر ۽ پراڻو چولو ۽ جوتو آهي! جيڪي بادشاهہ سلامت جي نوازش کان اڳي هن فقير جو لباس هو، اهي نفس کي ڏيکارڻ لاءِ نگاهہ ۾ رکيا هيم ۽ هر وقت نفس کي ڏيکاريندو هيس، تہ متان بادشاهہ جي مهربانين کي ڏسي مغرور ٿي وڃي ۽ بادشاهہ جي خدمتن جي حق ادا ڪرڻ ۾ سستي ڪري ۽ هر ڏينهن بلڪ صبح ۽ شام پنهنجي نفس کي چيم ٻي؟ تہ اي نفس! بادشاهہ جي نوازش کان اڳي هن لباس جو لائق هئينءَ هاڻ متان مغرور ٿيو آهين؟

**12- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ خواجہ ابو الحسن خرقاني رحمة الله عليہ جو هڪ مريد، پراهين سفر کان خواجہ صاحب جي زيارت لاءِ آيو ۽ دروازو کڙڪايائين تہ اندران آواز آيو! تون ڪير آهين؟ چيائين تہ آئون خواجہ صاحب جو مريد آهيان، ۽ زيارت لاءِ آيو آهيان! خواجہ صاحب جي گهر واريءَ ان کي چيو تہ خواجہ صاحب هن کان اڳ هڪڙي طرف وڃي اتان جي ماڻهن کي نڳي گمراهہ ڪري آيو هو!

وري هينئر ٻه انهيءَ نيت سان ڪيڏانهن ويل آهي! مريد سچو هو، جنهن ڪي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي ۽ ان عورت ڪي قتل ڪرڻ جو ارادو ڪيائين؟ پر خواجه صاحب جي حرم شريف جي احترام ڪري، لاحول پڙهي واپس موٽيو ۽ دل ۾ هي حقيقت ويهاريائين ته شايد خواجه صاحب نفس جي خواهش ٽارڻ لاءِ هي بي ادب حرم، پنهنجي گهر ۾ ويهاريو آهي! ان کان پوءِ جڏهن خواجه صاحب جن لٿل هئا، اتي وڃي زيارت ڪيائين! ۽ خواجه صاحب ان جي دل جي ڪيفيت معلوم ڪري فرمايائين ته مون هن زال کي ان ڪري ويهاريو آهي ته اسان جو نفس ان جي نالائق ڳالهين کي سهي ۽ بار کڻي ۽ جڏهن ان کي بڇڙين ڳالهين سهڻ جي عادت ٿي ويئي ته پوءِ خدا جي ٻي خلق جي اهڙين ڳالهين کان ٻه ان جي دل تي غبار نه پوندو!

**13- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ ڏينهن حضرت ميان صاحب قدس سره (سندن والد صاحب) جي خدمت ۾ نياز سان عرض ڪيو سون ته حضرتا! نقل آهي ته ڪو بزرگ طلب جي خيال سان ڪنهن ڪامل ولي وٽ آيو، اتفاقاً شغل نصيب نه ٿيس ۽ خالي واپس هليو ويو! جڏهن ان طالب شخص کي سڪرات جو وقت پهتو، تڏهن شيطان اچي ڏاڍو تنگ ڪيس ۽ توحيد بابت هن کان سوال جواب ڪرڻ لڳو؛ آخر سندس سمورا ظاهري دليل ختم ٿي ويا ۽ فقط هڪ دليل، هي آية سڳوري: لوكان فيهما الهة الا الله لفسدتا (جيڪڏهن زمين ۽ آسمان ۾ الله تعاليٰ کانسواءِ ٻيا ٻه خدا هجن ها ته زمين آسماني برباد ٿي وڃن ها) ان جو باقي رهيو هو! ان وقت ان ڪامل ولي سڳوري کي، ان جي طلب جي ارادي واري گهڙيءَ جو ننگ پيو ۽ وضو ڪندي سندس طبيعت تي جوش اچي ويو ۽ پاڻي سان گڙڙا ڪري تمام زور سان زمين تي اڇلايائين، تان جو پاڻي ڪپي ويو ۽ ان کان پوءِ ڏندڻ ۽ ڪونري کي ٻه زمين تي ڦٽو ڪيائين! پوءِ جڏهن افاقي ۾ آيو ته مريدن عرض ڪيو ته حضرتا! هي جلال ڇا جي ڪري هو؟ ان ڪامل ولي پوري حقيقت بيان فرمائي ۽ چيائين ته ارادي جي طالب کي، شيطان کان ڇڏائي، هن دنيا فاني مان ايمان سان آخرت ڏانهن روانو ڪيو سون. حضرتا! ان ڪامل ولي کي فقط پنهنجي حجري جو ننگ پيو هو ۽ هي ضعيف ظاهراً ۽ باطناً اوهان جي توجهه عاليه جو پاليل آهي! هن عاجز تي پورو توجهه

عنايت ٿئي؟ حضرت ميان صاحب قدس سره جن کي هي عرض تمام گهڻو پسند آيو! ۽ پوءِ ڪريمانه شفقت ۽ مرشداڻي مهرباني سان سرفراز فرمايائون!

**14- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن قلات جي سفر ۾ شاديهر جي جاءِ کان سوار ٿيا ۽ اهي ڏينهن گرم هوائن ۽ سخت گرمي جا هئا ۽ جبل تي مينهن نه وسڻ ڪري هوا جي بدران جهٽڪ باهه ٿي وسي، پير سائين جن جي جسم تي فقط هڪ چادر هيٺ پڌل ۽ لونگي ڪلهن تي هئي ۽ باقي بدن مبارڪ اگهاڙو هيو! قاضي عبدالرحمان ۽ خليفو محمد حسين ڪڙتو ۽ پهراڻ ڍڪي ۽ پٽڪي سان ڪن بند ڪري چڙهيا هئا! ۽ پوري طرح ڪپڙن سان ويڙهيل هئا. فقير عرض ڪيو ته حضرتا! گرم هوا کان بدن مبارڪ کي ڪڙتي يعني، پهراڻ سان ڍڪڻ گهرجي؟ جواب ۾ فرمايائون ته اسان پڻ فقيرن جهڙا مسڪين فقير آهيون! فقير عرض ڪيو ته حضرتا! قاضي عبدالرحمان جو ته معائنو فرمايو؟ پاڻ مرڪي فرمايائون ته تون خليفي محمد حسين کي نٿو ڏسين؟

**15- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن نصرپور ۾ مائي سليمة (پليجه جي رهندڙ) جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا. ۽ فقير جيڪي مائي جي گهر ۾ آيا ٿي، اهي لٽيندا ڪائيندا ٿي ويا! ان وقت دعوت لاءِ هڪ منگن جي ديگ چاڙهي هئائين! جيڪو به فقير ان جي گهر ۾ آيو ٿي، اهو ڪوبه ٿانوُ ڪٽي منگ وٺي ڪائيندو رهيو! ان گهر ۾ پير سائين جن کٽ تي ويٺا هئا ۽ هي فقير هيٺ ويٺو ٿي، ته پاڻ هٿ کان وٺي کٽ تي وهاريائون! ڪي فقير ٿانون ۾ ڪي ڪپڙي ۾ منگ وٺندا ڪائيندا رهيا! پاڻ ڪرمن جن معائنو ڪندا رهيا پوءِ پاڻ فقير کي فرمايائون ته لٽ ٿي رهي آهي تون به ڪٽي اچ ته کائون؟ فقير کي ٻيو ڪوبه ٿانوُ ڪونه مليو. فقط هڪ پڳل طباخ هٿ آيو. پاڻ فرمايائون ته ان اڌ طباخ ۾ به ڪٽي اچ؟ پوءِ هي فقير، ان کي ڏوئي منگ وٺي آيو! ۽ پير سائين جن واپرايا. ۽ فقير کي به پاڻ سان گڏ کارايائون! حضرت پير سائين قدس سره جن اصلا سادا هئا. ۽ مشائخي ۽ تڪلف پاڻ وٽ ڪڏهن به روا نه رکيائون.

**16- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ڪول لانگاهه (خيرپور مير سهراب) ۾ هڪ دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا. اهي ڏينهن

سياري جا هئا ۽ ان ڏيهه جون عورتون اڳئين نماز جي وقت نذراني طور جوار جا ڦلا ڪٺي آڻيون ۽ فقيرن انهن کان اهي ورتا ٿي! اينتري ۾ هڪ عورت جوار جا ڦلا جيڪي تمام صاف ۽ اڇا هئا آندا. پير سائين جن هن فقير کي فرمايو ته هي جوار جا ڦلا، تون ونجانء، ته تون ۽ آئون گڏجي کائون؟ جو هي جوار جو اهو قسم آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ ڏوڻ چوندا آهن!

اي عزيز: پير سائين جن جي اصلاً عادت مبارڪ هئي جو پاڻ مڪلف طعامن کان نفرت ڪندا هئا. سادگي ۽ مسيڪيني کي پسند ڪندا هئا ۽ هر وقت اٿڻ ويهڻ، قول فعل، کائڻ پيئڻ، سمهڻ هلڻ، ويهڻ ۽ عادتن ۾ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي تابعداري ڪندا هئا ۽ ڪسر نفسي کي محبوب رکندا هئا.

**17- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ڏينهن اعرابين جي هڪ جماعت حضور صلي الله عليه جن جي حضور ۾ آئي! حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي منهن مبارڪ کي ڏسي جذبي ۽ وجد ۾ اچي ويئي! حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمايو ته هن کان اڳي اسان به ائين هئاسون! هن وقت شايد منافق ٿي ويا آهيون! ان کان پوءِ حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جن جو هي فرمودو ڪمال ڪسر نفسي جي ڪري هو! ورنه ڪمال ايمان کان ئي سندن نالو صديق رکيل هو! پر ان حالت کان لنگهي ڪماليت جي درجي کي پهتا هئا.

**18- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن جي هيءَ عادت مبارڪ هئي ته زمين تي بغير مصلي جي سجدو ڪرڻ وڌيڪ پسند ڪندا هئا! ۽ ڪيترا دفعا شوق ۽ ذوق کان فرمائيندا هئا ته اي يارو! اچو ته پنهنجي خدا کي زمين تي سجدو ڪريون؟ ۽ فرمائيندا هئا ته حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي حديث مبارڪ ۾ آيل آهي ته جيڪو زمين تي سجدي ڪرڻ کي پسند ڪندو ۽ ان تي عمل ڪندو ته ان کي الله تعاليٰ تڪبر جو خيال نه ڏيندو.

**19- نقل:** ٽنڊي قيصر نظاماڻي جو رهندڙ هڪ فقير، نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن هن ٻانهي (جامع ملفوظات) جي

دعوت تي ڪڙئي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا! ۽ سومهڻي نماز کان پوءِ پير سائين جن کي حويلي وارن ماڻهن کي زيارت ڪرائڻ واسطي گهر ۾ وٺي ويس! پوءِ جڏهن اندران اوطاق تي آرام ڪرڻ آيا تہ جمعو فقير خادم! پير سائين جن جي (واضح هجي تہ هميشہ سندن عادت مبارڪ هوندي هئي تہ جيڪڏهن تهجد ادا ڪرڻ وقت ڪو فقير سجاڳ هوندو هو تہ ڪين ڪوزرو پري ڏيندو هو، ورنہ پاڻ ننڊ مان ڪنهن کي بہ نہ اٿاربندا هئا) جتي مبارڪ بغل ۾ رکي سمهي پيو تہ جتي مبارڪ لاءِ ضرور اٿاربندا؟ پاڻ جڏهن تهجد جي وقت سجاڳ ٿيا، تڏهن سيئي فقير ننڊ ۾ هئا ۽ جتي مبارڪ بہ ڪين هٿ نہ آئي! پوءِ پاڻ پيرن اگهاڙا خودبخود ڪوزرو کڻي وضو ڪرڻ ويا ٿي! فيروز فقير چوي ٿو تہ جڏهن منهنجي مٿي کان لنگهيا تہ ان وقت مون کي سجاڳي ٿي پئي ۽ اٿي ڪوزرو هٿن مبارڪن مان ورتي، خدمت شريف ۾ هليس! ۽ پيرن مبارڪن ڏانهن نظر ڪيم تہ اگهاڙا نظر آيا عرض ڪيم تہ حضرتا! جتي مبارڪ ڪٿي آهي؟ فرمايائون تہ جمعو فقير لڪائي سمهي پيو آهي، ان کان پوءِ جمعي کي اٿاري جتي مبارڪ ڪٿي اچي حاضر ڪيم!

**20- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن سهراب فقير وساڻ وٽ دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا، گهوڙن تان لهندي ئي زمين تي ويهي رهيا، اگرچہ ماڻهن ڪپڙا وڇائي عرض نياز ڪيائون تہ ڪپڙي تي تشريف رکو؟ پر قبول نہ فرمايائون ۽ ارشاد ڪيائون تہ زمين تي ويهڻ ڀلو آهي ڇو تہ زمين الله تعاليٰ جو فرش آهي! پوءِ اتيئي ذڪر ڪيائون ۽ سومهڻي نماز بہ زمين تي پڙهيائون ان کان پوءِ پنهنجي بستري تي جلوه افروز ٿيا!

**21- نقل:** معتبر راوي کان نقل آهي تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ جڏهن ماڻهو ساڳ کائيندو آهي تہ آسمان ۽ عرش عظيم جا ملائڪ، پاڻ ۾ مبارڪون ڏيندا ۽ خوش ٿيندا آهن تہ فلاڻي شخص اڄ ڏينهن يا رات جو ”بري سبزي“ کاڌي آهي!

**22- نقل:** هڪ دفعي موليڏنو فقير (ڪوزرو ڪٺنڊڙ) ڪنهن سبب ڪاوڙ ۾ اچي، حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور کان پري رهيو! ۽ ٻن ٽن ڏينهن اندر پريشان ۽ پشيمان ٿي! ميان قابل شاهہ ۽ هن ٻانهي (جامع ملفوظات) کي گناهہ بخشرائڻ لاءِ چيو؟ اسان سندس عرض حضور ۾ عرض

ڪيو، ۽ مذڪوره فقير اچي پير سائين جن کي پاڪر پاتو! پوءِ پاڻ ارشاد فرمايائون ته تو اسان کي ڪا به تڪليف نه پهچائي هئي! تون پاڻ ڪاوڙجي ويو هئين؟ اسان کي ڪونري ڪٽائڻ جي ڪا به ضرورت نه آهي! اسان لاءِ فقيرن جي جماعت ۾ تمام گهڻا ڪوُنرا آهن، جو ڪنهن فقير کان وٺي وضو ڪنداسون!

**23- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن رمضان شريف جي مهيني ۾ اعتڪاف ۾ ويٺا هئا! پوءِ جن ماڻهن سورت ياسين سڳوري جو ختمو پورو ڪيو هو! يا درود شريف ۽ تهليل وغيره پڙهي هئي، گڏ ڪري حضور ۾ آندائون ٿي، پاڻ انهن جي خوش ڪرڻ لاءِ پڇائون پئي ته تو ڇا آندو آهي؟ ڪنهن چيو ته مون هزار پيرا سورت ياسين سڳوريءَ جا آندا آهن ۽ ڪن چيو ٿي ته ڏهه پارنهن هزار تهليل آندي اٿئون! ڪنهن چيو ته لک درود جو آندو اٿم! هي فقير به حضور ۾ حاضر هو پاڻ نظر عنايت فرمائي پڇائون ته تو ڇا آندو آهي؟ هن ٻانهي عرض ڪيو ته حضرتا! ڪجهه ڪونه آندو اٿم، پير سائين جن هن حقيقت کان ڏاڍا خوش ٿيا!

**24- نقل:** محمد ذاڪر، ٽنڊي قيصر فقير نظاماڻي جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن سائي ڪڙتي ناهڻ جو حڪم فرمايو ۽ استراڇو ڏنائون! مون عرض ڪيو ته حضرتا! جيڪڏهن حڪم ٿئي پنهنجي پسند تي رنگين ڪرايان؟ پاڻ فرمايائون ته اسان کي بزرگي پسند نه آهي، پوءِ اهو اڇو استرڪڙتي ۾ وڌو ويو!

**25- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن آئون ۽ خليفو صاحب (ملفوظات جمع ڪندڙ) ۽ خليفو ميان سلطان، تيئي اجازت وٺڻ جي خيال سان، حضرت پير سائين قدس سره جن وٽ اعتڪاف واري جاءِ ۾ وڃي ويٺا سون! هر هڪ پنهنجا احوال پيش ڪيا، ٿوري دير کان بعد ارشاد فرمايائون ته اسان جي هي عادت آهي، جو ذڪر پڙهڻ کان اڳي سورت (قل هو الله) جو ثواب فقيرن کان گڏ ڪري، حضرت پير قدس سره جن کي بخشيندا هئاسون! هڪ رات سورت ياسين جي پڙهڻ ۾ مشغول هئاسون، فقيرن جي جماعت قلن جو ثواب اسان کان اڳي بخشي ذڪر ۾ مشغول ٿي ويئي، اسان ياسين سورت پڙهڻ سان گڏ به ٽي دفعا سورت قل هو الله پڙهي انتظار ڪيوسون ته هن کان اڳ فقيرن جي قلن بخشڻ کان پوءِ، پنهنجا قل

بخشيدا هئا سون هاڻي ڇا ڪريون؟ پوءِ گناهه کي اڳ ۾ ڪري، قلن جو ثواب پوري عاجزي ۽ نياز سان بخشيوسون:

**جز عجز جز بيچارگي - نقدے ندارد خواجگي**

(اصل سرداري عجز ۽ بيچارگي کان سواءِ ڪاٻه روڪڙ نه ٿي رکي!)

**26- نقل:** حضرت پير صاحب بنگلي ڏٺي رحمة الله عليه جن فرمايو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن هڪ هندو ڇوڪري کي مسلمان ڪرڻ فرمايو، ان جو پيءُ اڃا مسلمان نه ٿيو هو! تنهن پير سائين جن کي چيو ته توهان اڄ سخت حرام ڪاڌو آهي؟ ان کي پير سائين ڪوبه جواب نه ڏنو! ان کان پوءِ فقيرن عرض ڪيو ته حضرتا! هن هندوءَ ڪهڙا نه بي ادبي جا لفظ ڳالهايا آهن! پاڻ فرمايائون ته سچ چيو اٿس ڇو ته اڄ اسان ڪاوڙ تمام گهڻي ڪاڌي آهي، ان ڪري حرام ڪائڻ مان مراد ڪاوڙ ڪائڻ آهي!

**27- نقل:** محمد خان ولد بهادر خان نظاماڻي، خليفي ميان سلطان کان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن سوار ٿيو ويا پي، ۽ ڪپهه جا ذرڙا جيڪي واٽ جي وڻن ۾ لڳل هئا، انهن مان ٿورڙا هٿن مبارڪن سان ڪٽي ڪڪ تي ويڙهي ڪن مان مر ڪڍيائون! مون خدمت ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! هن ڪپهه جو استعمال ڪرڻ جائز آهي يا نه؟ پاڻ فرمايائون ته ڪوبه حرج نه آهي ڇو ته بيڪار پيل آهي! پر مون هن لاءِ استعمال ڪيو آهي ته جيئن منهنجو نفس مغروريءَ جو دم نه هڻي ته آئون ڪو پرهيزگار آهيان!

**28- نقل:** خليفو لقمان نقل ڪري ٿو ته گهڻو ڪري، حضرت پير سائين قدس سره جن وعظ ڪان پوءِ ڪرسي تان هيٺ لهي ويهندا هئا! ۽ عادت مبارڪ هيءَ هين جو هٿ مبارڪ ڳل تي رکي متفڪر ۽ حيران ٿي عاجزي سان چوندا هئا ته يا الله تون عليم ۽ بصير آهين ۽ ماڻهو اسان جي تابعداري نٿا ڪن، ڪيترو به احڪامن پهچائڻ جي تبليغ ڪريون ٿا، پر انهن مان هڪ جي به ڪما هو حقه (جيئن ان جو حق آهي) اطاعت نه ٿي ٿئي، هي پاڻ چيائون ٿي ۽ اکين مبارڪن مان پاڻي هاريائون ٿي!

**29- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن درگاهه مبارڪ تي عشا نماز کان پوءِ، اونداهي رات ۾ حويلي کان مسجد شريف ڏانهن طالبن ۽ شائقين جي صحبت لاءِ آيا ٿي، ۽ هڪ عورت دلا ڀرڻ لاءِ کوهه تي آئي هئي ۽ چرخي (نار) ڦيرائڻ جي انتظار ۾ هئي! جڏهن پير سائين جن کوهه کان لنگهيا، تڏهن بغير سڃاڻڻ جي عورت چيو ته اي فقير! جي چرخي ڦيرائين ته آئون دلا ڀري وڃان؟ پير سائين جن نيڪ صفتن جا مجسما، چرخي ڦيرائڻ ۾ مشغول ٿي ويا، اها عورت ته دلا ڀري ويئي، پر ٻي عورت به ان کان پوءِ آئي اها به دلا ڀري ويئي، اينتري ۾ هڪ فقير آيو! جنهن پير سائين جن کي سڃاڻي ڪانئن چرخي ورتي ۽ پوءِ هو چرخي ڦيرائڻ لڳو.

**30- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي، هي فقير درگاهه مبارڪ تي حضور ۾ حاضر هو! شام جي نماز کان بعد ذڪر پڙهي سورت اخلاق جو معين ختمو پڙهي، حضرت غوث الثقلين رضي الله تعالىٰ عنه کي بخشش لاءِ هٿ مبارڪ کنيا هئائون، ان وچ ۾ فقيرن جي جماعت ڏانهن نظر ڪري وڏي عاجزي سان الله تبارڪ و تعالىٰ کي عرض ڪيائون ته اي خداوندا! هنن طالبن جي جماعت جي وسيلي، مون کي بخش ڪر؟ دعا ۾ سندن عاجزي اينتري هئي، جنهن جو بيان لفظن ۾ آڻڻ مشڪل آهي.

**31- نقل:** هڪ دفعي ٻانهو (جامع ملفوظات) حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هو اينتري ۾ قاضي خليفه عبدالرحمن حضور ۾ عرض ڪيو ته حضرتا! مون کي ننڊ جي حالت ۾ سهڻا واقعا نظر اچن ٿا، جيئن نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جي زيارت ڪرڻ وغيره، پوءِ هن حقيقت تي ميان قابل شاهه ۽ ٻين فقيرن جيڪي حال جا صاحب هئا! گهڻيون توجيهون ڪيون! پير سائين جن فرمايو ته اها حالت شرمساري جي آهي، ۽ هن نعمت جو حاصل ٿيڻ ۽ عجائب ڏسڻ به شرمندگي هيٺ آهي!

**32- نقل:** حاجي احمد ٽالپر، گل محمد ٽالپر نوڙي جو رهندڙ، نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي، حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس! پاڻ ڪريمن نقل بيان فرمايو ته ڀهرين ڀيري مير غلام

علي ٽالپر جو لشڪر دائود پوٽن تي حملو ڪيو ته سچو لشڪر تڪبر ڪان چوندو هو ته ڪيڙهي اٿندڙن، (يعني دائود پوٽن) ڪي ڪهڙي طاقت آهي، جو اسان سان مقابلو ڪن؟ مگر تڪبر ۽ غرور جي ڪري جي ڪري شڪست کائي شرمندا ٿي واپس موٽيا هئا:

**تڪبر بود مايه مدبري - تڪبر بود اصل بدگوهري**

(تڪبر بدبختي جي موڙي آهي، تڪبر بڇڙي بنياد جي پاڙ آهي!)

**تڪبر عزازيل را خوار ڪرد - بزندان لعنت گرفتار ڪرد**

(تڪبر شيطان کي خوار ڪيو، ۽ لعنت جي قيد خانه ۾ قابو ڪرايو!)

ٻي سال جڏهن مير مذڪور جي لشڪر وري دائود پوٽن تي ڪاهه ڪئي، تڏهن ڊڄندا ڏڪندا ۽ الله تعاليٰ کان دعا گهرندا ۽ فقيرن کان دعا ڪرائيندا ويا، ان ڪري ٻي سال انهن تي ڪاميابي لڌائون!

**33- نقل:** حافظ عمر نصرپور جو رهندڙ چيو ته حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ فقير ڪبڙ مان پيرون چوندي ڪاڏا ٿي، اتفاقاً هڪ ٿاري ڏانهن هٿ وڌايائين ته ٿاريءَ مان هڪ نانگ ڪاوڙجي ٻچ لوڏيو، فقير چيو ته اي ڀائو! ٻچ م وٺ، هي وڻ تنهنجو ٿيو، آئون ٻي وڻ مان وڃي ڪائيندس! اي عزيز! طالب کي گهرجي ته جيڪو ان سان دعوا ڪري، تنهن سان همسري نه ڪري بلڪ پنهنجي دعويٰ کي بلڪل ڇڏي ڏي، ڇو ته دعويٰ هستيءَ ۾ هوندي آهي، جنهن کي حق جي معرفت هوندي ان کان دعويٰ ڪربل آهي ۽ پير سائين جن هي سنڌي بيت پڙهندا هئا:

**دادو دعويٰ دور ڪرين دعويٰ دن ڪٽ، ڪتني سوداگرُ چل ڳئي**

**اس پاسارڪي هٽ، پولاڪس نه توليا، هرڪس توليا گهٽ**

**34- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪيم ته حضرتا! لسي پيئڻ جو شوق اصل کان آهي، رات جو به دل مان نٿو وڃي، عجب آهي جو اوهان جي حضور ۾ به نٿو بدلجي! پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته اسان کي به لسي پيئڻ جو شوق آهي، اينتري قدرت جو رات جو سومهڻي نماز کان پوءِ، حويلي مان ڪٽي لسي گهرائي پيئندو آهيان ۽ ٻيو شوق ڪتابن وٺڻ

جو هميشه دل تي بيٺل هوندو آهي.

**35- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته اسان ڪي وبسر تمام گهڻي آهي، وبسر جا سبب هڪ گهڻا خيال! ٻيو بيخودي! ٽيون پيري، اسان ڪي دل ۾ خيال ته اچن ٿي ڪونه ٿا ۽ بيخودي جنهن ڪي الله تعاليٰ نصيب فرمائي؟ شايد هي سبب، اٿر پيريء جو آهي!

اي عزيز! پاڻ ڪريمن جو هي فرمان، ٻانهي ڪي هيٺين سمجهه ۾ اچي ٿو، ته اها وبسر حق جي شهود جي غلبي ۽ استغراق ڪان هئي! پر پاڻ ڪسر نفسي جي ڪري پيريء ڏانهن نسبت فرمائي اٿن! چو ته هن فقير ڪيترا پيرا ڏٺو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو روبرو وبٺل هوندو هو، ۽ ٻيو پاسي ۾ وبٺل هوندو هو ته پاسي واري ڪان پڇندا هئا، ته فلاڻو ڪٿي آهي؟ حالانڪه اهو اڳيان روبرو وبٺل هوندو هو!

**36- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ ڪارباٽي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا! ۽ پاڻ وضو ڪرڻ جي خيال سان جهنگل ڏانهن (جيڪو جهنگل ڪجهه پريرو هو) روانا ٿيا، ۽ ٻانهو ڪوٺرو پريو پوبان وبو پي، موسم مينهن جي هئي؟ سو ان جهنگل ۾ مينهن اچي وبو، ٻانهي پنهنجي چادر پير سائين جن ڪي ڍڪائي ۽ پاڻ رحم فرمائي ٻانهي ڪي چادر جي هيٺان پاڻ سان گڏ لڪايو، جلدي جلدي اوطاق تي آيا، اتي به مينهن ڪان بچڻ جي جاء نه هئي! هڪ گوڏ ڪان سواء فقيرن جا ٻيا سڀ ڪپڙا گڏ ڪري ان جي مٿان ٿل، جيڪو خاص مينهن ڪان بچڻ واسطي تيار ڪيو وبو هو! اهو پنهنجي مٿان وجهي ڪت تي چڙهي وبٺا ۽ فقيرن جا ڪپڙا به ان ۾ محفوظ فرمايائون! جڏهن مينهن بس ڪئي، تڏهن ٻانهي عرض ڪيو ته حضرتنا! زمين سڄي گپ ٿي وبئي آهي! نماز ڪيئن ادا ٿيندي؟ فرمايائون ته حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ هڪ دفعو تمام گهڻو مينهن پيو هو، جو زمين سڄي گپ ٿي وبئي! جنهن ڪري حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته اڄ پنهنجي خدا ڪي گپ ۾ سجدو ڪنداسون! پوء پاڻ فرمايائون ته اڄ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي

تابعداري ۾ پنهنجي خداوند ڪي گپ ۾ سجدو ڪنداسون! ان ڪان پوءِ سڄي جماعت ڪي گپ ۾ نماز ادا ڪرايائون، جو سجدي ڪرڻ وقت مڙني ڪي منهن وات ڏاڙهي تي گپ جا نشان ٿي پيا هئا!

**37- نقل:** حضرت پير سائين بنگلي ڏٿي رحمة الله عليه ڪنهن معتبر فقير ڪان نقل فرمايو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مسجد شريف ڪان حويلي مبارڪ ڏانهن وڃا پئي! مسجد جي ٻاهران چٽن جون ڪلون گڏ ٿيل ڏٺائون! پاڻ ڪسر نفسي جي ڪري ڪجهه پنهنجي هٿ سان ڪٽي ڪاٺڻ فرمايائون ۽ ارشاد ڪيائون ته ماڻهو ٻڪ ۾ هن ڪي ٻه ڪاٺيندا آهن پر ٻوءِ ۾ چڙڍي ڏين ٿا.

**38- نقل:** يعقوب فقير ڏيٺو خليفي ميان غازي خان ٽالپر ڪان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ڪوهستان جي سفر تي چڙهيا هئا، ۽ ان سفر ۾ حرم پاڪ به ساڻ گڏ هئا! هڪ جاءِ تي جڏهن جماعت پنهنجين جاين تي آرام سان ويهي رهي، ان وقت پاڻ بذات خود جماعت ڪان لڪي جهنگل مان ٻارڻ جي ڪاٺين جي ڀري ڪٽي آيا! ڪنهن به فقير ڪي ان لاءِ فرمان نه ڪيائون.

**39- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ڪنهن نوئي سيد جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا! جنهن ڪڏهن به دعوت ڪونه ڪئي هئي، سيد صاحب پير سائين جن جي خادم فقير الهداد فقير ڪان، پاڻ ڪريمن جي طبيعت موافق طعام جي مخفي طرح پڇا ڪئي؟ پير سائين جن پري ڪان سمجهي، ڏاڍيان فرمايائون ته اي سيد سڳورا مان وڏو مشائخ نه آهيان، فقير ماڻهو آهيان! جيڪي ملي ٿو، اهو ڪائينداسون! ۽ آئون پنهنجي گهر ۾ ماني ۽ مُنگَ پچرائي ڪائيندو آهيان! هن وقت به جيڪي الله تعالىٰ آسان ڪيو هجي اهو بهتر آهي!

**40- نقل:** هڪ معتبر راوي ڪان نقل آهي ته هڪ دفعي قدرت الاهي سان ٻه ٽي سال لاڳيتا مينهن نه پيو! جنهن ڪري خلق تنگ اچي ويئي هئي! هڪ ڏينهن هڪ عورت حضرت پير سائين قدس سره جن ڪي عرض ڪيو ته حضرتا! اڳين بزرگن ماڻهن ڪي ڪرامتون ڏيکاريون ٿي، ۽ حضرت جن اڳين پوين جا وسيلا آهن! ڇا ٿيندو جيڪڏهن ڪرامت سان مينهن جو پاڻي جاري فرمايو ۽ ماڻهو ۽ حيوان سڀ خوشحال ٿين؟ جواب ۾ فرمايائون ته اي ماءُ!

اهو لاڏ يعني ناز اسان ڪڏهن نہ ڪيو آهي! پر توهان الله تعاليٰ جي دربار ۾ گريو ۽ زاري ڪريو! اسان بہ زاري ۽ گريو ڪريون ٿا. شايد ارحم الراحمين کي رحم اچي ۽ مخلوقات تنگيءَ کان آزاد ٿئي؟

**41- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن سواري جي وقت ڪمر پٽو ٻڌايو ۽ جيڪا چادر آرام وقت هيٺان وڇائيندا هئا! اها بہ ڪمر پٽي مٿان ٻڌايائون ٿي! ان وقت مون عرض ڪيو تہ حضرتا! پاڻهي کي ڏيو تہ ڪٿي هلان؟ پاڻ فرمايائون تہ اسان کي بہ هٿ آهن پاڻ ٿا ڪٽون!

**42- نقل:** حسن علي فقير نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن درگاهہ مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر ٿيس تہ ان وقت جوش ۽ بيخبريءَ ۾ پانهي جا پير، پاڻ ڪريمن جي چادر مبارڪ تي اچي ويا ۽ پيرن جي مٽيءَ جا نشان ان تي بيهي رهيا. انهن کي ڏسي مٽي چنڊڻ لاءِ جان هٿ وڌايم. تہ پاڻ منهنجن ٻنهي هٿن کي پنهنجي هٿن مبارڪن سان قابو ڪري، فرمايائون تہ اسان توکان وڌيڪ سٺي نموني سان چنڊيندا سون! بہ ٽي دفعا عرض ڪيم، پر هرگز چنڊڻ نہ ڏنائون! پوءِ پنهنجن هٿن مبارڪن سان چادر کي ويڙهي بغل ۾ ڪيائون ۽ فرمايائون تہ طالبن جي پيرن جي مٽي اسان کي ڏاڍي پسند آهي!

اي عزيز! هتي حاجي شريف زندني رحمة الله عليہ جو نقل ڏاڍو موافق آهي جو حاجي صاحب چشتي سلسلي ۾ وڏن مشائخن مان آهي! ۽ هڪ واسطي سان حضرت خواجہ معين الدين حسن سنجري چشتي اجميري قدس سره سان لڳي ٿو! انهيءَ ڪان جڏهن خدا جا طالب موڪلائيندا هئا، تڏهن انهن جي پيرن جي خاڪ ڪٺي منهن مبارڪ تي ملبيندو هو، ۽ الله تعاليٰ ڪان دعا گهرندو هو تہ يا خدا! هنن طالبن جي قدمن مبارڪن جي خاڪ جي طفيلي حاجي کي هن جماعت مان ڪر؟

**43- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن، مائي ڪپوري جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا! اتي گهڻن فقيرن پير سائين جن سان گڏجي طعام ڪاڌو پئي، ۽ ٻين فقيرن سندن اڳيان بيهي پي ڪاڌو! ۽ ٻوڙجا ڇنڊا سندن ڪلهن مبارڪن ۽ ڪپڙن پاڪن تي ڪريا ٿي! مگر پير سائين جن ناراض ٿيڻ بجاءِ خوشيءَ مان مرڪي رهيا هئا!

# فصل سنتون

## ورد ۽ وظائف!

**1- نقل:** سيد مرتضيٰ علي شاهه پاندره جو رهندڙ (اها ديهه ڪڇ ۾ آهي) نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو، جيڪڏهن ڪو ماڻهو سفر جو ارادو ڪري ۽ پاڻ سان سَمُرُ نہ هجيس تہ سوار ٿيڻ وقت هڪ پير رڪيب ۾ وجهي: سورة قل يا ايها الڪافرون، سورة اذا جاء نصرالله، سورة قل هو الله احد، قل اعوذ برب الفلق، قل اعوذ برب الناس ۽ سورة فاتحہ، هر هڪ سورة جي اول ۽ آخر ۾ هڪ هڪ ڀيرو بسم الله پڙهي ۽ پوءِ ٻي رڪيب ۾ پير وجهي تہ الله تعاليٰ ان کي محتاجي کان انهيءَ سفر ۾ امن ڏيندو!

**2- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ شخص فاروقي قوم جو غريبي ۽ گهڻي عيال کان پريشان هو، انهيءَ خواب ۾ ڏٺو تہ هاتف چئي رهيو آهي تہ قادري، باغيچہ جي صاحب. وٽ وڃ اتان تنهنجي مشڪل آسان ٿيندي! جڏهن سجاڳ ٿيو، تڏهن پريشاني وري ان کان بہ وڌيڪ پيدا ٿيس، آخر جوينده يا بنده (جنهن ڳوليو ان لڌو) ۽ "من طلب شيا و جد وجد (جنهن شيءِ کي ڪوشش سان ڳوليو انهيءَ پاتو) پوءِ ڪنهن ماڻهو ان کي چيو تہ سائيدي سيدن واري ۾، هڪ ڪامل ولي يعني حضرت ميان صاحب قدس سره قادري ۽ باغيچي جو صاحب آهي، انهيءَ خبر ٻڌڻ شرط اهڙو خوش ٿيو، ڄڻڪ عيد جو ڏينهن اچي ويو هجيس! سو جلدي جلدي حضور ۾ حاضر ٿي، عرض ڪيائين تہ حضرتا! پانهو تمام گهڻو مفلس ۽ عيالدار آهي؟ ۽ گهڻي بک جي ڪري رات ڏينهن پريشان آهي، تنهن ڪري اهڙي عنايت ٿئي جو انهيءَ وبال کان ڇوٽڪارو لهي آسودو ٿيان؟ حضرت ميان صاحب قدس سره جن جواب ۾ فرمايو تہ اسان ڪجهہ بہ نٿا ڄاڻون! پر منهنجي مرشد مربي حضرت شاهه عبدالقادر حسني قدس سره عنايت فرمائي قدم مبارڪ ٻن ڪلهن جي وچ تي (جيڪو ابن ڏاڏن کان هر هڪ اولاد تي رکيو ويندو هو، اهو) رکي ان وقت قادري خزاني مان سورة ياسين

جو اذن فرمايائون! مون ان جي زڪوات ڪونہ ڪڍي آهي، پر توکي ياسين جي زڪوات جو اذن ڏيان ٿو! پوءِ اهو شخص فقط اجازت ملڻ شرط، مسڪيني جي وبال کان ڇوٽڪارو لهي جلد ئي شاهوڪارن مان ٿي پيو.

**3- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ جن ڏينهن ۾ حضرت امام سڳورا حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين رضي الله عنهما ڄاوا، تڏهن حضرت بي بي خاتون جنت رضي الله عنها کي! حضرات امان سڳورن ۽ حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنهم شير خدا جن جي خدمت ڪرڻ ۽ طعام وغيره پچائڻ ڪري، وجود مبارڪ تي سستي ٿيندي هئي! ۽ جيئن تہ حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي عادت مبارڪ هيءَ هئي، جو پنجاهہ ماڻهن جو قوت هر روز مسڪينن ۽ غريبن کي ڏيندا هئا! ۽ حضرت خاتون جنت رضي الله تعاليٰ عنها، حضرت ام المؤمنين عائشہ صديقہ رضي الله عنها جي طرف پيغام موڪليو تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن کي اطلاع عرض ڪجو تہ هڪ ماڻهوءَ جيترو طعام عنايت فرمائن تہ حضرت حسين رضي الله تعاليٰ عنہ کي ڪارائجي ۽ آئون الله تعاليٰ جي عبادت ۾ مشغول ٿيان؟ تقسيم جي وقت حضرت ام المؤمنين اهو عرض حضور صلي الله عليہ وسلم جن کي پيش ڪيو! پاڻ طعام تقسيم ڪرڻ ۾ مشغول هئا، ان وقت ڪوبہ جواب نہ فرمايائون پر طعام تقسيم ڪرڻ کان پوءِ بي بي خيرالنساءِ جي گهر ۾ تشريف فرما ٿيا! حضرت بي بي صاحبہ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهہ ٻئي هڪ ئي کٽ تي ويٺا هئا، انهن اٿڻ جو خيال ڪيو پر حضور صلي الله عليہ وسلم جن اٿڻ کان منع فرمايائون ۽ پاڻ اچي ٻنهي جي وچ ۾ ويهي رهيا ۽ حضرت بي بي صاحبہ کي فرمايائون تہ اي پياري! هي وظيفو هميشہ سمهڻ جي وقت پڙهي سمهندي ڪر عبادت ۾ ڪڏهن بہ سستي نہ ٿيندي ۽ طعام بہ گهڻو ٿيندو! وظيفو هي آهي: ٽيٽيهہ دفعا سبحان الله، ٽيٽيهہ دفعا الحمد لله ۽ ٽيٽيهہ دفعا الله اڪبر ۽ هڪ دفعو ڪلمہءِ شهادت!

**4- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن احمد فقير نظاماڻي کي نصيحت وعظ ڪندي فرمايائون ته جيڪو ڏهه ڀيرا ڪلمو توحيد جو، فجر ۽ شام جي فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ، ورد ڪندو ان کي الله تعاليٰ قبر جي تنگيءَ کان امن ۾ رکندو!

**5- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته جيڪڏهن ڪوبه وظيفو پاڻ تي مقرر ڪجي ته ان کي هميشه لازم سمجهي ۽ ڪڏهن به ناغو نه ڪري! جيڪڏهن سستي ڪندو ته گويا پهريان الله تعاليٰ جي ذات سان مخلص ٿي وري مخالف ٿيو آهي!

**6- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ، هڪ وظيفي تي هميشگي ڪئي ۽ ڪڏهن به ان کان وظيفو پڙهڻ نه وسريو، ته پوءِ بيماري جي سختي وارن ڏينهن ۾ الله تعاليٰ ان جو ثواب ان کي عطا ڪندو! ۽ ملائڪن کي حڪم ٿيندو ته هن ٻانهي کي سخت بيماري جي ڪري وظيفو ڇڏڻو پيو نه ڪنهن نفساني غرض جي ڪري، ان ڪري ڪيس پوروا اجر عطا ڪيو وڃي!

**7- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن جي بعضي وقتن ۾ هي عادت مبارڪ هوندي هئي جو فرضي نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ، دعائون گهرائي اٿندا هئا ته ٽي ڀيرا ڪلمو طيب اٿڻ وقت ڏاڍيان پڙهندا هئا.

**8- نقل:** احمد فقير ناهيو نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن جمع جي ڏينهن ممبر تي ويهي وعظ ۾ حديث شريف بيان فرمايائون ته جيڪو ياسين سورت هميشه پڙهندو، پوءِ اهو جڏهن فوت ٿيندو ۽ ان کي قبر ۾ دفن ڪندا ۽ الله تعاليٰ جي حڪم سان پڇڻ لاءِ فرشتا ايندا! ان وقت سورت ياسين فوتي جي سيني تي ويهي رهندي پوءِ فرشتا ان کي چوندا ته اي سورت ياسين! هن ميت جي سيني کان پري ٿيءُ ته اسان ان کان سوال جواب پڇون؟ پوءِ سورت ياسين چوندي ته جيستائين هن کي بهشت ۾ وٺي نه وينديس، تيستائين ان کان جدا نه ٿينديس! ڇو ته اهو مون کي هميشه پڙهندو

هو، ان جو مون تي حق آهي! پوءِ فرشتا الله تعاليٰ جي دربار ۾ سورت ياسين جو ميت جي سيني تي ويهڻ ۽ ان جي سوالن کان منع ڪرڻ ۽ جنت ۾ داخل ڪرڻ جي حقيقت پيش ڪندا! پوءِ جواب ايندو ته سورت ياسين کي ڇڏيو ته الله تعاليٰ جي حڪم سان هن ميت جي سيني تان لهي وڃ! ان کان بعد سورت ياسين فرشتن کي چوندي ته اي فرشتؤ! منهنجي طرفان الله تعاليٰ جي دربار ۾ عرض ڪريو ته اي خداوندا! جيڪڏهن آئون واقعي تنهنجي قرآن شريفِ جي سورت آهيان ته مون کي هن ميت کان جدا نه ڪر ۽ هن کي جنت نعيم ۾ پهچاءِ! ورنه مون کي قرآن ڪريم مان ٻاهر ڪڍي ڇڏ؟ فرشتا جڏهن سورت ياسين جو اهو عرض الله تعاليٰ جي دربار ۾ پهچائيندا، تڏهن الله تعاليٰ جي رحمت جو درياهه جوش ۾ اچي ويندو ۽ فرشتن کي حڪم ٿيندو ته سورت ياسين جي رضامندي لاءِ پهريان ميت جي قبر هر طرف هڪ هڪ ميل ڪشادي ڪريو، ۽ بهشتي شمعن، جنتي بسترن ۽ نوراني فرشن سان سينگاريو ۽ ستر حورون به ان سان گڏ رکو، ۽ ان جي قبر ۾ بهشت جي طرفان دريچو کولي ڇڏيو ته بهشتي بهارين ۾ محظوظ ۽ محفوظ ٿئي!

**9- نقل:** سيد مرتضيٰ علي شاهه نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ٻانهي کي فرمايو ته جيڪڏهن ڪو واٽ وڃائي پلجي وڃي ته ان وقت ست دفعا بانگ ڏي! ته بانگ جي صدقي الله تعاليٰ ان کي واٽ ڏيکاريندو! ڇو ته واٽ کان پلجڻ، شيطان جي اثر کان آهي ۽ بانگن ٻڌڻ شرط شيطان ٽٽون ڏيئي ڀڄي ويندو! پوءِ هڪ ڏينهن ٻانهو درگاهه مبارڪ جي زيارت لاءِ آيو ٻي ته ڀٽ شاهه عبداللطيف (رحمة الله عليه) جي پرسان مون کان واٽ گم ٿي (پلجي) ويئي، پوءِ پير سائين جن جي فرمان موجب بانگون ڏنم! اجا ڏهه ويهه قدم مس هليس ته واٽ هٿ اچي ويئي! ۽ منزل ڏانهن راهي ٿيس!

**10- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن کي لاڙ جي سفر ۾ صاحبزادن جي بيماري ڪري گهڻا ڏينهن لڳي ويا هئا، ته پاڻ اتي هن آية شريف پڙهڻ جو حڪم فرمايائون

بِسۡمِ اللّٰهِ الَّذِیۡ لَا یَضُرُّ مَعَ اِسۡمِهٖ شَیۡءٌ فِی الۡاَرۡضِ وَلَا فِی السَّمَآءِ وَهُوَ السَّمِیۡعُ الۡعَلِیۡمُ! فجر نماز ۽ شام جي نماز کان پوءِ پنج پنج ڀيرا پڙهندا رهو؟ فرمايائون بابا! توهان جي ناساز طبيعت ڪري خلق ۾ خوبي نہ ٿيندي ۽ هن آية شريف پڙهڻ جي ڪري ڪنهن کي بہ تڪليف نہ پهچندي.

**11- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪنهن کان مقرر ورد وسري وڃي تہ اهو: سُبۡحَانَ اللّٰهِ عَدَدَ مَا خَلَقَ! کي هڪ سؤ دفعا ورد ڪري تہ قضا ورد ادا ٿيندو ۽ ان کي اوترو ثواب ملندو!

**12- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ ڪنهن مريد حضرت ميان صاحب قدس سره جن کي عرض ڪيو تہ تيتيهو هڪ هٿ تي پڙهجي يا ٻنهي تي؟ حضرت ميان صاحب جن جواب ۾ فرمايو تہ ساڄي هٿ تي پڙهڻ گهرجي! ان فقير وري هڪ ملان کان اهو مسئلو پڇو؟ ان ملان چيو تہ ٻنهي هٿن تي هميشہ پڙهجي! ان کان پوءِ وري ان فقير حضرت ميان صاحب جن کي اچي عرض ڪيو تہ حضرتا! هڪ ملان هيئن چوي ٿو؟ حضرت ميان صاحب قدس سره فرمايو تہ ڇا توکي اسان اهو ٻڌايو نہ هو! تو اجايو مسئلي کي خارستان ۾ وجهي ڇڏيو! تون ملا جي ڳالهہ کي ڪن نہ ڏي سڄي هٿ تي وظيفو پڙهندو ڪر!

**13- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن کان سوال ڪيم تہ حضرتا! جيڪو بہ وظيفو، حضرت مرشد ڪريم جو هجي ان کي بغير اجازت جي پڙهي سگهجي ٿو يا نہ؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ نبوي وظيفي ۽ مرشد جي وظيفي ۾: ڪماهوحقہ! تحقيق ڪرڻ گهرجي؟ جيڪڏهن يقين نہ ٿئي تہ بہ اجازت تہ آهي پر غير مسنون وظيفو نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جو يا حضرت مرشد ڪريم جو بغير اجازت پڙهڻ نہ گهرجي!

## سندن پنج وقتي وظيفا!

( حضرت پير سائين قدس سره جن جا اهي وظيفا جيڪي تهجد نماز کانپوءِ ۽ هر فرض نماز کان پوءِ پڙهندا هئا! )

وضو ڪرڻ کان پوءِ مصلي تي ويهي ڏهه ڀيرا: اَللّٰهُ اَكْبَرُ، ڏهه دفعا اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ، ڏهه دفعا سُبْحَانَ اللّٰهِ وَبِحَمْدِهٖ، ڏهه دفعا سُبْحَانَ الْمَلِكِ الْقُدُّوْسِ، ڏهه دفعا اَسْتَغْفِرُ الله، ڏهه دفعا لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ، ڏهه دفعا اَللّٰهُمَّ اِنِّي اَعُوْذُبِكَ مِنْ ضَيْقِ الدُّنْيَا يَوْمَ الْقِيٰمَةِ، پڙهندا هئا! ان کان پوءِ اٺ ڇهه نفل تهجد جا پڙهندا هئا، پوءِ ويهي ٻارهن دفعا آيت شريف: اِنَّ فِيْ خَلْقِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ (آخر تائين)، ڏهه دفعا آيت شريف: اِنَّ رَبَّكُمُ اللّٰهُ الَّذِيْ خَلَقَ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضَ (آخر تائين) ۽ سو دفعا: اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ وَتُبْ عَلَيَّ اِنَّكَ اَنْتَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ، سو دفعا اَللّٰهُمَّ اِنَّكَ عَفُوٌّ تُحِبُّ الْعَفْوَ فَاعْفُ عَنِّيْ! چاليهه دعفا: لَآ اِلٰهَ اِلَّا اَنْتَ سُبْحَانَكَ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظّٰلِمِيْنَ! پنج دفعا سيد الاستغفار ۽ هڪڙو وڏو استغفار پڙهندا هئا!

**فجر جي وقت:** سنت ادا ڪرڻ کان پوءِ ۽ فرض کان اڳ: ايڪيتاليهه دفعا سورت فاتحه، فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ پير ڦيرائڻ کان اڳ، ٽي دفعا الله اڪبر، ٽي دفعا استغفر الله، هڪ دفعو اَللّٰهُمَّ اَنْتَ السَّلَامُ وَمِنْكَ السَّلَامُ وَاِلَيْكَ يَعُوْدُ السَّلَامُ تَبَارَكْتَ يَا ذَاالْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ، ڏهه دفعا لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ! پوءِ پير ڦيرائي هڪ دفعو آيت الڪرسي، ٽيٽيهه دفعا سبحان الله، ٽيٽيهه دفعا الحمد لله، ٽيٽيهه دفعا الله اڪبر ۽ هڪ دفعو لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ پڙهندا هئا! ان کان پوءِ ستاويهه دفعا اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ وَ لِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمَاتِ، ويهه دفعا سورت الحمد لله رب العالمين، ويهه دفعا رَبِّ اغْفِرْلِيْ وَتُبْ عَلَيَّ اِنَّكَ اَنْتَ الْعَفُوُّ الْغَفُوْرُ، ايڪويهه دفعا بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ، ويهه دفعا اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ پڙهندا هئا. ان کان پوءِ ٽي دفعا بِسْمِ اللهِ الَّذِيْ لَا يَضُرُّ مَعَ اِسْمِهٖ شَيْءٌ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِي السَّمَآءِ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ، ٽي دفعا اَعُوْذُ بِكَلِمَاتِ اللهِ التَّامَّاتِ مِنْ شَرِّ مَا خَلَقَ، ٽي دفعا سَلَامٌ عَلٰي نُوْحٍ فِي الْعَالَمِيْنَ، ٽي دفعا اَعُوْذُ بِكَلِمَاتِ اللهِ

التَّامَاتِ مِنْ غَضَبِهٖ وَعِقَابِهٖ وَمِنْ شَرِّ عِبَادِهٖ وَمِنْ هَمَزَاتِ الشَّيَاطِيْنِ اَعُوْذُ بِکَ اَنْ يَحْضُرُوْنِ پڙهندا هئا . پوءِ سورت قل ياايها الكافرون، اذا جاءَ نصرالله، قل هوالله احد، قل اعوذ برب الفلق،قل اعوذ برب الناس، بسم الله سان هڪ هڪ دفعو پڙهندا هئا .

**اشراق جي وقت:** ٻه نفل اشراق جا ۽ ٻه نفل ضحيٰ جاپڙهندا هئا . ان کان پوءِ اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ وَتَرْحَمْنِيْ اِنَّکَ اَنْتَ التَّوَّابُ الرَّحِيْمُ پڙهندا هئا . پوءِ ٻه رڪعتون استخاره جي نفل جون پڙهندا هئا! ۽ سلام کان پوءِ استخاره جي دعا پڙهندا هئا .

**ٻيپهري جي وقت:** ٻيپهري نماز جي فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ، ٽي دفعا الله اڪبر، ٽي دفعا استغفر الله، هڪ دفعو اَللّٰهُمَّ اَنْتَ السَّلَامُ وَمِنْکَ السَّلَامُ وَاِلَيْکَ يَعُوْدُ السَّلَامُ تَبَارَکْتَ يَاذَاالْجَلَالِ وَالْاِکْرَامِ! هڪ دفعو آيت الڪرسي پڙهندا هئا . ان کان بعد سنتون ادا ڪري ٽيٽيهه دفعا سبحان الله، ٽيٽيهه دفعا الحمد لله، ٽيٽيهه دفعا الله اڪبر ۽ هڪ دفعو لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْکَ لَهٗ لَهُ الْمُلْکُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰي کُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ، ويهه دفعا سورت فاتحه، ويهه دفعا رَبِّ اغْفِرْلِيْ وَتُبْ عَلَيَّ اِنَّکَ اَنْتَ الْعَفُوُّ الْغَفُوْرُ، ايڪويهه دفعا بِسْمِ الله الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ۽ ويهه دفعا اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَبَارِکْ وَسَلِّمْ!

**ٽيپهري جي وقت:** ٽيپهري نماز جي فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ، ٽي دفعا الله اڪبر، ٽي دفعا استغفرالله، هڪ دفعو اَللّٰهُمَّ اَنْتَ السَّلَامُ وَمِنْکَ السَّلَامُ وَاِلَيْکَ يَعُوْدُ السَّلَامُ تَبَارَکْتَ يَا ذَاالْجَلَالِ وَالْاِکْرَامِ!

**شام جي وقت:** مغرب نماز جي فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ، ٽي دفعا الله اڪبر، ٽي دفعا استغفرالله، ۽ هڪ دفعو اَللّٰهُمَّ اَنْتَ السَّلَامُ وَمِنْکَ السَّلَامُ وَاِلَيْکَ يَعُوْدُ السَّلَامُ تَبَارَکْتَ يَا ذَاالْجَلَالِ وَالْاِکْرَامِ پڙهي، ڏهه دفعا ڪلمو توحيد پڙهندا هئا . ان کان پوءِ هڪ دفعو آيت الڪرسي، ٽيٽيهه دفعا سبحان الله، ٽيٽيهه دفعا الحمد لله، ٽيٽيهه دفعا الله اڪبر ۽ هڪ دفعو لَآ اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْکَ لَهٗ، لَهُ الْمُلْکُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰي کُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ پڙهندا هئا ان کان پوءِ ستاويهه دفعا اَللّٰهُمَّ اغْفِرْلِيْ وَلِلْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمَاتِ، ڏهه دفعا سورت فاتحه، ويهه دفعا رَبِّ اغْفِرْلِيْ وَتُبْ عَلَيَّ اِنَّکَ اَنْتَ الْعَفُوُّ الْغَفُوْرُ، ويهه دفعا اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي اٰلِ

سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ! پڙهندا هئا. ان کان پوءِ استخاره جو نفل پڙهي استخاره جي دعا پڙهندا هئا. ان کان پوءِ ٽي دفعا بِسْمِ اللهِ الَّذِيْ لَايَضُرُّ مَعَ اِسْمِهٖ شَيْءٌ فِي الْاَرْضِ وَلَا فِي السَّمَآءِ وَهُوَ السَّمِيْعُ الْعَلِيْمُ. ٽي دفعا اَعُوْذُ بِكَلِمَاتِ اللهِ التَّامَاتِ مِنْ شَرِّ مَا خَلَقَ، ٽي دفعا سَلَامٌ عَلٰي نُوْحٍ فِي الْعَالَمِيْنَ، ٽي دفعا اَعُوْذُ بِكَلِمَاتِ اللهِ التَّامَاتِ مِنْ غَضَبِهٖ وَعِقَابِهٖ وَشَرِّ عِبَادِهٖ وَ مِنْ هَمَزَاتِ الشَّيَاطِيْنِ وَاَعُوْذُبِكَ رَبِّ اَنْ يَّحْضُرُوْنِ پڙهندا هئا! ۽ پوءِ سورت قل يا ايها الڪافرون، سورت اذا جاء نصرالله، سورت قل هوالله احد، سورت قل اعوذ برب الفلق، سورت قل اعوذ برب الناس بسم الله سان، هڪ هڪ دفعو پڙهندا هئا!

**سومهڻي جي وقت:** سومهڻي نماز جي وقت سنت ادا ڪرڻ کان پوءِ ۽ فرض کان اڳي، سو دفعا سُبْحَانَ اللهِ وَالْحَمْدُ لِلّٰهِ وَلَا اِلٰهَ اِلَّا اللهُ وَاللهُ اَكْبَرُ وَلَاحَوْلَ وَلَاقُوَّةَ اِلَّا بِاللهِ الْعَلِيِّ الْعَظِيْمِ! سو دفعا سُبْحَانَ اللهِ عَدَدَ مَا خَلَقَ، چاليهه دفعا لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اَنْتَ سُبْحَانَكَ اِنِّيْ كُنْتُ مِنَ الظَّالِمِيْنَ پڙهندا هئا. فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ ٽي دفعا الله اڪبر، ٽي دفعا استغفرالله ۽ هڪ دفعو اَللّٰهُمَّ اَنْتَ السَّلَامُ وَ مِنْكَ السَّلَامُ وَاِلَيْكَ يَعُوْدُ السَّلَامُ تَبَارَكْتَ يَا ذَاالْجَلَالِ وَالْاِكْرَامِ پڙهي، ٽيٽيهه دفعا سبحان الله، ٽيٽيهه دفعا الحمد لله، ٽيٽيهه دفعا الله اڪبر ۽ هڪ دفعو لَآ اِلٰهَ اِلَّآ اللهُ وَحْدَهٗ لَا شَرِيْكَ لَهٗ، لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ وَهُوَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ، ويهه دفعا سورت فاتحه، ويهه دفعا رَبِّ اغْفِرْلِيْ وَتُبْ عَلَيَّ اِنَّكَ اَنْتَ الْعَفُوُّ الْغَفُوْرُ، ايڪويهه دفعا بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ، ويهه دفعا اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ! صلواة پڙهندا هئا سمهڻ وقت وضو تازو ڪري، هڪ دفعو سورت ياسين، ٽيٽيهه دفعا سبحان الله، ٽيٽيهه دفعا الحمد لله، چوٽيهه دفعا الله اڪبر، ٽي دفعا سورت اخلاص، هڪ دفعو معوذتين (يعني قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس) پڙهي پنهنجي بدن تي شوڪاري سڄي پاسي، قبلي ڏانهن منهن ڪري سمهي پوندا هئا! پڻ هي دعا : بِاسْمِكَ رَبِّيْ وَضَعْتُ جَنْبِيْ فَاغْفِرْلِيْ ذَنْبِيْ اَسْتَغْفِرُ اللهَ الَّذِيْ لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ الْحَيُّ الْقَيُّوْمُ وَاَتُوْبُ اِلَيْهِ پڙهندا هئا! ۽ ننڊ کان سجاڳ ٿي، اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِيْ اَحْيَانِيْ بَعْدَ مَا اَمَاتَنِيْ وَاِلَيْهِ النُّشُوْرُ، پڙهندا هئا.

# باب چوڏهون

## هن باب ۾ چار فصل آهن

## فصل پهريون: عالمن ۾ فرق

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو ته هڪ ماڻهوءَ پنهنجي نڪاح ۾ ڪنهن عورت کي آندو،پر ان عورت ڏانهن همبستري جو ڪڏهن به خيال نه ڪيائين، جنهن ڪري زال سمجهيو ته مڙس ڪدڙو آهي ۽ انهيءَ ڪم جو ماءُ کي ٻڌائڻ ڪانسواءِ ڪوبه علاج نه ڄاتائين! پوءِ هڪ ڏينهن ڪنهن بهاني سان پنهنجي مڙس کي ماءُ پيءُ ڏانهن وٺي هلي، اتفاقاً وات تي نر شينهن کي ڏٺائون، مرد پنهنجي مرداني همت سان شينهن کي ماري ان جو پڇ ۽ ڪن ڪٽي پاڻ وٽ رکيائين، ۽ زال کي چيائين ته شينهن مارڻ جي ڳالهه ڪنهن سان به نه ڪجان؟ ورنه توکي به ائين قتل ڪندس! زال جڏهن ماءُ پيءُ جي گهر پهتي، تڏهن انهيءَ پنهنجي مڙس متعلق ان جي ڪدڙي هجڻ جو گمان ماءُ پيءُ کي ٻڌايو، اهو ٻڌي ان جي پيءُ پنهنجي نانيءَ (نياڻي) کي هڪ خونخوار نانگ جي مقابلي ڏانهن موڪليو، جيڪو هر روز شهر مان هڪ ماڻهو کائي ويندو هو، زال جي پيءُ جي نيت هئي ته جيڪڏهن هن کي نانگ کائي وڃي ته ڇوڪري ماسات کي پرڻائي ڏيان ۽ انهيءَ راز کان ڇوڪريءَ کي به هن آگاهه ڪري ڇڏيو هئائين، اوچتو قضا الهي سان ماسات جيڪو ڇوڪريءَ جو مڙس ٿيڻ وارو هو، تنهن ان رات هڪ ڪوئي کي ڏڪ هڻي ماريو هو، جنهن ڪري نچندو، ٽپو ڏيندو، چوي پيو ته مون ڪوئو ماريو آهي زال ان جي تنگ ظرفي کي ڏسي دل ۾ خيال ڪيو ته:

**از موش کش شير کش اگرچه مخنث است تاهم بهتر است**

(يعني ڪوئي مارينڙ کان شينهن مارينڙ ڀلو آهي توڙي ڪٽي اهو ڪدڙو آهي!)

پوءِ ساڳي مڙس وٽ وڃي ڏٺائين ته نانگ کي ماري ڇڏيو اٿس! ان ڪري تمام گهڻي محبت کان پنهنجا ڪپڙا لاهي اگهاڙي ٿي، ساڻس گڏ سمهي رهي پوءِ مرد ڪمال مردانگي ۽ طاقت سان ساڻس همبستر ٿيو، زال تمام گهڻو خوش ٿي ۽ نامرادي واري گذري ويل عمر تي گهڻو افسوس ڪيائين ۽ پاڻ کي

ڇيائين ته هيتري مدت همبستري ۾ مڙس کي حجاب ان ڪري هو، جو بدن کان ڪپڙا نٿي لاٿم، مون ۽ مڙس جي وچ ۾ ڪپڙا حجاب هئا ورنه منهنجو مڙس تمام طاقت وارو آهي. پير سائين جن هتي هڪ نڪتو بيان فرمايو ته ڪامل پير به ان شينهن ماربنڊڙ مڙس وانگر آهي، جنهن جي طاقت حد کان ٻاهر آهي ۽ ڪوئو ماربنڊڙ مان مراد ظاهري عالم ۽ ظاهري عابد زاهد آهن! جيڪي دنيا جي ٿوري مطلب تي خوش ٿين ٿا، ۽ زال مان مراد طالب ۽ ڪپڙا موهوم هستي آهي، ۽ بدن روح مطلق آهي! پوءِ طالب اهي هستي وارا ڪپڙا جيستائين جدا نه ڪندو تيستائين پير جي حقيقي طاقت کان خبردار نه ٿيندو، جڏهن ان هستي جي لباس کان اگهاڙو ۽ بي حجاب ٿيندو، تڏهن پنهنجي پير جي طاقت ڏسندو ۽ اصلي مقصد کي پهچندو ۽ پڻ ظاهري عالمن جي ڳالهين تي نه نڳبو!

**2- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته سلطان العارفين بايزيد بسطامي رحمة الله عليه ڪڏهن ڪڏهن هڪ شهر ۾ ويندو هو ۽ شهر جا ماڻهو شيخ سان محبت ڪندا هئا، ان شهر جي عالمن بادشاهه کي ٻڌايو ته هڪ فقير ڪڏهن ڪڏهن شهر ۾ اچي ماڻهن کي گمراهه ڪندو آهي، جيڪڏهن اجازت ڏيو ته ڇوڪرن کي چئون جو هن کي پٿر هڻي شهر مان ٻاهر ڪڍي ڇڏن ته جيئن ٻي دفعي شهر ۾ نه اچي ۽ ماڻهو سندس گمراهي کان بچي سگهن! بادشاهه اجازت ڏني ته جيڪي وڻيو سو ڪريو، توهانکي اختيار آهي، ظاهري عالمن شهر جو وڏن ننڍن ڇوڪرن کي گڏ ڪري شيخ کي پٿر هڻي مٿو زخمي ڪري وڌائون ۽ ان کي شهر مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيائون، پوءِ شيخ ٻجي وڃي جهنگل ۾ پهتو! هوڏانهن ان جهنگل ۾ ابدالن مان چار ماڻهو شيخ کي ڳولي رهيا هئا ۽ انهن ڏٺو ته هڪ وڏو نانگ به شيخ صاحب کي ڳولي رهيو هو، ابدالن نانگ کان پڇيو ته ڪنهن جي ڳولا ۾ آهين؟ نانگ چيو ته جنهن کي توهان ڳوليو ٿا مان به ان کي ڳولهيان ٿو، انهن چيو ته عارفن سان توکي ڪهڙي مناسبت ۽ معرفت؟ نانگ جواب ڏنو ته مان توهان کان وڌيڪ انهن کي سڃاڻان ٿو! ۽ توهان جو سڃاڻڻ به اهو آهي نه؟ جو اڄ ان شيخ کي پٿر هڻي زخمي ڪري، شهر مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو اٿو!

**3- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته درياهه جي

هن طرف وارن کن عالمن سڳورن وٽ حضرت ميان صاحب قدس سره جن ايندا ويندا هئا ۽ اهي سڳورا به حضرت ميان صاحب جن جي خدمت گهڻي کندا هئا! تن، سندن زبان مبارڪ کان ٻڌو هئائون ته اسان جي اولاد مان هڪ مهدي پيدا ٿيندو، پوءِ انهن عرض ڪيو ته حضرتا اسان کي به پنهنجي اولاد جي مهدي جي حوالي ڪريو؟ حضرت ميان صاحب جن ڪين فرمايو ته اهو مهدي زمان توهان کي چڱي طرح سڃاڻيندو! پوءِ پير سائين جن انهيءَ حقيقت کي تفصيل سان بيان ڪيو ۽ فرمايائون ته پوءِ اسان انهن بزرگن جي ظاهري دلجوئي، انهن جي مرضي موجب گهڻي ٿي ڪئي سون، پر ڏٺوسين ته اهي خشڪ ملان آهن ۽ حق جي طلب نٿا رکن!

**4- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته جيڪي علم جا حرف پڙهيا هئا سون، اهي راهه طلب ۾ مانع ٿيندا هئا! جيئن هڪ بزرگ فرمايو آهي:

**حرف کو کاغذرا سياه کند - کے دل تيره راچو ماه کند**

(جيڪي حرف ڪاغذن کي ڪارو ڪري ڇڏيندا آهن،

اهي وري ڪاري دل کي چند جهڙو ڪيئن ڪندا؟)

پر حضرت ڪامل مرشد جي پنهنجي چاڪوءَ جهڙي توجهه سان دل جي پٽي تان هڪ ئي ڀيري اهي ميٽي ڇڏيائون!

اي عزيز! هتي ناصر الدين حضرت خواجه عبيدالله احرار رحمة الله عليه جي عبارت به شاهد آهي جو انهيءَ جي ملفوظات ۾ لکيل آهي ته ظاهر وارن جي صحبت محبت الاهي کان روڪيندڙ آهي ڇو ته انهن جي مٿان ظاهري علم جا احڪام غالب آهن، ان ڪري انهن مٿان حال غلبو نه ڪندو آهي! ۽ پاڻ هي به فرمايو اٿن ته ظاهري عالم عابد زاهد، پوءِ به غنيمت آهن ۽ اسان انهن جا معتقد آهيون، پر اهي اسان جي طريقت سان مناسبت نٿا رکن! جيئن هڪ بزرگ فرمايو آهي:

**علم رسمي سربسر قيل است قال ، نه ازو کيفيتے حاصل، نه حال**

(يعني ظاهري علم سراسر ڳالهيون آهي، نه ان مان ڪيفيت، نه ئي حال حاصل ٿئي ٿو)

**علم نبود غير علم عاشقي - مابقي تلبيس ابليس شقي**

(علم ته فقط عشق ۽ محبت وارو علم آهي، باقي سڀ ڪجهه ابليس بدبخت جو فريب آهي!)

اهڙي طرح سيد محمد پٽ سيد جعفر المڪي رحمة الله عليه، جو اهو شيخ نصيرالدين محمود چراغ دهلوي چشتي قدس سره جي وڏن خليفن مان هو انهيءَ شيخ نظام الدين بدايوني قدس سره (جنهن جو لقب سلطان المشائخ آهي) کان سندس قول پنهنجي ڪتاب بحر المعاني ۾ آندو اٿس ته: ظاهر وارن کي الله تعاليٰ سان اهڙي مناسبت آهي، جيئن ڪتي جي مسجد شريف سان! ۽ مولانا شرف الدين منيري رحمت الله عليه پنهنجي مڪتوبات ۾ آندو آهي ته: طالب کي گهرجي ته ظاهر وارن کان ائين ڀڄي جيئن هو شيطان لعين کان ڀڄي ٿو! اخبارالاخبار ۾ شيخ عبدالحق محدث دهلوي قدس سره آندو آهي ته شيخ نجيب الدين رحمة الله عليه جيڪو شيخ شهاب الدين سهروردي قدس سره جو چاچو ۽ حضرت غوث الثقلين رضي الله عنه جو مريد ۽ خليفو هو! انهيءَ هڪ ڏينهن پنهنجي ڀائٽي شيخ شهاب الدين کي حضرت غوث الثقلين جي دربار ۾ آڻي عرض ڪيو ته حضرتا! منهنجي هن ڀائٽي ظاهري علم تمام گهڻو پڙهيو آهي ۽ ان تي محڪم عامل آهي، هن کي دعا فرمايو ته باطني علم کان حصو وٺي هدايت وارو ٿئي؟ حضرت غوث الثقلين ان کي پنهنجي اڳيان ويهاري هٿ مبارڪ سيني تي رکي پڇيائون ته ڪهڙا ڪتاب پڙهيا اٿئي؟ هو نالي وار چوندو ويو ٿي ته اهي هن کان وسرندا ويس پئي! سيني پڙهيل ڪتابن جا نالا بيان ڪري ويو ته سيئي ان جي دل جي پٽي تان بلڪل متجي ويا! ان کان پوءِ حضرت غوث الثقلين رضي الله تعاليٰ عنه علم ظاهريءَ بجاءِ علم لدني ڪيس بخشيو! چو ته علم ظاهري علم باطني کانسواءِ پڙهڻ سنڌ عورت وانگر آهي جنهن کي بلڪل ٻار پيدا نه ٿيندو ۽ ٿيڻو ئي نه آهي!

**5- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مثنوي شريف مان نقل بيان فرمايو ته هڪ شخص جي گهر ۾ چور ڪاٽ هڻي مال چورائي ڪٺي ٿي ويو! پوءِ گهر جو مالڪ چور جي پويان لڳي وڃي ڪيس ويجهو ٿيو ۽ وٺڻ وارو هو ته اينتري ۾ ڪنهن ٻي شخص ان کي پويان سڏ ڪيو ته هيڏي اچ تنهنجو مقصد ڏنو اٿم؟ جڏهن چور کي ڇڏي ان وٽ پهتو، تڏهن هن چيو ته

تنهنجي چور جو پير ڏنو اٿم! پوءِ افسوس ڪري چيائين ته مان چور کي گرفتار ڪرڻ تي هيس، تو مون کي فقط پير ڏيکارڻ لاءِ سڏ ڪيو آهي! ان کان بعد پاڻ فرمايائون ته ظاهر وارا به اهڙا آهن جو فقط پير جي نشان تي بيٺا آهن ۽ انهن طالبن کي جيڪي حقيقي مقصود جي طلب رکن ٿا ذوڪو ڏيو مقصد کان پري رکن ٿا!

**6- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته بغير سببن جي دنيا جو ڪو ڪم نه ٿيندو آهي مثلاً هاري هر ڦار ۽ ڏاندن وغيره سببن کانسواءِ پوک پوکي نه سگهندو، ۽ هڪ جرار لشڪر جنگ جي هٿيارن کانسواءِ دشمن سان هرگز مقابلو ڪري نه سگهندو، اهڙي طرح طالب کي پرهيز گاري، ذڪر، فڪر ۽ مجاهدي جي هٿيارن کانسواءِ ڪوبه فائدو حاصل نه ٿيندو، ۽ ان جي مثال هڪ نقل شاهد آهي ته به شخص پاڻ ۾ گڏجي سفر ڪرڻ لڳا هڪ کي ڏاڙهيءَ ۾ ڪجهه وار هئا ۽ ٻيو ڏاڙهي کان بلڪل صاف هو! اتفاقاً هي ٻئي وڃي لوطين جي ديهه ۾ پهتا ۽ رات اتي رهي پيا، رات جو سمهڻ وقت بي ڏاڙهي مرد، لوطين جي خوف کان پنهنجي پنيان ڪانيون ۽ پٿر ڏيئي ڇڏيا ۽ ڏاڙهي وارو شخص بيفڪر ٿي سمهي پيو! ڪجهه رات گذرڻ کان بعد لوطين مان هڪ ماڻهو اچي ڏٺو ته به مسافر ستا پيا آهن جڏهن ان جي نظر ٿوري ڏاڙهي واري همراهه تي پيئي، تڏهن ان کي ڇڏي، بي ڏاڙهي وٽ وڃي پهتو ۽ پٿر ڪانيون پري ڪري ان سان بري ڪم ۾ شروع ٿي ويو، يعني ان جي پٿرن ۽ ڪانين ڪيس ڪوبه فائدو ڪونه ڏنو! (پير سائين جن ان جو کولي بيان فرمايو ته) ٿوري ڏاڙهي واري مرد مان مراد ٿورو باطني فيض آهي ۽ لوطي مان مراد نفس آهي! سو جنهن کي ٿورو به باطني فيض هوندو ته اهو نفس جي حماقت کان امن ۾ رهندو، پر جيڪو ظاهري علم جي دليلن ۽ قياس تي ڪانين ۽ پٿرن واري مرد وانگر پاڙي ويهندو، اهو آخر نفس جي فريب هيٺان اچي ويندو!

**7- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جيسلمير جي سفر تي روانا ٿيا هئا، آئون به ساڻن گڏ هيس، جڏهن خير ڳڙهه قلعي وٽ پهتا، تڏهن ٻانهي عرض ڪيو ته حضرتا! ڪا اوليائن جي جماعت وحدت وجودي جي قائل آهي ۽ ڪا جماعت وحدت شهودي جي قائل آهي، اهو ڪيئن آهي؟

پاڻ ڪريمن فرمايو ته جيڪي حقيقت جا صاحب هئا، اهي پاڻ ۾ رمزون ڳالهائي سمجهي هليا ويا ۽ جيڪي هن حقيقت کان خالي آهن اهي حال کان بيحال فقط قيل قال ۾ ٿي آهن! انهن جو هي مثال آهي ته ٻه ماڻهو پاڻ ۾ گڏيا ويا، انهن مان هڪڙو انڌو ۽ ٻيو سڄو هو، واٽ ۾ سڄي هڪ وڏي نانگ کي ڏسي حيرت ۽ عبرت ڪري چيائين ته مار نانگ ته ڏس، ڪيڏو وڏو نانگ آهي؟ انڌي چيو هائو يار ڦڻ ته ڏس ڪيڏي آهيس؟ سڄي مرد چيو ته تون نانگ ٿي ڪونه ٿو ڏسين، نانگ جي ڦڻ ڪيئن ڏسين ٿو؟ انڌي چيو ته جيڪڏهن نانگ وڏو هوندو ته ان جي ڦڻ به ضرور وڏي هوندي! پوءِ پير سائين جن فرمايو ته بنا حال واري شخص جي ڳالهه ڪرڻ به ائين آهي:

صائب حديث عشق شنيدن زاهل عقل

اوصاف يوسف ازلب اخوان شنيدن است

(صائب! عشق جي ڳالهه عقل وارن کان ٻڌڻ! يوسف عليہ السلام جي تعريف ان جي ڀائرن کان ٻڌڻ وانگر آهي)

**8- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان فرمايو ته جڏهن الله تعاليٰ قيامت جي ميدان ۾ هر مسلمان کان عملن جو حساب وٺي پنهنجي وڏي مهربانيءَ سان جنت ۾ داخل ڪندو، تڏهن پانهن مان هڪڙو شخص الله تعاليٰ جي دربار ۾ عرض ڪندو ته اي پروردگار! مون کي پوک پوکڻ جو ارادو آهي الله تعاليٰ فرمائيندو ته هتي پوکڻ جي ڪابه ضرورت نه آهي، ٻيو جيڪي دل ۾خيال ڪندين اهو اچي تو وٽ حاضر ٿيندو، اهو وري به عاجزي سان عرض ڪندو ته مون کي دنيا ۾ پوک جي عادت هئي هاڻي به پوک پوکڻ گهران ٿو؟ پوءِ الله تعاليٰ جو حڪم جاري ٿيندو؟ ۽ اهو شخص پوک آباد ڪندو، سو اهو شخص جڏهن پوک پوکيندو ته ڦل به انهيءَ وقت ڪٽندو! پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو اها اوليائن جي جماعت آهي جيڪي دنيا جي دار ۾ ٿي بهشت ۾ آهين، اهي جيڪا به عبادت جي پوک آباد ڪن ٿا، ان جو ڦل (شوق ۽ ذوق) بروقت حاصل ڪن ٿا ۽ انهن کان سواءِ عالم عابد زاهد هن دنيا ۾ بغير معرفت جي جيڪو به عمل ڪن ٿا، سي پنهنجي حالي نقد کي رکت سان يعني آخرت جي نعمتن (حورو قصور وغيره) جي بدلي وڪڻن ٿا! اي عزيز! حضرت مخدوم

عبدالرحيم گرهوڙي رحمته الله عليه فرمايو آهي: هي روادار رکت جا هو
هتان هت گهرن!

اهي هن دنيا ۾ ئي الله تعاليٰ جي مشاهدي کان محروم آهن، سي اتي ڪيئن
ڏسندا ۽ آية شريف به ٻڌائي رهي آهي: من ڪان في هذه اعميٰ فهو في الاخرة
اعميٰ" يعني جيڪو هن دنيا ۾ انڌو آهي اهو آخرت ۾ به انڌو هوندو!
حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي به فرمايو آهي:

**ڇڙي ڄيڏري، جن سين مٺي ڀڻ سين تن!**

**جي هت نه هوت پسن، سي ڪنهن پرکيچ پسنديون!**

**9- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته
سڪندر بادشاهه چين ۽ روم جي نقاش ڪاريگرن کي گهرائي، انهن جي هنر
جي امتحان وٺڻ لاءِ هڪ عمارت ٺهرايائين ۽ هڪ ڪمرو انهن جي حوالي
ڪيائين! ڪين رنگ وغيره ۽ ٻيو سامان سيئي مهيا ڪري ڏنائين! ۽ ٻنهي
ٽولن کي ڀتين جا پاسا ورهائي ڏنائين ۽ انهن جي وچ ۾ پردو لٽڪرائي
ڇڏيائين! چين جا نقاش رنگن ۽ نقش ڪرڻ ۾ لڳي ويا، ۽ روم جا نقاش
ديوار کي صفا ڪرڻ ۾ لڳي ويا يعني پالبش مالش وغيره ۾ مشغول ٿي ويا!
چينين پنهنجي طرف کي ناهي تيار ڪري اچي، عرض ڪيائون ته اسان حڪم
کي بجا آڻي ڪم پورو ڪيو سون، هاڻي بادشاهه هلي معائنو ڪري؟ ان وقت
بادشاهه رومين کان پڇو ته توهان پنهنجو پاسو تيار ڪيو آهي؟ انهن چيو ته
اسان به ڪم تيار ڪري ڇڏيو آهي! پوءِ بادشاهه ڪمرو ڏسڻ لاءِ تشريح فرما
ٿيو، پهريائين وچ واري پردي کي ڪٺايائين ته ٻئي طرف رنگيلا هڪ جهڙا
چٽيل هئا ۽ ٻنهي ۾ وار جيترو به فرق نه هو! ليڪن رومين جو طرف چينين
جي طرف کان لطافت ۽ صفائي ۾ گهڻو وڌيڪ هو! هن نقل مان مقصد هي
آهي ته هڪ جماعت پنهنجي عمر ظاهري علم ۽ نقش ۾ صرف ڪري اجايو
ختم ڪري ڇڏي! ۽ ٻي جماعت جنهن دل جي صفائي ۾ ڪوشش ڪئي انهن
نقش به هٿ ڪيا ۽ دل جي صفائي به حاصل ڪئي، هن حقيقت تي مولانا
روم عليه الرحمة فرمايو آهي:

**روميان آن صوفيان اندا ے پسر - نے زتکرار کتاب و، نے هنر**

(اي پٽ رومي اهي صوفي آهن، جيڪي نه ڪتاب جا محتاج نه هنر سان

مغزماري جي ڪين ضرورت آهي)

**ليک صيقل کرده اند آن سينها - پاک زائر حرص وبخل وکينها**

(پر انهن سينن کي صفا ڪيو آهي، سي حرص بخل ۽ ڪيني کان پاڪ آهن)

**آن صفائے آئينہ وصف دل است - صورت بے منتهارا قابل است**

(اها آئيني جي صفائي دل جي وصف آهي جيڪا بي انتها صورت کي قبوليندڙ آهي)

**گرچہ نحووفقہ رابگزاشتہ ند - ليک محو وفقر را برداشتند**

(اگرچہ نحو ۽ فقہ کي ڇڏيو اٿن، پر انهن محويت ۽ فقر کي حاصل ڪيو آهي!)

**تانقوش هشت جنت تافتست- لوح دل شانراپزيرا يافتست**

(اينتري قدر جو اٺن بهشتن جا نقشا ، انهن جي دلين جي پٽيءَ تي ظاهر آهن!)

**برتراندازِ عرش کرسي وسما - ساکنان مقصد صدق خدا**

(اهي عرش ڪرسي آسمانن کان مٿي آهن، خدا تعاليٰ وٽ سچي جاء جا رهندڙ آهن)

**صد نشان دارند محو مطلق اند - چہ نشان، بل عين ديدارحق اند**

(سو نشان رکن ٿہ بہ مطلق ۾ محو آهن، ڪهڙو نشان بلڪ حق جو عين ديدار ڪندڙ آهن)

**10- نقل:** معتبر راوي کان نقل آهي تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ جڏهن ٽنڊي بهادر فقير نظاماڻي ۾ تشريف فرما ٿيا ، تڏهن خليفو ميان سلطان پنهنجي گهر ۾ ڪين زيارت ڪرائڻ لاء وٺي آيو! ان وقت عرض ڪيائين تہ حضرتا! خواب ۾ ڏٺم تہ هڪ بلند ۽ سهڻي جاء آهي، جنهن جو هتي مثال نہ آهي ان جي دروازي تي زبردست دربان وينا هئا! جو ڪنهن کي بہ اندر داخل ٿيڻ نٿي ڏنائون ۽ آئون ڪنهن نموني سان اندر داخل ٿي ويس ۽ ڏٺم تہ اتي تمام گهڻا ماڻهو موجود آهن! پير سائين جن فرمايو تہ جيڪي دروازي تي ويٺا هئا ، اهي ظاهري علم وارا هئا ، اندر وارا عاشق ۽ فقير هئا ، ظاهر وارن کي انهن جي اچڻ وغيره جي ڪا بہ خبر نہ آهي! هڪ بزرگ ڪهڙو نہ چڱو چيو آهي:

**بوالعجب سوره است سورة عشق - چار مصحف دراويک آية نيست**

(عجب سورة عشق جي آهي جو ان ۾ چار مصحف آهن پر آيت هڪ به نه اٿس)

**بوحنيفه عشق رادرس نگرد، شافعي رادرو روايت نيست**

(امام ابو حنيفه رحمة الله عليه عشق جو سبق نه ڏنو، امام شافعي عليه رحمة کان به ان باري ۾ ڪا روايت نه آهي)

**حنبل از سرعشق بے خبراست - مالک رادرودرايت نيست**

(امام حنبل عليه الرحمة عشق جي راز کان بي خبر آهي، ۽ امام مالڪ کي به ان سلسلي ۾ ڪا ڄاڻ ڪو نه آهي.)

۽ ٻي هڪ بزرگ فرمايو آهي:

**عاقلانرا شرع تکليف آمده - بيدلانرا عشق تشريف آمده**

(عقل وارن کي شريعت جي تڪليف ملي ۽ عاشقن کي عشق جي نعمت عطا ٿي آهي) اي عزيز! علم ٻه قسم آهي هڪڙو محبوب حقيقي جي ملڻ جو وسيلو! ٻيو نفساني خواهشن ۽ دنيا حاصل ڪرڻ جو علم آهي! ابليس به اهو علم پڙهي، پوري عالم ملڪوت جو استاد بڻيو هو ۽ ان ئي علم جي ڪري حضرت آدم عليه السلام سان حسد ۽ تڪبر ڪيو هئائين! جنهن ڪري: ان عليڪ لعنتي الیٰ يوم الدين" (بيشڪ تنهنجي مٿان منهنجي لعنت، قيامت ڏينهن تائين آهي) جو ڳٽ ڳچيءَ ۾ وڌائونس ۽ (واضح هجي ته:) محبوب حقيقي جي ملڻ وارو علم، هادي جي نالي سان آهي! ۽ شيطاني علم مضل اسم جو اثر آهي! ان ڪري: العلم حجاب الاکبر (علم وڏو حجاب آهي) چوندا آهن! چونڊڙ ڪهڙو نه سٺو چيو آهي:

**علم نبود غير علم عاشقي - مابقي تلبس ابليس شقي**

(علم ته فقط عشق ۽ محبت وارو علم آهي، باقي سڀ ڪجهه بدبخت شيطان جو فريب آهي)

**11- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ شخص، ڪامل ۽ عالم ڪيمياگر روهڙي جي شهر ۾ آيو ۽ ڪنهن واپاريءَ کان ڪجهه خرچ گهربائين، پر واپاري ان کي نه ڏنو! پوءِ ان شخص ڪيميا ناهي، پنهنجي ڪم ۾ آندائين ۽ ڪيمياگريءَ ۾ مشهور ٿي ويو ڪافي عرصو رهڻ بعد جڏهن اهو واپس وڃڻ لڳو ته شهر جا عالم ۽ طالب

ان سان گڏجي درياه تائين موڪلائڻ آيا! جڏهن ٻيڙي تي سوار ٿي ويو ته ان وقت ڪيمياگر پنهنجي علم جي فراست سان ڄاتو ته هي موڪلائڻ لاءِ نه بلڪ ڪيس هلاڪ ڪرڻ لاءِ آيا آهن! پوءِ هڪڙي پکي جيڪو وڻ جي ٽاري تي ويٺو هو، ان جي صورت ڪاغذ تي ٺاهي انهيءَ ڏانهن منهن ڪري ڪينچي سان ان جي سري ڪٽيائين ته ان وقت ئي اهو پکي سري ڪٽيل درياهه ۾ ڪري پيو! ۽ سرڻ هوا ۾ اڏامي رهي هئي ان جي به تصوير ڪاغذ تي ڪڍي ان ڏانهن منهن ڪري ڪينچي سان ان جي منڍي ڪپيائين ته اها به ليٽندي اچي درياهه ۾ ڪري! پوءِ انهن کي چيائين ته توهان منهنجي محبت ۽ دوستي ۾ نه آيا آهيو، محض منهنجي قتل ڪرڻ ۽ اڪسير حاصل ڪرڻ لاءِ آيا آهيو! پوءِ ڪيمياگر ان وقت ئي پٽڪي مان اڪسير ڪڍي درياهه ۾ هارايائين ۽ چيائين ته هي منهنجي هڪ دمڙي جو خرچ آهي!

**12- نقل:** ٽونر فقير نقل ڪيو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته جهنگ جي پکين دريائي پکين کي چيو ته اسان توهان سان دريا جو سير ڪرڻ چاهيون ٿا؟ دريائي پکين وراڻيو، توهان هوا جا پکي ترڻ مان ڇا ڄاڻو؟ پر جهنگ جي پکين جي ضد تي دريائي پکين کين درياهه جي سير لاءِ شريڪ ڪيو! سير ڪندي جڏهن جهنگلي پکين جا پر آلا ٿيا، تڏهن ٻڏڻ لڳا، ۽ ڪناري تي ويٺل شڪارين اهو ڏسي کين شڪار ڪيو! پر دريائي پکي ٽٻي هڻي سلامتي سان نڪري ويا!

اي عزيز! پير سائين جن جي هن مثال ۾ درياهي پکين مان مراد حقيقت وارا ٻانها آهن! جيڪي حقيقت شريعت، معرفت ۽ طريقت جي درياهه ۾ صحيح سلامت تري سگهن ٿا، ۽ طبعي طور ظاهر (برپٽ) ۽ باطن (درياهه) ٻنهي سان مناسبت رکن ٿا! ۽ جهنگ جي پکين مان ظاهر وارا انسان مراد آهن، جيڪي ظاهر جا پوئلڳ آهن، ۽ ڪاملن جي قول ۽ فعل تي جزوي عقل سان، پاڻ تي قياس ڪري اعتراض ڪندا آهن!

مولوي رومي قدس سره انهن جي لاءِ چڱو چيو آهي:

**گفت اینک مابشر ایشان بشر - ماوایشان بستہ خوابیم وخور**

(ظاهر وارن چيو هي به بشر ۽ اسان به بشر، جهڙو اسين ننڊ ۽ کائڻ جا

پائبند آهيون هو بہ آهن!)

**اين ندانستند ايشان ازعميٰ ، هست فرق درميان بے انتها**

(انهن انڌن انڌائپ جي ڪري نہ سمجهيو تہ انهن پاڪن ۽ هنن انڌن ۾ وڏو فرق آهي!)

**هردوگون آهوگياخوردندو آب ، زان يڪے سرگين شود ازان مشڪ ناب**

(ٻئي قسم هرڻ ساڳيو گاهہ ۽ پاڻي کائڻ، پيئڻ! مگر هڪڙي مان ڦولڙيون ۽ ٻي مان مشڪ پيدا ٿيندو آهي!)

**اين خوردزايد همہ بخل وحسد ، وان خورد گر ددهمہ نور احد**

(هن جي کاڌي مان بخيلي ۽ حسد پيد اٿئي، ۽ اهي کائن تہ سمورو خدا جو نور ٿيو وڃي!)

**صاحب دل رانداردآن زيان ، گرخورداو زهر قاتل راعيان**

(ولي الله جيڪڏهن کليو کلايو قاتل زهر بہ کائي تہ کيس ڪو نقصان نہ پهچائي سگهندي!)

جيڪڏهن عاشق عشق (سڪر) سبب ڪنهن حڪم کان حد لنگهي وڃن تہ بہ مٿن ڪو حرف ڪونہ آهي! جيئن آدم عليہ السلام، لوح محفوظ ۾ جنت کان ٻاهر نڪرڻ جو ذڪر لکيل ڏٺو، سوچيائين تہ جنت (الله تعاليٰ جي قرب جو مقام آهي) هتان نہ وڃي، ابليس حسد ۾ اڳيئي پئي سڙيو، سو بدلي وٺڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ آدم عليہ السلام کي خدا جو قسم کڻي چيائين تہ جنت ۾ هميشہ رهڻ گهرين تہ هي هميشہ حياتي بخشندڙ وڻ کاءِ؟ هن داڻي جي کائڻ کان روڪ بہ انهيءَ ڪري ٿي آهي تہ بهشت مان توکي ٻاهر آڻن! آخر قرب جي نيت سان باوجود معصوميت جي عاصي ٿيو! پوءِ معافي گهريائين: ربنا ظلمنا انفسنا وان لم تغفرلنا وترحمنا لنكونن من الخاسرين" (اي اسان جا رب اسان پنهنجن نفسن تي ظلم ڪيو سون، جيڪڏهن تون رحم ۽ بخشش نہ فرمائيندين تہ اسان چيهي وارا ٿي پونداسون) جڏهن تہ سندس پيدائش مٽيءَ مان هئي، ان ڪري عاجزي ڪيائين ۽ وري جڏهن حضرت آدم عليہ السلام کي خلافت جي تاج سان نوازيو ويو ۽ ملائڪن کي سجدي لاءِ حڪم ڏنو ويو تڏهن بہ ابليس بغض ۽ حسد ڪيائين ان ڪري ملعون ٿيو، ڇو تہ ان جي

پيدائش باهه مان هئي، تنهن ڪري نافرماني ظاهر ٿيڻ ڪان پوءِ به تڪبر ڪيائين ۽ چيائين: خلقتني من نار وخلقتته من طين" (يعني تو مون کي باهه مان پيدا ڪيو آهي ۽ ان کي مٽيءَ مان) شيطان کي تڪبر ان ڪري ٿيو جو باهه جي جيپي مٽي وبندي آهي! پوءِ جيڪي حقيقت جي درياهه جا ٽوبا آهن ۽ پاڻ ڪان فاني ۽ حق سان باقي آهن، بالفرض انهن ڪان ڪا غلطي ٿي ته وحدت جي درياهه ۾ ٽبي هڻي پنهنجن پرن کي صاف ڪن ٿا ۽ اهي مقلد جيڪي حقيقت جي درياهه ڪان به غير واقف آهن، فقط تقليد ڪندا آهن سي حقيقت ڪان بي ذوق آهن، سندن پر گناهن سان آلا ٿين ٿا پوءِ شڪارين جي هٿ ۾ (جيڪي نفس ۽ شيطان آهن) گرفتار ۽ بند ٿين ٿا!

**13- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ماڻهو طوطي کي فارسيءَ جو لفظ "دراين چه شڪ است" سيکاري بادشاهه وٽ وڪڻڻ لاءِ ڪٺي آيو، ۽ ٽي هزار طوطي جي قيمت ٻڌائين ۽ چيائين ته هي طوطو فارسي علم سڀ ڄاڻي ٿو! بادشاهه طوطي جي هيتري گهڻي قيمت ٻڌي جاچ ڪري طوطي ڪان پڇيائين ته ڇا هيءَ تنهنجي قيمت صحيح آهي؟ طوطي چيو ته در اين چه شڪ (ان ۾ ڪهڙو شڪ آهي) بادشاهه جيڪي به سوال ڪيا ٿي، طوطي ان جو جواب : دراين چه شڪ، ڏنو ٿي بادشاهه سمجهيو ته طوطو چوي ٿو ته آئون واقعي ڄاڻان ٿو، آخر ايتري قيمت ادا ڪري طوطو خريد ڪيائين! جڏهن طوطي جو وڪڻندڙ هليو ويو، پوءِ بادشاهه هن سان گهڻيون ڳالهيون ڪيون پر: در اين چه شڪ! ڪان سواءِ هن کي ٻيو ڪوبه جواب نه مليو ٿي! بادشاهه شڪ ۾ پئجي ويو ۽ طوطي ڪان پڇيائين ته ڇا تون فارسي ايتري ٿو ڄاڻين؟ طوطي چيو: در اين چه شڪست! وري پڇيائين ته ڇٽبو اسان جي روڪڙ ائين وئي؟ جواب ڏنائين: در اين چه شڪ! پوءِ يقين سان سمجهائين ته طوطو "دد اين چه شڪ است" ڪانسواءِ ڪجهه به نٿو ڄاڻي!ان ڪان بعد پير سائين جن فرمايو ته ظاهري علم وارا به دل جي علم ڪان سواءِ ائين ئي آهن، جيئن طوطي جو علم هيو!

**14- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ وزير

بادشاھ کي دعوت ڪري اچي پنھنجو مھمان ڪيو! ۽ دعوت جي حق ادا ڪرڻ لاءِ قسمين قسمين طعام ۽ رنگارنگي شربت بادشاھ ۽ لشڪرين لاءِ تيار ڪيائين! پر بادشاھ جي ويھڻ ۽ آرام واري جاءِ ڪي ڀھاري نہ ڏنائين! پوءِ بادشاھ ۽ لشڪري ان جي مھمان نوازي ڪان ڏاڍا خوش ٿيا. مگر بادشاھ گندي جاءِ جي رھڻ ڪان خوش نہ ٿيو ھو، جنھن ڪري ان جون سڀ خدمتون بيڪار ويون اھڙي طرح طالب جي دل جيڪا (قلب المؤمن حرم الله مطابق) الله تعاليٰ جو گھر آھي، جيڪڏھن غير جي خيالن ڪان صاف نہ ھوندي تہ اھو الله تعاليٰ جي ناراضگي جو سبب بنبو. اگرچہ اھو طالب سيئي مالي ۽ جاني حق ادا ڪري ۽ سڄي عمر عبادتن ۽ رياضتن ۾ گذاري ڇڏي!

**15- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ حضرت پيرسائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ ھڪ بزرگ ڪنھن بادشاھ جي حضور ۾، ھي مسئلو بيان فرمايو تہ آذان جي دعا پڙھڻ ڪان پوءِ: مرحبا مرحبا بالقائلين عدلا وبالمسلمين حقا" جا لفظ پڙھندو تہ ان کي الله تعاليٰ پنھنجي مھرباني سان ان جي عيوض ھزار نيڪيون نصيب ڪندو! ۽ اينترا ئي گناھ ميٽيندو! بادشاھ ھن حقيقت ڪان منھن موڙي اعتراض ڪيو تہ عجيب جزا آھي، جو لفظ ٿورا ۽ نعمت ھيتري وڏي، اھو ڪيئن ٿي سگھي ٿو؟ بزرگ جواب ۾ فرمايو تہ فلاڻو شاعر جڏھن تنھنجي پيءُ جي تعريف ۾ قصيدو ناھي آيو ھو، ان کي گھڻي نعمت ملي ھئي؟ بادشاھ چيو تہ شاعر کي زمين جو فلاڻو ٽپو ڏنو ويو ھو! بزرگ فرمايو تہ جڏھن تنھنجو پيءُ ڪوڙن بيتن جو عيوضو اينترو ڏئي ٿو تہ پوءِ جيڪو خالق مالڪ بي مثال ڏيندڙ آھي، اھو بيحد ۽ بي حساب ڏي تہ ڪھڙو عجب آھي! اھو ٻڌي بادشاھ عاجز ٿي پيو!

**16- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ ھڪڙا ٻارھن مرد پاڻ ۾ گڏجي بي سمر ھندستان ڏانھن روانا ٿيا! ھڪ ڪامل پير مرد انھن کي چيو تہ ھندستان بي سمر وڃو ٿا. ۽ ھندستان جي فلاڻي شھر جي پرسان ھاٿڻ ٻچا رکندي آھي متان اوھان بک جي ڪري ان جا ٻچا ذبح ڪري کائو، ۽ ھاٿڻ کان نقصان ۾ اچي وڃو! پوءِ اھي ماڻھو ھندستان وڃندي وات

تي تي ڏينهن بکيا رهجي ويا، ان کري ان هاٿڻ جي هڪ ٻچي کي کهي کاڌائون انهن ۾ هڪ همراهه ان ٻڍڙي جي نصيحت تي قائم هو، جو پاڻ ٻين کي منع ٿي ڪيائين! فارغ ٿيڻ کان پوءِ جلدي اهي سڀئي روانا ٿيا، ۽ ڏينهن رات سفر ڪري، رات جو آخري حصي ۾ اچي هڪ جاءِ تي بي فڪر ٿي سمهي پيا، ۽ هاٿڻ پنهنجي ٻچي کي ڪنل ڏسي، پوءِ انهن جي ڏپ تي سندن پٺيان رواني ٿي، تانجو انهن کي اچي ستل ڏٺائين ۽ جنهن ۾ پنهنجي ٻچي جي گوشت جي ڏپ سنگهيائين ٿي انهيءَ کي پير سان لتاڙي پورو ٿي ڪيائين ۽ جيڪو سندس ٻچڻ جي ويجهو نه ويو هو، ان کي پنهنجي سونڊ سان اٿاريائين!

اي عزيز (بلا تشبيهه) هاٿڻ مان مراد حق تعاليٰ آهي ۽ ٻچي مان مراد اولياءَ الله آهي! جيئن مثنوي شريف ۾ آهي ته:

**اوليا اطفال حق اند اے پسر- در حضور و غيب آگہ باخبر**

(اي پٽ اولياءَ ڪرام حق جو عيال آهي، جيڪي ويجهو ۽ پري هجڻ ۾ باخبر هوندا آهن!)

۽ گوشت کائيندڙن مان مراد گلا ڪندڙ ۽ اعتراض ڪندڙ آهن، جن جي متعلق آيت شريف شاهد آهي: ولا يغتب بعضکم بعضا ايحب احد کم آن ياکل لحم آخيه ميتاً فکرهتموهه"

**17- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن مثنوي شريف مان نقل بيان فرمايو ته سنين جي لشڪر رافضين جي ملڪ تي حملو ڪيو جو سڄي ملڪ کي خون ۽ غارت ڪيائون! رافضي جڏهن مقابلي کان عاجز ٿي پيا، تڏهن عاجزي ۽ انڪساري سان سني سپهه سالار جي اڳيان عرض ڪيائون ته بيگناهه غريبن کي قتل ڪرڻ ۽ ملڪ کي ويران ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟ جيڪو ڏنڊ رکو اهو اسان پري ڏيون ٿا ۽ اسان کي امن ڏيو؟ سنين جي امير چيو ته اسان کي مالي جرماني جي ڪابه ضرورت نه آهي، بلڪ توهان جي ملڪ مان ابوبڪر نالي شخص اچي حاضر ڪريو ته توهان جو ڇوٽڪارو ٿئي، انهن عرض ڪيو ته اسان جي ملڪ ۾ ابوبڪر نالي ماڻس پيدا ئي نه ٿيندو، پر توهان جي حڪم موجب ڳولا ڪريون ٿا آخرڪار پنهنجي

ڇوڪري لاءِ ابوبڪر نالي ڪو شخص ڳوليائون، اتفاقاً ابوبڪر نالي هڪ مسافر مسجد ۾ اچي لڌائون جيڪو پريشان ۽ ٿڪل هو! پير سائين جن ارشاد فرمايو ته ابوبڪر نالي شخص رافضين جي ملڪ ۾ ٽيٽو ٿي ناهي، مگر مسافر!
اي عزيز! رافضي قوم مان مراد صورت پرست آهن ۽ ابوبڪر مان مراد ڪامل عارف جيڪو بشريت کان سفر ڪري، حقيقت جي ملڪ ۾ پهتل هجي ۽ رافضي ملڪ ۾ جنهن مان مراد عالم خلق آهي، هرگز نه هوندو مگر مسافر! هتي هڪ حديث شريف به آيل آهي ته: ڪن في الدنيا ڪانڪ غريب اوعابرالسبيل" (يعني دنيا ۾ مسافر ٿي هج يا واٽهڙو!)

**18- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن قلات جي سفر کان موٽندي شهر گنداواه ۾ تشريف آندائون ۽ ٽن سالن کان اتي مينهن نه وسڻ ڪري ماڻهو تمام گهڻو تنگ ۽ پريشان هئا! اتان جا عالم ۽ فاضل ۽ ٻيا رهندڙ پاڻ ڪريمن جي حضور ۾ حاضر ٿي مينهن نماز لاءِ عرض ڪيائون؟
۽ نماز پڙهڻ لاءِ تمام گهڻو زور ڀريائون، پر مينهن وسڻ لاءِ ڪنهن به سوال نه ڪيو، فقط نماز لاءِ تڪليف ڏنائون! پير سائين جن انهن جي رضامندي لاءِ انهن سان گڏجي نماز ادا ڪرائي ۽ عام ماڻهن ۽ عالمن اتي هٿ کڻي دعائون گهريون ٻي ۽ پير سائين جن به انهن جي مرضي موافق هٿ کنيو وبنا هئا، ۽ گهڻي دير گذرڻ ڪري سڀئي فقير تنگ ٿي پيا ۽ مينهن به نه وٺو، ان کان پوءِ پير سائين جن شاديهر ۾ تشريف فرما ٿيا ۽ جيڪو ڪرامتن جي فصل ۾ نقل بيان ٿي آيو آهي ته ماڻهن جيڪي ماحضر هو، اڳيان آڻي عرض ڪيائون ته اسان ڪي توهان کانسواءِ ٻيو ڪوبه ماويٰ ملجا (پناهه ڏيندڙ) نه آهي، الله تعاليٰ توهان کي اسان بکين ۽ اڃين جي مدد لاءِ موڪليو آهي، توجهه مبارڪ ڪٿي؟ پاڻ سندن انهيءَ عاجزي تي رحم فرمائي ارشاد فرمايائون ته دلجاءِ ڪيو! انشاءالله تعاليٰ هن ويران بربت، جيڪو سنڌ ڪوهستان جي وچ ۾، بغير پاڻيءَ جي پيو آهي، ان کان لنگهڻ شرط مينهن تمام گهڻو وسندو! پوءِ پاڻ ڪريمن جي برڪت سان ان بربت کان لنگهڻ شرط ايترو مينهن پيو، جو درگاهه مبارڪ تائين اسان کي ڪپڙا سڪائڻ نه ڏنائين!

**19- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته بعضي ماڻهو زهد عبادت ۽ علم جي لباس سان سينگاريل آهن ۽ علم باطني کان خالي آهن، انهن جو مثال نانگ وانگر آهي! جنهن جي کل ٺڏي ۽ پيٽ زهر سان ڀريل آهي! جي اتفاقاً ڪنهن جو پير نانگ تي اچي وڃو ته ان وقت ئي ان کي ڏنگيندو آهي! اهڙي طرح جيڪڏهن رسمي زاهدن ۽ عابدن عالمن جي مراد تي ڪنهن جو پير اچي وڃو ته اهي به نانگ کان به وڌيڪ ايذاءُ پهچائيندا آهن!

**20- نقل:** عبدالخالق فقير بندرمڏني جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته لغاري قوم جو هڪ فقير درگاهه مبارڪ ڏانهن آيو ٿي، وات تي ٻڌائين ته حضرت پير سائين قدس سره جن سفر تي اسريا آهن! جڏهن کهڙن جي شهر ۾ پهتو تڏهن ڪنهن کان پڇيائين ته اسان جو امام ڪهڙي طرف سفر تي چڙهيو آهي؟ اها ڳالهه شهر جي ملن جي ڪن تي پهتي ته انهن فتوائون لکيون ته پير سائين جن جو هڪ فقير هيئن چوي ٿو ته پير سائين پاڻ کي امام ٿا سڏائين! (سو ته ناجائز آهي) آس پاس وارن عالمن ان تي مهرون به هنيون! پوءِ انهن عالمن جو لکيل ڪاغذ جڏهن مخدوم عبدالواحد سيوستاني رحمة الله عليه کي پهتو! تڏهن ان لکيو ته هن صورت ۾ پير سائين جن کان امامت جي دعوا ثابت نه آهي! مگر عام ماڻهو پنهنجي اعتقاد جي ڪري امام چون ٿا ۽ پير سائين جن سيد آهن، انهن کي قيامت تائين امامت جو ورثو مليل آهي جيڪڏهن پاڻ خود امام چورائن، تڏهن به بي شبهه جائز آهي! پوءِ اهو معاملو جڏهن پير سائين جن کي پهتو، تڏهن پاڻ مرڪي فرمايائون ته هي به عالم هو به عالم پر سمجهه ۾ تفاوت آهي؟ ۽ فرمايائون ته مسجد جو امام اگرچه گهٽ قوم مان مثلاً ڪوري، موچي هجي ته به ان کي امام چوندا آهن ۽ چئبو ته امام آيو ۽ امامت ڪرايائين، اگرچه جماعت ٿوري هجي ته به ان کي امام چوڻ جائز آهي! سبحان الله جو بزرگن جي سمجهه ايستائين به نه پهتي.

# فصل ٻيون

## ناقص ۽ ڪامل پاڻهو!

**1- نقل:** هڪ ڏينهن درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي اڳيان عشا نماز کان پوء ويٺا هئا سون! پاڻ توحيد جامو تي بيان ٿي فرمايائون، ان وقت حاجي احمد فقير ٽالپر جنهن کي فقط توحيد جي حال جو علم هو پر مشاهدي کان بي خبر هو، پير سائين جن جي حضور ۾ (جتي هر ناقص ۽ ڪامل جي پرک پئي ٿي) توحيد جو دم هڻي چيائين ته "همه اوست" پاڻ ڪريم فرمايو ته بزرگ جيڪڏهن دم "همه اوست" جو سچائي کان هڻين ٿو ته مسجد جي ٻاهران ننگر جي ديڳ چڙهي پيئي آهي، ان جي هيٺيان باهه ٻري پيئي ان ۾ هٿ وجهه؟ چيائين حضرتا! وجهندس! پاڻ فرمايائون ته توکان ائين نه ٿيندو ٻه ٽي دفعا تڪرار ٿيو، ان کان پوء حاجي چيو ته حضرتا! ڇا ۾ وجهان جڏهن "همه اوست" ٿي ويو آهي، پير سائين جن فرمايو ته اي بزرگ ! بس ڪر جو تنهنجي توحيد جو ڪمال معلوم ٿي ويو!

**2- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ توحيد جي حالت وقت عرض ڪيم ته حضرتا! عارفن تي نماز ڇا جي ڪري پئي آهي؟ پاڻ فرمايائون ته توکي هن حقيقت کان واقف ڪنداسون! پوء جڏهن پير سائين جن ڪڇ جون دعوتون قبول فرمائي روانا ٿيا، ته ٻانهو به ساڻن گڏ هو ۽ مذڪوره سوال مون کي ياد ڪونه! پوء جڏهن شوربرپٽ کان (جيڪو سنڌ ۽ ڪڇ جي وچ ۾ آبل آهي) لنگهي بنارو ۾ منو قوم وٽ تشريف فرما ٿيا ۽ فقيرن حاضر ٿي، دعوت عرض ڪئي ته پاڻ دعوت قبول فرمائي اتي رهي پيا! جتي دعوت جو طعام پچايائون ٻي اتي هڪ فقير، محمد نالي رنگيز ڪوڙن جي شهر جي رهندڙ قالي توحيد جا بيان شروع ڪيا ۽ دعوتي پنهنجي ڪم ۾ مشغول هئا! جنهن ڪري ڪنهن به سندس ڳالهه نه ٿي ٻڌي! ان وقت پير سائين جن ٻانهي کي گهرايو؟ جڏهن خدمت ۾ پهتس، تڏهن فرمايائون ته ٻڌئي هي ڇا ٿو چوي؟ مون ڪن ڏيئي ان جي گفتگو ٻڌي ته متي ڪي پير ۽ پيرن کي مٿو پئي ناهيائين! پوء عرض ڪيم ته حضرتا! بيهودي بڪواس ڪري ٿو، جيڪي توحيد ۾ نه آهي، اهو پنهنجي

طرفان گهرڙي ٿو ٻڌائي! پوءِ پير سائين جن فرمايو ته هن ڪان اڳ تو سوال ڪيو هو ته عارفن تي نماز ڪنهن وڌي؟ هاڻي انهن ڳالهين مان معلوم ڪر ته عارفن تي نماز اهڙن ماڻهن وڌي آهي (جيئن عارف ۽ نالائق جي وچ ۾ تميز رهي.)

**3- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته جڏهن ڪوڙو ريپو ۽ سچو ريپو پاڻ ۾ گڏجن ۽ هڪ ٻئي ۾ جهيڙو ڪن! جو ڪوڙو چوي مان ڀلو آهيان، ۽ سچو چوي ته مان ڀلو آهيان؟ پوءِ جڏهن ٻنهي کي سچائپ لاءِ سوناري وٽ آڻيو ويندو ته ڪوڙو ڏڪندو ۽ ڊڄندو ايندو ۽ ڪرو خوشيءَ سان آزمائش جي جاءِ تي ايندو ته ان جي عزت ۽ سچائي ظاهر ٿيئي ٿي، ۽ جڏهن سونارا سيرائي سان انهن کي سوراخ ڪندا، تڏهن ڪرائپ ۽ ڪوڙائپ ظاهر ٿيندي! ان ڪان پوءِ پير سائين جن فرمايو ته دعويٰ ۾ حقيقت وارا ۽ صورت وارا برابر آهن، پر ملڪ الموت ٻنهي جو سونارو آهي، ان ڪري حقيقت وارا: الدنيا سجن المؤمن! سبب موت جي وقت خوش ٿا ٿين، گوياڪ جيل ڪان ڇٽي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿين ٿا! حديث شريف ۾ آيل آهي ته "الموت جسر يوصل الحبيب الي الحبيب" (يعني موت هڪ پل آهي، جيڪا دوست کي دوست تائين پهچائي ٿي) ۽ هڪ بزرگ ڪهڙو نه چڱو چيو آهي:

**خوب رويان چوپرده برگيرند - پيش شان عاشقان چنان ميرند**

(جڏهن سهڻا پردو مٿي ڪندا آهن، تڏهن عاشق ائين ٿي سندن اڳيان مرندا آهن!)

پـاڀو هـيو پچن ڪٿي هٿ حبيب جو، نيزي هيـئـان نيـنهن
جي پاسي پاڻ نہ ڪن، عاشق اجل سامهان اچي ڳاٽ اچن،
ڪـسـڻ قـرب جـن، مـرڻ تـن مشـاهـدو!

۽ صورت پرست مرڻ جي وقت خوف ڪان پريشان ۽ غمگين ٿيندا آهن! گوياڪ انهن کي گهر مان ڪڍي ڪنهن قيد ڏانهن نيو پيو وڃي!

رب العزت فرمايو "فتمنوا الموت ان ڪنتم صادقين" (يعني جيڪڏهن سچا آهيو ته موت جي خواهش ڪريو)

**4- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره هڪ شهر ۾ پنهنجن مريدن معتقدن وٽ ڪڏهن ايندو هو ۽ ان شهر جو بادشاهه اتان جي هڪ زاهد جو اهڙو معتقد هو، جو ان جي حڪم ڪان ذرو به تجاوز نہ ڪندو هو ۽ نہ وري

ڪنهن ٻي ڏانهن لاڏو ڪندو هو، ان زاهد جي عادت هئي جو سڄو سال رات ڏينهن روزي ۾ رهندو هو، جڏهن عيد جو ڏينهن ٿيندو هو، تڏهن بادشاهه ۽ رعيت انهيءَ جي پنيان اچي عيد نماز ادا ڪندا هئا پوءِ انهيءَ ڏينهن اهو زاهد بادشاهه سان گڏجي روزو کوليندو هو، اهڙي نموني سان گهڻو وقت هليو! اتفاقاً هڪ ڏينهن اهو بادشاهه سلطان العارفين قدس سره سان ملاقاتي ٿيو، طلب خدا ۽ طالبن جي ڳالهين ۾ پيا، ۽ بادشاهه غارواري زاهد جي تعريف ڪري چيو "تہ سڄو سال روزي ۾ رهي ٿو ۽ عيد واري ڏينهن روزو کولي ٿو! شيخ بسطامي فرمايو تہ اهو ڪم آسان آهي، پر خدا جي واٽ ۾ هلڻ مشڪل آهي! بادشاهه ان ڳالهه کان پريشاني ۾ پيو! وري شيخ فرمايو اي بادشاهه! منهنجي هن ڳالهه کان فڪر نہ ڪر، مگر ان زاهد کي آزماءِ يعني هن سال عيد کان اڳ هڪ ٻہ ڏينهن ڪنهن معتبر ماڻهوءَ کي زاهد ڏانهن موڪلي ڪيس خبردار ڪر تہ بادشاهه توکان بي اعتقاد ٿيو آهي ۽ عيد جي ڏينهن بہ توهان وٽ نہ ايندو، بلڪ پنهنجي جاءِ تي عيد نماز ادا ڪندو! جڏهن عيد وبجهي آئي بادشاهه بہ اهڙي طرح ڪيو ۽ عيد نماز کان پوءِ اڳين عادت موافق ان وٽ ويو تہ زاهد جي عبادت گاهه جو دروازو بند لڳو پيو هو ۽ سندس ماڻهن دروازي کي کولي ڏيکاريو تہ زاهد عبادت گاهه ۾ مئو پيو آهي بادشاهه زاهد جي مرڻ جو سبب سلطان العارفين قدس سره کان پڇيو؟ شيخ صاحب فرمايو تہ زاهد جو زهد ۽ عبادت نفس لاءِ هئي نہ الله تعاليٰ لاءِ! جڏهن زاهد، نفس جي قوت (جيڪا بادشاهه جي ارادتمندي هئي) کان نااميد ٿيو، تڏهن مري ويو!.

**5- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ ويٺا هئاسون تہ بلعم باعور جو قصو هليو! پير سائين جن فرمايو تہ اهو عارف نہ هو، ليڪن ان جي دعا گهڻي عبادت جي ڪري، مقبول هوندي هئي! ايتري قدر جو جڏهن نماز ۾ ساڄي پاسي سلام ورائيندو هو تہ الله تعاليٰ ان جي سلام ڪري پنج سو (500) گنهگارن کي بخشي ڇڏيندو هو! ۽ جڏهن کابي پاسي سلام ڏيندو هو، تڏهن بہ پنج سئو گنهگارن کي الله تعاليٰ بخشيندو هو! پر عارف نہ هو بلڪ عابد هو، ڇو تہ جيڪڏهن عارف هجي ها

تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام جي حق ۾ پنهنجي دعا نہ ڪري ها ۽ عورت جي چوڻ تي گمراهہ نہ ٿئي ها!

**6- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو تہ هڪ واهڻائي شخص جي هڪ شهري سان تمام گهڻي دوستي هئي، ۽ اهو ان وٽ گهڻو ڪري اچي مهمان ٿيندو هو! شهري دوست خدمت ۾ ڪوتاهي نہ ڪندو هو ۽ واهڻائي هر ڀيري ان کي دعوت ڏئي چوندو هو تہ جي مهرباني ٿئي تہ ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي، جو ديهہ جا دوست ۽ ماڻهو توهان لاءِ مشتاق آهن! ويچاري شهري سفر جي تڪليف ڪڏهن نہ سني هئي، جنهن ڪري لهرائين پي، آخر ان جي گهڻين عاجزين سان پنهنجن ٻارن ٻچن سميت ان واهڻائي دوست جي دعوت تي تيار ٿيو ۽ سنبري هليو، آخر سفر جون تڪليفون جنهن لاءِ ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**سفر اگرچہ نقطہ کمترازسقراست ، ولے عذاب سفرازسقر زيادہ تراست**

(سفر جو اگرچہ لفظ سقر کان هڪ نقطو ڪٽل آهي، پر سفر جو عذاب سقر (دوزخ) کان زيادہ آهي!)

حديث شريف ۾ آهي "السفر سقرولو کان ميلا" (يعني سفر دوزخ (جو عذاب) آهي اگرچہ هڪ ميل هجي) ويچارو اهي سڀ سور سهي اچي واهڻائي جي ديهہ ۾ پهتو ۽ ان جي گهر جو ڪڙو ڪڙڪايائين؟ پر جواب ڪوبہ نہ آيو گهڻي مدت کان پوءِ واهڻائي ٻاهر آيو ۽ پڇيائين تہ ڪير آهين؟ چيائين تہ اٺون تنهنجو دوست شهري آهيان ۽ تنهنجي دعوت تي آيو آهيان، واهڻائي سڀ يارهون ٽوڙي چيو تہ اي احمق! توکي ڇا ڇاٽان؟ مان صوفي ماڻهو آهيان، مان پاڻ کان بہ خبر نٿو رکان ڇا جي واقفيت؟ شهري ويچارو گهر کان پري سرديءَ جي موسم ۾ ننڍن ٻارن سان گڏ ڏاڍو پريشان عاجز ٿيو! ۽ نااميد ٿي چيائين تہ جي سالن جي دوستي وساري ڇڏيئي تہ خدا واسطي ٻارن کي سردي کان بچائڻ لاءِ ڪا جاءِ ڏس تہ اڄوڪي رات آساني سان گذاريون؟ واهڻائي چيو جاءِ ڪابہ نہ آهي، فقط باغ ۾ باغ جي نگهبان جي بينڪ آهي، جي اتي رهين تہ تير ڪمان کڻي سڄي رات باغ جي نگهباني

ڪندين، تہ مٿان باغ جو ميوو گدڙ کائي وڃن ۽ نقصان ڪن؟ ۽ جيڪڏهن توکان ڪو قصور ٿيو تہ سپاهي سزا جو حقدار ٿيندين! پوءِ لاچار انهيءَ خدمت کي پنهنجي مٿان کڻي ٻارن ٻچن کي ان جاءِ ۾ ويهاري پاڻ تير ڪمان کڻي گدڙن کان نگهبان ٿيو! اڌ رات کان پوءِ واهڻائي جو ڪودڙو اچي باغ ۾ پيو، رات جي اونداهي ڪري گدڙ سمجهي، تير هنيائين تہ ڪودڙو بر وقت مري ويو! اتفاقاً تير لڳڻ وقت ڪودڙي کان ٽنٽ نڪري پيو، واهڻائي ان وقت ڪاوڙجي باغ ۾ ڏڪندو آيو ۽ چيائين تہ تو منهنجو ڪودڙو ماري ڇڏيو؟ شهري چيو تو ڪيئن سڃاتو؟ چيائين تہ مون پنهنجي ڪودڙي جو ٽنٽ سڃاتو! شهري دوست ڏورابو ڏيندي چيو تہ افسوس صد افسوس تنهنجي ان بيخوديءَ تي جو سالن جي دوستي وساري مون کي نہ سڃاتئي ۽ اڌ رات جو پنهنجي ڪودڙي جو ٽنٽ سڃاتئي؟ پوءِ پير سائين جن فرمايو تہ شهري مرد مان مراد اهل جمع جا (وحدت وارا) آهن ۽ واهڻائي مان مراد اهل فرق جا (ڪثرت وارا آهن) جيڪڏهن شهري جمع ڇڏي فرق جي ديهہ ۾ ايندو تہ ان سان اهڙي حالت ٿيندي، جهڙي ان شهري سان ٿي، جيڪو شهر مان ديهہ ۾ پهتو هو! هتي مولوي معنوي قدس سره فرمايو آهي:

**ده مرو ده مرد را احمق کند - عقل رابي نور وبي رونق کند**

(ٻهراڙي ۾ نہ وڃ، جو ٻهراڙي ماڻهوءَ کي بيوقوف ڪندي، ۽ عقل کي انڌو ۽ بي رونق ڪندي آهي!)

حديث شريف ۾ آهي: "من ترسق يوما فقد تحمق شهرا ومن ترسق شهرا فقد تحمق دهرا" (جيڪو ٻهراڙي جي جاهلن سان هڪ ڏينهن گڏ ويٺو تہ مهينو بيوقوف رهندو، پر جي مهينو گڏ رهيو تہ سڄي حياتي بيوقوف رهندو) پوءِ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ هن زماني جا صوفي جيڪي بيخوديءَ جو دم هڻن ٿا انهن جو حال ان واهڻائي وانگر آهي، جو سندن گڏهہ کي ٿوري ايذاءُ اچڻ سان (جنهن مان مراد نفس آهي) خودي ۾ اچن ٿا ۽ بي چين ٿين ٿا.

**7- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن هي آية شريف پڙهي: "مالهذالرسول ياڪل الطعام ويمشي في الاسواق" عجيب بيان ۽ معنائون

فرمايائون پئي! (يعني هي خدا جو رسول ڪيئن هوندو، جيڪو طعام ڪائي ٿو ۽ بازارن ۾ هلي ٿو) ان جي حقيقت مولوي قدس سره مثنوي ۾ بيان فرمائي آهي:

**گفت اينک مابشر ايشان بشر - ماو ايشان بستہ خوابيم وخور**

(چيائون اسان بہ بشر تہ اهي بہ بشر آهي، اسان ۽ اهي کائڻ ۽ ننڊ جا پابند آهيون)

**اين ندانستند ايشان از علي - هست فرقے درميان بے انتها**

(هي انهن انڌن انڌائپ ڪان نہ سمجهائون، جو انهن جي وچ ۾ وڏو فرق آهي!)

**اين خورد زايد همہ بخل وحسد وان خورد زايد همہ نور احد**

(هي جڏهن کائي تہ حسد ۽ بخل پيدا ٿئي، ۽ هو کائي تہ خدا جو نور پيدا ٿئي ٿو!)

**8- نقل:** قاضي محمد شفيع هالاڪنڊيءَ جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ رات عشا جي وقت حضرت پير سائين قدس سره جن مسجد جي اندرئين مصلي تي ويٺا هئا، مريدن مان هڪ مريد اچي عرض ڪيو تہ حضرتا! مون کي سيد جان شاه مليو هو! جنهن چيائين تہ آئون الله آهيان، مون کي سجدو ڪر؟ مون ان کي چيو تہ تون الله نہ آهين! وري چيائين تہ جيڪڏهن توکي منهنجي الوهيت ۾ شڪ هجي تہ پنهنجي مرشد کان وڃي پڇ؟ جو آئون واقعي الله آهيان يا نہ؟ پير سائين جن فرمايو تہ خدا جي الوهيت ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي ۽ هي جيڪو پنهنجي الوهيت جو ثبوت ۽ يقين ٻين کان ڪرائي، اهو خدا ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ ان جي دعويٰ دغا ۽ دوکو آهي؟

**خدا سڃاڻڻ سَـرُو پاڻ سڃاڻڻ ڏک، تان تان ڪج مسڪ، جان جان پاڻ سڃاڻ نہ لهين؟**

(يعني خدا سڃاڻڻ آسان آهي ۽ پاڻ سڃاڻڻ تمام ڏکيو آهي، تيستائين آسودو نہ ٿيءُ جيستائين پاڻ کي نہ سڃاڻين!)

**9- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن حيدرآباد جي قلعي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا، ۽ انهيءَ سفر ۾ صاحبزادو حضرت تجر ذڻي رحمة الله عليہ بہ گڏ هو! جڏهن مير ڪرم علي سان ملاقات فرمايائون، تڏهن انهن تمام عاجزيءَ سان عرض ڪيو تہ حضرتا! اسان ٻڌو آهي تہ پير سائين جن مثنوي شريف گهڻو پڙهندا آهن ۽ ان جا نقطا بيان فرمائيندا آهن؟ پاڻ

فرمايائون ته ضرور پڙهندا آهيون! مير عرض ڪيو ته حضرتا! اسان کي به ڪجهه ٻڌايو؟ پاڻ فرمايائون ته اسان وٽ مثنوي موجود نه آهي، پوءِ مير مراد علي پنهنجي مثنوي گهرائي پير سائين جن کي پيش ڪئي، پاڻ عبارت آهستي پڙهيائون ۽ اها سندن عادت مبارڪ هئي، ان وقت حضرت تجر ڏٽي رحمة الله عليه عرض ڪيو ته حضرتا! جي حڪم ٿئي ته مثنوي جي متن کي آئون پڙهان؟ پير سائين جن صاحبزادي کي فرمايو ته پڙهه! پوءِ صاحبزادي ٻه ٽي بيت لاڳيتا پڙهيا ٿي، ۽ پاڻ ڪرين انهن جون معنائون بيان فرمايائون ٿي! پر اهي حقيقتون جيڪي اڳي بيان فرمائيندا هئا! انهن مان ڪجهه به نه بيان فرمايائون فقط وقت ٽاري ڇڏيائون! پير سائين جن جڏهن اتان اوطاق ڏانهن اچي رونق افروز ٿيا! تڏهن عرض ڪيو ويو ته حضرتا! اڄ مثنوي مان ڪابه حقيقت بيان ڪونه فرمايو؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته ڪنهن جي اڳيان معنائون بيان ڪريون ها؟ ڇو ته اهي حقيقت جي سمجهڻ کان بي خبر آهن! پوءِ وقت ٽاري ڇڏيوسون! هڪ بزرگ فرمايو آهي:

**رموز خاصگان عاميان چه دانند - حديث پختگان خامان چه دانند**

(خاص ٻانهن جا ارشاد عام ڪيئن ڄاڻندا. يقين وارن جون ڳالهيون بي يقين ڪيئن سمجهندا؟)

**10- نقل:** حاجي احمد فقير ٽالپر نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ بادشاهه کي ٻه ٻانها هئا! هڪ ٻانهي جي بادشاهه سان دل هئي ۽ ٻيو محبت کان خالي هو! بادشاهه ٻنهي کي دولت ڏيئي ڪنهن ولايت ڏانهن واپار واسطي موڪليو، جڏهن ان ولايت ۾ پهتا تڏهن جنهن جي بادشاهه سان محبت هئي انهيءَ حڪم موجب نفعي وارو سامان واپار لاءِ ورتي، رات ڏينهن فرقت سبب انتظار ۾ رهيو، ۽ ٻي ٻانهي جنهن جي بادشاهه سان محبت نه هئي، حڪم کان منهن موڙي، ڪنهن شخص جي هڪ ٻانهيءَ تي عاشق ٿي، بادشاهه جي دولت ان جي وصال لاءِ خرچ ڪري ڇڏيائين ۽ ڪوبه واپار جو سامان نه ورتائين، فقط ٻانهيءَ جي عشق ۾ خوش ٿي بادشاهه کي وساري پرديس کي پنهنجو وطن سمجهي بي غم ٿي ويهي رهيو، اوچتو بادشاهه جو قاصد ٻنهي ٻانهن کي وٺڻ لاءِ آيو! پوءِ جنهن ٻانهي جو بادشاهه سان عشق هو ان کي ته خوشيون حاصل ٿيون!

هڪ ته فائدي واري واپار جو سامان وٺي تيار ڪري رکيو هئائين! ٻيو بادشاهه جي ديدار لاءِ قاصد سان خوش ٿي روانو ٿيو! ۽ ٻي ٻانهي کي ٻه غم ٿيا هڪ ته بادشاهه جو مال ضايع ڪيائين ۽ حڪم ڪان منهن موڙائين ٻيو محبت واري ان ٻانهي جي جدائي، انهن ٻن سببن ڪري ان کي اها ولايت ڇڏڻ ڏاڍي ڏکي لڳي، پر وڃڻو پيو! پوءِ پاڻ ڪريمن ارشاد فرمايو ته انساني مخلوقات به ان بادشاهه جي ٻانهن وانگر ٻه قسم آهي ۽ حقيقي بادشاهه الله تعاليٰ آهي ۽ مال انساني نفس جي روڪڙ آهي ۽ عمل صالح ۽ چڱا اخلاق واپار جا اسباب آهن، ۽ دنيا ان ٻانهيءَ وانگر آهي ۽ هي فاني دنيا ٻي ولايت وانگر آهي، پوءِ جيڪو انسان پنهنجي دم کي هن دنيا ۾ چڱن ڪمن ۾ خرچ ڪندو، گوياڪ واپار جو سامان خريد ڪيو اٿس ۽ جيڪو ڪميڻي دنيا ۾ مشغول ٿيو ۽ پنهنجي پساهن کي حرص ۽ حوس ۾ خرچ ڪيائين ته اهو ڇڙڪ ٻانهي تي عاشق ٿيو آهي، ۽ جڏهن سندن سيئي پساهه خرچ ٿي ويندا ته حقيقي بادشاهه جو قاصد عزرائيل عليه السلام ٻنهي انسانن کي وٺڻ لاءِ ايندو؟ پوءِ جنهن پنهنجا پساهه چڱن عملن ۾ خرچ ڪيا هوندا ۽ منع ڪيل شين ڪان رکيو هوندو ته اهوخوشيءَ سان يار جي ديدار لاءِ قاصد سان هلندو! پر جنهن پنهنجا پساهه الله تعاليٰ جي نافرمانيءَ ۾ خرچ ڪيا هوندا، ان کي هي دنيا ڇڏڻ ڏاڍي ڏکي لڳندي، پوءِ لاچار قادر جبار جي حڪم سان قاصد عزرائيل عليه السلام سان روانو ٿيندو پر اهو قرب جي دولت ڪان محروم رهندو!

**11- نقل:** حضرت صاحبزاده ميان هدايت الله شاهه نقل ڪريٿو ته قلات جي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن سان گڏ هئاسون! اوچتو وات تي هڪ وڏو جبل اچي ويو ۽ وات به جبل جي مٿان هئي، پاڻ جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي ويا! تڏهن فقيرن کي خوش طبعي مان فرمايائون ته هڪ وڏو پٿر مٿان اڇلايو؟ جڏهن فقيرن پٿر هيٺ اڇلايو، ان وقت قاضي محمد اڪرم لاڙڪاڻي جو رهندڙ جيڪو توحيد جي حالت ۾ هو، اهو هيٺان اچي رهيو هو ان جڏهن پٿر کي مٿان ليٿندو ڏٺو، تڏهن وٺي ڀڳو! پير سائين جن ان کي ڀڄندو ڏسي مرڪي فرمايائون ته اي يار! ڇا هي توحيد آهي؟ توحيد

اها آهي ته جيڪڏهن پنهنجي مٿان يقيناً ڪا مصيبت اچي پوي ته اکيون ۽ڪن بند ڪري ويهي رهي:

**اگر زکوه فرو غلطد آسیا سنگے - نه عارفست از راه سنگ برخیزد**

(جيڪڏهن جبل کان ڪو وڏو پٿر هيٺ اچي ٿو، اهو عارف نه آهي جيڪو پٿر جي وات کان اٿي وڃي!)

**12- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان فرمايو ته جڏهن مؤمن پل صراط تي قدم رکندو! تڏهن دوزخ چوندو ته: رح رح يا مؤمن، ان نورک ليطفي ناري! (يعني اي مؤمن جلد جلدي گذري وڃ، تنهنجو نور منهنجي باهه کي وسائي ٿو) پوءِ پير سائين جن فرمايو ته هي جهان دوزخ وانگر آهي! جيڪو مصيبت کي برداشت ڪندو ۽ اصل حالت کان نه ڦرندو ۽ ان تي صبر سان راضي رهندو ته ان کي ايمان جو نور جيڪو حديث ۾ بيان ٿيل آهي نصيب ٿيندو پر جيڪو مصيبت وقت بي صبر ٿيندو! ان کي اهو نور نصيب نه ٿيندو.

**13- نقل:** بچو فقير منگريو درگاهه مبارڪ جو رهندڙ نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن کي تپ آيو هو، ۽ جنهن وقت پاڻ مسجد شريف ۾ آرام فرمائي رهيا هئا ان وقت خالد نالي گهمرو طبيعت پڇڻ لاءِ خدمت ۾ حاضر ٿيو! پاڻ ان کي خوش خير عافيت ڪيائون! خالد عرض ڪيو ته حضرنا! اسان کي ته تپ گهڻن گناهن جي ڪري ايندو آهي، پر اوهان کي ڪهڙي سبب؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته گنهگارن کي تپ گناهن جو ڪفارو آهي ۽ نيڪن لاءِ چڱاين ۾ ترقي لاءِ آهي!

# فصل ٽيون

## حيواني ۽ انساني عقل!

**1- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ولايت ۾ مستقل بادشاهي نه هوندي هئي! بلڪ ان ولايت ۾ رواج هو، جو اتان جا امير گڏجي ڪنهن کي بادشاهه بنائي ڇڏيندا هئا، پوءِ هڪ سال ان جي هر لحاظ کان تابعداري ڪندا هئا، ۽ جڏهن سال پورو ٿيندو هو، تڏهن ان کي وٺي درياهه ۾ اڇلائي، واپس شهر ڏانهن موٽندا هئا! ۽ واٽ ۾ جيڪو پهريان ملندو هو، ان کي تخت تي ويهاريندا هئا، پوءِ سڄو سال ان جي حڪم جي ذرو برابر به مخالفت نه ڪندا هئا ۽ سال گذرڻ بعد ان کي به درياهه ۾ ٻوڙي ڇڏيندا هئا! اهڙي طرح هڪ دفعي بادشاهه کي ٻوڙيو آيا ٿي، ته واٽ تي هڪ هوشيار شخص انهن سان مليو! جنهن چيو ته توهان مون کي ڪاڏي ٿا وٺي وڃو؟ چيائون ته توکي بادشاهه ڪريون ٿا! هن چيو ته توهان مون کي سڃاتو آهي، توهان منهنجي حسب نسب کي نٿا ڄاڻو ته مان ڪير آهيان؟ چيائون ته اسان کي تنهنجي حسب نسب سان ڪوبه ڪم نه آهي، اسان کي جيڪو به واٽ ۾ ملندو آهي، اسان ان کي تخت تي ويهاريندا آهيون ۽ سڄو سال ان جي حڪم کي مڃيندا آهيون! آخر ڪار پراڻي رسم موجب ان کي تخت تي ويهاريائون ۽ ان جي تابعداري باقاعده ڪيائون! گهڻي مدت گذرڻ بعد بادشاهه دربار جي ڪارڪنن کي چيائين ته هي عجيب رسم توهان جي ملڪ ۾ آهي، جو هڪ بادشاهه کي درياهه ۾ ٻوڙي ٻي کي واٽ مان وٺي قائم مقام بنايو ٿا، ۽ سال گذرڻ بعد ان کي به غرق ڪريو ٿا، ۽ ٻي کي تخت تي ويهاريو ٿا! جواب ۾ چيائون ته اي بادشاهه! هن ولايت ۾ هيءَ رسم پراڻي آهي! هاڻي نڪري نه سگهندي! ان ڪانپوءِ ان هوشيار مرد، تدبير ڪري اڳين بادشاهن جو خزانو گڏ ڪري، هڪ قلعو درياهه جي جزيري (ٻيٽ) ۾ نهرائي، ان ۾ اهو خزانو جمع ڪرايائين ۽ هڪ وڏو شيشو به نهرائي درياه ۾ رکرايائين، جيڪو درياهه جي ڪناري کان وٺي ان جزيري تائين پهتو ٿي جڏهن ان جي بادشاهي جي مدت اچي پوري ٿي! پوءِ ان

وقت هڪ ٻيڙي ٻه نهرائي ان شيشي جي پرسان ٻڌرايائين ۽ ان کي جڏهن پراڻي رسم موافق درياهه ۾ اڇلايائون ته ان وقت هوشيار مرد ٻيڙي تي سوار ٿي شيشي واري وات وٺي وڃي پنهنجي قلعي تائين سلامتي سان پهتو! ۽ اتي خوش ٿي ويٺو! پوءِ پاڻ ڪريمن هن نقل مان عجيب نڪتا بيان فرمايا ته اهو داناءُ مرد مثال عارف جو آهي. جيڪو پاڻ کي هن جهان ۾ (حديث شريف جي موافق: ”کن في الدنيا کانک غريب اوعابرالسبيل) مسافر سمجهي هُن جهان ڏانهن وڃڻ جي تياري ڪري ٿو! پوءِ جڏهن مقرر مدت اندر هن جهان مان هن جهان ڏانهن وڃي ٿو ته اتي ٻه ان بادشاهه وانگر هن جو قلعو نهيل هوندو. ۽ دنيا وارا ازلي بدبخت انهن بادشاهن وانگر عاقبت جي فڪر کان غافل هجڻ ۽ نفساني لذتن ۾ مشغول هجڻ ڪري سال ڪانپوءِ آخر اونهي درياهه ۾ ٻڏن ٿا!

**2- نقل:** حاجي احمد فقير ٽالپر شورو نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته عقل ٻه قسم آهي! هڪ انساني ۽ ٻيو حيواني! عقل حيواني چوپاين جو آهي. جنهن سان هو. گاهه پاڻي جي طلب ڪن ۽ هڪ ٻي سان ملن پنهنجي ننڍي وڏي ٻچي کي سڃاڻن ۽ انهن کي پالن ۽ کير وغيره ڏين ٿا. جيڪڏهن ماڻهن جي پوک ۾ پون ٿا ته انهن کي ڏنار ٻن سببن جي ڪري نه ٿا ڇڏين! هڪ ته جيڪڏهن ماڻهن جي پوک کائيندا ته ڏنارن کي جهٽڪ تيندي. ٻيو ته چوپاين جا مالڪ ٻه ڏنارن کي تنبيهه ڪندا! ۽ وري چوپايا سمجهن ٿا ته ڏنار اسان سان دشمني ٿا ڪن. جو پوک چرڻ کان روڪين ٿا چوپاين جو پوک کائڻ هڪ عيش آهي. اهي جڏهن ٻيل کان بند تيندا آهن پوءِ انهن جو عيش بدمزگي سان بدلجي ويندو آهي ۽ انهن کي چڏ ڻ مشڪل ٿي پوندو آهي! اهڙي طرح تمام خلق جو عقل ٻه حيواني عقل آهي جو ته عام ماڻهن کي. جيڪڏهن اولياءالله ۽ عالم سڀورا بدڪارين ۽ گناهن ۽ يتيمن جي مال کي ناحق کائڻ ۽ زنا ۽ ريا کان روڪين ٿا ۽ عبادت. ديانت. امانت ۽ شرعي حدن جي حفاظت لاءِ چون ٿا. ته اهي چوپاين وانگر سمجهندا آهن ته اسان کي عيش کان منع ڪن ٿا ۽ پنهنجي بي عقلي سبب

نٿا سمجهن، جو اهي ڪين دوزخ کان ڇڏائي بهشت جي واٽ ڏيکاربن ٿا:

**نفس بانفس ديگر چون يارشد - عقل جزوي عاطل وبيڪارشد**

(نفس جڏهن ٻي نفس سان گڏجي ويو، تڏهن عقل بيڪار ۽ بي فائده ٿي ويندو آهي)

۽ عقل انساني نيبن سڳورن جو عقل ۽ خدا جي ولين جو عقل آهي!

**3- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن اسڪلڪو شهر (جيڪو قلات جي پرسان آهي) مان روانگي فرمائي، قلات جي اتر طرف ڪنهن بروهي فقير جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا! اتي هڪ مجذوب شخص ڇربائپ کان فقيرن جي جماعت ۾ خوش ٿيندو، بيت پڙهندو ڦربو پئي! پير سائين جن ٻانهي کي فرمايو ته هن شخص کي ڏس جو مجذوب هوندي ٻه هڪ جنس وارن کي ڏسي خوش ٿيو آهي ۽ غزل پڙهي ٿو! پوءِ هڪ ٿڌي آهه ڀري فرمايائون ته دنياوي عقل کان، ديوانگي جو مرض ڀلو آهي، جو ديوانگي واري تي شرعي تڪليف ته معاف آهي!

**4- نقل:** غلام محمد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو ته هن ڏينهن هن ٻانهي ۽ احمد فقير، ٻنهي سفر ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن جي قدم بوسي ڪئي سين! پيرن چمڻ کان پوءِ، آئون ادب جي ڪري ٻري وڃي ويٺس ۽ احمد فقير جيڪو مجذوب الحال هو، سو ويجهو ويٺو! پوءِ پاڻ ڪرمن ارشاد فرمايو ته احمد فقير مجذوبي سبب تمام ويجهو اچي ويٺو ۽ غلام محمد عقل سبب ٻري وڃي ويٺو آهي! اي عزيز! جنهن عقل جي پير سائين جن شڪايت فرمائي اهو عقل معاد نه بلڪ عقل معاش آهي، جنهن جي گهر کائڻ، سمهڻ ۽ پوشاڪ ڍڪڻ آهي، ان کي جزوي عقل چوندا آهن! مولوي صاحب قدس سره ان جي خبر ڏني آهي:

**عقل جزوي گاهه چيره گهه نگون - عقل ڪلي ايمن از ريب المنون**

(دنياوي عقل ڪڏهن نيڪ ته ڪڏهن اونڌو هوندو، پر عقل ڪل، زماني جي هر فريب کان محفوظ هوندو آهي!)

# فصل چوٿون

## نيڪ بختي ۽ بدبختي

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن کان ڪنهن ماڻهوءَ سوال ڪيو ته حضرتا! اوهان ڪريمن جا مريد گهڻا ئي ٿا ۽ حال ۽ وجد به نصيب ٿئين ٿو! پر گهڻي مدت کان پوءِ ڪن کي هميشه حالت رهي ٿي ۽ ڪن کان زائل ٿي وڃي ٿي، مگر پوءِ به هو نماز نٿا پڙهن؟ پير سائين جن جواب ۾ نقل ارشاد فرمايو ته هڪ ڦاهي اڏيندڙ، پنهنجي ضرورت لاءِ ڪبوتر کي شڪار ڪرڻ واسطي ڦاهي اڏي، ۽ ڪبوتر جي شڪار ڪرڻ لاءِ ڪڻڪ جا داڻا چونڊ وڌائين! اتي هر جنس جا پکي اچي گڏ ٿيا ۽ اُن ڪاڏائون پٺي ته شڪاري ڪبوتر جي شڪار ڪارڻ ٻين پکين کي نه اڏايو، ۽ جڏهن ڪبوتر اچي ويو، تڏهن ڪٽي ڦاهي پکين مٿان وڌائين ته ڪيترا پکي ڦاسي پيا! پوءِ جيڪو ڪبوتر گهربل هيس، اهو ڪڍي ذبح ڪيائين ۽ ٻين پکين کي ڇڏي ڏنائين، ڇو ته ان جي ڪم ۾ نٿي آيا! اهڙي طرح ڪامل ولي به طلب جو چار هر ننڍي وڏي مٿان پکيڙي ٿو، ۽ چونڊ به وجهي ٿو مقصد انهن سڀني مان هڪ سچو ۽ مضبوط مريد هوندو آهي! هتي مولوي قدس سره جو مقولو نشاني ڏي ٿو:

**صد هزاران طفل سربه بريده شد - تا کليم الله صاحب ديده شد**

(لکين ٻارن جي قتل کان پوءِ ئي، ڪليم الله، نظر (بصيرت) وارو ٻار پيدا ٿيو!)

**2- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ بزرگ هميشه وعظ ڪندو هو ۽ ماڻهو ان جي وعظ کان متاثر ٿيندا هئا، هڪ دفعي خيال ڪيائين ته هن ملڪ مان نڪري ٻي ملڪ ڏانهن وڃان ۽ اتي وڃي وعظ ڪريان، شايد اتان جي ماڻهن کي منهنجي وعظ مان گهڻو فائدو حاصل ٿئي؟ ان نيت سان پنهنجي ملڪ کي ڇڏي ٻي ملڪ ۾ ويو ۽ اتي رهي وعظ شروع ڪيائين! پر ڪنهن کي به اثر پيدا نه ٿيو، مگر هڪ ٻاهر پوڇيندڙ شخص اچي چيو ته منهنجي دل ۾ اسلام قبولڻ جو اهڙو شوق آهي، جو هيئنر ئي جيڪر مسلمان ٿيان! پر منهنجو پيءُ پيرسن آهي، ان جي خدمت

ڪندو آهيان، ۽ اهو جڏهن به فوت ٿيو، ان وقت اسلام ۾ داخل ٿيندس! پر تيستائين تون اسان وٽ ايندو ويندو رهجانءِ؟ جڏهن ان جو پيءُ مري ويو تڏهن وري ان واعظي ان کي اسلام ۾ داخل ٿيڻ لاءِ چيو؟ باهه پوڄيندڙ چيو ته به ٽي ڏينهن مهلت ڏي، جو اسان جا عزيز مائٽ هر طرف کان تعزيت لاءِ اچن ٿا، اهي ٽي واپس وڃن، ان وقت ٿي اسلام تي ايمان آڻيندس! ٽي ڏينهن ان باهه پوڄيندڙ پنهنجي رسم موافق مجلس قائم ڪري ماڻهن کي ويهاري شراب خوري شروع ڪرايائين ۽ باهه پوڄيندڙ، ان واعظي کي به دعوت ڏيئي انهن مجوسي ڪفارن جي مجلس ۾ وٺي آيو! ۽ هڪ جاءِ تي ويهاريائينس ۽ خادم اتي هڪ شراب جي شيشي مان گلاس پريو، هر هڪ کي واري واري سان ڏيندو رهيو! پوءِ جڏهن واعظيءَ جو وارو آيو، تڏهن ان کي به هڪ گلاس شراب جو پري ڏنائين! واعظي شخص پهريان ته انڪار ڪيو پر ان وقت اهو باهه پوڄينيدڙ اتي حاضر هو، جنهن اسلام قبولڻ جو واعدو ڪيو هو، انهيءَ چيو ته اي يار! منهنجن عزيزن جي مجلس ۾ مون کي شرمسار ۽ بيوقار نه ڪر؟ هن شراب کي پيءُ ڇو ته جيڪڏهن هن وقت شراب پيئنديں ته مجلس وارا به سمجهندا ته هن بزرگ اسان جي موافقت ڪئي آهي! پوءِ اسان تي به لازم آهي ته ان جي فرمانبرداري ڪريون، ان ڪري اسلام ۾ ٻيا به گهڻا داخل ٿيندا، آخرڪار انهيءَ شخص واعظيءَ کي شراب پياري ڇڏيو! ۽ واعظي شخص پنهنجي دين کي انهن جي چوڻ سان شراب پيئڻ ڪري برباد ڪري ڇڏيو! ۽ پڻ شراب پيئڻ کان پوءِ مستي ۾ هن کان ڪو غلط ڪم به پيدا ٿي پيو! جنهن ڪري ڪيس قتل ڪيو ويو! مثنوي ۾ مولوي معنوي قدس سره فرمايو آهي:

**ذره کاندر همه ارض وسما است، جنس خودرا همچو کاه وکهر باست**

(زمين ۽ آسمان ۾ جيڪو به ذرو آهي، سو پنهنجي جنس لاءِ مثل چقمق ۽ مقناطيس جي آهي!)

**ناريان مرناريانرا جاذب اند، نوريان مرنوريانراطالب اند**

(باهه وارا باهه وارن کي ڇڪيندا آهن، نور وارا خاص نور وارن جا طالب آهن)

**اهل باطل باطلان رامي ڪشند، اهل حق بااهل حق هم سرخوش اند**
(باطل وارا باطل وارن کي ڇڪيندا آهن، حق وارا حق وارن سان خوش رهندا آهن)

**طيبات آمد برائے طيبين ، للخبيثين الخبيثات است همين**
(پاڪ شيون، پاڪن لاءِ آيون، پليت شيون پليتن لاءِ پيدا ٿيون آهن)

پاڻ ڪريمن هتي فرمايو ته واعظي شخص اگرچه چڱو ڪم ڪيو ٿي، پر ان جي نيت تڪبر جي هئي ته منهنجي وعظ مان انهن کي فائدو ٿئي ٿو؟! ان ڪري گمراهي ۾ ا نڌو ٿي پيو ۽ گمراهي کان ڪافر ٿي مئو! (نعوذبالله منها!)

**3- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو ته حضرت موسيٰ عليه السلام جي زماني ۾ هڪ وڏو حڪيم پراڻو تجربي گار ظاهري علم ۾ ماهر هو! پر وقت جي نبي سڳوري جي پيروي کان محروم هو! هڪ ڏينهن حضرت موسيٰ عليه السلام ان کي فرمايو ته تون علم جو سنو چور آهين پر تنهنجو فيض جاهلن لاءِ آهي! پير سائين جن هتي فرمايو ته هن جهان جي گهٽي سمجهه ٻنهي جهانن ۾ محرومي آهي! جيئن مذڪوره حڪيم ايمان ۽ اسلام جي دولت کان محروم رهيو، ۽ وقت جي نبي سڳوري جي پيروي کان بي نصيب ٿيو:

**قابليت اين جهان شيطانگي است - هرڪه آن شيطان بود قابلتراست**
(هن جهان جي قابليت شيطانپ آهي، جيڪو شيطان هوندو سو، وڌيڪ قابل هوندو)

**4- نقل:** هڪ دفعي هي ٻانهو(**جامع ملفوظات**)درگاهه مبارڪ کان موٽيو، پنهنجي ڳوٺ آيو پئي جڏهن نصرپور پهتس، اتي قاضي غلام رسول، جيڪو حضرت پير سائين قدس سره جن جو پڪو مريد هو، ۽ مون سان اڳ ۾ واقفيت نه هيس، تنهن مون کي دعوت ڏيئي ٽڪايو ۽ گهٽي مهمان نوازي ڪيائين، رات جو جڏهن قاضي صاحب ڪچهري لاءِ آيو! تڏهن ڳالهيون ڪندي چيائين ته هيڪر هي غلام درگاهه مبارڪ تي پير سائين جن جي قدم بوسي کان مشرف ٿيو هو، پاڻ جماعت ۾ بيان فرمايائون ته خليفي (يعني

هن ٻانهي) کي ٻه مهينا لڳاتار، الله تعاليٰ کان تلقين ڪرڻ جو حڪم ٿيس ٿي ۽ هو ان وقت اثبات ۽ نفي جي ذڪر ۾ هو! تنهن انهيءَ حق جي امر کي ٻه نفي ڪيائين ٿي! ان کان پوءِ زبردستي ڪيس حڪم جو تابعدار ڪيوسون، ۽ پير سائين جن هيئن به فرمايو ته پيا سڀ الله تعاليٰ کي گهرن ٿا پر خليفي کي الله تعاليٰ گهري ٿو!

**5- نقل:** هڪ ڏينهن حافظ زين الدين رحمة الله عليه جيڪو حضرت ميان صاحب قدس سره جن جو مريد هو، مون کي حضرت ميان صاحب جن کان نقل ٻڌايائين ته هڪ لوهر کهڙن جي شهر ۾ رهندو هو، جڏهن حضرت ميان صاحب جن کهڙن ۾ ايندا هئا، ۽ ان جي دڪان کان لنگهندا هئا ته ان وقت هن کي ڏسي فرمائيندا هئا ته هي لوهو طلب جي مضبوط طاقت رکي ٿو، جيڪڏهن طلب ڪري ها ته ڪمال حاصل ڪري وڃهي ها، پر جنهن کي طاقت هوندي آهي، اهو طلب نه ڪندو آهي! ۽ ٻيا بي طاقت طلب ڪندا آهن ۽ انهن طاقت وارن کي طلب حاصل نه ٿي ٿئي! ٻانهي اها ڳالهه ميان قابل شاهه کي ٻڌائي ميان موصوف چيو ته عجب آهي، جو طاقت به رکي ۽ خدا جي طلب ۾ سرگرم نه هجي! ائين ٿيڻو ناهي، جنهن کي طاقت هوندي، اهو ضرور حق جو طالب هوندو! ٻانهي چيو ته حضرت ميان صاحب جن جو فرمودو حق ۽ سچو آهي! ان کان پوءِ جڏهن انهيءَ ڳالهه جو بيان، حضرت پير سائين قدس سره جنکان ٻڌوسون تڏهن يقين ڪلي ٿيو!

**6- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان فرمايائون ته حضور صلي الله عليه وسلم جن حضرت امير عمر رضي الله عنه ۽ ابوالحڪم (ابوجهل جو لقب آهي) لاءِ الله تعاليٰ جي دربار مان دعا گهربائون ته خداوندا: اسان جي دين کي انهن مان هڪڙي جي مسلمان ڪرڻ سان طاقت بخش؟ پوءِ اها دعا قبول ٿي ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه کي الله تعاليٰ اسلام تي آندو ۽ پوءِ خليفو ٿيو! ۽ ان جي هٿان دين جي مدد، حد کان گهڻي ٿي ۽ ابوالحڪم هن وڏي نعمت جو لائق نه هو، تنهن ڪري بي نصيب ٿي ابوجهل ٿيو! اي عزيز! حضور صلي الله عليه وسلم جن جي دعا

گهرڻ ابوجهل ۽ امير عمر رضي الله عنه جي حق ۾ ان ڪري هئي، جو ٻنهي مضبوط جبلي طاقت ٿي رکيَ! پر ابوجهل کي ازلي بدبختي ڪفر ۾ رهايو ۽ امير عمر رضي الله عنہ کي ازلي نيڪ بختي خوش نصيب ۽ خليفو بنايو! مولانا روم قدس سره ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

**الشقي من شقيٰ في بطن ام - السعيد من سعد في بطن ام**

(بدبخت اهو جيڪو ماءُ جي پيٽ ۾ بدبخت ٿيو ۽ نيڪ بخت اهو جيڪو ماءُ جي پيٽ ۾ ئي بخت وارو ٿيو!)

**7- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائينءَ قدس سره جن ابراهيم پٽ لڏو نظاماڻي جي فاتحہ خواني لاءِ ديهہ سالار ۾ تشريف فرما ٿيا هئا! بعد ۾ هن ٻانهي (جامع ملفوظات) کي فرمايائون تہ لڏو نظاماڻي طاقت مضبوط رکي ٿو! جيڪڏهن مريدن جي جماعت ۾ داخل ٿئي تہ ڪهڙو نہ سٺو، ۽ فائدي وارو ٿئي؟ پوءِ هن فقير لڏي نظاماڻي وٽ وڃي ڪيس چيو تہ پير سائينءَ جن تنهنجي باري ۾ هيئن فرمايو اٿن، جو جيڪڏهن تون مريدن ۾ داخل ٿئين تہ ڪهڙو نہ چڱو؟ ان جواب ۾ چيو تہ اسان دنيا وارا ماڻهو آهيون، اسان کان چار هزار ذڪر نہ ٿيندو، هن اهو عذر ڏنائين. فقير اها ڳالهہ حضور ۾ عرض ڪئي! پاڻ وري فرمايائون تہ لڏي نظاماڻي کي چئو تہ طريقي ۾ داخل ٿيءُ؟ توکي ذڪر جا چار هزار معاف آهن! ان کان پوءِ ٻانهي انوٽ وڃي پاڻ ڪريمن جو فرمودو بيان ڪيو ۽ تلقين وٺڻ لاءِ گهڻو شوق ڏياريو! ليڪن افسوس جو، هو ازلي بدبختي جي ڪري مايوس ۽ محروم رهيو!

**8- نقل:** حضرت پير سائينءَ قدس سره جن نقل بيان فرمايو تہ ٻہ انڌا هئا هڪ مادرزاد انڌو هو ۽ ٻيو پوءِ ماتا جي ڪري انڌو ٿي پيو هو! هڪ ڏينهن ٻنهي هڪ ٻي ۾ گڏجي کير پيتو ٿي تہ جيڪو مادر زاد انڌ و هو، ان کير چکي چيو تہ کير تمام مٺو آهي ۽ ٻي چيو تہ تمام اڇو آهي! مادر زاد انڌي چيو تہ اڇو ڪيئن ٿيندو آهي؟ ڇو تہ اڇو رنگ هن ڪڏهن ڏٺوئي نہ هو! ٻي انڌي چيو تہ اڇو، ٻگهہ پکيءَ جهڙو ٿيندو آهي، مادرزاد انڌي چيو تہ ٻگهہ ڪيئن ٿيندو آهي؟ ٻي انڌي ٻانهن ۽ هٿ کي ڏنگو ڪري صورت ناهي

سمجهايائينس ته ان جي ٻچي، ڇهنب ۽ پير هيٺئن ٿيندا آهن! ڇا ٻڪه اهڙو ٿيندو آهي؟ مادر زاد انڌي ڇيو ته پوءِ مان ڪير نه ڪائيندس، منهنجي نڙيءَ ۾ قـاسي پوندو! پوءِ جنهن کي عـارضي انڌائپ هئي، ان ۾ طاقت هئي پر بدصحبت جي ڪري انڌو ٿي پيو هو، ۽ جيڪو مادرزاد انڌو هو ان کي اصل کان ازلي بدبختي جي ڪري طاقت نه هئي، ان ڪري ڪير جيڪا الله جي معرفت آهي ان کان محروم رهيو.

**9- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ٽنڊي سائينداد ٽالپر ۾ جيڪو گهوٽي جي ڪناري تي آهي، تشريف فرما ٿيا هئا! اتي مير غلام علي ٽالپر حضور ۾، حاضر ٿي عرض ڪيو ته حضرتا! اسان جي حويليءَ ۾ زيارت به ڪرايو ۽ هن ٻانهي جي دعوت به قبول فرمايو؟ پير سائين جن فرمايو ته تنهنجي دعوت قبول نه آهي، باقي زيارت ڪرائيندا سون! مير غلام علي ٽالپر جي عرض ڪرڻ وقت ان جو هڪ ملازم ملا محسن نالي به موجود هو! جنهن بلند آواز سان چيو ته حضرتا! هن جي دعوت قبول نه فرمائجو ڇو ته هي توهان جو دل سان معتقد نه آهي؟ تنهن تي پير سائين جن ان کي ٻڌايو ته هڪ ڏينهن حضور صلي الله عليه وسلم جن حضرت ام المؤمنين عائشه صديقه رضي الله عنها جي گهر ۾ ويٺا هئا! ايتري ۾ ڪنهن ٻاهران آواز ڪري سڏ ڪيو! حضرت نبي ڪريم عليه الصلواة والسلام جن ان جي متعلق منافق جو لفظ استعمال فرمايو، سڏيندڙ وري سڏ ڪيو ته پوءِ حضور صلي الله عليه وسلم جن ان وٽ ويا، ۽ جيڪو ڪلهي مبارڪ تي ڪپڙو مبارڪ هين، اهو وڇائي ان کي ويهاربائيون! حضرت عائشه صديقه رضي الله عنها اهو ڏسي عرض ڪيو ته حضرتا! پهرباں هن کي منافق ٿي فرمايو ان کان پوءِ ڪيس هيتري عزت ڏنو؟ جواب ۾ فرمايائون ته اهو پهرباں وانگي ئي آهي، ۽ هي آڌرياءَ اسان جي لائق آهي، جو آئون رحمت للعالمين آهيان.

**10- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن فقير محمد رحيم هاله ڪنڊي جي رهندڙ جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا! پاڻ جڏهن شهر مان مُلن جي محلي ڪان لنگها، تڏهن مُلن جا ڇوڪرا پاڻ ڪريمن کي ڏسي

راند ڇڏي پوڀان ڊڪندا آيا، ۽ پير سائين جن جي گهوڙي جي ٻنهي طرفن کان چنبڙيا هليا! پاڻ جڏهن مسجد کان لنگهائو ٿيا ته ان وقت ملان پيپهري جي نماز پڙهيو ويٺا هئا، ۽ پير سائين جن ڏانهن ڏٺائون پئي، ۽ جماعت ڪين سلام ڏنو، پر انهن مان ڪنهن به سلام نه ورايو! بلڪ خراب منهن ڪيو ويٺا هئا پاڻ جڏهن آخوند رحمت الله جي اوطاق تي گهوڙي تان لهي کٽ تي تشريف فرما ٿيا، ۽ پير مبارڪ جتي مبارڪ جي ڪري هيٺ لڙڪايو ويٺا هئا ۽ اهي ڇوڪرا هٿ سندن پيرن مبارڪن تي رکيو دعا لاءِ پيا سوال ڪن؟ فقير عرض ڪيو ته حضرتا عجب آهي جو، انهن جي وڏن ماڻهن مسجد ۾ اوهان کي ڏسو ويٺي، باوجود علم هجڻ جي، ڪوبه خدمت ۾ نه آيو ۽ هي ڇوڪرا، جن کي راند ڪائڻ پيئڻ کان به وڌيڪ لڳندي آهي، ان کي ڇڏي خدمت ۾ حاضر ٿيا آهن! پاڻ ڪريمن جواب ۾ فرمايو ته هي ٻار گناهن کان بچيل آهن، ان ڪري الله تعاليٰ جي ولين سان پوري نسبت رکن ٿا! ۽ هنن ملن نفساني خواهش کان پاڻ کي دنيا جي ضرورتن ۾ گم ڪري ڇڏيو آهي، ان ڪري هو سڃاڻ کان محروم آهن:

**ڪافران ديدند احمد رابشر - چون نديدند ازوي آن شق القمر**

(ڪافرن احمد ڪريمؐ (صلي الله عليه وسلم) کي صرف بشر ڏٺو، پر انهن چنڊ جي چيرجڻ کي نه ڏٺائون)

**11- نقل:** خليفو لقمان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته سيد الطائفه شيخ جنيد بغدادي قدس سره وڏو جيد عالم هو، طلب ڪرڻ کان اڳي اڃا ڪنهن جو مريد نه ٿيو هو ۽ ان وقت پنهنجي مامي شيخ سري سقطي قدس سره (جيڪو ڪامل ولي هو) جو به معتقد نه هو، بلڪ ان جو منڪر هو! شيخ سري سقطي ان ڪري ڏاڍو پريشان رهندو هو! آخر رب الجليل جي حڪم سان هڪ ڏينهن هڪ هندو عورت شيخ جنيد لاءِ طعام کڻي آئي ۽ ٽي ڏينهن لڳاتار، حضرت شيخ لاءِ طعام آندائين! شيخ موصوف عجب ۾ رهيو ۽ خادم کي حڪم ڪيائين ته ان هندو عورت کان پڇو ته هي روزانه طعام ڇا لاءِ آڻي ٿي؟ خادم جڏهن هندو عورت کان پڇو؟

تڏهن اِن چيائين آئون پاڻ شيخ صاحب کي طعام حاضر ڪرڻ جو سبب بڻائيديس! اها ڳالهہ شيخ جنيد کي ٻڌايائون! پوءِ شيخ صاحب ان کي خلوت ۾ گهرائي پڇيو؟ عورت جواب ۾ چيو تہ آئون توتي عاشق ٿي پئي آهيان! اهو ٻڌي ان جو نفس گناهہ لاءِ تيار ٿيو، ان وقت عورت چيو تہ ڏسي پيو؟ شيخ جنيد چيو تہ ڪير ٿو ڏسي؟ چيائين الله تعاليٰ ڏسي ٿو! شيخ جنيد، جڏهن الله تعاليٰ جو نالو ٻڌو، تڏهن بيهوش ٿي ڪري پيو، ۽ هندو عورت پنهنجي گهر هلي وئي! شيخ جنيد جڏهن هوش ۾ آيو! تڏهن ان عورت وٽ وڃي الازي ٿيو! مائي ان کي جواب ۾ چيو تہ آئون هندياڻي آهيان، مون کي خوار نہ ڪر! پنهنجي مامي شيخ سري سقطي قدس سره وٽ وڃ؟ آئون بہ ان جي مريدياڻي آهيان! ان ڪان پوءِ شيخ جنيد رحمة الله عليہ جي دل ۾ پنهنجي مامي حضرت شيخ سري سقطي قدس سره جي محبت پيدا ٿي ۽ ان جو مريد ٿيو! ۽ آخر ڪمال جي درجي کي پهتو!

**12- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو تہ هڪ ڪافر شخص دنيا ۾ جيڪا بہ نفساني خواهش ڪئي ٿي، اها ان جي پوري ٿي ٿي، آخر جڏهن مرڻ کي پهتو، تڏهن هڪ قسم جي مڇي گهرايائين ۽ مڇي وننڊڙ ميربحر کي چيائين تہ مڇي هن قسم جي آڻي ڏيم؟ پوءِ جڏهن ميربحر دام اڇلائي تہ الله تعاليٰ جي حڪم سان ان جي دام ۾ هر قسم جون مڇيون ڦاسي پيون ۽ جيڪا مڇي ڪافر گهري هئي، اها بہ انهن ۾ موجود هئي، پوءِ اها هن کي آڻي ڏنائين، جيڪا هن تيار ڪرائي کاڌي ۽ ان ڪان پوءِ هي بنا دير مري ويو! ۽ اهڙي طرح هڪ خداوند ڪريم جو طالب هو جنهن سڄي عمر نفس جي مخالفت ٿي ڪئي! پوءِ آخر جڏهن ان جي سڪرات جو وقت آيو، تڏهن ان ڪان پڇيائون تہ ڪا شيءِ پيئندين؟ چيائين جيڪڏهن ماکي جو شربت هوندو تہ پيئندس! پوءِ ماکيءَ جو شربت تيار ڪري، جڏهن ان جي چپن وٽ آندائون! تڏهن الله تعاليٰ فرشتي عزرائيل عليہ السلام کي حڪم فرمايو تہ وڃ بنا دير انهيءَ شربت کي هار، ۽ ان جي روح کي قبض

ڪر؟ ۽ ان فرشتي اٿين ئي ڪيو! پوءِ عرض ڪيائين ته اي پروردگار ان ڪافر جون سڄي عمر جون مرادون پوريون ڪيئي.۽ هن مؤمن جنهن سڄي عمر ۾ ڪا به خواهش نه ڪئي ۽ مرڻ جي وقت هيءَ هڪ خواهش ڪئي هئي، پر اها به حاصل نه ٿيس؟ الله تعاليٰ ارشاد فرمايو ته ان ڪافر شخص ڪي آخرت ۾ ڪو به پاڳو نه آهي، جيڪي هيس اهو ان کي سڀ هن جهان ۾ ڏيئي ڇڏيوسون! ۽ هي شخص مؤمن آهي، جيڪي به نعمتون ان کي ملڻيون آهن، اهي آخرت ۾ کيس ملنديون! ان ڪري ماڪيءَ جو شربت به ان کي آخرت ۾ ڏنو ويندو، هڪ بزرگ کهڙو نه سٺو چيو آهي:

**هرڪہ درين دار مقرب تراست - داغ عنابر جگرش مي نهد**

(جيڪو هن دنيا ۾ ويجهڪ مقرب (مالدار) آهي، اهو پنهنجي سيني تي تڪليف جو داغ رکي ٿو!)

**13- نقل:** هڪ معتبر راوي کان نقل آهي ته حضرت پير سائين قدس سره جن فرمائيندا هئا ته الله سبحانه و تعاليٰ جاولي سڳورا جاسوس آهن! ڇو ته اهي الله تعاليٰ جي حضور مان خبرون وٺي، هن جهان ۾ آڻين ٿا! پوءِ جن ماڻهن کي الله تعاليٰ پسند ڪيو آهي، اهي ان فرمودي تي پورو يقين رکن ٿا ۽ هميشہ جي سعادت حاصل ڪن ٿا! پر جن کي الله تعاليٰ نہ گهريو آهي اهي هن فرمودي تي يقين ته نٿا رکن، بلڪہ ان جو انڪار ڪن ٿا! ان ڪري ان جماعت کي ازلي بدبختي جي ڪري محروم ڪيو اٿن! ۽ هنن کي ازلي نيڪ بختي سان ممتاز ڪيو اٿن:

**گر خدا خواهدڪہ پرده ڪس درد - ميلش اندر طعنہ پاڪان ڪند**

(جن جو الله تعاليٰ پردو خوار ڪندو آهي، اهي ئي پاڪ ٻانهن جي ذات ۾ طعنو هڻندا آهن.)

# باب پندرهون

## هن باب ۾ چار فصل آهن!

## فصل پهريون: منتفرق نقل!

**1- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته ملان حرام کائيندا آهن ۽ پائخانو حلال کندا آهن، يعني طعام يا ڪا ٻي شيءِ ٻين جي پهريائين مالڪ جي موڪل کان سواءِ کائيندا آهن، بعد ۾ ان کي حيلي ۽ فريب سان چوندا آهن ته فلاڻي شيءِ تنهنجي اسان کي هٿ آئي هئي، پر بيخبريءَ ۾ بغير اجازت جي کائي وينا سون، هاڻي جيڪڏهن مهرباني ڪري بخشين ته احسان، ورنه قيمت ٻڌاءِ ته ڀري ڏيون؟ آخر حياءَ جي ڪري اهو بخشي ڇڏيندو آهي، ان ڪري انهن جو کائڻ حرام ۽ قضاءِ حاجت حلال ٿئي ٿي!
اي عزيز! هيءُ مثال خاص مُلن لاءِ نه آهي، بلڪه جيڪو به ائين ڪندو اهو انهيءَ ۾ داخل آهي!

**2- نقل:** هن فقير جي جڏهن پيرزادي عبدالرشيد، ٽنڊي محمد خان جي رهندڙ (گهوني جي ڪناري تي چاڪر هاله جي لڳ) سان ملاقات ۽ دوستي ٿي! تڏهن فقير سان انجام ڪيائين ته حضرت پير سائين قدس سره جن جي لاڙ جي سفر ۾ تشريف آڻڻ وقت، سانئڻ صحبت ۽ زيارت ڪبي، تان جو پاڻ لاڙ جي سفر تي ٽنڊي محمد خان ٽالپر ۾ تشريف فرما ٿيا! پر پيرزادو مذڪور ان وقت تمام گهڻو ناچاق هو، تنهن ڪري خدمت ۾ اچڻ جي طاقت نه ٿي رکيائين، پوءِ ميان قابل شاه طبيعت پڇڻ لاءِ ان وٽ ويو، ته اتي هو مشائخن جي ڳالهين ۾ مشغول ٿي ويا! ميان قابل شاه ڳالهائيندي مخدوم عبدالرحيم گروهڙي (جنهن جو پيروزادو معتقد هو) متعلق چيو ته اهو ويچارو فقط اهل سڪر جو هو! هن گفتي ٻڌڻ ڪري پيرزادو ڏکارو ٿيو، پوءِ فقير کي چيائين ته مون ۾ بيماري جي ڪري قدم بوسي لاءِ هلڻ جي طاقت نه آهي، جيڪڏهن پاڻ عنايت فرمائي تشريف آڻين ته ڪهڙو نه چڱو؟ فقير پير سائين جن کي عرض ڪيو ته حضرتا! ميان عبدالرشيد پيرزادو (مخدوم محمد زمان ڪلان لواري واري جو مريد آهي) سو اوهان جي ديدار جو

مشتاق آهي، پر هن وقت هو بيمار آهي! پاڻ فرمايائون ته ان وٽ هلندا سون! پوءِ پاڻ سندس اوطاق تي آيا ۽ فقير به خدمت ۾ حاضر هو، جيستائين پاڻ اوطاق تي وينا هئا، ته هر طرف نگاهه ٿي فرمايائون ۽ فقيرن سان به ٿي ڳالهايائون ۽ پيرزادو سندن چهري مبارڪ ۾ اک لڳايو وينو هو! پاڻ سڳورا ٿوري دير ويهي اٿيا ته پيرزادو به موڪلائڻ لاءِ اٿيو؟ پاڻ فرمايائون ته بيمار تي ڪا ميار نه آهي! پيرزادي چيو ته حضرتنا اوهان جي ديدار سان بيماري هلي وئي، هاڻي ڪجهه به نه آهي، ان کان بعد فقير وري ان وٽ ويو ته چوڻ لڳو ته تنهنجو احسان تا زندگي نه وساريندس، جو تو حياتي ۾ ئي پاڻ ڪرين جي زيارت ڪرائي! ۽ پڻ چيائين ته جيڪڏهن هن بيماريءَ مان چاق ٿيس ته به تي ڏينهن پير سائين جن وٽ وڃي فيض حاصل ڪندس، پر هو پنجن ڇهن ڏينهن کان پوءِ وفات ڪري ويو.

**3- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته نبين سڳورن وٽ وحي ايندو هو، ۽ اسان وٽ وري مختلف علائقن مان دعوتون ڏيندڙ ماڻهو اچن ٿا! انهن جي اچڻ مان سمجهجي ٿو ته انهن کي الله تعاليٰ جي طرفان اهڙو حڪم ڪيل آهي ۽ اسان وٽ الله تعاليٰ جي حڪم سان اچن ٿا.

**4- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن قرآن شريف جي تلاوت ڪندي، جڏهن حضرت عيسيٰ عليٰ نبينا و عليه السلام جي بيان واري آيت شريف تي پهتا! ان وقت فرمايائون ته حضرت عيسيٰ عليه السلام پنهنجي فوقيت سمجهي ته آئون چوٿين آسمان تي پهتو آهيان، پوءِ اها ئي فوقيت ڪيس ترقيءَ کان مانع ٿي! پير سائين جن فرمايو ته سبحان الله، الله تعاليٰ جي دربار ۾ اهڙي فوقيت به پسند ڪونه آهي! حضرت عيسيٰ عليه السلام جهڙي اولوالعزم نبي کي ترقيءَ کان مانع ٿي ۽ ڪيس مٿي وڃڻ نه ڏنائون!

**5- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ ڏينهن حضرت يوسف عليٰ نبينا و عليه السلام پنهنجو منهن مبارڪ آئيني ۾ ڏٺو، ته پاڻ کي سڄي جهان کان وڌيڪ سهڻو سمجهيائين ۽ دل ۾ خيال آيس ته جيڪڏهن مون کي وڪڻن ته قيمت بي انتها هٿ ايندي؟ پوءِ ان ڪري الله تعاليٰ ڪيس ٿوري قيمت ۾ وڪڻايو. جيئن آيت شريف ۾ آهي:

**وشروه بثمن بخس دراهم معدودة وكانوا فيہ من الزاهدين ●**
(يعني وڪٽندڙن کيس کوٽن چند درهمن ۾ وڪيو ۽ جڏهن ته يوسف (عليہ السلام) ۾ کين ڪا دلچسپي ڪانہ هئي) اي طالب! ڏس خود حضرت يوسف عليہ السلام جيڪو جسن ۾ يگانو ۽ نبي سڳورو هو، تنهن کي ٿوري وهمي فخر تي، جيڪو حقيقت ۾ سچ هو، حق جي غيرت بي پرواهيءَ سان ٿورن کوڙن درهمن ۾ وڪڻائي ڇڏيو! پوءِ ٻي کهڙي هستي آهي، جو هتي دم هڻي سگهي؟

**6- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته ٻہ ٽولا لاباري جي مزدوري تي ويا! انهن مان هڪڙي ٽولي مزدوري نہ ٿوري تي ڪئي، ۾ پيٽ لاءِ خرچ گهٽو تي ڪيو! ٻي ٽولي مزدوري گهٽي تي ڪئي ۽ پيٽ لاءِ خرچ گهٽ تي ڪيو! جڏهن ٻئي ٽولا گهرن ڏانهن موٽيا، تڏهن پهرين ٽولي، جنهن خرچ گهٽو تي ڪيو ۽ مزدوري ٿوري تي ڪئي،ان وٽ ڪجهہ بہ نہ بچيو! ۽ تن پهرئين رات بہ پنهنجي گهر ۾ بک سان گذاري! ۽ ٻيون ٽولو گهڻي اناج وارو، خوش ٿيندي گهر آيو ۽ بي فڪر خوش گذران ڪرڻ لڳو!

اي عزيز! پير سائين جن جي هن فرمودي تي حديث شريف "الدنيا مزرعت الاخرة" آيل آهي! يعني جيڪو ٻج هن جهان ۾ پوکبو، آخرت ۾ ان جو ئي لابارو ڪبو:

**از مکافات عمل غافل مشو، گندم از گندم بروید جو زجو!**
(عملن جي بدلي کان غافل نہ ٿيءُ، ڪڻڪ مان ڪڻڪ ۽ جون مان هميشہ جوَ ئي ڇمندا آهن!)

**7- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪ پٺاڻ گهوڙي تي سوار هو ۽ گهوڙو هلائيندي چيائين ٿي تہ: اسپ ڪنو؟ اسپ ڪنو؟ (منهنجو گهوڙو ڪٿي آهي)
ماڻهن چيو تہ اي امير، گهوڙو تنهنجي ران هيٺان آهي! وري چيائين تہ اسپ زيران من، اسپ ڪنو؟ (منهنجي ران هيٺان گهوڙو ڪٿي آهي)

**پاڻي مٿي جهوپڙا مورک اڃ مرن، دم نہ سڃاڻن، دانهون ڪن مُنن جيئن!**

**8- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ويٺا هئا تہ رامڻ

فقير تالپر، ڪتاب "فتح الفضل" مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي رحمة الله عليہ جو ناهيل، پاڻ ڪريمن وٽ نذرانو ڪري پيش ڪيو! ۽ پير سائين جن ان ڪتاب جو مطالعو فرمايو! ان ڪتاب ۾ پير مربد جا سوال جواب هئا! يعني سوال مخدوم عبدالرحيم جا ۽ جواب عارف زمان، مخدوم محمد زمان قدس سره جن جا هئا. پير سائين جن بہ تي مقالا پڙهي فرمايو تہ مخدوم عبدالرحيم جي هن تحرير مان معلوم ٿئي ٿو تہ سندس هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ پهرئين تصنيف آهي ۽ هن ڪتاب ۾ جيڪو ڪلام مخدوم محمد زمان جو لڪليل آهي اهو سندس ڪمال تي دلالت ڪري ٿو! وري پير سائين جن فرمايو تہ مخدوم عبدالرحيم پنهنجي تصنيف ڪيل ڪتابن ۾ جيڪي علم جون حقيقتون بيان ڪيون آهن، اهي "فتح الفضل" جي جوڙڻ کان پوءِ حاصل ڪيون اٿس!

**9- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن بيان فرمايو تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جا پير مبارڪ رات جو گهڻي عبادت ڪرڻ جي ڪري سُجي پوندا هئا! ان لاءِ اصحابن سڳورن عرض ڪيو تہ يارسول الله جيڪڏهن حڪم ٿئي تہ پيرن مبارڪن جي سوج ختم ڪرڻ لاءِ، پٿر باهہ ۾ وجهي گرم ڪري، ٿوري ٿوري ٽاڪور ڪجي؟ پاڻ فرمايائون تہ هائو. اصحابن سڳورن پٿر باهہ ۾ گرم ڪري، پيرن مبارڪن جي سُجيل جاين تي آهستي آهستي ٽاڪور شروع ڪئي! پوءِ ان پٿر دربار خداوندي ۾ عرض ڪيو تہ يا خدا! تو فرمايو آهي تہ محمد ڪريم صلي الله عليہ وسلم منهنجو حبيب آهي ۽ تنهنجو حبيب مون کي باهہ ۾ ساڙي، پاڻ فائدو وٺي ٿو ۽ مون کي ايذاءُ رسائي ٿو؟ پوءِ الله تعاليٰ پٿر کي فرمايو تہ دلجاءِ ڪر، توکي ان جو عيوض وٺي ڏيندس! ٿوري مدت گذرڻ بعد هڪ ڏينهن حضرت عائشہ صديقہ رضي الله عنها کان اوندهہ ۾ سئي گم ٿي وئي هئي! حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن گهر ۾ آيا ۽ مرڪڻ فرمايائون تہ مرڪڻ جي ڪري ڏندن مبارڪن مان، نور جي تجلي ظاهر ٿي تہ حضرت بيبي صاحبہ جي حجري ۾ چڻ تہ سج جي نور جي روشنائي اڀري آئي ۽ ان شعاع ۾ سئي هٿ ڪيائين! ۽ اهو عمل غيور، رب کي گران لڳو! پوءِ احد واري جنگ ۾ الله

تعاليٰ جي حڪم سان اهو پٿر، فرشتن کڻي اچي احد جي ميدان ۾ رکيو هو ۽ ڪافرن ڪانياٺيءَ ۾ پٿر وجهي ميدان جنگ ۾ تي اڇلايا، ته اهو پٿر حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي ان ڏند مبارڪ تي لڳو هو، جنهن ڏند مبارڪ مان روشني نڪتي هئي ۽ ان کي شهيد ڪري وڌائين!

**10- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن گهڻو ڪري هي نقل بيان فرمائيندا هئا، ته هڪ مڙس کي ٻه زالون هجن، اهو هڪڙيءَ سان گهڻي محبت رکي ۽ ٻئيءَ سان گهٽ! پوءِ جنهن زال سان ان جو قرب گهٽ آهي ته ان کي هڪ ئي ڏک مڙس جي گهٽ قرب جو هوندو ۽ جنهن زال سان محبت گهڻي هوندي، ان کي سدائين هي ڏک ۽ ڊپ هوندو! جو سوچيندي ته متان ڪا غلطي ٿي وڃي ۽ مڙس ناراض ٿي پوي، ان ڪري هميشہ مڙس جي رضا ڳوليندي ۽ ادب، احترام کان غافل نہ ٿيندي، جيئن هڪ بزرگ فرمايو آهي:

**يک چشم زدن غافل زان ماه نباشم - ترسم ڪہ نگاه ڪند آگاه نباشم**

(هڪ اک ڇنڀ جيترو بہ ان چنڊ (محبوب) کان غافل نٿو رهان، ڊڄان ٿو، متان نظر ڪري ۽ مان بي خبر هجان.)

هتي پير سائين جن هي سنڌي بيت بہ ارشاد. فرمايو:

**تتي روئــي سپ ڪا، تون متي روئين ڇو؟**
**جني پهتي آهيان پرين سين، متان ڪٺر پوي ڪو!**

انهيءَ حقيقت لاءِ هيئن بہ فرمايل آهي: "رب المخلصين عليٰ خطر عظيم" (يعني گهڻو ڪري مخلصين (مخلص ٻانها) خوف ۾ هوندا آهن.)

**11- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان فرمايو ته حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن اصحابن سڳورن کي فرمايو ته اي يارو! جڏهن قرآن ڪريم جي قرئت ٻڌو، تڏهن گريو (روئڻ) ڪيو! اصحابن سڳورن عرض ڪيو ته حضرتا! جيڪڏهن ڪلام الله جي ٻڌڻ سان روئڻ نہ اچي ته ڇا ڪريون؟ پاڻ فرمايائون ته پوءِ بہ روئڻ جي ڪوشش ڪريو! پير سائين جن هتي فرمايو ته طريقت جا مشائخ وجد جو جواز هن حديث مان ثابت ڪندا آهن.

**12- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته سيد محمد امام

شاه رحمة الله عليه اسان جو ڏاڏو هو، جن به سندس مريد هئا! هڪ ڏينهن جن کيس عرض ڪيائون ته حضرتا! اسان جي هڪ شادي آهي، سڀاڻي اسان شهر جي پرسان واچوڙو ٿي لڳهنداسون، ان وقت پنهنجي ڪنهن انسان مريد کي فرمائيندا ته واچوڙي جي اڳيان اچي پنهنجو ڪپڙو وڇائي ته ان کي ڪارڪن ۽ ڏونگهين جو حصو ڏيون ويندا سون! ٻي ڏينهن تي ڏاڏا سائين پنهنجي هڪ مريد کي روانو ڪيو، جڏهن ان فقير واچوڙي اڳيان پنهنجو ڪپڙو وڇايو، تڏهن ڪارڪن ۽ ڏونگهين سان پرجي ويو! سو کڻي اچي خدمت ۾ حاضر ڪيائين! وري ٻي ڏينهن تي واچوڙي کي لڳهندو ڏسي، هڪ ٻي فقير پنهنجي خيال سان واچوڙي اڳيان ڪپڙو وڇايو ۽ سمجهيائين ته اهو ڪم هر انسان جو آهي، جڏهن واچوڙو لنگهي ويو، تڏهن ڏسي ته ڪپڙو نڪرن، هڏن ۽ ڦهلار سان پربو پيو آهي! پوءِ انهن کي اتي هاري سموري حقيقت اچي ڏاڏا سائين جي اڳيان خدمت ۾ عرض ڪيائين! حضرت ڏاڏا سائين جن سموري ماجرا ٻڌي، جن کي تنبيه فرمائي! جن عرض ڪيو ته حضرتا ڪالهه ته اسان ۾ شادي هئي، جو سائين جن کي دعوت ڏيئي ويا هئاسون! اڄ اسان ۾ جهيڙو ٿي پيو هو، جنهن سبب نعرا هڻندا وڙهندا، هڪ ٻي کي نڪر ۽ هڏا هڻندا ٻي وياسون، سو جيڪي هو توهان جي مريد اڳيان حاضر ڪيوسون.

**13- نقل:** سيد شاهه محمد شاهه حضرت پير سائين قدس سره جن جو مريد هو، اهو پير سائين جن جي لاڙ ڪڇ ۽ اتر واري سفر ۾ جماعت سان گڏ گهميو پئي، ۽ حال نصيب ٿيس! پوءِ حال مان مجذوب ٿي ويو ۽ پاڻ کي امام سڏائڻ لڳو ۽ ڪونب جي پرسان، اوير ڪند تي پنهنجو ڪعبو ناهي ويهي رهيو هو! ۽ لکي ان طرف نماز ادا ڪندو هو ۽ مريد به ڪيائين ٿي! وگهڙي جا ٽالپر جيڪي ٻوراڻ جي پرسان رهندڙ هئا، اهي هن سان مسخري ڪندا هئا! هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن علي محمد ٽالپر جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا، ته مذڪوره سيد پير سائين جن سان ملڻ لاءِ اوطاق جي ٻاهران اچي ويٺو ۽ چيائين ته جيڪڏهن قابل شاهه مون ڏانهن استقبال لاءِ اچي ته آئون سائڻ ملاقات ڪندس، ۽ جيڪڏهن نه ته واپس

هلبو ويندس! پوءِ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ اسان پار نہ آهيون، جو هو اسان سان ٺڳي ڪري ٿو، جيڪڏهن ان کي ضرورت هوندي تہ خودبخود ايندو، ورنہ اختيار وارو آهي! پوءِ اهو سيد واپس پنهنجي شهر هلبو ويو ۽ مرڻ تائين ان حال تي رهيو! ۽ جيڪڏهن ہر وقت ان حالت ۾ پير سائين جن سان صحبت ڪري ها تہ يقيناً ان حالت ڪان لنگهي وڃي ها، ۽ گمراهيءَ ڪان ڇٽي پوي ها. پر هو پنهنجي خيال وارو هو، تنهن ڪري پنهنجي حالت تي رهيو ۽ چوٽڪارو نہ لڌائين ۽ سڄي عمر ان حال ۾گذاري هن جهان مان هليو ويو.

**14- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪ بادشاهہ پنهنجي پٽ کي رمل جي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ، هڪ رمالي استاد وٽ ڇڏيو! استاد ان کي زور شور سان پڙهايو ۽ علم رمل جون رمزون ۽ حقيقتون ڪيس سيکاريون! پوري علم سيکارڻ ڪان پوءِ، ان استاد بادشاهہ کي چيو تہ تنهنجو پٽ هاڻ علم رمل ۾ قابل ۽ ماهر ٿي ويو آهي! پوءِ بادشاهہ آزمائش لاءِ پنهنجي منڊي هٿ ۾ لڪائي، پٽ ڪان پڇيائين تہ هي مٺ اندر ڇا آهي؟ پٽ علم رمل جي قاعدي جو تصور ڪري چيو تہ يا منڊي آهي يا چڪي (جنڊ) آهي! بادشاهہ استاد کي ڏوراپو ڏيئي چيو تہ ڪٿي رمل جي تعليم ۽ ڪٿي هي سمجهہ! استاد جواب ڏنو تہ اهو تنهنجي پٽ جي حوصلي، گهٽ هجڻ جو سبب آهي، جو اهو بہ نٿو سمجهي تہ چڪي مٺ ۾ ڪيئن ايندي!

**15- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪ مسافر ماڻهوءَ کي موتين جي ٿيلهي چيلهہ سان ٻڌل هئي! اتفاقاً ان جو هڪ بريٽ ڪان گذر ٿيوءِ اتي ڏاڍي بک ۽ اڃ لڳس جو ان ڪان بيحال ٿي پيو، اتي ڏاڍا هٿ پير هلايائين پر ڪوبہ فائدو نہ ٿيس، آخر اچي مرڻ کي ويجهو پهتو، ان وقت هي حرف لکي مري ويو: هنن موتين ڪان جيڪڏهن پڳل ڪٽڪ گڏ هجي ها تہ کهڙو نہ چڱو، جو بک ڪان هلاڪ نہ ٿيان ها؟

اي عزيز! هن حقيقت مان معلوم ٿيو تہ جيڪو ماڻهو دنيا کي موتين جي ٿيلهي سمجهي، پنهنجو عزيز وقت هن دنيا جي طلب ۽ دنيا جي ڪمن ۾ خرچ ڪري ٿو، ان کي آخرت ۾ ڪوبہ فائدو ڪونہ ٿيندو. جيئن ٿيلهي واري

ڪي فائدو نہ ٿيو!

**16- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن نقل ارشاد فرمايو تہ ٽي ماڻهو، هڪ يهودي، ٻيو نصارو، ٽيون مسلمان گڏجي سفر ۾ نڪتا، ۽ هڪ جاء تي رهيا، اتان هڪ ماڻهو جو ڪاڏو ڪين مليو، گهڙي ڪان پوء، هن ڳالهہ تي اتفاق ڪيائيون تہ طعام رکي سمهي پئون ٿا، جنهن ڪي ننڊ ۾ حڪم مليو هي طعام اهو کائيندو! طعام رکي ٽيئي ڄڻا سمهي پيا، ۽ اهي روزن جا ڏينهن هئا، مسلمان شخص ڇا ڪيو جو اسر جي وقت اٿي طعام کائي وري سمهي پيو! صبح جو ٽيئي ڄڻا اٿيا ۽ پنهنجن خوابن جون جدا جدا ڳالهيون بيان ڪيائون! يهودي چيو تہ مان طورسينا تي، حضرت موسيٰ عليٰ نبيناو عليہ الصلواة والسلام سان مليس ۽ ديدار ڪيم! عيسائي چيو تہ مان چوٿين آسمان تي حضرت عيسيٰ عليہ نبيناو عليہ السلام سان مليس ۽ ديدار ڪيم! مسلمان چيو تہ توهان مان هڪڙو طور سينا تي ۽ ٻيو چوٿين آسمان تي وڃي پهتو هو، ۽ حضرت حبيب خدا سيد الڪونين صلي الله عليہ وسلم جن اچي هن ضعيف کي حڪم فرمايو تہ نون صبح جو روزي دار هوندين، اٺ بنا دير هي طعام کاءِ؟ پوء حڪم موجب طعام کائي ڇڏيم! پير سائين جن اتي فرمايو تہ يهودي ظاهر دار ۽ عيسائي باطن دار آهن ۽ دين محمدي علي صاحبها الصلواة السلام وچٿرو دين آهي ۽ سيني دينن کان ڀلو آهي! جيئن تہ حديث شريف ۾ بہ ارشاد آيل آهي تہ "خير الامور اوسطها" (يعني وچٿرو ڪم بهتر آهي) انهيءَ ڪري ئي مسلمان کي طعام نصيب ٿيو!

**17- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ سلطان العارفين شيخ بايزيد بسطامي قدس سره ٻارهن سال امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ٻين ڪيترن بزرگن جي خدمت ۾ رهيو! باطني فيض حاصل ڪرڻ لاء سندن خدمت گذاري ۽ راضي ڪرڻ ۾ ڪابہ گهٽتائي نہ ڇڏيائين! آخر آڌي رات جو، جڏهن واپس پنهنجي والده جي گهر جي دروازي تي اچي پهتو تہ سندس ماءُ تمام عاجزي ۽ انڪساريءَ سان دعا گهري رهي هئي تہ: "خدايا! هن ضعيف ۽ مسڪين جو پٽ مسافر، يتيم ۽ بيڪس آهي، اهو تنهنجي

حوالي ڪيو اٿم، تون ئي ان کي ظاهري ۽ باطني نعمتن سان نواز؟"
بايزيد بسطامي قدس سره فرمائيندو هو ته: اما سائڻ جي هڪ گهڙي جي دعا گهرڻ سان جيڪي انعام مليا، سي ٻارهن سال بزرگن جي خدمت ڪرڻ ۽ صحبت مان به نه مليا هئا!

**18- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان فرمايو ته حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن ارشاد فرمايو ته: جنهن گهر ۾ اڇو ڪڪڙ ٻانگ ڏيندو ته انهيءَ جي ڪري الله تعاليٰ پنجن گهرن تي رحمت نازل فرمائيندو! هڪ ڪڪڙ جي مالڪ جو ۽ چار ٻيا گهر پاڙيوارن جا!

**19- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن سانجهيءَ جي نماز وقت گرم پوشاڪ ڍڪي درگاهه مبارڪ جي مسجد ۾ رونق افروز ٿيا! فرمايائون ڇا توهان کي سيءُ نه ٿو لڳي؟ اسان عرض ڪيو ته حضرتا نه! پوءِ نماز ادا ڪرڻ کان بعد ارشاد فرمايائون ته "حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته خريف جي سرديءَ کان بچاءُ ڪريو؟ يعني سياري جي اول وارن ڏينهن جي سرديءَ کان پاڻ کي بچايو! ڇو ته اها سردي توهان جي بدن سان اهو سلوڪ ڪندي، جيڪو توهان جي وڻن سان ڪري ٿي، اگرچه اهي ڏينهن ٿورا آهن، تڏهن به پرهيز ڪرڻ لازم آهي! ۽ حديث شريف جا الفاظ به پڙهڻ فرمايائون:

**واجتنبوا برد الخريف فانه يعمل بابدانكم كما يعمل باشجاركم.**

**واغتنموا برد الربيع فانه يعمل بابدأنكم كما يعمل باشجاركم!**

(يعني خريف جي ٿڌ کان بچو، ڇو ته اها اوهان جي جسمن سان اها ڪار ڪندي، جيڪا اوهان جي وڻن سان ڪندي آهي، ۽ بهار جي ٿڌڪار کي غنيمت سمجهو، اها توهان جي جسمن سان اهو ڪجهه ڪندي، جيڪو وڻن سان ڪندي آهي)

**20- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن ڪامل وليءَ جي حضور ۾ اچي، ته نهايت سچي

دل سان اچي! جيئن ڪمال صدق سان حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه آيو ۽ جيڪڏهن جهڳڙي جي خيال سان اچي ته به ڪمال جهيڙي جي ارادي سان اچي! جيئن حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه تلوار اگهاڙي ڪري آيو هو! جيتوڻيڪ ٻنهي احوال پاڻ ۾ مخالف ۽ مختلف آهن پر ٻنهي ۾ ڪماليت آهي! پوءِ اهو ماڻهو ڪمال جي ڪري معنوي فيض کان محروم نه رهندو!

اي عزيز! ان مان غرض هيءُ آهي ته فقيرن جي جماعت کان هر حال ۾ چڱائي ڏسندو؟

ڏمربو تان ڏئي، پرچيو تاپل پري! جُنگ جڪري ڪي، ٻئي چڱايون چت ۾!

**بدي رابدي سهل باشد جزا - اگر مردي احسن اليٰ من عصا**

(برائي ڪندڙ ڪي برائي جزا ڏيڻ آسان آهي! جيڪڏهن مرد آهين ته ان بري سان چڱائي ڪر جنهن توسان برائي ڪئي!)

**ڪانيڪ معنيٰ به پئے برده اند ، ـدي ديده نيڪوئے ڪرده اند**

(جن شخص حقيقت ڪي سمجهيو آهي، اهي برائي ڏسندي به چڱائي ڪندا آهن.)

**21- نقل:** خليفو لقمان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن رمضان شريف ۾ اعتڪاف ۾ ويٺا هئا! هڪ ڀيري ٽيپهري جي وقت فقيرن جي صحبت لاءِ اعتڪاف واري جاءِ جي دروازي تي اچي ويٺا! آئون خدمت ۾ حاضر هوس، انهيءَ وچ ۾ ڪنهن ماڻهوءَ اچي عرض ڪيو ته حضرتا! مون تي توجه فرمايو؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته توتي توجه نه ڪندس! ۽ پڻ فرمايائون ته جيڪو ٻن ٻيڙين ۾ سوار ٿيندو، اهو منزل ڪونه ماڻيندو، پوءِ جڏهن ٽيپهريءَ جو وقت ٿيو، تڏهن فرمايائون ته توجه ڪرائڻ وارو ماڻهو ڪٿي آهي؟ جي حاضر هجي ته توجه ڪريونس؟ پر ان وقت اهو شخص حاضر نه هو ۽ مايوس رهيو:

**دوشاهان نگنجند بريک سرير - مکمل نه گردد مريد دوپير**

(ٻه بادشاهه هڪ تخت تي ويهي نه سگهندا، ۽ ٻن پيرن جو مريد، ڪڏهن ڪامل نه ٿيندو.)

**22- نقل:** هڪ ڏينهن ڪنهن ماڻهوءَ حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ سرمارئي مان سنڌي بيت: لوئي نہ لاهيان! پڙهيو! پاڻ ڪريمن فرمايو هي لوئي ڇا آهي؟ پانهي عرض ڪيو تہ حضرتا! اوهان سمجهايو؟ جواب ۾ فرمايائون تہ لوئي مان مراد قرب آهي ۽ قربانيءَ جي گهٽي سان مناسب آهي! حضرت ابراهيم عليہ السلام جيڪو حضرت اسماعيل عليہ السلام جي عيوض گهٽو قربان ڪيو هو، اهو بہ قرب هو ۽ لوئي اُن مان ٺهندي آهي ۽ اُن گهٽي جي ٿيندي آهي! انهن وارن مان مراد قرب ورتو اٿن!

**23- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ ملان وعظ ڪيو تہ جمعي جي ڏينهن خطبي جي بانگ تي ڪلمو پڙهڻ جائز نہ آهي ۽ ماڻ ڪرڻ گهرجي؟ ان مجلس ۾ هڪ ٻهراڙيءَ جو ماڻهو ويٺل هو، اهو جڏهن پنهنجي ڳوٺ پهتو، تڏهن ماڻهن کي ٻڌايائين تہ اڄ فلاڻي بزرگ وعظ ۾ چيو تہ بانگ کان پوءِ ڪلمو پڙهڻ جائز نہ آهي!

اي عزيز! ڪمال وارن جي ڳالهہ سمجهڻ بصيرت واري کانسواءِ محال آهي! جيڪي صورت ظاهري جا پابند آهن، انهن جي سمجهہ بہ انهيءَ واهڻائي جهڙي آهي، جنهن کي خطبي واري بانگ ۽ وقتي بانگ ۾ فرق معلوم نہ هو.

**24- نقل:** حافظ ڪنگهار فقير نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ مريد جڏهن گهڻي مسافري ڪري پنهنجي مرشد جي خدمت ۾ حاضر ٿئي ٿو، تہ ان وقت ئي ان تان سفر وارو حڪم لهي وڃو، ۽ هاڻي اهو مقيم آهي! ان کان پوءِ جڏهن واپس وڃڻ جي اجازت وٺندو، ان وقت مسافرن مان ٿي پوندو!

**25- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪ شخص پنهنجي پوک مان پکين اڏائڻ لاءِ ٺڪر جي ڦيلهي (ننڍي پاٽ) تي چمڙو چاڙهي ڪانيءَ سان وڄائيندو هو! انهيءَ جي آواز سان پکي اڏامي ويندا هئا! هڪ ڏينهن اُٺ اچي پوک ۾ پيو! جنهن تي بادشاهہ نغارا ڪٽندا ۽ وڄائيندا هئا، ان بي وقوف شخص اٺ کي ڀڄائڻ لاءِ ڦيلهي وڄائي، پر اٺ تي ڪو اثر نہ ٿيو ۽ زبان حال سان ان چيو تہ مون تي هميشہ بادشاهي نغارا وڄايا اٿن، مون کي ٺڪر جي ڦيهلي جي آواز کان ڪهڙو خوف آهي؟

**26- نقل:** سيد شاه محمد شاه نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن سان سفر ۾ گڏ هوس، پانهي عرض ڪيو ته حضرتا! مخفي عبادت ڀلي آهي يا ظاهري؟ پاڻ فرمايائون ته مخفي عبادت ڀلي آهي! پر مرد اهي آهن، جيڪي پنهنجو پاڻ کي لڪائي، الله تعاليٰ جي ياد ۾ مشغول آهن، ڇوندڙ کهڙو نه ڇگو ڇيو آهي!

**تومباش اصلا کمال این است وبس - تو دراوگم شو، وصال این است وبس**

(ڪمال ته اهو آهي جو تنهنجي ذات جو تصور توکي به نه هجي، تون سندس ذات ۾ فنائي وڃ، سو اهو ئي وصال آهي ۽ بس!)

**27- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته گاجره ديهه ۾، حضرت پير سائين قدس سره جن جي تنبوءَ ۾ حاضر هوس، رات تمام اونداهي هئي! اتي خليفي ميان صاحبڏني مون (جامع ملفوظات) کي آهستي آهستي پنهنجو احوال ٻڌائڻ شروع ڪيو، ته هيڪر الله تعاليٰ ڏنم، جو مون کي پٽڪو ٻڌائي پيو ته مون انڪار ڪيو! جنهن تي فرمايائين ته هي پٽڪو توهان جي پير جو آهي! مون خليفي ميان صاحبڏني جو احوال پير سائين جن جي حضور ۾ عرض رکيم! پاڻ فرمايائون ته هي صور تي تجلي آهي ۽ معنوي تجلي، صورت ۾ نه ٿيندي آهي! ۽ پڻ فرمايائون ته اولياءالله صورتي تجلي ۾ ديدار ڪن ٿا! جيئن خواجه عبيدالله احرار قدس سره کي سمند گهوڙي اند مشاهدو ٿيو! ان ڪري سمند گهوڙي سان پيار به ڪندو هو ۽ انهيءَ تي سوار به ٿيندو هو!

**28- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته هڪ دفعي دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته، هيتري مدت پنهنجي پياري عمر جو وقت، خلق کي خدا ڏانهن سڏڻ ۾ گذاريم، مگر گهڻا ماڻهو صحيح نموني سان خدا جي طرف نه موٽيا! ان کان پوءِ مثنوي شريف ۾ نظر آيو! ته حضرت نوح علیٰ نبيناو عليه السلام پنهنجي سموري ڊگهي عمر، خلق کي خدا جي طرف سڏڻ ۾ گذاري، تڏهن به چاليهن شخصن کان سواءِ ڪوبه خدا جو فرمانبردار نه ٿيو، ۽ گهڻن دعوت حق قبول نه ڪيائون، ان کان پوءِ دل کي تسڪين ٿي ويئي.

**29- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر تي سورهڏي ۾ تشريف فرما ٿيا هئا! اتان جو هڪ شخص نالي خليفو

اسماعيل، جيڪو مخدوم ابراهيم ٺٽوي رحمت الله عليہ جو مريد هو، پير سائين جن جي حضور ۾ آيو! پاڻ ان کي ڏاڍي عزت ڏنائون هو گهڙي کن مانڊ ۾ هو، بعد ۾ ٿڏو ساهہ کڻي چيائين تہ الله اڪبر! جو قحط الرجال (مردن جو ڏکر) آهي! پاڻ ڪريمن فرمايو تہ: ائين چوڻ نہ کپي، ڇو تہ حديث شريف ۾ آهي تہ قيامت ڏينهن بہ اهڙا گهڻا پانها هوندا، جو جيڪڏهن چون تہ قيامت نہ ٿئي، تہ انهن جي مرضي مطابق قيامت بہ نہ ٿينديءَ؟ هن وقت ڇا لاءِ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي امتين ۾ برو گمان ڪريو ٿا؟ وري هن چيو تہ حضرتا! توهان جا مريد هن عالم ۾ مشاهدي جون ڳالهيون ظاهر ڪندا آهن، انهن کي اهڙين ڳالهين کان منع ڪري ڇڏيو؟

پاڻ ڪريمن فرمايو تہ هڪ وجود مطلق ٻيو وجود مقيد آهي! سالڪن کي هن عالم ۾ ڪثرت، مشاهدي جو وجود مقيد جي ڪري آهي! هن چيو تہ وجود مطلق ۽ مقيد ڇا آهي؟ پير سائين جن فرمايو تہ اي بزرگ! تون پنهنجي ايمان وڃڻ کان ڊڄ؟ ڇو تہ دعوي علم ۽ ارشاد جي ڪرين ٿو ۽ توکي وجود مطلق ۽ مقيد جي بہ خبر نہ آهي؟ هن چيو تہ جيڪو علم ظاهري پڙهيو هوم، سو هن وقت سڀ وسري ويو آهي!

پاڻ ڪريمن فرمايو تہ عجب آهي، جو سالڪن کي ڪمال جي وقت، الله تعالىٰ، صوري ۽ معنوي تجلي نصيب ڪندو آهي ۽ توکي باوجود تلقين ڪرڻ جي، ظاهري حرف بہ وسري ويا آهن؟ پوءِ اعتراض کان شرمندو ٿي هليو ويو! (نعوذ بالله منها)

**30- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن سان سفر ۾ گڏ هيس! ۽ فقير کي هميشہ هيءَ عادت هئي، جو پير سائين جن جي صحبت لاءِ سندن خدمت ۾ نزديڪ پنهنجي پاٿاري ٺاهيندو هوس! ۽ پنهنجي گهوڙي جي ڪنهن کي خبر نہ ڏيندو هيس، ان ڪري گاهہ، پاڻي، داڻو ان کي ڪونہ ملندو هو! هڪ ڏينهن ميان قابل شاهہ فقير کي چيو تہ، جيڪڏهن اسان سان پاٿاري گڏ ٺاهين تہ تنهنجي گهوڙي جي خدمت گهڻي ڪرايون ۽ هم صحبت بہ ٿيون، فقير ان جي خواهش مطابق قبول ڪيو ۽ اها رات ميان قابل شاهہ سان گڏ رهيس! ٻئي ڏينهن جڏهن پاڻ ڪريمن جي

صحبت ۾ آيس ۽ قاضي محمد شفيع به خدمت ۾ حاضر هو! جيئن ته اهو ڪڏهن واٽ ۾ ملندو هو ته ڪيس پاڻ سان گڏ گهوڙي تي سوار ڪندو هوس! انڪري ان کان پڇيم ته قاضي صاحب ڪٿي آهين جو نظر نٿو اچين؟ پير سائين جن اها ڳالهه ٻڌي پڇيو ته اي قاضي! توکي ڇا ٿو ڇوي؟ قاضي عرض ڪيو ته حضرتا! هيئن ٿو ڇوي! پوءِ پاڻ غيرت کان فرمايائون ته اي ميانجي! قاضي ته اسان وٽ حاضر آهي، توهان نظر نٿا اچو؟ ٻانهي عرض ڪيو ته حضرتا! هن خاڪسار کي حضور شريف کان سواءِ ٻي ڪا به پناهه جي جاءِ نه آهي! فرمايائون ته پوءِ به ضرور ڪنهن ٻي جاءِ تي به ويهو ٿا؟ فقير سمجهيو ته اها غيرت ۽ ميار ٻي هنڌ پاتاري ناهڻ جي ڪري آهي! جنهن ڪري گريو اچي ويو! ۽ سندن ڪٽ تي مٿو رکي گريو ڪرڻ (روئڻ) لڳس، پوءِ پاڻ هن فدوي تي توجهه فرمائيندي هي بيت ارشاد فرمايائون:

**همه شهر پر زخوبان، من در خيال ماهي، چکنم ڪ چشم بدخونکند بکس نگاهي**

(سڄو شهر محبوبن سان ڀريو پيو آهي ۽ مان پنهنجي محبوب جي خيال ۾ آهيان، ڇا ڪريان، بڇڙي عادت اکين جي، جو ٻي ڪنهن ڏانهن نگاهه نٿيون ڪن!)

**31- نقل:** مير فقير ناهيو نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي لاڙ جا فقير درگاهه مبارڪ تي آيا، قاضيءَ عاقل محمد جي بغض کان ٻي خبر ڪهڙن جي شهر ۾ قاضي جي مسجد شريف ۾ اچي تڪيا! قاضي مذڪوره ذڪر ڪرڻ وقت فقيرن کي مارڪٽ ڪرائي، پوءِ صبح جو فقيرن قاضيءَ جو ڪيل ظلم اچي حضرت پير سائين قدس سره جن جي اڳيان بيان ڪيو! پاڻ ڪريمن فرمايو ته قاضيءَ کان توهان پڇيو هو ته ڇا لاءِ ٿو مارين؟ فقيرن چيو ته حضرتا ڇون پيا ته اسم شريف، الله جي ذڪر ڪرڻ، وقت اوهان تي جل جلاله جو ڇوڻ واجب ٿئي ٿو! ان ڪري نه فقط ذڪر کان منع ڪيائون، پر سخت تڪليف ڏنائون! تڏهن پير سائين جن فرمايو ته توهان کي ڇوڻو هو ته اي قاضي! ڪنهن به ڪتاب ۾ خدا جي ذڪر کان غافل رهڻ جائز آهي ڇا؟

**32- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن نقل بيان فرمايو ته هڪ شخص، حضرت خواجه نقشبند قدس سره وٽ اچي عرض ڪيو ته

حضرتا! سماع ٻڌڻ جي متعلق ڇا ٿا فرمايو؟ جواب ۾ فرمايائون ته: "نه اينکارميکنم نه انکار ميکنم" (يعني نه اهو ڪم ڪريون ٿا ۽ نه ان کان انڪار ڪريون ٿا) حضرت خواجه صاحب جو انڪار نه ڪرڻ اڳين مشائخن جي ادب سبب هو! ڇو ته ٻين طريقن، قادري، چشتي ۽ سهرورديءَ مان گهڻن مشائخن سماع ٻڌو آهي! انهيءَ جي باوجود سندن سماع نه ٻڌڻ، انهيءَ ڪري هو. جو سندن طريقي ۾ سماع ناجائز آهي.

**33- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن، هن زماني جي بعض، سالڪن (جيڪي وجود نفس جا انڪاري ۽ همه حق است چوندا آهن) جي ترديد ۾ حضور صلي الله عليه وسلم جن کان روايت بيان فرمايائون ته حضور صلي الله عليه وسلم جن جڏهن آيت شريف: "افرئيتم اللات والعزيٰ ومناة الثالثة الاخريٰ" اصحابن سڳورن کي ٻڌائي بيٺا ته شيطان بدبخت "ان شفاعتها الترجيٰ" جا الفاظ اهڙي طرح ملائي پڙهيا، جو ڪن اصحابن سمجهيو ته اهي لفظ به شايد وحيءَ جو حصو آهن؟ جنهن سبب حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي دل مبارڪ تي بار ٿي پيو، ڇو ته انهن اکرن مان بتن جي تعريف معلوم پئي ٿئي! ايتري ۾ الله تعاليٰ ڄاڻايو ته اهو شيطاني القاءُ هو! جيڪو ان پنهنجي طرفان ناهي ٿي ملايائين! پوءِ حضور صلي الله عليه وسلم جن اصحابن سڳورن کي ابليس جو القاءُ ٻڌائي سندس ڪوڙ دفع ڪيائون! عجب آهي جو ڪلام رب الجليل جو ۽ ٻڌائيندڙ حضور صلي الله عليه وسلم جن ۽ ٻڌندڙ اصحابي سڳورا، تڏهن به شيطان پنهنجي شيطاني نه ڇڏي ۽ دين ۾ زلزلو وجهي ڇڏيائين. جيڪو وحي جي ڄاڻ کانسواءِ دفع نه ٿيو! اڄ نه اهو امڪان آهي نه اهي مسلمان پائر! پوءِ نفس ۽ شيطان ڪيئن نه پنهنجوداءُ هلائيندا؟

**34- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هر نبي عليٰ نبينا و عليه السلام کي چاليهن بهشتي مردن جي طاقت هوندي آهي ۽ هر بهشتي مرد کي دنيا جي چاليهن مردن جيتري طاقت ٿيندي آهي ۽ اسان جي آقا حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي چاليهن نبين جيتري طاقت هئي! ۽ ام المؤمنين حضرت خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها کي محبت

جي جذبي جي ابتري طاقت هئي! جو حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي سچي طاقت جذب تي فرمايائين، چو جو حضرت بيبي صاحبہ رضي الله تعاليٰ عنها جي ڏينهن ۾ حضور صلي الله عليہ وسلم جن ٻي ڪنهن بہ حرم سان نڪاح ڪرڻ جو ارادو نہ فرمايائون! هي سڀئي حضرت بيبي صاحبہ جي حضور صلي الله عليہ وسلم جن سان عشق ۽ محبت جي طاقت هئي!

**35- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ جڏهن حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي آخري سفر تان واپس درگاهہ مبارڪ تي تشريف فرما ٿيا هئا! تڏهن قاضي عبدالرحمان خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! هن ڀيري سفر کان جلدي واپس موٽڻ فرمايو؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ اي قاضي! اسان ڪا ٻني ڪانہ پوکي هئي، جنهن لاءِ جلدي واپس ٿيا سون! پر ماڻهن ۾ محبت ڪانہ هئي، هن کان اڳي لاڙ جي سفر ۾ پنج ڇهہ مهينا سير ڪندا هئاسون! انهن ڏينهن ۾ ماڻهن ۾ محبت تمام گهڻي هئي، جيڪا اسان کي خودبخود سفر لاءِ تيار ۽ مجبور ڪندي هئي، هن سفر ۾ لاڙ جي ماڻهن ۾ محبت نہ هجڻ جي ڪري جلد بس ڪري آيا سون!

**36- نقل:** الهداد فقير نظاماڻي هڪ معتبر فقير کان نقل ڪري ٿو تہ آئون ۽ ٻہ ٽي ٻيا فقير، گڏجي درگاهہ شريف تي وياسون، ان سفر ۾ هڪ ڏينهن لڏي فقير ڪنير وٽ مهمان ٿياسون، ان فقير ٽانو پٽي ناهيا، انهيءَ فقير، لڏي فقير کان پڇيو تہ هيترا گهڻا ٽانو ڪنهن جي لاءِ ناهين ٿو؟ مذڪوره فقير چيو تہ مير غلام علي ٽالپر جاٻار خيرپور ۾ سهراب ٽالپر وٽ اچن ٿا، ان ڪري مير سهراب جي خادمن اسان کي ٽانون ناهڻ جي هيءَ تڪليف ڏني آهي، چو تہ اسان رستي تي ويٺا آهيون، رڳو حڪم ٿا هلائين! ظلم ڪندا آهن ۽ مزدوري بہ ڪونہ ڏيندا آهن! مون چيو تہ واقعي مير سهراب وڏو ظالم آهي، جو توهان فقير پري ويٺا آهيو، تڏهن بہ توهان تي حڪم ٿو هلائي؟ تنهن تي ان ڪنير جا، جاهل پٽ لٺيون کڻي مون سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿيا، تہ تو مير صاحب کي برو چيو اٿئي؟ لڏي فقير وچ ۾ اچي جهيڙو ٽاريو،پوءِ مون اها ماجرا پاڻ ڪريمن اڳيان عرض ڪئي! پاڻ فرمايائون تہ هر هڪ کي پنهنجي جنس سان واسطو هوندو آهي، فقير فقيرن سان، دنيا وارا، دنيا

وارن سان، اگرچہ مذڪوره فقير جا پٽ مير سهراب جا واقف بہ نہ هئا، پر دنيا جي جنسيت هين، ان ڪري طبيعت ۾ جوش آڻي اٿيا:

**ناريان مرناريان را جاذب اند - نوريان مر نوريان را طالب اند**

(باهہ وارا باهہ وارن کي ڇڪيندا آهن، نوري، نور وارن جا طالب هوندا آهن!)

**37- نقل:** محمد خان نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ جيڪو چلهہ ۾ هٿ ڌوئيندو ۽ ڪٽ تي ماني کائيندو، ان جو رزق تنگ ٿيندو!

**38- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪپڙو خيرات ڪري تہ سڄو ۽ نئون ڏي! جيڪو ٻي ڪي بہ ڪم اچي ۽ ڪافي ٿئي! جيڪڏهن پراڻو هجي تہ اهڙو ڪري جو ڪنهن ڪي بہ ڪم نہ اچي!

**39- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن نظاماڻي جلواڻي (پاڙو) جي فقيرن جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا هئا! آرام ڪرڻ وقت پاڻهي پير سائين جن کي زور ٿي ڏنا! ايتري ۾ هڪ فقير مون کي اچي چيو تہ  تون پري ٿيءُ، آئون ٿو پير سائين جن کي زور ڏيان؟ پاڻهي انکي جواب ڏنو تہ اسين پري ٿيڻ وارا نہ آهيون، توکي زور ڏيڻ کان منع ڪونہ آهي! ايتري ۾ پاڻ سڳورا جاڳي پيا ۽ ان ڏانهن نظر فرمايائون، فقير عرض ڪيو تہ حضرتا! مون کي سڃاڻو ٿا؟ پارت هجيو، منهنجي هڪ اک آهي؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ هائو توکي سڃاڻون ٿا! فقير گهڙي کن ماٺ ڪري وري عرض ڪيو تہ حضرتا! خدا جي خلق کي ڇا لاءِ پريشان ڪيو اٿو؟ جيڪا حقيقت آهي؟ سا ظاهر ڪري سمجهايو؟ پير سائين جن فرمايو تہ تو چيو ٿي تہ آئون هڪ اک رکان ٿو، پر تون تہ ٻيئي اکيون ڪونہ ٿو رکين ۽ بلڪل نابين آهين!

**40- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ديهہ وگڻ ۾ ڪٽ تي تشريف فرما هئا، اتي اوچتو هڪ مجذوب اچي حضور ۾ ويٺو ۽ پير وارن فقيرن کي چوڻ لڳو تہ توهان پير سائين جن کي ڪونہ ڏٺو آهي ۽ نہ سڃاتو آهي! مون تہ پير سائين جن کي ڏٺو

آهي ۽ سچانو بہ آهي! توهان سڀ پيٽ پوڄيندڙ، رب ڪائو آهيو! پوءِ پاڻ ڪريمن کي مخاطب ٿي چوڻ لڳو تہ حضرتنا! اٿين آهي، جيئن مان چوان ٿو يا نہ؟ پير سائين جن کوبہ جواب ڏيڻ نہ فرمايو، بلڪ ماٺ ڪريو ان ڏانهن ٿي ڏٺائون! وري چيائين تہ اڄ رات مون اوهانکي شيخ الاعظم جي مجلس ۾ ڏٺو هو! جو اوهان اتي ويٺا هئا ۽ مان بہ حاضر هيس! پاڻ ڪريمن هن ڳالهہ پڌڻ شرط فرمايو تہ اي يار! اسان تي ڪوڙ نہ هڻ! اسان کي تہ خبر ئي نہ آهي ۽ اسان پنهنجي جاءِ تي سٿا پيا هئاسون! جيڪي تون چوين ٿو تون چاڻ اسان تي اهڙا ڪوڙ نہ هڻ!

**41- نقل:** ميان ابراهيم مانجهند جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ، هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ اهلبيت، گهر وارن کي چيو ويندو آهي، هي شرف اصل ۾ انهن اهلبيتن کي حاصل هوندو هو ۽ هنن اهلبيتن کي انهن جي ڪري آهي ۽ هيءَ حقيقت صوري آهي ۽ هو حقيقت معنوي آهي، جيڪو انهيءَ معنيٰ جي حقيقت کي پهتو اهو اهلبيت آهي!

**42- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ حسن بہ قسم آهي! هڪ جيڪو محتاج آهي سون ۽ زيور جو! ٻيو جيڪو سينگار جو محتاج نہ هجي، بلڪ سينگار ۽ سمورا سبب ان جا محتاج هجن.

**43- نقل:** عبدالله فقير ابڙو نقل ڪري ٿو تہ هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر تي، رڙي ديهہ جي فقيرن جي دعوت تي، تشريف فرما ٿيا هئا! جڏهن اتان ٻاهر آيا، تڏهن پڇيائون تہ هن شهر جو نالو ڇا آهي؟ فقيرن عرض ڪيو تہ حضرتنا! هن جو نالو رڙي آهي! پاڻ نالو ٻڌي ڪجهہ ملول ٿيا ۽ ڪجهہ بہ نہ ڳالهايائون، جڏهن اتان فتح پور جي فقيرن جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا، تڏهن فرمايائون تہ هن شهر جو نالو ڇا آهي؟ فقيرن عرض ڪيو تہ فتح پور! پوءِ پاڻ فرمايائون تہ هاڻي فتح آهي ۽ ڏاڍا خوش ٿيا! ۽ ان شهر ۾ هڪ هزار ماڻهو بيعت ڪري مريد ٿيا، ۽ رڙيءَ ديهہ ۾ فقط ست اٺ ماڻهو مريد ٿيا هئا.

**44- نقل:** عبدالله فقير نقل ڪري ٿو تہ منهنجو پاءُ هن دنيا مان وفات ڪري ويو، هڪ ٻيري عاشوري جي ڏينهن، حضرت پير سائين قدس سره جن

جي حضور ۾ حاضر ٿي عرض ڪيم ته منهنجي پاءُ جي قبر تي ڪڏهن تشريف آڻيو؟ پاڻ فرمايائون ته اڄ عاشوري جو ڏينهن آهي! پوءِ ٻي ڏينهن منهنجي پاءُ جي قبر تي اچي ختمون بخشيائون! ايتري ۾ هڪ فقير عرض ڪيو ته حضرتا! مون لاءِ به دعا گهرو ته منهنجي به هت قبر ٿئي، جتي اوهان قدم گهمايا آهن؟ پاڻ سنڌي لفظن ۾ جواب فرمايائون:

هڙ ۾ هوءِ ته ڪا ته جهنگ مڙويئي دائرو!

**45- نقل:** خليفو ميان غازي خان ٽالپر نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته مهيني جي آخري تاريخن، جن ۾ چنڊ نه اڀرندو آهي، انهن ۾ شادي جو ڪم نه ڪجي، ۽ سفر ۾ به وڃڻ نه گهرجي.

**46- نقل:** بجار فقير ٽالپر ماباڻي نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ هڪ دفعي حاضر هيس! ايتري ۾ عباس فقير سهتو، جنهن ميان بچل پيرزادي کي ڌڪايو هو ۽ اهو قصو پير سائين جن وٽ پهتل هو! اهو قدم بوسي ڪرڻ آيو! پير سائين جن ڪيس هٿ مبارڪ نه ڏنو ۽ فرمايائون ته توهان وچن جهڙا آهيو، جو ماڻهن کي ايذاءُ پهچايو ٿا! پوءِ اسان وٽ ڇا لاءِ ٿا اچو؟ اسان کي توهان دنيا وارن کان، عاجزي وارا وڌيڪ پسند آهن.

**47- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ باغيچي اندر ويٺو هيس، ان وقت عرض ڪيم ته حضرتا! باغ جا وڻ، ڪک ۽ پن سڀيئي ذڪر ڪن ٿا؟ پاڻ فرمايائون ته هي سڀيئي ذڪر ۾ آهن پر تون پاڻ کي ڏس؟

**48- نقل:** محمد خان نظاماڻي ڪامئواڻي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن اسان جي ڳوٺ ۾ تشريف فرما ٿيا هئا! ۽ پير سائين جن جي روانگيءَ وقت پنهنجي گهوڙي جيڪا ڏٻري ۽ قد جي ڇوٽي هئي، ڪين سواريءَ لاءِ پيش ڪيم! پاڻ ان تي سوار ٿيا، پوءِ عرض ڪيم ته هي ڏٻري ۽ ڇوٽي گهوڙي پنهنجي حال بيان ڪرڻ لاءِ حاضر ڪئي اٿم؟ پاڻ جواب ۾ فرمايائون ته ڏسڻ ۾ ضعيف آهي پر همت ۾ مضبوط آهي!

# فصل ٻيون

## مستن جي مقال!

**1- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته ٻه مجذوب هئا: هڪ هندو، ٻيو مسلمان! لاڙڪاڻي شهر ۾ وقت بوقت ملندا هئا! مسلمان مجذوب، هندو مجذوب کي چيو ته چئو! "لا اله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم" هندو مجذوب چئو "لا الله الاالله محمد الرسول الله مسلمان کيس صحيح نموني کلمو پڙهڻ تي زور ڏنو! تنهن تي هندوءَ مسلمان کي سنڌي زبان ۾ چيو ته: هاڙباهي ور وڪڙ ڪٿي ڄڏ؟ مسلمان، هندوءَ کي چيو ته اها ڳالهه تڏهن ٿو چوين، جو شريعت جا لڪڙ نه چکيا اٿئي؟ پير سائين جن هن نقل تي خوش ٿيندا هئا!

**2- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حضرت ميان صاحب قدس سره جن کان نقل ارشاد فرمايو ته هڪ ڏينهن پاڻ ڪنهن هندوءَ جي مسلمان ٿيڻ جي معاملي متعلق درياءَ کان ٻي طرف هڪ جاءِ تي پهتا! جتي هڪ مجذوب صاحب ڪشف جو هو، پاڻ دل ۾ خيال ڪيائون ان معاملي ۾ هن مجذوب کان فال وٺون؟ ايتري ۾ ان مجذوب چيو ته! ڪارڙو ڪارڙو! ڪبهڙي مار وڌائون! (شينهن آخر شينهن آ، ٻر ڪبوتري ماري وڌائون!) پوءِ انهيءَ شهر ۾ پهتا، ان هندوءَ جي اسلام جا شاهد حاضر نه ٿيا ۽ ٻيا شاهد هڪ هندو عورت جي اسلام جا ٿيا، پاڻ ان کي مسلمان فرمائي واپس موٽيا!

**3- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته کهڙن جو هڪ شخص مجذوبن جي جماعت مان هو! جنهن جي عادت هئي؟ جو جيڪڏهن ڪو شادي ڪندو هو ته ان جي پرسان ٻيهي هي سنڌي لفظ چوندو هو: اي متان ڙي متان؟ يعني شاديءَ کي ويجهو نه وڃ؟ جڏهن ان جو نڪاح پڙهندا هئا ته

نازبون وجائي هي سنڌي لفظ چوندو هو "ڦاٽو، ڙي گيدي ڦاٽو! يعني هي پست همٿ وڏي قيد ۾ بند ٿيو!

**4- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي حضور ۾ حاضر هيس، ايتري ۾ محبت الاهي جو مست مخدوم ابراهيم ۽ قاضي محفوظ نصرپوري پاڻ ۾ گفتگو شروع ڪئي؟ ته ان مست قاضيءَ ڪي سخت ٺڦڙ منهن تي هڻي ورتي! قاضيءَ حضور ۾ اچي دانهن ڏني، پير سائين جن ابراهيم فقير ڪي گهرائي تنبيه فرمائي، حڪم فرمايائون ته اسان جي جماعت مان نڪري وڃ؟ هو به مجذوب هو چوڻ لڳو، وٺ پنهنجي جماعت، مان وڃان ٿو؟

پاڻ ڪريم جن قاضيءَ جي دانهن تي ڪنهن قدر رنج به ٿيا! مجذوب ٻن ڏينهن کان پوءِ موٽي آيو، ۽ قدم بوسي ڪري چوڻ لڳو يار! هليو ته وبس، پر توکان سواءِ گذاري نه سگهيس! تنهن تي پير سائين جن مرڪندي ڪيس ياڪر ۾ ورتو!

**5- نقل:** عبدالله فقير شاعر نقل ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن خيرپور کان واپس درگاهه مبارڪ موٽيا ٿي آيا! وات تي هڪ مجذوب ڪين عرض ڪيو ته "قبلا اسان چريا نه آهيون، تڏهن به خلق اسان کي چريو چوي ٿي" پاڻ جواب ۾ فرمايائون:

**چريو سوئي لوڪ، جو چرين کي چريو چوي!**
**چرين ڏنو سو ٿوڪ، سياڻا سڪن جنهن کي!**

# فصل ٽيون

## نبين سڳورن جي فضيلت!

**1- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته حضرت دائود عليہ السلام کو وقت پنهنجن پٽن کان وڇڙي ويو هو! گهڻي مدت بعد، جڏهن پنهنجي گهر موٽڻ لڳو ته ان جي پٽن کي خبر پئي ته هو سندس استقبال لاءِ اڳتي وڌي آيا، پوءِ هڪ ٻڍڙي کي واٽ سان ايندو ڏسي ان کان دائود عليہ السلام جي خبر پڇيائون؟ حالانڪہ اهو ئي ته دائود عليہ السلام پاڻ هو) جنهن کي پٽن ڪونہ سڃاتو هو!

اي عزيز! جڏهن نبيءَ سڳوري کي سندس پٽن نہ سڃاتو ته اهي ظاهر وارا، عارفن جي نقطن کي ڇا سمجهندا، جن کي نسبت جي ڪابہ خبر ڪانہ آسي مشهور آهي ته: الولي يعرف الولي! يعني ولي الله کي ولي ئي سڃاڻيندو آهي.

**2- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ ڍنڍ هئي، ان جو پاڻي، درياءَ جي پاڻي سان ڳنڍيل هو! ان ڍنڍ ۾ ٽي مڇيون اچي رهڻ لڳيون، تن مان هڪ سياڻي، ٻي اڌ سياڻي ۽ ٽين صفا ٻي سمجهہ هئي! اتفاقن مهاڻن کي خبر پئي ته هن ڍنڍ ۾ ٽي مڇيون آيون آهن؟ تن درياءَ جي پاسي کان چار وڃهن جو سعيو ڪيو! سياڻي مڇي ان چار پوڻ کان واقف ٿي، سنگت کي چيو ته هي پاڻي فاني آهي، اچو ته درياءَ ڏانهن نڪري هلون؟ تڏهن ٻين چيو ته اڃا پاڻي گهڻو آهي ٻہ ٽي ڏينهن هت گهمڻون پوءِ درياءَ ڏي هلندا سون! جڏهن سياڻي مڇي ڏٺو ته هي نہ ٿيون هلن، تڏهن اها ٻنا دير ڍنڍ مان نڪري درياءَ ڏي هلي وئي! ٽيسنتائين مهاڻن بہ اچي چار وڌو! پوءِ اها اڌ سياڻي مڇي، اهو حال ڏسي گهڻو پشيمان ٿي! ۽ چيائين ته مون غلطي ڪئي، ڪاش جو مان بہ ان (سياڻي) مڇي وانگر، هن مصيبت نازل ٿيڻ کان اڳ، پنهنجو بچاءَ ڪيان ها! جيئن ته:

**علاج واقعہ پيش از وقوع بايد کرد، دريغ سودندارد چون رفت کار از دست**

(يعنيٰ تڪليف پهچڻ کان اڳ ئي علاج سوچڻ گهرجي، جڏهن ڳالهہ هٿان نڪري وئي ته افسوس ڪرڻ مان ڪجهہ بہ نہ ورندو!)

هاٿي جڏهن نہ پچڻ جي جاءِ نہ آهي، تنهن ڪري ڪنهن حيلي بهاني سان جان بچائجي؟ سو پاڻ کي مثل مڇي وانگر، ڪيرو ڪري، پاڻي مٿان لڙهڻ لڳي! پوءِ مهاڻن ان کي مئل سمجهي، ڪٺي درياءَ ۾ سٽيائون! ۽ ان مڇي، انهيءَ حيلي سان پاڻ بچائي ورتو. چوندڙ ڪهڙو نہ سٺو چيو آهي:

**بمير اي دوست گر خواهي رهائي - کہ بي مردن، نيابي آشنائي!**

(يعني اي دوست جيڪڏهن ڇوٽڪارو گهرين ٿو تہ فنا ٿي؟ ڇو تہ موت بغير معرفت نہ ملندي آهي!)

۽ ٽين مڇي؟ جيڪا ناسمجهہ هئي! سا اهو حال ڏسي گهڻو حيران ۽ پريشان ٿي ۽ هيڏي هوڏي ڊوڙڻ لڳي! ۽ آخر ڄار ۾ وڃي ڦاٿي! ڄار ٻاهر ڪڍيائون تہ هيءَ ڦٿڪڻ لڳي! پوءِ اجل جي ڪنڍي ان جي مغز ۾ هنيائون! تڏهن هن سنڀاريو تہ منهنجا سنگتي ڪاڏي ويا؟ ۽ مون کي مهاڻن غفلت جي ڪري موت جي ڄار ۾ ڦاسائي وڌو!

ان جاءِ تي حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ، دانا مڇيءَ مان مراد نبي سڳورا عليهم السلام آهن! جيڪي پاڪائي ۽ پرهيزگاري سان سينگاريل آهن! والسابقون الاولون! ۽ هر خير ۾ اڳ ڪٽي وبندڙ آهن ۽ دنيا جي گندگي جي ڦاهي کان سلامت بچي، وحدت جي درياءَ ۾ مستغرق ٿي ويا آهن :

**جنهن پاڻيءَ ۾ پڙنرا، چلڙ، چڪ گهڻي**
**ويا چٽ ڪٽي، تنهن سر مٿان هنجهڙا**

۽ اڌ عقل واري مڇيءَ مان مراد، ولي سڳورا آهن، جڏهن ڄاڻائون تہ دنيا جي خيالات جو ڄار چوگرد سٽيل آهي ۽ ان کان ڇوٽڪارو، ڪنهن حيلي کانسواءِ ممڪن نہ آهي، تہ انهن پاڻ کي: موتوا قبل ان تموتوا، مرڻ کان اڳ ماري، پنهنجو سر ساهہ بچائي، وحدت جي درياءَ ۾ پهتا آهن: ومنهم مقتصد (انهن مان ڪي درمياني واٽ وارا آهن) انهن جي حال تي شاهد آهي! ۽ صفا بي سمجهہ مڇيءَ مان مراد دنيادار ماڻهو آهن، جيڪي هن فاني جهان جي ڍنڍ ۾ شهوتن ۽ نفساني خواهش جو گاهہ، پنهنجي دل جي خواهش تي چرن ۽ کائن پيئن ٿا! ۽ موت جي شڪاري جي پڪڙ کان غافل آهن: ومنهم

ظالم للنفسہ (انھن مان ڪي پنھنجو پاڻ تي ظلم ڪرڻ وارا آھن) انھن جي حال تي شاھد آھي! پوءِ آخر اجل جو شڪاري، انھن کي اچي ڦاسائي ٿو! ۽ موت جي ڪنڍي سندن حياتي جي گردن ۾ وجھي ٿو، تڏھن اھي مَکِ وانگر افسوس جا ھٿ مٿي تي ۽ سوداءِ وارو مٿو دروازي تي هڻندا آھن! پر ان وقت اھو ڪين نفع نہ ڏيندو آھي! "الناس نيام اذا ماتوا فانتبھوا" ان حقيقت ڏانھن اشارو آھي.

**3- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جون ٻہ حالتون ھيون! ھڪ سڪر جي (مڪمل استغراق جي) ٻي صحو جي (معمول موجب حالت) الله تعاليٰ جو ڪلام، قرآن پاڪ سڪر جي حالت ۾ مٿن نازل ٿيندو ھو! باقي صحو ۾ سندن گفتگو جو نالو حديث شريف آھي! ۽ انھن ٻنھي ڪلامن کي جدا ڪندڙ، عقل ڪل حضرت جبرائيل عليہ السلام آھي! مولانا جامي رحمت الله عليہ کھڙو نہ سٺو چيو آھي:

**نہ بشر خوانمت اے دوست، نہ حورو نہ پري**

**اين ھمہ بر تو حجاب اند تو چيزے ديگري**

(اي دوست! مان توکي نہ تہ بشر ٿو چوان، نہ حور ۽ نہ پري، اھي سڀ تو تي پردا آھن، تون تہ ڪا ٻي شيءِ آھين!)

مولانا روم قدس سره فرمايو آھي:

**گرچہ قرآن ازلب پيغمبر است، ھرکہ گويد حق نگفتہ کافر است**

(قران پاڪ جيتوڻيڪ پيغمبر جي زبان کان نڪتل آھي، پر جيڪو انھيءَ کي خدا جو ڪلام نہ سمجھي سو ڪافر آھي)

**4- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ جڏھن سورت "اذا جآء نصرالله" نازل ٿي ۽ حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن، اھا سورت تلاوت ڪئي تہ حضرت عباس رضي الله عنہ ڏاڍي روئڻ لڳو! پاڻ سڳورن ان کان روئڻ جو سبب پڇو؟ حضرت عباس رضي الله عنہ عرض ڪيو تہ قبلا! ھن مان اوھان جي لاڏاڻي جو اشارو سمجھ ۾ آيو! تنھن ڪري روئڻ لڳس! پاڻ فرمايائون تہ برابر اھا ڳالھہ صحيح آھي، پوءِ پاڻ سڳورن

پن سالن گذرڻ بعد هن جهان مان لاڏاڻو فرمايو! صحابي سڳورا هن سورت کي موڪلاڻي جي سورت جي نالي سان به سڏيندا هئا! انهيءَ سورت جي نازل ٿيڻ تي پاڻ ڪريمن پنهنجي نياڻي سڳوري بي بي فاطمة الزهره رضي الله عنها کي سڏي پنهنجي وصال جي خبر ٻڌائي ته:

**هن جهان کان موٽڻ جو حڪم آيو هو تنهن ڪري،**

**سفر جو سامان تيار ڪري موٽڻ جو ارادو آهي!**

بي بي سائڻ جدائي جي اها خبر ٻڌي بي اختيار رني! تنهن تي پاڻ سونهارن ڪيس تسلي ڏيندي فرمايو ته "سمورن اهلبيتن کان پهريائين مون سان تون ئي ملندينءَ! تڏهن بي بي سائڻ خوش ٿي!

اي عزيز: حضرت پير سائين روضي ڌڻي رحمة الله عليه جن فرمائيندا هئا ته انهيءَ سورت نازل ٿيڻ کان پوءِ، حضور سرور ڪائنات عليه الصلواة والسلام جن اڪيلائي پسند فرمائيندا هئا، ۽ ڪنهن سان وڌيڪ الفت ڪرڻ گهٽ ڪندا هئا! وردءِ وظيفن بنسبت استغفار ۾ وڌيڪ مشغول هوندا هئا!

**5- نقل:** خليفو لقمان فقير نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن "الولاية افضل من النبوة" جي جملي بابت فرمايائون ته انهيءَ جون ٻه معنائون ٿي سگهن ٿيون؟ هڪ هيءَ ته نبي سڳوري کي خدا سان وحيءَ جي ذريعي واسطو هوندو آهي ۽ الله جي ولي کي ڪوبه وچ ۾ واسطو ڪونه هوندو آهي (حالانڪ بي واسطي سندس تعلق به حقيقت ۾ ان جي نبيءَ جو ئي صدقو آهي) ظاهري واسطي نه هجڻ سبب ولايت (جيڪا نبيءَ جي هجي) کي نبوت کان افضل چيو اٿن! ٻي معني آهي ته ڪنهن وقت نبي سڳورو ولي الله سببان کو مقام حاصل ڪندو آهي، جڏهن ته خود ولي الله کي فيض به سندس ئي عطا ڪيل آهي! جيئن ڪو سخي پنهنجو خزانو ڪنهن خزانچي وٽ رکي! ۽ضرورت وقت، ان وٽان گهرائي وٺي، جيڪو سندس ئي ملڪيت آهي! مگر بظاهر هن وٽانئس گهرايائين! انهيءَ مفهوم مان: الولاية افضل من النبوة! به چوندا آهن!

**6- نقل:** هڪ ڀيري پاڻهو، حضور پر نور، حضرت پير سائين قدس سره جن

جي خدمت ۾ حاضر هو! مٿئين جملي (الولاية افضل من النبوة) جي تشريح ڪندي فرمايائون ته نبوت ۽ ولايت جو اهو فرق نبيءَ جي ولايت ۽ سندس نبوت جي باعتبار آهي! نه ڪي نبي ۽ غير نبي جي اعتبار کان! (ڇو ته ولي الله، نبي الله کان افضل ته ڇا پر برابر هجڻ جو تصور به ناممڪن آهي) جيئن ته نبي الله خلق کي، خدا ڏانهن خدا جي حڪم سان دعوت ڏيندڙ جي حيثيت ۾، صاحب نبوت آهي ۽ دربار احديت جي طرف خالص توجهه جي حيثيت سان صاحب ولايت جو آهي! ۽ ان طريقي سان ولايت (جي صفت) نبوت جي صفت کان افضل آهي! جڏهن ته بي سمجهن ولي الله جي ولايت کي نبي، الله جي نبوت کان افضل سمجهڻ جو فاسد وهم گهڙيو آهي! جو انهيءَ بيهوده وهم سبب چيو اٿن ته ولي الله جو منهن، فقط ذات پاڪ جل شانه ڏانهن آهي ۽ نبي الله جو توجهه خلق ڏانهن آهي! فقط اينتري ڳالهه نبوت کان ولايت جي فضليت جو دليل نٿي ٿي سگهي؟ بلڪ حقيقت اها آهي ته ڪيترا ولي الله وحدت جي درياءَ مان اجايل موٽيا آهن ۽ اج سبب ٿي سندن توجهه فقط انهيءَ طرف آهي! جڏهن ته نبي سڳورا اينترا ته سيراب ۽ ڍاول آهن، جو سندن اج بلڪل ختم ٿي ويل آهي ۽ انهيءَ سبب سندن توجه خلق کي خالق ڏانهن سڏڻ طرف آهي، ۽ ولين جو توجه گهٽو ڪري ذات پاڪ ڏانهن ۽ ٿورو خلق جي دعوت ڏانهن به هوندو آهي.

اي عزيز! هن مثال ۾ ائين سمجهه ته هڪ ڍاول آهي ۽ ٻيو اجايل ۽ بکيو! پوءِ پهريون آرام سان ننڊ ڪندو ۽ ٻي کان ننڊ، ڪي ڪوهه پري هوندي.

**7- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن، حضرت عڪاشه رضي الله عنه جي روايت بيان ڪئي ته حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن صحابين سڳورن کي فرمايو ته جيڪو ربيع الاول جي چنڊ جي خبر ٻڌائيندو تنهن کي مان جنت جي بشارت ڏيندس؟ پوءِ حضرت عڪاشه رضي الله عنه ٿي پهرڀان چنڊ جي خوشخبري اچي ٻڌائي! پاڻ سڳورن مرڪي حضرت عڪاشه کي وعدي مطابق جنت جي خوشخبري ڏنائون، صحابين سڳورن عرض ڪيو ته حضرتا! ربيع الاول جي چنڊ جي خبر تي اينتري خوشي

ڪهڙي سبب آهي؟ارشاد فرمايائون ته منهنجي ولادت ان ۾ ٿي ۽ منهنجو وصال به انهيءَ مهيني ۾ ٿيندو، انهيءَ کان پوءِ ٻين صحابين سڳورن به چند جي خوشخبري عرض رکي، مگر پاڻ فرمايائون ته اسانکي ته عڪاشه ٿي اڳ ۾ خبر ٻڌائي آهي!

8- نقل: حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته حضرت عيسيٰ علي نبيناوعليه السلام کي، جڏهن ملائڪ چوٿين آسمان تي وٺي آيا، تڏهن ڪيس اجا بلندي تي پهچڻ جو خيال ٿيو! فقط اينري خيال سبب سندس عروج اتي روڪيو ويو! مگر جڏهن اسان جي آقا حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم کي معراج ماڻايائون ته پاڻ سونهارن، آسمان عرش، ڪرسي، جنت، دوزخ وغيره جي مشاهدي جي باوجود، ڪٿي به اهڙو خيال نه آندائون! تان ته الله تبارڪ وتعاليٰ جي پنهنجي مٺي مبارڪ جي اکين مبارڪن سان زيارت ڪيائون، اهو مقام فقط اسان جي نبي سڳوري کي مليو ۽ بس! ۽ اسان جو ئي نبي آخري نبي ۽ ڪائنات جي تخليق جو سبب آهي! (صلي الله عليه وسلم)

9- نقل: هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه کان هڪ يهودي قرض لهڻندو هو! هڪ دفعي حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن ۽ صحابين جي موجودگيءَ ۾ يهودي اچي، صديق اڪبرکان تلخ لهجي سان قرض گهريو؟ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جيستائين ماٺ هو، تيستائين حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن مرڪندا رهيا! پر جڏهن يهودي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي والد کي گهٽ وڌ ڳالهايو، تڏهن حضرت صديق اڪبر جوش ۾ اچي جواب ڏنو ته تنهنجو پيءُ هھڙو آهي وغيره! اهو ٻڌي حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن ڪنهن قدر رنجيده ٿي اٿيا، هڪ صحابي عرض ڪيو، قبلا اڳ ۾ اوهان مرڪندا رهيا، بعد ۾اوهان ناراض ٿي اٿيا، سو ڇو؟ پاڻ فرمايائون جيستائين ابوبڪر صديق ماٺ هو، تيستائين يهودي کي سندس بيهوده گفتگو جو جواب ملائڪ ڏيئي رهيا هئا! پر جڏهن ابوبڪر صديق مقابلو ڪيو، تڏهن مجلس ۾ شيطان اچي ويو ۽

اهڙي مجلس ۾ نبين کي ويهڻ نه گهرجي! ان مقام تي پير سائين جن هي نڪتو بيان فرمايو ته جڏهن ابوبڪر صديق رضي الله عنه يهوديءَ جي بدڪلامي جو مقابلو شروع ڪيو، تڏهن ٻيائي پيدا ٿي، جنهن سبب شيطان آيو! مشهور آهي ته: "السلامة في الوحدة ولآفة بالاثنين" يعني اڪيلائيءَ ۾ سلامتي ۽ ٻيائي ۾ مصيبت آهي!

**10- نقل:** هڪ دفعي حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان فرمايائون ته هيڪر حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن حجري شريف ۾ وضو فرمائي اڳڻ وٽ نفل پڙهيائون! ڪنهن ٻيبي سڳوري عرض ڪيو ته قبلا! اتي ته ٻارن جي اٺڻ ويهڻ سبب، جاءِ احتياط جوڳي ڪانه رهي هوندي؟ جواب ۾ فرمايائون ته اسان لاءِ الله تعاليٰ سموري زمين پاڪ فرمائي آهي.

**11- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ پيري مون حضرت پير سائين قدس سره جن کان پڇيو ته حضرتا! "حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن ڪنهن بيماريءَ سبب ڪا دوا استعمال فرمائي آهي ڇا؟ جواب ۾ فرمايائون ته هڪ دفعي حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن بيماري ۾ بيهوش ٿي ويا، تڏهن بي بي ماريه قبطيه رضي الله تعاليٰ عنها ڪنهن شيءِ جي ناس ڏاهي، نڪ مبارڪ ۾ وڌي! پاڻ سونهارن هوش اچڻ تي ناس بابت پڇيو؟ بي بي سڳوري عرض ڪيو ته قبلا هيءَ ناس اسان جي ملڪ ۾ "ذات الجنب" جي بيماريءَ دفع ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن! پاڻ فرمايائون اها شيطاني بيماري آهي، ۽ الله تعاليٰ اسان نبين کي انهيءَ کان محفوظ رکيو آهي!

# فصل چوٿون

## اصحابن سڳورن جي فضيلت!

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو ته حضور صلي الله عليہ وسلم جن جا اصحابي سڳورا تمام گهڻا آهن، انهن مان ڏهہ سڀني کان پيارا آهن! جيڪي عشرة المبشرين جي لقب سان موصوف ۽ مشهور آهن! پير سائين جن فرمايو ته حضور صلي الله عليہ وسلم جن جو پهريائين قبلو بيت المقدس هو! پاڻ ان ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهندا هئا! هڪ ڏينهن ٽيپهريءَ نماز جون ٻہ رڪعتون بيت المقدس ڏانهن ادا ڪيائون ته اينتري ۾ وحي آيو: "فول وجهک شطر المسجد الحرام" (مسجد حرام ڏانهن متوجہ ٿيو) حضور صلي الله عليہ وسلم جن، الله تعاليٰ جي حڪم سان (انهيءَ جاءِ تي جنهن کي هن وقت مسجد قبلتين چوندا آهن) منهن مبارڪ ڦيرائي باقي ٻہ رڪعتون بيت الله ڏانهن منهن ڪري ادا ڪيائون! ان وقت جيڪي ٻہ اصحابي نماز ۾ داخل ٿيا، انهن نماز پيچي ڇڏي، مگر عشرة المبشرين (ڏهن پيارن) حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي پوبان نماز پوري ڪئي، انهيءَ بيان ڪندي پير سائين جن عشق ۽ ڪمال شوق کان فرمايو ته جن اصحابن جو قبلو بيت المقدس هو، انهن نماز پيچي وڌي، مگر انهن عشرت المبشرين جو قبلو ذات پاڪ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي هئي، تن نماز نہ پڳي ۽ پوري ڪيائون! پوءِ اهي الله تعاليٰ جي درگاهہ ۾ اهڙا تہ مقبول ٿيا، جو بشارت جي شرف سان نوازيا ويا! انهن ظاهري قبلي جي ڪري نماز پڳي ۽ هن حقيقي قبلي ڏانهن منهن ڪري نماز پوري ڪئي! خواجہ حافظ شيرازي رحمت الله عليہ هت فرمايو تہ:

**دوش از مسجد سوئے ميخانہ آمد پير ما**
**چيست ياران طريقت بعد زين تدبيرما**

(ڪالهہ رات اسان جو پير مسجد کان شراب خاني ۾ آيو! طريقت جي دوستن جي هاڻي ڪهڙي صلاح آهي؟)

**مامريدان روبسوئے ڪعبہ آريم چون - روبسوئے خانہ خمار دارد پيرما**

(اسان مريد ڪعبہ ڏانهن منهن ڪيئن ڪيون؟ جو اسان جو پير تہ ميخاني

ڏانهن منهن ڪيو بيٺو آهي!)

**2- نقل: هيڪر** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته سڄي زمين جا ولي سڳورا اصحابي جي جتي مبارڪ جي برابر نه آهن! ڇو ته اهي حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن جي صحبت کان مشرف ٿيا! ۽ امت جي ٻين ولين جو، جسم جي اکين سان حضور صلي الله عليه وسلم کي ڏسڻ محال آهي!

اي عزيز! پير سائين جن جو هي فرمائڻ ته سڄي زمين جا ولي سڳورا اصحابين جي جتي مبارڪ جي برابر نه آهن، اهو سندن حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن سان بي انتها عشق ۽ محبت جي غلبي ڪان هو!

**3- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته جنهن به اصحابي حضور صلي الله عليه وسلم جن جو منهن مبارڪ هڪ دفعو ڏٺو، ان کي ولايت جا سمورا ڪمال، ڪُلي جزي درجا هڪ ئي نظر سان حاصل ٿي ويا هئا.

جڏهن ته هن امت جي ولين کي، برگزيده نبين جي ڪمالن جي جهلڪ! ۽ اصحابين سڳورن جا ڪمال هٿ اچڻ، سو بي انداز تڪليف، عروج، نزول، عشق، محبت ۽ ڪمال جذبي سان آهي!اهي سمورا ڪمال اصحابين سڳورن کي حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي هڪ نظر سان حاصل ٿي ويا هئا! جيئن حديث شريف ۾ آيل آهي "اصحابي ڪالنجوم فبايهم اقتديتم اهتديتم" پير سائين جن هن حديث جو مطلب هن ريت بيان فرمايو ته: عرب ولايت ۾ ماڻهو بريت ۽ سمنڊ ۾ سفر جي وقت، تارن کان رهبري وٺندي پنهنجي منزل تي پهچندا هئا . اهڙي طرح اصحابين سڳورن جي اقتدا اهل ڪمال جي اقتدا آهي، پر اقتدا اهڙي ڪرڻ گهرجي جو "مرده بدست زنده" يعني جيئن مئل جيئري جي هٿ ۾ هجي! جو پنهنجي هستيءَ کي فنا ڪري ڇڏي ڇو ته جيستائين هستي باقي هوندي، تيستائين مرشد تصرف جو هٿ مٿس نه رکندو! جيئن چيو اٿن:

**تاتو هستي خويش رانگذاشتي - فيض ڪامل را به هرگزنيافتي**

(جيستائين تون هستي نه ڇڏيندين، تيستائين ڪامل وٽان فيض حاصل نه ڪندين!)

**4- نقل:** عبدالله فقير اڙو جيهيجي (امام واھ جي پر سان هڪ ديهہ) جو رهنڌڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره مثنوي پڙهڻ کان فارغ ٿي ويٺا تہ هڪ فقير هن ارادي سان تہ مرشد جي حضور ۾ ٿورو اچڻ، گهٽي اچڻ کان بهتر آهي؟ اچي عرض ڪيو تہ حضرتا! حضرت اويس قرني رضي الله تعاليٰ عنہ تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي وصال کان پوءِ ڪمال حاصل ڪيو! پاڻ جوش ۾ اچي فرمايائون تہ رسول خدا صلي الله عليہ وسلم جن جا اصحابي پلا آهن يا اويس قرني؟ فقير کي جواب جي طاقت نہ رهي ۽ ماٺ ڪري ويهي رهيو! پاڻ فرمايائون تہ اي يار! حضور صلي الله عليہ وسلم جا صحابي سڳورا گهٽي صحبت جي ڪري سيني کان پلارا آهن ۽ حضرت اويس قرني رضي الله عنہ جي شان ۾حضور صلي الله عليہ وسلم جن "خيرالتابعين" فرمايو آهي!

**5- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ حضرت خواجہ حسن بصري رحمت الله عليہ کي ماڻهن عرض ڪيو تہ حضرتا! رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن جا اصحابي سڳورا ڪيئن هئا ۽ انهن جو طريقو ڪهڙو هو؟ حضرت خواجہ صاحب فرمايو تہ جيڪڏهن توهان کي اصحابي سڳورا ڏسن ها تہ چون ها، هي ڪافر آهن! جيڪڏهن توهان اصحابن سڳورن کي ڏسو ها، چئو ها تہ هي چريا آهن! پيرسائين جن فرمايو تہ ان وقت تابعين جي زماني ۾ هڪ طبقو گذريو هو، جو اينترو فرق اچي ويو، هاڻي ڏهاڪو طبقا گذرڻ بعد، خدا ڄاڻي ڪهڙو حال ٿيندو؟

**6- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪ ڏينهن حضور صلي الله عليہ وسلم جن وٽ هڪ اعرابي اسلام آڻڻ لاءِ آيو! اسلام جو ابتدائي دور هو، پاڻ ان کي ڪلمو طيب پڙهائي فرمايائون تہ هن ڪم کي لڪائي ڪجانءِ؟ اعرابي اجازت وٺي بيت الله ڏانهن طواف ڪرڻ ويو، ڪعبي جوطواف ڪندي محبت جي غلبي کان بلند آواز سان ڪلمو طيب پڙهڻ لڳو! مڪي جي ڪافرن ڪلمو شريف ٻڌي اعرابي کي ڏاڍو ماريو، اينتري قدر جو بيهوش ٿي ويو! پوءِ مڪي شريف جي رئيسن، ماريندڙن کي روڪيو تہ هن جي ڳوٺ مان مڪي جي قافلن جو گذر آهي، متان سندس ڳوٺ وارا قافلا نہ

لٽين؟ پوءِ حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ توکي حکم مخفي ڪرڻ جو هو! انهيءَ شخص حضور ۾ بلند آواز سان عرض ڪيو تہ هي ڪلمو طيب حق آهي، هن کي لڪائڻ نہ گهرجي!

**7- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ هڪ اصحابي سڳورو سفر ۾ فوت ٿي ويو، ڳولا ڪئي ويئي تہ ان جو لاش مليو ۽ ڪفن لاءِ سندس گودڙيءَ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ڪپڙو هٿ نہ آيو! آخرڪار انهيءَ گودڙيءَ جو ڪيس ڪفن ڏنائون، پر سندس قد تي ڪفن پورو نہ ٿيو! جيڪڏهن منهن واري پاسي پيا ڪن تہ پير پيا رهجن، جي پير پيا ڍڪجن تہ منهن پيو رهجي! اهو معاملو حضور صلي الله عليہ وسلم جن کي پيش ڪيو ويو؟ حضور صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو تہ گودڙيءَ سان سندس منهن ڍڪيو، ۽ پيرن جي پاسي کان گاهہ ڏيئي دفن ڪيو!

**8- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي عادت مبارڪ هئي تہ کير ۽ پاڻي پيئڻ وقت پنهنجي ساڄي پاسي واري کي ڏيندا هئا! هڪ دفعي ساڄي طرف حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ (ننڍڙي عمر جو) ويٺل هو، کابي پاسي کان هڪ پير مرد ويٺل هو! پوءِ پاڻ ڪريمن حضرت انس ڏانهن ڏسي فرمايائون تہ هي ملڪيت تنهنجي آهي، پر جي راضي ٿئين تہ هن دوست کي ڏيان، جو پير مرد آهي؟ حضرت انس ننڍڙي عمر جي باوجود سڀ پير مردن کان سمجهہ ۾ وڌيڪ هو:

**کودکے بعقل پیر بود – نزد اهل خرد کبیربود**

(جيڪو ڇوڪرو عقل جو وڏو هجي، اهو عقل وارن وٽ وڏو مرد آهي!)

ان عرض ڪيائين تہ حڪم کان انڪار نہ آهي. پر اوبر مبارڪ، ڪوثر جي چشمي جي ڏوتل نہ ڏيندس ۽ گوارا نہ رکندس جو ٻيو پيئي! پوءِ اوبر مبارڪ حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ کي ڏنائون.

**9- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ خواجہ حسن بصري رحمت الله عليہ ٻارائپ جي عمر ۾، پنهنجي ماءُ سان گڏ (جيڪا حضرت بي بي صاحبہ وٽ مزدوري ڪندي هئي) حضرت بي بي ام هاني رضي الله عنها جي گهر اچي، اڱڻ تي ڇوڪرن سان راند ڪرڻ لڳو ۽

حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي کوٺڙي مبارڪ مان بغير اجازت جي پاڻي پيتائين! جڏهن حضور پاڪ، صاحب لولاڪ صلي الله عليہ وسلم جن آيا، تڏهن کوٺڙي ۾ تورو پاڻي ڏسي پڇيائون؟ حضرت بيبي صاحبہ عرض ڪيو تہ حسن بصري نالي هڪ ڇوڪري بغير اجازت جي پاڻي پيتو آهي، پوءِ پاڻ فرمايائون تہ هي ٻار اسان جي علم مان فيض حاصل ڪندو؟

**10- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن مثنوي شريف مان نقل بيان ڪيو تہ هڪ رات حضرت امير معاويہ رضي الله تعاليٰ عنہ ستو پيو هو، تان جو فجر جي نماز امام جي تابعداريءَ کان قضا ٿي وئي! پوءِ حضرت امير معاويہ اڪيلي نماز پڙهي، پر ڏاڍو پشيمان ٿيو، ۽ گريو زاري ڪيائين، جو ڪهڙو نہ سٺو وقت هٿ مان هليو ويو؟ وري ٻي پيري بہ ننڊ اچي وئي، اينتري قدر جو امام جو نماز پڙهائڻ جو وقت اچي ويجهو ٿيو، ان وقت ابليس لعين، امير معاويہ رضي الله عنہ جي دروازي تي اچي سڏ ڪيو؟اي امير معاويہ اٿ؟ جو نماز پڙهيو وڃي ٿا! حضرت امير معاويہ رضي الله عنہ چيو تہ اي سڏ ڪندڙ تون ڪير آهين؟ ان جواب ڏنو تہ مان ابليس آهيان! پوءِ امير معاويہ متفڪر ۽ حيران ٿي پڇيو تہ اي ابليس لعين، تو اهڙو ثواب جو ڪم، مون کان ٿي ڪرايو؟ سو ڪيئن؟ جڏهن تہ تنهنجو اهو طريقو ئي نہ آهي! چيائين مون ڏٺو تنهنجي نماز قضا پئي ٿي، تڏهن مون توکي جاڳايو آهي! امير معاويہ وري ان کان پڇيو تہ ان جو سبب ڪهڙو آهي؟ پوءِ شيطان سچ ڳالهائيندي چيو تہ: اڳين هفتي ۾ تنهنجي جماعت سان گڏ نماز پڙهڻ؟ رهجي وئي هئي تہ تون پريشان ٿي تمام گهڻو رنو هئين! پوءِ مون ملائڪن جي واتان ٻڌو تہ الله تعاليٰ کي امير معاويہ جو روئڻ تمام گهڻو پسند آيو آهي! ان ڪري ان کي ستر نمازن باجماعت قبول پيلن جو ثواب ڏنو ويو آهي! سو اي امير معاويہ مون ڏٺو تہ تون ستل هئين، ڊنم تہ جي اڄ بہ تنهنجي جماعت قضا ٿي وئي تہ تون روئيندين ۽ توکي ستر نمازن جو ثواب ملندو، ان ڪري توکي اچي جاڳايو اٿم تہ جماعت سان نماز پڙهہ ۽ فقط هڪ جماعت جو ثواب حاصل ڪر!

**11- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان فرمايو تہ: حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي

ته: جيڪڏهن سموري امت جو ايمان گڏ ڪري تاراجي، جي هڪ پڙ ۾ ۽ (حضرت) ابوبڪر (صديق رضي الله عنه) جو ايمان ٻي پڙ ۾ وجهي توريو وڃي ته البته صديقي ايمان وارو پڙ ڳرو ٿيندو.

**12- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان ٿي فرمايو ته: هڪ ڏينهن حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جهادفي سبيل الله کان واپس ٿي، مديني معظم طرف ٿي آيا، جنهن گهٽي مان لشڪر ٿي گذريو، ان گهٽي ۾ هڪ ڪاسائي بدعت جو عادي وٺو هو. جيئن ته ان جو پنگ گهوٽڻ جو وقت ٿيو هو، مگر صحابه ڪرام رضي الله تعالىٰ عنهم جي اچڻ ڪري ماٺ ڪيو ويٺو هو ۽ حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جن اتان گذر فرمايو ته هن بدعتي قدم بوسي ڪري رڪيب سان، عاجزي انڪساري ڪندو هليو! جڏهن پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن مسجد شريف ۾ داخل ٿيا ته اهو موٽي وڃي پنهنجي بدعت جي ڪم ۾ مشغول ٿيو، ان دوران حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن تي دربار ايزدي جل شانه مان وحي نازل ٿيو:

اي محبوب! جيڪو فلاڻو شخص اوهان کي گهٽيءَ ۾ مليو هو، ان کي گهرائي ڪيس نجات ۽ بخشش جي مبارڪ ڏيو!

پوءِ ان وقت پاڻ ڪريمن هڪ صحابي، ان کي گهرائڻ لاءِ موڪليو؟ جڏهن اصحابي سڳورو ان جي دروازي تي پهتو ۽ ڪيس رسول الله صلي الله عليه وسلم جو پيغام پهچايائين ته اهو پنگ پيئندڙ بدعتي پنهنجي بدعمل جي ڪري ڏڪڻ لڳو ۽ ان کي يقين ٿيو ته منهنجي افعالن کان حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جن واقف ٿيا آهن! پوءِ خوف وچان ڏڄندو، ڏڪندو، حضور ۾ اچي حاضر ٿيو! پاڻ ڪريمن پهچڻ شرط ان شخص کي مالڪ سائين جل شانه طرفان مبارڪ ڏيئي خوش ڪيائون! پوءِ ان شخص ان وقت ٿي بڇڙن ڪمن کان توبه ڪئي ۽ رب ڪريم جي طرف رجوع ڪيائين! (يعني حياءَ ۽ ادب جو صلو حاصل ڪيائين!)

**13- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن هڪ پيري حضرت ابوبڪر صديق رضي الله

عنه کان پڇيو تہ ڪر خبر؟ تنهنجي مون سان ڪيتري محبت آهي؟ عرض ڪيائين تہ قبلا اهل عيال ۽ پنهنجي جان کان بہ اوهان وڌيڪ محبوب آهيو! پاڻ فرمايائون تنهنجو ايمان ڪامل آهي.
اهڙي طرح حضرت عمر رضي الله عنه کان بہ ساڳيو سوال ڪيائون؟ حضرت عمر رضي الله عنه عرض ڪيو تہ قبلا مال ۽ اهل وعيال کان اوهان جي محبت غالب آهي پر ساهہ اجا بہ پيارو اٿم! پاڻ فرمايائون عمر! اجا تنهنجو ايمان ناقص آهي. ائين فرمائيندي سندس سيني تي هٿ مبارڪ ڦيرايائون تہ امير عمر جو سينو کلي پيو! پوءِ عرض ڪيائين قبلا! هاڻي اوهان ساهہ کان بہ وڌيڪ پيارا آهيو! فرمايائونس هائو! هاڻي تنهنجو ايمان ڪامل آهي!
**14- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ قرآن ڪريم جي شرح ڪندڙ اصحابن ۾ حضرت ابن عباس رضي الله تعالي عنه جي شرح ۽ تفسير مان وڌ ۾ وڌ توحيد جا نڪتا معلوم ٿيندا آهن! حضرت ابن عباس رضي الله عنه جو قران پاڪ جي آيت "ياآيهاالانسان ما غرک بربک الڪريم" تلاوت ڪندي، "غرني ڪرمک" (مون کي تنهنجي ڪرمي مغرور ڪيو) چوڻ بہ توحيد ڏانهن اشارو آهي:

**بود همين عفوتو عاصي طلب - عرصہ عصيان گرفتم زين سبب**

(تنهنجي معافي جي نظر گنهگار ڳوليندي آهي، تنهن ڪري مون گناهن ڪرڻ جو ميدان اختيار ڪيو!)

**چونڪہ ستاري توديدم ڪار ساز- هم بدست خود دريدم پرده باز**

(مون جڏهن ڏٺو تہ تنهنجي ستاري ڪم ناهيندي آهي، تڏهن پنهنجا سمورا پردا چاڪ ڪري ڇڏيم!)

**رحمتش راتشنہ ديدم بر گناه - آب ديده خويش را کردم پناه**

(سندس رحمت گناهہ تي اڃي ڏٺم، تہ اکين جو پاڻي پيش ڪري پناهہ حاصل ڪيم!)

**قطره چند از گنہ گرشد پديد - درچنين دريا ڪجا آيد بديد**

(جيڪڏهن گناهن جا ڪي قطرا ظاهر ٿيا، تہ اهي اهڙي اڻ ڪٿ درياءَ ۾ ڪٿان ڏسڻ ۾ ايندا)
**15- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ حضرت

عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي خلافت جي زماني ۾ جمعي جي ڏينهن خطبي لاءِ ممبر تي ويٺو تہ ابوذر غفاري رضي الله عنہ کيس چيو تہ اسان تنهنجو خطبو نہ ٻڌنداسين؟ ڇو تہ حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن سموري زندگي جَوَن جي رَبَ تي ڪفايت ڪئي! ۽ توهن رات ۾ طعام تيار ڪرائي نئين بدعت جي رسم وڌي آهي؟ حضرت عمر رضي الله عنہ ممبر کان هيٺ لهي آيو ۽ ابوذر غفاري رضي الله عنہ کي چيائين تہ عبدالله جي شاهدي قبول ڪندين يا ڪنهن ٻي جي؟ چيائين عبدالله جي شاهدي ڪافي آهي! تڏهن حضرت عبدالله بن عمر رضي الله عنہ شاهدي ڏني تہ رات هڪ بيمار مسافر لاءِ سندس طبيعت موافق ماني تيار ڪرائي ويئي هئي! باقي حضرت عمر رضي الله عنہ دستور موجب جَوَن جي رَبَ ڪاڌي هئي! پوءِ ابو ذر غفاري رضي الله عنہ مطمئن ٿي ويو ۽ امير المؤمنين جي وعظ ٻڌڻ لاءِ تيار ٿيو! تڏهن حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ ممبر تي خطبي لاءِ اٿيو!

**16- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪ ڪوجهي شڪل واري ماڻهو، حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جي دربار ۾ اچي اسلام قبول ڪيو! پوءِ ڪنهن موقعي تي انهيءَ سڳوري، حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کي پنهنجي شاديءَ لاءِ گذارش ڪئي؟ پاڻ سونهارن مجلس ۾ ويٺل هڪ اصحابي ڏانهن نظر فرمائي (جنهن وٽ سندس نياڻي ويٺل هئي) صحابي سڳورو اشارو سمجهي گهر آيو! نياڻي ۽ زال کي سموري حقيقت ٻڌايائين؟ سعادتمند نياڻي جواب ڏنو: بابا! محبوب ڪريم تان منهنجي جان بہ فدا آهي! پاڻ هڪ انسان جي نڪاح ۾ ڏين ٿا، بالفرض ڪنهن جانور سان گڏي ڇڏين ها تہ بہ مون کي قبول هجي ها! پوءِ حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جي رضا موجب، انهيءَ نو مسلم صحابي سڳوري جي ان سعادتمند ڇوڪريءَ سان شادي ٿي ويئي! پاڻ سونهارن سنت ئي جهاد جي تياري فرمائي، نئين شادي شده صحابيءَ کي گهر رهڻ جي اجازت ڏنائون، مگر اهو سڳورو ضد ڪري لڙائي ۾ شريڪ وڃي ٿيو ۽ آخر شهيد ٿيو! پوءِ جڏهن سندس ميت ڪچي آيو تہ، پاڻ ڪريمن ڪجهہ مرڪندي، نعلين پري لاهي سندس جنازو پڙهايو! صحابين سڳورن

عرض ڪيو ته قبلا! مرڪڻ ۽ نعلين پري لاهڻ جو ڪهڙو سبب؟ فرمايائون هن سڳوري جي جنازي ۾ جنت جون حورون شريڪ ٿيون آهن، تنهن ڪري نعلين لاٿم!

**17- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ اصحابي جي نياڻي پرڻجڻ ڪان انڪار ڪيو، هن خيال ڪان ته سندس ٿيندڙ مڙس مهمان گهر آڻيندو ۽ مون ڪان مهمانن جي خدمت نه پهچندي، پر جيڪڏهن ڪو مهمان نه آڻڻ جو واعدو ڪري ته ان سان نڪاح ڪرڻ ۾ ڪو اعتراض ڪونه آهي؟ آخر هڪ اصحابي سڳوري گهر مهمان نه آڻڻ جو واعدو ڪيو! پوءِ نياڻي جي شادي ان صحابي سان ٿي، ان بعد سندس مڙس گهڻو ڪري گهر ۾ ئي رهندو هو، جيئن واعدي پاڙڻ ۾ ڏکيائي نه ٿئي! بس نماز جي تڪبير ٻڌي نماز لاءِ ويندو هو ۽ فرض پڙهي سنتون اچي گهر پڙهندو هو! اتفاق سان هڪ ڀيري سندس ڪو پراڻو دوست ڪيس مليو، واعدو ياد هوندي به حق مهماني سبب، هن ڪيس مهمان بنائڻ جو فيصلو ڪيو! هوڏانهن سندس گهر واري ٻاهران ان سان گڏ مهمان ايندو ڏٺو ۽ گهر وٽ اچڻ تي ڪيس ٻن جي بجاءِ ٽي ماڻهو ۽ دروازي ڪان اندر، وري چار ماڻهو ڏسڻ ۾ آيا! مهمان جي خدمت چاڪري ڪرڻ ڪان پوءِ اهي جڏهن گهر ڪان ٻاهر نڪتا ته مائي کي پنج ماڻهو ڏسڻ ۾ آيا! تڏهن هيءَ عجب ۾ پئجي وئي! پوءِ اها حقيقت حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن کي عرض رکي ويئي. پاڻ فرمايائون مائي کي مهمان گڏجڻ وقت هي به ڄڻا ۽ پوءِ ٽيون سندن روزي ۽ گهر ۾ داخل ٿيڻ وقت چوٿون برڪت جي صورت نظر آئي! موٽ تي زحمت ساڻن شامل ٿي، جيڪا اوهان جي گهر مان هلي وئي! اها حقيقت جڏهن صحابي سڳوري جي زال ٻڌي ته مهمانن بابت پابندي وارو شرط نه فقط واپس ورتائين، بلڪ مڙس کي عرض ڪيائين ته ڪوشش ڪري هر روز ڪونه ڪو مهمان وٺي ايندو ڪر! جيئن مهمان پنهنجي قسمت موجب ڪائي ۽ اسانکي برڪت پئي ملي.

**18- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ اصحابي کي شراب پيئڻ جي عادت هئي! هڪ ڀيرا حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن وٽ توبه ڪرڻ جي باوجود عادت مٽائي نه سگهيو؟ ٽين ڀيري اچي خالص توبه ۽ ندامت ظاهر ڪيائين، مگر رسالت مآب صلي الله عليہ

وسلم جن جي درگاهہ ۾ حاضري کان حجاب سبب قاصر رهيو، آخر هڪ ڏينهن حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ هن سان گڏبو ۽ احوال معلوم ڪرڻ بعد ترار اگهاڙي ڪري مٿس حملي لاءِ تيار ٿيو، اينتري ۾ حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جي شفاعت سندس مدد ڪئي ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ کي فرمايائون تہ تو فقط هن جي بدعملي تي نظر رکي آهي، حالانڪہ هن جي دل اسان جي محبت سان معمور ۽ پربل آهي!شايد اسان سان سندس محبت جي ڪري ئي ان کي توبهہ نصيب ٿئي!

**19- نقل:** هڪڙي ڏينهن درگاهہ مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن پنهنجو ناهيل ڪتاب "جمع الجوامع" لکندي فرمايو تہ سمورن صحابين سڳورن، حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جون حديثون روايت ڪيون! مگر ابوبڪر صديق رضي الله عليہ پاڻ سونهارن جي محبت ۽ عشق ۾ مستغرق ۽ مست هجڻ سبب ڪا روايت نہ ڪري سگهيو!

**20- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ حضرت علي ڪرم الله وجهہ الڪريم جن جي مشهور دلدل، هڪ خچر هئي، ابلق چٽ ڪبري رنگ جي، اها خچر، حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن حضرت علي رضي الله عنہ کي عنايت ڪئي هئي! ۽ اهلبيت جي مشهور ڪملي، حضرت ابراهيم عليہ السلام جي قرباني جي گهٽي جي ان مان تيار ٿيل لوئي هئي! اها بہ هڪ بادشاهہ حضور ۾ هديو پيش ڪئي هئي!

**21- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن هڪ ڏينهن ارشاد فرمايو تہ حضرت ابو هريره رضي الله عنہ فرمايو تہ مون کي حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن کان علم جا بہ ٿانو مليا! هڪڙي ٿانو مان عام ۽ خاص سمورا فيضياب ٿين ٿا! جنهن مان مراد حديثون آهن! ٻيو ٿانوءَ اهڙي علم جو آهي، جنهن کي لڪائڻ جو حڪم آهي؟ انهيءَ مان ذرو بہ ظاهر ڪريان تہ جيڪر مون کي ماٿهو قتل ڪري ڇڏين:

**سريست دراين سينہ کہ گفتن نتوانيم - دريست دراين بحر کہ سفتن نتوانيم**

(هن سيني ۾ اهڙو راز آهي، جيڪو ظاهر نٿو ڪري سگهجي، پڻ هن بحر ۾ هڪ موتي آهي، جنهن کي لڙهيءَ ۾ پوئي ظاهر ڪرڻ ممڪن نہ آهي)

**مشڪل هم آنست ڪ مشڪل خود را - گفتن نتوانيم ونهفتن نتوانيم**
(اسان جي لاءِ مشڪل ڳالهہ تہ اها آهي، جو پنهنجي تڪليف نہ تہ ٻڌائي سگهون ٿا ۽ نہ لڪائي سگهون ٿا!)

**22- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪ ڏينهن حضرت عمر رضي الله عنہ ۽ ٻين اصحابين سڳورن کي سفر ۾ سخت اُڃ لڳي، ڳولا ڪان پوءِ، هڪ ڪڏ ۾ پاڻي نظر آيو! حضرت عمر رضي الله عنہ پنهنجي سائين سميت پاڻي پيئتو، ٻري ڪان هڪ اصحابي پاڻي نہ پيئڻ جو اشارو ڪيو! حضرت عمر رضي الله عنہ بہ جواب ۾ روڪڻ جو اشارو ڪري ڪيس فرمايو تہ، پاڻي پيئڻ ڪان پوءِ منع جو سبب اسان تي بيان نہ ڪر؟

**23- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪ ڀيري حضرت امير عمر رضي الله عنہ رمضان جي مهيني ۾ سفر ڪان موٽي گهر پهتو! انهيءَ دور ۾، روزي افطار جو ٽائيم، سج لهڻ ڪان وٺي شفق (ڳاڙهاڻ) تائين هوندو هو! شفق لهڻ تي وري ٻي روزي جو حڪم ٿيندو هو! حضرت عمر رضي الله عنہ ڪان پل ۾ شفق لهڻ ڪان پوءِ پنهنجي گهر واريءَ سان صحبت ٿي ويئي! ٻر وقت حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جي خدمت ۾ اچي عرض ڪيائين تہ قبلا! مون ڪان هيءَ غلطي ٿي ويئي آهي، معافي ملڻ تائين مسجد جي ٿنڀي سان ٻڌو وڃي، يا شرعي سزا جاري ٿئي؟ پاڻ سونهارن ٿوري دير سوچ ڪئي تہ جبرئيل عليہ السلام وحي ڪٺي حاضر ٿيو:
"احل لڪم ليلةالصيام الرفث الىٰ نسائڪم، هن لباس لڪم وانتم لباس لهن .....اتموالصيام الي الليل" تائين.

(يعنيٰ روزن جي راتين ۾ توهان کي پنهنجي زالن سان ميلاپ جي اجازت ڏني ويئي آهي! اهي توهان جي واسطي ۽ توهان انهن جي واسطي پوشاڪ آهيو! الله پاڪ ڄاتو جو توهان پاڻ سان خيانت ڪئي! پوءِ توهان تي رجوع ٿيو ۽ توهان کي معاف فرمايائين! هاڻي ڀلي توهان پنهنجي گهر واريءَ سان صحبت ڪريو ۽ ايستائين کائو پيئو، جيستائين فجر جو اڇو سڳو (صبح صادق) ڪاري ساڳي (صبح ڪاذب) کان ظاهر ٿئي! پوءِ روزا رات تائين پورو ڪريو!

**24- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ ڀيري مديني وارن حضور سرور عالم صلي الله عليه وسلم جن کي عرض ڪيو ته قبلا! سوالين تنگ ڪيو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته گهرن جا دروازا بند ڪري ڇڏيو! صحابين سڳورن ائين ڪيو ته سوالي ته شهر ڇڏي ٻاهر هليا ويا، مگر انهن ۾ هڪ خوفناڪ، بيماري اچي پئي! جنهن کان تنگ ٿي، وري حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن وٽ فريادي ٿيا؟ پاڻ فرمايائون ته صدقو ڪريو ته مصيبت ٽري ويندي! اصحابين عرض ڪيو ته صدقو وٺڻ وارو ته ڪير ڪونه آهي؟ پاڻ فرمايائون ته گهرن جا دروازا کولي ڇڏيو! فرمان موجب دروازا کوليا ويا؟ ته سوالي اچي ويا ۽ صدقا ادا ٿيڻ لڳا ۽ پوءِ بيماري ۽ وبا جي مصيبت به ٽري وئي، جنهن تي مديني پاڪ وارن مالڪ حقيقي جا شڪرانا بجا آندا! انهيءَ ڏينهن کان وٺي مديني پاڪ جا ماڻهو، ڪڏهن منهن ڪٽو نه ڪندا آهن ۽ خوش روئي سان صدقي جي رسم اڄ به جاري آهي!

**25- نقل:** احمد فقير ناهيو نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ انصاري صحابي، حضور محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي دعوت ڪئي! پاڻ سونهارا صحابين سڳورن سان گڏ، وٽس دعوت لاءِ رونق افروز ٿيا! اصحابي سڳوري جي خادمن سندس کوهه مان صحابين کي ۽ سندن وهٽن کي پاڻي ٿي پياريو! اتفاقاً مهمان صحابين جو هڪ ڇوڪرو کوهه تي پاڻي پيئڻ ويو ته خادمن، کيس پاڻي ته ڪونه پياريو، وبتر ان کي جهڙڪيو! نينگر روئندي محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي اچي دانهن ڏني؟ خادمن کي گهرائي پڇيو ويو ته انهن صاف انڪار ڪيو ۽ نينگر کي بلڪل ڪوڙو ناهيائون! حضور سائين جن ڪجهه فڪر فرمايو ته جبرئيل امين حاضر ٿي عرض ڪيو ته، الله جا رسول! اهو شخص ڪوڙو آهي. جيستائين نينگر کي راضي نه ڪن تيستائين سندن دعوت نه کائو؟ پاڻ سونهارن دعوت کائڻ کان انڪار ڪيو! پوءِ ته ميزبان انصاريءَ جي گهر ۾ ڄڻ قيامت قائم ٿي وئي؟ تنهن خادم کي گهرائي دٻ پٽي، ته هن پنهنجي گناهه جو اقرار ڪري، حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن جي

اڳيان انتهائي عاجزيءَ سان معافي ورتي؟ پاڻ سونهارا مٺس راضي ٿيا، ۽ نينگر کي بہ راضي ڪري، پوءِ انصاري سڳوري جي دعوت قبول فرمايائون!

**26- نقل:** الهداد فقير نظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان ڪندي فرمايو تہ جن اصحابين سڳورن، حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جو منهن مبارڪ ڏسي، محبت وچان ايمان آندو، تن جو ايمان ڪامل آهي! پر جن معجزا ڏسي ايمان آندو تن جو ايمان قهري هو! يعني انهن معجزي جي طاقت ڏسي ايمان آندائون:

**موجب ايمان نباشد معجزات - بوئے جنسيت کند جذب الصفات**

(معجزا تہ ايمان ڪامل جي سبب نہ آهن، هڪ ٻي جي جنسيت سبب صفتون پيدا ٿينديون آهن!)

**27- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان ڪندي فرمايو تہ ڪن اصحابين سڳورن حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم کي عرض ڪيو تہ حضرتا! جيڪا ڪيفيت (حالت) حضور ۾ حاصل ٿئي ٿي، سا حضورڪان پري ٿيڻ واري صورت ۾حاصل نٿي ٿئي؟ تنهن تي پاڻ ڪريمن فرمايو تہ جيڪڏهن حضور واري ڪيفيت، اوهان ۾ هميشہ رهي ها تہ توهان سان فرشتا نہ فقط هٿ ملائن ها بلڪ گڏجاڻيون ڪن ها!

**28- نقل:** هڪ ڏينهن پيرمحمدتالپر وڏن اصحابن سڳورن جي شان ۾ شڪ سبب، حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض ڪيو تہ حضرتا! خلافت تہ حضرت علي ڪرم الله وجهه الڪريم جن جو حق هو، پوءِ ٻين کي ڇو ملي؟ پاڻ فرمايائون تہ صحابين سڳورن حضرت علي رضي الله عنہ کي اختيار ڏنو، پر حضرت علي رضي الله عنہ فرمايو تہ حضرت رسول خدا صلي الله عليہ وسلم جن جي دين جو حق، مون کان ادا نہ ٿيندو، جيئن صديق اڪبر کان ٿيندو! تڏهن سمورن اتفاق سان حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ کي محمدي مسند تي ويهاريو! اهڙي طرح حضرت علي، عمر فاروق جي لائق هجڻ جو اعتراف ڪندي فرمايو تہ حضرت عمر فاروق رضي الله عنه ئي خلافت جو فرض بهتر طريقي ادا ڪندو! ان طرح حضرت عثمان

غني رضي الله عنه کي خلافت ملي ۽ بعد ۾ حضرت علي رضي الله عنه کي اهو اعزاز حاصل ٿيو! حضرت پير سائين قدس سره جن جي انهيءَ تفصيل سان، پير محمد ٽالپر جو شڪ ته دور ٿيو، پر هو مريد به ٿيو!

**29- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن وصال کان اڳ اعلان فرمايو ته، جن جو به مون تي حق هجي، اهي مون کان وٺن؟ مان حق ادا ڪندس! حضرت عڪاشه رضي الله عنه عرض ڪيو ته يا سرور عالم! فلاڻي موقعي تي، توهان منهنجي اگهاڙي پٺيءَ تي پنهنجي هٿ مبارڪ سان چهبڪ هنيو هو، تنهن جو مان عيوض وٺندس؟ اهو حال ڏسي گهڻن اصحابن ان کي ائين ڪرڻ کان منع ڪيائون ۽ چيائون ته اسان جي پٺن تي جيترا وٺني چهبڪ هڻ؟ ان ورائيو، جنهن مون کي هنيو آئون ان کي هڻندس! پوءِ حضور سرور ڪونين صلي الله عليه وسلم جن پنهنجي پٺي مبارڪ، عيوض لاءِ ان اڳيان پيش ڪئي! صحابي سڳوري کي عيوض وٺڻ جو ته تصور به ڪونه هو، مگر مُهر نبوت چمڻ لاءِ، اهو سڀ ڪجهه ٿي ڪيائين! پوءِ مُهر نبوت تي پنهنجا چپ رکي، مُهر پاڪ کي چميون ڏنئي، عرض ڪيائين ته قبلا! بانهي جو مقصد فقط ايترو هو! پوءِ پاڻ سونهارن کيس دعائون ڏنيون!

پير سائين جن اتي فرمايو ته اصحابن سڳورن ۾، مُهر نبوت جو تفصيلي راوي، حضرت عڪاشه رضي الله عنه ئي آهي!

**30- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ اصحابي سڳورو ڪيترا ڏينهن بيمار هو، آخر ان جي سڪرات جو وقت آيو! پوءِ سندس احوال حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي حضور ۾ پيش ڪيو ويو! پاڻ سڳورا ان جي مٿان هلي آيا، پڇيائون ته هن مٿان ڪنهن جو ڏمر ته ڪونه آهي؟ مت، مائٽ يا ڪنهن پاڙيسري جو؟ حاضرين ورائيو ته هن ڪنهن کي به ڪونه ايذايو آهي، مگر هڪ ڏينهن هن جي زال ۽ سندس ماءُ، پاڻ ۾ جهيڙو ٿي ڪيو ته هن زال جو طرف وٺي ماءُ کي گهٽ وڌ ڳالهايو ۽ ايذايو هو! پوءِ پاڻ ڪريمن ان جي ماءُ کي فرمايو ته پنهنجي پٽ کي بخش

ڪر، تہ سندس سڪرات سولي ٿئي؟ ماءُ وراڻيو تہ حضرتا! هن ڪي مان ڪڏهن بہ نہ بخشيندس چو تہ هن مون کي گهڻو ايذايو آهي! تڏهن پاڻ سڳورن حڪم فرمايو تہ ڪاٺيون گڏ ڪيو؟ اصحابي سڳورا ڪاٺيون گڏ ڪرڻ لڳا، اهو ڏسي ان بيمار شخص جي ماءُ صحابہ ڪرام کان پڇيو تہ حضور سائين جن اهي ڪاٺيون ڇا جي لاءِ ٿا گڏ ڪرائين؟ هڪ اصحابيءَ سڳوري چيو تہ تون پنهنجي پٽ کي نہ ٿي بخشين، ان ڪري تنهنجو پٽ ڪافرن ۾ شامل آهي! هي ڪاٺيون ان کي ساڙڻ لاءِ گڏ ڪيون پيون وڃن! پوءِ ان ماءُ پاڻ ڪريمن جي حضور ۾ اچي پنهنجي پٽ کي ڪيل قصور معاف ڪيائين! تڏهن ان جو دم پرواز ٿيو.

**31- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان ٿي فرمايائون تہ هيڪر حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن کي ڪنهن صحابي سڳوري پنهنجي باغ ۾ دعوت ڪئي هئي! پاڻ سڳورا ان جي دعوت وٺڻ لاءِ ٿي آيا تہ واٽ تي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ ڪين ملاقاتي ٿيو، پاڻ ڪريمن ان کان پڇيو تہ هن وقت توکي ڪهڙي خيال گهر کان ٻاهر آندو آهي؟ عرض ڪيائين حضرتا! هن وقت بک سببان حضور ۾ ٿي آيس! ٿورو هليا تہ حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ بہ ساڻن ملاقي ٿيو، ان کان پڇيائون ڪاڏي ٿو وڃين، اي خطاب جا پٽ؟ عرض ڪيائين، بک بي حال ڪيو، تڏهن حضور ۾ ٿي آيس؟ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ اسان کي بہ هن وقت ان شيءِ گهر کان ٻاهر آندو آهي! اچو هاڻي فلاڻي صحابي جي دعوت تي سندس باغ ۾ ٿا هلون! دعوتي اصحابي گوشت پچايل ۽ تازبون ڪارڪون ۽ ٿڌي پاڻي جي سانداري خدمت ۾ پيش ڪيائين! پوءِ پاڻ ڪريمن صحابہ ڪرام سان گڏ، پڪل گوشت ۽ تازبون ڪارڪون کاڌائون ۽ ٿڌو پاڻي پي ڪري فرمايائون تہ هن ڪاڌل نعمتن تي بہ حساب آهي.

**32- نقل:** منٺار فقير، دل ديهہ جو (روپاهہ جي پرسان رهندڙ) نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪ نانوائي جي دوڪان تي هڪ شخص مانيون وٺڻ ويو! نانوائي ٻڌايس تہ مون وٽ پربروزي (ٽيون

ڏينهوڪي) ڏيروزي (ڪالهوڪي) امروزي يعني اڄوڪي ٽن قسمن جون مانيون آهن! جن جي قيمت ترتيبوار ٽي بهلول، ٻه بهلول ۽ هڪ بهلول (1) آهي؟ پڇڻ تي نانوائي اهو ٻه ٻڌايو ته ٽيئي قسم مانيون وزن ۾ ٻه برابر آهن، تنهن تي حيرت وچان خريدار پڇيو ته آخر سمجهه جي ابتڙ، پاروٺي ماني جي قيمت وڌيڪ ڇو؟ تازي ماني جي قيمت گهٽ ڇو؟ نانوائي چيو ته پريروزي ۽ ڏيروزي، موتي ته ايندي ۽ امروزي هن وقت به حاضر آهي! انهيءَ ڪري قيمتون قياس جي ابتڙ آهن.

اي عزيز! انهيءَ مان معلوم ٿيو ته اصحابن جو طبقو تابعين کان، تابعين جو طبقو تبع تابعين کان پلو آهي! سمورن مشائخن ۽ عالمن جو اتفاق آهي ته متاخرين (پوين) کان متقدمين (اڳيان) ڀلارا آهن! هتي پاڻ ڪريم کان اها حقيقت به ٻڌم، جو فرمائيندا هئا ته حضور سرور ڪائنات عليه الصلواة والسلام جن جي، حضرت اويس قرني رضي الله عنه سان، اينري محبت هئي، جو يمن جي طرف کان هوا لڳندي هئي ته پنهنجي پهرياڻ جا پيڙا کولي فرمائيندا هئا: "اني لاجدريح نفس الرحمان من اليمن" (يعني يمن جي طرف کان مون کي خصوصي رحمت جي هير پئي محسوس ٿئي) انهيءَ قربداريءَ جي باوجود، حضرت اويس قرني رضي الله عنه کي، خير التابعين چيو ويو آهي! اصحابن ۾ نه ڳڻيو اٿن، پريروزي، ڏيروزي ۽ امروزي جو سنڌو، ان مقولي مبارڪ مان سمجهڻ گهرجي!

مولانا جامي رحمت الله عليه کهڙو نه سٺو چيو آهي:

**حريفان بادها خوردند رفتند - تهي خم خانها کردند رفتند**

(عاشقن شراب جا، پيالا، پيتا ۽ هليا ويا، محبت جا شراب خانا، خالي ڪري هليا ويا)

**چون رفت دست جم وجام ساقي - بماجز غم نماند هيچ باقي**

(جڏهن ساقي جي هٿ ۾ پيالو ۽ مٽ ئي نه رهيو، ته پوءِ اسان وٽ غم کان سواءِ ٻي ڪهڙي شيءِ رهي)

1- بهلول، ان دور، جي سڪي جو نالو آهي!

# باب سورهون

## هن باب ۾ پنج فصل آهن

## فصل پهريون : شفاعت برحق آهي!

**1- نقل:** هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته حضرت رسول مقبول صلي الله عليه وسلم جن فرمايو آهي ته منهنجي امت ۾ ستر هزار ماڻهو اهڙا هوندا، جن مصيبت ٽارڻ خواهه ڪنهن مطلب لاءِ نه دعا گهري هوندي ۽ نه دوا ڪئي هوندي، قيامت جي ڏينهن انهن مان هر هڪ جي طفيلي ستر هزار گنهگار بخشيا ويندا!

**2- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته نبين ۽ ولين جي شفاعت برحق آهي، شفاعت جا ڪجهه قسم آهن! مثال طور ڪو ماڻهو شڪنجي ۽ زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي ۽ڪاٺ ۾ بند آهي، جيڪڏهن ڪو ان کي شڪنجي، زنجير ۽ ڪاٺ مان آزاد ڪرائي، اها به شفاعت آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن جون چنگهون ۽ ٻانهون ڪاٺ ۾ بند آهن، پوءِ جي ڪو شخص ان جي هٿن جا بند لهرائي ۽ پيرن ۾ زنجير، اچا هجنس ته اها به شفاعت آهي! اهڙي طرح ڪو قيد ۾ ته ڪونه آهي پر مسڪين آهي، انهيءَ جي ڪنهن مدد ڪئي يا ڪنهن جي توجهه مان سندس ضرورت پوري ٿي، ته اهي سڀ شفاعت جا قسم آهن!

# فصل ٻيون
## گناهن کان معافي

**1- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري جمعي جي ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن پنهنجي جاءِ تي رونق افروز ٿيا هئا! پاڻ جمعي جي تياري ۽ وارن لاهڻ جو حڪم فرمايائون! فقير وارن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪٽ جي چوڌاري ڦري ويا! مون کي ڳلن مبارڪن جي وارن چونڊڻ جو حڪم فرمايائون! مون عرض ڪيو ته قبلا! ڊڄان ٿو، متان وار چونڊيندي نچڪڻو خطا ٿي وڃي، ۽ ڳلن مبارڪن کي ايذاءُ پهچي! پاڻ فرمايائون ته ان جي عيوض اسان توکي منهن تي چماٽ هڻي ونداسون! پوءِ مان احتياط سان وار چونڊيندو رهيس پر نچڪڻو خطا ٿي ويو! مون وعدي مطابق چماٽ لاءِ پنهنجا ڳل، سندن آڏو پيش ڪيا! پاڻ انتهائي باجهه منجهان فرمايائون ته ڊڄندڙن کي الله تعاليٰ به معاف فرمائيندو آهي، مون به توکي معاف ڪيو "انا لله عفو يحب العفو" (الله پاڪ معاف فرمائيندڙ ۽ معاف ڪرڻ کي پسند ڪندو آهي)

**چون بديدم عفو تو عاصي طلب - عرصه عصيان گرفتم زين سبب**

(جڏهن تنهنجي مهرباني کي گنهگار ڳوليندي ڏٺم، تڏهن گناهن جي ميدان کي اختيار ڪيم!)

**چون ستاري تو ديدم کار ساز! - هم بدست خود دريدم پرده باز**

(جڏهن تنهنجي ستاري کي ڪم ٺاهيندڙ ڏٺم، تڏهن پنهنجو پاڻ ئي، ڪٽي پردو چاڪ ڪيم!)

**2- نقل:** هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن دعوتن تي شڪارپور پهتا ته ڏيهه لڪي ۾ هڪ فقير جي دعوت وٺي، صبح جو اڳتي روانا ٿيا ٿي ته اتي هڪ ٻي فقير عرض ڪيو، قبلا! رڌ تيار آهي، خدا ڪارڻ قبول فرمايو؟ پاڻ قبول فرمائي، صاحبزاده حضرت خليفة الله ۽ حضرت صاحبزاده ميان محمد ياسين رحمت الله عليهما کي ٽڪائي پاڻ اڳين منزل تي روانا ٿيا!

حضرت خليفة الله سان گڏ هڪ ڪوري به هو، جيڪو پنهنجي سارين جا پئسا ادا ڪرڻ بجاءِ درگاهه مبارڪ تي اچي رهيو هو! اتي پنهنجن ڪيس ڏسي ورتو ۽ مٿس حملي لاءِ تيار ٿيا! خليفو سيد نالي منو، ان ڪوري جي طرفان مقابلي لاءِ تيار ٿيو ته حضرت خليفة الله کيس جهيڙي ۾ ملوث ٿيڻ کان منع ڪئي، جيئن هي سيد صاحب پير سائين جن وٽ سزا جي لائق نه بڻجي! خليفي سيد نالي مني ته تلوارمياڻ ۾ وجهي ڇڏي، مگر پنهنجن تلوار هلائڻ کان نه مڙيا ۽ نتيجي ۾ حضرت خليفة الله، ميان محمد ياسين شاهه ۽ سيد سائينڏنو شاهه ڦٽجي پيا، اها خبر جڏهن پير سائين جن کي پئي ته پاڻ جلدي جلدي سرزمين تي پهچي اتي جي جماعت، سيد سگورن ۽ بلوچن کي (جيڪي بدلي وٺڻ لاءِ تيار هئا) پاڻ جوابي ڪاروائي کان منع فرمايائون!

۽ صاحبزادن کي اتان ڪٽائي ٻي ديهه ۾ اچي پٽي وغيره ڪرائي، درگاهه شريف پهتا! اتي مير سهراب پنهنجي ماڻهوءَ هٿان شرعي حڪم موجب، ڦٽن جو عيوضو يا خرچ وٺڻ لاءِ عرض ڪرايائين؟ پير سائين جن سيد ميان قابل شاهه، حاجي آدم خان ۽ هن فقير کي حضرت خليفة الله ۽ ميان محمد ياسين شاهه وٽ موڪليو، جو مير سهراب چورائي موڪليو آهي ته صاحبزادن کي پهتل زخمن جي عيوض، پنهنجن کي قتل ڪجي ته به گهٽ آهي! پر تڏهن به زخمن جو عيوض ۽ خرچ وغيره ته ڪانئن وٺي سگهجي ٿو؟ پر مان اهو چاهيان ٿو ته ڪنهن به قسم جو عيوض ۽ خرچ وغيره نه وٺجي ته جيئن قيامت ۾ اهو رت، امامن شهيدن جي خون سان گڏجي، حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي امت جي بخشش ۾ ڪم اچي! ساڳي وقت ٽالپرن کي به صاحبزادي جي ڦٽن جو ته ڏک ڪونه آهي، البت پنهنجن کي لٽڻ، ڦرڻ جو مناسب بهانو مليو اٿن، جڏهن ته زخم توهان کي پهتا آهن، تنهن ڪري عيوض وغيره جو فيصلو به اوهان کي ڪرڻو آهي!

پوءِ اسان تنهي گڏجي پير سائين جن جو پيغام ۽ سندن مرضي صاحبزادن اڳيان پيش ڪئي! پاڻ ڪرمن جي مرضي معلوم ڪري صاحبزادي حضرت

خليفة الله فرمايو: هي تہ فقط زخم پهتا آهن، اسان جي جان بہ پير سائين جن جي قدم تان قربان آهي! سندن مرضي مقدم رکڻ اسان جي لاءِ لازم آهي! باقي سيد سائينڏني جا زخم پير سائين جن جي اختيار ۾ آهن، صاحبزادن جو جواب معلوم ڪرڻ بعد، پاڻ سڳورن مير سهراب کي چورائي موڪليو تہ اسان صاحبزادن جي زخمن جو عيوض ڪونہ ٿا وٺون! جيئن اهو خون قيامت ۾ امامن ڪريمن جي شهادت جي خون سان گڏجي، گنهگار امت جي بخشيش جو بهانو بنجي؟ مير جي قاصد ورڻ بعد پاڻ هڪ روايت بيان فرمايائون تہ قيامت جي ڏينهن، خاتون جنت سيده فاطمة الزهريٰ رضي الله عنهاَ،الله تعاليٰ کان امامن جي خونَ جو بدلو گهرندي تہ الله پاڪ کيس اختيار عطا ڪندو، چاهي تہ خون جو بدلو وٺي! ۽ گهري تہ انهيءَ جي عيوض گنهگار امت جي بخشيش جو بهانو حاصل ڪري؟(پوءِ سائنڻ امت جي بخش کي ترجيح ڏيندي!)

اي عزيز! قادر متعلق جي انتقام جو بہ نرالو طريقو آهي، جو ان کانپوءِ اتي جي حاڪمن پوري شهر کي لٽي، پناڻن کي لڏائي ڇڏيو! ڪجهہ سالن کان پوءِ حضرت خليفة الله رحمت الله عليہ مسند نشين ٿيا! ۽ پناڻن مان شادي ڪيائون تہ پاڻ فرمايائون انهن پناڻن مان هڪڙي عورت ڪنهن طرح بچي وڃي هئي، جو حاڪمن جي هٿ نہ آئي! باقي سمورا پناڻ لڏايا ويا!

**3- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ هڪ پيري پوک کان ٻاهر، پاسي سان مينهون ٿي چاريم! مال، پوک جو ڪوبہ نقصان ڪونہ ڪيو هو! مگر پوءِ بہ هاري مون کي منهن تي اچي چماٽ هنئي! مان ٿپ سان جواب ڏيڻ جي طاقت جي باوجود، کيس ڪجهہ نہ چيو ۽ ان کي معاف ڪري ڇڏيو: والڪاظمين الغيظ والعافين عن الناس والله يحب المحسنين"

**بود عين عفو تو عاصي طلب! - عرصہ عصيان گرفتم زان سبب**

(تنهنجي مهربانيءَ واري نظر گنهگار ڳولهيندي آهي، تڏهن گناهن جي ميدان ۾ گهري آيس!)

# فصل ٽيون

## جائز خوش طبعي

**1- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن درگاهه مبارڪ ۾ سخت گرميءَ ۾ زوال کان ٿورو اڳي يا پوءِ، جنازو پڙهائڻ لاءِ تشريف وٺي آيا! موٽڻ وقت بازار مان ٿي آيا، هي فقير سندن خدمت ۾ حاضر هو، اتي منهنجي جتيءَ مان چيڪٽ جو آواز ٻڌي، سيد قابل شاهه جي ننڍڙي، سيد غوث محمد چيو ته تنهنجي جتي چيڪٽ ڏاڍا ٿي ڪري ڇو؟

مون چيو ته هائو ذڪر ڪري ٿي! اسان جي گفتگو ٻڌي، پاڻ ڪريمن فرمايو ته ڇا ٿي چيو؟ مون سموري ڳالهه عرض ڪئي، تنهن تي پاڻ مرڪي فرمايائون: هائو اسان جي شهر جي ڪوربن وانگر ذڪر ڪري ٿي!

اي عزيز! پير سائين جن جي عادت مبارڪ هئي، جو جماعت سان گڏ شهر جي ڪوربن کي زوري ذڪر ۾ وهاريندا هئا، پر جي ڪو حلقي ۾ نه ويهندو هو ته انهيءَ کي لڪڻ هڻي، مار ڏيئي به ذڪر ۾ وهاريندا هئا! ان وانگي محمد شفيع جي جتي، جيڪا گرميءَ جي زور سبب چيڪٽ ڪري رهي هئي.

**2- نقل:** عبدالله فقير ڪورواهي نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن ڀڄ (ڪڇ جو هڪ وڏو شهر) کان سنڌ ڏانهن ٿي آيا! نذراني ۾ پيش ٿيل ڪيرٽي عالي فقير وٽ هئي، ۽ گجرن جو نذرانو فيروز فقير وٽ هو، شهر کان ٻاهر نڪري سفر جي دوران ٻانهي کي هي ڪافي پڙهڻ جو حڪم فرمايائون: روهه نه وٺي رات، ڪونجڙي ڪوهه نه؟ ٻانهي سندن سواري جي پاسي سان هلندي، اها ڪافي پوري ڪئي! فيروز فقير چاقوءَ سان گجرون صاف ڪري پيش ڪيون، پاڻ ڪجهه استعمال ڪيائون، اتي عالي فقير عرض ڪيو ته قبلا! مون کي الائي جي ڇو گجرن کان وڌيڪ ڪيرٽي پسند آهي؟ پاڻ فرمايائون ٿون ٻي نفس آهين!

**3- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين

قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ تنڊي قيصر نظاماڻيءَ ۾ تشريف فرما ٿيا هئا، پاڻ پيپهريءَ جي نماز ۾ ٻن رڪعتن تي سلام ورايائون ته مان به ورايم! حالانڪ مان مسافر ڪونه هوس! پانهي ڏانهن نهاري فرمايائون ته مُلن جي هٽ نه آيو آهين؟

**4- نقل:** هڪ پيري ٽنڊي (شڪارپور جي لڳ) ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ حاضر هوس! اتي دعوتيءَ ڪڪڙ جي ماني ۽ چٽا پيش ڪيا! پاڻ فرمايائون ته چٽن ۾ ڪي خصوصيتون آهن؟ هي مردن لاءِ مقوي (قوت ڏيندڙ) آهن! مون عرض ڪيو ته قبلا! مان ڪائي سگهان ٿو؟ پاڻ فرمايائون تون ته ٻڍو آهين؟ تون قوت کي ڇا ڪندين؟ پوءِ مرڪندي فرمايائون: "الهزل في الكلام كالملح في الطعام" موجب ته جيڪڏهن الله پاڪ پنهنجي مهربانيءَ سان توکي حورون عطا ڪيون ته پوءِ تون ڇا ڪندين؟ عرض ڪيم حضرتا! پانهي کي ته ٻنهي جهانن ۾ اوهان ڪريمن جي محبت ۽ زيارت ڪافي آهي! پاڻ فرمايائون مان سمجهان ٿو ته توهان خدا جا طالب آهيو، پر حورون به ضرور عطا ٿينديون، تنهن تي عرض ڪيم ته حضرتا! پوءِ ٻنهي جهانن جو حساب به انهن کان وٺبو! تنهن تي پاڻ منهن مبارڪ تي رومال رکي مرڪڻ لڳا!

**5- نقل:** قاضي محمد شفيع نقل ڪري ٿو ته هڪ پيري مير ڄام ٽالپر جي دعوت تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي چيلهه ۽ پنيءَ کي زور ڏيندي ياڪر پاتم! پاڻ مرڪندي فرمايائون ته زوون ڏيڻ ۾ تنهنجي اها ئي نيت هئي نه؟ پوءِ پاڻ مثال طور فرمايائون ته گنجو، سست ۽ چنجهو، ٽيئي پاڻ ۾ سنگتي هئا! هڪ پيري پاڻ ۾ واعدو ڪيائون ته اڄ گنجو مٿو نه کرڙي، سست پانهن ڪٽي آرس نه ڀڃي ۽ چنجهو اکيون نه مهٽي؟

پر سست هي چوندي ته منهنجي ٻيءَ جي ڪمان، اهڙي سخت هئي، جو ٻنهي ٻانهن سان مس چلو چاڙهي سگهندو هوس، ڪَرَ ڀڃي وبو! اهڙي طرح چنجهي پنهنجي گهٽي جي سگن جو نمونو ڏيکارڻ جي بهاني اکيون مهٽي

وبو! ۽ گنجو اهو ڏسي ٻئي هٿ مٿي تي زور سان هٿندي دانهون ڪري، ڇوڻ لڳو توهان ته ٻئي نڳي ڪري پنهنجي عادت پوري ڪري ويا! اهڙي طرح پاڻ به پنهنجي عادت پوري ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو!

**6- نقل:** هڪ ڀيري قدم بوسيءَ لاءِ درگاهه مبارڪ تي پهتس ته پاڻ درباهه جي هن طرف ويل هئا، اسان پنجن ڇهن فقيرن به اوڏانهن منهن رکيو، اچا اورين پر هئاسين ته حضرت پير سائين قدس سره جن ٻيڙي ذريعي هن پر اچي پهتا! اسان اتي قدم بوسي ڪري سندن خدمت ۾ رهي درگاهه شريف پهتا سون! وات تي سهتي فقير هنگوري، خوشطبعي وچان عرض ڪيو ته قبلا! محمد شفيع ڇوي ٿو ته مان سهتي جي زال جهڙي زال پرڻبس؟ پاڻ مرڪندي فرمايائون ته محمد شفيع ڪي خنثيٰ (ڪدڙو) پرڻائيندا سين! ٻانهي ڊڄندي خنثيٰ جي معنيٰ پڇي؟ پاڻ فرمايائون ته خنثيٰ جي مرداني ۽ زناني عضون جا نشان هوندا آهن ڇهه مهينا هڪڙي عضوي ۾ ۽ ٻيا ڇهه مهينا ٻي عضوي ۾ طاقت رهندي اٿس! ٻانهي عرض ڪيو ته قبلا! خنثيٰ ڪي جڏهن مرداني عضوي ۾ طاقت ٿئي ته پوءِ ڪيئن ڪبو؟ پاڻ سڄورن اها ڳالهه ڪاٽيندي فرمايو ته توکي حقيقت ۾ طريقت سان نڪاح ڪرائيندا سون!

**7- نقل:** هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن ڪڇ جي سفر ۾ ٻهاربوهر ڳوٺ لڳ، لاس وٺان لنگهيا ته تتر نظر آيا، پير سائين جن تترن جي پوٺان گهوڙو ڊوڙايو، تتر اولهه طرف اڏاڻا جنهن طرف ميدان صاف هو! اوڀر طرف وڻ وغيره هئا، مون خيال ڪيو ته وڻن سبب تتر وري به اوڀر طرف ايندا تنهن ڪري مون انهيءَ طرف وهٽ ڊوڙايو، اتفاقاً هڪ تتر ريڙهه ڊوڙندو منهنجي اڳيان اچي پيو! مون تتر کي ڪٽي پڪڙيو! پير سائين جن سڏي فرمايو ته خليفا، اهو تتر ته اسان شڪار ڪيو آهي؟ مون تتر پيش ڪندي عرض ڪيو ته شڪار ته اوهان جو ڪيل آهي، پر مان به ٻڍڙيءَ زال وانگر (جنهن سٽ ڪتي اچي، يوسف عليه السلام جي خريدارن ۾ نالو ڳڻايو هو) شڪار ۾ نالو ڳڻايو آهي! پاڻ اهو ٻڌي ڏاڍا خوش ٿيا!

**8- نقل:** هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن ٺٽي شهر ۾ رونق

افرور ٿيا هئا! جنهي ويهارو ماڻهو ذڪر جي تلقين وٺڻ آيا! سندن حڪم سان، پاڻهي آيلن کي تلقين ڪئي ۽ ان کان بعد هڪ ٻيڙي عورت به مريدياڻي ٿيڻ لاءِ حاضر ٿي! پير سائين جن قاضي عبدالرحمان نصرپوري (جيڪو ڪامل ولي هو) کي ٻيڙي جي تلقين جو حڪم ڏنو؟ قاضي جهنگ جي خيال سان ويل هو! ايتري دير ڪيائين جو ٻيڙي انتظار ڪري موٽي وئي! جڏهن قاضي آيو، تڏهن پاڻ ڪريمن مرڪندي فرمايو ته خليفي کي ويهن ماڻهن جي تلقين جو حڪم ڪيوسون ته انهيءَ سڀني کي تلقين ڪئي! پر توکي هڪ پوڙهي جي تلقين لاءِ چيوسين ته تون انهيءَ کي به تلقين نه ڪري سگهئين؟ سا ويچاري ويهي ويهي موٽي وئي!

**9- نقل:** هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙڪاڻي ۾ صاحبزاده خليفةالله هئا، رحيمداد قوال سان خوشطبعي ڪرائي! رحيمداد فقير لونگن تان چڙندو هو، حضرت خليفة الله رحمت الله عليه هڪ فقير هٿان رحيمداد فقير جي هٿ تي لونگ رکرايا، جنهن تي رحيمداد فقير ڪاوڙجي نه فقط لونگ اڇلايائين، بلڪه لٽا، ڪپڙا ۽ ٽوپي وغيره ڦاڙي ڇڏيائين! پير سائين جن مرڪندي رحيمداد فقير کي نوان ڪپڙا لنگي ۽ ريشمي ٽوپي عنايت ڪئي!

**10- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن هڪ سفر ۾ دعوت تي طعام وابراتيندي، هن پاڻهي کي پاڻ سان گڏ ويهاريو! پاسي کان رحيمداد فقير ٻين فقيرن سان طعام کائي الحمد لله چوڻ لڳو؟ پاڻ فرمايائون ڪهڙي شيءِ تي حمد ڪيئي؟ عرض ڪيائين ته حضرتا! انهيءَ ڪري جو اسان اڳ ۾ فارغ ٿيا آهيون! تنهن تي پاڻ مرڪندي پنهنجي ٿانو مان طعام ڪڍي رحيمداد فقير قوال ڏي وڌايائون؟

**11- نقل:** قاسم فقير لوهر ٻانوجو (ڪير هڏي جي لڳ) رهندڙ ۽ حافظ فقير لوهر ڪڙيي جو رهندڙ، ٻئي حضرت پير سائين قدس سره جن جا مريد هئا! فقير (جامع ملفوظات) کي قاسم فقير لوهر وٽ، سڱ جي لاءِ وٺي ويا! قاسم فقير سڱ ڏيندي چيو ته مون خليفي صاحب جي ڪري نباڻي

ڏني، پر لوهرن کي نہ ڏنم! پير سائين جن جڏهن هن فقير وٽ ڪڙبي ۾ رونق افروز ٿيا تہ قاسم فقير کي گهرائي خوش طبعي وچان فرمايائون قاسم! لوهرن سان نسبت ڪيئي؟ عرض ڪيائين حضرتا! پنهنجي نائي (نياٽي) سان ڪئي اٿم ۽ سندس ڏيءَ مون وٽ پنهنجي ڌيءَ ۽ پيٽ جي برابر آهي.

**12- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن حديث شريف مان بيان ڪندي فرمايو تہ هڪ ٻڍڙي عورت پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم جن وٽ آئي ۽ جنت حاصل ٿيڻ جي دعالاءِ بہ ٽي پيرا عرض ڪيائين؟ پاڻ سونهارن هر پيري اهو فرمايو تہ جنت ۾ ڪابہ ٻڍڙي نہ هوندي! ٻڍڙي سخت غمگين ٿي! تڏهن حضرت سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن ٻڍڙيءَ کي سمجهايو تہ بهشت ۾ هن جهان جا پوڙها، مرد خواه عورتون آخرت ۾ جوان هوندا!

**13- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن محمد فقير ڪٿي، ڳوٺ باقر فقير نظاماڻي لڳ شهدادپور جي دعوت تان صبح جو سوار ٿيا تہ اتان جي هڪ فقير زيارت لاءِ عرض ڪيو؟ پاڻ وٽس وڃي زيارت ڪرايائون تہ هڪ عورت ڪرڙ جي ڏونرن جي دعوت عرض رکي! فرمايائونس امان ڪٿي اچ؟ مائي سڳوري پيالي ۾ ڏونرا کڻي آئي، پير سائين جن جي صلاح تي سمورن فقيرن ڏونرا کائڻ شروع ڪيا، هڪ فقير مٺ ڀري ڪنئين؟ اهڙي طرح پوءِ ٻين فقيرن بہ کنيا، تنهن تي پاڻ ڪجهہ ڏونرا کڻندي فرمايائون هاڻي تہ لٽ پئي آهي!

**14- نقل:** هڪ ڀيري وڏن شهپرن وارو هڪ بلوچ، حضرت پير سائين قدس سره جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ آيو، فقيرن زبردستيءَ سندس مڇون ڪتريون، تنهن تي اهو بلوچ شخص ڪاوڙجي پير سائين جن وٽ دانهن ڪئي آيو؟ پاڻ پنهنجن لبن مبارڪن تي هٿ رکي خوش طبعي وچان فرمايائونس، يار! هي فقير تہ زور آور آهن، اسان سان بہ اها ڪار ڪئي اٿن! تڏهن ان شخص چيو تہ مار، هي نامراد، توکان بہ نہ مڙيا آهن!

**15- نقل:** محراب فقير سنجراڻي نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن کي دعوت ڪري گهر وٺي آيس؟ ۽ چانورن جي رَبَ پيش ڪيم، پاڻ پنهنجي پاسي جو حصو ڪائي طعام مان هٿ ڪڍيائون! مون

(انهيءَ خيال سان ته پاڻ اجا ٿورو ڪائن) عرض ڪيو ته حضرتا! ٿانو چٽي صفا ڪرڻ سنت آهي؟ پاڻ فرمايائون ته برابر ٿانو صفا ڪرڻ سنت آهي، پر پيٽ ڦاڙڻ حرام آهي!

**16- نقل:** رحيمداد فقيرخيروسامتي (لڳ لاڙڪاڻ) جو، پير سائين جن جو خاص، مخلص ۽ باادب مريد هجڻ سان گڏ ڪلڻو ملڻو ۽ خوش طبعي جو ڪوڏيو هو! پاڻ ڪريمن درياءَ جي پربن پر سفر شروع ڪيو ته رحيمداد فقير قوال به دعوت عرض رکي! هن شرط سان ته وٽس ڪجهه به نه هجڻ ڪري دعوت لاءِ قرض جي ادائگي به پير سائين جن ڪندا؟ پاڻ ڪريمن دعوت قبول فرمائي ۽ دعوت خير جي ٿي گذري ته رحيمداد فقير سامان ويڙهائي، ڳنڍيڙي گهرواري ڪي ڪٺاياٿين ته هندو (جنهن دعوت جو سامان ڏنو هو) ويچارو ڏاڍو پريشان! ڪڏهن فقير ڪان ته ڪڏهن سندن گهر واريءَ ڪان قرض پيو گهري؟ رحيمداد فقير چيس ته سيٺ! دعوت ته پير سائين جن ۽ سندن جماعت کاڌي آهي! اسان ته ڪجهه به ڪونه کاڌو، قرض وٺين ته پير سائين جن ڪان يا سندس جماعت ڪان وٺ پاڻ ٻڌل ئي ڪونه آهيون!

هندو ويچارو پاڻ ڪريمن وٽ دانهن ڪٽي آيو! پاڻ سڀورن هندوءَ جو پورو پورو قرض ادا ڪري ڇڏيو ۽ جو ڪجهه ٿيو، سو فقط رحيمداد فقير جي خوش طبعي ڏسڻ لاءِ ٿيو! ورنه قرض ادا ڪرڻ جو ته پاڻ واعدو ڪري چڪا هئا!

**17- نقل:** طيب فقير نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري درگاهه مبارڪ تي حضرت پير سائين قدس سره جن جي ڳل مبارڪ جا وار مبارڪ، نچڪٽي سان چونڊيم ٿي ته پاڻ فرمايائون ڇا اجا بالغ نه ٿيو آهين؟ مون جواب ۾ ماٺ ڪئي! هڪ پاسي جا وار صاف ڪري، ٻي پاسي شروع ٿيس ته صاحبزادي محمد شاهه نچڪٽو گهريو؟ مون ڪيس چيو ته اجا هڪڙو طرف باقي آهي! تنهن تي پير سائين جن مرڪندي فرمايو ته پوءِ تون هڪ طرف بالغ ٿيو آهين؟ (بالغ جي شايد لغوي معنيٰ مراد هجي، جو اجا هڪ طرف پهتو آهين؟ والله اعلم)

وار چونڊرائيندي پاڻ ڪريمن چڪ ڏني ته نڪ مبارڪ مان ڪجهه پاڻي

منهنجي هٿن ني پيوا جيڪو مون تبرڪ خاطر پنهنجي منهن کي مليو چڙهيو، جڏهن ته پير سائين جن انهيءَ عمل کان روڪڻ لاءِ فوراً پنهنجو هٿ مبارڪ مون ڏانهن ڌڪهيڙيائون!

**18- نقل:** خليفو ميان سارنگ فقير نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري سخت گرمين ۾، حضرت پير سائين قدس سره جن سان سفر ۾ ساڻ هوس! مينهن جي مند هجڻ سبب هوا بند ۽ سخت اٻس ٿي پئي هئي؟ پير سائين جن خوشطبعي وچان فرمايو، سارنگ وسنديون به يا رڳو گرمي ڪنديون؟ عرض ڪيم حضرتا! سارنگ اٻس بغير نه ڪونه وسندو آهي.

**19- نقل:** رمضان فقير سهتو ننڍي بهادر فقير نظاماڻيءَ جو نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري پنهنجي زال مسمات سدوري سميت درگاهه مبارڪ تي زيارت لاءِ حاضر ٿيس! حضرت پير سائين قدس سره جن اسان کي ڏسندي ئي فرمايو، روزا ويا ۽ رمضان آيو! روزن ادا ڪرڻ تي فقيرن الله پاڪ جا شڪر بجا آندا، پاڻ فرمايائون سدوري نه اجا باقي آهي؟ فقيرن عرض ڪيو قبلا سدوري ڪٿي معاف ٿئي؟ تنهن تي منهنجي زال عرض گذاريو. قبلا مان نه ڪٿي احسان ڪريان! جي رمضان (جنهن جا روزا گهٽا آهن) معاف ڪري؟ (سنڌ ۾ سدوري عيدالفطر کان پوءِ ڇهن روزن کي چيو ويندو آهي!)

اي عزيز! پير سائين جن سدوري جي لفظ مان شوال جا ڇهه روزا مراد هئا! اها خوشطبعي سفر کان ٿڪي آيل رمضان فقير سبب ڪيائون ٿي! جڏهن ته پير سائين جن جي گفتگو سالڪ جا ظاهري ۽ باطني ڏک ميٽيندڙ هئي!

**20- نقل:** ساڳيو رمضان فقير نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن ننڍي بهادر نظاماڻيءَ وٽان پٺ درياءَ جي ڪناري رونق افروز ٿيا هئا! جتي نظاماڻي فقيرن تنبو وغيره جو انتظام ڪري رکيو هو! اتي پير سائين جن آرام ڪري ورتو! پوءِ فقير ڪين عرض ڪيو ته قبلا! اوهان لاءِ گهر ۾ ڪدوءَ جي ڀاڄي تيار ڪرائي اٿم؟ پاڻ خوشطبعي وچان فرمايائون ته خليفا! ڪدوءَ لاءِ به هڪ ڪنڌ ڪٿي ڇڏيندا سين!

**21- نقل:** خليفو ميان اميد علي نقل ڪري ٿو ته هڪ سفر ۾ حضرت پير

سائين قدس سره جن نر گهوڙي تي سوار هئا، خليفو ميان بخش علي گهوڙيءَ تي سوار هو، اتفاق سان خليفي صاحب جي گهوڙي پير سائين جن جي گهوڙي جي اڳيان اچي وئي! پاڻ فرمايائون ته خليفا گهوڙي پري رک؟ جيئن منهنجو گهوڙو زبردستي نه ڪري؟ خليفي عرض ڪيو قبلا گهوڙي ڍڪي آهي! پاڻ فرمايائون منهنجي گهوڙي لاءِ ڍڪي ۽ غير ڍڪي برابر آهن!
اي عزيز! پير سائين جن جي فيض عام ۽ ڪامل نظر جي اڳيان، معتقد ۽ غير معتقد هڪ جهڙا آهن!

**22- نقل:** خليفو ميان غازي خان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري لاڙ جي سفر دوران ٽنڊي قيصر ۾ خليفي ميان سلطان نظاماڻي لاءِ مون زڪام جي ناس سرنهن جي ٻج مان تيار ڪرائي هئي! پوءِ اتان خان محمد ٽالپر ناس جي چپٽي ڏني ته ڪيس تمام گهڻيون ڇڪون شروع ٿي ويون! تنهن تي پاڻ فرمايائون! اسان ته تن ڇڪن جو جواب ڏينداسين، باقي اسان ٻڌل نه آهيون؟ وڏيڪ تنهنجي آ مرضي؟

**23- نقل:** سائينڏنو فقير پليجو نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري خليفي ميان لقمان سان گڏ درگاهه مبارڪ ايندي، ٽنڊي مستي خان مريءَ پهتاسين! معلوم ٿيو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ٻه اتي آهن، اسان حاضر ٿي قدم بوسي ڪئي! رات ٿي ته خليفي کي فرمايائون خليفا! اڳي توسان قوال (راڳ ڳائيندڙ) هوندا هئا. اڄ ڪو اٿئي؟ خليفي عرض ڪيو قبلا! هن وقت ته ڪونه آهي، پاڻ فرمايائون ته گڏ هجن يا نه اسان پنهنجو پلئه توکان ضرور وٺنداسون؟ تنهن تي خليفي مون کي ڪافيءَ لاءِ چيو؟ باقي حضور ۾ ڳائي نه سگهڻ جي معذرت ڪئي، پوءِ پير سائين جن فرمايو ته قوال ته هت ٻه گهٽا آهن، پر لاڙ وارن جي زبان مٺي آهي! ۽ ان وقت اسان پير سائين جن جي آرام لاءِ سيني کي ماٽ لاءِ چيوسون! پاڻ ڪريمن فرمايو مون کي ننڊ ڪٽي هجي ته ٻه تون پيو جهونگار؟ جو ته سنڌ ۾ رواج آهي ته مائرون ٻارن کي سمهڻ وقت لولي ڏينديون آهن.

**24- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪر يٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين

قدس سره جن لاڙ جو سفر ڪندي شهدادپور لڳ پهتا، ته اتي ماڻهن لسي گهڻي انداز ۾ پيش ڪئي، ۽ پيئڻ لاءِ عرض گذاريائون؟ پاڻ سمورن جي دل رکڻ لاءِ ڍڪ ڍڪ پيتو! پوءِ ماڻهو لسي آڻيندا رهيا، تنهن تي پير سائين جن فرمايو ته هڪ ماڻهوءَ کي مينهون تمام گهڻيون هيون، پر ٻارن کي کير جو ڍڪ به نه ڏيندو هو! بلڪه ڪجهه وڪڻندو هو ۽ ڪجهه لسي جي لاءِ رکندو هو ۽ ٻارن کي لسي ڪاراڻي راضي ڪندو هو! سو ٻارڙا شام جو مينهون ايندي ڏسي وڏي آواز سان چوڻ لڳندا هئا:

**اجهي ڪنديون آيون آڪر اوهه پري!**

(يعني اجهو، هو مينهون لسي سان پرجي آيون آهن!)

**25- نقل:** درگاهه مبارڪ تي، هن فقير لاءِ هر روز حاويليءَ مبارڪ مان ٻه سنهڙا ڦلڪا ۽ ڀاڄي ايندي هئي! مون هڪ ڀيري ڪٺي خوش طبعي وچان چيو، واهه جي سڳوريءَ مانيون پچايون آهن؟ هنن مان ته ڍؤ ڪونه ٿو ٿئي؟ پانهيءَ اها خوش طبعي حضرت پير سائين قدس سره جن کي عرض رکي ته پاڻ فرمايائون خليفا! توهان جو پيغام مليو! پر حضرت محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي زماني ۾ به سنهڙا ڦلڪا پچندا هئا!

**26- نقل:** فقير محمد نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن ريگستان جي سفر ۾ مانڌلي کان خليفي ڏڏر وارن وٽ ايندي، بيابان هجڻ ڪري، اٺون جماعت کان پٺتي رهجي وڃڻ سبب، پير سائين جن جي سواريءَ پٺيان ڊڪندو آيم! فجر جو پاڻ سواري تان لهي فجر جي نماز ادا ڪري دعا گهريائون ته پانهو معمول مطابق وظيفن جا داڻا ڪڍي ويٺو! پاڻ پانهي ڏانهن خوش طبعي وچان نهاري فرمائڻ لڳا، پيادو آهين منزل پري آهي تون وڃ! اسان تنهنجي لاءِ دعا جو حصو ڪنيو ايندا سين؟

# فصل چوٿون

## وصيت فرمايائون!

**1- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن صاحبزادن کي پنجن ڪمن جي پابندي بابت وصيت ڪندي فرمايو تہ 1- ڪنهن ماڻهو ۾ ڪنهن بہ شيءِ، خاص طرح مال جي لالچ نہ رکجو ۽ طاقت هجي تہ پان پين کي ڏجو؟ 2- چور جو پاسو ڪڏهن بہ نہ ونجو؟ 3- ڪنهن وٽ سگ لاءِ ميڙ ٿي نہ وڃجو؟ 4- دنيا وارن سان سنگت يا لاڙو نہ رکجو؟ 5- اهل بيت جي عزت سيني کان مٿي رکجو؟

**2- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن صاحبزادن کي فرمايو تہ لقمان تالپر جي ڳالهہ، پنهنجي دل تي ليڪي وانگر دل تي چٽ ڪري ڇڏجو! ڳالهہ هي آهي تہ لقمان تالپر ۽ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي پاڻ ۾ گهاٽي دوستي هئي! ٻيئي مخدوم محمد زمان لواري واري رحمة الله عليہ جا مريد هئا! مخدوم کي جڏهن سڪر جي حالت طاري ٿي تہ وٽس ڪيترائي طالب اچي گڏيا. لقمان تالپر بہ ملاقات لاءِ آيو! اجازت وٺڻ تي مخدوم صاحب چورايو تہ مان بيمار آهيان. ٽي ڀيرا ساڳيو جواب ملڻ تي؟ لقمان تالپر بنا اجازت جي اندر هليو ويو! ڏسي تہ مخدوم صاحب تہ چڱو ڀلو آهي! حيرت وچان عرض ڪيائين، سائين اوهان تہ فرمايو مان بيمار آهيان؟ مخدوم صاحب چيو تہ بيماري جي بهاني بغير، دنيا وارن کان ڇوٽڪارو لهڻ مشڪل آهي.

**3- نقل:** هڪ ڏينهن وصال واري بيماريءَ ۾ حضرت پير سائين قدس سره جن خليفي سلطان فقير نظاماڻيءَ کي فرمايو: ادا سلطان خان ڀلي ڪري آئين؟ پوءِ ڪيس ۽ ٻي جماعت کي حرمين شريفين جي خدمت لاءِ، وصيت فرمايائون ۽ اهو ٻڌ فرمايائون تہ توهان کي روبرو چوان ٿو ۽ جيڪي موجود نہ آهن، تن کي توهان چئي ڇڏجو! تہ انهن جو رزق رب ڪريم جل شانہ جي هٿ آهي! ۽ جيئن تہ حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم صحابين سڳورن کي اهڙي وصيت فرمائي هئي! تنهن ڪري اوهان کي بہ اها وصيت ڪيم؟ ٻڌ فرمايائون سمورا خاص خواهہ عام مريد؟ الله پاڪ جي درگاهہ ۾

گناهن جي معافي گھرن؟

**4- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن، حضرت ميان صاحب قدس سره جن جي زباني بيان فرمايو ته ميت حضرت آدم عليه السلام جي رت جي پيدائش آهي! تنهن ڪري انهيءَ کي مٽي ڏوڻ وغيره لاءِ استعمال نه ڪجي ته چڱو؟ (جڏهن ته سنڌ ۾ ميت سان غسل جي رسم عام آهي) پاڻ سڳورن جي عادت، گل جيرو ۽ پير جي پن کي پاڻي ۾ ملائي وهنجڻ جي هئي! سفر حضر ۾ اسان ڪڏهن به ڪين ميٽ سان غسل ڪندي ڪونه ڏٺو؟

**5- نقل:** صاحبزاده ميان هدايت الله کان نقل آهي ته حضرت پير سائين قدس سره جن آخري ڏينهن ۾ اسان کي اتفاق جي وصيت ڪندي فرمايو ته: بابا اسان جي والد حضرت ميان صاحب قدس سره، اسان سمورن ڀائرن کي گهرائي فرمايو ته بابا! اسان کي جن ماڻهن تڪليف ڏني (جنهن سبب سندن وصال به ٿيو) اسان انهن کي معافي جي خبر پڌائي ڇڏي آهي! توهان کي به وصيت ۽ حڪم ٿا ڪريون ته توهان ڪانئن ڪنهن به قسم جو بدلو نه وٺجو؟ ۽ نه ئي ڪين ڪا تڪليف پهچائجو؟

انهيءَ وصيت کان پوءِ هڪ ڪانو آڻڻ جو حڪم فرمايائون؟ جڏهن ڪانو آيو، تڏهن فرمايائون انهيءَ کي به، ٻن کي چار ۽ چئن کي گڏي، ان ٽڪر ڪري ڏيکاريو؟ اسان هڪ کي به، ٻن کي چار نه ڪري وياسون، پر چئن ڪانن کي، پوري ڪوشش کان پوءِ به ٽڪرا ڪري نه سگهياسين! تنهن تي پاڻ فرمايائون ته بابا! توهان به چار ڀائر آهيو، اتفاق ۾ رهندؤ ته توهان کي ڪير پيچي نه سگهندو ۽ دين جي به طاقت ٿيندي؟

حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره جن، حضرت ميان صاحب قدس سره جن جي اها وصيت بيان ڪري، پنهنجي طرف کان بيان فرمايائون، بابا! اسان ته فقط چار ڀائر هئاسين، جن جي اتفاق سان دين جي جيتري خدمت ٿي ۽ عوام کي فيض حاصل ٿيو! توهان ته خدا جي مهربانيءَ سان ڪافي سارا ڀائر آهيو، دل ۽ جان سان اتفاق ۾ رهو ته ڪهڙو نه سٺو؟ جو انهيءَ طرح خدا جي خلق کي هزارين قسم جا ديني فائدا ۽ فيض حاصل ٿيندو!

**6- نقل:** صاحبزاده ميان هدايت الله شاهه کان نقل آهي ته حضرت پير

سائين قدس سره جن وصال کان ٿورو اڳ واري سفر تي روانگي وقت، حويلي شريف وچي حرمن سڳورن کان پڇيائون ته ڪربو خبر؟ جيڪڏهن ڪا جماعت ڪنهن جاءِ تي اڳ ۾ پهچي پوين سائين جي لاءِ آرام وغيره جو انتظام ڪري ته ڪيئن رهندو؟ حرمن سڳورن ڳالهه نه سمجهڻ سبب ڪو جواب ڪونه ڏنو! وري فرمايائون ته جهان جي رسم موجب جي هن دنيا کان لاڏاڻو ٿئي! ۽ خليفي محمد حسين وانگر اسين به پنهنجن حرمن وٽ اچ وڃ رکون ته پوءِ ڪيئن؟ تڏهن حرمن سڳورن سمجهيو ته پير سائين جن آخري سفر جو اشارو ڪري رهيا آهن، عرض ڪيائون ته اسان جي جان توهان تي قربان، جيڪا رب جي رضا هوندي تنهن تي راضي رهبو!

**7- نقل:** صاحبزاده ميان هدايت الله شاهه نقل ڪري ٿو، ته آخري سفر تي روانگي وقت، حضرت پير سائين قدس سره جن مون کي، ميان محمد ياسين شاهه، ميان محمد شاهه ۽ محمد صادق شاهه کي گهرائي فرمايائون ته بابا! اسان سان سفر ۾ ڪير هلندو؟ مون ۽ ميان محمد صادق شاهه خدمت ۾ هلڻ لاءِ عرض ڪيو! باقي ٻن صاحبزادن ڪِونه ڪوعذر عرض رکيو! پاڻ فرمايائون بابا! انهيءَ ڪري پڇيو ويو جيئن سواريءَ جو انتظام، وقت سر ٿي وڃي! اتفاق سان منهنجي دل ۾ خيال آيو ته سفر ۾ گهوڙي جي خدمت جو به انتظام ٿي پوندو؟ پير سائين جن انهيءَ ارادي جي خبر رکڻ بعد فرمائڻ لڳا بابا! سفر ڪجي ته خدا ڪارڻ ڪجي، وهٽن چارڻ لاءِ نه؟

ٻي ڏينهن پاٽڪريمن باغيچي ۾ ميان شاهه جيئو، حضرت پير صاحب تجر ڏٺي، ٻن صاحبزادن ۽ پائرن کي گڏ ڪري فرمايو ته بابا! حياتيءَ تي ڪو ڀروسو ڪونه آهي.

حضرت ميان صاحب (پير سائين محمد بقا شاهه شهيد قدس سره) جن جي عمر جا ڏينهن به هن کان وڌيڪ ڪونه هئا! تنهن ڪري اوهان پاڻ مان ڪنهن کي ڀريو مڙس ۽ وڏو چونديو؟ جو اسان به اکين سان ڏسون؟ آخر ڇهڙا ڇمار به پنهنجو وڏو چونديندا آهن! ٻيا ته ماٺ رهيا، باقي سيد ميان شاهه جيئو عرض ڪيو ته قبلا سائين توهان جنهن کي پڳدار مقرر ڪندا، اسان کي اکين تي رهندو؟ پوءِ پاڻ فرمايائون ته اسان جي مقرر ڪرڻ جي صورت ۾ توهان

ادب سبب مات رهندؤ! بهتر آهي ته اوهان پاڻ ڪنهن تي اتفاق ڪريو؟ سيد ميان شاهه جيئو عرض ڪيو ته قبلا! جي حڪم آهي ته پوءِ وڏو صاحبزادو اسان جو اڳواڻ آهي!

تنهن تي فرمايائون: هن يار ڪي علم، ادب، عقل، ديني ۽ دينوي ڪمن ۾ ته سندس الله تعاليٰ پوري بلندي بخشي آهي، پر اسباب جو صاحب آهي! دنيوي سببن ۾ مشغول رهڻ اسان کي پسند نه آهي! سيد ميان شاهه جيئو، جيئن بروقت حضرت پير سائين تجر ڏٺيءَ کي مصافحي لاءِ هٿ اڳتي وڌايو، ته حضرت تجر ڏ ٺي مٿو اگهاڙو ڪري ڳچيءَ ۾ ڳارو وجهي، پير سائين جن جي قدمن تي ڪري پيو! پاڻ سڳورا راضي ٿي دعا ڪندي، ڪيس فرمايائون ته يقين آهي ته الله تعاليٰ پنهنجي عظيم مهربانيءَ سان فيض جو اهو سلسلو جاري رکندو! ڪاش جو توهان سمورا اتفاق راءِ سان اها چونڊ ڪريو ها ته ڪهڙو نه سٺو رهي ها؟ اسين به پنهنجي حياتيءَ ۾ ڏسون ها!

پوءِ سفر جي تياري واري رات حاويلي ۾ وڃي، جهٽ گهڙيءَ آرام فرمايائون، ته ائين اوچتو الله جو اسم پاڪ سندن زبان تي جاري ٿي ويو! تنهن مان جاڳي پيا ۽ ڪٽ کان لهي به تي قدم پري وڃي بيٺا، پوءِ وري جلدي جلدي هلڻ لڳا ۽ سندن ڪلهن تي رکيل چادر ڪهلبي ٿي وئي! رات جو ڪافي وقت گذري چڪو هو! حاويلي شريف کان، جمعي فقير ڪؤنري بردار کي خبر موڪلي وئي ته پير سائين جن ٻاهر آيا آهن! جمعو فقير ڪؤنرو کڻي خدمت لاءِ حاضر ٿيو ته وضوءَ جو پاڻي هاربل ڏنائين! مسجد شريف ۾ وڃي ڏسي ته پاڻ مراقبي ۾ آهن! اهڙي طرح سڄي رات پرهه ڦٽڻ تائين مراقبي ۾ رهيا! فجر جي نماز لاءِ باغيچي ۾ اچي نئون وضو ڪري، فجر جي سنت اندر ويهي پڙهيائون ۽ ڪنهن به قسم جي ڳالهه ٻولهه ڪونه فرمايائون! پٺيءَ تي ڦرڙي نڪرڻ سبب بغير پيراهڻ جي چادر پائي، تلوار ٻڌي قاضي محفوظ جي امامت ۾ نماز ادا ڪيائون ۽ نماز کان پوءِ سفر تي روانا ٿيا!

هميشه سفر جي روانگيءَ کان اڳ ۾ حاويليءَ تي وڃي وعظ، نصيحت ۽ وصيت ڪرڻ، سندن معمول هو! تنهن ۽ ڪاڏي پيتي کان بي فڪر رات ڏينهن يار حقيقي (الله پاڪ) جل شانه جي انتظار ۾ رهندا هئا! مگر هن سفر ۾

محبوب حقيقي سان وصال لاءِ پاڻ تي بيماريءَ جي واٽ هموار ڪيائون!

**8- نقل:** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته حضرت پير سائين قدس سره جن وصال واري بيماريءَ ۾ صاحبزادن ۽ خليفن کي وصيت ڪندي فرمايو ته: حاضر ۽ غائبن کي خبر هجي ته اسان جو طريقو:
محمدي طريقو آهي! (عليٰ صاحبها الصلواة والسلام)
جيڪو جهالت ۽ بدعت کان پاڪ آهي! جيڪڏهن هن سلسلي ۾ ڪو بدعتي ٿي پوي ته انهيءَ کي جماعت مان خارج رکجو ۽ ساٿس ڪو لاڳاپو نه رکجو؟ ۽ انهيءَ هدايت تي عمل ڪجو ۽ استقامت رکجو؟

**9- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن وصال واري بيماريءَ ۾ خان محمد ٽالپر کي فرمايائون ته هيڪر اسان تو وٽ گهوڙا چارڻ لاءِ ڇڏيا هئا! گهوڙن جي خدمت طلب کان ضرور مانع ٿي هوندي! تنهن ڪري معاف ڪجو؟
اي عزيز! انهن گهوڙن جي خدمتگارن تان دل جان سان قربان وڃجي! جن ظاهر ۾ خدمت ڪئي ۽ ان طرح باطن کيٰ فيض جي روشن سج سان چمڪايائون، ۽ حقيقي لعل هٿ ڪيائون! نقل آهي ته حضرت مخدوم بهاءُ الدين رحمة الله عليه کان ڪنهن پڇيو ته سائين توهان جا ڪامل مريد گهٽا آهن؟ فرمايائون ته خدا پاڪ وٽ ته گهٽا آهن، پر مون وٽ فلاڻو شخص آهي! جنهن کي خدمت ڪندي ٻارهن سال گذريا آهن! ۽ سندس دل تي فيض ۽ نور جي تجلي نه پئي آهي ته به خدمت ۽ ارادي ۾ هرروز وڌ آهي!
چوندڙ ڪهڙو نه حق چيو آهي ته: پير جو، ڪنهن ڪم لاءِ حڪم ڪرڻ، مريد لاءِ ترغيب آهي! ۽ پاڻ ڪريمن هي جو ڪجهه ارشاد فرمايو، سو فقط ان مريد جي دلجوئي ۽ پنهنجي ڪسر نفسي سبب هو!

**10- نقل:** حضرت پير صاحب بنگلي ڏني رحمة الله عليه حضرت پير سائين قدس سره جن جي زباني روايت بيان ڪئي ته ميان صاحب قدس سره جن اسان کي آخري وصيت اها فرمائي ته: بابا واٽ تي ٿڪ نه اڇلائجو! اسان ارشاد جو مطلب پڇيو ته فرمايائون: واٽ مان مراد طالب جي دل آهي! جنهن تي غيبي اسرار گذر ڪندا آهن، ٿُڪ مان مراد بيڪار وسوسا آهن!

**11- نقل:** صاحبزادو ميان هدايت الله شاهه نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن وصال واري بيماريءَ ۾ وصيت فرمائي تہ: ڪتاب ۽ مسجد جي ڪرسي (وعظ لاءِ) جي صحبت ضرور پاڻ تي لازم رکجو! ۽ پڻ فرمايائون تہ فقيرن جي گهڻي دوستي ۽ دنيا وارن کان بي نيازي برقرار رکجو! ۽ ان لاءِ هيءَ وضاحت بہ فرمايائون تہ ڪتاب ۽ مسجد جي ڪرسيءَ جي صحبت جي وصيت اسان جي ڏاڏي ميان محمد امام شاهه قدس سره جن ڪئي ۽ فقيرن سان محبت ۽ دنيا وارن کان پاسي رهڻ جي وصيت، والد بزرگوار حضرت ميان صاحب قدس سره جن ڪرڻ فرمائي هئي!

**12- نقل:** صاحبزادي ميان هدايت الله شاهه نقل ڪيو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن کي سندن وصال واري بيماريءَ ۾ غلام محمد ٽالپر ديهه ڏڪڙي (لڳ روپاهه) جي عرض ڪيو تہ قبلا! اسان کي ڪنهن جي صحبت جو حڪم آهي؟ فرمايائون جتي اسان جي بُوءِ اچي، انهيءَ سان صحبت ڪجو!

**13- نقل:** صاحبزادي ميان هدايت الله شاهه نقل ڪيو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن آخري سفر (دعوتن) تي روانگيءَ کان اڳ، فجر جي نماز درگاهه مبارڪ جي مسجد شريف ۾ پڙهي! نماز پڙهڻ بعد مسجد جي ڇت ڏانهن نهاريائون تہ سندن اکين مبارڪن مان بي اختيار ڳوڙها ڪري پيا ۽ پنهنجي وڏي ياءُ سيد ميان سليم شاهه کي فرمايائون تہ دعا گهرندا رهجو! جو حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جو دين پاڪ مضبوط ۽ سدا قائم رهي! اهو فرمائي گهوڙي تي سوار ٿيا! پوءِ شاهه نظام جي ديهه وٽ پهچڻ تي، حضرت پير صاحب تجر ڏٺي رحمت الله عليہ درگاهه مبارڪ تي واپس ٿيڻ جي اجازت گهري؟ پاڻ موڪل ڏيندي نماز ۽ ذڪر بابت ارشاد ڪندي فرمايائون تہ بابا! اسان تي ايترو فرض هو!

پوءِ پنڌ ٿيي درياءَ جي پربڻ ۾ الياس فقير کهڙي جي ڳوٺ وارن جي دعوت تي رونق افروز ٿيا! انهيءَ ڏينهن ڪين روزو هو، جڏهن تہ سحريءَ تي ڪابہ شيءِ کونہ کائي سگهيا هئا، پيهرو اتي ڪري رات جو جيهڻ جي ڳوٺ ۾ فقيرن جي دعوت تي آيا، ذڪر کان پوءِ گهڻي رات گذري تہ سيئي فقير

سمهي پيا، پاڻ اٿين ٿي مراقبي ۾ ويٺا هئا. تان جو تهجد جا نفل پڙهيائون، فجر جي نماز ادا ڪري گهوڙي تي سوار ٿي، آباد ۾ انڙن فقيرن جي دعوت تي جلوه افروز ٿيا! اڄ به ڪين روزو هو، جڏهن نه سحريءَ تي ڪا به شيءِ ڪونه کاڌي هئائون! سانجهيءَ تي روزي کولڻ لاءِ ماني آئي، ان وقت ڪنهن فقير کي گوشت ۽ کير گڏ کائيندي ڏسي، جوش ۽ سختيءَ سان فرمايائون ته حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڪڏهن به کير ۽ گوشت گڏ نه کاڌو آهي! عجب آهي جو اوهان سندن متابعت ڇڏي، نفس جي پيروي ڪيو ٿا؟ پاڻ اتي به ساڳيءَ طرح مراقبي ۾ گذاريائون! صبح جو روزي سان، اتان چڙهي بفاپور ۾ مريدن جي دعوت تي آيا. ۽ رات به اتي ترسيا! اتي فرمايائون ٿي ته اسان ننڍائي ۾ گهڻا ڏينهن هت علم پڙهيو هو، سندن اها رات به ساڳيءَ طرح مراقبي ۾ بنا آرام جي گذري! فجر جي نماز ادا ڪري روزي سان اتان ڳوٺ پهتا. اتي لاڙڪاڻي جي فقيرن صوف ۽ بادرنگ نذرانې ۾ آندا. پاڻ فرمايائون ته صوف سمورا ورهائي ڇڏيو. بادرنگ مان منهن جو حصو رکي باقي ٻيو جماعت ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو؟

اتي ٻپهرو ڪري اڳين نماز تي سامتين جي ڳوٺ ۾ ابوبڪر فقير جي دعوت تي روانا ٿيا. وات ۾ عرض ڪيم ته حضرتا! هي ڪهڙا ٿا روزا رکو؟ فرمايائون ته لاڙ واري سفر ۾ رمضان شريف جو هڪڙو روزو اسر جي وقت نه اٿڻ سبب قضا ٿي ويو هو. ۽ ٻيو روزو مٿين رمضان جي اوڻٽيهين تاريخ شوال جي چنڊ ڏسڻ ۾ تفاوت پوڻ سبب فوت ٿيو هو! ٽيون روزو هن سبب قضا ٿيو جو، حضرت سرداردوعالم صلي الله عليه وسلم جن رمضان شريف واري مهيني ۾ جڏهن سفر کان موٽي مديني شريف ۾ آيا ته، ان ڏينهن روزو نه رکيو هئائون! اسان ان ڏيهن متابعت سبب روزو نه رکيو (۽ چوٿين روزي جو سبب به بيان فرمايائون پر مونکان وسري ويو آهي) ۽ فرمايائون ته هاڻ جلدي پنهنجي شهر ڏانهن هلون ٿا!

ان کان پوءِ فرمايائون بادرنگ جمعي فقير کي نه ڏج ۽ تون پاڻ سان رکج جو روزي کولڻ وقت کائيندا سون؟ اتفاقاً مون اڳي ئي جمعي فقير کي بادرنگ ڏيئي ڇڏيا هئا. جيڪو اڳ ۾ هليو ٿي، انهيءَ وري عيسيٰ فقير کي ڏئي

چڏيا هئا، جيڪو منزل تي ڪٺي ويو! پنيان گهوڙو گهٽو ئي ڊوڙايم، پر ڪيس پهچي نه سگهيس! وات تي اسان وري قاضي محمد اڪبر جي مسجد ۾ قاضي صاحب جي پياءُ جي فاتح خوانيءَ جي لاءِ لٿاسون، جڏهن نه قاضي موجود نه هو! بادرنگ هٿ نه اچڻ سبب دل ۾ سخت ارمان هو، مون خليفي غازي خان کي چيو نه جي پير سائين جن مون ڏانهن نظر فرمائين نه هو بادرنگ جي سچي حقيقت عرض گذاري ڇڏي؟ مون سانجهيءَ جا نفل پڙهيا، غازي خان سچي صورتحال کين عرض رکي، پوءِ پاڻ کير جي ڪچي لسيءَ سان روزو کوليائون!

سانجهيءَ جي نماز پڙهي اتان چڙهيا، ۽ ابوبڪر فقير جي دعوت تي اچي لٿا، ماني تيار ٿي نه سموري جماعت ماني کاڌي، پر پاڻ فرمايائون نه مون کي اشتها ڪانه آهي! بعد ۾ جمعي فقير کان بادرنگ وٺي ڪٽي حضور ۾آيس، پاڻ ڪپڙي سان منهن مبارڪ ڍڪيو کٽ تي آرام فرما هئا! آئون زور ڏيڻ لڳس، پاڻ فرمايائون نه ڪير آهين؟ عرض گذاريم هدايت‌الله، پڻ بادرنگ ڪاڻ لاءِ عرض ڪيم؟ فرمايائون ماٺهن ۾ ڪائيندي حياءُ ٿو ٿئي! آخرڪار چادر هيٺ بادرنگ پيش ڪيا ويا، هڪ ٻه ڳترا ڪائي سهراب فقير کي (جيڪو کٽ جي پرسان مراقبي ۾ هو) فرمايائون نه ميان هدايت الله کي چئو نه بادرنگ ورهائي ڇڏي؟ اها رات به پاڻ مراقبي ۾ هئا، صبح جو همون جوٽيجي جي ڳوٺ فقيرن جي دعوت تي آيا!

جني نوان مريد تمام گهڻا ٿيا، رات جو منزل اتي هئي. صبح جو، ميري گهانگهري جي ڳوٺ فقيرن وٽ تشريف فرما ٿيا! اسين پنتي هئاسين، رستي ۾ چورن هڪ هنڌ تي ڦريو ٿي! ميان قابل شاه، سارنگ فقير ۽ ٻين فقيرن چورن تي حملو ڪيو نه پيا پڄي ويا ۽ هڪ هٿ آيو، جنهن کي جماعت ۾ وٺي آيا! پاڻ قرآن پاڪ جي تلاوت ٿي ڪيائون! ڪجهه وقت گذرڻ بعد فرمايائون نه جيڪو يار توهان وٺي آيا هئا، سو ڪٿي آهي؟ عرض ڪيائون نه سرڪار جا ماڻهو وٺي ويا، تنهن تي ناراضي ٿي، فرمايائون نه ڇا اسان جي جماعت مان وٺي ويا؟ جڏهن نه منهنجو خيال هو ڪيس توبه ڪرائي، ذڪر جي تلقين ڪرڻ جو! پڻ فرمايائون يارن ڇا سمجهيو آهي، جو اسان جي

پرڀٽ ان جي پاٺهن سرڪار جي ماٺهن کي ڏنائون!
صبح جو اتان چڙهي مکو سيال جي ڳوٺ منزل انداز ٿيا، ٻي ڏينهن سيد گلاب شاهہ جي دعوت تي رونق افروز ٿيا! اتي ميان فيض محمد ۽ ٻين تن فقيرن کي جهولي جو اثر ٿيو هو، اتي فقيرن ڪافيون ۽ غزل چيا، پاڻ بہ سڄو ڏينهن جماعت سان گڏ ويٺا هئا، ۽ ڪافين ٻڌندي بي اختيار سندن اکين مان موتي جا قطرا ڪرندا رهيا! صحبت کان فارغ ٿي منجهند جي آرام لاءِ جاءِ تي آيا، قيلولو ڪري فارغ ٿيا تہ سڀ کان اڳ مسجد شريف ۾ آيا، نفل پڙهي قبلي ڏانهن منهن ڪري ويٺا، مان بہ وضو ڪري خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ طبيعت مبارڪ بابت پڇا ڪيم؟ فرمايائون تہ اڳوڻي بيماري جنهن کان مٿي ۾ ڦيري ٿيندي هئي، نظر اچي ٿي! پوءِ اڳين نماز پڙهي فتح محمد راهي جي دعوت لاءِ، پٺن جي ڳوٺ ڏانهن روانا ٿيا، وچ ۾ خليفي محمد حسن جي ڳوٺ بہ تشريف فرما ٿيا، منزل تي وچين نماز ۾ ڪين قئي آئي ۽ بيهوشي طاري ٿي. هوش ۾ آيا تہ مغرب جي ٽائيم بابت پڇيائون؟ عرض ڪيم تہ وقت آهي، فرمايائون بابا! اڳيان ٿي نماز پڙهايو؟ پر ننڍيون سورتون (جيئن والعصر ۽ انا اعطينا) پڙهجو، جو تہ بيهڻ ڏکيو ٿو لڳي! مون حڪم مطابق نماز پڙهائي، بعد ۾ فرمايائون تہ موربز جلد نهرايو ۽ کٽ موربز جي ويجهو ڪري رکو؟ حڪم مطابق کٽ رکي ويٺي پاڻ چار ڀيرا قضا حاجت لاءِ اٿيا، اٿي وري آئي، جنهن کان بعد فرمايائون تہ سفر لاءِ گهوڙا تيار ڪريو؟ مون فيروز فقير ۽ غازي خان ٽالپر سان صلاح ڪري عرض ڪيو تہ حضرتا! کٽولي تيار ڪرائي، ان تي سفر ڪريو؟ شهر وارن بہ ڪجهہ ماڻهو ڏنا آهن، يا وري درگاهہ شريف هلون؟ پاڻ فرمايائون تہ جيسين حياتيءَ جون گهڙيون آهن تيسين اهي گهوڙيون مالڪن جي ڪم (امر ۽ نهي) ۾ صرف ڪبيون! وري عرض ڪيوسون تہ حضرتا! کٽ ڪڻندڙ حاضر آهن؟ فرمايائون آئون ڪنهن کي تڪليف هينئان آڻ نہ ٿو گهران! عرض ڪيوسون اسان فقير بہ گهٽا آهيون؟ فرمايائون فقير اسان انهيءَ لاءِ نہ ڪنيا آهن جو مٿن بار ٿيون! پوءِ آخرڪار گهوڙي تي سوار ٿيا، وات تي فرمايائون تہ منهنجو خيال آهي تہ رستو هن طرف آهي؟ عرض ڪيوسون تہ اسان بہ ائين سمجهون ٿا! فرمايائون

تہ ميان قابل شاهہ جي پنيان نہ هلو؟ جڏهن تہ ميان قابل شاهہ بہ ڪوهہ پري هليو ويو! پاڻ برابر سڏا سلامي جي ڳوٺ تشريف فرما ٿيا، اتي فرمايائون تہ عشاء جي نماز جو وقت تنگ پيو ٿئي، جلد امام ٿي نماز پڙهاء نماز کان بعد ڪجهہ وقت آرام فرمايائون، حڪم مطابق فجر نماز بہ آئون پڙهائي. صبح جو اينتري ڪمزوري هوندي بہ ڳوٺ جي فقيرن جي تڪليف ڏيڻ تي سندن گهرن ڏي وڃي زيارت ڪرايائون؟!

اتان چڙهي ٻپهرن جو، مڪول جي ڳوٺ سادات جي دعوت تي تشريف فرما ٿيا، اتي سرنهن جي ساڳ جي طلب ظاهر فرمايائون، ساڳ تيار ڪري پيش ڪيون سون، پاڻ ٿورو واپرائي گدامڙيء جو پاڻي پيتائون! مون هڪ ڀيرو وري عرض گذاريو تہ حضرتا! ٻي خوشائي غالب آهي، تنهن ڪري درگاهہ شريف تي موٽي هلو تہ بهتر، پر سندن جواب ساڳيو هو! ٻپهريء وقت نماز جو امرڪيو، پڻ فرمايائون تہ مون اڄ درگاهہ شريف تي هلڻ پسند نہ ٿي ڪيو، پر جڏهن تہ ضروري ڪمن بابت وصيتون ڪرڻيون آهن، جيڪي هن وقت تائين نہ ڪيون ويون آهن، تنهن ڪري پنتي هلو؟ آرام لاء محافي طور ڪتولي تيار ڪرڻ جو حڪم مليو. جنهن تي پاڻ آرامي ٿيا، فرمايائون قمبر تعلقي ۾ هڪڙن جي ڳوٺ وارن اسان کي دعوت ڏني هئي، اسان ڪين واعدو ڏنو هو تہ اوهان جي ڳوٺ اچي اوهان جي نئين مسجد ۾ نفل پڙهنداسون! تنهن ڪري اوهين ان ڳوٺ وٽان لنگهجو، جيئن واعدو پاڙيندا هلون!

انهيء ڳوٺ پهچڻ تي پاڻ ڳوٺ وارن کي فرمايائون تہ دستن سبب مسجد ۾ هلڻ ڏکيو آهي، باقي گهرن ۾ هلي گهر وارن کي زيارت ڪرائيندس! پوء انهن جي گهرن ڏانهن اسريا ۽ زيارت ڪرايائون! اتي سانجهيء جو وقت ٿيو ۽ موربز ڏانهن ويا، موربز وڃڻ وقت فرمايائون تہ مون کي خبر نہ ٿي پوي تہ حضرت ميان صاحب (سيد محمد بقا شاهہ، سندن والد ماجد) قدس سره جن جو روضو شريف ڪهڙي طرف آهي؟ تہ سندس ادب کان ان طرف پاهر نہ وڃجي! تنهن ڪري آئون انهيء طرف اشارو ڪري عرض گذاريو، بعد ۾ وضو ساري نماز پڙهيائون، پوء شهر جي زالن اٽڪل (70) ستر روپيا مٺ صدقو ڪيا! پاڻ فرمايائون تہ اها گهور، مسڪينن ۾ ورهائي ڇڏيو!

تنهن کان پوءِ درگاهہ شريف ڏانهن روانا ٿيا ۽ فرمايائون تہ خالد جي ڳوٺ ترسجو، ڇو جو صابر فقير ڪلهوڙي کي زيارت جو واعدو ڏنل آهي! رات جا ٻہ حصا گذري ويا، تڏهن اسان خالد جي ڳوٺ جي ٻاهران پهتاسون! حڪم فرمايائون تہ سومهڻيءَ جي نماز پڙهايان؟ نماز پڙهايم، فجر جي وقت صبح جي نماز پڙهي، اتان چڙهي درياءَ تي آياسون! تہ حضرت خليفة الله رحمت الله عليہ اچي قدم بوسي ڪئي، جيڪي درگاهہ مبارڪ تان آيا ٿي! ۽ پيڙيءَ تي سوار ٿيڻ وقت ميان محمد ياسين رحمت الله عليہ جن بہ اچي گڏيا! پوءِ درياءَ لنگهي درگاهہ مبارڪ تي رونق افروز ٿيا!

اڪثر ائين فرمايائيندا هئا تہ منهنجي دل تي گهري تہ پنهنجي يارن، خدا جي طالبن جو ديدار ڪجي؟ ٻي ڏينهن گهڻا فقير اچي گڏ ٿيا، تڏهن پاڻ فرمايائون تہ:

يارن جي پنڌ جي تڪليف جو گهڻو حياءُ ٿئي ٿو! انهيءَ ڏينهن تي پڇيائون تہ لاڙ جي يارن مان ڪو آيو آهي يا نہ؟ عرض ڪيو ويو تہ حضرتا اجان ڪو ڪونہ آيو آهي!

ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ لاڙ جا ڪيترا فقير پهتا، ۽ حضرت پير سائينءَ روضي ڌڻي قدس سره جن شعبان جي پهرين تاريخ جمع ڏينهن 1234هہ ۾ هن جهان کان عالم بالا ڏانهن معراج فرمايو! (انا لله وانا اليه راجعون)

**14- نقل:** اميد عيل ٽالپر کان نقل آهي تہ حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ اسان جا نڪتا هوش جي ڪن سان ٻڌي دل سان قبول ڪري، سانديجو؟ جو اهي نڪتا ٻي جاءِ تي ٻڌي نہ سگهندا!

**15- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن ارشاد فرمايو تہ حضرت ميان صاحب قدس سره جن نڪتا بيان ڪري فرمائيندا هئا تہ اهي نڪتا اوهان کي ٻي هنڌان ٻڌڻ ۾ نہ ايندا، مگر اڳوڻن جي ڪن ڪتابن ۾ آهن!

# فصل پنجون

## اولياءِ ڪرام جو مرتبو!

**1- نقل:** حاجي احمد فقير ٽالپر کان نقل آهي ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن سڪ پور، دعوت تي تشريف وٺي ٿي ويا. رستي تي واٽ ڏيکاريندڙ جو مٿو ڦري ويو ۽ واٽ ڀلجي ويس! پاڻ ٻي رستي کان جڏهن منزل تي پهتا ته فرمايائون، الله تعاليٰ ولين کي ڀلجڻ کان محفوظ رکيو آهي! ۽ زمين ولين جي عشق سبب هر وقت خدا پاڪ کان ولين جي زيارت لاءِ پئي دعا گهرندي آهي؟ تنهن ڪري الله تعاليٰ پنهنجن ولين کي انهيءَ زمين جي شوق لاءِ اوڏانهن موڪليندو آهي!

**2- نقل:** هڪ ڀيري ڪنهن مريد حضرت شاهه عبداللطيف رحمت الله عليه ۽ مخدوم عبدالرحيم رحمت الله عليه جن جي حال بابت حضرت پير سائين قدس سره جن کان پڇيو؟ پاڻ فرمايائون شاهه صاحب تي محبت، عشق ۽ طلب جو شوق غالب هو! ۽ مخدوم عبدالرحيم حقيقت ۽ رازن جي درياءَ ۾ مست ۽ مستغرق هو!

**3- نقل:** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته وصال جي وقت ولين جو روح جسم کان ائين جدا ٿيندو آهي، جيئن ڏيڏر هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ ٽپ ڏيئي وڃي! جڏهن ته عام ماڻهن جو روح ملائڪ ڇڪي ٻاهر ڪڍندا آهن!

اي عزيز! سڀني ۽ ولين جو هن جهان کان لاڏاڻو، پراڻي جاءِ کان نئين جاءِ ڏانهن اچڻ جهڙو آهي ۽ حديث شريف "الا ان اولياءالله لا يموتون ولاکن ينتقلون عن دارالي دار" (يعني، خبردار، الله وارا مرندا نه آهن، پر هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ منتقل ٿيندا آهن!) انهيءَ حقيقت تي شاهد آهي! دنيا ته انهن لاءِ قيد، مصيبت ۽ فنا جي جاءِ آهي! اهڙي جاءِ ۾ ڪين ڪهڙو آرام هوندو.

**بند بگسل باش آزاد اے پسر - چند باشي بند سيم وبند زر**

(اي پٽ! قيد جو زنجير ٽوڙي آزاد ٿيءُ، سون ۽ چانديءَ جي زنجيرن ۾ ڪيترو وقت جڪڙبل هوندين؟)

**4- نقل:** هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن وٽ حاضر هوس ته هڪ فقير هٿ ۾ ڪتاب ڪنيون خدمت ۾ حاضر ٿيو! فرمايائونس ڪهڙو

ڪتاب اٿئي؟ عرض ڪيائين: در مڪنون، فرمايائونس ڪهڙي فن سان واسطو اٿس؟ عرض ڪيائين مثنوي مان چونڊ آهي! پاڻ فرمايائون مثنوي ته پاڻ ئي چونڊ آهي! ۽ سندس هڪ هڪ بيت، دُر مڪنون آهي! مولانا جامي رحمت الله عليه سندس تعريف ۾ فرمايو آهي:

مثنوي و مولوي ومعنوي، هست قرآن در زبان پهلوي!

**من چہ گويم وصف آن عاليجناب - نيست پيغمبر ولے دارد ڪتاب**

(مولانا روم جي مثنوي جڻ ته فارسيءَ ٻوليءَ ۾ قرآن هجي! مان سندس ڪهڙي تعريف ڪريان، پيغمبر ته پڪ نه آهي، پر ڪتاب وٽس آهي!)

**5- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته ڪامل مرشد جي توجه نانگ جي ڏنگ وانگر آهي، جنهن جو اثر بروقت ڪٿي ظاهر نه ٿئي؟ پر موت تائين به مريد فيض ۽ ان جي اثر کان محروم نه رهندو! جيئن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعالي عنه کان زهر جو اثر، بروقت ته حضرت محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي لب مبارڪ جي برڪت سان ختم ٿيو هو! پر وصال وقت ان ڏنگ جو اثر ظاهر ٿيو!

**6- نقل:** هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته هڪ مريد پنهنجي پير کي عرض گذاريو ته حضرتا! هيتري مدت گذرڻ جي باوجود مون کي ذات پاڪ جو مشاهدو ڪونه ٿيو آهي؟ پير صاحب فرمايس ته اڄ رات عشا نماز پڙهڻ بغير سمهي پوڄانءِ؟ مريد ويچارو نماز جو پابند هو، سو نماز ڇڏڻ توڙي مرشد جي نافرماني ڏک سمجهي، فرض پڙهي، سنتون ڇڏي سمهي پيو! رات جو کيس حضور سرور ڪائنات عليه الصلواة والسلام جن جي زيارت ٿي! پاڻ ڪريم فرمايائونس ته پنهنجي پير کي چئو ته اهڙي خوشطبعي نه ڪندو ڪري! اها حقيقت مرشد سڳوري کي عرض ڪيائين! پوءِ ان بزرگ کيس چيو ته بابا! سنت ڇڏيئي ته سنت واري جي زيارت ڪيئي! پر جي فرض کي پٺتي ڪرين ها ته خدا جي زيارت ڪرين ها!

**بہ مے سجاده رنگين کن گرت پيرمغان گويد!**

**کہ سالک بيخبر نبود زراه رسم منزلها**

(يعني جي پير ڪامل چوئي ته شراب ۾ مصلو به پسائجانءِ؟ چو ته سالک

منزل جي رسم ۽ رواج کان واقف هوندو آهي!)

**7- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته امام مالڪ رحمت الله عليه وٽ، پاڻي ڪڏهن به پليت نه ٿيندو آهي ۽ سندس دليل آهي ته جيڪا شيءِ ٻي ڪي پاڪ ڪري، سا پاڻ پليت ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟

اي عزيز! ظاهري پليتي کي دور ڪندڙ پاڻي، جيڪڏهن پليت نه ٿو ٿئي ته پوءِ دلين کي پاڪ ڪندڙ عارف شخص مجازي (دنيا جي) ڪمن جي نجاست سان ڪيئن پليت ٿي سگهندو؟ عارف بحر محيط وانگر وسيع ۽ لطيف آهي! جيڪو ڪنهن لغزش سبب ڏورانهي هيٺ، گهڻي دير ڪونه رهندو آهي، پر جي عتاب هيٺ آيو ته انهيءَ طرح جيئن حضرت يوسف عليه السلام ۽ بن يامين جو معاملو هو! جيڪو ٻاهر ته چور ٺاهيو ويو، مگر گهر ۾ سڀ پياءُ وارو برتاءُ ٿيو: عجب حالت بن يامين بنگر ، به صحرا دزد درخانه برادر

(يعني بن يامين جي عجب حالت ڏس! ٻريٽ ۾ ان کي چور چيوويو، پرگهر ۾ڀاءُ هو!)

**8- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته سڪندر بادشاهه هڪ قلعي جو گهيرو ڪيو ، ڪيترن ڏينهن تائين قلعو فتح نه ٿي ٿي سگهيو! سڪندر جي لشڪر ۾ ڪن ولين قلعي جي حاڪم جي مرڻ جو تصور ڪيو؟ تصور جي قوت سان حاڪم مريض ٿيو علاج ڪرايو ويو، مگر حڪيم حاذق مرض سمجهڻ کان عاجز رهيا. آخر حاڪم سان واسطو رکندڙ هڪ ولي سڳوري لدني علم سان ڄاتو ته اهو سمورو ڪم ولين جي تصور سبب آهي! پوءِ حاڪم جي متوسلين کي حڪم ڪيائين ته حاڪم کي جنازي وانگي کڏ تي رکي، قلعي جي مٿان اچي روئڻ شروع ڪري ڏيو، ۽ مشهور ڪريو ته حاڪم فوت ٿي ويو آهي! ولي الله جي حڪم سان ماڻهن ائين ڪيو! هوڏانهن موت جو تصور ڪندڙ ولين اهو ٻڌو ته انهن جو تصور ختم ٿي ويو! ۽ اهڙي طرح حاڪم ولين جي تصور جي قوت سان موت کي ويجهو ٿيو هو! پر هڪ ٻي باڪمال ولي الله جي مدد سان موت کان بچي ويو!

**9- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته دل جي فضيلت اتان سمجڻ گهرجي، جو جيڪڏهن دل هٿ ۾ اچي وڃي ته جيڪي تصور ڪجي، سو ٿئي ٿو! ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**دل بدست آر هرچہ خواهي کن - حق نگهدار کج ڪلاهي کن**

دل راضي ڪر، پوءِ جيڪي وڻيئي سو ڪر، حق جي طرف نظر هجئي پوءِ ڀلي ڏنگي ٽو بي پيو پاءِ!) هڪ ٻي بزرگ فرمايو آهي:

**دل را اگر صاف ڪني، همچو آئينہ است**

(جيڪڏهن دل صاف رکندين تہ اها آئيني وانگر صاف شفاف رهندي!)

**10- نقل:** سيد موليڏنو شاهہ نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ ڪنهن بزرگ پنهنجي هڪ مريد کي هر روز ڪانئين جي ڀري آڻڻ جو حڪم ڏنو؟ مريد هر روز ڪانئين جي ڀري مرشد وٽ پهچائڻ لڳو! رستي ۾ ڪو سنياسي فقير رهندو هو، تنهن کي بہ هي بہ چار ڪانيون جدا آڻي ڏيندو هو! سال ڪن گذري وڃڻ تي سنياسي فقير کيس چيو تہ سڱورا ڪر خبر! ڪجهہ فيضياب بہ ٿيو آهين، يا رڳو ڪانيون پيو پهچائين؟ پڇڻ تي مريد چيو مون کي تہ مرشد جو اهو حڪم آهي، جنهن تي قائم آهيان، ٻي خبر پاڻ کي ڪانہ آهي! تنهن تي سنياسي کيس پاڻ وٽ ويهاريو ۽ هن درويش ڀري لاهي رکي، سنياسيءَ مٿس نظر ڪئي تہ هر طرف ڪنان ٻارهن ڪوهن تائين سمورا احوال مٿس ظاهر ٿيا! ايتري قدر جو حامله عورتن جو حمل بہ ڪائونس ڳجهو ڪونہ رهيو! پوءِ جڏهن ڀري کڻي مرشد وٽ پهتو! مرشد معلوم ڪيو تہ هن کي ڪنهن گمراهہ ڪيو آهي! پڇڻ تي فرمانبردار مريد شفيق مرشد کي سمورو احوال ٻڌايو! بزرگ مٿس نظر ڪئي تہ سندس ڪشف جي اها سموري ڪيفيت ختم ڪري رکيائين:

**پيرره ڪبريت احمر آمده است - سينہ اوبحر اخضر آمده است**

(يعني طريقي جو مرشد ڪيميا وانگر آهي، ۽ سندس سينو بحر اخضر (حياتي بخش) آهي!)

پوءِ پير سائين جن فرمايو تہ بزرگ روحاني حڪيم آهن! جيڪي طالبن کي هر بيماريءَ جي دوا ڏيندا آهن:

**هرکہ را نباشد پير، پيراو شيطان بود، خواجگي بے پير کردن کار نادانان بود**

(جنهن جو مرشد ڪونهي، تنهنجو مرشد شيطان آهي! بنا مرشد جي پير ٿيڻ بيوقوفن جو ڪم آهي) ۽ پڻ روايت آهي تہ: "من لا شيخ له. فشيخه

الشيطان" (جنهن جو مرشد ناهي، ان جو مرشد شيطان آهي)

**11- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي ته الله تعاليٰ جا ڪي ٻانها (خاص) قبر ۾ به نماز ۾ مشغول هوندا آهن!

**12- نقل:** حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته الله پاڪ جنهن کي ولايت جو مقام عطا ڪندو آهي ته سندس ست پيڙهيون اڳيان ۽ پٺيان، عزت بخشيون وينديون آهن! بشرطيڪ مسلمان هجن!

**13- نقل:** خير محمد فقير نوشاهي مڪان جو (جهنگ سيال جي پرسان هڪ ديهه) نقل ڪري ٿو ته هڪ پيري فريد سوڍائو (سوڍائڻ جو رهاڪو، جتي حضرت سيد عبدالقادر حسني قدس سره، مرشد حضرت ميان صاحب قدس سره جو روضو شريف آهي) حضرت فريد گنج شڪر رحمت الله عليہ جي زيارت لاءِ پيادل ويو هو! پوءِ جڏهن زيارت ڪري، حضرت پير دستگير سيد عبدالقادر ثاني قدس سره جن جي خدمت بابرڪت ۾ زيارت لاءِ حاضر ٿيو ته آمدرفت جي تڪليف به احوال ۾ عرض رکيائين! ته حضرت حسني جيلاني قدس سره ڪيس فرمايو ته اي فريد جيڪڏهن تنهنجو خيال هجي ته پوءِ هتي به بهشتي دروازو نهرائجي؟ فريد عرض ڪيو قبلا! انهيءَ ڪان وڌيڪ ٻيو ڇا گهرجي؟ پوءِ ته هزارين ماڻهن کان بابا فريد گنج شڪر جي بهشتي دروازي ڏانهن اچڻ وڃڻ جي تڪليف ختم ٿيندي! پوءِ حضرت حسني جيلاني قدس سره جن جڏهن پنهنجي خانقاه جو قبو تيار ڪرايو ته ان جا به دروازا تيار ڪرايائون، هڪڙو بند ڪري ٻيو کليل رکيائون ۽ فرمايائون ته انهيءَ وقت هي بهشتي در ٿيندو، جڏهن هن در وٽان حضرت رسول مقبول صلي الله عليہ وسلم جن گذر فرمائيندا! چند ڏينهن کان پوءِ گهڻي انداز ۾ طعام پچرائي غريبن ۽ مسڪينن کي کارايائون ۽ فرمايائون ته الحمد لله هاڻي هي در بهشتي ٿيو آهي! جو حضرت محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم جن گذريل رات تشريف فرما ٿيا هئا ۽ هي سندن قدم مبارڪ جو نشان آهي! ۽ اهو قدم مبارڪ جو نشان دروازي جي ڪاٺي پاسي کان اڄ به موجود آهي ۽ ماڻهو زيارت جي سعادت لاءِ حاضر ٿيندا آهن.

## خاتم ڪتاب!

هن ۾ ٻه فصل آهن!

### فصل پهريون : پيرسائين جن جي فضيلت

**1- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو ته هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن رمضان شريف ۾ اعتڪاف ۾ ويٺل هئا. هڪ رات شينهن اعتڪافجي جاءِ جي سامهون دريءَ وٽ. نيازمندي جي پيشاني جهڪائي ادب سان واپس هليو ويو! صبح جو شينهن جي وبهڻ ۽ پيرن جا نشان سمورن ماڻهن ڏٺا! پيرسائين جن فرمايو ته جيڪڏهن شينهن جي اچڻ جي خبر هجي ها ته دري ڪليل رکجي ها! پوءِ خوش طبعي وچان ڪوريءَ جي ڳالهه ٻڌاياءون ته ، هڪڙو ڪوري مسجد ۾ ڪانن جو پردو ناهي اعتڪاف ۾ ويٺو هو ، رات جو گڏهه اچي ڪانا کائڻ لڳو! بيوقوف ڪوريءَ کي گمان ٿيو ته، جبرئيل وحي کڻي آيو، پر اندو آهي جو دروازو نٿو ڏسي، تڏهن اٿي دروازو کولياءين! اي عزيز! سبحان الله. ڦاڙيندڙ جانور به ولين کي سڃاڻين ٿا! پر معرفت کان محروم انسان جانورن کان بدتر ۽ ولين جي سڃاڻپ کان بي خبر آهن.

**2-نقل :** جڏهن حضرت پيرسائين قدس سره جن جي فيض جو سج اڀرڻ کي ويجهو ٿيو! تڏهن صاحب حال فقيرن جي ڪيفيت هيءَ هئي، جو ڪين نماز ۾ سستي ٿيندي هئي! منهنجي محبت تڏهن ظاهر وارن ۽ دنيا وارن سان هئي! خيال آيو ته فقيرن جي هيتري جماعت ۾ سستيءَ ۽ شريعت جي ابتڙ طريقي جو سبب ڇاآهي؟ انهيءَ سوال جو جواب انهيءَ وقت خودبخود مليو. جڏهن حقيقت جو سج بلندي تي اچي، پنهنجي پوري آب و تاب سان جهان کي روشن ڪرڻ لڳو! ۽ پٿرن کي لعل بنائڻ لڳو ۽ فيض هر طالب تي غالب ٿيو ته هزارين ڪفر وارا اسلام ۾ داخل ٿيا ، ۽ تلقين کان مشرف ٿيا!

مون کي يقين ٿيو ته ڪامل سان پوري نسبت مطلوب آهي، انهيءَ ڪانپوءِ صاحب حال جي قول ۽ فعل ۾ نقص سبب ڪو خاص فرق نه ٿو پوي.

**3- نقل :** هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته شيرمحمد افغان درگاهه مبارڪ جو مريد هو! حج تي ويو ته هڪ حج ادا ڪري ٻي حج جي انتظار ۾ ويهي رهيو! حج کان ڏهه ٻارنهن ڏينهن اڳ ۾ هڪ مغربي

شخص (لبياجو) ڪنهن سنڌي فقير کي ڳولهيندي ان سان اچي مليو، ڳالهين مان ڪيس معلوم ٿيو تہ پيرڀائي آهي! اهو چوڻ لڳس تہ هل باقي حياتي هلي پير سائين جن جي قدمن مبارڪن ۾ گذاريون؟ ڪيس چيو تہ حج ادا ڪري هلنداسون! چوڻ لڳو تہ مرشد جي سنڌ ۾ زيارت بہ تہ حج آهي پوءِ هڪ ڏينهن ڏنو ويو تہ ذڪر ڪندي ۽ تسبيح پڙهندي وجد اچي ويس، ۽ انهيءَ حال ۾ وڃي مالڪ حقيقي سان مليو!

ٿوري مدت ڪانپوءِ جڏهن شيرمحمد افغان پيرسائين جن جي مجلس ۾ حاضر ٿيو تہ پاڻ فرمايائون، هي اهوئي شيرمحمد آهي، جنهن جون ڳالهيون جماعت سان ڪندا هئاسين! پوءِ شيرمحمد کي مغربي شخص جي خبرچار ٻڌائڻ بابت حڪم فرمايائون؟ تڏهن انهيءَ سموري حقيقت بيان ڪئي!

**3-نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن ڪيترا ڀيرا هن ربت ٿي فرمايو تہ هن جاءِ آذان ٿي، هتي آذان ٿي ۽ هن جاءِ آذان ٿي، هن طرف جمعو ٿيو ۽ هن طرف جمعو ٿيو ۽ هن طرف پڻ جمعو ٿيو!

اي عزيز! جمعي مان مراد آهي غوثيت، قطب الارشاد، قطب المدار جو جامع (جمع الجوامع جو مقام) جنهن مان اشارو سندن ذات پاڪ ڏانهن هو! آذان مان مراد طلب ۽ فيض جي ڪوٺ آهي! هيءُ درجو خاص ۽ اعليٰ آهي ۽ اهي ٿيئي مقام ڪنهن هڪ ذات ۾ شاذ ونادر (تمام گهٽ) ئي گڏ ٿيندا آهن! پاڻ ڪريمن جي اجمالي گفتگو جي مٿين تشريح گمان جي ذريعي نہ پر مشاهدي ڪانپوءِ ڪئي اٿم: **شنيده کي بودمانند ديده!**

**5- نقل :** هڪڙي ڏينهن ٻانهي (جامع ملفوظات) حضرت پيرسائين قدس سره جن جي خدمت ۾ هڪ ڪتاب پيش ڪيو، جنهن ۾ حضرت مخدوم صاحب، شيخ آدم بنوري رحمت الله عليہ ۽ ٻين بزرگن جو احوال هو، ڪتاب ڏسي فرمايائون خليفا! ڪتاب سچاتو اٿم؟ ٻانهي عرض ڪيو تہ حضرتا! ڪاريءَ ۾ هڪ عالم فوت ٿيو، سندس وارثن ڪان هي نسخو هٿ ايم، پيرسائين جن فرمايو ڪتاب، ڪتابن جهڙا مون عرض ڪيو، مطالع ڪرڻ فرمايو؟ پاڻ فرمايائون، اسين مس قلم بغير، ڪنهن ڪتاب جو مطالعو نہ ڪندا آهيون! تنهن تي مس قلم پيش ڪيم، پوءِ پاڻ مطالع ڪندي، ان جون غلطيون بہ درست ڪندا رهيا! سبحان الله! الله تعاليٰ ڪين غلطين جي اصلاح لاءِ تہ پيدا فرمايو هو!

**6- نقل :** حضرت پيرصاحب بنگلي ڏتي رحمت الله عليہ حضرتُ پير صاحب تجر ڏتي رحمتہ الله عليہ کان روايت ڪئي تہ، حضرت پيرسائين قدس سره جن جي وصال کانپوءِسند تي وبهڻ سان مريدن جي ظاهري ۽ باطني معاملن، حرم پاڪن جي خدمت جي نازڪ ڪمن جي ڳري بار جي تصور ڏڪائي ڇڏيو! خيال ڪيم، پيا سمورا پائر سمورن بارن کان آزاد ۽ مان ئي فقط بار هيٺ آهيان.!

رات جو جڏهن سمورا سمهي پيا، تڏهن مقبري مبارڪ (جنهن تي اجا روضو مبارڪ نہ ٺهيو هو) وٽ مراقبو ڪيم! ڏسان تہ پير سائين جن مقبري کان ٻاهر آيا آهن! تمام طاقتور ۽ قد آور نظر پيا اچن! فرمائن ٿا، مونکي ڪلهي تي ڪڻنديں؟ مون عرض گذاريو حاضر آهيان ۽ پنهنجو ڪنڌ ڪئي جهڪايم! پاڻ سوار ٿيا تہ تمام هلڪا معلوم ٿيا! پاڻ فرمايائون ڳرو تہ ڪونہ آهيان؟ مون عرض ڪيو قبلا ڪوبہ بار ڪونہ آهي! پوءِ فرمايائون اسين ڏسڻ ۾ برابر وزني آهيون، پر آهيون هلڪا! تڏهن توبہ ڪيم! ۽ پنهنجي حال ۾ واپس آيس تہ اڳئين فڪر جي جاءِ تي اطمينان ۽ دل جمعي هئي!

**7- نقل :** مريد فقيرنظاماڻي نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن پاڻ فرمايائون تہ ننڊ ۾، سوالي ماڻهو ڪنهن طرح راضي ڪري مون کان دعا گهرائيندا هئا تہ اها دعا قبول پوندي هئي ۽ سواليءَ جو مطلب پورو ٿيندو هو! اتفاق جي ڳالهہ جو پاڙي ۾ هڪ سيد سڳورو سفر تي ويو ۽ واپس نہ آيو، سيد سڳوري جي حرمن اسان کي ريجهائي دعا لاءِ چيو؟ مون چيو تہ ننڊا لولا پچائي ڇت تي ڪانون جي کائڻ لاءِ ڦٽي ڪيو تہ سيد سڳورو اچي ويندو! بي بي سڳوري ائين ڪيو تہ ٽن ڏينهن ۾ سندس مڙس موٽي آيو!

**8- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ، حضرت پيرسائين قدس سره جن فرمايو تہ مون کي ٽيھ پينڻ وارا ڏينهن بہ ياد آهن، ننڊ ۾ سوالي عورتون، پنهنجي مطلب ۽ مشڪلات لاءِ ڪلهن تي ڪڻنديون هيون تہ سندن مرادپوري ٿيندي هئي! اهڙي طرح ڪرامتون بي اختيار ظاهر ٿينديون هيون! تان جو وڏا ٿياسون! انوقت تہ انهيءَ طرف توجہ ئي ڪونہ رهيو! ۽ پڻ فرمائيندا هئا تہ ننڊ ۾ اسان جو هڪ سوٽ گم ٿي ويو، جنهن جي ڪابہ خبر نہ ٿي پئي، هڪ ڏينهن چاچيءَ سڳوري چيو تہ بابا! پنهنجي سؤٽ لاءِ دعا گهر تہ موٽي اچي؟ مون کين چيو تہ ماني، ڳڙ ۽ گيهہ ۾ ڪٽي ڪري خدا

واسطي ٻارن کي ڪارايو! انشاءَ الله سڀڻ موتي ايندو، سڀڳوريءَ ائين ڪيو ته الله پاڪ جي حڪم سان سڀڻ صحيح سلامت موٽي آيو! اهڙي طرح هڪ پيري ڏڪر سبب ماڻهو، ان جي ڪٽي لاءِ سڪڻ لڳا، عورتون ڏڪر ٽارڻ واسطي اسان جي حويلي تي دعا گهرائڻ آيون ۽ اسانکي ڪلهن تي ڪٽي گذر سفر جي تنگي ختم ٿيڻ واسطي دعا لاءِ چيائون؟ اسان عورتن کي، جوئر جا ڦلا ناهي ڪانون کي ڏيڻ لاءِ چيو! پوءِ الله تعاليٰ جي حڪم سان شهر ۾ اناج جو قافلو آيو، سڀ ڪنهن کي نصيب آهر، ان مليو ۽ رزق جي پريشاني ڪنهن قدر گهٽ ٿي ! پيرسائين جن اهو به اظهار فرمايو ته ٻن سالن جي عمر ۾ ٿڃ ڇڏڻ وارو مدو به ياد اٿم، جو حاويلي ۾ گهمندي ڦرندي ڏک لڳو ۽ روئڻ ۾ شروع ٿيس ته مهربان ۽ مشفقه والده ڪٽي سيني سان لاتو! ۽ ابريو لڳل ببو ڏيڻ لڳي، ابريو جڏهن ته سخت ڪڙو هو، جنهن ڪري مان ونتر وڏيڪ دانهون ڪيون، انهيءَ موقعي تي موجود گهر وارن جي ڳالهه به ياد اٿم !!!

**9- نقل :**معتبرراوي ڪان نقل آهي ته حضرت پير سائين قدس سره جن وصال ڪان پوءِ خواب ۾ نظر آيا، فرمايائون، حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن جو ڪمال مظهر زمين تي مختلف وقتن تي ٽي پيرا ظاهر ٿيڻ مقرر آهي! هڪ پيرو غوث الثقلين جي زماني ۾، ٻيو پيرو اسان جي زماني ۾ ۽ ٽيون پيرو امام مهدي (رضي الله عنهم) جي زماني ۾!

**10- نقل :**ٿني جي سفر ۾ ديهه ڪور ۾ حضرت پيرسائين قدس سره جن وٽ هڪ بلوچ عورت آئي ۽ عرض ڪيائين ته قبلا! پٽ جي لاءِ سڪايل آهيان، دعا گهرو ته سڪ پوري ٿئي ۽ پٽ جي امداد ٿئي؟ پيرسائين جن دعا گهري مگر بي سمجهه عورت دعا تي يقين رکڻ جي بجاءِ عرض ڪرڻ لڳي ته قبلا! اڳيان ولي سڀڳورا ته سڪايلن کي ترت پٽ وٺي ڏيندا هئا، ۽ مون کي به ڪرامت سان پٽ ملي؟ تنهن تي پاڻ فرمايائون، ماءُ الله تعاليٰ پنهنجي مختلف خزانن جون چاٻيون جدا جدا ولين کي ڏنيون آهن! ڪن کي هڪڙن ڪمن جو اختيار، ته ڪن کي پٽن وغيره جو اختيار ڏنل آهي، اسان جي هٿ ۾ حق جي هدايت ۽ فيض جون چاٻيون رکيون اٿن! جيڪڏهن خدا جي طلب اٿئي ته اچ توکي وند ڏيون ۽ جي پٽ گهرجئي ته پوءِ انهن کان وڃي گهر جن وٽ اهو اختيار آهي!

**11- نقل :** حضرت پيرسائين قدس سره جن جو سوٽ سيد ميان محمود شاهہ نقل ڪري ٿو تہ ڪتاب " جمع الجوامع" جي گڏ ڪرڻ وقت پيرسائين جن جي عادت مبارڪ هن ريت هئي، جو عشا نماز ڪانپوءِ ڏهہ بتيون ٻاري، گهربل ڪتابن مان سڄي رات گهربل مواد جدا ڪري لکندا هئا! سحري جي وقت تهجد ادا ڪري، فجر نماز لاءِ مسجد شريف ۾ ايندا هئا! ڪيترا مهينا پاڻ ڪرين جو اهو معمول هو.

**12-نقل :** حضرت پير سائين قدس سره جن، حضرت ميان صاحب قدس سره جن کان نقل فرمايو تہ هڪ پيري سياري جي موسم ۾ غسل ڪرڻ سبب ڪين ٿڌ لڳي، ان جي دفع لاءِ گرميءَ جو تصور ڪيائون تہ جسم تي پگهر اچڻ لڳو! اي عزيز! عارف ڪامل جو وجود هيٺين ۽ مٿين عالم جو مظهر آهي! اهو ڪنهن بہ مظهر جو تصور عمل ۾ آڻي تہ اختيار وارو آهي! مولانا جامي رحمت الله عليہ فرمايو آهي تہ:

**آدمي چيست، برزخ جامع - صورت خلق، حق در او واقع**

(انسان برزخ جو جامع نمونو آهي، انسان جي صورت ڇا، پر حق جي تجلي جوبہ مرڪز آهي!)

**13- نقل :** سيد ميان امان الله شاهہ ولايتي راڄو نظاماڻي جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ، مان حق جي طلب لاءِ حضرت مولوي فخرالدين رحمة الله عليہ وٽ دهلي ويس! مولوي صاحب احوال وٺي فرمايو تہ توهان جي امانت اسان وٽ نہ آهي، بلڪ سنڌجي هڪ سيد سجوري وٽ آهي، جيڪو وڏي جماعت ۽ فيض جو مالڪ آهي، انهيءَ کان ئي اوهان کي فيض ملندو!

**14- نقل :** حضرت پيرصاحب بنگلي ڏني رحمت الله عليہ حضرت پير صاحب نجر ڏني رحمت الله عليہ کان نقل ڪيو تہ هيڪر حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو تہ حضرت ميان صاحب قدس سره جن پنهنجي مرشد (سيد عبدالقادرثاني قدس سره) وٽ سوڍائي حاضرٿيا، ڪانئن مرشد سجوري پڇيو تہ ميان صاحب! شادي ڪئي اٿو يا نہ؟ ميان صاحب عرض ڪيو حضرتا! هن ڊپ کان شادي نہ ڪئي اٿم تہ متان اولاد غير صالح پيدا ٿئي! اهو ٻڌي سنڌن مرشد فرمايو تہ شاهہ صاحب! وڃي شادي ڪر، تنهجي اولاد مان هڪڙو نينگر وڏو عالم ۽ زماني جو مهدي ٿيندو! ان ڪانپوءِ افضل، پوءِ اڪمل، اهڙي طرح ستن پيڙهين تائين اعليٰ ۽ اڪمل هوندا!

(1) ست پيڙهيون، هڪ اصطلاح (چوٽي) آهي، جنهن جي معنيٰ پيڙهي، بڻ بنياد ۽ نسل آهي! سو ان کي ڪنهن هڪ ڳڻپ تي محدود نہ ٿو چئي سگهجي! (ف، ق، ع)

**15- نقل :** هڪ ڀيري حضرت پير سائين قدس سره جن لاڙ جي سفر ۾ ٽنڊي بهادر نظاماڻي ۾ تشريف فرماٿيا هئا! بهادر فقير زيارت ڪرائڻ لاءِ ڪين پنهنجي حاويلي تي هلڻ لاءِ عرض گذاريو؟ اتي پير سائين جن بهادرفقير سان صحبت دوران فرمايو تہ اسان جي ڏاڏي وارا بہ ڀائر هئا. جن مان هڪڙي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي زيارت ڪئي! حضرت ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن ان کي فرمايو تہ توهان مان هڪڙي جي گهران اسان جو مظهر ظاهر ٿيندو! پيرسائين جن فرمايو تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جو اهو فرمان بالفعل هن وقت ظاهر ٿيو آهي!.

**16- نقل :** هڪ ڀيري عبدالله فقير ڀڄ جو رهندڙ، پنهنجي ڳوٺ ۾ بيمار ٿيو! رمضان شريف جو مهينو هو! اهو فقير مسجد ۾ ستو پيو هو تہ حضرت پيرسائين قدس سره جن وٽس طبيعت پڇڻ لاءِ آيا! بيماري جو احوال ٻڌائيندي، ان فقير عرض ڪيو تہ قبلا، رات نيم بيهوشي جي حالت ۾ آسمان کان فرشتا هيٺ لهندي ڏسي ڊڄي ويس! پوءِ ملائڪن سڀورن ٻڌايو، اسان تہ فقط قرآن پاڪ جو ختم ٻڌڻ ايندا آهيون! جڏهن تہ پير سائين جن بہ ختم شريف ٻڌندا هئا!

**17- نقل :** طيب فقير راهو، ڪنڊڙي جو رهندڙ نقل ڪري ٿو تہ هڪ ڏينهن، خليفي محمد ناهيہ، حضرت پيرسائين قدس سره جن جي حضور ۾ عرض ڪيو تہ مون هڪ وظيفي جي اسناد بابت ٻڌو تہ جيڪو هي پڙهندو، اهو حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي زيارت جو شرف حاصل ڪندو! جڏهن مون اهو پڙهيو تہ اوهان ڪريمن جي ديدار مبارڪ کان مشرف ٿيس! پوءِ پاڻ سڀورن بيان فرمايو تہ اسان جي مريدن مان ڪنهن بي شخص کي بہ حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي ديدار پر انوار جو شوق هو! پوءِ اهو بہ انهيءَ ئي وظيفي پڙهڻ ۾ مشغول ٿيو، آخر هڪ ڏينهن ننڊ ۾ ڏٺائين تہ هڪ تنبو، نهايت بلند ۽ ڪشادو لڳوپيو آهي، جنهن جي چوگرد قناتون لڳل آهن! ۽ قنات جي دروازي تي، چند دربان وبنل آهن، تڏهن انهن کي چيائين تہ مونکي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي

زيارت ڪرايو؟ پوءِ جڏهن زيارت کان مشرف ٿيو تہ ان جاءِ تي اسان کي وٺنل ڏنائين! ۽ اهڙي طرح ٽي ڀيرا، تڪرار سان امتحان ڪيائين، پر هر ڀيري اسان کي ڏنائين، پوءِ ان کي سچو ارادو ۽ ڪامل يقين حاصل ٿيو!!

**18- نقل :** حضرت پيرسائين قدس سره جن فرمايو تہ حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي متابعت ۽ پيروي، ڪم ڪار ۽ ڳالهائڻ ۾، کائڻ پيئڻ، اٿڻ ويهڻ ۽ عبادت ڪرڻ ۾، جيڪا اسان کان ٿئي ٿي سا بغير ڪنهن ڪوشش ۽ تڪليف جي آهي! ۽ دل جي طرف رجوع ڪرڻ ڪانسواءِ ٿي مڙئي عضوا، متابعت ۾ مشغول آهن، ۽ دل پنهنجي تنوار ۾ لڳل آهي! ۽ دل اوڏانهن (محبوب ڪريم جي عشق ۾) وئي آهي تہ واپس موٽي نہ ٿي اچي!

**19- نقل :** حقائق آگاهہ خليفو اميد علي نقل ڪري ٿو تہ سيد جبل شاهہ پنهنجي مريد ٿيڻ جو واقعو هن طرح ٻڌايو تہ هيڪر مان، ملتان شريف وينڌڙ هڪ جماعت سان گڏ، حضرت مخدوم بهاءُ الدين زڪريا قدس سره جي زيارت ڪرڻ لاءِ ملتان شريف روانو ٿيس. وات تي هڪ ڳوٺ جي پرسان منزل ڪئي سون، اتي هي فقير ڪانئين آٽڻ جي ارادي سان، کهاڙي ڪٺي جهنگل ۾ ويو! ڇا ڏسان تہ وڻن جي جهڳٽي ۾ ڪاشيءِ ڪاري پيل آهي! ويجهو ويس ۽ ڏٺم تہ هڪ شخص بي خبر سڻل آهي! جنهن جو سڄو جسم واءُ جي ڪري، ککن ۽ مٽيءَ سان پورجي ويو آهي، ۽ فقط ان جي مٿي جا وار پيا ڏسجن! مون واپس اچي، اها حقيقت سنگت کي ٻڌائي ۽ پوءِ اها حقيقت ڳوٺ وارن سان بيان ڪئي وئي تہ انهن هيءَ ڳالهہ ظاهر ڪئي تہ ڪجهہ وقت اڳ، روهڙي شريف وارو پيرصاحب، سيد محمد راشد (روضي ڌڻي قدس سره) هن علائقي ۾ آيو هو! هتان هڪ شخص ان وقت سندن مريدي جي شرف سان مشرف ٿيو هو! ۽ محبت جي جذبي ۾ مست ٿي، ڳوٺ ڇڏي هليو ويو هو! پوءِ اسان گهڻو ڳوليو پر ڪوڏس، پتو ڪونہ پيو، متان اهو هجي؟ پوءِ ڏسي سڃاڻائون ۽ جهنگ مان ڪڍي ٻاهر آندائون! ڏٺو ويو تہ صورت کان بي خبر ۽ معنيٰ کان باخبر، هن خوش نصيب جي بدن ۾ پوبون پساهہ هوءِ ان وقت وصال ڪيائين! (انا لله وانا اليه راجعون)

اهو منظر ڏسڻ ڪانپوءِ، حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس سره جن جي محبت جو ٻج، منهنجي دل جي پٽيءَ ۾ انگوريو! ۽ دل ۾ چيم ته اهڙو مهدي مرشد، سنڌ ۾ ڇڏي، ٻئي پنڌ ڪرڻ جو ڪهڙو فائدو؟ بروقت رفيقن کان جدا ته ڪونه ٿي سگهيس، پر جڏهن ملتان شريف کان موٽيس ته منهنجي محبت جو انگوربل سلو، وڏي وڻ ٿي چڪو هو! پوءِ اتان سڌو مربدي جو شرف حاصل ڪرڻ لاءِ درگاهه شريف تي اچي پهتس، پاڻ ان وقت جماعت کي وعظ ۽ نصيحت ڪرڻ ۾ مشغول هئا! جماعت جي گهڻائي سبب سندن منهن مبارڪ تائين نظر نه ٿي پهتي، آخر بيقرار، ٻئي وٻهڻ تي صبرڪيم! پوءِ جڏهن وعظ کان فارغ ٿي، حاوبلي مبارڪ ڏانهن وڃڻ لڳا، آئون قدم بوسي جي خيال سان سندن پٺيان وڃڻ لڳس ته هڪ فقير کي فرمايائون هن نشانن ۽ پارن سان، هڪ سيد سڄورو، مريد ٿيڻ آيو آهي، ان جي پوري دلجوئي ڪجو؟ ان سخن مبارڪ جي ٻڌڻ سان منهنجي محبت وارو وڻ عقيدتمندي جي ميوي سان ٽمٽار ٿي ويو! پوءِ ٻي ڏينهن ذڪر پڇڻ ۽ تلقين وٺڻ وقت، خدمت اقدس ۾ نهايت نيازمندي سان عرض ڪيم ته حضرتا، هن عاصي کي اوهان کانسواءِ ٻي ڪا واهه ۽ جاءِ پناهه ڪونه آهي؟ پاڻ مرڪي فرمايائون ته يقين ڄاڻ ته توکي " ٻنهي جهانن ۾ ڪونه وساربندس! پوءِ مرشد، مهدي، مڪمل جي توجه سان، حالت منهن ڏنو! جيئن ته عشق جي باهه ۽ محبت جي جذبي کان، رات، ڏينهن پريشاني ۽ بيقراري ۾ گذرڻ لڳو! ۽ ان حال ۾ لڇندو پڇندو، لاهوت جبل ڏانهن ويندي، حب جبل ۾، محبت جي باهه ۾ سڙيل ۽ عشق جي ترار سان ڪٺل، مائي سسئي جي زيارت لاءِ ويس، پوءِ اها منهنجي اکيان ظاهر ٿي، مون ان کي چيو ته اي عشق ۽ چريائي جي باهه جي سڙيل، پنهنجو معشوق ميان پنهون ته مونکي ڏيکار؟ تڏهن جواب ۾ غيرت مان چيائين ته پنهنجي محبوب جو هڪ وار به نه ٿي ڏيکاري سگهان! آخر هزارين حيلن ۽ عاجزين سان، مون کي ميان پنهون جو فقط منهن، پري کان ڏيکاريائين، پر ان کي پنهنجي پاڪر ۾ محفوظ جهليائين!

ان بعد مون کي چيائين ته مينهن جي موسم ۾، هن علائقي اندر جت ان

آٽيندا آهن، انن جو آواز، فراق جا تير ٻڌجي، منهنجي ساهہ کي ڏڪوئيندو آهي، ان آزار کان مون کي نجات ڏياريو وڃجو؟
پوءِ مون هلي وڃي انهن جتن کي چيو تہ هن جاءِ کان گهٽو پري وڃي، اٺ چاريندا ڪريو، جو انن جو آواز هت نہ ٻڌجي؟ ۽ مون اٿين بہ چيو تہ جي اوهان هت اٺ چاريندا تہ اوهان ۽ اوهان جي انن لاءِ چڱو نہ ٿيندو؟ پوءِ انهن جتن بہ اظهار ڪيو تہ اسان جڏهن بہ هن جاءِ تي ايندا آهيون، تڏهن اسان جي مال ۾ بيماري پوندي آهي ۽ هاڻي تنهنجي چوڻ ڪري وري ڪڏهن بہ هت ڪونہ ايندا سون.
**20- نقل** :خليفي ميان لقمان، پير صاحب بنگلي ڏٺي رحمت الله عليہ کان ۽ انهيءَ پير صاحب تجر ڏٺي رحمة الله عليہ کان روايت ڪئي تہ هڪ ڀيري حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس سره جن تي، حاويلي مبارڪ ۾ ذات شريف جي ڪيفيت ظاهر ٿي. ٻاڻ ٻاهر نڪتا تہ سندن بشريت جي ڪثافت وارو پاڇو گم ٿي چڪو هو، پوءِ پاڻ شريعت پاڪ جي احترام سبب، موٽي اچي حاويليءَ ۾ ويهي رهيا! انن پهرن گذرڻ کانپوءِ اها حالت ختم ٿي وئي تہ پوءِ پاڻ ٻاهر نڪري آيا!
اي عزيز، خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي قدس سره جي مناقب ۾ لکيل آهي تہ خواجہ صاحب تي اها حالت پورا چار مهينا رهي هئي! ۽ اهو بزرگ ايترو عرصو شريعت جي احترام سبب، حجري ۾ ويٺو رهيو ۽ ان حالت گذرڻ بعد ٻاهر آيو هو!
اي عزيز، اهو مڙئي پيرسائين جن جي، سيرجي شتابي (جلدائي) جي ڪري هو! جو جيڪا منزل خواجہ قطب الدين، چئن مهينن ۾ طي ڪئي، سا پيرسائين جن انن پهرن جي مدت ۾ طي فرمايائون! مڙني مقامن جي حاصل ڪرڻ! ڪلي ۽ جزي ڪمالات جي پوري ڪماليت حاصل ڪرڻ ۾ سندن سرعت سير(سيرجي شتابي) جو انداز، ان مثال مان لڳائي سگهجي ٿو! ۽ اهو حال شايد سندن مقام فنافي الرسول جو آهي!
**21- نقل** : هڪ وقت حضرت پيرسائين قدس سره جن فرمايو تہ هي

ڪندي جو ڪاڻ، جيڪو ادب سيکارڻ ۽ نماز ۾ سستي ڪندڙن کي تنبيهه ڪرڻ لاءِ رکيو اٿئون، تنهن جي اها عزت آهي تہ جنهن بہ ماڻهو، ان جي سوراخ ۾ پير وڌو تہ ان جي مٿان دوزخ جي باهه حرام آهي! اهو ٻڌي انوقت خليفي لقمان فقير تبرڪ واسطي، پنهنجو پير، ان ڪاڻ جي سوراخ ۾ اچي لنگهايو!

**22- نقل :** حضرت پير صاحب بنگلي ڏٺي رحمة الله عليہ، فقير الهہ اوبائي ڪتي کان نقل ڪيو! جو هي فقير تہ سچو مريد هو! مگر ان جي ماءُ طريقي ۾ داخل ٿيڻ کان انڪار ڪندي رهي ۽ چوندي هئي تہ مان حضرت غوث الثقلين قدس سره جي مريدياڻي آهيان! هيڪر رات جو خواب ۾ ڏٺائين تہ هڪ عظيم الشان مناري تي هڪڙو باهمت شخص ويٺو آهي! ۽ سندس چارئي طرف ماڻهو صفون ٻڌيو بيٺا آهن، مختلف صفن بابت پڇا ڪرڻ تي، مائي سڳوريءَ کي ٻڌايو ويو تہ هيءَ رسول ڪريم عليہ الصلوات والسلام جن جي امت جي عالمن، حافظن ۽ ولين سڳورن جون صفون آهن! ۽ انتي ان کي حضرت غوث الثقلين قدس سره جي زيارت بہ نصيب ٿي! ۽ مناري تي جيڪو باهمت شخص ويٺو هو، تنهن جي صورت ڪيس حضرت مرشد مربي حضرت روضي ڌڻي قدس سره جهڙي نظر آئي! ان بابت پڇيائين پئي تہ ڪيس جاڳ ٿي ويئي! فجر جو اٿندي ئي ڪمزوريءَ ۽ ڪراڙپ باوجود پير سائين جن جي خدمت ۾ مريد ٿيڻ لاءِ حاضر ٿي ۽ مٿس محبت جو بي اختيار غلبو، انهيءَ حد تائين هو جو ڳوٺ لکيءَ کان درگاهہ شريف، اسان کان اڳي اچي پهتي، پاڻ فرمايائونس تہ نيٺ چابڪ لڳڻ سان آئين؟ پوءِ بيعت ۽ تلقين کان مشرف ٿي، جماعت ۾ داخل ٿي!

**23- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن فجر جي نماز پڙهائي جماعت ڏانهن منهن ڪري ويٺا هئا تہ، حامد فقير مجذوب مسجد جي اندر آيو ۽ چوڻ لڳو حضرتا! هتي واعدو ڪري آيو آهين ۽ هتي ماٺ ڪيو ويٺو آهين، خدا جي خلق کي گمراهي کان نٿو بچائين؟ مجذوب وري وري اهي لفظ دهرايا، مگر پيرسائين جن ان کي ڪو جواب ڪونہ ڏنو ۽ مٿو مبارڪ، صبر وچان هيٺ ڪيو ويٺا هئا! مجذوب چيو مٿو ڇو هيٺ

ڪيو اٿي؟ پوءِ پاڻ فرمايائون گهٽڻ عيبن سبب! مجذوب وري چيو ته ماڻ ڇو ڪيووڌنو آهين؟ پاڻ فرمايائون هاٿي مون کي گهٽو چيئه؟ وڃ وڃي پڙهو گهمائيندڙ کي ڇٺو؟ مجذوب چيو پڙهو به تون گهمائيندين؟ پاڻ فرمايائونس پڙهو گهمائڻ، اسان جي ذمي نه آهي! مجذوب عرض ڪيو ته مون جيڪو ڏٺو سو عرض ڪيم! وڌيڪ اوهان جي مرضي! انهيءَ کانپوءِ پاڻ ڪرڻ مراقبو ڪيو ۽ پوءِ اشراق پڙهيائون! قاضي عبدالرحمان عرض ڪيو قبلا ! مجذوب ڇا ٿي چيو؟ پاڻ فرمايائون شايد خليفي الهرڪيي (رحمة الله عليه) جي خواب ڏانهن سندس اشارو هو! جو خليفي صاحب حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي خواب ۾ زيارت ڪئي ته پاڻ سونهارن صلي الله عليه وسلم جن وٽ خلق جي گمراهيءَ ۽ خلق ۾ بي ديني جي پکڙجڻ جي ڳالهه نکتي! پوءِ پاڻ سونهارن هڪڙي شخص کي حڪم فرمايو ته توکي امامت جي پڳ ٻڌائي ولايت جو مقام عطا ڪري، خدا جي خلق جي هدايت لاءِ موڪليون ٿا، ليڪن ان ماٺهو بار کڻڻ کان معذوري ظاهر ڪندي عرض ڪيو ته قبلا! خدا جي خلق جي ايڏي وڏي ذميداري ڪير کڻندو؟ تڏهن حضور سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن فرمايو، تنهنجي ذمي فقط خلق کي دعوت حق ڏيڻ آهي! جيڪو فرمانبردار ٿيو، تنهن جا ضامن اسين آهيون، پر جنهن فرمانبرداري نه ڪئي، تنهن جي ضمانت نه توتي نه اسان تي! پوءِ انهيءَ شخص کي امامت جي دستار سان نوازيائون، خليفي الهرڪيي کي حڪم ٿيو ته تون پڙهو گهماءِ ته جيڪو ماٺهو هن شخص جي دعوت قبول ڪري بيعت ڪندو، اهو هدايت وارو ٿيندو!

پهريون خليفي صاحب به معذرت ڪئي، پر مجلس مان ٻن ڄڻن اٿي، خليفي کي ٻانهن مان جهلي، ڪرسيءَ تي ويهاريو ۽ امر موجب خليفي پڙهو ڏنو! پوءِ خليفو صاحب جڏهن اعلان ڪري ننڊ مان اٿيو ته به تي قدم بسنري ڪان پري پيو هو!

**24- نقل :** قاضي شفيع محمد، ميان قابل شاهه ڪان، انهي وڏي حاويليءَ ڪان نقل ڪيو ته، حضرت پير سائين قدس سره جن رات جو ڪونرو ڪئي وضو

لاءِ نڪتا، ٻہ چار قدم ڪٽڻ ڪانپوءِ ڪونرو ڪري پيو ۽ پاڻ نظر کان غائب ٿي ويا! جڏهن نظر آيا تہ مون انهيءَ حالت بابت پڇا ڪئي؟ پاڻ فرمايائون حضور سرور ڪائنات صلي الله عليہ وسلم جن جي معراج جي برڪت ۽ متابعت ۾ اڄ اسان کي بہ عروج ۽ قرب جي هڪ خاص مقام سان نوازيائون.

**25- نقل :** هن فقير (جامع ملفوظات) جي ٽنڊي بهادر ۾ بزرگ ميان احمد دمائي! (مخدوم محمد زمان لواري وارن قدس سره جو مريد) سان ملاقات ٿي تہ پيرسائين جي مريدن جو ذڪر نڪتو ۽ فضيلت بيان ڪئي وئي تہ حضرت ميان احمد دمائي، ميان الھ اوڀائي (ويٺل ديھہ سيد تاج محمد جي) کان روايت ڪئي تہ صوفن ڪوريءَ جي ماءُ (جيڪا پيرسائين جن جي مخلص مريدياڻي هئي) هن جهان مان لاڏاڻو ڪيو تہ ان جي زبان تي سڪرات، غسل، ڪفن ۽ دفن تائين ذڪر جاري هو!

**26- نقل :** خليفو ميان لقمان نقل ڪري ٿو، تہ حضرت پير سائين قدس سره جن وٽ وحدت جو بيان نڪتو! پاڻ فرمايائون، سالڪ کي انهيءَ جاءِ تي سنڌڻ (پهچاڻڻ) سولو آهي، پر اتان سلامتيءَ سان ٽپائي، شريعت ۾ آڻڻ ڏاڍو ڏکيو آهي! اڳين بزرگن ۾ شيخ منصور حلاج ،۽ مخدوم عبدالرحيم رحمة الله عليہ وحدت جي مقام ۾ رهجي ويا هئا! مگر اسان جي مرشد مهدي زمان پنهنجي مريدن کي وحدت جي مقام کان سلامتي سان پارڪيو آهي!) ۽ فرمايائون تہ جڏهن خليفو محمود انهيءَ مقام ۾ ڪي مهينا رهيو تہ اهو اسان کي ڏاڍو فڪر رهندو هو! پر اهو بہ خدا جي مهرباني سان شريعت ۾ پهتو!

**27- نقل :** اميدعلي ٽالپر پنهنجي پيءُغلام علي ٽالپر کان نقل ڪري ٿو تہ مان مير سهراب ٽالپر کان ٿي ڪري، پنهنجي ڳوٺ ٿي آيس، ۽ حضرت پير سائين قدس سره جن خيرپور اچي رهيا هئا! سندن سامهون چند هندو، گڏهن تي سوار اچي رهيا هئا! پيرسائين جن جي جيئن جو مٿن نظر پئي، تيئن ڦهہ پٽ تي ڪري بيهوش ٿي ويا! پاڻ ڪرين جماعت کي فرمايو تہ هندن جون سواريون وٺي قابو ڪريو، جڏهن اهي هوش ۾ اچن تہ گڏهہ سندن حوالي ڪريو ! اهو حڪم ڏيئي پاڻ اڳتي رواناٿي ويا!

**28- نقل :** حاجي جعفر نقل ڪيو تہ واحد ڏني فقير پنهنجي وفات کان ٿي ڏينهن اڳي، مون سان ڳالهہ ڪئي تہ، مون کي هڪ حبشي ۽ ٻيو پوري رنگ جو ماڻهو، هڪ جماعت ۾ وٺي ويا! انهن چيو، هن کي فلاڻي جاءِ تي وٺي وڃو؟ اتي ويس تہ حضرت پيرسائين قدس سره جن ۽ ڪي ٻيا ٻي ماڻهو پرن وارا ويٺا آهن! مون کي ڏسي پاڻ فرمايائون واحد ڏنا! ڀلي ڪري آئين؟ ۾ تون اسان وٽ ٽن ڏينهن کان پوءِ جمعي ۽ عيد جي رات ايندين؟ هاڻي وڃ! مون کانئن باقي ٽن ماڻهن بابت پڇيو تہ پاڻ فرمايائون، اهي ٽئي رعد، جبرائيل ۽ عزرائيل (عليهم السلام) اسان جا دوست آهن!

**29- نقل :**فقير عبدالجليل نقل ڪيو تہ، مان جوانيءَ ۾ حضرت پيرسائين قدس سره جن جو مريد ٿيو هوس! ۾ شيطان جي غلبي سبب، نماز ۽ ذڪر جي پابندي ڪونہ ڪندو هوس! پيرسائين جن جي وصال مبارڪ کان ڪي سال پوءِ بادفرنگ جي بيماري سبب ڪمزور ٿي ويس! هڪ ڏينهن منجهند جو خواب ۾ ڏسان پيو تہ بہ ماڻهو مونکي هاويہ (دوزخ) جي انتهائي ۾ اڇلائڻ لاءِ وٺي ٿا وڃن! ۽ اتي مون کي اونڌو لٽڪايو اٿن! اينتري ۾ پيرسائين جن، ڪين فرمايو تہ هي اسان جو مريد آهي! ڪيس ڇڏي ڏيو؟ تنهن تي هنن مون کي کوهہ کان ٻاهر ڪڍي پاڻ ٻري ٿي ٻيٺا! پوءِ پيرسائين جن مون کي فرمايو تہ، نماز ۽ ذڪر جي پابندي جي ڪوشش ڪر؟ انهيءَ خواب کي ٽي سال ٿي ويا، پر اڄ تائين نماز يا ذڪر ڪڏهن بہ قضا ڪونہ ڪيو اٿم!

**30- نقل :** خليفو ميان لقمان فقير نقل ڪري ٿو تہ حضرت پير سائين قدس سره جن جي وصال تي، حاويليءَ جا صاحب ۽ صاحبزادو ميان محمد صادق شاهہ بيهوش ٿي ويا، مجلس وارن کي پڪ ٿي تہ. شايد انهن بہ رحلت ڪئي آهي! گهڻي دير کانپوءِ جڏهن هوش ۾ آيا، تڏهن ظاهر ڪيائون تہ اسان جو روح پيرسائين جن سان گڏ، الله تعاليٰ جي دربار تائين ويو هو! حضرت مرشد مربي قدس سره الله تعاليٰ جي دربار ۾ سجدو ڪيو! دربار خداونديءَ کان آواز آيو تہ اسان بي ادب ۽ ناشڪر دنيا وارن وٽ توهان جو وڌيڪ رهائڻ پسند نہ ڪيو، ۽ پاڻ وٽ گهرايو؟ پيرسائين جن جي روح مبارڪ، رب ڪريم

جل مجده جو حمد ۽ تعريف ادا ڪندي عرض ڪيو تہ مولا ڪريم؟ تي عرض قبول پون؟ (1) پهريون تہ زمين وارن تي، ڏڪر جي تڪليف دور ڪرڻ لاءِ، برسات جي عنايت ٿيندي رهي؟ (2) ٻيو تہ منهنجي مسند تي ويهندڙ اولاد حضور نبي پاڪ صاحب لولاڪ صلي الله عليہ وسلم جي سنت جي متابعت سان گڏ فيض وارو هجي؟ (3) ۽ ٽيون منهنجن ابن ڏاڏن ۽ طالبن جا روح، مون سان ملن؟ الله پاڪ سائڻ پنهنجي مهربانيءَ جو واعدو فرمايو!

**31- نقل :** مخدوم ميان سعدالله روايت ڪني تہ ملفوظات شاهہ جلال جهانيان رحمة الله عليہ ۾ پڙهيم، تہ ولي الله جي هڪ نشاني هيءَ بہ آهي تہ سندس پيرن مبارڪن جي تري ۾ خوشبوءِ هوندي! مون اها نشاني حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن جي قدمن مبارڪن ۾ ڏسڻ جو خيال ڪيو! هڪ ڀيري پاڻ ڪريم منجهند جو چادر ويڙهيو آرام فرمائي رهياهئا! مون سندن قدمن مبارڪن جي ترئءَ مبارڪ ۾ خوشبوءِ سنگهي اطمينان حاصل ڪيو، پاڻ ڪريم مرڪندي فرمائڻ لڳا يار! توکي اسان جي ولايت ۾ شايد شڪ هو...؟

**32-نقل :** هڪ پختہ (پروسي جهڙي) راوي کان نقل آهي، تہ هڪ ڀيري حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن هالا ڪندي جي طرف سفر تي هئا، مخدوم محمد عاقل رحمة الله عليہ بہ انهي لنڌ هو، صبح جو مخدوم صاحب کهڙن لاءِ موٽيو، تہ واٽ تي ڪن عورتن ڪائونس پڇيو تہ 1- عقل مرد کي گهٽو ياعورت کي؟

2- شهوت عورت کي گهٽي آهي يا مرد کي؟ مخدوم صاحب ٻڌايو تہ عقل مرد کي گهٽو ۽ شهوت عورت کي گهٽي هوندي آهي!

تنهن تي عورتن چيو تہ مخدوم صاحب! اهو ڪٿان جو انصاف آهي، جو گهٽ عقل ۽ گهٽي شهوت رکندڙ عورت کي تہ فقط هڪ مڙس ڪرڻ جي اجازت آهي ۽ عقلمند ۽ گهٽ شهوت رکندڙ مرد کي چئن زالن رکڻ جي اجازت آهي؟

مخدوم صاحب عورتن کي جواب ڏيڻ جي بجاءِ فرمايو تہ پنيان مهدي زمان

حضرت پير سائين (محمد راشد روضي وارا قدس سره) جن تشريف فرمائي رهيا آهن، اهي توهان جي سوال جو جواب اطمينان جوڳو ڏيڻ فرمائيندا. جڏهن حضرت مرشد ڪريم جن تشريف وٺي آيا، ته عورتن ساڳيو سوال دهرايو؟ پاڻ فرمايائون، اوهان جي سوال جا جواب نه گهڻا آهن، پر توهان کي ٻه جواب ڏجن ٿا.

1- پهريون ته عورت کي سنڌس عقل ۽ شهوت موجب گهڻن مڙسن جي (باالفرض) اجازت ملي ها ته پوءِ نسب جي محفوظ رهڻ جي ڪابہ صورت نه رهي ها! اها خبر نه پوي ها ته فلاڻو ٻار ڪنهن جو پٽ ۽ ڪنهن جو پوٽو آهي؟

2- ٻيو ته مختلف گهڻن مڙسن جو هڪڙي عورت سان نڪاح، غيرت جي ٻه خلاف آهي! يا ته مڙس بي غيرت ٿين ها! پرجي باغيرت رهن ٿا ته پوءِ نا ممڪن هو جو هڪڙي عورت گهڻن مڙسن جي نڪاح ۾ رهي ها! انصاف جي تقاضا ائين آهي، جيئن شريعت پاڪ جو حڪم آهي! انهيءَ جواب تي عورتون مطمئن ٿي ويون:

**33- نقل :** نورمحمد پيرزادي پنهنجي چاچي ايوڙي فقير کان نقل ڪيو ته، حضرت پيرسائين قدس سره جن ننڍپڻ ۾ مخدوم طيب پنهور رحمة الله عليہ وٽ بقاپور شهر، تعلقي لاڙڪاڻي ۾ تعليم حاصل ڪندا هئا! مخدوم شهاب الدين رحمة الله عليہ ، مخدوم طيب جي وڏن خليفن مان هو! ۽ مخدوم صاحب وٽ زيارت لاءِ ايندو هو! اهو ٽين چوٿين هفتي مخدوم صاحب کان پيرسائين جن ۽ سنڌن وڏي ڀاءُ ميان عبدالرسول شاهہ جي موڪل وٺي کين پنهنجي گهر لاڙڪاڻي دعوت ڪري آڻيندو هو!

هڪ ڀيري واٽ تي پيرسائين جن پنهنجي ناهيل مولود! (جنهن جو مطلع يا ٿلهہ آهي !)

**ڏي تون سڪاين سڏ، اي مرسل ميان؟**

**هجون هميشہ گڏ، اي مرسل ميان؟**

پڙهيو ته مخدوم شهاب الدين ايوڙي فقير کي چيو، ڏس ته؟ الله تعاليٰ جي نور جون لاٽون هن سيد زادي جي پيشانيءَ ۾ ڪيئن چمڪي

رهيون آهن؟ ۽ قيامت تائين روشن رهنديون ۽ سنڌس اولاد هڪ ٻئي کان اشرف ۽ اڪمل هوندو!

**34- نقل** :دوست محمد فقير دل نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پير سائين قدس سره جن فرمايو ته جيڪو نئون ماڻهو مريد ٿيڻ جي ارادي سان، اسان جي حضور ۾ اچي ٿو! تڏهن اسان پهريان درگاهه الاهي مان ان جي بخشش حاصل ڪري، تنهن کان پوءِ ان کي سلسله عاليه ۾ داخل ڪريون ٿا.

**35- نقل** : بچو فقير نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پيرسائين قدس سره جن جي امر سان، حاويلي مبارڪ ۾ هڪ پٽ جي ڊاهڻ لاءِ موتيل فقير، خميسو فقير ۽ مون گهڻي ڪوشش ڪئي، پر اسان کان پٽ نه ڪري سگهي! ۽ ٿڪجي پياسون! تيستر پيرسائين جن آيا، ۽ اچي اشهد آگر پٽ جي مٿان رکيائون، ۽ فرمايائون ته هاڻي اسم هو جي اشاري سان پٽ کي ڊاهيو؟ پوءِ امر موجب اسم هو! زبان تي آندو سون ته هٿ رکڻ شرط پٽ زمين تي ڪري پئي!

**36-نقل** :فقير جلال خان مري نقل ڪري ٿو ته هڪ ڏينهن حضرت پيرسائين قدس سره جن سفر تان واپس موٽيا هئا، ۽ پراڻي درگاهه مبارڪ تي ٿي آيا، پاڻ جڏهن ان کوهه تي اچي لٿا، جيڪو هن وقت نئين درگاهه جي، مسجد مبارڪ جي پٺ ۾ آهي، ان جاءِ تي ويجها ويئل پنڌ فقير هئا، انهن اچي قدم بوسي حاصل ڪئي، پوءِ پاڻ ڪريمن چوطرف نگاهه ڪري فرمايائون ته هيءَ جاءِ، واهه جا آهي! جو آرام ڪرڻ ۽ ٽڪڻ جي لائق آهي!

اي عزيزا! عجب سڄاڻ ۽ سچائي، سنڌن ڪلام معجز نظام جي، جو حضرت پيرسائين قدس سره ۽ حضرت پيرصاحب تجر ڏڻي رحمة الله عليه جن جي وصال کانپوءِ، سن ٻارهن سؤ پنجاهه (1250هه) ۾، حضرت پير صاحب ٻنگلي ڌڻي رحمة الله عليه جن پنهنجي سجادگي دوران، درياءَ جي پائيندڙ سبب، هجرت ڪري هن ذڪر ڪيل کوهه تي اچي درگاهه، آباد ڪيائون! ۽ روضو شريف ۽ مزارون، ان جاءِ تي ٿيون، جتي سنڌن سواريءَ جا گهوڙا ٻينا هئا!

## فصل ٻيون
## حضرت پيرسائين قدس سره جي
## وصال جي تاريخ

الله تعاليٰ جي نورجو مخزن! الله تعاليٰ جي خلقن جو مظهر! الله تعاليٰ جي رازن جي کاڻ! الله تعاليٰ جي رحمت جو ڪکر! عاجزن جو دستگير! گمراهن جو هادي ۽ شفيع! ڪفر کي ميٽيندڙ ! دين جو ڏيئو! ولين جي دل جو ڪعبو! ساقي ڪوثرحضور انور صلي الله عليہ وسلم جو محبوب! باب مدينة العلم حضرت علي رضي الله عنہ جي اکين جو نار! ملائڪن، جنن ۽ انسانن جو فخر! مرشدي و مولائي حضرت پيرسائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي رضي الله عنہ تيهٺ (63) سالن جي عمر ۾، ڇهرين شعبان المعظم 1234 هہ جمعي جي ڏينهن، هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري، بقا واري جهان ۾ رونق افروز ٿيو! (انالله وانا اليه راجعون !)
اي دل، ان جي عشق ۾ هڄ! ان جي محبت جو ٻج پنهنجي ساهہ جي ٻنيءَ ۾ پوک! پاڻ کي ان جي دروازي جي ڪتن مان شمار ڪر! ۽ ان جي غيرن کان پري ڀڄ! ڇوجو اهوئي وقت جو مهدي آهي!

**وصال جي تاريخ !**

**سال وصلش چو پرسيدم زجان - ساعتي در فكر ماندم بعد زان**
**گفت درتاريخ آن شافع بمن - نورهادي، مهدي آخر زمن**

(يعني جڏهن مرشد هادي جي وصال جي تاريخ لاءِ ٿورو فڪر ڪيم! هاتف مون کي ٻڌايو تہ ان جي وصال جي تاريخ : **نور هادي، مهدي آخر زمن!** جي لفظن مان نڪرندي؟)

**لااله الاالله محمد رسول الله،**
**صلي الله عليہ وآله واصحابه وبارک وسلم!**

يَا اَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوا اتَّقُوا اللّٰهَ وَكُوْنُوْا مَعَ الصّٰدِقِيْنَ ○

# صحبت نامون

يعني

# ملفوظات شريف "صغير"

امام العارفين، مجدد العصر، حضرت پير سائين

## سيّد محمّد راشد، روضي ڌڻي

قدس سره العزيز

---

سهيڙيندڙ

خليفو محمّد حسين مهيسر رحمة الله عليه

سنڌيڪار

جناب مفتي عبدالرّحيم سڪندري

ناشر:

سڪندريه پبليڪيشنز

جامعه راشديه

درگاه شريف، حضرت پير سائين پاڳاره

تعلقه ڪنگري ضلع خيرپور

# صحبت نامون

بسم الله الرحمٰن الرحيم

**الحمدلله الذي نور قلوب العاشقين بانوار المحبة والصلواة والسلام عليٰ سيدنامحمد خير الخليقه و عليٰ آله وصحبه النجباء الكرام البررة اما بعد:**

**نڪتو1:** هڪ ڏينهن ماويٰ و ملجاء درماند گان حضرت پير دستگير ادام الله تعاليٰ ارشاده جن جي زبان درافشان مان هن طرح ٻڌڻ ۾ آيو ته مريد کي جڳائي ته جيڪو به **نڪتو** پنهنجي مرشد جي زبان گوهر افشان مان ٻڌي ته ان کي وحيءَ وانگر جاني لکي ڇڏي! اميد آهي ته انهن برڪت ڀرين لفظن جي طفيل (اهو مريد) بي بها نعمت ۽ اعليٰ درجي کي پهچندو

انهيءَ سبب جي ڪري جڏهن هن فقير (خليفه محمد حسين) معرفت جي درباهه ۾ تپين هٽندڙ ۽ عزت وارن بزرگن ۾ چونڊ رهبر جو ڪلام، جيڪو چٽڪ مثل هڏن کي جياريندڙ هيو، سندن ئي مبارڪ زبان فرحت نشان مان ٻڌو ته، ان کي منٿين فيض واري فرمودي موجب، هن هنڌ لکي ڇڏيو!

**نڪتو2:** هڪ وقت ساداتن سڳورن مان هڪ شخص، حضرت پير دستگير قدس سره جن جي خدمت بابرڪت ۾ عرض ڪيو ته: اي حقيقت واري وات جا مالڪ ۽ ولايت جي ملڪ جا والي! هي ڏڪايل پانهنو اوهان کي ڀرتل آهي؟ ان جي جواب ۾ (ڪيس) ارشاد فرمايائون ته: ڪنهن شخص هڪ وات ويندڙ بزرگ کي دعوت ڪائڻ لاءِ عرض ڪيو، ان بزرگ چيو ته مون سان هڪ گڏهه به ساڻ آهي، منٿان اوهان جي هٿان ان جي خدمت نه ٿي سگهي! ميزبان پاڻ تي سندس لاءِ طعام، ۽ ان جي گڏهه کي گاهه، داڻو ڏيڻ، مقرر ڪيو، ان فقير ميزبان جي چوڻ تي اعتبار ڪري، توڪل واري وات، جيڪا انسان لاءِ مضبوط رسي آهي ان کي ڇڏي ڏنو ۽ حق سبحانه وتعاليٰ کانسواءِ غيرتي ڀروسو ڪري ويهي رهيو! جڏهن رات ٿي ته الله سبحانه وتعاليٰ ان ميزبان جي دل تان غير تي ڀروسي ڪرڻ جي غيرت سببان، گڏهه جي خدمت ڪرڻ (واري ڳالهه) وساري ڇڏي! جيئن حضرت يوسف عليه السلام . سافيءَ کي

عزيز مصر اڳيان پنهنجي حال پيش ڪرڻ لاءِ چيو هو ۽ حق سبحانه وتعالي ان ساقيءَ جي دل تان، تمام گهڻو وقت اهو ڳالهه وساراڻي ڇڏي هئي! جيئن اهو قصو مشهور آهي. صبح جو موڪلائڻ وقت اهو بزرگ جڏهن گڏهه تي سوار ٿيو ته گڏهه ساري رات جي سخت اڃ ۽ بک سبب بيحال ٿي ڪري پيو! اهو مثال انهن بي دين ۽ رسمي پيرن مشائخن جو آهي، جيڪي (نذرانن ۽ تحفن) وٺڻ لاءِ محڪم ۽ مستقيم هوندا آهن (مگر) دين جي ڊگهه کان دور ۽ روڪيل هوندا آهن، جيڪي ماڻهو اهڙن بي دينن کي هديا ۽ خيراتون ڏين ٿا، اهي وري انهن لاءِ دعائون گهري، قيامت جا بار پاڻ تي کڻي، انهن کي آسرا ڏئي چون ٿا ته توهان اطمينان ڪريو جو اسان توهان کي سوال جواب وقت آزاد ڪرائينداسون! سو انهن جو مثال به ان گڏهه واري شخص جي مثال جهڙو آهي، اهي به گهڻين بتاڪن جي ڪري قيامت جي ميدان ۾ ڪريا پيا هوندا، جو (الله سبحانه وتعاليٰ جو فرمان ڇڏي) غير جي چئي تي ڀروسو ڪري الله تعاليٰ جي ذڪر فڪر کان غافل ۽ سست ٿا ٿين. جيئن رسول خدا صلي الله تعاليٰ عليه وسلم جن جو فرمان آهي: انا غيور والله اغير مني (1) يعني آئون غيور آهيان ۽ الله تعاليٰ مون کان وڌيڪ غيرت وارو آهي:

**تڪيه بر ديوار ڪردم برسرم افتاد خاڪ**

**خاڪ بادا برسرش ڪوتڪيه برغيري ڪند**

(يعني ڀت تي ٽيڪ ڏنم ته مٽي تي مٽي ڪري پئي، جيڪو غير تي ڀروسو ڪري، ان تي شال مٽي پوي)

---

1- مٿين حديث لفظن جي ٿوري ڦيرڦار سان، حضرت ابو هريره ۽ حضرت مغيره رضي الله عنهم کان مشڪوات شريف جي باب اللعان فصل اول ۾ موجود آهي. (مترجم)

**برسرديدم جهان راهيچ کس غمـــخوار نيســـت**

**آزمودم هرکسي راجز خدايم يار نيسـت**

(سارو جهان ڏٺم (مگر) ڪوبہ غمخوار ڪونهي. هرهڪ کي آزمايو 'تہ الله تعاليٰ کانسواءِ ڪوبہ مددگارڪونہ آهي)

ان کانپوءِ ان سيد صاحب کي فرمايائون تہ: وسواس نہ ڪجو چوتہ مون هيءَ نصيحت بموجب. فرموده ڪلام الله: **وانذر عشيرتک الاقربين** (1) جي، اوهان کي چئي آهي ۽ اوهان وس آهر، ڪوشش ۾ مشغول رهو ڇو تہ: **ان اليس للانسان الاماسعيٰ** يعني انسان جي وس ۾ صرف ڪوشش ڪرڻ آهي! ۽ ٻئي هنڌ الله تعاليٰ جو فرمان آهي تہ **فاسعوا الیٰ ذکرالله يعني الله**: جل شانه وتعاليٰ جي ذڪر ڏانهن ڊوڙو! (سندس يادگيري لاءِ ڪوشش ڪريو) تنهن ڪري ان جي يادگيريءَ ۾ مشغول هجو!

**نڪتو3:**هڪ ڏيهن پاڻ وعظ ۽ نصيحت فرمائڻ ۾ مشغول هئا! گفتگو هلندي فرمايائون تہ: عارفن کي هر قسم جي سمجهہ عطا ٿيل آهي! جيئن هڪ قصو مشهور آهي تہ هڪڙي بادشاهہ پنهنجي ماڻهوءَ کي حضرت بهلول داناءَ رحمة الله عليہ جي طرف امتحان وٺڻ خاطر. تن سوال پڇڻ لاءِ موڪليو! پهريون تہ درويشي جو حال ڪيئن هوندو آهي؟ ٻيون تہ جڏهن هرشيءِ الله تعاليٰ جي طرفان تقدير ۾ لکيل آهي تہ پوءِ الله تعاليٰ ڪنهن گناهہ وغيره جي ڪري ڇو ٿو مواخذو فرمائي؟ ٽيون تہ ابليس عليہ اللعنة جڏهن باهہ جي پيدائش آهي تہ پوءِ باهہ جو عذاب ان کي ڇا ڪندو؟

ان سوال ڪندڙ شخص کي حضرت بهلول رحمة الله عليہ هڪ پٿر ڪڍي زور سان وهائي ڪڍيو! جنهن سبب ان سوال ڪندڙ کي ڏاڍو درد ٿيو ۽ اهو بادشاهہ وٽ دانهن ڪٺي آيو، بادشاهہ حضرت بهلول رحمة الله عليہ کي پاڻ وٽ گهرايو، فريادي ۽ جوابدار کي پنهنجي اڳيان ويهاريائين پوءِ ان فرياديءَ پنهنجي دعوا پيش ڪئي تہ هن مون کي پٿر هنيو آهي، جنهن ڪري مون کي ڏاڍو سور ٿيو آهي! ان کي حضرت بهلول داناءَ جواب ڏنو تہ مون تہ تنهنجن سوالن جا جواب ڏنا آهن!

---

1- اها آيت سورة الشعراءِ جي 214 نمبر آهي. جنهن جي معني هن طرح آهي تہ :۽ پنهنجن ويجهن عزيزن کي ڊيڄار!

فريادي چيو اهو وري ڪيئن؟ تنهن تي حضرت بهلول رحمة الله عليہ فرمايو تہ: تو سوال ڪيو هو تہ درويشي ڪيئن هوندي آهي؟ آئون تو کان سوال ٿو ڪريان تہ سور ڪيئن ٿيندو آهي؟ جيڪو توکي پٿر لڳڻ سان ٿيو آهي! فريادي چيو تہ سور سور، آهي جيڪو زبان سان ٻڌائي نٿو سگهجي، ان جو تعلق حال سان آهي! تنهن تي حضرت بهلول داناءَ فرمايو تہ جڏهن تون سور کي زبان سان بيان ڪري نٿو سگهين تہ آئون وري توکي درويشي جنهن جو تعلق بہ حال سان آهي اها ڪيئن زبان سان ٻڌائي سگهندس؟ **الحال لايعبر بالمقال** (يعني حال جو بيان قال سان نہ ٿي سگهندو آهي) ٻيو تو پڇيو هو تہ ابليس لعين باهہ جي پيدائش آهي ۽ باهہ کي باهہ ڇا ڪندي؟ ان جو جواب هن طرح ڏنم تہ تون بہ تہ مٽيءَ جي پيدائش آهين جيئن الله سبحانه وتعاليٰ قرآن مجيد ۾ ارشاد فرمايو آهي: **منها خلقناكم وفيها نعيدكم و منها نخرجكم تارة اخري!** يعني توهان کي اسان مٽيءَ مان خلقيو آهي ۽ ان ۾ توهان کي موٽائيندا سون ۽ ان مان ئي اوهان کي ٻيهر اٿاريندا سون، پٿر بہ مٽيءَ جو آهي ۽ تون بہ مٽيءَ جي پيدائش آهين پوءِ مٽيءَ کي مٽي ڇو نقصان ڏنو؟ ٽيون سوال ڪيو هو تہ تقدير قادر ڪريم جي طرفان آهي، پوءِ ٻين تي ڇو ٿي تهمت رکي وڃي؟ ان جو جواب بہ هي آهي تہ جي واقعي ائين آهي تہ پوءِ مون کي عيوض وٺڻ لاءِ ڇو پڪڙيو ويو آهي؟

**نڪتو4:** هڪ ڏينهن پاڻ ڪو ڪتاب خريد ڪيائون! پوءِ فرمايائون تہ ڪتاب مهانگا خريد ڪرڻ بهتر آهن! ڇو تہ دنيا خسيس ۽ لعين، پليد ۽ فاني آهي! اها ڏئي دين متين خريد ڪرڻ گهرجي؟ جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي: ماعندكم ينفد وما عندالله باق! (يعني توهان وٽ جو ڪجهہ آهي سو ختم ٿيندو ۽ جيڪي الله تعاليٰ وٽ آهي سو هميشہ رهندڙ آهي)

**نڪتو5:** هڪ ڏينهن پاڻ فرمايائون تہ جيڪو شخص الله تعاليٰ جي رضامندي خاطر ڪتاب مهانگا خريد ڪندو، تہ اهڙي شخص جي اولاد ۾، علم باقي رهندو!

**نڪتو6:** هڪ ڏينهن پاڻ وعظ نصيحت فرمائڻ ۾ مشغول هئا، ان دوران ۾ ڪتاب شمائل محمدي مان هڪ قصو بيان فرمايائون تہ، حضرت پيغمبر ڪريم عليہ الصلوات والسلام جن سان صحابہ ڪرام رضي الله تعاليٰ عنهم

کي بيحد محبت هوندي هئي، احد شريف واري جنگ جي ڏينهن، شيطان لعين مدينہ منوره (زاده الله شرفاوتعظيما) ۾ اچي ڪوڙو اعلان ڪيو تہ، حضرت رسول مقبول عليہ الصلوات والسلام! دارالبقا ڏانهن رحلت فرمائي ويا آهن! اهو اعلان ٻڌي هڪ عورت مدينہ منوره کان ٻاهر (احد شريف ڏانهن) ڊوڙندي ٿي وئي ۽ چوندي ٿي وئي تہ حضرت رسول خدا صلي الله عليہ وسلم جن کي وڃي ڏسان! پوءِ ان عورت کي واٽ ۾ چار جنازا نظر آيا، جيڪي ماڻهو کنيون ٿي آيا! ماڻهن ان عورت کي چيو تہ هي پهريون تنهنجي ڀيءُ جو جنازو آهي! ٻيون جنازو تنهنجي پياءُ جو آهي، ٽيون جنازو تنهنجي پٽ جو آهي، ۽ هي چوٿون جنازو تنهنجي مڙس جو آهي! ان عورت انهن جنازن ڏانهن ڏٺو بہ ڪين ۽ چوڻ لڳي تہ هي سڀ مصيبت مون لاءِ تمام هلڪي آهي، مون کي رسول خدا صلي الله عليہ وآله وسلم ڏسيو تہ آئون سندن زيارت ڪريان؟ پوءِ اٿين جوندي ڊوڙندي ٿي ويئي تہ سامهون پيغمبر ڪريم عليہ الصلوات والسلام جن کي (خيرسان صحيح سلامت) ايندو ڏٺائين، سندن دامن کان وٺي چوڻ لڳي! يارسول الله (صلي الله عليہ وسلم) هي چارئي (قريبن جي وڇوڙي واريون) مصيبتون، مون تي اوهان کي نہ ڏسڻ واري تڪليف کان هلڪيون آهن! اوهان جو فراق مون لاءِ وڏي مصيبت هيو! ائين فرمائيندي پيرسائين جن جون اکيون مبارڪ پاڻي سان ڀرجي آيون ۽ فرمايائون تہ: صحابہ ڪرام کي رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن سان ڪيتري نہ الفت ۽ ايمان هيو، جو پنهنجي جان اولاد مال ۽ عزيزن قريبن ۽ سڀني انسانن کان وڌيڪ پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن سان محبت ڪندا هئا! جيئن حديث شريف ۾ آهي: قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم :

**لايومن احدكم حتيٰ اكون احب اليه من نفسه و ماله وولده ووالده والناس اجمعين (1)**

(حضرت انس بن مالڪ رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ رسول الله صلي الله عليہ وآله وسلم، فرمايو تہ: اوهان مان نيستائين ڪوبہ مومن نٿو ٿي سگهي جيستائين آئون ڪيس سندس جان مال اولاد ڀيءُ ماءُ سڀني ماڻهن کان وڌيڪ پيارو نہ هجان) پاڻ ائين فرمائي وري فرمايائون تہ اسين ان زماني جي لائق نہ هئاسون، تڏهن تہ رب تعاليٰ اسان کي پوئين ڪري ڏورانهن ۽ آخري دور ۾ پيدا فرمايو!

---

1- متين حديث بخاري شريف جلد اول ۾ هن طرح آهي. عن انس قال قال رسول الله صلي الله عليہ وسلم لايومن احدكم حتي اكون احب اليه من والده وولده والناس اجمعين (مترجم)

**نڪتو7:** هڪ ڏينهن پاڻ نقل بيان فرمايائون ته هڪڙي عورت پنهنجي مڙس جي هر ڳالهه ۾ هميشه مخالفت ڪندي هئي! هڪ ڏينهن ڪيس مڙس چيو ته تنهنجي بيءُ ماءُ وٽان ماڻهو آيو آهي، سو صبح جو اوڏانهن هلنداسون! پوءِ ان ڪي زال جيو صبح نه هينئر ئي تيار ٿئي ته هلون! نيٺ ٻئي تيار ٿي درياهه جي پتڻ تي پهتا! مڙس زال کي چيو ته تون عورت ذات آهين، تنهن ڪري تون ٻيڙي تي چڙهه ۽ آئون ڍڳي جو پڇ جهلي ترندو ٿو هلان! عورت مڙس جي مخالفت ڪندي، ٻيڙي تي چڙهڻ کان انڪار ڪيو ۽ ڍڳي جي پڇ ۾ چنبڙي پئي! پوءِ جڏهن درياهه جي وچ سير ۾ پهتا ته مڙس زال کي چيو ته ڍڳي جو پڇ مضبوط جهلجانءِ، عورت مڙس جي مخالفت ڪرڻ سبب ڍڳي جو پڇ ڪٽي ڇڏيو نه ٻڏي وئي!

اي عزيز اهڙي طرح جيڪا دل (غير جو پڇ ڇڏي) هميشه نفس جي مخالفت پئي ڪندي، سا نيٺ حقيقت واري درياهه ۾ مستغرق ٿيندي ! جيئن قدسي حديث آهي: **دع نفسڪ و تعال!** (يعني پنهنجي نفس کي ڇڏ (پوءِ) اچ !)

**نڪتو8:** هڪ دفعي رات جو درگاهه مبارڪ واري مسجد شريف ۾ وسنو هوس ته اوچتو، حضرت پير دستگير قدس سره جن مون وٽ آيا، ۽ اچي مون سان صحبت ۾ مشغول ٿيا! ان دوران مسجد شريف جي اگڻ واري پٽ ڏانهن اشارو ڪندي فرمايائون ته اي ادا صبحاڻي هن پٿر ۽ سون ۾ ڪو فرق نه ڪجانءِ. ( يعني عارف جي نظر ۾ سون ۽ مٽي برابر هجڻ گهرجن) (1)

**نڪتو9:** هڪ ڏينهن پاڻ پنهنجي زبان گوهر افشان سان، فرمايائون ته پنهنجي عملن کي دنياوي غرضن ۽ نفساني خواهشن کان پاڪ ڪريو! اينئن فرمائي، مثنوي شريف مان هڪ نقل بيان فرمايائون ته امبرالمؤمنين حضرت علي ڪرم الله وجه جن هڪ ڪافر کي (جنگ دوران) قتل ڪرڻ لاءِ زمين تي دسيو! ان وقت ان ڪافر حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جن جي مهن مبارڪ ڏانهن (حسد وچان) ٿڪ اڇلائي نه پاڻ ان کي ڇڏي ڏنائون! ڪنهن شخص عرض ڪيو ته حضرتا، هن ڪافر کي ڇالاءِ ڇڏي ڏنو؟ پاڻ فرمايائون ته: پهريائين هن کي خالص باري تعاليٰ جي رضا واسطي ڪنم ٿي! مگر هاڻي ٿورو نفساني غرض به هن ۾ شامل ٿي ويو آهي، توڙيجو ڪافر کي ڪهڻ ڀلو عمل آهي، پر پوءِ به هن کي ڇڏي ڏنو اٿم(2)

---

1 - ملفوظات شريف ڪبير ۾ هن نڪتي جهڙو هڪ نقل، باب 6 جي فصل 1 ۾ آهي!

2- هن نڪتي جهڙو هڪ نقل، ذرا تفصيل سان، ملفوظات شريف ڪبير جي باب 4 فصل 9 ۾ ، موجود اهي، ۽ مثنوي شريف جي دفتر اول، جلد 2 ۾ به بيان ٿيل آهي!

نڪتو 10 - هڪ ڀيري پاڻ بيان فرمايائون ٿي ته جڏهن باري تعاليٰ تي توڪل ڪئي هيم! پوءِ پنهنجي حاويلي ۾ وڃي، اهل خانه صاحبن(سڳورن ) کي چيو هيم ته اسان الله تعاليٰ تي توڪل ڪئي آهي، اوهان به ڪريو؟ جسڪڏهن اوهين اهو امر بجا نه آڻيندا، ته اسان الله تعاليٰ جو اهو امر بجا آڻيندا سون. جيڪو الله تعاليٰ پنهنجي محبوب ڪريم صلي الله عليه وسلم کي قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي ته: **ياايهاالنبي قل لازوا جڪ ان ڪنتن تردن الحيوة الدنيا وزينتها، فتعالين امتعڪن واسرحڪن سراحا جميلا.** (اي نبي پنهنجي گهر وارين کي چئو، جيڪڏهن توهان دنيا جي حياتي ۽ ان جو سينگار گهرو ٿيون ته اچو توهان کي گذاري جو سامان ڏيان ۽ سهڻي نموني سان ڇڏي ڏيان) تنهن تي سڀني اهل خانه صاحبن(سڳورن)چيو ته اسان به الله تعاليٰ تي توڪل ڪئي آهي، ان کانپوءِ آزمائش طور اسان تي ڪجهه ڏينهن فقر ۽ فاقي جي تلوار وسندي رهي، ۽ تمام گهڻيون تڪليفون آيون! ليڪن ان کان بعد باري تعاليٰ اينتري ته فراخي عطا فرمائي، جو هي هيترا سارا پيا مائهو به بفضل الاهي اسان سان گڏ کائي پي رهياآهن. (1)

**نڪتو 11:** هڪ ڀيري سومهڻي جي نماز کان بعد، درگاهه شريف واري مسجد شريف اندر، هن فڪر ۾ ويٺو هوس، ۽ دل ۾ پڇا وٺي پڇايم ته وقت نٿو ملي جو ڪٿي پنهنجي اندر جو احوال، حضرت مرشد ڪريم جن کي عرض ڪريان! ان فڪر ۾ حيران ويٺو هوس ۽ پاڻ حضرت پيردستگير قدس سره جن مسجد شريف اندر مراقبي ۾ ويٺا هئا!پوءِ پاڻ اوچتو مراقبي مان اٿي کڙا ٿيا ۽ حويلي مبارڪ ڏانهن وڃڻ لڳا! جڏهن فقير جي پرسان اچي لنگهيا ته منهنجي دل جي حال موافق جواب ڏيندي فرمايائون ته: الله تعاليٰ توهان جي دلين جا حال ڄاڻيندڙ آهي (يعني جيڪي به اوهان جي دل ۾ آهي، تنهن کي هو ڄاڻي ٿو) ٻئي کي حال ٻڌائڻ جي ضرورت نه آهي!

---

(1) هن نڪتي جهڙو هڪ نقل، ملفوظات شريف ڪبير. باب 6 جي فصل 3 ۾ تفصيل سان آيل آهي!

**نڪتو12:** هڪڙي ڏينهن مسجد شريف جي صحن ۾ ويٺوهوس! حضرت ميان صاحب ( پيرسائين جن جو والد ماجد حضرت سيد محمد بقا شاهه شهيد نورالله مرقده) جن وعظ ۽ نصيحت فرمائڻ ۾ مشغول هئا! اوچتو فرمائڻ لڳا، اي يائرو! ٻڌايو ته جيڪڏهن هن وقت الله تعاليٰ توهان سيني کي ڪٽي وفات ڏئي، ته پوءِ اهل عيال ٻار ٻچا ڪنهن جي حوالي ڪندؤ؟ (نيٺ ته الله تعاليٰ جي ئي حوالي ڪندؤ، تنهن ڪري هي پلو نه آهي جو ) جنهن کي مرڻ بعد اهل عيال حوالي ڪندؤ، ان کي هاڻي ئي هن حياتي ۾ حوالي ڪري ڇڏيو!

**نڪتو13:** هڪڙي ڏينهن لاڙڪاڻي شهر ۾ حضرت مرشد ڪريم جن جي خدمت اقدس ۾ ويٺو هيس، حضرت پير دستگير قدس سره جن مون کان سوال پڇيو ته: مرد کي اگهڙ ڍڪڻ ڪيستائين فرض آهي؟ عرض ڪيم ته دن تائين! پوءِ، فرمايائون ته عارف شخص جو دن ڪهڙو آهي؟ عرض ڪيم ته مون کي خبر نه آهي، اوهان سمجهايو، تنهن تي پاڻ فرمايائون ته: عارف جو دن عرش عظيم آهي، ۽ عارف لاءِ ضروري آهي ته هو پاڻ کي عرش عظيم تائين ڍڪي، ان کان مٿي جيڪڏهن اگهاڙو آهي ته پڻ ناهي. (1)

**نڪتو14:** هڪ وقت پاڻ پنهنجي مسجد شريف جي پرسان وضو ٿي سازيائون! جڏهن وضو ڪري فارغ ٿيا، ته پنهنجي سونهاري مبارڪ کي ڦڻي ڏنائون! اوچتو منهنجي دل ۾ خيال پيدا ٿيو ته حضرت پير دستگير قدس سره جن رات جو ڦڻي ڏين ٿا ( سوالائي جائز آهي يا نه؟)تنهن تي منهنجي حال موافق جواب ڏيندي فرمايائون ته: سرور دو عالم صلي الله عليه وسلم جن هيڪر عشا جي وقت ڦڻي ٿي ڏني ته اوچتو مؤمنن جي ماءُ حضرت عائشه صديقه رضي الله تعاليٰ عنها پڇيو ته حضرتا! روزانو رات جو ڦڻي ڏيندا آهيو، تنهن ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟ پاڻ فرمايائون ته: رات جو جيڪو شخص سونهاري کي ڦڻي ڏيندو، تنهن تي قرض نه ٿيندو! پوءِ مؤمنن جي ماءُ

---

ع1 مٿيون نڪتي جهڙا به نقل ملفوظات شريف ڪبيه باب ع8 جي فصل 4 ۾، ۽ باب 11 جي فصل 3 ۾ آهن!

پڇيو ته حضرتنا! اوهان تي ڪنهن جو قرض آهي ڇا؟ پاڻ فرمايائون ته هائو اوهان جو ڪابين (مهر) اسان تي قرض آهي! تنهن تي ام المؤمنين عرض ڪيو ته حضرتنا مون پنهنجو ڪابين اوهان کي بخش ڪيو! پوءِ ٻي رات وري
ام المؤمنين ڏٺو ته پاڻ ڦٿي ڏئي رهيا آهن! تڏهن حضرت صديقه عرض ڪيو ته حضرتنا. جيڪي اسان جو قرض هيو اهو ته بخشيو سون، هاڻي ڇالاءِ ٿا ڦيٿي ڏيو؟ پاڻ فرمايائون ته جنهن شيءِ مان اهڙو فائدو ٿئي، ان کي آئون ڇالاءِ ڇڏيان.
**نڪتو15-:** هڪڙي ڏينهن حضرت پير دستگير قدس سره جن سان گڏ رسني سان ويندي ڪجهه ماڻهو رسنني ۾ ملاقي ٿيا! جڏهن انهن وٽان لنگهيا سون، ته مون انهن جي اهانت ڪئي (يعني انهن جي حال تي چٿر ڪيم) تنهن تي پاڻ فرمايائون ادا محمد حسين! هي ڇا ٿو چوين؟ اسان کي ڏمرائين ٿو؟ اجا تنهنجي نظر چڱي مٺي تي آهي؟ توکي جڳائي ٿو ته تون سڀ ڪنهن کي چڱو ڄاڻ، چڱو ڇوڙ ۽ چڱو پاڻ؟ پوءِ ان وقت ٿي مون تي راضي ٿيا ۽ ڪجهه توحيد جون رمزون سمجهايائون!
**نڪتو16-:** هڪ دفعي حضرت پيردستگير قدس سره جن سان گڏ ٻيڙي ۾ سوار هيس! پنهنجي شاگرد کي چيم ته منهنجي چادر ڌوئي صاف ڪري اچ؟ تنهن تي مون کي مرشد ڪريم جن فرمايو ته: تون پاڻ ڇونه ٿو ڌوئين؟ مون عرض ڪيو ته حضرتنا، اوهان جي حاضري کان جدا ٿي نٿو سگهان! پوءِ ان وقت فرمايائون ته: خادم کي جيڪڏهن مخدوم ڪو ڪم چوي ته جائز آهي! پر اوهان کي تعليم لاءِ چوان ٿو ته طاقت ۽ توفيق هوندي پنهنجو ڪم ٻئي کي چوڻ نه گهرجي! پر جيڪڏهن چئجي ته پڻ ناهي! (1)
**نڪتو17:** هڪڙي ڏينهن رسني سان ويندي، سندن خدمت اقدس ۾ عرض ڪيم ته، شايد قيامت ويجهي اچي وئي آهي، جو هر هڪ شهر ۽ ديهه جو ٽيون يا جوٿون حصو آباد آهي(يعني آبادي جي ڪثرت قيامت جي نشاني آهي) پاڻ خوش طبعي ۽ ٻوڳ جي انداز ۾ مون کي فرمايائون ته:ڇا تنهنجي قيامت ويجهي اچي وئي؟
**نڪتو18-:** هڪ پيري رات جو پاڻ هن فقير لاءِ فرمايائون ٿي ته : خليفو (محمد حسين) سنو آهي ۽ سنو سمجهيو اٿس، پر آئون ڪوبه اهڙو ماڻهو نٿو ڏسان، جنهن سان پنهنجي علم ۽ راز جي ڳالهه بيان ڪجي!

1- ملفوظات شريف ڪبير، باب4 فصل 9 ۾. متنين نڪتي جهڙو هڪ نقل بيان ٿيل آهي!

**نڪتو19-:** هڪ وقت لاڙڪاڻي شهر ۾ حضرت پير دستگير قدس سره جن جي حضور ۾ ويٺو هيس. اُن وقت پاڻ فرمايائون ته عارف کي اهڙو عروج هجڻ گهرجي، جو جتي به سندس نظر پوي، ته انهيءَ وقت ۾ پنهنجي قدم کي ان جاءِ تي رکي! توڙيجو سندس نظر لکين سالن جي واٽ تي پوي، ته به بنادير پنهنجي قدم کي نظر واري جاءِ تي رکي!

**نڪتو20-:** هڪ دفعي خليفي صاحب محمود نظاماڻي (عليه الرحمة) جي ڳوٺ (ڪڙيي) ۾ مهمان هئاسون! مڙني فقير مسجد شريف ۾ ويٺا هئا. ۽ پاڻ کٽ تي، جيڪا مسجدشريف جي پرسان پيل هئي، ان تي آرامي هئا! آئون سندن سيراندي کان ويٺو هيس! ڪنهن مهل پنهنجي هٿ مبارڪ کي ڏگهو ڪري فرمايائون: ته اي ادا محمد حسين! اچ پاڻ ڳالهيون ڪون ڪيون آهن، ايئن فرمائيندي پنهنجو دست مبارڪ منهنجي ٻانهن ۾ وجهي، مونکي پنهنجي کٽ تي ڪٺي ويهاريائون! پوءِ جيڪي سندن نوڪر، خادم ۽ حاضر مجلس وارا هئا، سي مون تي ڏمريا! تنهن تي انهن کي فرمايائون ته: اوهين هن تي ڇوٿا ڏمرجو؟ اوهان پاڻ سچو ڏينهن لسي ٿا کائو ۽ ٻين کي پاڻي ٿا ڏيو! سڀ مومن ڀائر آهيون اهڙو فرق نه ڪريو!

**نڪتو21:** هڪڙي وقت پاڻ فرمايائون ته: آئون ننڍڙائپ ۾، ڪڏهن ڪڏهن طالب علمن جي صحبت ۾ وڃي ويهندو هيس! پوءِ مون کي حضرت ميان صاحب نورالله مرقده جن فرمائيندا هئا ته: بابا اهڙن شخصن جي صحبت ۾ نه ويهندا ڪريو! ڇاڪاڻ ته اهي صرف زباني ڳالهيون ڪندا آهن! انهن وٽ رڳو قال آهي، پر حال ڪجهه به نه اٿن! پوءِ قال، بنا حال جي بي نصيبي آهي:

**قال راچہ بيني بنگر بسوءِ حال - براشهدتو خنده زند اسهد بلال**

(قال کي ڇا ڏسندين؟ حال ڏانهن نهار! تنهنجي اشهد تي حضرت بلال وارو اسهد کلي ٿو!) يعني حضرت بلال رضي الله عنه جيڪو رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جو عاشق ۽ صاحب حال هيو، سو ٻاتائيندو هيو ۽ بانگ ۾ اشهد چوڻ جي بجاءِ اسهد چوندو هيو! سو حال ۽ محبت واري جو اسهد، تو قال واري جي اشهد کان ڪيترا حصا بهتر آهي(1)

**نڪتو22:** هڪڙي وقت پاڻ مسجد شريف ۾ ويٺا هئا! مون پنهنجو حال

---

1 ملفوظات شريف ڪبير، باب 4 جي فصل 2 ۾ هن نڪتي جهڙو هڪ نقل بيان ٿيل آهي.

سندن خدمت بابرڪت ۾ عرض وينتي ڪيو، ۽ درخواست وينتي پيش ڪيم ته
انتي پاڻ فرمايائون: جيڪڏهن هٿن کي باهه تي رکجي ته نفس سهي سگهندو
يا نه؟ عرض ڪيم ته نه! تڏهن فرمايائون ته اوهان منهنجا هٿ آهيو! جيڪڏهن
پنهنجي هٿن کي سڙڻ نه ڏنم، ته انشاءِ الله تعاليٰ، توهان کي به سڙڻ نه
ڏيندس (بمنه و ڪمالِ ڪرمه)

**نڪتو23:** هڪ وقت حضرت پيردستگير قدس سره جن سان گڏ رستي سان ٿي
ويس، عرض ڪيم ته يا شيخ! توهان الله تعاليٰ جي خزانن جا ڪنجي بردارآهيو!
جيڪڏهن خزاني مان ڪجهه عطا فرمائيو ته ڇا ٿيندو؟ ۽ **الله عزو جل** جي
خزاني ۾ ڪا کوٽ به ڪانه ٿيندي، ۽ هڪ ذري جيتري به ڪمي ڪانه
ايندي! ڪنجي بردارن کي (حاڪم جي طرفان) اختيار به گهٽا هوندا
آهن! جيئن مير نصيرخان بروهي پنهنجي نائب ڏانهن، ڪنهن کي جاگير
جو پروانو لکي ڏئي، پوءِ جيڪڏهن اهو نائب چاهي ته ان پرواني کان
وڌيڪ ڏئي يا ان پرواني کان گهٽ ڪري ته به نائب جو اختيار آهي!
ڪنهن کي ڏئي يا نه ڏئي؟ (۽ اوهين به الله تعاليٰ جا پيارا آهيو) تنهن تي
فرمايائون ته: انهن جو حاڪم انڌوآهي ۽ اسانجو حاڪم جاڻندڙ ۽
ڏسندڙ آهي! ۽ انهن جو حاڪم ۾ پٽ ۽ غائبانه ڏسڻ کان نابين آهي، ان
جا خزانچي جيڪي به ڏين ٿا تنهن کي هو ڪونه ٿو ڏسي، اسان جو
حاڪم عالم الغيب والشهادت آهي، ان الله عليهم بذات الصدور
(بيشڪ الله تعاليٰ سينن جا راز جاڻيندڙ آهي) سو اسان جو حاڪم جنهن
کي ڏياربندو آهي ته ان کي ڏينداآهيون ۽ جنهن کي نٿو ڏياري ته تنهن کي
نٿا ڏيون!

**نڪتو24:** هڪ دفعي سندن خدمت ۾ عرض پئي ڪيم ۽ پنهنجو حال
وينتي پڌايم ! پاڻ فرمايائون ته: اي ياءُ! تون مونکي گهڻو ئي.پيارو آهين،
پر تنهنجي ۽ منهنجي وچ تي هي آيت سگوري انڪ لاتهدي من احببت !
پردو بڻيل آهي(يعني بيشڪ اٿين نه آهي جو تون جنهن کي پنهنجي طرفان
گهرين، ان کي هدايت ڪرين ڇو ته هدايت جو ملڻ الله جي هٿ ۾ آهي!!)

**نڪتو25:** هڪ وقت پيڙي ۾ سوار هئاسون، پاڻ ننڊ ڪرڻ لاءِ ڪٽ جي
بسنري تي آرامي ٿيا! مون خادم کي چيو ته ڪاني جو ٽڪرو ڪٽي ڏي ته ڪٽ

جي پاڳي هيٺان ڏيان (جيئن ڪٿ سنئين سڌي رهي) تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ جيڪڏهن ڪاني جو ٽڪرو ڪٿ جي پاڳي هيٺان نہ ڏيندو تہ بہ خير آهي! اسان عادي ڪونہ آهيان، جو منهنجي وات مان ڪير وهي پوندو! يعني ظاهر ظهور منع نہ فرمايائون ۽ مريدن جي تعليم لاءِ ايئن فرمايائون (تہ گهڻو آرام طلب نہ ٿيو)!

**نڪتو26:** هڪ ڀيري ٻيڙي تي سوار هئاسون! اوچتو خليفو دين محمد اٿي بيٺو ۽ ملان موليڏني کي چيائين تہ حضرت مرشد ڪريم جن کي منهنجي طرفان عرض ڪر، پوءِ ملان موليڏني (جيڪو ڪونري بردار خادم هيو) سندن حضور ۾ عرض پيش ڪيو تہ حضرتا! خليفو دين محمد عرض ٿو ڪري ۽ چوي ٿو تہ آئون قرآن ڪريم جي تعليم، تدريس ۾ مشغول آهيان ڪا نظر عنايت فرمائجو؟ جواب ڏنائون تہ قرآن ڪريم نور آهي، پر: **رب قاري القرآن والقرآن يلعنه** (يعني قرآن مجيد جا ڪي پڙهندڙ اهڙا بہ آهن، جن کي قرآن مجيد لعنت ڪري ٿو) هن زماني جا ماڻهو قرآن مجيد جي تلاوت وقت (گويا) پنهنجي الله تعاليٰ سان هم ڪلام تہ ٿين ٿا. پر پنهنجي دل کي هن فاني جهان جي ڪمن سان مشغول رکن ٿا! سو جنهن ٿانو ۾ پليدي رکيل هوندي، تہ ان ۾ پاڪائي ڪٿان جاءِ وٺندي؟ هن فرمودي ۾ پنهنجي دل کي هٿ ۾ آڻڻ ڏانهن اشارو آهي:

**دل بدست آور کہ حج اکبراست**
**صد هزاران کعبہ يک دل بهتر است**

(يعني دل جو حضور هٿ ڪر، جو اڪبري حج اهو اٿئي لکين ڪعبن کان، هڪ سليم دل گهڻو بهتر آهي!) (1)

**نڪتو27:** هڪ ڀيري ترائي (ڪرڙي گهنور جي ويجهو) ڳوٺ ۾ حضرت پير دستگيرقدس سره جن سان گڏ ترسيل هئاسون! ڏٺم تہ سندن سمهڻ واري کٽ

---

(1) هن نڪتي جهڙو هڪ نقل، ملفوظات شريف ڪبير، باب 4 جو فصل 7 ۾ آهي! دل جو حضور هٿ ڪرڻ مان هي مراد آهي، تہ طالب کي کپي تہ سندس دل ۾ جيڪي بہ ما سوي الله تعاليٰ جا خطرا ۽ خيال پيدا ٿين، تن کي ختم ڪري هميشہ ذڪر ۽ فڪر ۾ متوجہ هجي ۽ الله تعاليٰ جي عشق ۽ محبت کي دل ۾ پيدا ڪري! هي ۽ هو، ٻئي جهان وساري پاڻ کي صرف الله تعاليٰ جي طلب ۾ محو ڪري! جو کهڙي بہ ڪم ۾ مشغول هجي پر هن جي دل يار جي تنوار ۾ لڳل هجي (مترجم)

تي صرف هڪ فراسي پئي هئي! مون هڪڙي خادم کي چيو تہ ڪو بيو ڪپڙو (پٿرڻي وغيره) بہ فراسي تي وڇائڻ لاءِ ڪٿي اچ؟ تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ منهنجي عادت آهي تہ اڪثر مسجد شريف جي ڪکن تي سمهندو آهيان! پوءِ پٿرڻي وڇائڻ نہ ڏنائون ۽ انهي فراسي تي آرام فرمايائون!

**نڪتو28:** هڪ دفعي مهيسرن جي ڳوٺ ۾ ترسيل هئاسون، جڏهن ننڊ جو وقت ٿيو، مون ڏٺو تہ حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن مسجد شريف جي ڪکن تي ليٽي پيا ۽ پهرياڻ مبارڪ جيڪو سندن جسم تي هيو، اهو بہ لاهي ڇڏيائون ۽ خالي ڪکن تي پاسو مبارڪ رکي سمهي پيا!

**نڪتو29:** هيڪر ٻيڙي تي سوار هئاسون! حضرت پير دستگير قدس سره وعظ ۽ نصيحت فرمائڻ ۾ مشغول هئا! اوچتو ڪتاب بوستان ڪٽي ان مان هڪ حڪايت جون بہ ٽي سٽون پڙهيائون ۽ ايترو تہ جوش ۾ آيا جو سندن اکين مبارڪن مان لڙڪ مبارڪ وهي پيا، فرمايائون تہ: اسان کي ماڻهن تي عجب ٿو اچي، جو پنهنجي ڪوتاهي ۽ سستي سببان هن درگاهہ کان محروم ۽ بي نصيب رهجي وڃن ٿا! ائين فرمائي بي پرواهہ باري تعاليٰ جي ثنا ۽ تعريف لاءِ زبان مبارڪ کوليائون، ان وقت سندن اکين مبارڪن مان موتين جهڙا لڙڪ وهي رهيا هئا. ۽ ان حڪايت کي پڙهڻ ڇڏي ڏنائون! ٻئي ڏينهن مون کان پڇيائون تہ ڪالهہ ڪهڙي حڪايت پڙهي رهيا هئاسون؟ مون عرض ڪيو تہ فلاڻي درويش واري حڪايت، جيڪو (بيت الله شريف جي) دروازي تي اچي سوالي ٿيو هو! پوءِ اها حڪايت بوستان مان ڳولي سموري پڙهيائون!

**نڪتو30:** هڪ وقت حضرت پير دستگير قدس سره جن جي حضور ۾ ويٺو هيس! ان وقت فرمايائون تہ اي ادا! عاجزي ڪنڊڙ ٿيي؟ جيڪي ڪجهہ آهي، سو عاجزي ۾ آهي! ان کان بعد حضرت ميان صاحب نورالله مرقده جن جو نقل ٻڌايائون تہ: هڪ ڀيري مون کي سڏي، پنهنجي ويجهو ويهاري پڇيائون تہ ابتدا ۾ سرور ڪائنات عليہ الصلوات والسلام جن جو حال مبارڪ ڪهڙو هيو، مون عرض ڪيو تہ مون کي خبر نہ آهي، ۽ ڪجهہ گهڙي ڪن دير جو ڪيم تہ ان بعد. پاڻ مون کي سمجهايائون تہ ابتدا ۾ حضور سرور ڪائنات عليہ الصلوات والسلام جن جو يتيمي حال هو! جيڪي ڪجهہ آهي سو يتيمي ۾ آهي!

**نڪتو31:** هڪ ڏينهن حضرت پير دستگير قدس سره جن جي ڪچهري ۾ ويٺو هيس ! فرمايائون تہ: اي ادا مان ۽ اسان (پنهنجي هستي) واري دعوا

ڪٿي ڇڏي ڏيو ۽ ڪنهن سان بہ دعوا نہ ڪريو! پوءِ ان متعلق مثال ڏنائون تہ هن طرح ڪريو جو هي ڪپڙو جيڪو منهنجي ڪلهي تي آهي ۽ هي تسبيح سڪا منهنجي هٿ ۾ آهي، انهن لاءِ جيڪڏهن ڪو شخص مون کي چوي تہ اهي شيون منهنجيون آهن تہ آئون اهي شيون جلدي ان کي ڏئي ڇڏيندس، توڙيجو اهي شيون منهنجي ملڪيت آهن! ڇو ان ڪري جو جيڪڏهن آئون چوندس تہ اهي شيون منهنجيون آهن ۽ هو چوندو تہ منهنجيون، تہ انهي "مان" ۽ "اسان" مجهان جهڳڙو پيدا ٿيندو! پوءِ حق سبحانہ وتعاليٰ جي طالب کي جڳائي ٿو تہ هو، ڪنهن سان بہ دعوا ۾ ڪورٽ ۾ حاضر نہ ٿئي!

**نڪتو32:** هڪ پيري ترائي جي ڳوٺ ۾ مسجد شريف جي صحن ۾، حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن سان وٽنو هيس مون کي فرمايائون تہ ادا محمد حسين! اوري آءُ تہ ڪا پڇڻ جي صلاح ڪريون؟ عرض ڪيم تہ ڪهڙي طرف پڇون؟ فرمايائون: اليٰ رب الرحيم (يعني پنهنجي رب رحيم ڏانهن) ! (1)

**نڪتو33:** هڪ پيري حضرت پير دستگير قدس سره جن سان گڏ رسني سان ٿي ويس تہ ڪنهن شخص چيو تہ اڄ رات، عيد جي آهي! تنهن تي پاڻ فرمايائون: عيد اها نہ آهي، اسان لاءِ عيد ان ڏينهن آهي، جنهن ڏينهن خاتمو بالخير ۽ ايمان سان ٿئي!

**نڪتو34:** هيڪر حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن سان ٻيڙي تي سوار هيس! تڏهن فرمايائون تہ: ملان إلهداد چڱو ٿيو آهي، پر اجا مڙس نہ ٿيو آهي، جو ماڪوڙي بہ نہ ماريٰ اٿس! يعني ظاهري زينت ٿو ڪري!

**نڪتو35:** هڪ پيري حضرت پير دستگير قدس سره جن سان ٻيڙي تي سوار هيس، ان وقت ماٺهن پيرڻ سائين جن جي گهوڙن لاءِ اينترو تہ گاھ ٻي آندو، جو هڪڙو ڪنوٺي نٿي تہ ٻيو ٻي آندائون ۽ گاھ ٻيڙي ۾ بچيو پيو هو! پوءِ حضرت مرشد ڪريم جن پنهنجي زبان مبارڪ سان فرمايو تہ اي يارو! ڏسو تہ الله جل شانہ جڏهن اسان جي گهوڙن کي بہ جلدي جلدي رزق رسائي ٿو تہ پوءِ اسان کي ڇا ٿيو آهي، جو پنهنجي روزيءَ لاءِ اجائي تڪليف ڪريون ٿا؟

---

1- هن نڪتي جهڙو نقل ملفوظات شريف ڪبير باب 4 جي فصل 7 ۾ بہ آهي !

**نڪتو36:** هڪ دفعي پاڻ فرمايائون تہ: مريد چوڻ بدعت آهي " يار" چوڻ بهتر آهي! ڇاڪاڻ تہ حضرت پيغمبر ڪريم عليہ الصلوات والسلام جن جي زماني پاڪ ۾ " اصحاب" لفظ چوندا هئا! جنهن جي معني " يار" آهي! پوءِ فرمايائون تہ: حضرت ميان صاحب نورالله مرقده جن بہ پنهنجي مريدن لاءِ فرمائيندا هئا تہ فلاڻي هنذ منهنجو يار آهي! (مريد ڪين چوندا هئا) (1)

**نڪتو37:** هڪ دفعي مون کان پڇيائون تہ جيڪڏهن ڪنهن شخص جو باغ، پاڻي نہ ملڻ جي ڪري، خشڪ ٿي وڃو هجي ۽ ويران پيو ٿئي، پوءِ ان حالت ۾ جيڪڏهن ڪو شخص ان باغ کي پاڻي ڏئي آباد ڪري تہ ان باغ جو مالڪ پاڻي ڏيندڙ شخص کان ڪيترو نہ خوش ۽ راضي ٿيندو؟ مون عرض ڪيو تہ ان باغ جو مالڪ تہ ڏاڍو خوش ٿيندو، پر جيڪو بہ ان باغ کي ڏسندو تہ اهو بہ خوش ٿيندو! تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ: هي جهان بہ اسان جي نظر ۾ باغ جي مثل آهي!

**نڪتو38:** هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ ڪنهن شخص پرپٺ يا سندن حضور پر نور ۾ اعتراض طور عرض ڪيو هيو تہ حضرت ميان صاحب قدس الله تعاليٰ سره جن هرهڪ شخص کي (بيعت ڪري) تلقين فرما ٿين ٿا! عالم هجي خواه جاهل، سيد هجي يا غير سيد، ننڍو هجي توڙي وڏو، عورت هجي چاهي مرد، تنهن تي پنهنجي زبان درافشان سان فرمايائون تہ: سيئي الله تعاليٰ جا ٻانها آهن! هي جيڪو زمانو آهي، سو آزمائش ۽ تجربي جو زمانو ڪونہ آهي، جيئن اڳيان بزرگ آزمائي ۽ استخاره ڪرائي پوءِ (بيعت لاءِ) تلقين فرمائيندا هئا! بعد ۾ هي مثال بيان فرمايائون تہ: اهو بہ ان شڪاري جي مثل آهي جيڪو پنهنجي دام جي چوڌاري داڻا ڇٽي ڇڏيندو آهي ۽ انهن داڻن چڳڻ لاءِ ڪانو ڪبوتر گڏجي ايندا آهن، پوءِ جيڪڏهن شڪاري ڪانون کي اڏاريندو تہ ڪبوتر بہ هليا ويندا، تنهن لاءِ هينئن ڪرڻ گهرجي تہ ٻنهي (ڪانون ۽ ڪبوترن) کي ڪجهہ بہ نہ چئجي، جنهن جو نصيب هوندو سو اچي دام ۾ ڦاٿهئي پوندو!

1- هن نڪتي جهڙو هڪ نقل، ملفوظات شريف ڪبير، باب1 جي فصل 1 ۾ آيل آهي.

**نڪتو39:** هڪ ڀيري رستي سان هلندي، برادرم ملان سائينڏي عجز ۽ نياز سان چيو تہ آئون سيني کان گهٽ آهيان! تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ: تون سيني کان ڀلو آهين، جو تون پاڻ کي گهٽ ٿو ڏسين ۽ پائين! ان کان بعد هڪ نقل بيان فرمايائون تہ:حضرت موسيٰ عليہ السلام جي زماني ۾ پنج سو يا ڪجهہ گهٽ وڌ، تمام وڏا پرهيزگار شخص گڏ ڪيا ويا، جن لاءِ چيو ويو تہ هن مان جيڪو وڌيڪ پرهيزگار هجي، ان کي نمبر وار، هڪ هڪ ڪري چونڊي ڪڍي اچو، پوءِ سڀ چونڊي ڪڍي باقي پنج شخص وجي ڇڏيائون. پوءِ انهن پنجن مان بہ وڌيڪ پرهيزگارن کي چونڊي ڪڍڻ لاءِ چيو ويو؟ تان جو باقي بہ ڄڻا وجي رهيا! جن کي ٻين سيني کان تمام گهٽ سمجهي ڇڏي ڏنائون . تڏهن حضرت موسيٰ عليہ السلام فرمايو تہ اهي ٻئي ڄڻا سيني کان ڀلا آهن! جو تہ انهن کي ماڻهن سيني کان گهٽ ڪري ڏنو اٿن. (1)

**نڪتو40:** هڪ ڀيري پاڻ فرمايائون تہ: حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي متابعت کي هٿان نہ ڇڏيو! ۽ سندن سنت اطهر کي، فرض مثل ڄاڻي ان تي پوري اعتقاد سان عمل ڪريو!

**نڪتو41:** هڪ ڀيري حضرت مرشد ڪريم، جن فرمايو ٿي تہ جيڪي بہ سنتون منهنجون ٻڌل ۽ منهنجي نظر ۾ آيل آهن، انهن سيني کي پنهنجي محبوب ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي متابعت خاطر پورو ڪيو اٿم! پر اجا ٻڪريون ڪونہ چاريون اٿم! هڪ ڏينهن وجي انهن کي بہ چاريندس تہ جيئن ڪل متابعت حاصل ٿئي. **(2)**

**نڪتو42:** هڪ ڀيري زبان گوهر افشان سان فرمايائون تہ: هڪ ڏينهن خليفي ميان الهہ رکئي رحمة الله عليہ، حضرت ميان صاحب نورالله مرقده جن کان سوال ڪيو هو تہ حضرتا! هن ڳالهہ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي جو ماڻهو اڄ ٻڪ جي وگهٽي مري ٿا وڃن؟ جواب ڏنائون تہ: انهن جي نظر پاڻي تي آهي پر ساقي تي نہ آهي، جيڪڏهن ماڻهن جي نظر ساقي تي هجي ها تہ، ڪين اڄ ٻڪ هرگز نقصان نہ ڏئي ها!

---

1- ملفوظات شريف ڪبير ۾ هن نڪتي جي مفهوم سان ملندڙ جلندڙ نقل، باب 13 جي فصل 6 ۾ بيان ٿيل آهي.
(2) هن نڪتي جهڙو هڪ نقل، ملفوظات شريف ڪبير، باب 2 جي فصل 1 ۾ آيل آهي!

**نڪتو 43:** هڪ دفعي فرمايائون ٿي تہ: اي يارو! مبتدي (سلوڪ ۾ نئين داخل ٿيندڙ طالب) کي گوشہ نشيني ضروري آهي، جو مڙني شين کان پنهنجو منهن موڙي، حق سبحانہ وتعاليٰ ڏانهن متوجہ ٿئي! جيئن سرور عالم صلي الله عليہ وسلم جن معراج واري رات "مازاغ البصر" جو سرمون اکين مبارڪن ۾ پاتو هئائون! يعني مٿي وجڻ وقت، براق کي اهڙي طرح هلايو هئائون جو ڪنهن بہ غير ڏانهن ڪونہ ٿي واجهايائون! تان تہ وڃي پنهنجي مطلوب حقيقي وٽ پهتا! ان کان بعد جڏهن واپس موٽيا تہ بهشت، دوزخ، حورن، قصورن، غلمانن ۽ ٻين شين جو نظارو فرمائيندا آيا! تنهن ڪري عرفان جي وات جي طالب لاءِ لازم آهي تہ هو (پنهنجي محبوب ۽ مطلوب حقيقي جي رضا خاط) هڪ گهڙي ۽ اک ڇنڀ جيترو وقت بہ پنهنجي دل کي ماسوالله ڏانهن ڪڏهن بہ متوجہ نہ ڪري!

**نڪتو 44:** هڪ ڀيري پاڻ فرمايائون ٿي تہ ساري رات سمهي ننڊ نہ ڪندا ڪريو جو رات ۾ (رب ڪريم جي رحمت جا) ڪيترا نظارا ٿيندا آهن! جيڪڏهن ڪو ماڻهو سڄي رات، سمهي ننڊ ڪندو تہ حق سبحانہ وتعاليٰ جي رحمت جي نظاري کان بي نصيب ٿي ويندو! پوءِ فرمايائون تہ اي ادا! جيڪڏهن ننڊڪرين تہ ويهي ڪر، ان لاءِ جو محبوب حقيقي، حق سبحانہ و تعاليٰ جاڳندڙ ۽ ڏسندڙ آهي! اهو (توکي ويٺل ڏسي) فرمائيندو تہ هي ٻندو پاسي ڀرسمهي ننڊ ڪرڻ واري لذت کي منهنجي (رضا) واسطي ڇڏي، ويهي ننڊ ٿو ڪري! ائين ڇٽي فرمايائون تہ: ڏسو، جيڪڏهن ڪو سوالي ڪنهن جي در تي چند ڏينهن ويهي رهندو آهي تہ ان کي ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور ملندو آهي. (1)

---

1- هن نڪتي جهڙو هڪ نقل ملفوظات شريف ڪبير، باب 4 جي فصل 7 ۾ آيل آهي.
اي عزيز! حضرت مرشد معظم روضي وارن قدس سره جن جيڪي هي فرمايو آهي تہ جيڪڏهن ڪو سوالي ڪنهن جي در تي ويهي رهندو آهي تہ، ان کي ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور ملندو آهي! سندن اهو فرمودو مبارڪ حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله تعاليٰ عنہ جي هن قول مبارڪ جي موافق آهي: قال ما دمت في الصلوٰة فانت تقرع باب الملک ومن يقرع باب الملک يفتح لہ" يعني تون جيستائين نماز ۾ آهين تہ گويا بادشاهہ جو دروازو ٿو وڃي کڙڪائين ۽ جيڪو بادشاهہ جو دروازو کڙڪائيندو رهندو تہ بيشڪ ان لاءِ دروازو کوليو ويندو. الله تعاليٰ تہ ارحم الراحمين آهي ائين فرمائي سندن اکيون مبارڪ لڙڪن سان ڀرجي آيون. (مترجم)

**نڪتو 45:** پاڻ هڪ دفعي "الصوفي لامذهب له" مقولي جي معنيٰ هن طرح بيان فرمايائون تہ: صوفي جنهن مذهب (حنفي، شافعي، حنبلي ۽ مالڪي) ۾ اختيار وارو آهي، تہ هو جنهن کي اختيار ڪري تہ ان لاءِ جائز آهي! ان جي ٻي معني هي بہ آهي تہ: مذهب هلڻ جي جاءِ کي چئبو آهي! جڏهن ڪو شخص عارف ڪامل ٿي، ڪمال واري درجي کي پهچي ٿو تہ، پوءِ ان کي طرف، قبلي، مڪان، زمان، رات، ڏينهن ۽ مذهب جي ضرورت ڪانہ آهي!

**نڪتو 46:** هڪ وقت پاڻ پنهنجي زبان درافشان سان فرمايائون تہ پنهنجي خالق سان ائين هجو، جڻ تہ خلق موجود ئي ڪانہ آهي! ۽ خلق سان ائين هجو ۽ ائين زندگي گذاريو، جڻ تہ توهين پاڻ ڪونہ آهيو!

**نڪتو 47:** هڪ ڀيري فرمايائون ٿي تہ ماڻهو پاڻين ٿا تہ الله تعالىٰ جي ولين کي خدا پاڪ جو ڪو خوف نہ آهي! جيئن (ظاهر ۾) الا ان اولياءالله لا خوف عليهم ولا هم يحزنون! سورت يونس ۾ آهي (جنهن جي معنيٰ آهي تہ: بيشڪ الله تعالىٰ جي ولين (دوستن) تي نہ ڪجهہ خوف ۽ نڪو غم آهي) ليڪن انهن کي الله تعالىٰ جو ايترو تہ خوف آهي، جو ٻي ڪنهن کي بہ ايترو خوف نہ آهي! البت انهن کي غير الله جو خوف نہ آهي! ڇو تہ عارف ۾ غير جي خوف جو ذرو بہ نٿو لڀي!

**نڪتو 48:** هڪ دفعي هڪ شخص ڪان ڪو غير شرعي ڪم ٿي ويو! ان شخص پنهنجي ڳچيءَ ۾ ڳارو وجهي، حضرت پير دستگير قدس سره جن جي خدمت اقدس ۾ معافي لاءِ عرض ڪيو تہ حضرنا! مون کي بخش فرمايو ۽ مون تي رنج نہ فرمايو، جو مون کي چار پنج ڏينهن ٿيا آهن تہ، مون ان ڪونہ کاڌو آهي، ۽ آئون اوهان جو رضامندو چاهيان ٿو؟ اوهين خدا واسطي مون تي راضي ٿيو؟ پوءِ ان کي زبان مبارڪ سان فرمايائون تہ اي ادا! تو منهنجو گناهہ نہ ڪيو آهي، جو آئون توکي بخش ڪريان، تو تہ ويچارن مسڪينن تي ظلم ڪيو آهي ۽ غير شرعي ڪم ڪيو اٿئي، هاڻ توسان ڪيئن پرچان؟ گناهہ يا منهنجو حق جيڪو تنهنجي ذمي هيو، اهو توکي بخشيم بخشيم،

مگر: رضاء الكفر كفر و رضاء المعصية معصية (كفر تي راضي ٿيڻ ڪفر آهي ۽ گناهه تي راضي ٿيڻ گناهه آهي) ان ڪان پوءِ فرمايائون ته: تنهنجي هوندي دل ۾ خيال ڪندو هيس ۽ فڪر ٿيندو هيو ته ماڻهن جا حق جيڪي منهنجي ذمي آهن، اهي ڪهڙي طرح لهندا؟ پوءِ هڪ جاءِ تي وڃي مناجات ڪيم ۽ دعا گهريم ۽ عرض ڪيم ته ياالہ العالمين، مخلوق جا جيڪي حق منهنجي ذمي آهن، اهي پنهنجي فضل سان بخش ڪر ۽ معاف فرماءِ؟ ۽ جيڪي منهنجا حق ڪنهن بي جي ذمي هئا، يا آهن، يا ٿيندا ته مون اهي صرف تنهنجي رضامندي ۽ خوشنودي خاطر بخشي ۽ معاف ڪري ڇڏيا، ۽ آئنده جيڪو به مون کي ڪو ڇيهو پهچائيندو يا ڏکائيندو يا منهنجو حق کائيندو ته ان کي پڻ تنهنجي رضامندي خاطر بخشيم ۽ معاف ڪيم! پوءِ ان شخص کي جنهن آزيون نيزاريون پي ڪيون، فرمايائون ته اي ادا! جيڪو به منهنجو گناهه ڪيو هيئي، اهو ته هن ڪان اڳ توکي بخشي ڇڏيو هيم ۽ هينئر به توکي بخشيم ۽ معاف ڪيم! مگر جن سان تو جهڳڙو ڪيو آهي (۽ انهن کي رنجايو اٿئي) تن کي وڃي پرچاءِ (راضي ڪرين) ڇو ته تون گناهه به ته انهن جو ڪيو آهي!

**نڪتو 49:** هڪ ڀيري حضرت پير دستگير قدس سره جن، مرحوم مغفور ميان سراج الدين جي تعزيت لاءِ، اسان جي مسجد شريف ۾ اچي ويٺا! پوءِ ٿيهري جي وقت حضرت حاتم اصم قدس الله سره جو نقل، پنهنجي زبان مبارڪ سان بيان فرمايائون ته: هڪ هنڌ حضرت حاتم اصم ويٺو هيو ۽ هڪ عورت به سندن پرسان اچي ويٺي، اوچتو ان عورت کان واءُ وهي ويو (جنهن ڪري ڏاڍي شرمندي ٿي پئي) پر حضرت حاتم اصم، صرف ان عورت جي پرده پوشي ڪرڻ خاطر، ان کي (سندس سوال جو) جواب نه ڏنو ۽ پاڻ کي جاڻي واڻي ٻوڙو ظاهر ڪيائين! اها عورت تقريباً ويهه ايڪيهه سال ڪن زنده هئي، تيستائين حضرت حاتم اصم پاڻ کي ٻوڙو سڏايو! ان کان پوءِ ان بزرگ تي اصم (ٻوڙو) لقب پئجي ويو! اي مومن ڀائرو! عيب پوشي ايئن

ڪرڻ گهرجي، جيئن مٿي ذڪر ٿيو. (1)

**نڪتو 50:** هڪ ڀيري پاڻ رات جو مومنن کي ارشاد وينئي فرمايائون، ان مهل ٻه ٽي دولتمند سادات سڳورا قدم بوسي لاءِ آيا، ۽ ڪنهن شخص کي چيائون ته حضرت پير سائين قدس سره جن کي اسان جو عرض ڪري واقفيت ڪراءِ؟ ان شخص سندن خدمت مبارڪ ۾ (انهن دولتمند ساداتن سڳورن لاءِ) عرض ڪيو! پاڻ ان کي صاف جواب ڏنائون، ته توهان کي الله تعاليٰ جي ڪم ۾، دنياوي ڪم جو رخنو نه وجهڻ گهرجي! ارشاد فرمائڻ کان بعد جڏهن فارغ ٿيا، ته انهن ساداتن کي گهرائي ساڻن بغلگير ٿيا ۽ انهن دعا لاءِ عرض ڪيو ته ڪين دعا فرمائي رخصت ڪيائون! ان بعد فرمايائون ته: دنيادارن کي انتظار ڪرائڻ گهرجي ته جيئن سندن حق ۾ نيڪي لکجي وڃي! بلاشڪ ويهڻ سان اثر ٿي وٺندا، پر جيڪڏهن انتظار ڪري نه ويهندا ته شرمندا ٿي اٿي ويندا ۽ وري نه ايندا!

**نڪتو 51:** هڪ دفعي فرمايائون ٿي ته: اي الله تعاليٰ جا طالبؤ! الله تعاليٰ جي عشق ۾ وس آهر ڪوشش ڪريو، جو عشق الٰهي مهدي آهي! ڏٺو ويو آهي ته ڪي طالب نفساني غرضن، سڌن ۽ خواهشن مطابق زندگيٰ گذارين ٿا! ڀلي هو ڪيترو به چون ته اسان سڌون ۽ خواهشون ڇڏي ڏنيون آهن پر هو نفساني خواهشن کي سڃاڻن ئي ڪونه ٿا! مگر نفساني سڌن جو سڃاڻيندڙ، هزارن ۾ ڪو هڪڙو هوندو!

**نڪتو 52:** هڪ ڀيري فرمايائون ٿي ته: ڪي ماڻهو پنهنجي پاڻ کي ولي پائين ٿا! (پر) انهن ۾ ولايت جو ڪو به اثر ڪونهي! ۽ جيڪو شخص پاڻ کي پرهيزگار ڀائي ٿو اهو به تقويٰ جو صاحب نه آهي. جيئن ته اولياءالله کي پاڻ تي نظر نه هوندي آهي، نڪي ٻين جي عيبن تي!

**نڪتو 53:** هڪ ڀيري پاڻ فرمايائون ٿي ته: هڪ بادشاهه جي شهر ۾

---

1- هن نڪتي جهڙو هڪ نقل ملفوظات شريف ڪبير، باب 13 جي فصل 5 ۾ آيل آهي!

ڪنهن بزرگ جي وفات ٿيڻ کان پوءِ، سندس مسند تي ڪو ٻيو بزرگ مسند نشين ٿيو! ان بزرگ جي زيارت ۽ قدم بوسي لاءِ، اهو بادشاهه ڪڏهن ڪڏهن وٽس ايندو هو، پر اهو درويش بادشاهه سان ڪجهه به نه ڳالهائيندو هو! بادشاهه ساڻس ڳالهائڻ لاءِ تمام گهڻو مشتاق هوندو هو! ان ولي شخص جا ڪي مائٽ ٻي هنڌ رهندا هئا، انهن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته اسان جو فلاڻو عزيز، هيڏي وڏي مرتبي تي پهچي ويو آهي! جو بادشاهه به ساڻس ڳالهائڻ لاءِ سڪي ٿو! پاڻ ڪي ان وٽ هلڻ گهرجي ته جيئن اسان کي بادشاهه کان انعام اڪرام وٺي ڏئي؟ اها صلاح ڪري اهي شخص ان بزرگ وٽ اچي ويٺا! جڏهن بادشاهه ان پلاري شخص جي ملاقات لاءِ آيو ته ان بزرگ، بادشاهه سان ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ کيس فرمايائين ته: هي (منهنجا عزيز ٻري کان آيا آهن) سي پنهنجو اڌ منهن ڪارو ڪري آيا آهن، ۽ ٻيو اڌ منهن جو تون ڪارو ڪرين! تڏهن بادشاهه چيو ته جيڪو به انهن جو ڪم ڪار هوندو سو انشاءالله ڪندس! ان کان پوءِ بادشاهه ان بزرگ کان سوال پڇيو ته حضرتا! ڪهڙو سبب آهي جو دنيا اندر مرجع خلق (مخلوق جي رجوعات) ٽن شخصن وٽ آهي (يعني خلق ٽن شخصن ڏانهن رجوع ٿيندي آهي) هڪ بادشاهه وٽ، ٻيو ولين وٽ ۽ ٽيون عالمن وٽ! مگر وفات کان بعد ۾ ٻن جماعتن (عالمن ۽ بادشاهن) وٽ خلق جي رجوعات بند ٿي ويندي آهي! باقي ولين وٽ وفات کان بعد به خلق جي رجوعات رهندي آهي؟ جواب ۾ بزرگ فرمايو ته اصل مرجع اهي نه هوندا آهن، بلڪ اسم اعظم هوندو آهي! بادشاهن کي اسم اعظم پيشاني ۾ ٿيندو آهي، جيڪو مرڻ کان پوءِ ان مان سلب ڪيو ويندو آهي! عالمن کي اسم اعظم زبان ۾ ٿيندو آهي، جيڪو ان مان به ملڪ الموت سلب ڪري ٿو وٺي! پر اولياء الله کي اسم اعظم دل ۾ هوندو آهي، ملڪ الموت کي طاقت نه آهي، جو اهو اولياء الله جي دل مان ڪڍي سگهي! هڪ ٻي بزرگ حضرت مرشد ڪريم قدس سره جن کان سوال پڇيو ته سائين! ظاهر جي عالمن کي دنيا مان ڇا هٿ آيو آهي؟ فرمايائون ته: انهن جي نظر

صرف ڪل تي ٻڌي آهي ۽ ڪين صرف شريعت پاڪ جي (ظاهري متابعت واري) ڪل، حقيقت جي (اصلي اخلاص واري) مغز ڪان خالي هٿ آئي آهي!

**نڪتو 54:** هڪ وقت فرمايائون ٿي ته ڪنهن بزرگ، الله تعاليٰ جو خواب ۾ مشاهدو ڪيو ۽ درگاهه معليٰ ۾ عرض ڪيائين ته يا الاهي! تنهنجي بارگاهه ڪبريائي جي لائق، سڀ کان وڌيڪ مناسب ۽ بهترين تحفو ڪهڙو آهي؟ جواب ۾ ٻڌائين ته اسان جي بي پرواهي واري دربار ۾ سڀ ڪجهه موجود آهي! مگر عاجزي نهٺائي ۽ بي وسي ڪانه آهي! ان کان وڌيڪ بهتر تحفو اسان جي درگاهه معليٰ ۾ ٻيو ڪجهه به نه آهي! پوءِ طالب کي جڳائي ته هميشه عاجزي انڪساري ۽ بي وسي کي پنهنجي عادت بنائي، (جو اها الله تعاليٰ جي درگاهه ۾ وڌيڪ پسند آهي)

**نڪتو 55:** هڪ دفعي فرمايائون ٿي ته ڪامل انسان "عالم امر" ۽ "عالم خلق" جو جامع آهي! ڪامل انسان جو دُن عرش عظيم آهي! ان کان مٿي پنج لطيفا آهن، جن کي گڏي عالم امر چئبو آهي! ۽ ان (منزل) ۾ پهچڻ وارا هيئن چون ٿا:

**من خدايم من خدايم من خدا - فارغم از ڪبر ڪينه واز هوا**

(انهن لفظن چوڻ وارا) ان وقت مطلق حق هوندا آهن! ۽ دن کان هيٺ "عالم خلق" جو آهي! ان ۾ چار عناصر (مٽي، پاڻي، باهه ۽ هوا) ۽ پنجون نفس شامل آهي! اتي نفس مان مراد، اها موهوم هستي (خيالي وجود) آهي! جو ان (منزل) ۾ ذوق ۽ شوق جي ڪري، پاڻ تي عبديت کي لازم ڪيو اٿس! عاز جي وقت اهي ڪامل مرد جيڪي "طالب المولي مذڪر" جي مصداق هوندا آهن سي پنهنجا هٿ دن جي هيٺان رکي پاڻ کي عالم خلق (عبديت) ۾ ڄاڻي واڻي بندگي ۽ عبوديت ۾ مشغول ڪن ٿا! ۽ ڪا به گهڙي بندگي کي نه ڇڏيندا آهن! جيئن هي بيت آهي:

**منم آن بندهء مرد تمامي ، ڪند باخواجگي ڪار غلامي**

(آئون ان ڪامل مرد جو غلام آهيان، جيڪو سرداري هوندي به غلامي جو

ڪم ڪري ٿو!)

مگر دن جي مثان، جو عالم امر آهي، انهي باڻهو نہ آهي، بلڪ حق آهي! زالون جيڪي "طالب العقبيٰ مؤنث" جي مصداق آهن، سي پنهنجا هٿ سيني تي ٻڌن ٿيون ۽ پنهنجي حقيقت کي نہ سڃاڻن ٿيون، ۽ عالم امر جي ڪين ڪا بہ ڄاڻ نہ آهي، سڀ جو سڀ! سٺي کان ڀيرن تائين عالم خلق جو آهن. (1)

**نڪتو 56:** هڪ ڏينهن پاڻ فرمائي رهيا هئا، تہ مرد لاءِ ٽي ڪپڙا ڪفن جا آهن. جن مان مراد، ڪلمو شهادت، نماز ۽ روزو آهي، ۽ زالن لاءِ پنج ڪپڙا ڪفن جا آهن! جن مان مراد شهادت جو ڪلمو، نماز، روزو، حج ۽ زڪوات فرض آهي، الله تعاليٰ جي مردن (ٻانهن) جي نماز محض الله تعاليٰ جي، ذاتي قرب ۽ حق تعاليٰ جي مشاهدي جي محبت ۽ شوق لاءِ هوندي آهي! جيڪو ڪين هن ئي جهان ۾ هتي هٿ حاصل ٿيندو آهي! ۽ ٻيا نيڪ شخص، بهشت، حورن قصورن جي حصول ۽ دوزخ جي عذاب کان بچاءَ لاءِ نماز پڙهندا آهن، ڇاڪاڻ تہ سندن نماز ۾، محبت الهي ۽ ديدار حقيقي جو ڪوبہ حصو نہ هوندو آهي! نقد (روڪڙ) کي ڇڏي، اوڌر جي آسري تي مزوري ڪندا آهن! دنيا جا طالب جيڪي "مخنث" (کدڙا) آهن، سي حق تعاليٰ جي ديدار ۽ بهشت، حورن قصورن کان بي نصيب آهن، اهي جيڪي بہ ڪن ٿا، سو دنيا جي حاصل ڪرڻ لاءِ، باقي بهشت جي اميد ۽ دوزخ جي خوف کان گهٽ ڪن ٿا. (2)

**نڪتو 57:** هڪڙي وقت حضرت پير دستگير قدس سره جن فرمايو تہ: حضرت آدم عليه السلام کان جو معصيت ۽ نافرماني صادر ٿي هئي، مگر ان هوندي بہ هو معصوم آهي! ڇاڪاڻ تہ اها نافرماني بہ حق سبحانه وتعاليٰ جي قرب جي ڪري ٿي هئي! جيئن جو ٻڌو هئائين تہ هن وڻ کي جيڪي کائيندين، تہ بهشت ۾ هميشه رهندين، جو ان وڻ کي

1- هن نڪتي جهڙو نقل، ملفوظات شريف ڪبير ۾ باب 11 جي فصل 3 ۾ آيل آهي.
2- هن نڪتي جهڙو، هڪ نقل ملفوظات شريف ڪبير، باب 8 جي فصل 4 ۾ آيل آهي!

"شجرةالخلد" چون ٿا! اها ڳالهہ ابليس لعين چئي هئي! ۽ اهو بہ ٻڌو هئائين تہ جيڪڏهن ان وڻ مان نہ کائيندين تہ بهشت مان ٻاهر ايندين، اهو ٻڌي ڪٽڪ جو داڻو کاڌو هئائين، جنهن ڪري ڪانئونس قصور صادر ٿي پيو! ليڪن حضرت آدم عليہ السلام کي نفساني ارادو هرگز ڪونہ هيو! جيئن قرآن مجيد ۾ آهي: ولم نجدله عزما (يعني ان ۾ اسان سندس (حضرت آدم عليہ السلام جو) ارادو نہ ڏٺو) داڻي کائڻ جو سبب (سندس خيال موجب) صرف اهو هيو تہ متان نہ کائڻ جي ڪري، حق سبحانہ وتعاليٰ جي قرب کان پري ٿي وڃان! ابليس لعين بہ سجدو ڪونہ ڪيو هو، جنهن سبب جي ڪري بي فرمان ٿي پيو، جو حق تعاليٰ جو امر بجاءِ نہ آندائين ۽ سندس اها نافرماني تڪبر جي ڪري هئي! جو چيو هئائين تہ: انا خير منہ! (يعني آئون آدم عليہ السلام کان ڀلو آهيان) ان سبب جي ڪري لعنتي ٿي نڙجي ويو! حضرت آدم عليہ السلام ترڪ نهي جو ڪيو هو، ۽ ابليس لعين ترڪ امر جو ڪيو! انهن ٻنهي ۾ فرق آهي! جڏهن تہ حضرت آدم عليہ السلام جي معصيت حق تعاليٰ جي محبت ۽ قرب سبب هئي ۽ نفساني ارادو ڪونہ ڪيو هئائين! تنهن ڪري ان هوندي بہ معصوم آهي! پر ابليس لعين امر جو ترڪ وڏائي جي ڪري ڪيو هو، جو چيو هئائين تہ: خلقتني من نار وخلقتہ من طين (تون مون کي باهہ مان پيدا ڪيو ۽ ان (آدم عليہ السلام) کي مٽيءَ مان بنايو) ان سبب جي ڪري حق تعاليٰ جي بارگاهہ مان نڙجي ويو، اهڙي طرح انبياء عليهم السلام ۽ اولياء ڪرام کان بہ لغزش ٿا ڪرائين! تہ جيئن مغفرت واري خزاني مان فائدو ونن! ڇاڪاڻ تہ مغفرت لاءِ گناهہ جو هجڻ لازم آهي! جيڪڏهن گناهہ ظاهر نہ ٿيندا تہ مغفرت (بخشش) جا دروازا بہ بند هونداءِ بخشش جو خزانو بہ تہ گنهگارن کي ٿي عطا ڪيو ويندو!

**نڪتو 58:** هڪ ڀيري حضرت پير دستگير قدس سره جن فرمائي رهيا هئا تہ ڪامل اولياءالله، حق سبحانہ وتعاليٰ جي صفتن سان سينگاريل هوندا آهن! ڪڏهن ڪٿي انهن کان ڪو گناهہ ٿي بہ پوندو آهي تہ پوءِ ان گناهہ کان

موڻ جي ڪري، انهن تي بارگاهہ الاهي مان بي انداز انعام ۽ رحمت نازل ٿيندي آهي! جيئن حضرت يوسف عليہ السلام پنهنجو سونو ٿوبو (ان ماپڻ جو ٿانو) بن يامين جي ان واري ٻوري ۾ رکائي، وري ان جي ڳولا ڪرائي، بن يامين جي ٿي ٻوري مان ڪيدرايو هٿائين! سو ابن يامين ماڻهن جي نظر ۾ تہ چور ٿي پيو، پر حضرت يوسف عليہ والسلام وٽ پياءُ هيو! اهو ٿانو ڪي لڪائي، ان تي چوري جي تهمت لڳائڻ، ڪو دشمني جي ڪري ڪونہ هيو، پر بن يامين سان محبت ۽ قرب جي ڪري (پاڻ وٽ رهائڻ جو حيلو) هيو!

**بن يامين راعجب حالت بنگر - در صحرا دزد ودر خانه برادر**

(بن يامين جي عجب جهڙي حالت ڏس، جيڪو رڻ ۾ چور تہ وري گهر ۾ پياءُ هو) الله تعاليٰ جي ولين ڪان بہ جيڪا لغزش ۽ قصور ڪرايو ٿو وڃي، ان جو مثال بہ ان جهڙو آهي! جنهن جي راز جي سمجهہ ۽ خبر ڏورن جهڙن عام ماڻهن کي ڪونہ آهي!

**نڪتو 59:** هڪ پيري حضرت پير دستگير قدس سره جن فرمائي رهيا هئا تہ: الله تعاليٰ جي ولين جو عارضي وجود بہ اياز جي گودڙي مثل آهي! جنهن ان گودڙي کي پنهنجي اڳوڻي عاجزي واري حالت ڏيکارڻ لاءِ پاڻ وٽ سنڀالي رکيو هو! عارفن بہ بشريت واري گودڙي اهڙي طرح پاڻ تي ڍڪي آهي! جيئن چوڻي آهي: **جز عجز و بيچارگي نقد ندارد خواجگي!** (يعني سرداري لاءِ عاجزي ۽ بي وسي کان سواءِ، ٻي ڪا روڪڙ ڪانہ آهي!)

**نڪتو 60:** هڪ ڏينهن حضرت پير دستگير قدس سره جن فرمايو تہ: عارف شخص جو وجود گلاب جي گل مثل آهي! جنهن جي فيض جي سرهاڻ هر خاص۽عام جي دماغ کي (سندس دلي ارادت مطابق) پهچندي آهي! عارفن جو ڪلام وري عرق گلاب جي مثل آهي، جو انهن جي وصال کان پوءِ هر هڪ شخص پنهنجي پنهنجي قابليت ۽ اهليت مطابق انهن جي فيض جي خوشبوءِ سان، پنهنجي دماغ ۽ روح کي معطر ڪندو رهندو آهي. (1)

1 - هن نڪتي جهڙو، هڪ نقل ملفوظات شريف ڪبير باب 4 جي فصل 7 ۾ بيان ٿيل آهي!

**نڪتو 61:** هڪ ڀيري حضرت پير دستگير قدس سره جن پنهنجي زبان مبارڪ سان فرمايائون ته: دنيادارن سان دوستي گهٽ ڪريو! ائين فرمائي، حضرت ميان صاحب نور الله مرقده جن ڪان نقل بيان فرمايائون ته: حضرت والد معظم قدس سره جن اسان کي ڪيترا ڀيرا وصيت فرمائي هئي ته، بابا دنيادارن جي اعتقاد تي ڀروسو نه رکجو، توڙي جو هو پنهنجو پٽ کڻي اوهان جي مهماني ڪن، ته به جاڻجو ته اهو سندن پٽ جو کڻڻ به ذاتي مطلب ڪان خالي نه هوندو! (يعني اهي اوهان سان پوءِ به مخلص نه هوندا.) (1)

**نڪتو 62:** هڪ ڀيري فرمايائون ٿي ته: دنياوي دوستي جو مثال، هن طرح آهي جيئن ڪنهن بادشاهه جا به غلام هئا! تن مان هڪ بادشاهه تي عاشق هيو ۽ ٻيو ڪنهن ڌاري عورت تي عاشق هيو! بادشاهه ٻنهي کي ڪنهن ڪم سان ٻاهر موڪليو! جيڪو غلام بادشاهه تي عاشق هو، تنهن رات ڏينهن ڪري ان ڪم لاءِ ڪوشش ڪئي ته جيئن هي ڪم جلدي ڪري وڃي بادشاهه سان ملان! ۽ هو ٻيو غلام جيڪو پرائي عورت تي عاشق هيو، سو بادشاهه جي ڪم کي ڇڏي وڃي، ان عورت سان وڃو (۽ ائين ڪافي عرصو گذاري ڇڏيائين) ان ڪان بعد بادشاهه ان ٻنهي غلامن کي ماڻهو موڪلي پاڻ وٽ گهرايو!

(پاڻ وڌيڪ فرمايائون ته): جيڪو غلام بادشاهه تي عاشق هيو، ان کي ٻه خوشيون مليون جيئن حديث شريف ۾ آهي: للصائم فرحتان، يعني روزائت کي ٻه خوشيون ٿينديون (هڪ روزي کولڻ وقت، ٻي الله تعاليٰ جي ديدار وقت) اهڙي طرح ان غلام کي به ٻه خوشيون ٿيون! هڪ ته بادشاهه سان ملاقاتي ٿيو! ٻيو ته بادشاهه جي ڏسيل ڪم کي پوري ڪرڻ سببان بادشاهه جو وڌيڪ قرب حاصل ڪيائين (تنهن لاءِ هو ڪلندو خوش ٿيندو ۽ ڊوڙندو آيو) پر ان ٻي غلام کي: خسر الدنيا والاخرة (يعني دنيا ۽ آخرت ۾ نقصان) جي مصداق ٻه غم ٿيا! هڪ ته ڪيس ان معشوقه عورت جي جدائي جو غم ۽ ٻيو بادشاهه سلامت جي ڪاوڙ جو غم! ان حالت ۾ ڇا چوندو؟

---

1- ملفوظات شريف ڪبير ۾ هن نڪتي جهڙو هڪ نقل باب 6 جي فصل 1 ۾ آيل آهي.

افسوس جيڪر مون کي بادشاهہ جي روبرو نہ وٺي وڃن ۽ هتي ئي مٽي ۾ پوري ڇڏين: ياليتني ڪنت ترابا (جيڪر تہ آئون مٽي هجان ها) الله تعاليٰ جي دربار ۾ انبياء عليهم السلام ۽ اولياء ڪرام جو حال ۽ گمراهن جو حال بہ ان طرح آهي!

**نڪتو 63:** هڪ ڀيري عبدالله فقير ڪاتيار کي فرمايائون ٿي تہ: انهن خيالن کان ناز اچ ۽ پاڻ کي عبدالله (الله جو ٻانهو) سمجهہ ۽ توبه تائب ٿي؟ ۽ هٿ ڪمن کان رجوع ٿي، خداوند ڪريم جي حضور ۾ توبه ڪر؟ مذڪوره فقير رندي ۽ قلندرانه مشرب رکندو هو! (بيخودي ۾) ڪڏهن نماز بہ ڪونہ پڙهندو هو ۽ گهڻو ڪري ان حالت ۾ رقص ڪري صوفيانه ڪلام چوندو هو ۽ حضرت مرشد ڪريم جن کي سڪر جي حالت ۾ پنهنجو خدا ڪري پائيندو هو! ان حالت ۾ مٿئين عاشق (عبدالله فقير) پير سائين جن کي عرض ڪيو تہ: اي سائين توبه ڪرڻ جي معني آهي پنهنجو ڏوهہ قبول ڪرڻ ۽ ڏوهہ جي تهمت سر ني ڪڻڻ! سو مون کي بہ توبه ڪرڻ کان توبه آهي ان وقت وجد ۽ مستي ۾ اچي غير شرعي ۽ شرڪ آميز شعر چوڻ لڳو! پوءِ پاڻ ڪريمن ڪيس فرمايو تہ: عارف کي گهرجي تہ دن تائين (جنهن مان مراد عرش عظيم آهي) پاڻ کي ڍڪي ان کان مٿي اگهاڙو هجي تہ جائز آهي! مگر پوءِ بہ ڪپڙا ڍڪڻ تقويٰ آهي. (1)

---

1- هن نڪتي جهڙا، بہ نقل ملفوظات شريف ڪبير، باب 2 جي فصل 3 ۽ باب 8 جي فصل 4 ۾ آيل آهن. اي عزيز: وجد ۽ بي خودي سبب جيڪڏهن ڪنهن صاحب حال کان، غير شرعي الفاظ ۽ غير شرعي حرڪتون صادر ٿي پون تہ انهن مطابق هرگز اعتقاد رکڻ نہ گهرجي! بلڪہ ڪامل مرشد جو ڪم آهي تہ اهڙي مغلوب الحال مريد جي بہ رهنمائي فرمائي! جيئن مٿئين نڪتي ۾ آهي تہ عبدالله فقير ڪاتيار کي حضرت مرشد معظم روضي وارن رضي الله تعاليٰ عنه اهڙن خيالن کان رجوع ڪرڻ ۽ توبه تائب ٿيڻ لاءِ زور ڀريو ۽ ڪيس شريعت پاڪ جي دائري اندر رهڻ جي سختي سان هدايت فرمائي! ۽ مريد کي مرشد ۾ جيڪو ويساهہ ۽ عقيدو رکڻ کپي. ان لاءِ حضرت مرشد ڪريم جن جو هي فرمان مبارڪ مشعل راهہ آهي. فرمائين ٿا: مريد کي پنهنجي مرشد ڏي ويساهہ ۽ ارادو شريعت موافق رکڻ کپي. نصارن وانگر زيادتي نہ ڪرڻ گهرجي جو (انهن) پنهنجي نبي کي ابن الله (الله جو پٽ) چئي، وڃي نيٺ گمراهي جو نتيجو حاصل ڪيائون! (مترجم)

**نڪتو 64:** هڪ دفعي خليفي محمود نظاماڻي عليه الرحمة، جيڪو حضرت مرشد ڪريم جن جو مجاز مطلق ۽ خليفو برحق هيو! پير سائين جن جي حضور پر نور ۾ عرض پيش ڪيو تہ حضرتا، عشق واري سڪرات ۾ نماز، جيڪا مومن جو معراج آهي سا وسري ٿي وڃي؟ ڪيس فرماياٿون تہ: اي ادا! ان حالت ۾ اصل نماز ٿي تہ ٻانهي واسطي (ديدار الهي لاءِ) عينڪ ٿئي ٿي، ۽ درياهہ جو (سنو) تارو اهو هوندو آهي، جيڪو ڇولين ۾ پنهنجيون اکيون ۽ ڪن بند نہ ڪري ٿو. (1)

**نڪتو 65:** هڪ ڏينهن حضرت پير دستگير قدس سره جن مسجد شريف کان پنهنجي حويلي مبارڪ ڏانهن اچي رهيا هئا! رستي تي (پنهنجي) صاحبزادي ميان محمد ياسين شاهہ (اول) کي (جيڪو ننڍڙو هو) مٽي ۾ پريل ڏسي وٽس ويهي، سندس منهن ۽ مٿو صاف ڪري هنج ۾ ويهاريائون! ان ئي مهل ڏٺو تہ حضرت مرشد ڪريم سن جي منهن مبارڪ جو رنگ بدلجي ويو! پاڻ واپس ٿي مسجد شريف ۾ مراقبو ڪري ويهي رهيا! ايتري ۾ ڪنهن ماڻهو اچي ٻڌايو تہ صاحبزادي ميان محمد ياسين کي الائي ڇا ٿي ويو آهي؟ جو پنهنجي هوش ۾ ڪونهي ۽ سڪرات واري حالت ٿي وئي اٿس (تنهن ڪري) حضرت جن کي هلڻ گهرجي؟ مگر پير سائين جن پنهنجي منهن مبارڪ کي مراقبي مان مٿي ئي نہ ڪنيو! ايتري ۾ ٻہ ٽي پيا ماڻهو بہ پاڻ ڪريمن کي سڏڻ لاءِ آيا نيٺ صاحبزادي جي وفات جي خبر آئي! پوءِ پاڻ مراقبي مان مٿو مبارڪ ڪڍي شڪراني جو نفل پڙهيائون! سلام کان پوءِ جماعت ڏانهن منهن مبارڪ ڪري ويٺا، ۽ فرمايائون تہ اي يارو! محبوب جي حالت کي زبان سان ٻڌائڻ تہ مشڪل آهي! پر اوهان جي هدايت خاطر توهان کي ڪجهہ ٻڌايان ٿو جو الله تبارڪ و تعاليٰ جي ذات پاڪ ايتري تہ غيرت واري آهي، جو جيئن سرور عالم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي تہ: آئون غيرت وارو آهيان ۽ مون کان وڌيڪ الله تعاليٰ کي غيرت آهي!

---

1- ملفوظات شريف ڪبير ۾ هي نڪتي جهڙا، بہ نقل باب 7 جي فصل 3 ۽ باب 8 جي فصل 4 ۾ آيل آهن! جنهن ۾ خليفي صاحب پنهنجي ماجرا بيان ڪئي آهي!

هڪ گهڙيءَ ۾ رب العزت اينتري نه غيرت ۾ اچي ويو، جو اوهان پاڻ ڏٺو! جن ماتهن مال، عيال ۽ پنهنجي جان سان اينتري دل لاتي آهي، سي (محبت الهي جي) گهڙي حجت ڪندا؟ ايئن فرمائيندا رهيا، ۽ اکين مبارڪن مان موتين جهڙا لڙڪ ڳاڙيندا رهيا ۽ جملہ جماعت بہ روح ۽ راڙي، وجد ۽ مستي ۾ مستغرق هني! ڪافي وقت گذري ويو آهي، پر زبان ان حسن بيان (جي ڪيفيت) بڌائڻ کان گونگي آهي! گهڻي وقت کان پوءِ پاڻ اٿيا ۽ صاحبزادي جي ڪفن دفن وغيره ۾ شامل ٿيا. (1)

**نڪتو 66:** هڪ ڀيري حضرت پير دستگير قدس سره جن، سوئي شريف جي مسجد شريف ۾ سيد صاحب ميان حسن شاهه جيلاني (جيڪو حضرت جن جي وڏن خليفن ۽ پيارن مريدن مان هو) وٽ صبح جي نماز کان بعد جماعت جي سامهون ويٺا هئا! اوچتو سيد صاحب جون اکيون مبارڪ پاڻي سان ڀرجي آيون، ۽ سندس منهن مبارڪ ڳاڙهو ٿي ويو! جوش ۾ اچي چوڻ لڳو تہ حضرتنا! اڄ مون کي اجازت ڏيو تہ آئون اعلان ڪريان تہ سيئي ماڻهو اوهان جي زيارت فيض بشارت هن هنڌ ڪن! ۽ جنهن بہ اڄ اوهان جي زيارت ڪئي ۽ اوهان کي ڏٺائين، تنهن تي دوزخ جي باهہ حرام آهي! حضرت جن مرڪي فرمايو تہ اي محبوب! اها تہ اوهان جي ولايت آهي! جڳائي تہ ائين ٿو جو توهان ئي پنهنجو منهن مبارڪ خلق کي ڏيکاريو! سيد صاحب عرض ڪيو تہ اي محبوب! منهنجو ايمان ۽ عقيدو اوهان ئي آهيو! آئون ڇا آهيان ۽ ڪير آهيان جو پنهنجو منهن ڏيکاريان! آئون تہ اوهان جي ئي ذات والاصفات جي ڪمترين ۽ ننڍڙن غلامن مان هڪ غلام آهيان! آخر پاڻ سيد صاحب جي رضا لاءِ اجازت ڏيڻ فرمايائون! سيد صاحب جوش ۾ اٿي بيهي پڙهو ٻي ڏنو تہ اي خدا پاڪ جا ٻانهوءَ! اچو ۽ اچي منهنجو محبوب ڏسو، پاڻ تي دوزخ جي باهہ حرام ڪرايو؟ ان اعلان تي خلق جو اينترو تہ انبوهہ اچي گڏ ٿيو جو ويهڻ جي جاءِ نتي ملي! صبح کان وني وبندي اڳين نماز تائين پير سائين جن مسجد شريف ۾ وعظ ۽ نصيحت فرمائڻ ۾ مشغول ويٺا رهيا ۽ فرمايائون ٿي

1- هي نڪتي جهڙو هڪ نقل، ملفوظات شريف ڪبير، باب 12 جي فصل 3 ۾ بيان ٿيل آهي!

تہ: فقير ڇا آهي؟ اهو تہ مٽي جي مثل آهي! جيڪا ڪٿي سٽي پاڻي ۾ پسائبي آهي! فقير ڪي ڄڃائي تہ مال عيال، بلڪہ نفس کان بہ بيزار هجي! ڪيترائي الله تعاليٰ جا اهڙا بندا آهن، جيڪي ڪنهن کي بہ نہ رنجائيندا آهن پر ڪي ٿورا اهڙا هوندا، جيڪي ڪنهن جي رنجائڻ سان رنج نہ ٿين! (1)

**نڪتو 67:** هڪ ڀيري حضرت پير دستگير قدس سره جن رياست بهاولپور (جي حدود) ۾ رستي سان جماعت سميت وڃي رهيا هئا! رياست جي نوابن جو هڪ ملازم خانپور شهر (غالباً خانپور ڪٽورا) کان ٻاهر پنهنجي اٺ جي ڳولا ۾ ٻي ويو! اوچتو ان جي نظر پير سائين جن جي جماعت تي پيئي! تڏهن ان شخص اچي حضرت مرشد ڪريم جن جي ذات والاصفات جي قدم بوسي ڪئي ۽ ڪجهہ پنڌ پيادل پير سائين جن سان گڏجي هليو! ان کان پوءِ (واپس ٿيڻ جي) موڪل گهربائين؟ پاڻ ڪريمن ان کي فرمايو تہ اي ادا! ڪيترا ڏينهن اٺ جي طلب ۾ رهندين؟ ڪم اهو ڪر، جيڪو سڀاڻي ڪم اچيئي؟ هي جيڪا حياتي آهي، سا انسان کي غنيمت ڪري ڏني وئي آهي! پنهنجي دل کي هن ڪميني دنيا کان ڇني مضبوط يقين ۽ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي دين سان محڪم ٻڌڻ گهرجي! اهڙيءَ طرح ڳچ تائين فرمائيندا رهيا! تان جو ان ملازم جو منهن بدلجي ويو ۽ جوش ۾ اچي بيهوش ٿي ويو! ڪجهہ وقت تائين غش پيو هو ۽ پير سائين جن گهوڙي تي بيٺا رهيا! جڏهن اهو ملازم هوش ۾ آيو تہ مريد ٿيڻ لاءِ عرض ڪيائين؟ پوءِ حضرت مرشد ڪريم جن ڪيس اتي (سلسلي ۾ داخل فرمائي) مريد ڪيو! ان کان پوءِ اهو شخص خانپور جي اوسي پاسي سفر ۾ پير سائين جن سان گڏ هيو! پوءِ اجازت وٺي هليو ويو! ڳالهہ ٿا ڪن تہ پاڻ ڪريمن جي اجازت کان پوءِ اهو شخص وري پنهنجي شهر ۾ (واپس) نہ ويو ۽ اتي ئي جهنگل ۾ حجرو ٺاهي ويهي رهيو هو! جيستائين جيئرو هيو تہ ياد الاهي ۾ مشغول

1- حضرت مرشد ڪريم جن الله تبارڪ وتعاليٰ جي بندن جي جيڪا وصف ٻڌائي آهي تہ: اهي ڪنهن جي رنجائڻ سان رنج نہ ٿيندا آهن. اها وصف خود حضرت پير سائين قدس سره جن ۽ سندن اولاد اطهار ۾ بدرجہ اتم تاحال موجود ڏسڻ ۾ اچي ٿي! (مترجم)

رهيو ۽ انساني ضرورت کان سواءِ ان حجري مان ٻاهر نہ نڪتو، تان تہ وفات کان پوءِ سندس لاش حجري مان ٻاهر ڪڍيائون!

**نڪتو 68:** هڪ وقت حضرت پير دستگير قدس سره جن مون کي فرمايو تہ اي ادا محمد حسين! فقير، دانشمند ۽ صوفي ڪنهن کي چوندا آهن ۽ درويش، زاهد ۽ عارف ڪير آهي؟ مون عرض ڪيو تہ حضرتنا! اوهان سمجهايو جو ڪل عقل اوهان جي ذات مبارڪ آهي، هن ٻندي تي مهرباني فرمائي ڪجهہ سمجهايو؟ فرمايائون تہ فقير ۾ چار حرف (ف، ق، ي ۽ ر) آهن. ف مان مراد فاقه ڪڍڻ، ق مان قيام شب، رات جو جاڳڻ ۽ ڏينهن جو عبادت ڪرڻ مراد آهي، ۽ ي مان مراد هر هڪ ۾ يقين ڪرڻ ۽ ر مان مراد آهي تہ خداوند ڪريم جي رحمت ۾ اميدوار هجڻ گهرجي. (1)

دانشمند ۾ ست حرف (د، ا، ن، ش، م، ن، د) آهن! دال معنيٰ دنيا کي ٽي طلاقون ڏئي، الف معنيٰ آخرت کي طلبي، ن معنيٰ نصيحت چوندڙ هجي، ش معنيٰ شريعت محمدي صلي الله عليہ وسلم لاءِ ڪوشش ڪري، م معنيٰ مسڪين ٿي زندگي گذاري، ن معنيٰ نشست برخواست (تعلق) الله تعاليٰ ڪان سواءِ، ڪنهن ٻي سان نہ رکي ۽ د معنيٰ دين جي حفاظت ڪري!

صوفي ۾ چار حرف (ص، و، ف، ي) آهن. ص معنيٰ اندر جو صادق هجي، و معنيٰ وفا ڪندڙ قول جو هجي، ف معنيٰ فاني نفس هجي ۽ ي معنيٰ ياري (مدد) الله تعاليٰ کان طلبي!

درويش ۾ پنج حرف (د، ر، و، ي، ش) آهن. د معنيٰ دنيا کي طلاق ڏئي! ر معنيٰ دنيا جو رنج سهي! و معنيٰ وجه حلال يعني حلال روزي حاصل ڪري! ي معنيٰ ياري (مدد) الله تعاليٰ کان طلبي! ش معنيٰ شريعت محمدي صلي الله عليہ وسلم تي عمل ڪري!

زاهد ۾ چار حرف (ز، ا، هہ، د) آهن. ز معنيٰ زينت ترڪ ڪري ڇڏي، الف

---

1- ملفوظات شريف ڪبير ۾ فقير بابت حضرت مرشد ڪريم جن جو هڪ قول مبارڪ نقل فرمايل آهي تہ: طالب اهو شخص آهي جنهن کي خودي وسريل ۽ خدا ياد هجي ۽ فقير انهيءَ کي جنسو اهو جنهن کي نہ خودي ياد هجي ۽ نہ خدا، ٻئي وسريل هجن! (ڏسو باب 4 جو فصل 4)

معني آخرت کي اختيار ڪري، هہ معنيٰ هواءِ نفس يعني نفساني سڌون ڦٽي ڪري، د معنيٰ دنيا کي طلاق ڏئي.
عارف ۾ چار حرف (ع، ا، ر، ف) آهن! ع معنيٰ عالي همت هجي! الف معنيٰ الله پاڪ کي ياد ڪري! ر معنيٰ هر حال ۾ راضي هجي! ف معنيٰ فارغ جهان ۽ خلق کان هجي!

**نڪتو 69:** هڪ دفعي حضرت پير دستگير قدس سره جن سان گڏ ٿر جي سفر ۾ پئي وياسون! رستي ۾ ڪجهہ ماڻهو ڊوڙندا آيا ۽ حضرت مرشد ڪريم جن جي قدم بوسي ڪري، سندن سواري مبارڪ جي واڳ کي وٺي پنهنجن گهرن ڏانهن ڇڪي، دعوت ۽ مهماني کائڻ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳا؟ پير سائين جن بہ انهن جي دلجوئي خاطر خاموش رهيا ۽ انهن سان گڏ سندن ڳوٺ ڏانهن روانا ٿيا! تنهن تي ان علائقي جي ڪجهہ معتبر مريدن حضرت مرشد ڪريم جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ حضرتا! هي ماڻهو چور آهن! ڦر، چوري ڪرڻ ۽ حرام کائڻ کان سواءِ انهن جو ٻيو ڪو بہ ڪم ڪونہ آهي! ان قوم جو ڪم ئي اهو آهي، تنهن ڪري انهن جي دعوت ۽ مهماني قبول نہ فرمايو؟ پاڻ ڪريمن جواب ۾ فرمايو:

**مردعارف رانهي دارد زبان - گر خورد او زهر قاتل راعيان**

(جيڪڏهن عارف مرد قاتل زهر کائيندو تہ بہ اهو ان کي نقصان نہ ڏيندو!) ۽ فرمايائون تہ باري تعاليٰ جي مرضي هيئنان جيڪو راز مخفي ۽ پردي اندر آهي، سو جلد پنهنجي حجاب (پردي) مان ظاهر ٿيندو! پوءِ سيني کٽي مان ڪٽي ۽ پاڻ اوڏانهن روانا ٿيا ۽ دعوت قبول فرمايائون! دعوت کان پوءِ ان ڳوٺ جا سڀ ننڍا وڏا مرد ۽ عورتون چوري ۽ سيني گناهن کان سچي دل سان توبہ تائب ٿيا، ۽ پير سائين جن جي بيعت ڪري مريد ٿيا! پوءِ حضرت مرشد ڪريم جن فرمايو هڪ دل کي الله تعاليٰ جي راهہ تي آڻڻ سو سال جي حلال کائڻ کان بهتر آهي:

**دل بدست آور کہ حج اکبر است - از هزاران ڪعبہ يک دل بهتر است .**

(دل هٿ ڪر (دل جو حضور هٿ ڪر) جو اڪبري حج اهو اٿئي؟ هزارين

ڪعبن (جي عبادت) کان هڪ دل (جو حضور هٿ ڪرڻ) بهتر آهي!)
فرمايائون ته: جيڪڏهن هي هڪ مشتبه يعني شڪ وارو لقمو نه کائون ها ته هي هيتريون دليون ڪيئن هٿ ڪريون ها؟ اميد ته منهنجي ان هڪ خطا کي هيترين سارين دلين کي الله تعاليٰ جي راهه تي آڻڻ جي عيوض ضرور بخشيو ويندو:

**شنيدم ڪه در روز اميدوبيم - بدان رابنيڪان ببخشد ڪريم**

(ٻڌو اٿم ته قيامت جي ڏينهن، الله تعاليٰ نيڪن جي طفيل بڇڙن کي به بخشي ڇڏيندو!)
قرآن مجيد ۾ آهي: وآخرون اعترفوا بذنو بهم خلطوا عملا صالحا و آخر سيئا عسي الله ان يتوب عليهم ان الله غفور رحيم!
(۽ ڪجهه ٻيا ٻانها) آهن جن پنهنجي گناهن جو اقرار ڪيو ۽ ملايائون هڪ ڪم سنو ۽ ٻيو خراب، عنقريب الله انهن جي توبه قبول ڪندو! بيشڪ الله بخشيندڙ مهربان آهي!)

**نڪتو 70**: هڪ پيري حضرت پير دستگير قدس سره جن سان گڏ ٻيڙي ۾ ويهي درياهه تي رهيا هئاسون! ڪي ماڻهو درياهه جي پرين پر ٻيڙي جي انتظار ۾ بيٺا هئا (اسان ٻيڙيءَ مان ڏسي رهيا هئاسون ته) اهي ماڻهو حضرت مرشد ڪريم جن جي ٻيڙي کي ايندو ڏسي خوش ٿي پيا! ان وقت پاڻ پنهنجي زبان وحي ترجمان سان فرمايائون ته شال مون کي به الله سبحانه وتعاليٰ جي وصال جي اهڙي خوشي حاصل ٿئي!

**نڪتو 71**: هڪ ڏينهن حضرت پير دستگير قدس سره جن فرمايو ته الله تبارڪ وتعاليٰ جي ديدار فرحت آثار لاءِ ڪوشش ڪريو! ان کان بعد هڪ نقل مثال طور بيان فرمايائون ته: هڪ بادشاهه هو، جنهن هڪ باغ تيار ڪرڻ جو حڪم ڪيو؟ جڏهن باغ ٺهي راس ٿيو ته ان ۾ قسمين قسمين ميوا گل هئا! وري بادشاهه حڪم ڪيو ته ان باغ ۾ محلاتون ناهي، انهن ۾ خزانا، ڳائڻيون، نچڻيون، ۽ عيش عشرت جو سامان ۽ ٻيون قيمتي شيون موجود ڪيون وڃن؟ ان کان پوءِ بادشاهه سموري لشڪر کي گهرائي چيو ته آئون هن باغ جي اندر لڪي ٿو وڃان! اوهان سڀئي ڪوشش ڪري مون کي

ڳولي لهي ڏسو؟ جڏهن بادشاهه ان باغ ۾ لڪي ويو ته سيئي بادشاهه کي ڳولڻ لاءِ ان باغ ۾ ويا، جڏهن ان باغ اندر طرحين طرحين نعمتون ڏٺائون ته گهڻن کان بادشاهه جي ڳولا ڪرڻ ئي وسري وئي ۽ هو انهن نعمتن ۾ مست ٿي ويا! ڪي دنيا ۽ تونگري ۾ لڳي ويا ۽ ڪي ڳائڻ ۽ نچڻ ۾ ته ڪي وري گلن جي نظارن ۾ ته ڪي ميون کائڻ ۾ مست ٿي ويا! پر جيڪي بادشاهه جا سچا عاشق ۽ سندس محبت ۾ فنا هئا، تن باغ جي ڪنهن به دل فريب ۽ سهڻي کان سهڻي شيءِ ڏانهن نهاريو به ڪين ۽ پنهنجي اکين ۾ "مازاغ البصر" وارو سرمون پائي، بادشاهه جي حضور ۾ پهچي سندس وصال ماڻيائون! ۽ جيڪي اڌورا عاشق ۽ بادشاهه جي رعب تاب کان ڊڄندڙ ۽ مطلبي هئا، تن ٿورو گهڻو باغ جو نظارو به ڪيو ۽ بادشاهه کي به وڃي لڌائون! باقي ٻيا جيڪي رڳو باغ جي نعمتن ۾ مست هئا، تن ڪجهه به نه ڪيو! ايتري ۾ بادشاهه پنهنجي پردي واري جاءِ مان نڪري جلوه افروز ٿيو! جيڪي سندس سچا عاشق هئا، تن کي اهو سمورو باغ حوالي ڪري ڇڏيائين ۽ پاڻ به انهن کان راضي ٿيو! ۽ جيڪي اڌورا عاشق يا مطلبي هئا، تن کي سزا ۽ ڏڪن ڌمڪن کان پوءِ ان باغ ۾ رهڻ لاءِ هڪ ڪنڊ ملي ۽ باقي جن باغ ۾ رڳو عيش عشرت کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه ڪيو هيو، تن کي باغ کان محروم ڪري عذاب واري جاءِ ۾ بند ڪري ڇڏيائين ۽ بادشاهه ڪائنئون سخت ناراض به ٿيو! (ان مثال کان بعد فرمايائون ته:) ظاهر آهي ته هي جهان به الله تعاليٰ جو مجازي باغ آهي! جنهن ۾ حق سبحانه وتعاليٰ جي ذات اقدس پوشيده آهي ۽ ان کان ٻاهر نه آهي! پوءِ جيڪو سندس جستجو ڪندو ته اهو ضرور لهندو! جيئن قرآن مجيد ۾ آهي: وان ليس للانسان الا ماسعيٰ (انسان جي لاءِ اهو ڪجهه آهي، جيڪا هو ڪوشش ڪندو!) اهڙي طرح قدسي حديث ۾ آهي: من طلبني وجدني (جيڪو مون کي طلب ڪندو سو مون کي لهندو.) مٿين مثال موجب هن جهان جي ماڻهن جا به ٽي قسم آهن! عاقل، نيم عاقل، ۽ ديوانا! عاقل اهي عارف باالله ڪامل مڪمل

شخص آهن، جيڪي الله تعاليٰ جي محبت ۽ معرفت کان سواءِ ڪجهه بہ نہ گهرندا آهن! نيم عاقل اهي صالح ٻانها آهن، جيڪي دوزخ جي خوف ۽ بهشت جي آسري تي صالح عملن سان پنهنجو مطلب لهندا آهن! ۽ ديوانا اهي ڪافر ۽ سڌڙيا آهن جن دنيا جي لذتن ۽ دنوي ڪاروبار کي ئي سڀ ڪجهه سمجهيو آهي! (۽ ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي حياتي وڃائي ڇڏي اٿن!) پوءِ جڏهن قيامت جي ڏينهن حق سبحانه وتعاليٰ پنهنجي حجاب واري پردي کان، ظاهر ٿي پنهنجو ديدار ڪرائيندو تہ سڀني انسانن جي حالت بہ ان بادشاهہ ۽ ان جي لشڪرين واري مٿئين مثال وانگر ٿيندي! (1)

**نڪتو 72:** هڪ دفعي حضرت پير دستگير قدس سره جن جي حضور ۾ ويٺا هئاسون، تہ ٻن فقيرن پاڻ ۾ ڪنهن ڳالهہ تي بحث ڪيو! تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ: فقيري ان طرح نہ هوندي آهي! فقيري خاڪ ٿيڻ آهي، جيڪا ڪٽيل ستيل ۽ پاڻي ۾ پسيل هجي!

**نڪتو 73:** هڪ ٻيري پاڻ فرمايائون تہ: ولي سڳورا ڪنهن کي نہ رنجائيندا آهن ۽ اهڙا تہ گهٽا آهن، پر ڪي ٿورا اهڙا هوندا، جيڪي ڪنهن ٻي جي رنجائڻ سان رنج نہ ٿين! (2)

**نڪتو 74:** هڪ وقت سندن صحبت ۾ ويٺو هوس! پاڻ فرمايائون تہ: مرشد ڪامل جي حضور ۾ دل کي حاضر ڪري ويهجي! جيڪڏهن دل حاضر نہ ٿئي تہ نہ ويهجي (جو اهڙي شخص کي فيض نہ ملندو) ۽ بي نصيب رهجي ويندو! پوءِ هي بيت فرمايائون:

**اڱڻ ڪيو اچن سڄڻ ساڻوڻ مينهن جيئن،**

**پاسي ٿي وسن، جي سڀ ڇماندر سکيون!**

ان کان پوءِ مثال ڏنائون تہ: جيڪڏهن ڪٿي گهور گهوربي تہ ان مان حصو ان

---

1- هن نڪتي جهڙو هڪ نقل ملفوظات شريف ڪبير باب 4 جي فصل 7 ۾ تفصيل سان بيان ٿيل آهي!

2- حضرت مرشد ڪريم جن الله تبارڪ وتعاليٰ جي ٻندن جي جيڪا وصف ٻڌائي آهي تہ: اهي ڪنهن جي رنجائڻ سان رنج نہ ٿيندا آهن. اها وصف خود حضرت پير سائين قدس سره جن ۽ سندن اولاد اطهار ۾ بدرجہ اتم ن-ال موجود ڏسڻ ۾ اچي ٿي! (مترجم)

ڪي ملندو، جيڪو ڪپڙو وڇائيندو ۽ جيڪو غافل ٿي ڪپڙو نہ جهليندو، سو ان گهور ڪان بي نصيب رهجي ويندو (1)

پوءِ فرمايائون تہ هڪ ڏينهن هڪڙو بادشاهہ ڪنهن ولي الله جي زيارت جي ارادي سان روانو ٿيو! ولي سڳوري جي دربار ۾ جيڪي بہ صحبتي ويٺل هئا، سي بادشاهہ جو ٻڌي، سيئي ان ولي الله جي ڪچهري ڇڏي، بادشاهہ ڏسڻ لاءِ ٻاهر هليا ويا! مگر هڪڙو فقير، جيڪو اکيون اکين ۾ اڙايو بزرگ جي ديدار ۾ مست ويٺو هيو، ۽ درويش ڪان پري نٿي ٿيو! تنهن کي درويش فرمايو تہ: تون بہ بادشاهہ جي اڳ تي وڃ؟ تنهن تي ان فقير هي بيت پڙهيو:

**همہ شهر پرزخوبان من در خيال ماهي**
**چہ ڪنم ڪہ چشم بدخو نہ ڪند بڪس نگاهي!!**

(سارو شهر سهڻن سان ڀريل آهي، مگر آئون پنهنجي هڪڙي محبوب جي خيال ۾ آهيان! پنهنجي بڇڙي عادت واري اک ڪي، ڇا ڪريان جيڪا هڪ محبوب ڪان سواءِ ٻئي ڪنهن ڏانهن نهاري ئي ڪانہ ٿي!)

**نڪتو 75:** هڪ دفعي پير دستگير قدس سره جن جي صحبت ۾ ويٺو

---

1- مفلوظات شريف ڪبير ۾ دل جي حضور بابت هڪ نقل هن طرح آهي تہ: هڪ پيري درگاهہ شريف واري مسجد ۾ گهڻا فقير حضرت مرشد ڪريم جن جي صحبت ۾ حاضر هئا تہ اينتري ۾ مٿان مڪڙن جو انبوهہ اچي لنگهيو ۽ ڦولڙيون لاهيندا اڳتي ٻي ويا. فقيرن ڦولڙين ڪرڻ جي ڪري مٿي نهاريائون. سندن مٿي نهارڻ طبيعت مبارڪ تي گران لڳو ۽ پاڻ ان تي ناخوش ٿي فرمايائون تہ: طالب کي مرشد جي حضور ۾ اهڙو تي ويهڻ گهرجي جو جيڪڏهن آسمان مٿان اچي ڪڙڪيس تہ بہ اک نہ ڦيرائي ۽ هيڏي هوڏي نہ نهاري! (باب 4 فصل 2)

ٻئي هنڌ سندن فرمان آهي تہ: جيڪڏهن مريد حاضر دل هوندو تہ اهو توڙي ڪئي سون ميلن تي پري هوندو تہ بہ مرشد جي توجهہ کان بهرياب ٿيندو رهندو. گويا ڪہ حضور ۾ آهي! پر جيڪڏهن مرشد جي حضور ۾ دل حاضر نہ رکندو تہ اهو توڙي ظاهري ويجهو ويٺو هجي تہ بہ ڄڻ ڇتو تہ سون ميلن تي پري بي نصيب ٿيو ويٺو آهي! (باب 4 فصل 7)

گهور وٺڻ بابت فرمائيندا هئا تہ: انبار وڏو ئي هٿ ۾ آهي، پر ڦرينڌڙ ڪونهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن فرمائيندا هئا تہ: گهورون ٿا گهورين پر پلو جهليندڙ ڪونہ آهي!!

هوس! پنهنجي زبان مبارڪ سان نقل بيان فرمايائون ته: هڪ رات احمد شاهه (ابدالي) پنهنجي وزير سان گڏ حضرت مخدوم صاحب قدس سره جي زيارت لاءِ پريالوءِ شريف آيو! (1) ته حضرت مخدوم صاحب جن پنهنجي هڪ فقير سان گڏجي شهر کان ٻاهر اچي بادشاهه سان ملاقات ڪري هيٺ زمين تي ويهي رهيا! ۽ احمد شاهه ابدالي بيٺو رهيو! ان کان بعد بادشاهه جي وزير پنهنجو ڪپڙو زمين تي وڇائيو، پوءِ بادشاهه ان ڪپڙي تي ويٺو! تنهن تي فقير جيڪو حضرت مخدوم صاحب جن سان گڏجي آيو هيو، تنهن هي بيت پڙهيو:

نڪي ٻانهڙين ۾ نڪي منجهه ڪن، محبت پايو من، ٿي ملي محلا تن ۾!

**نڪتو 76:** هڪ دفعي هڪ فقير حضرت پير دستگير قدس سره جن جي ڪپڙي مبارڪ جي دامن وٺي سندن حضور ۾ عرض ڪيو ته: دامن لڳي جو ننگ توهان تي آهي؟ ان فقير کي فرمايائون ته: هي دامن وارو ڪپڙو نيٺ فنا ٿي ويندو، دامن اها نه آهي! دامن هي آهي ته اوهان متابعت (تابعداري) واري دامن کي سچي ارادي ۽ ڪامل اعتقاد سان مضبوط ڪري وٺو، جيڪا ڪڏهن به فنا نه ٿيندي! (2)

**نڪتو 77:** هڪ وقت پاڻ فرمايائون ته: الله تعاليٰ جي طالب کي جڳائي ٿو ته هو، هر گهڙي هر پلڪ الله تعاليٰ جي يادگيري کان غافل نه ٿئي! جيئن ڪو ماڻهو پنهنجي ڪنهن پياري عزيز کي اُن جي ٻاهر وڃڻ وقت هميشه ياد

---

1- احمد شاهه ابدالي، دهلي تي ڪاهه وقت، سنڌ مان گذرندي، ولي ڪامل فاضل جليل حضرت مخدوم محمد اسماعيل (قوم جوڻيجو) قدس الله سره العزيز، پريالوي (متوفي 8 ربيع الاول سن 1174هه) جن جي زيارت ۽ ملاقات لاءِ پريالوءِ شريف ۾ آيو هو ۽ حضرت مخدوم صاحب جن کان دهلي جي فتح لاءِ دعا به گهرائي هئائين. (ڏسو تذڪره مشاهير سنڌ)

2- مرشد ڪريم جي متابعت بابت ملفوظات شريف ڪبير ۾ گهڻو تاڪيد فرمايو اٿن! جهڙوڪ خليفي صاحب جي ٻڪي ۽ سڳوري کي فرمايائون! (ڏسو باب 2 فصل 3)

3- ملفوظات شريف ڪبير ۾ مثال ڏنائون نه الله جا طالب اهڙي طرح منتظر ۽ مستعد رهندا آهن جيئن ڪا ٻري ٻيل نياڻي پنهنجي پيڪن لاءِ تيار ۽ منتظر رهندي آهي! (ڏسو باب 4 فصل 7) ۽ ٻيو مثال وزير جو بادشاهه جي دربار ۾ بي خيال ويهڻ ۽ سندس عتاب هيٺ اچڻ جو، بيان فرمايو اٿن! (ڏسو باب 4 فصل 3)

پيو ڪندو رهندو آهي، تيئن الله تعاليٰ کي ياد ڪجي. (3)
۽ حضور سرور عالم صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو آهي: انا غيور والله اغير مني! (آئون غيور آهيان ۽ الله تعاليٰ مون کان وڌيڪ غيرت وارو آهي!)

**اکيون سي ئي ڏار جنهن سان پسيئن پرين کي**
**ٻـي ڏي کي م نهار، راول ريساڙو گهڻو!**

چونڊڙ کهڙو نہ چڱو چيو آهي:

**يک چشم زدن غافل زان ماه نباشم**
**ترسم کہ نگاهي کند آگاه نباشم!**

(هڪ اک ڇنڀ جيترو بہ پنهنجي چنڊ (جهڙي محبوب حقيقي) کان غافل نہ ٿيندس، ڊڄان ٿو تہ متان اوچتي نگاه ڪري ۽ مون کي خبر نہ پوي!)

**نڪتو 78:** هڪ وقت سندن فيض ڀري صحبت ۾ ويٺو هوس! تڏهن فرمايائون تہ: مجازي عشق جي تعريف جڏهن تہ زبان سان نٿي ڪري سگهجي، پوءِ حقيقي عشق جي ڳالهہ زبان سان ڪيئن ٿي سگهندي؟ ان کان بعد هڪ نقل بيان فرمايائون تہ: هڪڙيون ٻہ ڀينر هيون، تن هڪ ٻي سان واعدو ڪيو هو تہ، اسان ٻنهي منجهان جيڪا اڳ ۾ پرڻبي سا ٻي ڀيڻ کي نڪاح جي لذتن جي خبر ٻڌائيندي! جڏهن انهن مان هڪ جي شادي ٿي وئي تہ ٻي ڀيڻ ڪانئونس پڇيو تہ اي ادي! ٻڌاءِ تہ نڪاح جون لذتون ڪيئن هونديون آهن؟ تنهن تي ان چيو: اي منهنجي ڀيڻ! اهي لذتون زبان سان بيان نٿي ڪري سگهان! جڏهن تون نڪاح ڪندينءَ تہ ان وقت توکي انهن جي خبر پوندي! اي يارو! جڏهن مجاز جي لذتن کي زبان سان بيان نٿو ڪري سگهجي تہ حقيقي لذت کي زبان سان ڪيئن چئي سگهبو؟

**نڪتو 79:** هڪڙي وقت مسجد شريف ۾ فقيرن سان صحبت دوران زبان مبارڪ سان نقل بيان فرمايائون تہ: هڪڙي وليءَ شخص پنهنجي جاءِ تي پنهنجي ڪپڙن مان جوئان وڻي ڪڍيون تہ ان دوران هڪڙو بادشاه پنهنجي وزير سان گڏجي ان وليءَ الله جي زيارت لاءِ سندس دروازي تي آيو! هڪڙو مريد ان بزرگ سان گڏ ويٺو هو، تنهن جو بادشاه کي ايندي ڏٺو تہ خوشي

مان رڙ ڪري چيائين ته: او سائين! بادشاهه بيٺو آهي! تنهن تي مريد ڪي ان بزرگ چيو ته: آئون سمجهيو هو ته شايد ڪا وڏي جونءِ لڌي اٿئي، تڏهن خوش ٿيو آهين! ان ڪان پوءِ بادشاهه ۽ وزير پٺي ڇڏا، ان بزرگ جي اڳيان اچي ويٺا، پر بزرگ پنهنجي حال ۾ جيئن جو پير ڊگها ڪيو ويٺو هو، تنهن بادشاهه ڏانهن واجهايو به ڪين! (وزير ڪي ان ڳالهه تي مٺيان لڳي ته هي درويش بادشاهه ڏانهن واجهائي به ڪين ٿو تنهن تي) وزير ان بزرگ ڪان پڇيو ته اي فقير! اوهان ڪڏهن ڪان پير ڊگها ڪيا آهن؟ بزرگ فرمايو ته: ان ڏينهن ڪان جڏهن ڪان اسان طمع جو هٿ ڪوتاهه ڪيو آهي! (1)

**نڪتو 80:** هڪ دفعي حضرت پير دستگير قدس سره جي صحبت ۾ ويٺو هوس! پاڻ زبان درافشان سان فرمايائون ته: حق تعاليٰ جي طالب ڪي گهرجي ته جلال ۽ جمال جي حالت ۾ خوش هجي، ۽ خوشي ۽ غمي ۾ به هڪ جهڙو هجي! ان ڪان بعد هي بيت پڙهيائون:

**سدا سور نه هون، گوندر وڃن گذري،**
**اوڪايون عاقل چوي پرڪا ڪارڻ پون،**
**چڱا ائين چون، ته در نه مٺجي دوست جو!**

**نڪتو 81:** هڪ وقت پاڻ فرمائي رهيا هئا ته: الله تعاليٰ جي ولين جا گهڻائي قسم آهن! هڪڙا انهن مان "عزلتي" (يعني گوشه نشيني ڪندڙ) هوندا آهن! جيڪي پاڻ ڪي هر حالت ۾ گم نام ۽ لڪل رکندا آهن! ان ڪان بعد هڪ نقل بيان فرمايائون ته: هڪ مٿئين قسم وارن ولين مان ننڊ ۾ ستل هو! جنهن ڪان ننڊ جي حالت ۾ زبان تي الله جو اسم بلند آواز سان جاري ٿي ويو! صبح جي وقت ان ڪي سندس زال ٻڌايو ته رات ننڊ ۾ تنهنجي زبان مان هن طرح بلند آواز سان مون الله پاڪ جو اسم ٻڌو آهي؟ ان ڳالهه ٻڌڻ شرط ڪيس افسوس ٿيو ته هي مون ڪان ڇا ظاهر ٿي پيو آهي ۽ (ان افسوس ۾) اهو گذاري ويو! ان ڪان پوءِ سندس پيڻ ان جي وفات جي خبر ٻڌي آئي، ۽ اچي چيائين ته هن ڪچي لاءِ ڪهڙي طرح روئان؟ جو هي اجا ڪچو هيو!

---

1- هن نڪتي جهڙو هڪ نقل ملفوظات شريف ڪبير، باب 6 جي فصل 3 ۾ آيل آهي!

ڇاڪاڻ ته هن پاڻ کي خواب ۾ خوار ڪري وڌائين!

نڪتو 82: هڪڙي وقت پاڻ مسجد شريف جي اڱڻ ۾ فقيرن جي جماعت سان صحبت وٺي فرمايائون: ان دوران فرمايائون ته: الله تعاليٰ قرآن مجيد ۾ فرمايو آهي: لن تنالوا البرحتي تنفقوامما تحبون! (توهان هر گز ڀلائي کي نه پهچندئو، جيستائين خدا جي راهه ۾ پنهنجي پياري شيءِ کي خرچ نه ڪندئو) پوءِ هي بيت پڙهايائون:

**مال جان راتو برو يکجا بباز، راهه نزديکست چرا ڪردي دراز !**

(مال ۽ ساهه ٻئي گڏي ان تان گهور ڪر، رستو ته ويجهو آهي، پر تو ان کي ڇو ڊگهيو ڪيو اٿئي؟)

نڪتو 83: هڪڙي وقت صحبت دوران پاڻ هيءَ وصيت فرمايائون: الصبر مفتاح الفرج! يعني صبر خوشيءَ جي ڪنجي آهي! ان کان بعد پنهنجي زبان وحي ترجمان سان هيٺيان بيت پڙهيائون:

صبر جن جو سير، تير نه گسي تن جو!

●●●

لائي تراز لا جي ڪسي خنجر کي هڻ،
سڌن جون سيد چوي وڻون سڀ وڪڻ،
پير تهان پوءِ ڪڻ، ته هلن ۾ هورو ٿئين!

●●●

هي هي جو هڪدم اجل کان اڳي مرين
مرتبو تنهنجو مرشد چوي تهڙو ٿئي اتم
ڪيو ادريس اهڙو ڪم، ته جوڳو جنت جو ٿيو!

●●●

اوير ڏانهن ٿي ايريو ته ڪڪر لاٿي ڪس
سائدي جو سيد چوي هت رهڻ ڪونهي رس
اتي نيئي وس، جاتي ساڪن منهنجا سپرين.

●●●

والصلواة والسلام عليٰ سيد المرسلين
وعليٰ آله واصحابه اجمعين.

---

ملفوظات شريف صغير مسمي صحبتنامه (فارسي) جو ترجمو بتاريخ 10 رمضان المبارڪ سن 1411هه مطابق 27 مارچ سن 1991ع اربع جي رات هڪ وڳي پورو ڪيو ويو! فقير (مفتي) عبدالرحيم سڪندري، مهتمم صبغة الهديٰ، شاهپور چاڪر ضلع سانگهڙ

ملفوظات شريف جي روشني ۾

# صحيح مسلڪ جي سڃاڻ !

## نحمده ونصلي و نسلم عليٰ رسوله الڪريم

**اما بعد:** هن پرفتن دور ۾ هر گمراهہ فرقو پنهنجي پاڻ کي حق تي سمجهڻ جي دعويٰ ڪري ٿو، ستم ظريفي هي آهي؟ جو هو پنهنجي گمراهي کي لڪائڻ لاءِ عارفن، صالحن ۽ الله تعاليٰ جي پيارن ولين کي پنهنجو همنوا ۽ هم مسلڪ چئي پروپيگندا ذريعي گمراهي پکيڙڻ ۾ مشغول نظر اچي ٿو! هت اسان حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس الله سره العزيز جن جي مسلڪ مبارڪ بابت سندن ملفوظات شريف جي روشني ۾ موجوده وقت جي چند اهم اختلافي مسئلن تي روشني وجهڻ ضروري سمجهون ٿا تہ جيئن گمراهہ فرقن جي غلط پروپيگندا سبب پکڙيل غلط فهمي دور ٿي سگهي ۽ حق جا متلاشي، خصوصا حضرت جن جي جماعت، ڪنهن غلط فهمي جوشڪار نہ ٿئي ۽ حضرت روضي ڌڻي رحمة الله عليہ جن جي تعليمات ۽ معمولات مطابق،پنهنجي عقائد جي درستگي ڪري زندگي گذاري سگهي.

ڪجهہ اهڙا بہ ماڻهو آهن، جيڪي ظاهر ۾ پاڻ کي " قادري راشدي سلسلي" جو پيروڪار سڏائن ٿا! ليڪن حقيقت ۾ اهي وهابيت جي موذي مرض ۾ مبتلا آهن. اهي پاڻ کي حضرت پيرسائين روضي ڌڻي قدس الله سره العزيز جا مريد ۽ معتقد بہ چورائيندا آهن ۽ حضرت جن سان عقيدت ۽ ارادت جو دم بہ هڻندا آهن، پر حقيقت ۾ عقيدي ۽ مسلڪ جي اعتبار سان، انهن جو حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس الله سره الاقدس سان ڪوبہ تعلق نہ آهي. صرف پاڻ کي چمڪائڻ لاءِ عوام کي، خصوصا پير سائين جي جماعت کي پنهنجي دام ۾ ڦاسائي بدعقيدگي پکيڙڻ لاءِ، قادري راشدي سلسلي جو سڏائي دوکو ڏيندا آهن. ان ضرورت جي پيش نظر ضروري ڄاتوسون تہ اصلي ۽ نقلي قادري راشدي سڏائيندڙن ۾ فرق کي واضع ڪيو وڃي. ڇاڪاڻ تہ حضرت جن جي ذات کي مخالفين بہ ظاهر ۾ مڃين ٿا. بلڪ غلط فهمي پيدا ڪرڻ لاءِ ديوبندي، وهابي، حضرت پير سائين روضي ڌڻي قدس سره العزيز

جن کي پنهنجو هم خيال ۽ هم مسلڪ ظاهر ڪندا آهن ۽ پير سائين جن جي جماعت کي اهڙن حربن ذريعي گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن!
ديو بندي وهابي جن مسئلن جي بنا تي اهل سنت وجماعت کي ڪافر، مشرڪ ۽ بدعتي قرار ڏيندا آهن، انهن مان چند اهم مسئلا سرفهرست هي آهن!
1- حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم کي پاڻ جهڙو بشر نه چوڻ.
2- سندن عرس مبارڪ ڪرڻ. 3- حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن کان مدد طلب ڪرڻ. 4- حضور صلي الله عليه وسلم جن جو جسماني معراج ۽ ظاهري اکين سان خدا تعالىٰ جو ديدار ڪرڻ. 5- حضرت پيران پير دستگير رضي الله تعالىٰ عنه جي باس باسڻ. 6- ولين جي قبرن جي زيارت ڪرڻ. 7- زيارت کان پوءِ پوئين پير واپس اچڻ. 8- ولين جي قبرن تان فيض جو ملڻ. 9- مرشد جي صورت جو تصور ڪرڻ. 10- ولين جو هڪ ئي وقت ۾ مختلف گهڻين جاين تي اچڻ. 11- مرشد وٺڻ. 12- اولياء الله کان مدد گهرڻ وغيره.
اهل سنت و جماعت جو مٿين مسئلن بابت عقيدو صحيح آهي يا غلط؟ ان متعلق اسان هت واضح طور ٻڌائڻ چاهيون ٿا ته، امام العارفين ۽ تيرهين صدي جي مجدد، سنڌ ۾ قادريه راشديه سلسلي عاليه جي علمبردار شيخ الشيوخ حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس الله سره العزيز پنهنجي ملفوظات شريف ۾ انهن مٿين مسئلن جو اثبات فرمايو آهي ۽ انهن کي پنهنجي عقيدي طور بيان فرمائي اهل سنت و جماعت جا عقيدا قرار ڏنو آهي!
هت مٿين عقيدن متعلق حضرت جن جي ملفوظات شريف جي عبارتن مان اسان جي ثبوت ڏيڻ جو هي مقصد آهي، ته جيڪڏهن مٿيان عقيدا واقعي قرآن ۽ حديث جي روشني ۾ مشرڪانه ۽ مبتدعانه هجن ها ته، حضرت روضي ڌڻي قدس الله سره الاقدس جن جهڙو خدارسيد و ڪامل ولي الله، عالي مرتبه بزرگ هرگز انهن عقيدن کي صحيح قرار نه ڏئي ها! بلڪ جيئن ملفوظات شريف ۾ شريعت مطهره ۽ سنت نبوي عليٰ صاحبها الصلواة والسلام جي اتباع ۽ پيروي ڪرڻ جو تاڪيد ۽ تلقين فرمائي اٿن، تيئن واضح طور مٿين عقيدن (تائيد جي بجاءِ) مخالفت فرمائين ها. مگر حقيقت هي آهي ته حضرت جن ملفوظات شريف ۾ مٿين عقيدن جي ڀرپور تائيد فرمائي آهي. جيئن اڳتي سندن عبارتن مان معلوم ٿيندو، هت هي ڳالهه ذهن ۾ رکڻي آهي ته

جن عقيدن جي اڪابرين اسلام تائيد فرمائي آهي، تن تي عمل ڪرڻ سعادت عظميٰ آهي. انهن ڪانسواءِ ٻيا عقيدا هرگز صحيح نه آهن، ڇاڪاڻ ته هن وقت هر شخص قرآن مجيد ۽ حديث شريف تي هلڻ جو مدعي بڻيو وٺو آهي، تنهن ڪري هن افراتفري واري دور ۾ ايمان بچائڻ جي صرف هڪ ئي صورت آهي ته بزرگان دين جي نقش قدم تي هلڻ گهرجي!

**عقيدو صحيح رکڻ!** عقيدو جيڪڏهن صحيح ۽ درست آهي ته عمل به قبول پوندو. ڇاڪاڻ جو عقيدو بنياد آهي ۽ اعمال ان جو فرع ۽ شاخون آهن جي عقيدو نيڪ نه هوندو ته چڱا عمل ڪيترا به ڪٿي هجن ۽ اخلاص سان ڇونه ادا ڪيا وڃن ته اهي قبول نه آهن، انهن جو ڪو ثواب ڪونه ملندو ۽ نه وري آخرت ۾ نجات ملندي، افسوس جو سادا مسلمان عقيدن جي درستگي ڏانهن ڌيان نه ٿا ڏين، بلڪ هر بدعقيده ۽ بدمذهب جي ڳالهين ٻڌڻ لاءِ وڃن ويهي رهنداآهن ۽ ان کي معمولي ڳالهه سمجهي نظرانداز ڪندا آهن. ۽ اهي روڪڻ تي وري چوندا آهن ته هرهڪ کي ٻڌجي ته ڇاٿو چوي ۽ تنگ نظري نيڪ نه آهي، ٻڌڻ ۾ ڇا آهي؟ ليڪن تجربو شاهد آهي ته ان رواداري ۽ فراخدلي جو نتيجو اهو نڪرندو آهي، جو هرهڪ کي ٻڌنڌڙ آهستي آهستي نحوست سبب پاڻ به بد مذهبي ۽ بدعقيدگي جو شڪار ٿي ويندا آهن، ۽ صحيح عقيدن واري دولت ۽ سعادت کان محروم رهجي پنهنجي ايمان جي دولت ۽ آخرت تباهه ڪري ڇڏيندا آهن. (جيئن هڪ واعظي سان ، مجوسي دوست ڪيو!)

حضرت امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره العزيز جن مڪتوبات شريف ۾ فرمايو آهي " اگر معاذ الله مسلمان جي ڪنهن به هڪ ضروري عقيدي ۾ خلل پئجي وڃي ته اخروي نجات واري دولت کان محروم رهجي ويندو. (تنهن لاءِ) هر عقلمند مٿان پهريون فرض آهي ته، پنهنجا عقيدا اهل سنت و جماعت جي عقيدن موافق رکي ڇاڪاڻ ته آخرت ۾ نجات پائيندڙ صرف اهو گروهه آهي (1)

**هاڻي هت حضرت پير سائين قدس سره جن جي**
**مسلڪ جي مختصر جهلڪ پيش ڪجي ٿي!**

**بشريت بابت سندن عقيدو!** حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي بشريت جو مسئلو عام موضوع بڻيل آهي، ان مسئلي تي تفصيل سان گفتگو

---

1- مڪتوبات حضرت امام رباني، دفتر اول، مڪتوب 194 .

ڪرڻ ۽ لکڻ جي ضرورت آهي، مگر اسين هت صرف حضرت جن جي مسلڪ کي بيان ڪرڻ گهرون ٿا ته جيئن اصلي مسئلي جي مختصر مگر جامع وضاحت ٿي وڃي. اسان جي ملڪ جا نيم خوانده واعظي ٽائيپ جا ملان جن کي نه قرآن ۽ حديث تي عبور هوندو آهي ۽ نه وري ڪنهن مستند ديني درسگاهه مان فارغ التحصيل هوندا آهن. صرف رسالن، اخبارن ۽ غير معياري مترجمن جي ڪتابن تان سنڌي اردو مضمون پڙهي، وڏا مبلغ اسلام، مناظر اسلام ۽ خطيب اعظم بڻجي، بشريت الرسول صلي الله عليه وسلم جي مسئلي کي عوام الناس جي اڳيان پيش ڪن ٿا، اهڙا ناشائسته ۽ اڻ سونهائيندڙ لفظ ڪتب آڻيندا آهن جو پنهنجي ته عاقبت خراب ڪندا آهن، پر ان سان گڏ ويچاري عوام کي به مونجهاري ۾ وجهي گمراهه ڪندا آهن! ان مسئلي بابت حضرت پير سائين قدس سره جن جو مسلڪ بلڪل صاف آهي. پاڻ فرمائين ٿا ته، (حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم کي پاڻ جهڙو بشر چوڻ ته پري جي ڳالهه آهي) جيڪڏهن مريد پنهنجي مرشد کي مخلوق ته سمجهي ته ان حقيقت ۾ مرشد کي پاڻ جهڙو ڪري سمجهيو، جو پاڻ به بشر آهي ۽ مرشد کي پاڻ جهڙو سمجهيائين، تنهن ڪري اهو ضروري معنوي فيض کان محروم رهجي ويندو ۽ ڪا به ترقي نصيب ڪانه ٿيندس. (1) حضرت پير سائين قدس سره جن جي بقول ته مرشد کي پاڻ جهڙو بشر سمجهندڙ، بيشڪ معنوي فيض کان محروم رهجي ٿو وڃي ته پوءِ جيڪو سيد العالمين و امام المرسلين صلي الله عليه وسلم جن کي پاڻ جهڙو بشر چوندو سو بلاشڪ ايمان جي دولت کان محروم رهجي ويندو! حضرت جن اڳتي مثنوي شريف جا هيٺان شعر پڙهي وڌيڪ وضاحت فرمائي آهي:

**ڪافران ديدند احمدرا بشر - چون نديدند ازوئي شق القمر**

(يعني ڪافرن جو حضرت پيغمبر ڪريم صلي الله عليه وسلم کي رڳو پاڻ جهڙو بشر ڪري ٿي سمجهيو، سو هن ڪري ته انهن جو عقل ايترو ڪو ته هيو جو، حضور صلي الله عليه وسلم جن جي چند چيرڻ جي حقيقت تي به غور ڪري نه سهگيا.)

**زانکه او گف ديد دريا رانديد - زانکه حال ديد فردا رانديد.**

(انهن مت جي موڙهن جو اهڙو مثال آهي، جيئن ڪو سمنڊ جي گجي ته ڏسي پيو پر سمنڊ جي ڪا خبر ڪانه هجيس. يا وري اڄ ڏينهن جي حقيقت کي سمجهي، پر سڀاڻي

1- ملفوظات شريف ڪبير، باب 4 فصل 7

جو پتو ڪونہ پويس) بي ڪنهن بزرگ فرمايو آهي:

**نہ بشر خواہمت اي دوست نہ حورو نہ پري - اين همہ برتو حجاب است تو چيزي ديگري**

(يعني اي دوست ! توکي نہ بشر سڏيان نہ حور يا پري ڪري پابان ٿو! هي سڀ توتي حجاب آهن، تون تہ وڃان شيءِ ٿي بي آهين!)

**عرس شريف ڪرڻ جو عمل !** بي ادبن جي جهالت ۽ ضد سببان هي مسئلو بہ اختلافي بڻجي چڪو آهي. جڏهن تہ سلف صالحين، بزرگان دين جو اڄ تائين هي معمول رهيو آهي تہ حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي آمد مبارڪ کي ساري جهان لاءِ نعمت عظميٰ سمجهي، ان جي خوشي ۾ عرس شريف جي خيرات ڪري، الله تعاليٰ جي هن حڪم : واما بنعمة ربک فحدث (اي پيارا حبيب) پنهنجي رب جي (شڪرگذاري لاءِ) سندس نعمت جو خوب چرچو ڪر. جي تعميل ڪندي عرس شريف ڪندا رهيا آهن، ۽ عام مسلمان بہ سنا ۽ عمدا طعام تيار ڪري غريبن ۽ مسڪينن کي کارائيندا آهن ۽ ان فعل کي جائز ۽ باعث ثواب سمجهي صدين کان ان تي عمل ڪندا رهيا آهن! حضرت جن جو ان متعلق ارشاد آهي: اسان جي خوشين ۾ وڏي ۽ بهترين خوشي حضرت نبي پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن جي جمڻ جي خوشي ۾ عرس مبارڪ آهي. حضرت جن جي هي عادت مبارڪ هئي، جو عرس مبارڪ جي خوشي جڏهن فرمائيندا هئا، تڏهن فقيرن جي جماعت کي حويلي ۾ وٺي وڃي طعام کارائيندا هئا ۽ فقيرن جا هٿ پنهنجن هٿن مبارڪن سان ڌئاريندا هئا ۽ هرهڪ ايندڙ کي مرحبا ۽ خوش آمديد چوندا هئا، ۽ عرق گلاب جا ڇنڊا هرهڪ کي هڻندا هئا، ۽ بي انتها خوش ۽ بهار ٿيندا هئا، ۽ طعام کارائڻ کان پوءِ پنهنجن هٿن مبارڪن سان فقيرن کي هٿ ڌئاري ساڳي خوشي ۽ بهاري ۽ نيازمندي سان انهن کي اجازت ڏيندا هئا، ۽ عرس شريف لاءِ قسمين قسمين طعام شادين کان بہ وڌيڪ سنا ۽ سهڻا تيار ڪرائيندا هئا (1)

پڻ ملفوظات شريف ۾ آهي: حضرت جن عرس مبارڪ جي طعام کي کائڻ بہ خدا تعاليٰ جي رضامندي جو باعث ڄاڻندا هئا، جيئن : خليفو ميان لقمان عليہ الرحمة نقل ٿو ڪري تہ هيڪر حضرت جن ڪنهن سفر تان درگاهہ مبارڪ تي موٽيا هئا! ان ڏينهن عرس شريف واري مهيني جو پوپون ڏينهن هيو، ڳوٺ جي ماڻهن عرس مبارڪ جون تمام گهڻيون دعوتون ڪيون هيون. پاڻ سڀ ڪنهن جي دعوت تي شريف فرما پي ٿيا. مولوي عبدالله بہ خدمت مبارڪ ۾ ساڻ هيو، سو بہ دعوتن وٺڻ کانپوءِ چوڻ لڳو تہ

---

1- ملفوظات شريف باب 13 فصل 5

حضرن! هينئر مون ڪاٺي اهڙو ڏٺو ڪيوآهي، جو وڏيڪ ڪاٺڻ جي طاقت ڪانہ اٿم. پاڻ فرمايائونس تہ هن ڪان اڳ ۾ جيڪي ڪاڏو اٿو، سو رڳو نفس جي لاءِ هيو. باقي هينئر جيڪو ڪائيندين سو خدا ڪارڻ چئبو.(1)

**غائبانہ مدد طلب ڪرڻ !** اڄڪلهہ هن مسئلي کي بہ اختلافي بڻايو ويو آهي، جنهن ڪري نيم خوانده واعظي ملان، اهلسنت جماعت کي مشرڪ ۽ بدعتي چوندا آهن ۽ " الصلواة والسلام عليڪ يا رسوالله" چوڻ ڪان، منع ڪندا آهن، پڻ يا رسول الله چئي استغاثه ڪرڻ کي بہ شرڪ ڄاڻندا آهن، حالانڪ اڪابرين اهل سنت وٽ اهي ڳالهيون مستحسن آهن ۽ پنهنجي مريدن ۽ متعلقين کي انهن جو امر ڪندا رهياآهن!

حضرت جن جو ان متعلق ارشاد نقل ڪجي ٿو: هيڪر پاڻ فرمايائون تہ ، اسان ظاهري علم جي حاصل ڪرڻ لاءِ سفر جي تڪليف پاڻ تي سهي، ڪوٽڙي ڪبير واري مدرسي ۾ مخدوم ميان يار محمد قدس سره جن وٽ علم جي طلب لاءِ وياسون، مسافريءَ جي تڪليف طبيعت تي ڏاڍي سخت لڳي، پوءِ هڪڙي رات، هڪ پير تي بيهي پنج هزار درود شريف پڙهي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي روح مبارڪ کي بخشي نهايت نيزاري ۽ عاجزي سان حضور صلي الله عليہ وسلم جن کان مدد گهري سون، ۽ عرض ڪيو سون تہ يا رسول الله عليڪ الصلواة والسلام سفر جي تڪليف واري ملولائي اسان تان دفع ٿئي ۽ علمن مان بہ بهرياب ٿيون؟ پوءِ صلواة شريف جي پڙهڻ جي برڪت سان اهڙي صفائي حاصل ٿي وئي، جو اڻ پڙهيل بہ پڙهيل جهڙو ٿي پيوسون. (2)

حضرت جن جي هن عمل مبارڪ ۽ فرمان مان ظاهر ٿيو تہ حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن کان مدد طلب ڪرڻ ۽ سندن وسيلي سان دعا گهرڻ، پنهنجي حاجت روائي لاءِ ڪين فرياد ڪرڻ، ديني چاهي دنيوي مشڪلات جي حل لاءِ حضور صلي الله عليہ وسلم، جن جي ذريعي ۽ وسيلي سان دعا ڪرڻ بلڪل جائز ۽ درست آهي!

**جسماني معراج!** حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن پنهنجي مٿي مبارڪ وارين اکين مبارڪن سان، معراج واري رات الله تعاليٰ جو ديدار ڪرڻ

---

1 ملفوظات شريف باب 4 فصل 9 . 2 ملفوظات شريف، باب 1 ، فصل 3

فرمايو! ان متعلق حضرت جن پنهنجي مڪتوبات شريف ۾ مڪتوب 33 ۾ تفصيلي روشني وڌي آهي! مزيد تفصيل اتي ڏسڻ گهرجي؟ هت ملفوظات شريف مان سندن فرمان پيش ڪجي ٿو: حضرت جن خليفي محمود عليہ الرحمة کي ارشاد فرمايو تہ جڏهن حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جسماني معراج ڪيو ۽ ظاهري اکين سان الله تعاليٰ جو ديدار ماڻيائون تہ ساڳي رستي سان سندن خادم، سندن برڪت ۽ وسيلي سان (روحاني عروج واري هنڌ) حاضر ٿي سگهن ٿا. (1) حضرت جن جي هن فرمان مبارڪ مان حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جي جسماني معراج ۽ الله تعاليٰ جي ديدار ڪرڻ جي شاهدي ملي ٿي!

**پيران پير جي باس باسڻ!** هن مسئلي جو اصل هي آهي تہ اڪثر مسلمان باري تعاليٰ جي حضور ۾، حضرت پير دستگير غوث الثقلين رضي الله تعاليٰ عنہ جي وسيلي سان پنهنجي حاجتن ۽ ديني ۽ دنيوي مشڪلاتن جي حل ڪرائڻ لاءِ دعا گهري چوندا آهن تہ يا الله! فلاڻي حاجت پوري ٿئي يا فلاڻي مشڪلات حاصل ٿئي تہ اسان حضرت پير دستگير رضي الله تعاليٰ عنہ جي روح کي ثواب بخشڻ جي لاءِ، فلاڻي شيءِ خيرات ڪنداسون؟ پوءِ ان مطلب پوري ٿيڻ کان بعد، مسلمان پنهنجي باس پوري ڪرڻ وقت هن طرح چوندا آهن تہ: ناالي الله تعاليٰ ۽ نيت حضرت پيران پير دستگير جي، هيءَ شيءِ تقسيم ڪريون ٿا. دراصل اها صورت ايصال ثواب جي آهي، جيڪا بلاشڪ جائز ۽ درست آهي، ان مسئلي تي بہ حضرت جن جي ملفوظات شريف مان هڪ واضع ارشاد نقل ڪجي ٿو، حضرت جن ارشاد فرمايو تہ: حضرت مخدوم صاحب (پريالوئي) جن جي گهر وارن نذر باسيو هيو، تہ جڏهن ڏڳي کي ڳابي ڄائي تہ پنج پئسا، حضرت پير دستگير جو نذر ڏينديس! جڏهن ڳابي ڄائي ۽ حضرت مياڻ صاحب (حضرت جن جا والد محترم) حضرت مخدوم صاحب جن وٽ صحبت لاءِ ويا تہ ان وقت اهي پنج پئسا نذر وارا، مخدوم صاحب اچي حضرت ميان صاحب جي چادر جي پلو ۾ ٻڌا! ۽ ٻڌايائون تہ هي پئسا حضرت پير دستگير رضي الله تعاليٰ عنہ جو نذر آهن، جيڪي اسان جي گهر وارن باسيا هئا، تہ جيڪڏهن ڳابي ڄائي تہ

---

1- ملفوظات شريف باب 9 فصل 3

پيران پير جا پنج پئسا نذرانو ڏيندا سون. سو هي اهي ارهان جي ڇيڙي جي پلو ۾ ٻڌا اٿئون؟ حضرت ميان صاحب اگرچه اڳ ۾ ڪنهن کان به نذرانو نه وٺندا هئا. مگر ان ڪنهوءِ ڪوبه نذرانو ڏيندو هيو ته ان جو قبول ڪندا هئا. (1) حضرت جن جي مٿين ملفوظ مبارڪ مان ثابت ٿيو ته مٿين طريقي سان حضرت پيران پير دستگير عليه الرحمة جي پاس ياسڻ بلڪل جائز آهي!

ڇاڪاڻ جو عارف بالله حضرت مخدوم محمد اسماعيل (پربالوئي) عليه الرحمة جن پاڻ پاس وارا پنج پئسا ادا ڪندي، امام العارفين قدوة السالڪين حضرت ميان صاحب قدس سره القدس جن جي پلو ۾ ٻڌا، جنهن تي حضرت ميان صاحب جن ڪوبه اعتراض نه فرمايو ۽ ان واقعي کي، حضرت پيرسائين قدس سره جن به پنهنجيءَ ملفوظات ذريعي جواز جي حجت طور بيان فرمايو آهي ليڪن جعلي موحدن ۽ واعظي ملن ته ان مسئلي کي ڪٿي آسمان تي پهچائي شرڪ ۽ بدعت بڻايو آهي. الله تعاليٰ شال سمجهه عطا فرمائي. آمين.

**قبرن جي زيارت !** اولياء الله جي قبرن جي زيارت باعث برڪت ۽ باطني فيض جو ذريعو آهي (پر عام مسلمانن جي قبرن تي وڃڻ به حديثن مان ثابت آهي) ان بابت حضرت جن جو عمل ۽ فرمان نقل ڪجي ٿو.

جامع مفوظات خليفو محمود عليه الرحمة نقل ٿو ڪري . هيڪر حضرت جن ميان سائين قدس الله سره الاقدس جن جي مزار مبارڪ جي زيارت لاءِ آيا هئا! رات جو جڏهن فقير سمهي رهيا، تڏهن پاڻ حضرت ميان صاحب جن جي (مزارشريف) جي زيارت جي لاءِ ويا ۽ ساري رات اتي ترسيا، صبح جي نماز تي وري مسجد شريف ۾ آيا ۽ جماعت سان نماز ادا فرمائي، اشراق جي نفلن کان فارغ ٿي وري زيارت لاءِ تشريف فرما ٿيا ۽ آئون به ساڻن گڏ ويس، پاڻ اهڙي ته ادب ۽ آهستگي ۽ نرمي سان دم بند ڪيو ويا جو بيان کان ٻاهر آهي. آئون به هٿ ٻڌيون سندن ڪڍ ۾ ويس، جڏهن زيارت ڪري ختمو ڏيئي اٿيا، تڏهن جتي ٻينا پيئي، اتي فرمايائون ته هي قبر اسان جي فلاڻي قريب جي آهي ۽ هي فلاڻي جي آهي! اهڙي طرح سڀني عزيزن جا نالا وٺندا ختمو ڏيندا آيا. ڪني ويهي فاتحه پڙهيائون ته ڪٿي بيٺي ئي ختمو پئي ڏنائون. (2)

**پوئين پير واپس نڪرڻ!** سلف صالحين ۽ اولياء ڪاملين جو چوڻ آهي ته

---

(1) ملفوظات شريف ڪبير، باب 12. فصل 2. (2) ملفوظات شريف ب 4 فصل 3)

صاحب مزار جو جيئن سندس حياتي ۾ ادب ڪيو ويندو هيو، تيئن سندس مزار تي به ساڳي ادب سان وڃڻ گهرجي! ڇاڪاڻ جو ادب ذريعي ئي باطني فيض حاصل ٿيندو آهي. هت نوٽ ڪيو، ٻيو ملان هن مسئلي تي به اعتراض ڪندا آهن ته، قبرن تان پوئين پير واپس اچڻ، ۽ انهن ڏانهن پٺي نه ڪرڻ شرڪ ۽ بدعت آهي، مگر ان بابت حضرت جن جو عمل اسان لاءِ مشعل راهه آهي جيڪو هت پيش ڪجي ٿو:

هيڪر پاڻ روهڙي شريف مان ٿي موٽيا، موٽندي حضرت مخدوم صاحب جي زيارت لاءِ پربالوءِ شريف آيا. پاڻ روضي شريف ۾ اندر اچڻ شرط وڏي ادب ۽ نياز سان، جيئن ڪو پاڻ کي بي اختيار ڪٽي زمين تي اڇلائي، اهڙي طرح تمام رعب ۽ ادب سبب مزارشريف جي پيراندي کان اچي ويٺا. جامع ملفوظات رحمة الله عليه ٿو چوي ته آئون سندن پوبان اچي ويٺس. پاڻ ختمي لاءِ ڪجهه به نه پڙهيائون ۽ ٿوري دير صورت بي روح وانگر متوجه ويهي اتان اٿيا ۽ پوئين پير ٻاهر نڪري آيا. (1)

**قبرن تان فيض جو ماڻڻ!** هن مسئلي بابت به حضرت جن فرمائيندا هئا ته حضرت سلطان العارفين بايزيد بسطامي عليه الرحمة جن هڪ ڀيري فرمايو هيو ته، مون کان گهڻي مدت ڪانپوءِ، خرقان جي شهر ۾ هڪ شخص پيدا ٿيندو، جيڪو ظاهري ۽ باطني ٻئي علم منهنجي قبر تان حاصل ڪندو. پوءِ جڏهن حضرت خواجه ابو الحسن خرقاني رحمة الله عليه ڄائو ته ننڍڙائپ ۾ ئي حضرت سلطان العارفين جي قبر شريف تي اچي ظاهري ۽ باطني علم ڪائون حاصل ڪيائين ۽ حضرت ابو الحسن خرقاني جي فرزند به ظاهري توڙي باطني علم سلطان العارفين کان حاصل ڪيو. (2)

**مرشد جي صورت جو تصور!** افسوس سان لکڻو ٿو پوي ته هاليجي وارا وهابي، پاڻ کي قادري راشدي سلسلي جا طالب جورائيندا آهن، مگر سلسله عاليه جي شيخ المشائخ حضرت پير سائين روضي وارن جي طريقي جي ابتڙ مرشد جي تصور کي ڪونه مڃيندا آهن. جيئن سندن ڪتاب (مرشد هاليجوي) جي صفحه 13 تي اها ڳالهه لکيل آهي. مگر ان بابت حضرت جن جو هڪ ارشاد مبارڪ نقل ڪجي ٿو:

محراب فقير سنجراڻي نقل ٿو ڪري ته هڪ ڀيري مون سندن خدمت مبارڪ ۾ عرض

---

(1) ملفوظات شريف باب 4 فصل 3 (2) ملفوظات شريف باب 10 فصل 2

ڪيو ته حضرتنا! ڪهڙو سبب آهي، جو ڪي فقير ذڪر جي تلاوت به گهڻي پيا ڪن ۽ حضور مبارڪ ۾ اچ وڃ به گهڻي اٿن. پر منجهن باطني فيض جو ڪوبه اثر ڪونه ٿيو ڏيکارجي؟ تنهن تي پاڻ فرمايائون ته اي يار! رڳو ذڪر ته ملان به گهڻو پيا ڪن، ۽ اچ وڃ ۽ پڌ ۾ قاصد به رات ڏينهن مشغول رهن ٿا. ليڪن الله تعاليٰ جو وصال حاصل ٿيڻ لاءِ نه نفساني سڌن جو ڪيپڻ ضروري آهي. سو ماڻهن ڪي نفساني سڌن ۽ حرص هوا، اصلي مقصد کان روڪي ڇڏيو آهي، جن کان اهي روڪجن نه ٿا. مون عرض ڪيو حضرتنا! نفساني سڌن جي ڪپجي وڃڻ جو ڪهڙو رستو آهي؟ پاڻ فرمايائون ته مرشد جي صورت کي هر وقت ڌيان ۾ رکڻ گهرجي. (1) حضرت جن جي مٿئين فرمان مبارڪ مان ثابت ٿيو ته باطني فيض لاءِ مرشد جي صورت جو تصور، هر وقت ڌيان ۾ رکڻ گهرجي، پرجاهل ۽ فرضي موحد، ان کي شرڪ ۽ بدعت چوندا آهن. جنهن مان سندن گمراهي ۽ جهالت ثابت ٿئي ٿي.

**گهٽين جاين تي ولين جو اچڻ:** هن مسئلي کي وهابي ديوبندي قطعي شرڪ چوندا آهن، مگر حضرت جن ان بابت جيڪي فرمايو، سو هت پيش ڪجي ٿو! خليفي غازي خان کان نقل آهي ته: جهل جي علائقي بلوچستان ۾ حضرت جن جي هڪ مريد جو انتقال ٿي ويو هيو. جيڪو ذڪر فڪر جو پابند هيو. ان کي دفن ڪرڻ وقت هڪ نقشبندي طريقي جو، صاحب ڪشف بزرگ به موجود هيو. دفن ڪان پوءِ پيا هليا ويا. پر اهو نقشبندي بزرگ فوتي جي قبر جي احوال معلوم ڪرڻ جي لاءِ مراقبي ۾ ويهي رهيو. جنهن کي مراقبي ۾ ڏسڻ ۾ آيو ته ان فوتي شخص کي حضرت جن وٽي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي حضور مبارڪ ۾ پهچائي ڇڏيو آهي، ان بزرگ کي ان نظاري ڏسڻ سببان تمام گهڻي حيرت ٿي، مگر اها ڳالهه ڪنهن سان ڪانه ڪيائين، ڪجهه عرصي کان پوءِ وري حضرت جن جي هڪ مريدياڻي فوت ٿي جيڪا ذڪر ۽ فڪر جي خاص پابند نه هئي، دفن ڪرڻ کان بعد ساڳئي مٿئين نقشبندي بزرگ مراقبي ۾ ڏٺو، ان عورت کي به حضرت جن جي برڪت سان حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جي بارگاهه ۾ حاضري جي سعادت نصيب ٿي آهي، ان مٿئين حقيقت کلڻ کان بعد، ان بزرگ تي روح ۽ وجد وارو حال، طاري ٿي ويو، بعد ۾ اهو درويش ماڻهن کي وعظ ۾ چوندو هيو ته ،حضرت جن جي جماعت جهڙي ڪابه جماعت نه آهي. الله تعاليٰ وٽ

(1) ملفوظات شريف باب 4 فصل 2

سندن مرتبو بلند آهي. توهان بہ حضرت جن جي طريقي ۾ داخل ٿي ذڪر فڪر ۾ مشغول ٿيو. خليفو لقمان عليہ الرحمة فرمائي ٿو تہ حضرت جن ارشاد فرمايوهو تہ ان نقشبندي بزرگ اسان سان ملاقات ڪري، اسان کي مٿين سچي حقيقت پاڻ اچي بيان ڪري ٻڌائي هئي، ۽ هي بہ پڇيو هئائين تہ اوهان هڪڙي وجود مبارڪ سان، مختلف دور دراز جاين تي ڪيئن تشريف آڻيندا آهيو؟

ان سوال جو اصلي جواب تہ ان بزرگ جي سمجهہ کان مٿي هيو، پر سندس سمجهہ مطابق ڪيس هي جواب ڏنوسين، تہ ولين کي قدرت جي طرفان گهڻن وجودن اختيار ڪرڻ جي طاقت هوندي آهي، پوءِ اهي جنهن بہ وجود سان جنهن جاءِ تي دل گهرين تہ حاضر ٿي سگهن ٿا. (1)

**مرشد وٺڻ مان فائدا:.** طريقت ۾ ڪامل مرشد وٺڻ لازمي آهي، مگر معرفت جي وات کان بي خبر ملان، انهيءَ کان بہ منع ڪندا آهن، ۽ چوندا آهن تہ هر ڪنهن کي پنهنجا عمل ڇڏائين! ان بابت حضرت جن فرمايو آهي، جڏهن ڪامل ۽ مڪمل مرشد پاڻ دوزخ جي عذاب کان حفاظت ۽ امن ۾ آهي (پوءِ) جيڪڏهن سندس مريدن کي دوزخ اندر عذاب ڪيو وڃي تہ اهڙي مرشد وٺڻ مان ڪهڙو فائدو(2)

**اولياءَ الله کان مدد گهرڻ!** هن مسئلي تي بہ وهابين کي اعتراض آهي، چوندا آهن تہ ولين کان مدد گهرڻ شرڪ آهي، حضرت جن جو مسلڪ يقينا شرڪ کان پاڪ هيو، اچو تہ ان بابت سندن فرمان ڏسون: هڪر پاڻ ديهہ سالار واقع هالن ۾ نظاماڻي فقيرن جي عرض تي، سندن عزيزن جي مقبرن تي دعا لاءِ هليا، اهو مقام شهيدن جو مقام سڏبو هو، پاڻ اڳ ۾ شهيدن جي مقبرن ڏانهن هلڻ لڳا، فقيرن عرض ڪيو تہ حضرتا! اسان جي عزيزن جا مقبرا هن طرف آهن، تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ پهريان مقام جي صاحب جي زيارت ڪرڻ گهرجي، پوءِ پاڻ شهيد سڳوري جي مقبري ڏانهن متوجہ ٿي ويٺا ۽ ڪجهہ تلاوت فرمائي هٿ مبارڪ

(1) ملفوظات شريف ڪبير، باب 7، فصل 3، (2) ملفوظات شريف ڪبير، باب 7، فصل 3

ڪٽي، دعا گھريائون. ٻاھر اچڻ کان بعد فقيرن عرض ڪيو تہ حضرتا! ٻن پيرن دعا گھرڻ جو ڪھڙو سبب ھيو؟ پاڻ فرمايائون تہ ھڪ پيرو ختمو ڏيڻ جي لاءِ ھٿ ڪنيا سون، ۽ ٻيو پيرو مقبره وارن (شھيدن) جي برڪتن جي طفيل دعا گھرڻ لاءِ ھٿ ڪنيا سون!

جامع الملفوظات رحمة الله عليہ لکي ٿو تہ مون کي قبرن وارن کان دعا گھرڻ جو اعتقاد نہ ھوندو ھيو. سندن ھن ڪلام ٻڌڻ کانپوءِ سندس ٿي توجہ سان حق معلوم ٿي ويو ۽ پاڻ فرمايائون تہ: اولياءَ ڪرام جا معنوي اعيان حقائق (روحاني پاور) جيئن سندن حياتي مبارڪ ۾ آھن. تيئن سندن رحلت کانپوءِ بہ بدستور قائم آھن ۽ انھن کان مدد وٺڻ گھرجي (1)

ناظرين ڪرام کي مٿين تحرير مان معلوم ٿي ويو ھوندو تہ حضرت پير سائين سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس الله سره العزيز جن جي مسلڪ مبارڪ ۽ وھابين جي مسلڪ ۾ زمين آسمان جيترو فرق آھي! ۽ اھل سنت و جماعت جو مسلڪ حضرت جن جي مسلڪ سان بلڪل ٺھڪي اچي ٿو. بشريت، عرس شريف، حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم کان مدد طلبڻ، جسماني معراج، حضرت پير دستگير جي پاس باسڻ، ولين جي قبرن جي زيارت ڪرڻ، زيارت کان پوءِ، پوئين پير واپس اچڻ، ولين جي قبرن تان فيض ملڻ، مرشد جي صورت جو تصور ڪرڻ، ولين جو ھڪ ئي وقت گھڻين جاين تي اچڻ، مرشد وٺڻ ۽ اولياءُ الله کان مدد گھرڻ بابت اھل سنت جي عقيدي جي، حضرت پير سائين قدس سره جن جي ھن واضح ڪيل مسلڪ مبارڪ سان تصديق ۽ تائيد ٿي وڃي ٿي.

(وھو يھدي من يشاءُ الىٰ صراط مستقيم.)

---

(1) ملفوظات شريف باب 1 فصل 4

